# شاهہ جو رسالو

گهٽي ڪان گهٽو نج ڪلام
مفصل لفظي معنيٰ سان

(جلد ٻيو)

مرتب:
پانهون خان شيخ

شاهہ عبداللطيف ڀٽائي چيئر، ڪراچي يونيورسٽي

# شاھ جو رسالو

## (جلد ٻئو)

گھٽي کان گھٽو نج ڪلامُ
مفصل لفظي معنيٰ سان


مرتب:

**بانھون خان شيخ**



شاھ عبداللطيف ڀٽائي چيئر، ڪراچي يونيورسٽي.

| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : | شاهه جو رسالو (جلد ٻيو) |
| مُرتب | : | پانهون خان شيخ |
| ڪمپوزنگ ۽ گرافڪس | : | حبيب الله جاکرو |
| ڇاپو | : | پهريون |
| سال | : | اپريل، ٢٠٠١ |
| تعداد | : | ١٠٠٠ |
| ڇپائيندڙ | : | شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر، ڪراچي يونيورسٽي. |
| ڇپيندڙ | : | شعبو تصنيف، تاليف ۽ ترجمو، ڪراچي يونيورسٽي. |

مُلهه : 300/-

**ISBN 969-8447-09-12**


**"Shah Jo Risalo (Vol. II)"**
First Edition : April 2001
Published by:
**Shah Abdul Latif Bhitai Chair,**
University of Karachi,
Karachi.

# فهرست



## وِچور — شاھ جو رسالو

# انتساب

شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ
جو هيءَ رسالو سنڌ جي انهن سيني
عالمن ۽ محققن جي نالي ڪجي ٿو جن
شاهہ صاحب جي ڪلام ۽ پيغام بابت
علمي تحقيق ڪري ان کي عام پڙهندڙن
تائين پهچائڻ لاءِ وسان ڪونہ گهٽايو

# مُهاڳ

شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر ڀاران ڀٽ شاهه جي بزرگ اديب محترم ٻانهي خان شيخ جي مرتب ڪيل شاهه جي رسالي جو ٻئو جلد اوهان جي هٿن ۾ آهي. ابتدائي طور اسان جو خيال هو ته هن رسالي کي ٻن حصن ۾ ورهائي ڇاپينداسين (۽ اهڙو اظهار پهرئين جلد ۾ به ڪيو ويو هو) پر ڪمپوزنگ جي مرحلي ۾ اچي اندازو ٿيو ته هن جا ٻه نه پر ٽي جلد ڪرڻا پوندا ڇو ته مواد تمام گهڻو ۽ مفصل معنائن سان هئڻ ڪري ٻن جلدن ۾ پورو ڪونه پوندو. اهو ئي سبب آهي جو سن ٢٠٠٠ع ۾ پڌري ڪيل پهرئين جلد کان پوءِ رهيل مواد کي ٻن حصن ۾ ورهايو اٿئون جنهن جو پهريون حصو سن ٢٠٠١ع ۾ پيش ڪري رهيا آهيون ۽ ٻيون حصو انشاءَالله ٢٠٠٢ع ۾ پڌرو ڪنداسين. ڪم انتهائي نازڪ ۽ توجهه طلب هئڻ ڪري عام پروف ريڊرن حوالي نٿي ڪري سگهياسين ان ڪري پهريان پروف خود ٻانهي خان شيخ صاحب ڏنا ۽ آخري پروف مون پاڻ ڏنا آهن، تنهن هوندي به ڪٿي ڪا ڀل چُڪ رهجي وئي هجي ته منهنجي ڪوتاهي سمجهي معاف ڪيو وڃي.

هن رسالي جي پهرئين جلد سان شيخ صاحب جو سئو کان وڌيڪ صفحن تي لکيل تفصيلي مقدمو ڇپيو هو جنهن ۾ هن صاحب ڄاڻايو هو ته شاهه جي رسالي جا گهڻو ڪري سڀ ڇاپي ۽ قلمي نسخا ڀيٽڻ کانپوءِ پاڻ گنج شريف کي بنياد بڻائي هي رسالو مرتب ڪيو اٿس ۽ هن جون پڙهڻيون يا اچار گهڻو ڪري گنج واريون رکيون اٿس. گنج جي پڙهڻين/اچارن کي علامه دائود پوٽي ۽ ڊاڪٽر بلوچ به گهڻي اهميت ڏني آهي. شيخ صاحب انهن کي ٻين سڀني کان وڌيڪ معتبر ۽ مستقل ٿو سمجهي پر ڪن جاين تي انهن کي ناموزون ڄاڻي اجا به ڪن قديم نسخن واريون پڙهڻيون اختيار ڪيون اٿس. گنج کانسواءِ ڪجهه بيت ۽ وايون ڪن ٻين قلمي رسالن مان به ڪنيون اٿس. جن بيتن يا واين جا نمبر گول دائري ۾ آهن اهي وري شاهه جي راڳ جي ڄاڻو ۽ ڪلام جي حافظ فقير محمد ابراهيم خاصخيليءَ جي يادداشت مان ورتيون اٿس ۽ جن بيتن ۽ واين ۾ دائري مٿان (صحيح) جو نشان آهي اهي ٻين رسالن ۽ گنج ۾ ڪونه آهن ۽ ميين محمد ۽ ان جي ڀاءُ ميين حسين جي (١٣٠۴هه) لکيل رسالي وارا بيت آهن جن کي هو مستند ٿو سمجهي. اهڙيءَ ريت ڪل ٣١ سُرن ۾ ۴۴٦٩ بيت ۽ ٣٠٠ وايون گڏ ڪيون اٿس جن کي اسان وري ٽن حصن ۾ ورهايو آهي.

جيتوڻيڪ محترم ٻانهي خان شيخ جي هن رسالي جي حوالي سان ڪيل محنت کي ڊاڪٽر بلوچ، ڊاڪٽر غلام علي الانا، سائين محمد ابراهيم جويي ۽ امداد حسينيءَ جهڙن عالمن اديبن ۽ عام پڙهندڙن ڀاران ساراهيو ويو آهي ۽ شيخ صاحب جي فهم ۽ فراست، شاهہ صاحب جي ڪلام جي سمجهہ ۽ ساڃهہ کي مڃتا ڏني وئي آهي تڏهن بہ چئي سگهجي ٿو تہ تحقيق جي ڏس ۾ ڪابہ ڳالهہ حتمي ڪانہ هوندي آهي ان ڪري هن رسالي ۾ ڏنل اچارن ۽ معنائن سان اتفاق يا اختلاف جي امڪان کي رد نٿو ڪري سگهجي، پر ايترو ضرور چئي سگهجي ٿو تہ جيئن تہ شيخ صاحب جي ابن ڏاڏن جو تعلق ڀٽ شاهہ سان آهي، ۽ ٻاڻ اهو ئي لهجو ڳالهائي ٿو جيڪو شاهہ صاحب ڳالهايو هوندو، ان ڪري پڙهڻين/اچارن سان اختلاف جي گنجائش شايد گهٽ نڪري البت معنائن سان اختلاف ڪري سگهجي ٿو، ڇاڪاڻ جو وقت گذرڻ سان لفظن جا پس منظر بدلجي ويندا آهن ان ڪري انهن جا مفهوم بہ ڦري ويندا آهن، سو جيڪڏهن ڪو محقق معنائن سان اختلاف ڪري ٿو تہ اهو جائز آهي، تنهن هوندي بہ ان ڳالهہ کي ساراهڻ ڪانسواءِ رهي نٿو سگهجي تہ هن ڪوشش ڪري رسالي ۾ ڪتب آيل هر هڪ لفظ ۽ اصطلاح جي سمجهاڻي ڏني آهي، ايتريقدر جو ماڳن مڪانن، وڻن ٽڻن، پکي پکڻن ۽ ذڪر هيٺ آيل ماڻهن جا ڪردار ۽ انهن جا پس منظر پڻ سمجهائي بيان ڪيا آهن.

هن جلد ۾ سُر سسئي آبڙيءَ کان سُر راڻو تائين ڪل اٺ سُر شامل آهن. اسان کي اميد آهي تہ عالم اديب ۽ عام پڙهندڙ هن جلد کي بہ اهڙي ساڳي موٽ ڏيندا جهڙي هنن پهرئين جلد کي ڏني هئي... اسان جو مقصد شاهہ سائين جي ڪلام ۽ پيغام کي عام فهم بڻائي وڌ ۾ وڌ پڙهندڙن تائين پهچائڻ آهي، شال ان ۾ ڪامياب ٿيون.

**ڊاڪٽر فهميده حسين**
ڊائريڪٽر
شاهہ عبداللطيف ڀٽائي چيئر،
ڪراچي يونيورسٽي
٢٠ اپريل - ٢٠٠١ع

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُرِ آبِڙي

## داستان پهريون

### ١

اَوَلِ[1] آخر[2] آهِه، هَلَڻُ مُنهِنجو هوتَ[3] ڏي،
پورهِئو[4] سَندُو[5] پورهَيتين[6]، والي[7] كِيمَ وِڃاءِ[8]،
سو[9] مُون[10] تورو[11] لاَءِ[12]، جِيئري مِلاَن جَتَ كي.

### ٢

سَتِ[13] سُورَنِ جي سَسُئي، ڏري[14] ۽ ڏاري[15]،
پِيئائي[16] پُنهوَءَ ڏي، نِرمَلُ[17] نِهاري[18]،
لاَلَڻَ جي لَطِيفُ چَئي، سُونهَن سُتِيائي[19] سَاري[20][21]،
پِريتَڙو[22] پَاري[23]، مَارَڳَ[24] ۾ مُنڍَ[25] مُئي.

### ٣

جي[26] سِڄهائي[27] سِكَ[28]، تَه پُڻ سِكي سِكَ[29] كي،
پِيتائين[30] پُنهوَءَ كي، هَڏ[31] نَه پَڳيس[32] هِكَ[33]،

١. اڳي، ٢. پوءِ، نيٺ (اول آخر=ڪنهن بہ وقت ضرور)، ٣. بلوچ قوم جي هڪ قبيلي جونالو، سسئيءَ جو معشوق پنهون ان قبيلي مان هو. اصطلاحي معنيٰ محبوب، معشوق، دوست، ۴. ڪمائي، محنت، ۵. جو، ٦. پورهيتن، محنت ڪندڙن، ٧. اي والي، اي ڏڻي، اي مالڪ، ٨. ضايع يا برباد ڪر، ٩. اِهو، ١٠. مون تي، ١١. مهرباني، احسان، ١٢. ڪر، ١٣. ست جي ڪري، طاقت يا زور جي سبب، غلبي جي ڪري، ڏاڍائيءَ سبب، ١۴. رِوئي، دانهون ڪري، ١۵. (ٻين کي) روئاڙي، ١٦. مسلسل، لڳاتار، ١٧. ڪهڙو، خلوص سان، ١٨. واجهائي اوسيڙو ڪيو، ١٩. محبوب (پنهونءَ)، ٢٠. ننڊ ۾، سمهڻ جي حالت ۾، ٢١. ياد ڪري، ٢٢. محبت، پيار، ٢٣. نباهي، وفا ڪري، مڪمل ڪري، ٢۴. رستي يا واٽ (پنهون ڏانهن ويندڙ)، ٢۵. عورت يا زال (سسئيءَ ڏانهن اشارو)، ٢٦. جيڪڏهين، ٢٧. (عشق جي هلڪيءَ باهہ) ڳاري، ڪمزور ڪئي، فنا ڪئي، ٢٨. پيار، محبت، ٢٩. واجهائي، تڪي، گهرجائو ٿئي، ٣٠. جذبہ ڪيائين، (پاڻ ۾) سمايائين، ٣١. بنهہ، اصل، ٣٢. ختم ٿيس، ٣٣. اڄ، پياس.

اِنَ تَڙَ[١] مَنجهان تِڪَ[٢]، ڏِني پاڻَ[٣] اُڄَ[٤] ٿِئي.

**٤**

سَسُئِي سَڄِيَائِي سِڪَ[٥]، تَہ پُڻ[٦] سِڪِي سِڪَ ڪِي،
سَڄُئِي پِيتَائِين پُنوهَہ ڪِي، هَيّ[٧] نَہ پَڳِيَسِ[٨] هِڪَ[٩]،
اِنَ تَڙَ مَنجَهان تِڪَ، ڏِني اُڄَ نَہ لَهَي.

**٥**

پَسِي[١٠] جَهاجُهہ[١١] جَمَالَ[١٢] جِي، جَنِي پِيتِي پِڪَ[١٣]،
اَپَرِ[١٤] اڳَانجهو[١٥] ٿِئو، سُورُ[١٦] اُنهِين ڪِي سِڪَ،
هَڏِ نَہ پَڳِيَنِ هِڪَ، سَدَا[١٧] سَائِرَ[١٨] سِيرَ[١٩] ۾.

**٦**

مَحَبَتَ جَن جِي مَنَ ۾، تَنِ[٢٠] تُشنِگِي[٢١] تَارِ[٢٢]،
پِي پِيالو[٢٣] اُڄَ جو[٢٤]، اُڄَ سِين اُڄَ اُٿِيَارِ[٢٥]،
پُنهُون[٢٦] پاڻُ[٢٧] پِيَارِ[٢٨]، تَہ اُڄَ سِين اُڄَ اُجَهائِيان[٢٩].

**٧**

مَحَبَتَ سَندو مَنَ ۾، پُرِ[٣٠] پِيالو جَنِ[٣١]،

١. ڳوهہ، پاڻيءَ جي ڪڌ. چشمي، ٢. ڳيت. يڪ ساهيءَ پيئڻ جي حالت. وڏو ڍُڪُ (تڪ ڏني=ڍُڪُ پريندي، پيئندي)، ٣. ويتر. اڻلو. ٤. پياسَ. تَاسَ ، ٥. سموري، سڄي، ٦. تڏهين بہ. ٧. افسوس، ٨. ختم ٿيس، ٩. اُڄَ، پياسَ. ١٠. ڏسي، ١١. گهڻائي، جهجهائي، ١٢. حُسن، سونهن، ١٣. ڍُڪُ، سُرڪَ، ٿورو، ڍُڪو، ١٤. تمام گهڻو يا زيادهہ يا وڌيڪ. بي حد، ١٥. جهجهو، ١٦. (سڪ جو) دردُ يا تڪليف، ١٧. هميشہ، ١٨. سائر جي، درياهہ جي، ١٩. وچ واري (پاڻيءَ جي) وهڪري، ٢٠. تن کي، ٢١. اُڄَ، پياسَ، ٢٢. تمام گهڻي، اٿاهہ، ٢٣. جامُ، ٢٤. سڪ، ٢٥. جاڳاء، پيدا ڪر، وڌاء، ٢٦. اي پنهون، ٢٧. پنهنجو يا خود جو جيءَ يا نفس، ٢٨. (مون ۾) جذب ڪر، سماء، ٢٩. ختم ڪريان، وِسايان، ٣٠. پريل، ٣١. جن کي.

پِـيَـنِ پَـرَچَـا نَـاهِـہ كـو، كِـنـهِـن جِـنـهِـن ڏَاهَـہ ڏِيَـنِ،
جَـنـهِـن نِـهَـايَـتَ نَـاهِـہ كـا، تَـنـهِـن سُـجَـا سُـجَ وَجَـنِ،
تـيـلاهَـن اُجَ مَـرَنِ، سَـدَا سَـائِـرَ سِـيـرَ ۾.

## ۸

سَـدَا سَـائِـرَ سِـيـرَ ۾، اُنِ كـي اَنـدَرِ لَـهـي نَـہ اُجَ،
پَـسَـڻُ جـو پِـريـن جـو، سـو سَـيَـائـي سُـجَ،
تـيـلاهَـن مَـرَنِ اُجَ، سَـدَا سَـائِـرَ سِـيـرَ ۾.

## ۹

سَـاجَـنَ كَـارَڻِ سُـجَ، مَـرُ قَـبُـولـي سَـسُـئـي،
اَنـدَرِ جَـنِـي اُجَ، پَـاڻِـي اُجِـئـو اُنِ كـي.

## ۱۰

پَـاڻِـيءَ مَـٿـي جُـهـوپِـڙَا، مُـورِكَ اُجَ مَـرَنِ،
سَـاهَـان اوڏو سُـپِـريـن، لَـوچِـئـو تـان نَـہ لَـهَـنِ،
دَمُ نَـہ سُـجَـاڻَـنِ، دَانـهُـون كَـنِ مُـٺَـنِ جِـيـئَـن.*

---

۱. (محبت جا) ڏُکَ پرين، ۲. فرحت، آرام، راضپو، ڏوءُ، ۳. اهڙي، ۴. ڏاهہ ۾، (باهہ جي) مچ يا آڙاهَ ۾، ساڙي ۾، تپش ۾، ۵. جلن، سڙن، ٦. جنهنکي، ۷. حد، ڇيڙو، ڇيهہ، ۸. سُجَ كان سُجَ ڏانهن، بربادي كان بربادي ڏانهن، بلكل ياصفا بربادي ياتباهيءَ ڏانهن، ۹. تنهنكري، تنهن صورت ۾، ۱۰. ڏسڻ، ديدار، ۱۱. محبوب، ۱۲. سڄي، سڀ، سموري، ۱۳. ويراني، بربادي، ۱۴. سڄڻ، محبوب، ۱۵. واسطي، لاءِ، ۱٦. ڀلي، خوشيءَ سان، بي شک، ۱۷. منظور كري، پسند كري، ۱۸. اندر ۾، دل ۾، ۱۹. جن كي، ۲۰. (محبوب جي) سِکَ يا گهرج، تاسَ، ۲۱. محبوب ڏانهن اشارو، ۲۲. سِكي، ۲۳. پاڻيءَ جي يعني مطلوب جي، ۲۴. ويجهو، ڀر ۾، پاسي ۾، ۲۵. گهرَ، جايون، رهائشون، ۲٦. بيوقوف، نادان، ۲۷. ساهہ كان، روح كان، ۲۸. ويجهو، نزديک، ۲۹. محبوب، ۳۰. ڳوليو، نِهاريو، ۳۱. هٿ كن، حاصل كن، ۳۲. ساهُ، روح، ۳۳. پروڙين، شناخت كن، ۳۴. رڙيون، واكا، هاءِ گهوڙا، ۳۵. مصيبت ۾ ڦاٿلن، نقصان ۾ پيلن، بيزار ٿيلن، ۳٦. وانگر، *هن بيت جي پهرين ۽ ٽين مصرع شاهہ عبدالكريم رح جو كلام آهي جي شاهہ صاحب تضمين طور كم آنديون آهن.

## ١١

سَسُئيءَ کِينَ سَمُجهِئو[١]، اوري[٢] آريءَ[٣] سَاڻُ،
کَري پيڪُ[٤] پُنوهَہ سين، پَاڏَارِئائين[٥] پَاڻُ[٦]،
جَتِ[٧] وِجَايو جَاڻُ[٨]، بَانيڻِ[٩] بَروچَنِ[١٠] سين.

## ١٢

لَڳِي کوسو[١١] واءُ[١٢]، لوڪُ[١٣] مِڙوئي[١٤] لَهسئو[١٥]،
اَيَنِ[١٦] مَنجَهان آيو، هَي[١٧] هَي جو هُڳَاءُ[١٨]،
طَيُورَنِ[١٩] تَنوَارِئو[٢٠]، پُنهونءَ پُڄَاڻا[٢١]،
رَسِئو[٢٢] سُورُ[٢٣] شَبَانَ[٢٤] کي، وُحُوشَن[٢٥] وَتَانَ[٢٦]،
مَروئَنِ[٢٧] موتُ قَبُولِئو[٢٨]، اَپَرِ[٢٩] افسوسَا[٣٠]،
بَرَ[٣١] پُٺِ کِن بُڪَاءُ[٣٢]، اُڪَندِئا[٣٣] آريءَ لَيءِ گهٽو.

## ١٣

مَهَندِ[٣٤] مُحتَاجِيَ[٣٥] کَري، حُجَ[٣٦] وِجَائي هَلُ،
عُذرَ[٣٧] خواهِيُون عَاجِزِيُون[٣٨]، سَسُئِي کَنهَن[٣٩] مَ سَلُ[٤٠]،
ڏُونگَرُ[٤١] ڏورِڻُ[٤٢] ڏَاکَڙو[٤٣]، لَنءُ[٤٤] ري[٤٥] کونهي لَلُ[٤٦]،

---

١. پروڙيو، محسوس ڪيو، ڄاتو، ٢. دل جو حال بيان ڪري، محبت رکي، ٣. بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو نالو، سسئيءَ جو معشوق پنهون هوت قبيلي مان هو ۽ سندس پيءُ جو نالو آري هو. هتي پنهونءَ ڏانهن اشارو آهي. ٤. محبت، سنگت، واقفيت، لاڳاپو. ٥. پڌرو ڪيائين، ظاهر ڪيائين. ٦. پنهنجي پاڻ کي، خود کي، ٧. اڻ ڄاڻ، پوريءَ، نادان، ٨. عقل، هوش، ٩. برهمڻ، ذات جي ڙال يعني سسئي جيڪا نائونءَ نالي ٻانڀڻ جي ڌيءُ هئي، ١٠. بلوچن يعني پنهون ۽ ان جي مائٽن (جيڪي بلوچستان جا رهاڪو هئا)، ١١ گرم، ١٢. هوا، (لڳو کوسو واءُ= مصيبت ٿي وئي)، ١٣. جهانءُ يا ان ۾ رهندڙ ساهوارا يا ماڻهو، ١٤. سڀ، ١٥. سڙي يا جلي ويو، گرميءَ کان متاثر ٿيو، ڏک ۾ مبتلا ٿي ويو، ١٦. آسمانن، ١٧. هاءِ هاءِ، افسوس، ١٨. آواز، پڙلاءُ، ١٩. پکين (طير جو جمع)، ٢٠. ورلاپ ڪئا، دانهون ڪيون، ماتم ڪئو، ٢١. کان پوءِ، بعد، ٢٢. پهتو، ٢٣. ڏکُ، تڪليف، ٢٤. ڌنارَ، چوپايو مال چاريندڙ، ٢٥. جهنگلي جانورن، چوپايو مال يا ڍورن (وَحش جو جمع وُحوشُ)، ٢٦. کان (ڌنار پنهنجي مال کي ڏک ۾ مبتلا ڏسي پاڻ خود ڏکارو ٿئو)، ٢٧. جانورن، ٢٨. منظورڪئو، پسند ڪئو، ٢٩. بي حد، اٿاهہ، ٣٠. افسوس کان يا افسوس جي وچان، ٣١. رڻ پٽ، بيابان (برم رهندڙ ساهوارا)، ٣٢. روڄ راڙو، روڏَن، ٣٣. سڪايل، ٣٤. اڳيان، ٣٥. بي وسي، لاچارگي، ٣٦. حجت، دعوي، حقداري، ٣٧. بهانا، آزيون نيازيون، ٣٨. مجبوريون، ٣٩. کنهن کي، ٤٠. ٻڌاءِ، ٤١. جبل، ٤٢. ڍونڍڻ، ٤٣. ڏکيو، تڪليف وارو، ٤٤. محبت، عشق، ٤٥. کان سواءِ، ٤٦. چاڙهو، چارو، واهہ.

اِيءُ پَلائِيءَ[1] جو پَلُ[2]، جِيئَن پاسِي[3] تِيَڻُ پاڻَ[4] ڪان.

١۴

مَهِند مُحتاجِي ڪَري، پُنئِيءَ[5] پيرُ[6] ڪَٽيجِ،
ڪُبيلِيانِي[7] ڪيچَ[8] ڏِي، حُجَ[9] مَ هَلائِيجِ[10]،
پاڻَ ڏاراَن[11] پِريَتَڙو[12]، سَسُئِي[13] سانُ ڪَٽيجِ،
اوڏِي[14] عَزازِيلَ[15] ڪي، وِيجهِي تان مَ وَجيجِ،
نااُميدِي[16] نيجِ[17]، تہ اوڏِي تِيين اُميدَ[18] ڪي.

١٥

نااُميدِيءَ جي نِجُهري[19]، پيهِي پَچُ[20] اَللهُ[21]،
چِٽو[22] رَبِي[23] راهُ[24]، پَرَ مُرادُن[25] مَخفِي[26] ڪِئو.

١٦

نااُميدِي نُورُ[27]، اُميدَ اوندَهہ[28] اُن ڪي،
سَندو[29] ساجَنَ[30] سُورُ[31]، جَنِ[32] سَرِئو[33] تَنِ[34] سُکُ[35] ٿِئو.

١٧

وِيهُہ مَ مُنڌَ[36] پَنيِيورَ[37] ۾، هاڙهِي[38] هَڏَ[39] مَ هَلُ[40]،

---

١. چڱائيءَ، نيڪيءَ. ٢. چيهہ، حد. ٣. پري. ۴. خوديءَ، آبي، وڏائيءَ. ٥. (محتاجيءَ جي) پنيان. ٦. قدم، وک يعني هلڻ وقت ٻن پيرن جي وچ وارو مفاصلو (پير ڪٽيج= هلج). ٧. ساٿين يا رفيقن کانسواءِ، اڪيلي. ٨. رياست مڪران جو هڪ مشهور شهر جتي سسئيءَ جو محبوب پنهون رهندو هو. ٩. حجت، دعويٰ حقداري. ١٠. پيش ڪج. ١١. ٻنان، کانسواءِ، بغير. ١٢. محبت، پيار. ١٣. اي سسئي. ١۴. ويجهي، نزديڪ. ١٥. شيطان جو نالو (جنهن کي خدا تعاليٰ حضرت آدم عہ کي سجدي نہ ڪرڻ ڪري بهشت مان لوڏي ڪڍيو). ابليس، نفس (ويجهي تان نہ وڃيج= شيطان جي پيروي هرگز نہ ڪج). ١٦. نااميدي = مايوسي، نراسائي، آسري جي غيرموجودگي، محرومي. ١٧. پاڻ سان گڏ کڻج. ١٨. آسري، ڀروسي. ١٩. نجهري ۾، جهوپڙي ۾، گهر ۾. ٢٠. گهڙي. ٢١. ڳول، نهار، ڏس. ٢٢. صاف، ظاهر. ٢٣. رب جو، پالڻهار جو، خدا جو. ٢۴. رستو، گس. ٢٥. اميدن، آسرن. ٢٦. ڳجهو، گم، ناپيد. ٢٧. سوجهرو، روشني. ٢٨. تاريڪي. ٢٩. جو. ٣٠. سڄڻ، دوست، محبوب. ٣١. ڏک، درد. ٣٢. جن کي. ٣٣. پيدا ٿئو، حاصل ٿئو، پهتو. ٣۴. تن کي. ٣٥. آرام، راحت. ٣٦. اي منڌ، اي زال (سسئيءَ ڏانهن اشارو). ٣٧. سنڌ صوبي جي ٺٽي ضلعي ۾ هڪ قديم شهر، جتي سسئي رهندي هئي. ٣٨. هاڙهي ڏانهن (هاڙهو هڪ جبل آهي جو لس ٻيلي جي اولهہ طرف آهي). ٣٩. ٻنهہ، اصل. ۴٠. وڃ، پنڌ ڪر.

ڪُوڙي[١] ڪِج مَ ڪَڌهِين، سَچِي[٢] ڳالهِہ مَ سَلُ[٣]،
جَانِبَ[٤] لاءِ مَ جَلُ[٥]، سُورُ وِسَارِ مَ سَسُئِي.

## ١٨

وِبهُہ مَ مُنڌَ پَنِيُورَ ۾، ڪَرِ ڪو وَاڪو وَسُ[٦][٧]،
لِيڙَنِ[٨] جو لَطِيفُ چَئِي، ڏُونگَرِ[٩] اَتَئِي[١٠] ڏَسُ[١١]،
پُنهُون جَامَ[١٢] پَسُ[١٣]، سِرَ[١٤] پَرِ[١٥] هَلِي[١٦] سَسُئِي.

## ١٩

وِبهُہ مَ مُنڌَ پَنِيُورَ ۾، ڪَرِ ڪو وَاڪو وَسُ،
چَڙهِي[١٧] ڏَاڍِين[١٨] ڏُونگَرَين[١٩]، پِيرُ پِرِيَان جو پَسُ،
ڏُوٽِي[٢٠] ڏِيندا ڏَسُ، توکي ٻَاروچَنِ جو.

## ٢٠

ڪَرِ ڪو وَاڪو وَسُ، وِبهُہ مَ مُنڌَ پَنِيُورَ ۾،
چَڙهِي ڏَاڍِين ڏُونگَرَين، پِيرُ پِرِيَان جو پَسُ،
ڏُورَڻَ[٢١] مَنجهَان ڏَسُ، پُونڌُ[٢٢] هُوتَ[٢٣] پُنهُونءَ جو.

---

١. ڪوڙي، جعلي، بي بنياد، ٢. صحيح، ڪري، صاف، ٣.ٻڌاءِ، بيان ڪر، ۴. جانيءَ، محبوب، دوست، ۵. پچ، سڙ، تباهہ يا برباد ٿيءُ، ٦. سڏ، دانهن، پڪار، آواز، ٧. حيلو، ڪوشش، ٨. ائن، ٩. ڏونگر ۾، ڏونگر ڏانهن، جبل ۾ يا ڏانهن، ١٠. توکي مليل آهي، ١١. پتو، اطلاع، ١٢. سردار، سنڌ جي سمن حاڪمن جو لقب، ١٣. ڏِسُ، ١۴. مٿي، سِيِيءَ، ڪنڌ، ١۵. سان، جي وسيلي، ١٦. وڃي، رڙهي، ١٧. مٿي وڃي، ١٨. ڏاڍن، اوکن، ڪرڙن، تڪليف ڏيندڙن، ١٩. ڏونگرن تي، جبلن تي، ٢٠. جهنگ ۾ ايرندڙ ڳاهن يا وٽن مان پيدا ٿيندڙ ان ۽ ميون تي گذران ڪندڙ، ڏٽ ڪائيندڙ، جهنگ يا جبل جا رهاڪو، ٢١. ڳولڻ تلاش ڪرڻ، ڍونڍڻ، نهارڻ، ٢٢. توکي پوندو، ٢٣. هوتَ، بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي، پنهون ان قبيلي مان هو.

## ٢١

ويھُ مَ مُنذَ پَنيُورَ ۾، ڪَرِ ڪو واڪو وَسُ،
جِمَ وِرچِيٰ[١] چَڏِين[٢]، سَندو[٣] ڳُنگِن[٤] ڳسُ[٥]،
ڏورڻَ[٦] مَنجھان ڏَسَ[٧]، پُونڌءِ[٨] ھوتَ[٩] پُنھونءَ جو.

## ٢٢

ويھُ مَ مُنذَ پَنيُورَ ۾، اُٿي راڻو[١٠] رِيلِ[١١]،
ھيڪَرَ[١٢] اُٿي ھوتَ لاءِ، بَڌُ چِتائي[١٣] چيلھہ[١٤]،
ٿَڪيائِي[١٥] ٽُون ٿيلھہ[١٦]، تَہ پَھچِين جامَ پُنھونءَ ڪي.

## ٢٣

ويھُ مَ مُنذَ مَانِ[١٧] ڪَري، اُٿي وِجُھ وَڙُولَ[١٨]،
سُتيِنِ ٿان[١٩] سَيَدُ[رح] چَئي، ھَمَ غَمَ[٢٠] اَچِنِ ھولَ،
بَھُون[٢١] پاري[٢٢] بولَ[٢٣]، ڪامِلُ[٢٤] ڏِٺي ڪيچَ جو.

## ٢٤

ويھُ مَ مُنذَ مَانِ ڪَري، ڪَڻُ[٢٥] پِرِبڻَ[٢٦] پيرُ[٢٧]،
سُورَ تو سَان سَسُئِي، وَارِي[٢٨] وِبَنا وَيرُ[٢٩].

---

١. متان، ٢. بيزار ٿي، ڪڪ ٿي، عاجز ٿي، ٣. جو، ٤. ڳالهائي نہ سگهندڙن، گگدامن، (اٺن ڏانهن اشارو)، ٥. رستو، واٽ، ٦. ڳولڻ، تلاش ڪرڻ، نهارڻ، ڍونڍڻ، ٧. پتو، خبر، اطلاع، ٨. توکي پوندو، توکي ملندو، ٩. محبوب (سسئيءَ جو محبوب پنهون بلوچ قوم جي هوت قبيلي مان هو)، ١٠. تمام سنهي ريتي يا ڪڪري (جابلو ميدان)، ١١. لتاڙ، جهاڳ، ١٢. هڪ دفعو، ١٣. چڱيءَ طرح، ١٤. ڪمر (چيلهہ ٻڌڻ= سندرو ٻڌڻ، ڪوشش ڪرڻ)، ١٥. ٿڪل يا ماندي هجڻ جي باوجود، ١٦. اڳتي وڌ، پند ڪر، ١٧. چَپ، قرار، ١٨. ڳولا ڦولا، پڇاڳاڇا، ١٩. تي، ٢٠. ڳڻتيون، فڪر، غم، هول، ٢١. هر طرح، چڱيءَ طرح، گهڻي انداز ۾، ٢٢. پورا ڪري، نباهي، ٢٣. قول، انجام، اقرار، ٢٤. بي عيب، گناهن کان پاڪ نيڪ، بزرگ، ٢٥. ڳول، تلاش ڪر، ٢٦. محبوب (پنهونءَ)، ٢٧. پير جو نشان، ٢٨. وجهي، پائي، ٢٩. دشمني.

ڪَرَ[1] لَهَندو ڪيرُ، هيڪَلِيءَ[2] جي حَبَ[3] ۾.

## ٢٥

وَجَڻَ[4] ڪجي وَسُ[5]، سيڻَنِ[6] ڪارَڻِ[7] سَسُئِي[8]،
جِمَ[9] ورچِي[10] ڇڏِيِن، سَندو[11] گُنگَن[12] گَسُ[13]،
ڏوتِي[14] ڏِيندا ڏَسُ[15]، توکي پَاروچَنِ جو.

## ٢٦

سُکِين[16] ٿِيءُ مَ سَنِرِي[17]، پَسِي ڏُکُ مَ ڏَرُ[18]،
پَتِي[19] ڪَرِ مَ پَانهِنجو، گَهورِئو[20] اَڏِ[21] مَ گَهَرُ،
مَارِي[22] هَڏِ[23] مَ مَرُ[24]، مَچُڻ[25] جِيءُ[26] جِيَارِيِن[27].

## ٢٧

سُکِين ٿِئي نَہ سَنِرِي، ڏُکِين ڪِينَ ڏَرِي،
اورِي[28] تَان[29] نَہ اُپِيي[30]، پَهِچِي[31] تَان نَہ پَرِي[32]،
سَرَتِيُون ٿو سَرِي[33]، بِنهِي[34] رِءَ[35] بَانِيڻِ[36] ڪِي.

---

١. خبر، سار سنڀال، ٢. اڪيليءَ، ٣. هڪ ندي، جيڪا ڪراچيءَ جي اولهہ طرف اٽڪل، ١۴-١٠ ميلن جي مفاصلي تي وهندڙ آهي. حب نديءَ تي آباد ٿيندڙ علائقي يا ميدان، ۴. وڃڻ سان، هلڻ سان، پنڌ ڪرڻ سان، ۵. حيلو، ڪوشش، ٦. سڄڻن، دوستن، محبوبن، ٧. واسطي، لاءِ، ٨. اي سسئي، ٩. متان، ١٠. ڪڪ ٿي، بيزار ٿي، عاجز ٿي، ١١. جو، ١٢. ڳالهائي نہ سگهندڙن، گگدامن (اٺن)، ١٣. رستو، واٽ، ١۴. ڏٿ يعني جهنگل ۾ پيدا ٿيندڙ گاهن ۽ وڻن جي ان ۽ ميوي تي گذران ڪندڙ. جهنگ يا جبل جا رهاڪو. ١۵. پتو، سڌ، اطلاع، ١٦. سکن ۾، آرام يا فرحت يا آسودگيءَ ۾، ١٧. سرهي، خوش، ١٨. ڊڄ، ناراض ٿيءُ، ١٩. ميدان، پوٺو (پٽي ڪر= ڊاهي ناس ڪر)، ٢٠. ڪڏ ۾ پٺو، ٻن پٺو، ناس ٿئو، ٢١. ٺاهہ، جوڙ، بناءِ، ٢٢. (جيءَ يا جان کي) تڪليف ڏيئي يا عذاب ڏيئي، ٢٣. اصل، بنهہ، مور، ٢۴. تباھ يا فنا ٿيءُ، ٢۵. متان، ٢٦. جان، جند، سرير، ٢٧. زندھ يا حيات رکين، موت کان يا فنا ٿيڻ کان بچائين، ٢٨. ويجهو، نزديڪ (ڪيچ پهچڻ کان اڳ)، ٢٩. اصل، بنهہ، ٣٠. بيهي، رڪجي، ترسي، ٣١. رسي، وڃي، ٣٢. دور (ڪيچ کان)، ٣٣. گذارو ٿئي، ٣۴. ٻنهي ڳالهين يعني سکن يا ڏکن يا اوري ترسڻ يا پري وڃڻ، ٣۵. کان سواءِ، ٣٦. برهمڻ قوم جي زال يعني سسئيءَ.

## وائي ١

هيجي[1] هَلِئا هوتَ[2] سُونهَارا[3]،

مُون[4] نه وَهيَٽا[5]، پُنهُونءَ[6] سَڱيٺا[7]،

سَسُئِي پُڇي سَاٿَ[8] جَا، اوطَاقُون[9] اوتَارَا[10]،

ٿَليُون[11] ٿُونئُرَ[12] حَلوبُون[13]، مَيَن[14] سِرِ[15] مُوچَارَا[16]،

آن[17] ڪي[18] ويندا ڳَڏِئَا[19]، آرِياڻي[20] اهپَارا[21]،

مُونکي نِيندا پَاڻَ سين، ڪَامِلَ[22] ڪُرَ[23] اُجَارا[24].

## وائي ٢

هَمسُون[25] سَاٿُ[26] گِيا[27] هي[28]، هَمسُون سَيلُ[29] گِيا هي،

هَمسُون يَارُ گِيا هي، جو ڪُجُهه ڪَرِنا[30] ڪَر رَهِيا هي،

ڪَهِي[31] ڪَهِيو[32] قَافِلو، زَنڪِ[33] زُودُ[34] بِيا[35] هي،

مَردُ زَنُ[36] مَاتِ[37] ڪِئا، لَڪِٽا[38] لوڪُ[39] لِيا[40] هي.

---

١. هِيءَ جيڪي، ٢. پنهونءَ جا پائر، هوت قبيلي جا ماڻهو (هوت، بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي)، ٣. سونهن وارا، سهڻا، موچارا، ٤. منهنجي، ٥. وس پر، ٦. سسئي جي محبوب جو نالو، ٧. سَنگَ وارا، مائٽ، عزيز، ٨. قافلي، پنهونءَ کي ڪٺي ويندڙ پائرن ۽ انن. پنهونءَ جي ساٿين، ٩. جايون، گهرَ، اهي ماڳَ جتي قافلي ڊاہو يا منزل ڪئي، ١٠. مڪان، ماڳَ، جايون، ١١. چڙيون، گهنڊيون، ١٢. سٽ جا يا ريشم جا گل، ڦندڻ، ١٣. زيور، ڳهہ، ١٤. انن، ١٥. تي، ڪي، ١٦. سهڻا، ١٧. اوهان ڪي، ١٨. ڪجهہ عدد، ١٩. مليا، ٢٠. آريءَ جو اولادَ (آري، بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آهي. سسئيءَ جي محبوبَ پنهونءَ جي پيءُ جو نالو بہ آري هو)، ٢١. اهڙن پارن سان، اهڙن اهڃاڻن يا نشانين سان، ٢٢. بي عيب، بزرگ، نيڪ، ٢٣. ڪر ڪي،خاندان يا پيڙهيءَ کي، ٢٤. اُجاريندڙ، نالو مشهور ڪندڙ، ٢٥. هر سي، اسان ڪان، مون ڪان، ٢٦. قافلو، انن جي قطار، ٢٧. وئو (گنج ۾ "گيا" جي بدران "ڪيا" لکيل آهي)، ٢٨. هاءِ افسوس، ٢٩. ساٿي، يار، دوست، ٣٠. ڪرٿو، ٣١. هلي، پنڌ ڪري، ٣٢. وئو، ٣٣. (بلوچي بولي) اي زنڪ، اي زال، اي عورت (سسئيءَ ڏانهن اشارو)، گنج شريف ۾ زن ڪون لکيل آهي، ٣٤. جلد، سگهي، ٣٥. اڄ، ٣٦. عورت، زال، ٣٧. تباهہ، برباد، ٣٨. لڪٽن وارو، لِڄڻ وارو (پنهون)، ٣٩. ماڻهو، خلق (پنهونءَ جا پائر)، ٤٠. ونئي وٺا.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُرِ آبِڙِي

## داستان پهريون

### ۱

پَسِي[1] ڏُونگَرَ[2] ڏاهَه[3]، جِمَ[4] هَلَڻَ[5] ۾ هِيٺِي[6] وَهِين[7]،
لاَنچِي[8] لَڪُ[9] لَطِيفُ چِئي، پُنِيءَ[10] ڪيچِيَنِ[11] ڪاهَه[12]،
پُڇِي[13] پُورِجِ[14] سَسُئِي، بَلُوچاڻِي[15] بَاهَه[16]،
اِنَ وَڙَائِتي[17] وَرَ[18] جِي، آسَرَ[19] هَڏَ[20] مَ لاَهَه[21]،
جو اڪِيَنُون[22] اوڏو[23] آهه، سو پِرِين[24] پَراهُون[25] مَ چَئُو.

### ۲

هِتَان[26] ڪَٽِي هُتِ[27]، جَنِ رِڪَئُو[28] سِي رَسِيُون[29]،
سَاجَنُ[30] سُونهَنَ[31] سُرَتِ[32]، وِکَانِ[33] ئِي وِيجهو گهڻو.

### ۳

جيڪُسِ[34] يَادِ ڪِئَاسِ[35]، وَرَ وَڃِي وَٽِڪَارِ[36] ۾،
جَلِدُ[37] جَرِيدِي[38] پَنڌَ ۾، اَديُون اَڄُ ٿِئَاسِ،

---

۱. ڏسي، ۲. جبل، پهاڙ، ٽڪر، ۳. اي ڏاهه، اي ڪولي، اي ياڻهي، ۴. متان، ۵. پندَ ڪرڻ، ٦. سست، ڍري، ۷. ٿئين، ۸. ٻڌي، ۹. چيلهه، ڪمر، ۱۰. پنيان، ۱۱. ڪيچين جي، ڪيچ جي رهاڪن جي، پنهون ۽ ان جي ڀائرن جي، (ڪيچُ، رياست مڪران جو هڪ شهر آهي جتي پنهون رهندو هو)، ۱۲. پنڌَ ڪر، ۱۳. جاچ ڪري، معلوم ڪري، دريافت ڪري، ۱۴. هلج، ۱۵. بلوچن جي، بلوچستان جي رهاڪن جي، پنهون ۽ ان جي ڀائرن جي، ۱۲. (عشق جي) گرمي، عشق، محبت، ۱۷. وَڙَ واري، لائق، مهربان (وڙ= احسان، مهرباني)، ۱۸. مڙس، ڀتارَ، ۱۹. آسرو، آسَ، اميد، ۲۰. اصل، هرگز، ۲۱. وسار، دل مان ڪڍ، ۲۲. اکين کان، ۲۳. ويجهو، نزديڪ، ۲۴. محبوب، ۲۵. ڏور، پري، ۲٦. هن دنيا تان، ۲۷. هُنَ دنيا يعني آخرت ڏانهن، ۲۸. (دل) لڳائي، ۲۹. (منزل مقصود کي) پهتيون، ڪامياب ٿيون، ۳۰. سڄڻ، محبوب، ۳۱. حسنَ کُل، ۳۲. عقل کُل، ۳۳. هڪ وک کان، هڪ قدم کان (وک= هلڻ وقت ٻن پيرن جي وچ وارو مفاصلو)، ۳۴. شايد، ۳۵. مونکي ڪيو آهي. ۳٦. وٽراهَه، وٽن جي جهڳٽي، لس ٻيلي جي اتر اڀرندي طرف ڪيرٿر جبل جي قطار لڳ هڪ ڳوٺ ۽ پڻ هڪ جبل، ۳۷. تکي، تکڙي، تيز، ۳۸. چڙي، اڪيلي، بنان سامان جي، سمر کان سواءِ.

وَجي ڪيچ پُنِيَاسِ، ٻَاروچَاڻيءَ ٻَاجَهہ[1] سين.

**۴**

وَاقُفَ[2] نہ وَڻِڪَار[3] جي، اَڳُ[4] نہ ڏيهُه[5] ڏٺومِ[6]،
ڏُونگرُ ڏوراپَنِ[7] سين، ڪَاتيءَ رِءَ[8] ڪُٺومِ[9]،
جيلاَن[10] مُحِبُ مِنومِ[11]، چُلون[12] ڪَرِيَان تي[13] چَپَرين[14].

**۵**

وَاقُفَ نہ وَڻِڪَار جي، پَاٽيءَ ڪَنيمُ نہ پَاءُ،
جَبَلُ جَلدَايُون[15] ڪَري، تَڪَ[16] ڏيڪاري تَاءُ[17]،
لَڳي لُڪَ[18] لطيف چئي، مَعُذُورِن[19] مَتَانءُ،
اُتي آڏو آءُ[20]، جت هُونديَسِ هوتَ هيڪَلي.

**٦**

وَاقُفَ نہ وَڻِڪَار جي، نہ مُون سَاڻُ سَمَرُ[21]،
سَفَرَ جو سَيَدُ چَئي، ڏاڍو سُڄي[22] ڏرُ[23]،
جَانبَ[24] ڏَارَان[25] جيڏيُون، پَرَ وَسو[26] نہ پَرُ[27]،
وِلهِيءَ[28] ڪَري وَرُ[29]، رَسجِ رَهبَرَ رَاهَ ۾.

---

١. مهرباني، ٢. سونهين، چاڙهو. ٣. لس ٻيلي جي اتر ايرندي طرف ڪيرٿر جبل جي قطار سان گڏ هڪ ڳوٺ. ۴. اڳ ۾، پهرين. ۵. ملڪ، ديس ٦. مون ڏٺو. ٧. ميهڻن، طعنن. ٨. ڪان سواءِ. ٩. مون ڪٺو، مون ڪَٽيو يا پرزا پرزا ڪيو. ١٠. جنهن صورت ۾. ١١. مونکي مٺو يا پيارو آهي. ١٢. ڊوڙون، پنڌ، تڪليفون. ١٣. ٽنهنڪري. ١۴. چپرن ۾، جبلن ۾. ١۵. واحد: جلدائي= سختي. ١٦. تاب، تپش. ١٧. گرمي، تپش. ١٨. گرم يا ڪوسي هَوا. ١٩. هيڻين، ڪمزورن. ٢٠. اڳيان (بچاءَ لاءِ يا مدد لاءِ). ٢١. سفر يا مسافريءَ جو سامان، زاد راهہ، راهہ خرچ. ٢٢. ٻُڌجي (ٿو). ٢٣. خوف، خطرو. ٢۴. جانيءَ، محبوبَ. ٢۵. ڪان سواءِ. ٢٦. آڏار، وسيلو. ٢٧. پروسو، پرجهلو، مددگار. ٢٨. ولهيءَ تي، نِڌڻڪيءَ تي، بي وارث تي. ٢٩. مهرباني، ڀلائي، ڦيرو.

## ٧

وَاقُفَ نَہ وَٽڪَارَ جِي، اڳِئَان سَفَرُ[1] سَٺَاڻُو[2]،
آڏَا[3] لَڪَ[4] لطيف چئي، جَبَلُ جهوراڻُو[5]،
پِهرو[6] اُتِ پَاڻُو[7]، سَوَلو[8] ڪِجِ سَاٿَ[9] جو.

## ٨

وَاقُفَ نَہ وَٽڪَارَ جِي، بَارِي[10] پُڇِي[11] بَرَ[12]،
وَرُ[13] وَسِيلاَ سُپِرِين، ٿَڪِيَسِ ڏوري[14] ٿَرَ[15]،
لَهِجِ[16] لاَلَ[17] لطيف چئي، ڪَانڌَ[18] مُٺِيءَ[19] جِي ڪَرَ[20]،
وِلِهِي[21] ڪَرِي وَرَ[22]، مَچُڻ[23] مَارَڳِ[24] چَڏِين.

## ٩

وَاقُفَ جِي وَٽڪَارَ جَا، وَانءُ[25] تَنِي جِي سَڌِ[26]،
نِيئِي[27] نِمَاڻِي[28] نِجُهِرو[29]، اونِيَنِ پَاسِي اَڌِ،
سَاٿِيَنِ[30] سِين سَيِّدُ چئي، لَڏو[31] لَڏِي[32] گڏِ،
سُڪَ پَنِيورَ جَا چَڏِ، تَہ ڪاهي رَسِين ڪيچَ ڪي.

---

١. مسافري، پنڌ، ٢. مشڪل، تڪليف ڏيندڙ، خطرناڪ، ٣. اڳيان، رنڊڪ وجهندڙ، ۴. جبل، ۵. سخت، تڪليف ڏيندڙ، ٦. پهريون، ٧. (مسافريءَ جي) منزل، ڏاڪو، جهوڪ، ٿاڪُ، ٨. سٺائو، آسان، سُڪيو، ٩. قافلي، پنهونءَ ۽ ان جي ساٿين، ١٠. پيانڪ، وڏا، ننڍي جوکري، ٻانهي، ١١. پڇا ڪري، دريافت ڪري، ڳولا ڪري، ١٢. ٻرن جي، رڻ پٽن جي، بيابانن جي، ١٣. موٽ يا پهچ (مدد لاءِ)، ١۴. ڳولي، تلاش ڪري، ١۵. رڻ پٽ، بيابان، ١٦. ولج، رڪج، ١٧. اي لال، اي ڳاڙهي موتيءَ جهڙا سهڻا محبوبَ، ١٨. اي ڪانڌ، اي مڙسَ يا پتارَ، ١٩. بدبخت، نياڳيءَ، ٢٠. خبر= سارَ سنڀال، ٢١. نڌڪي، بي وارث، سڃي، ٢٢. اي وَرَ، اي مڙس، ٢٣. متان، ٢۴. مارڳ ۾، رستي ۾، ٢۵. وَڃَ، وڃي حاضر ٿيءُ، ٢٦. سڏَ تي، آواز تي، پڪارَ تي، ٢٧. ولي، ڪٺي، ٢٨. اي نماڻي، اي مسڪين، اي عاجز، ٢٩. ڳهرَ، ڀُنگو، ٣٠. (پنهونءَ جي) ساٿ وارن، قافلي وارن، ٣١. گهر و سامان يا ٽپڙ ٽاڙي، ٣٢. ڪٺي وڃي.

## ١٠

وِيچَارِيءَ[1] وَڻڪَارُ[2]، اَکَ نَہ ڏِنو ڪَڏهِين،
مِهَرَ[3] نَہ هُئي مَاڻُهِين[4]، هو سَڀُ هِنْدُوڪَارُ[5]،
جَتُ[6] ڪِيَائِين يَارُ، سُورَنِ ڪَارَڻِ سَرَتِيُون.

## ١١

وَڏَا وَڻَ وَڻڪَارَ جَا، جت جَهَائُو[7] جَهَمَرُ[8] جَهَرَ[9]،
ڪُوسَا[10] تَپَنِ[11] ڪَکَرَا[12]، بِي ڏَمَڏَمِ[13] تَپي ڏَرَ[14]،
وِيچَارِي ڏي وَرَ[15]، پِيرُ نَہ لَهي پِرِينءَ جو.

## ١٢

وَڏَا وَڻَ وَڻڪَارَ جَا، جِتِ نَانگَ سُڄَنِ[16] نِيلاَ[17]،
اُتي عَبداللطيف (رح) چئي، ڪِئَا هيڪَلِيُن[18] حِيلاَ[19]،
جِتِ ڪُڙمُ[20] نَہ قَبِيلاَ، تِتِ رَسِجِ رَهَبَر رَاهَ ۾.

## ١٣

وَڏَا وَڻَ وَڻڪَارَ جَا، جِتِ مِينهَن پَوَنِ مَاڪُون[21]،
سُڄَنِ تِيُون سَيدُ (رح) چئي، هَاڙهي[22] جُون هَاڪُون[23]،

---

١. بي وس يا نڌڻڪيءَ، بي واهيءَ، ٢. لس بيلي جي اتر ايرندي طرف کيرٿر جبل جي قطار سان گڏ هڪ ڪوٽ ۽ پڻ هڪ جبل جو نالو، لسبيلي جو هڪ جهنگ، ٣. ڪهل، قياس، رحم، ٤. ماڻهن ۾، ٥. انڌوڪار، انڌير، ظلم (جي نگري)، ڪفرستانُ. ٦. اٺ چاريندڙ يا هڪليندڙ، پنهون، ٧. لَئي جا وڻَ، جبل جو نالو، ٨. ٻيد جا وڻ، جبل جو نالو، ٩. هڪ قسم جا خوشبودار وڻ، ١٠. گرم تيز، ١١. گرم ٿين، ١٢. پٿر، ١٣. زور سان، ١٤. ڌرتي زمين، ١٥. ڦيرا، ڪهمرا، ١٦. ٻڌجن، ١٧. نيري رنگ وارا، ڪارا، ١٨. اڪيلين يا بي وارث زالن، ١٩. وسَ، ڪوششون، ٢٠. ڪُٽنبُ، قبيلو، مٽ مائٽ، ٢١. واحد: ماڪ= اوسُ، شبنم، ڊونگري، ٢٢. لس ٻيلي جي الهندي اتکل ويهن ميلن جي مفاصلي تي هڪ جبل، ٢٣. ڌاڪو، دٻدٻو، خوفناڪ خبرون.

جِتِ ايندِيُون اوطاقُون، اُت ٻاتاڙِنِ ٻيلِيِ ٿيِين.

(١٤)

وَڏا وَڻَ وَڻڪارَ جا، جِتَ چَتُون ۽ چيِهَا،
مَنزِلَ ڏُور مَنُ تَنهَا، ڪَنِ ٻوليُون ٻاپِيهَا،
سَاٿِي سَنيهَا، وِيلُو ڪَنِ نَہ وِچَ ۾.

١٥

وَڏا وَڻَ وَڻڪارَ جا، جِتِ چَتُون چَانگارِنِ،
شِيشَا لاَلَ گُلاَبَ جا، چَپَرِ چَاتَارِنِ،
مَنزِلُون مَيِنِ جُون، مَعذُورِ ڪي مَارِنِ،
جيِڏيُون جِيَارِنِ، رَهَنِ رَاتِ پَنيُورَ ۾.

## وائي

ڪَرهَا مَ ڪَاهيو مِيَان ڪيچِي، آئُون آرِيَاڻيءَ عَرَضُ چَوَندي،
ڪَري هُوتَ هَلَڻَ جِي، لُونِيءَ ڪي مَ لَجَايو،
وَسِيلو ولهِيءَ جو، آڳَانڊو اَئِين آهيو،
پَاسِي ۾ پِرتَ جِي، جِهِيڪي اُنَ جُهڪَايو،

١. اڻ ڏٺل، اجنبي، ٢. منزلون، مڪان، جايون، ٣. ٻاتاڙن جو، پريشان ٿيلن جو، اڪيلن جو، ٤. همراهه، حامي، مددگار، ٥. پکيءَ جو قسم، طوطا، ٦. واحد: چيهو، هڪ پکيءَ جو هڪ قسم جنهن جو آواز تکو ۽ سريلو هوندو آهي، ٧. پنڌ، ٨. پري، ٩. آئون، ١٠. اڪيلي، ١١. لاتيون، آواز، ١٢. واحد: ٻاپيهو، چاتڪ پکي (جو مينهن جي ڦڙن تي گذران ڪندو آهي ۽ ٿوري بہ گرمي نہ سهي سگهندو آهي)، ١٣. دوست، ١٤. يار، دوست، ١٥. دير، ١٦. رستي، واٽ، ١٧. ٻوليون يا لاتيون ڪن، ١٨. ڪاچ يعني شيشي مان ٺهيل ٻاٽليون، ٻوتلون، ١٩. ڳاڙهي، ٢٠. گلاب جي گلن مان ٺهيل عطر، ٢١. چپر ۾، جبل ۾، ٢٢. چٽڪارين، هارين، ٢٣. رهڻ يا ڊاہي ڪرڻ واريون جايون، ٢٤. اٿن، ٢٥. عذر واريءَ، هيڻيءَ، ڪمزور، ٢٦. اي جيڏيون، سرتيون، ٢٧. زنده ڪن، حياتي بخشين، خوش ڪن، ٢٨. ٺٽي ضلعي ۾ هڪ قديم ڳوٺ جتي سسئي رهندي هئي، ٢٩. اٺ، ٣٠. هڪالي وڃو، ٣١. ميران لفظ جي بگڙيل صورت، ميان جي معنيٰ سردار، مالڪ، ٣٢. اي ڪيچي يا ڪيچ جا رهاڪو، (ڪيچ، رياست مڪران ۾ هڪ شهر آهي جتي پنهون رهندو هو)، ٣٣. آرياڻيءَ ڪي، آريءَ ڪي، پنهونءَ ڪي (پنهونءَ جي پيءُ جو نالو آري هو جيڪو بلوچ قوم جي هوت قبيلي جو سردار هو)، ٣٤. محبوب، پنهون، هوت قبيلي جا ماڻهو، ٣٥. ڪميڻيءَ، ناقص، ٣٦. شرمايو، ٣٧. پرجهلو، آڌار، ٣٨. نڌڻڪيءَ، بي واهيءَ، ٣٩. آسرو، آڌار، ٤٠. اوهين، ٤١. پڙ، ٤٢. ڏوهڻ، ڪپڙا ڌوئيندڙ (أجوري سان)، ٤٣. وهاري، جهڪائي، هُشائي.

وِلَهيءَ جي وِهانءَ[1] ۾، واجَٽَ[2] سَڀِ وَڄايو،
اُگهاڙي[3] آتَڻ[4] ۾، پَنهنجي پَاڻَ[5] پَراهيو[6]،
سائِينءَ[7] ڪارَڻِ سُپِرين، صُورَتَ[8] ڪَي[9] مَ سِڪايو[10]،
ساڪِنَ[11] ٿِي شَهَرَ[12] جا، مَعذُورِ ڪي مَرڪايو[13]،
پُنهُونءَ[14] جامَ[15] پَرِيَٽِ[16] سين، وِبهي سُورَ وِرَهايو[17]،
لاهي بارُ[18] پَنيپُورَ ۾، وِيندي[19] گهوٽَ[20] وَناهيو[21]،
پُنهُونءَ[22] جاجِيَڙَنِ[23] ڪي، رَڌي[24] ڪيڻَ[25] ڪارايو،
پَرٿائي[26] پُنهُونءَ ڪي، نيڪيٽيءَ[27] نِڪَرايو[28]،
بيلي[29] ٿِي بانيَڻِ[30] سين، ڏِکي[31] ڏيجُ[32] ڏيکاريو.

١. شاديءَ، وصال. ٢. ساز. ٣. ننگي، عريان. ٤. عورتن جو پاڻ ۾ گڏ ويهي سٽ ڪتڻ جي جاءِ، محفل خاني، ڪچهريءَ ٥. خود. ٦. (ڪپڙا) ڍڪايو، پهرايو. ٧. الله، خدا، مالڪ. ٨. شڪل، چهري. ٩. ڪان. ١٠. محروم ڪريو. ١١. رهاڪو. ١٢. ڀنڀور شهر. ١٣. سرخرو ڪريو. ١٤. سسئيءَ جي محبوب جو نالو. ١٥. سردار. ١٦. ڌوٻڻ. (اجوري تي) ڪپڙا ڌوئندڙ. ١٧. ونڊيو. تقسيم ڪريو. اوريو. ١٨. سامان. ٽپڙ. ١٩. ويندڙ. جُدا ٿيندڙ. ٢٠. گهوٽ ڪي. شاديءَ لاءِ تيار ٿيل جوان ڪي. ٢١. شاديءَ لاءِ سنبرايو. ٢٢. پنهونءَ جي. ٢٣. ڄاڃين، گهوٽ جي طرفان شاديءَ ۾ آيل ماڻهن. ٢٤ پچائي. ٢٥. ڪاڄ، ڪاڌا. ٢٦. شادي ڪرائي. ٢٧. نيڪيٽيءَ لاءِ، نڪاح پوڻ ڪانپوءِ ڪنوار کي گهوٽ جي گهر وٺي اچڻ کان پوءِ ٻنهي کي وري لائڻ (يعني مٽا ملائڻ) ڏيڻ جي رسم زفاف. ٢٨. ڪنوار جي گهر کان گهوٽ ۽ ڪنوار کي گهوٽ جي گهر وٺي اچو. ١٩. مددگار، حمايتي، حامي. ٣٠. برهمڻ قوم جي زال يعني سسئيءَ. ٣١. سينگاري، سنواري، ٺاهي جوڙي. ٣٢. ڏاڄ، جهيز.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُرُ آبِرِي

## داستان ٽِيو

### ١

پُنهُون ڇَڏيو پوءِ[١]، جانِبُ[٢] جَبلِ[٣] گهوريِن[٤]،
تيلاهِين[٥] تَنگُون[٦] ڪَريِن، جيلاهِين[٧] تُون جوءِ[٨]،
ساجَنُ[٩] سُڃَ[١٠] نِهارِيِن[١١]، ڏُکِي[١٢] ڏوهُه ڪِئوءِ،
هاڙهِي[١٣] هوتُ[١٤] نَه هوءِ[١٥]، وَرِي[١٦] پُڇُ[١٧] وِيِنِ[١٨] کِي.

### ٢

وَرِي پُڇُ وِيِنِ کِي، سَندا[١٩] پُنهُونءَ پارَ[٢٠]،
ساجَنُ سَڀِ جَمارَ[٢١]، ڏُکِي ڏورِجِ ڏِيلَ[٢٢] ۾.

### ٣

ڏُکِي ڏورِجِ ڏِيلَ[٢٣] ۾، پُنهُون پاڻَ[٢٤] ڳَري[٢٥]،
وَڃِجِ ڪِيمَ پَري، حُبَ[٢٦] ۾ ڳولِجِ هوتَ کِي.

---

١. پوٺِي يا پٺتي يعني پنهنجي گهر ۾. ٢. جاني، محبوب. ٣. جبل ۾. ۴. ڳوليِن. تلاش ڪرين. ٥. تنهن صورت ۾. ٦. ڪشالا، تڪليفون، ڏکون، ڏوڙون. ٧. جاڪاڻ تہ، جنهن صورت ۾. ٨. زالَ (پنهونءَ جي). ٩. سڄڻ، محبوب. ١٠. سُڃَ ۾، برپٽ ۾، جبلن ۾. ١١. ڳولين. ١٢. ڏکن جي ماريل يا ستايل، بدبخت ١٣. هاڙهي ۾ (لس بيلي جي الهندي طرف اتڪل ويهہ ميلن جي مفاصلي تي هڪ جبل جي قطار کي هاڙو جبل چوندا آهن)، ١۴. محبوبُ (بلوچ قوم جي هڪڙي قبيلي کي هوت چوندا آهن. سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ١٥. آهي، اٿئي، ١٦. موٽي، واپس ٿي، ١٧. پڇا ڪر، دريافت ڪر، ١٨. هڪ جاءِ تي ويٺلن يا رهندڙن کان، ١٩. جا، ٢٠. پتا، خبرون، ڏسَ. ٢١. حياتي، عمر، ٢٢. ڳولج، ٢٣. بدن، ديهي، دل، ٢۴. خود، ٢٥. وٽ، ٢٦. محبت.

### ۴

كونهي اُتِ كوهيار[1]، جت تو پوري[2] پانيو[3]،
پنڌُ مَ كرِ پاهڙَ[4] ذي، وجُودُ[5] ئي وٽكارَ[6]،
ذارئان[7] پانئج[8] ذارَ[9]، پُڄ پريان[10] كَرَ[11] پاڻَ[12] تُون.

### ۵

سيئي ساري[13] سسُئي، گهر[14] كُنڊُون[15] تُون گهورِ[16]،
وَجي ڏورِ[17] مَ ڏورِ[18]، دَران[19] منجهه[20] دوسُتُ[21] تئو.

### ٦

دَران منجهه دوسُ[22] تئو، موٽي[23] پُڄ پانهين[24]،
عبثُ[25] اڳاهين[26]، وجئو كوكين[27] كانڌَ[28] كي.

### ٧

پَرَ[29] گهران[30] پاسو كري[31]، پُڄ پريان كَرَ[32] پاڻُ،
سو تان توهين[33] ساڻُ، جنهن لئي جفائون[34] كرين،

### ٨

سوئي كٽئو[35] ساڻُ، سوئي ڏورين[36] سسُئي،

---

١. كوهہ يعني جبل جو رهاكو، پنهون (سسئيءَ جو محبوب)، ٢. بي سمجهہ، موڪي، وسوڙل، ٣. سمجهيو، ۴. جبل، ۵. جانِ، جندَ، دلِ، ٦. لس ٻيلي جي اتر اڀرندي طرف كيرٿر جبل جي قطار لڳ هڪ ڳوٺ، لس ٻيلي ۾ هڪ جهنگل ۽ هڪ جبل، ٧. ڌارين كان، ٻين كان، غير كان، ٨. سمجهج، ٩. جدا، ١٠. پريان جي، محبوب جي، ١١. خبر، سڌ سماءُ، ١٢. پاڻ كان، خود كان، ١٣. سنڀالي، ڏيان سان، ١۴. گهَر جون، ١۵. پاسا، كوشا، ١٦. ڳول، ١٧. پري، ١٨. ڳولِ، ٩. در كان، دروازي كان، ٢٠. اندر (دران منجهہ= گهر ۾)، ٢١. محبوب، يارُ، ٢٢. دوست، ٢٣. واپس، ٢۴. پنهنجي، (گهر ڏانهن) ٢۵. اجايو، بي فائدو، ٢٦. پري، اڳتي، ڏور، ٢٧. سڏ كرين، ٢٨. ڀتارَ، مڙس، محبوبَ، ٢٩. پرائي، غير جي، ٻين جي، ٣٠. گهر كان، ٣١. پاسو كري= پري ٿي، ٣٢. لاءِ، واسطي، ٢٣. توئي، ٣۴. تڪليفون، ٣۵. ونئو، پيڙو كيو، ٣٦. ڳولين.

كَڏهين ڪَنِي[1] نَہ ڪِئو، جُلَڻَ[2] مَنجَهان جَاڻُ[3]،
پُڄُ پِريان[4] ڪَرَ[5] پَاڻَ[6]، تَہ تُون تِئائِين[7] لَهين[8].

**۹**

جو تُون ڏورِين[9] ڏُورِ[10]، سو سَدَا[11] آهي سَاڻُ تو،
لاَلَڻَ[12] لَاءِ لطيف چَئي، مُنجِهين[13] تِي مَعذُورِ[14]،
مَنجَهان پَئَن[15] پَرُوڙِ[16]، تو مَنجهہ آهِس تَڪيو[17].

**۱۰**

وَڃين چو وَٽڪارِ[18]، هوتُ[19] نَہ گهورِين[20] هِنَهين[21]،
لِڪو[22] ڪِينَ لطيف چئي، بَاروچو بي پَارِ[23]،
تِيءُ سَتِي[24] بَڌُ سَندرو[25]، پِرتِ[26] پُنهُونءَ سين پَارِ[27]،
نَائِي[28] نيڻَ[29] نِهارِ[30]، تو مَنجِهہ ديرو دوسَ[31] جو.

**۱۱**

پُلِيُون[32] ڪوهہ[33] پُڇَنِ[34]، پَرَ پُٺَ[35] پيرُ[36] پُنهُونءَ جو،
لَهسيُون تِيون[37] لُڇَنِ[38]، ڏنو جَنِ اکين سين.

---

۱. ڪنهن (ماڻهوءَ)، ۲. هلڻ، رلڻ، ۳. پروڙ، واقفيت، سمجهہ، ۴. پريان جي، پرينءَ جي، دوست جي، ۵. خبر، سڌ، سماءُ، ۶. پاڻ کان، خود کان، ۷. اُتائين، انهيءَ هنڌان، پنهنجي پاڻ وٽان، ۸. حاصل ڪرين، ۹. ڳولين، ۱۰. پري، ۱۱. هميشہ، ۱۲. محبوب، ۱۳. رستي کان ٿڙين، گمراهہ ٿين، حيران ٿين، ۱۴. عذر واري، جڏي، هيڻي، ڪمزور، ۱۵. نشان اهڃاڻ، اشاري، ۱۶. سمجهہ، ۱۷. ديرو، مڪان، ۱۸. وٽڪار ڏانهن (وٽڪار هڪ ڳوٺ جوءِ هڪ جبل جو نالو آهي جيڪي لس ٻيلي جي علائقي ۾ آهي)، ۱۹. محبوب پنهون (هوتُ، بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي، پنهون ان قبيلي مان هو)، ۲۰. ڳولهين، ۲۱. هن هنڌ تي يا هن جاءِ تي، ۲۲. غائب ٿيو، گم ٿيو، ۲۳. هنڌ طرف، ۲۴. پاڪدامن، وفادار، سُپتي، ۲۵. چيلهہ سان ٻڌڻ جو ڪپڙو، (سندرو ٻَڌُ= همت ٻَڌُ، ڪوشش ڪر)، ۲۶. محبتَ، پيارُ، ۲۷. نباهہ، توڙ تائين جاري رک، ۲۸. هيٺ ڪري، نمائي، ۲۹. نيڻن کي، اکين کي، ۳۰. ڏس، ۳۱. دوست، يار، ۳۲. پليل يا گمراهہ عورتون، ۳۳. چو، ۳۴. معلوم ڪن، دريافت، ۳۵. پَرَ پُٺِ= غائبانا، ڪنهن جي غير حاضريءَ ۾ ڏسڻ ڪانسواءِ، ۳۶. گسُ، پنڌ، نشان، پَتو، ۳۷. (عشق جي باهہ ۾) سڙيلون يا جَليلون، ۳۸. ڦٿڪن.

## ١٢

کوڙِيِن[١] پُڇَنِ[٢] کيچُ[٣]، هوتُ[٤] پُڇي کا هِکڙي،
جَنِ جو پُنهُونءَ سين پيچُ[٥]، سي پاٽِهين[٦] تِيندِيُون پَڌرِيُون[٧].

## ١٣

کُوڙِيُون[٨] پُڇَنِ کيچُ، هوتُ نَہ ڏورِيِنِ[٩] هِتَهِين[١٠]،
جَنِي پُنهُونءَ سين پيچُ، تَنِ پيرِين[١١] پَنڌُ[١٢] وِسارِئو[١٣].

## ١٤

هَلُ[١٤] هِنيِين[١٥] سين هوتَ ڏي، پيرِين پَنڌُ وِسارِ،
قاصِداڻِي[١٦] کارِ[١٧]، کِينَ رَساڻِي[١٨] کيچ کي.

## ١٥

هَلُ هِنيِين سين هوتَ ڏي، پيرِين کَرِ مَ پَنڌُ،
رائِي[١٩] پُڇُ مَ رَنڌُ[٢٠]، رِڙهُ[٢١] رُوحانِي[٢٢] سَسُئِي.

## ١٦

هَلُ هِنيِين سين هوتَ ڏي، چِپَرِ[٢٣] هَڏِ[٢٤] مَ ڇُلُ[٢٥]،
آرِياڻِي[٢٦] اَمُلُ[٢٧]، کايا[٢٨] مِ کانڌُ[٢٩] ٿِئو[٣٠].

---

١. سوين، هزارين، ٢. معلوم ڪن، دريافت ڪن. ٣. رياست مڪران ۾ هڪ شهر جتي پنهون رهندو هو. ٤. پنهون (هوتُ، بلوچ قوم جي هڪ قبيلي جو نالو آهي، پنهون ان قبيلي مان هو)، ٥. وراڪو، محبت، پيارُ. ٦. خودبخود. ٧. ظاهرُ. ٨. جُوئيون، ڪوئيون، مڪر ڪندڙ. ٩. ڳولين. ١٠. هن هنڌ تي، هن جاءِ تي. ١١. پيرن سان. ١٢. هلڻ. ١٣. ترڪ ڪري ڇڏيو، ڇڏي ڏنو. ١٤. پنڌ ڪر. ١٥. دل، هردي. ١٦. قاصد واري، نيابي پهچائيندڙ واري. ١٧. ڪرت، ڌنڌو، شغل، دستور. ١٨. پهچائي. ١٩. رائي جو، جبل (جي ريتيءَ) جو. ٢٠. گسُ، واٽ. ٢١. سِرَ، پِرَ، هَلَ. ٢٢. روحاني طرح، دِل سان، هردي سان. ٢٣. چپر ۾، جبل ۾. ٢٤. بنهہ، هرگز. ٢٥. ڍُڪُ، ڊوڙ. ٢٦. آري، آريءَ جي خاندان وارو پنهون (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو. پنهون هوت قبيلي جو هو ۽ سندس پيءُ جو نالو بہ آري هو. ٢٧. جنهن جو ملهہ يا بها نہ ڪٿي سگهجي، بي مثال، لاثاني. ٢٨. (تنهنجي)، بدن. ٢٩. مڙس، پتارُ. ٣٠. آهي (موجود).

## ١٧

هَلُ هِنيِين سين هوتَ ڏي، چَپر چُلُ مَر تُون،
مَنجهَان[1] لَڌو[2] مُون، ڪوهِيَارو[3] ڪيچَ ڌَڻي.

## ١٨

هَلُ هِنيِين سين هوتَ ڏي، سِسِي[4] ڪَڻُ مَر سَاڻُ،
جَنِي پَانيُو[5] پَاڻُ[6] سي آرِيَاڻيَان[7] اوري[8] رَهِيُون.

## ١٩

ڪِجي جِيئَن ڪيچِن لَءِ، تِيئَن تَان ڪِيَن ڪِيُوءِ[9]،
وِيجَهائي[10] وِڏوءِ[11]، وِڪَ[12] نَہ ڪَنِيَئي هيڪَڙِي.

## ٢٠

ڪِجي پَنڌُ پُڇَان تَو[13]، ڪيچِن ڪَارَڻِ ڪِيئَن،
بَي[14] خُودِ[15] هَلِجِ بَرَ[16] ۾، آئُون تَو چَوان اِيئَن،
سِڪَڻُ[17] سَاجَنَ[18] سِينءَ[19]، مَتَان مُنِي[20] چَڏِيِين.

## ٢١

مَتَان مُنِي چَڏِيِين[21] پِرِيَتَڙُون[22] پَاڻَان[23]،

---

١. اندر مان، دل مان. ٢. ڏٺو، حاصل ڪئو. ٣. ڪوهه يعني جبل جو رهاڪو، پنهون. ٤. ڪِچي، سِرَ، مٿو (سسي ڪڻ مَ ساڻ = پنهنجي هستي وڃائي ڇڏ). ٥. سمجهيو. ٦. پاڻ کي (پانيو پاڻُ= هٺ يا غرور يا تڪبر ڪئو). ٧. آرياڻيءَ کان، آريءَ کان، پنهونءَ کان (بلوچ قومَ جي هوت قبيلي جي سردار کي آري ڪري چوندا هُئا. پنهون هوت قبيلي مان هو ۽ سندس پيءُ جو نالو بہ آري هو). ٨. هن طرف يا هن پاسي. ٩. تو ڪيو. ١٠. وڏائي، انگهائي. ١١. تو وِڌو (ويجهائي وڌو = اِنگهہ ڪيئي. ڪِهَلَ يا دير ڪيئي). ١٢. قدم، پيرَ. هلڻ يا پنڌ ڪرڻ وقت ٻن پيرن جي وچير مفاصلو. ١٣. تو کان. ١٤. سواءِ، بنان. ١٥. خوديءَ جي، پاڻَ جي، آپي جي. ١٦. رڻ پٽ، بيابان. ١٧. محبت، پيارَ. ١٨. سڄڻ، دوست. ١٩. تائين (ساجن سينءَ= دوست جي ملڻ تائين). ٢٠. اي مُني، اي ڪمبخت، اي بدنصيب. ٢١. الڳ يا جُدا ڪرين. ٢٢. محبت. ٢٣. پاڻ کان.

جَاپَنِ[1] جِيئَن[2] جَاڙَا[3]، تُون پَٽ هوئِجِ[4] تَنِ[5] جِيئَن.

## ۲۲

مَتَان مُنِي[6] چَذِيِن[7]، پَاڙَان[8] پِرِيَتَڻُون[9]،
ڪَٿُورِيءَ[10] ڪَٽُو[11]، مَڙهي[12] مَرِجِ مُنهَن ۾.

## وائي

غَفلَتَ[13] يَارُ[14] گنوَايو[15]، بَڙِي[16] جِيذِيُون[17]،
ڪِيئَن[18] ڪَرِيَان ڪوهُ تِئو،
سُتِيَسِ تَان سَاٿُ[19] وِئو، اُٿِيَسِ تَان ڏُڪُ[20] آيو،
پُچَان[21] تِي پُنهُونءَ[22] ڪِي، عَبَثُ[23] تَان اَنُ ڪَايو[24]،
هوَتَ[25] هَلَندي جَا ڪَئِي، سَا مُون[26] ڳَالِهہ سُٽَايو[27].

---

۱. چمن، پيدا ٿين، ۲. جهڙيءَ طرح، ۳. ڪڌ چاول يا پيدا ٿيل ٻچا، ڦر يا ٻار، ۴. هجج، ٿج، ۵. تن جاڙن ٻچن يا ٻارن، ٦. اي مُٺي، اي بدنصيب، اي ڪمبخت، ۷. جدا يا الڳ ڪرين، ۸. (تنهنجي) پاڙي ڪان، پاسي ڪان، ۹. محبت، ۱۰. هڪ خوشبودار ولر، هرڻ جي دن مان نڪتل هڪ خوشبودار شيءِ، مُشڪَ، ۱۱. داٿو، ذرو، ۱۲. جڙي، لڳائي، ملي، ۱۳. سستيءَ، لاپرواهيءَ، ۱۴. دوست، ۱۵. وڃايو، جُدا ڪئو، ۱٦. زالن جو هڪ ٻئي کي سڏڻ يا مخاطب ٿيڻ وقت ڪم ايندڙ لفظ، اڙي، ائي، ۱۷. سرتيون، ۱۸. ڇا، ڪوهہ، ۱۹. قافلو، ڪاروان، ۲۰. غم، پريشاني، ۲۱. ڪوليان، طلب ڪريان، ۲۲. سسئيءَ جي معشوق جو نالو، ۲۳. اجايو، بي فائدو، ۲۴. ان ڪايو= پيٽ ڀريو، پيٽ پوڄا يعني عيش ڪريو، ۲۵. محبوبَ، پنهونءَ (بلوچ قوم جي هڪ قبيلي جو نالو جنهن مان پنهون هو، ۲٦. مونکي، ۲۷. ٻڌايو.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُرُ آبِرِي

## داستان چوٿون

### ١

هيڄُ[1] نَہ هُوندو جَنِ[2]، سي ڪيئَن وِندُرِ[3] وِندِيُون،

وِهو وِچِ[4] رَهَنِ، سَهَسين[5] سَڌُنِ[6] وارِيُون.

### ٢

سَڌائِتي[7] سَيَڪا، ٻُڪَ[8] نَہ باسي[9] ڪا[10]،

جيهِيءَ[11] تيهِيءَ ذاتِ[12] جي، جُنبَشِ[13] ڪانهي جاءِ[14]،

مُون سين هَلي سَا، جا جِيءُ[15] مِنُو[16] نَہ ڪَري.

### ٣

ڪيچِ[17] نَہ جُنبَڻَ[18] جاءِ، تَہ ڪا هَلَندي هوتَ ڏي،

مُون سين هَلي سَا، جا جِيءُ مِنُو نَہ ڪَري.

### ۴

ڏُونگَرُ[19] نَہ ڏوري[20]، سُکَنِ[21] جُون سَڌُون ڪَري،

---

١. سک، اکير، شوق ٢. جن ڏي، ٣. وندر ڏي (وندر لسٻيلي ۾ هڪ ڳوٺ، جبل ۽ ننيڙيءَ نديءَ جو نالو آهي)، ۴. وچ ۾، اڌ پنڌ ۾. ۵. سوين، هزارين، ٦. (کوڙين) تمنائن يا سِڪُن، ٧. سڌ ڪندڙ، تمنا ڪندڙ، خواهش ڪندڙ، ٨. لنگهڻ، فاقو، تسيو، پيٽ کي خالي رکڻ واري حالت، ٩. قبول ڪري، منظور ڪري، ١٠. هڪڙي (عورت)، ١١. جهڙيءَ تهڙيءَ، رواجي، معمولي، خسيس، ١٢. هستيءَ، ماڻهوءَ، انسان ذات، ١٣. جنبش جي، چُرڻ جي، پنڌ ڪرڻ جي، ١۴. مجال، طاقت، سگهه، ١۵. جان، حياتي، ١٦. پياري، پيارو، قربانيءَ کان نٽائڻ واري حالت ۾، ١٧. ڪيچ ڏي (ڪيچُ، لس ٻيلي ۾ هڪ شهر آهي جتي پنهون سسئيءَ جو معشوق رهندو هو)، ١٨. جُنبڻ جي، چُرڻ جي، هلڻ جي، ١٩. جبل، ٢٠. ڍونڍي، جهاڳي، ٢١. واحد: سُک= راحت، آرام.

ويِنِـي گــھَــرِ[1] گــھــوري[2]، مَــتَــان پِرِيَــنِ جِــنــدڙو[3].

٥

سُــکَــنِ[4] واري سَــڌَ[5]، مَــتَــان کَــا مُــون سَــان کَــري،
اَنــدَرُ[6] جَــنِــي[7] اَڌَ[8]، ڏُونــگَــرُ سَــي ڏوريــنــديُــون.

٦

کُــوھُــه[9] تِــيــوُن کوڙُ کَــرِيــو، کَــانَــہ ھَــلَــنــدِي کــيــچ ڏي،
سَــرَتِــيُــون ۽ سَــاھيــڙِيُــون، مُــون سين بَــہ تي پــيــر[10] پَــرِيــو[11]،
جَــنِــي چِــتُ[12] چَــرِيــو[13]، ڏُونــگَــرُ سَــي ڏوريــنــديُــون.

٧

اَئِــيــن[14] جــنِي[15] وَرَنِ[16] وَارِيُــون، سَــرَتِــيُــون سَــڌَڙِيُــون[17]،
آرِيَــاڻِي[18] پُــنــھــونءَ جــي، ٻــولَ[19] نَــہ ٻَــڌَڙِيُــون[20]،
جــي لِــکِــئِــي[21] لَــڌَڙِيُــون[22]، ڏُونــگَــرُ سَــي ڏوريــنــديُــون.

٨

وَجِــــو سَــــيِ وَرِيَ[23]، اَئِــيــن جـــي وَرَنِ وَارِيُــون،
ڦــوڙَائِــي[24] فِــرَاقَ جِــي، سُــڄِــي[25] ڳَــالــھِــہ ڳَــري[26]،

١. گهر ۾. ٢. قربان يا صدقو ڪري. ٣. جان، ساھ، دل. ٤. واحد سکُ= راحت، آرام، خوشي (سکن واري= سکن ۾ رهندڙ، سکن جي ڳولائو)، ٥. ريس، مقابلو، چٽاپيٽي، برابري. ٦. دِل، هردو. ٧. جن جو. ٨. بہ ٽڪر، پرزا پرزا، (محبت ۾) زخمي ٿيل. ٩. ڇو، ڇا جي واسطي. ١٠. قدم، وکون. ١١. هلو. ١٢. دل، روح. ١٣. مست، ديوانو. ١٤. اوهين. ١٥. جيڪي. ١٦. مڙسن، پتارن. ١٧. سڌ ڪندڙ، تمنا ڪندڙ، خواهش ڪندڙ. ١٨. آرِيءَ (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقبُ. پنهونءَ کي بہ ان ڪري آري چوندا آهن). ١٩. ٻول سان، قول سان، ڳالھ سان. ٢٠. ٻڌل، ڪاربند. ٢١. لکئي جي، قسمت يا نصيب جي. ٢٢. حاصلات واريون، ڀاڳي واريون. ٢٣. موٽي. ٢٤. فراق، جدائي، وڇوڙي. ٢٥. ٻڌجي. ٢٦. مصيبت يا آفت اٿيندڙ، ڏکي، اڙانگهي.

بُنيان[1] جَنِ[2] بَرِي[3]، ڏُونگرُ سي ڏوريندِيون.

٩

اَئِين[4] وَريتِيون[5] وَرو[6]، آئُون نَہ وَرَنڊي[7] وَرَ[8] رِي[9]،
جَاڏي[10] هِنَ جَبَلَ جو، تَانگهيندَيسِ[11] تَرو[12]،
جَتَنِ سَاٿُ ڏَرو[13]، نِينهُن[14] نِبيرَڻُ[15] نَہ تِئي.

١٠

وَجو سَبِ موتِي، اَئِين جي وَرَنِ وَارِيُون،
كَانَہ هَلَندِي كيچَ ڏي، مُونكي كَريو مَ كوتِي[16]،
كَدِيَمُ[17] كَاچوتي[18]، وِڌَمِ جوگُ[19] جَتَنِ لاءِ.

١١

اَجُ مَليندِيَس[20] مَاءُ[21]، ڏَاجَا[22] كَندِيَس كَپڙا،
جِيجَان[23] جوڳِياڻي تِيَان، مُونكي جَهَلَ[24] مَ پَاءِ[25]،
هوتَ[26] پَروچي لاءِ، كَنيَن[27] كُنَرَ[28] پَايَان.

١٢

كُنِرَ، كَكَا[29] كَپڙا، مُنذَ[30] لُچِي[31] پَرَ[32] لَكَنِ[33]،

١. ٻَنِي مان، گهر مان، اندر مان، ٢. جن كي، ٣. لڳي (عشق جي باهہ)، مصيبت آئي، تكليف پهتي، ٤. اوهين، ٥. وَرن واريون، مڙسن واريون، ٦. موٽو، واپس ٿئو، ٧. موٽندي، ٨. مڙس، پتار، ٩. بنا، سواءِ، ١٠. اڙانگي، تكليف ڏيندڙ، ڏكئي، ١١. ڳوليندس، جهاڳيندس، ١٢. هيٺيون حصو، بنياد، پر وارو ميدان، ترائي، ١٣. نالي ماتر، قليل، ٿوري عرصي لاءِ، ١٤. محبت، پيار. ١٥. ٽوڙڻ، ڇنڻ، ختم كرڻ، ١٦. كوڙو (انجام ۾)، دير يا سيڙپ كندڙ، ١٧. مون كڍي پاتي، ١٨. (فقيرائي) كفني يا چولي، گوڏڙي، گبري، فقيرن جي پهرڻ لاءِ كپڙي جي ڇتين لڱل پوش، لانگوٽي، ١٩. جوڳي فقيرن جو زهد، تپسيا وغيره (جوڳ وجهڻ= جوڳي ٿيڻ فقيري اختيار كرڻ)، ٢٠. ڏوئيندس، صاف كنديس، ٢١. اي امڙ، اي امان، ٢٢. ڏاءَ يعني گيڙوءَ رتا، گيڙوءَ جي رنگ ۾ رڱيل (گيڙو پيلاڻ ۾ ڳاڙهاڻ تي مائل هك وكر جو قسم آهي. جوڳي فقير پنهنجا كپڙا ان سان رڱيندا آهن)، ٢٣. اي جيجان، اي جيجل امان، ٢٤. روك، رنڊك، ٢٥. وِجهہ، ٢٦. محبوبَ، پنهونءَ (هوت، بلوچ قوم جي قبيلي جو نالو آهي. پنهون سسئيءَ جو معشوق ان قبيلي مان هو)، بلوچ، پنهونءَ، ٢٧. كنن ۾، ٢٨. جوڳين وارا والا يا كنڊل يا ڇلا، ٢٩. ككي رنگ وارا، گيڙو رنگ وارا، ٣٠. عورت يعني سسئي، ٣١. ڦِكي، ڊوڙي ڏكي، ٣٢. پر ۾، پاسي ۾، ٣٣. لكن جي، جبلن جي.

يَادِ نَه پيئِي جَتَنِ[1]، جَڏي وِيَس چَپَرِنِ[2].

## ١٣

مُون کي يَانئين[3] يَاجَ[4]، ڏيرَ[5] ڏوراڻا هَلئَا،
اگِيَان[6] اُٺي اُنِ جي، خُوبُ[7] نَه پَکَمِ[8] کَاجَ[9]،
مَيِڙي[10] اَپَ[11] سَرَتِيُون[12]، نَکي ڳَايَمِ[13] ڳَاجَ[14]،
سَا مُون هَتَّان[15] نَه ٿِي، جيکَا رَسَمَ[16] رَاجَ[17]،
آيَلِ[18] اَئُون اَکَاجَ[19]، ٻولُ[20] ٻَروچِي[21] وِتَرو[22].

## ١٤

تو جو ٻولُ ٻَروچَ[23]، وِيهِي کِئو وِٽَکَارِ[24] ۾،
سوئِي پَارِجِ[25] هُوتَ[26]، وِلِهيءَ[27] مُون مَعذُورِ[28] سين.

## ١٥

پِهَرِين تُون پَارِيجِ، پَارَڻُ پوءِ پُنهُونءَ تي،
ٻولُ مَ وِسَارِيجِ، هُو جو کِيئِي هُوتَ سين.

## ١٦

تو سين ٻولَ ٻَهُون[29]، سَهسين[30] سَاجَنُ جِيِ[31] کَري.

---

١. جتن کي، اٺن جي مالڪن يا اٺن تي بار ڪشندڙن کي، پنهونءَ ۽ انجي مائٽن کي. ٢. ڇپرن ۾، جبلن ۾. ٣. سمجهي. ۴. ڀاڃوڪڙ عورت، بدچال، ڇنال، ڇڙواڳ. ۵. مڙس جا ڀائر. ٦. سامهون. ٧. سٺا. ٨. مون پچايا يا تيارَ ڪٿا، مون رڌا. ٩. طعام، کاڌا. ١٠. گڏ ڪري. ١١. پنهنجيون. ١٢. هڪ جيڏيون، ساهيڙيون. ١٣. مون ڳايا. ١۴. گيت، ڳيچ، راڳَ. ١۵. کان. ١٦. ريت، پر، رواج. ١٧. راڄ جي، قوم جي، خاندان جي. ١٨. اي آيل، اي جيجل امان. ١٩. نالائق، نڪار، نڪمي. ٢٠. قول، اقرار، ڳالهه. ٢١. ٻروچ جو، بلوچ جو، بلوچستان جي رهاڪوءَ پنهونءَ جو. ٢٢. سرس، بهتر، وڌيڪ وزندار. ٢٣. اي بلوچ، اي پنهون. ٢۴. (لس ٻيلي ۾) هڪ جبل، هڪ ڳوٺ. ٢۵. پورو ڪج، نباهج، وفا ڪج. ٢٦. اي هوتَ، اي محبوب پنهون (هوت) بلوچ قوم جو هڪ خاندان آهي، پنهون ان خاندان مان هو). ٢٧. نڌڻڪيءَ، بي وارث، بي واهيءَ، سُڃيءَ، نادار. ٢٨. عذر واريءَ، جڏيءَ، هيڻيءَ، ڪمزور. ٢٩. گهڻيئي، جهجها. ٣٠. سوين، انيڪ. ٣١. جيڪڏهين.

کَنديِنءَ تنۇءِ[1] کَهُون[2]، جني[3] نَالو ڳيِـڙءِ[4] نيِنهَن جو.

## ١٧

سُٽي ٻول سَنڌاںِ[5]، جِمَ[6] سُمَهين[7] سَسُئي،
کَنديِنءَ کُوهُه[8] کيٽانِ[9]، جُه[10] سي[11] اُنِ اورانگهِئا[12].

## ١٨

چُلاَن[13] مَنجهِمِ[14] نَه چَاکَ[15]، پُران[16] پُونمِ[17] پُرکَٽَا[18]،
مَچُڻُ کَا مُنڌَ کَري، مُوتَڻَ[19] جي مَذاقَ[20]،
چِتُ[21] سَندو[22] مُون چَاکَ[23]، هَاڙهي[24] هَڏِ[25] هَٽي کِئو.

## ١٩

پيرين[26] پئا پُرکَٽَا، رَهَه[27] ۾ گهَٽُو رُنومِ[28]،
پَاراتو[29] پِرينءَ کي، تَپِي[30] تَان[31] نَه ڏنومِ[32]،
چُکي[33] تي چَيومِ، سُواهيرو[34] سين[35] سَجَڻين[36].

## ٢٠

چُکيءَ کي چَئي، کَا جَاڳائي[37] جيڏيون،
وِئَڙو سَاٿ[38] وَهي[39]، تو[40] ننڊَ[41] ائين نَه لهَي[42]،

---

١. تنهن کري، ٢. پنڌ. مسافري، ڪشالا. ٣. جيڪڏهين. ۴. تو ڳڍو آهي، تو ورتو آهي. (نالو ڳيڙءِ نيهن جو= محبت ڪئي اٿئي)، ٥. انهن (محبوبن) جا. ٦. متان، ٧. ننڊ ڪرين، ويسري يا غافل ٿي ويهين، ٨. ڇا، ٩. ڪين، انهن کي، ١٠. جيڪڏهين، ١١. اهي ٻول، ١٢. توڙيا، ڀڳا، نه پاريا، ١٣. ڊوڙان، ڊُڪان، چالون يعني ٽپ ڏيان، ١۴. مون ۾، ١٥. طاقت، ١٦. هلان، پنڌ ڪريان، ١٧. مونکي پون، ١٨. (پيرن ۾) ڇالا يا ڦوڪٽا يا ڦلٽا، ١٩. ورڻ (پوڻتي)، واپس ٿيڻ، ٢٠. چرچو، خوش طبعي، بيڪار گفتگو، ٢١. دل، ٢٢. جو (سندو مون= منهنجو)، ٢٣. چاڪَ چاڪِ، زخمي، قتيل، ٢۴. لس ٻيلي جي اولهه ۾ واقع هڪ جبل، ٢٥. صفا، بنهه، ٢٦. پيرن ۾، ٢٧. راهَه، گس، رستي، ٢٨. مون رُنو، ٢٩. بد دُعا، ٣٠. گرم ٿي، ڪاوڙجي، ڪڪ ٿي، ٣١. هرگز، ٣٢. مون ڏنو، ٣٣. ٽڪجي، ماندي ٿي، بيزار ٿي، ٣۴. سٺا واهرو، سٺا مددگار، ٣٥. ڪي، ٣٦. سڄڻن، محبوبن، ٣٧. سجاڳ ڪري، ٣٨. قافلو، ڪارروان، ٣٩. هلي، نڪري، ۴٠. توکي، ۴١. ننڊ جي ڳهر يا اونگهه، ۴٢. ڇڏي.

## ۲۱

چُڪَسِ[1] سَبِ چَئِي، مَاڻهُو شَهرَ ڀَنڀورَ جَا،
سَا موتي ڪِيئَن مُئِي[2]، جِنهِن جو جَانبُ[3] جَتَ[4] وَنِي وِئَا.

## ۲۲

موتَڻَ جَا مَذڪُورَ[5]، جَانِ[6] ڪي چَيَسِ جيڏِيِن،
پَرِتِ[7] پِهِرِيِن[8] پُورَ[9]، نِيئِي[10] پَهچَائِي[11] پِرِينءَ ڪي.

## ۲۳

سَڳُرُ[12] جو سَنئُون[13]، سو مُون[14] آڇِيو[15] جيڏِيُون[16]،
پَئي پُراڻُو نَہ ٿِئي، اَچَا نِينهَن[17] نَئُونَ،
تہ مُون[18] ڏِينهُن[19] سَنئُون[20]، جي پِيهَرَ[21] بَاروچِي[22] مِڙَان[23].

## ۲۴

موتَڻَ جي مَصلِحَتَ[24]، مُون ڪي ڏِيو مَ جيڏِيُون،
نِهَارِيندِيَس نِڪَٽِي[25]، آرِيَاڻِي[26] اَلبَتَ[27]،
ڪَندِيَس اوتَ[28] اُنِ جي، لَڪَن[29] ڏِيئِي لَتَ[30]،
سَرَتِيُون شَرِيڪَتَ[31]، آئُون ڪِيئَنءَ آڳِنِ[32] سين ڪَرِيَان.

---

۱. ٿڪجي پئا. ۲. مصيبت جي ماريل، نياڪي، ڪميٽي. ۳. جاني، محبوب. ۴. ائن جا مالڪ، ائن تي بار ڪندڙ، سسئي جي معشوق پنهونءَ جا پائر. ۵. ڳالهيون، صلاحون، متيون. ٦. ڪهڙيئي. ۷. ڏوہڻ، ڪنياٽي، ڪپڙن ڏوئڻ جو ڏنڌو ڪندڙ زال. ۸. هڪ ئي ۹. سَٽَ يا حملي، خيال. ۱۰. ڪٺي. ۱۱. رسائي. ۱۲. رستو، واٽ. ۱۳. سڌو، صحيح. ۱۴. مونکي. ۱۵. ٻڌايو. ۱٦. اي جيڏيون، اي سرتيون. ۱۷. محبت. ۱۸. منهنجو. ۱۹. ڀاڳَ. ۲۰. سولو. ۲۱. ٻي دفعي. ۲۲. ٻاروچي کي، ٻروچ کي، بلوچ کي، بلوچستان جي رهاڪوءَ پنهونءَ کي. ۲۳. ملان، گڏجان. ۲۴. صلاح، مت. ۲۵. تمام گهڻو. ۲٦. آري يعني پنهون. ۲۷. ڪنهن نہ ڪنهن طرح. ۲۸. اولو، ڍَڪَ، پردو اجهو. ۲۹. لڪن تي، جبلن تي. ۳۰. پير (لت ڏيئي= چڙهي). ۳۱. برابري. ۳۲. مالڪن، ڌڻين، سردارن.

٢٥

مُون کي ڏيو ڪِينَڪي، مونتَڻَ جي ڪا مَتِ[١]،
ڪَنديَسِ ڪانہ ڪُپَتِ[٢]، سَاهُ[٣] اُنِ تان صَدَقو[۴].

٢٦

مونتَڻَ ڪان اڳي مَران، مونتي مَران مَ مَاءِ[٥]،
لُڇِي[٦] لالَڻَ[٧] لاءِ، شالَ پُونديَس پيرَ[٨] تي.

## وائي

مَعلُومُ[٩] حالُ[١٠] حَبِيبَ[١١]، مُونکي دَردُ[١٢] قَديِمي[١٣] وو
دَردُ جَديدِي[١۴] وو حُبُ[١٥] حَبِيبِي[١٦] وو،
آلُودي[١٧] آزارَ[١٨] کان، تُو رءِ[١٩] تِيَسَ طَبِيبَ[٢٠]،
شادِي[٢١] ڏِين صِحَت[٢٢] جي، غَمِي[٢٣] لاءِ غَرِيبَ[٢۴]،
ڪاهِلِ[٢٥] آهيان ڪُوڙي[٢٦]، رَسي[٢٧] لاءِ رَقِيبَ[٢٨]،
حاذِقُ[٢٩] آهين هِنَ جو، اَچين شالَ عَجِيبَ[٣٠]،
اڳهي[٣١] تِي آهُون[٣٢] ڪَريان، نَعرو[٣٣] مَنجهه نَصِيبَ[٣۴]،
دَوا[٣٥] آهين دلِ جي، پُڇ[٣٦] پُڇ رَهِيَس[٣٧] طَبِيبَ،
الا عَبدُاللطيف ڪي، ڪُوڙي[٣٨] لاءِ[٣٩] قَرِيبَ[۴٠].

١. صلاح، ٢. دغا، خيانت، ويساهہ کهاتي، ٣. جان، جند، ۴. قربان، ٥.اي امان، اي جيجل، ٦. ڦٿڪي، ڏک سهي، ٧. محبوب، ٨. (پنهونءَ ۽ ان جي قافلي جي) پيرن جي نشانن، ٩. علم ۾ آيل، ڄاڻ ۾ آيل، ڄاتل، ١٠. حالت، حقيقت، حيثيت، ١١. حبيب کي، دوست کي، ١٢. (عشق جي) بيماري، ١٣. پراڻو، جهونو، ١۴. نئون، تازو، ١٥. سِڪَ، ١٦. حبيب جي، دوست جي، ١٧. خراب، ڪِني، پليت، ١٨. بيماريءَ، مرض، ١٩. کان سواءِ، ٢٠. اي طبيب، اي ويڄ، اي دوست، ٢١. خوشخبري، سرهائي، ٢٢. چڱيلائيءَ، ٢٣. ڏکَ، ٢۴. غريب تان مسڪين تان، نماڻيءَ تان، ٢٥. ڪمزور، سُست، ٢٦. بي وڙي، نالائق، نڪمي، ٢٧. (بند يا قيد جي)، نوڙي يا ٻنڌڻ، ٢٨. اي رقيب، اي نگهبان، خدا، ٢٩. هوشيار طبيب، ٣٠. اي عجيب، اي دوستَ، ٣١. بيمار، ٣٢. دانهون، ٣٣. روج راڙو، ٣۴. ڀاڳ، قسمت، ٣٥. علاج، ٣٦. پڇي پڇي، ٣٧. ٿڪجي پئي آهيان، ٣٨. ڪوڙي سان، ڇاتيءَ سان، سيني سان، ٣٩. لڳاءِ، ۴٠. اي قريب، اي پرين.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُر آبِڙي

## داستان پنجون

### ١

يَـجِـي[1] جَـان[2] پَـنـيـورڪَـان، ڏُونـگـرُ ڏورئـو مُـون،
ڪَـاهـي[3] رَسِـيَـسِ[4] ڪـيـچَ ڪـي، جِـتـي پَـاڻَ[5] پُـنـهـون،
سَـ[6]ـيَـتِ آهِـيـن تُـون[7]، قَـضَـا[8] ڪَـنـديـن ڪَـنِ سـين.

### ٢

پـيـ[9]ـهـي جَـان پَـا[10]ڻَ ۾، ڪِـيَـمِ رُوحَ[11] رِهَـاڻِ[12]،
نَـڪـو ڏُونـگـرُ ڏِيـهَـ ۾، نَـڪَـا ڪـيـچَـنِ ڪَـاڻِ[13]،
پُـنـهُـون تِـيَـسِ پَـاڻِ[14]، جَـان[15] سَـسُـئِـي تَـان[16] سُـورَ[17] هُـئَـا.

### ٣

ڏِنَـا جِـيـئَـرَ[18] لاءِ[19] جِـيـڏِيُـون، ڏِيـرَنِ مُـونـڪـي ڏُکَ،
يَـڳِـيَـسِ[20] جَـان پَـنـيـورَ ڪَـان، سُـورَ مِـڙِيـئِـي[21] سُـکَ[22]،
لَـتِـي[23] مُـون تَـهان لُـکَ[24]، پُـنـهُـون تِـيَـسِ پَـاڻَـهِـين[25].

---

١. پري ٿي، جدا يا الڳ ٿي، ٢. جيئن ئي، ٣. هلي وڃي، پنڌ ڪري، ۴. آئون رسي يا پهتي، ۵. خود، ٦. هر هنڌ، هر جاء، سڀ شيء ۾. ٧. تون ڏٺي، تون خدا، ٨. موت جي سزا جو حڪم يا فتوا، ٩. گهڙي، داخل ٿي، ١٠. پنهنجي دل يا اندر ۾، ١١. روح سان، دل سان. ١٢. ڪچهري، ١٣. غرض، پرواهه، ١۴. خود آئون، ١۵. جيستائين، ١٦. تيستائين، ١٧. ڏکَ، تڪليفون، ١٨. جيئري، يا زنده رهڻ. ١٩. واسطي، ٢٠. پري يا جدا ٿيس، ٢١. سڀيئي، ٢٢. واحد؛ سُکَ= آسائش، راحت، ٢٣. دور ٿي، ٢۴. سختي، ڏکَ، فڪرَ، ڳڻتي، تڪليف، ٢۵. آئون پاڻ ئي.

### ۴

پُنهُون ٿِيَس پاڻَهِين، وِئو سَسُئِيءَ جو شَرَمُ[١]،
هيڪَلِيُون[٢] هَلَنِ جي، پَجي[٣] تَنِ[۴] پَرَمُ[٥]،
جو وِندُرَ[٦] مَنجِهه وَرَمُ[٧]، سو سودو سَرِئُس[٨] هِتَهِين[٩].

### ٥

پُنهُون ٿِيَس پاڻَهِين، وِئو سَسُئِيءَ جو سِينگارُ[١٠]،
مَن عَرَفَ نَفسَهٗ فَقَد عَرَفَ رَبَّهٗ، # اِهوئِي آچارُ[١١]،
وِندُرَ مَنجِهه واپارُ، سو سودو سَرِئُس هِتَهِين.

### ٦

پُنهُون ٿِيَس پاڻَهِين، وِيئِي سَسُئِيءَ جي سُونهَن[١٢]،
خَلَقَ آدَمَ عَلىٰ صُورَتِه*، وَٿَنِ مَنجِهه وِرُونهَن[١٣]،
چَرِيءَ[١۴] مَنجِهان چُونهَ[١٥]، کَٿِي هوتُ[١٦] هَنجَ[١٧] کِئو.

### ٧

وِيئِي سُونهَن سَسُئِيءَ جي، پُنهُون ٿِيَس پاڻَ،
سَيِنِي جي سَيَدُ چَئي، آهي اِتِ اُماڻَ[١٨]،

---

١. ادبُ، ڦِڪائي، لڄ، حجابَ جو پردو. ٢. اڪيليون. ٣. ڏٺي، وڃي. ۴. تن جي. ٥. آبرو، عزت. ٦. لس ٻيلي جي علائقي ۾ هڪ ڳوٺ، جبل ۾ هڪ ننڍڙيءَ نديءَ جو نالو. ٧. سودو، واپارُ، وڻج. ٨. ان کي سرڻو يعني مليو. ٩. هن جاءِ يا هنڌ تي. ١٠. روپُ، ويس وڳا، ذاتي هستي # جنهن پنهنجي پاڻ کي سڃاتو تنهن ڄڻ پنهنجي رب يعني پالڻهار خدا کي سڃاتو (حديث). ١١. فيصلو، اصول، دستور. ١٢. حسن، انفرادي يا ذاتي هستي * (خدا) آدمَ يعني انسان کي پنهنجي صورت، (صفت) موافق خلقيو آهي (حديث). ١٣. وائي، پچار. ١۴. مستانيءَ، ديوانيءَ. ١٥. چاهہ، محبت. ١٦. محبوب، پنهون (هوت، بلوچ قوم جو هڪ قبيلوآهي، پنهون ان قبيلي مان هو). ١٧. هنج کيو=هنج ۾ وهاريو، گود يا جهوليءَ ۾ ورهايو، محبت ونديائين. ١٨. اماڻ يا رواني ڪرڻ جي جاءِ، عارضي ٽڪاڻو، امانت (۾ رکيل لاش ٻئي هنڌ کڻي وڃڻ لاءِ).

پَنيور جَا پَاڻَ[1]، آڏا[2] عَجِيبَنِ[3] ڪي.

## ۸

وَهمَ[4] وِرسَايَاسِ[5]، نَہ تَہ پُنهُون آئُون پَاڻَ[6] هُئِي،
پَاڻُ وِڃَايُمِ پَانهِنجو، پَئِي پِريَان جي پَاسِ[7]،
رَتِي[8] عِلمَ[9] نَہ رَاسِ[10]، پَسَڻَ[11] ڌَارَانِ[12] پِرينءَ جي.

## ۹

ڪَافُون[13] ڪَاهِيندِيَاسِ[14]، موٽَان تَہ ڪُرَ[15] مِيهٽُون[16]،
ٻَانهِي[17] ٻَاروچَنِ سين، سَنگَ[18] نَہ سَاهِيندِيَاسِ[19]،
اَلفِرَاقُ اَشَدُ مِنَ المَوتِ#، هِتي نَہ هُوندِيَاسِ،
آهَہ[20] نَہ لاهِيندِيَاسِ، جِيئَري جَتُ ڏِسِي مَرَانِ.

## ۱۰

ڏُکَنِ پُٺِيَان سُکَ، سِگهَا[21] ٿِيندءِ سَسُئِي،
پِيرُ[22] مَ ڇَڏِ پِرينءَ جو، توٽي لَکِينِ[23] لَکَ[24]،
ڏورِڃ[25] پَاسِي ڏُکَ[26]، تَہ پَئِي ٻَاجهہ[27] ٻَروچَ[28] ڪي.

۱. ماڳ، جايون، مڪان. ۲. رنڊڪون، روڪون. ۳. محبوبن ڪي (ملڻ ۾). ۴. بدگمانيءَ، وِسوسي، ڀرم. ۵. مونکي ورسايو، مونکي ڀُلايو، مونکي گمراهہ ڪئو. ٦. خودي، آپو. ۷. پاسي ۾، پر ۾. ۸. ذرو. ۹. علم جو، ڄاڻ جو، معرفت جو. ۱۰. بحال، مقبول. ۱۱. ڏسڻ. ۱۲. بغير، کان سواءِ. ۱۳. ڪاف مان، جبل مان. ۱۴. آئون ڪاهيندي، آئون پنڌ ڪندي. ۱۵. ڪُرَ ڪي، خاندان کي، آکهہ کي. ۱٦. طعنو، داغ، ٽڪو. ۱۷. نوڪرياڻي، گولي.۱۸. ماڻٽي، رشتيداري. ۱۹. ڇڪينديس # وڇوڙو موتَ کان وڌيڪ سخت آهي (عربي چوڻي). ۲۰. اُميد، آس، آسرو. ۲۱. جلد ٿي. ۲۲. پيرن جو نشان. ۲۳. لکين جا. جبلن جا. ۲۴. گهڻو انداز. ۲۵. ڳولا ڪج، هلج. ۲٦. طرف، ڌانهن، (پاسي ڏک= ڏک سان). ۲۷. رحم، ڪهل، قياس. ۲۸. بلوچ، پنهون.

## ١١

هيڪَرَ[١] هُئَڻُ[٢] وِجَاءِ[٣]، تہ وِبجھي[٤] تِيِين وِصَالَ[٥] ڪي،
وَاذڪُر رَبَّڪَ فِي نَفسِڪَ #، پَهِي[٦] اِيءَ پِجَاءِ[٧]،
لَالَڻَ[٨] ڪي لِيلَاءِ[٩]، تہ پَئي بَاجَهہ[١٠] بَروچ[١١] ڪي.

## ١٢

هيڪَرَ هُئَڻُ چِڏِ، تہ اوڏِي تِيِين عَجِيبَ[١٢] ڪي،
مَارَاَيتُ شَيئاً اِلّا وَرَاَيتُ اللهَ فِيهِ* ، نيئِي اَجَها[١٣] اوڏاهِين اَڏِ[١٤]،
تہ هوتُ[١٥] توهِين ڪَان هَڏِ، پِرِين پَاسي[١٦] نہ تِئي.

## ١٣

هوتُ تُنهِنجي هَنجَ[١٧] مِ، پُڇِين ڪوهُہ[١٨] پَهِي[١٩]،
وَفِي اَنفُسِكُم اَفَلاَ تُبصِرُونَ•، سوجَهي[٢٠] ڪَر سَهِي[٢١]،
ڪَڏِهِين ڪَانہ وَهِي[٢٢]، ڪَا هوتُ ڳولَڻَ هَٽَ[٢٣] تي.

## ١۴

هوتُ تُنهِنجي هَنجَ مِ، پُڇِين ڪوهُہ پَرِيَاڻُ[٢۴]،
وَنَحنُ اَقرَبُ اِلَيہِ مِن حَبلِ الوَرِيدِ×، تُنهِنجو توئِي سَاڻُ.

---

١. هڪ دفعي، هڪ واري، ٢. خودي، ٣. ڇڏ. ۴. اوڏي، نزديڪ، قريب. ۵. ميلاپ (محبوب جي) # تنهنجي رب يعني پالڻهار کي پتنهنجي دل ۾ ياد ڪر (قرآن سورت اعراف آيت ٢٠۵)، ٦. ڪيهہ جو، ڏرو، پوٽي، ٧. ستاءِ، ٿُنباءِ صفا ڪراءِ (پهي اي‍ءَ پڇاءِ= هيءَ آيت دل ۾ رک) ٨. محبوب، دوست، ٩. آزي نيزاري ڪر، وينتي ڪر، ١٠. رحم، قياس، ڪهل، ١١. بلوچ، پنهونءَ، ١٢. دوست، يارَ* آئون ڪا اهڙي شيءِ نٿو ڏسان مگر ان ۾ خدا کي ڏسان ٿو (حديث قدسي) يعني هر شيءِ ۾ خدا کي ڏسان ٿو، ١٣. (واحد؛ اجهو)، گهرَ، جهوپڙو، ١۴. ٺاهہ، جوڙ، تعمير ڪر، ١۵. محبوب، ١٦. پري، دور، ١٧. گود، ڪڇ، ١٨. ڇو، ١٩. واٽهڙو، قاصد (خداجي قدرت جون نشانيون) اوهانجي اندر ۾ آهن پوءِ اوهين ڇو نٿا ڏسو (قرآن سورت ذاريات آيت ٢١)، ٢٠. ڳولي، ڦولهي، ٢١. سهي ڪر= سڃاڻَ، ٢٢. وڃي، ٢٣. دڪان، ٢۴. پري وارا، ڏاريان، غير × ۽ اسين تہ هن (انسان) کي ڪنڌ جي ڀنڊين (شهہ رڳ) کان وڌيڪ ويجها آهيون (قرآن سورت ق آيت ١٦).

پَنهِنجو[١] آهي پَاڻُ[٢]، آڏو[٣] عَجِيبَنِ[٤] کي.

## ١٥

ووڙِبَمِ[٥] سَڀِ وَٽَاڻَ[٦]، يَارَ[٧] ڪَارڻِ[٨] جَتَ[٩] جي،
وَاللهُ بِڪُلِ شَيءٍ مُحِيطُ#، اِي آريَاڻيءَ[١٠] اُهجَاڻَ[١١]،
سَڀَ ۾ پُنهُون پَاڻَ[١٢]، ڪِينِهي پِئو پَروچَ[١٣] ري.

## ١٦

سَرتِيُون[١٤] سَپوئِي تِئو، اَندرِ[١٥] آريَاڻي،
وِيني پَسَان[١٦] پَاڻَ ۾، ڏُونگرُ[١٧] ڏِهَاڻي[١٨]،
هُيَسِ جَنِ هَاڻِي[١٩]، سي ڪيچِي[٢٠] گڏِيمِ ڪَهي[٢١] ۾.

## ١٧

ڪَڏِ[٢٢] پُنهُونءَ جي ڪَاهي[٢٣]، چَاڻيءَ[٢٤] رُوحُ[٢٥] چَريو[٢٦] ڪئو،
اُٿي وِيني اوڏِهِين، سُتي پَڻ سَاهي[٢٧]،
اَلعِشقُ حِجَابٌ بَينَ العَاشِقِ وَالمَعشُوقِ*، لاَ شَڪُ[٢٨] ٿيءُ لاهي[٢٩]،
آرِيَاڻي آهي، پئو سَرتِيُون سُڄي[٣٠] ڪِينَڪي.

---

١. انسان جي خود جو، ٢. نفس، خودي، ٣. روڪ، رنڊڪ، ۴. محبوبن، ٥. مون ووڙئا، مون ڪولئا، مون نهارئا يا جاچئا، ٦. ماڳ، مڪان، جايون، ٧. دوست، ٨. واسطي، ٩. اٿ چاريندڙ، اٺن تي بار ڪندڙ، پنهونءَ # ۽ اللهَ سڀني شين تي حاوي آهي يعني هر شيءِ خدا جي گهيري ۾ آهي، ١٠. آرياڻيءَ جا، آريءَ جا (بلوچ قوم جي قبيلي هوت جي سردار جو لقب آري هو. پنهونءَ جي پيءُ جو نالو بہ آري هو) پنهونءَ جا، ١١. پارَ، پتا، نشان، ١٢. خود، ١٣. بلوچ، بلوچستان جي رهاڪوءَ، پنهونءَ، ١۴. اي سرتيون، اي جيڏيون، ١٥. اندر ۾، دل ۾، ١٦. ڏسان، ١٧. جبلُ، ١٨. روزانو، هر روز، ١٩. جتي، ٢٠. ڪيچ جا رهاڪو، پنهون ۽ ان جا پائر (ڪيچ، رياست مڪران ۾ هڪ شهر آهي جتي پنهون رهندو هو)، ٢١. پنڌ، سفر، مسافريءَ، ٢٢. سِڪ، ٢٣. ڪاهہ يا حملو ڪري، گهيرو ڪري، ٢۴. چشڪي، پيار، ميناج، چُوس، ٢٥. دلِ، ٢٦. مست، ديوانو، ٢٧. چِڪي، ڪشش ڪري، * عشق يعني محبت عاشق ۽ معشوق جي وچ ۾ هڪ پردو آهي (صوفين جو قول)، ٢٨. بنان شڪ، يقين يا پڪ وارو، ٢٩. (پردو) پاسي ڪري، ٣٠. ڏِجي.

## ۱۸

جَاڻي[۱] سُجَاڻي[۲]، وِهَان ڪِيئَن مَان[۳] ڪَري،
اَندَرِ[۴] آگِ[۵] عِشقَ[۶] جِي، اَپَر[۷] اُڏَاڻي[۸]،
اَلعشقُ نَارُ يَحرِقُ مَاسِوَي المَعشُوقِ#، ڪُوري[۹] مِر ڪَاڻي[۱۰]،
آهي آرِيَاڻي[۱۱]، پِئو سَرتيُون[۱۲] سُجي[۱۳] ڪِينَڪي.

## ۱۹

جَاڻي سُجَاڻي، مُون کي چَڏي هَلِئَا،
اَديُون آرِيچَنِ لاءِ، آئُون ڪُوري مِر ڪَاڻي،
پَرِيَمِ جو پَاڻي*، سو ڪيچِنِ[۱۴] ڪَمِ نَه آيو●.

## ۲۰

جَاتُمِ[۱۵] نَه جَاڻي، تَه ڪِ[۱۶] سَانگ[۱۷] هَلَندَا سُپِرِين[۱۸]،
آئُون ڪِيئَن چَڏِيَان پَانهِنجو اَديُون آرِيَاڻي،
پَاهَڻَ[۱۹] مِر پَاڻي[۲۰]، هَاريُون[۲۱] هَارَڻُ[۲۲] آيو.

## ۲۱

جَاڻي جي[۲۳] جَاتُومِ[۲۴]، تَه ڪِ پُوندو[۲۵] فَلَقُ فِرَاقَ[۲۶] سين،

---

۱. سمجهي، پروڙي، ۲. واقف ٿي، ۳. صبر، خاموشي، ۴. اندر ۾، دل ۾، ۵. باهه، آتش، ۶. محبت، پيار، ۷. اٿاهه، تمام گهڻي، بي حد، ۸. پڙڪي، ٻري # عشق اها باهه آهي جيڪا معشوق کان سواءِ هر شيءِ کي ساڙي ٿي (صوفين جو قول).۹. (باهه جي) ٻٺي يا آڙاهه، ۱۰. جلي، سڙي، ۱۱. آري، پنهون (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو، پنهون هوت قبيلي مان هو)، ۱۲. جيڏيون، ساهيڙيون، ۱۳. ٻُڌجي * جيڪا خدمت ڪير، ۱۴. ڪيچين کي، ڪيچ جي رَهاڪن کي، پنهون ۽ ان جي ڀائرن کي (ڪيچ، رياست مڪران ۾ هڪ شهر آهي جتي پنهون رهندو هو) ● فائديمند نه ٿيو، قبول نه پئو، ۱۵. مون ڄاتو، مون سمجهيو، ۱۶. ڇا، ڪنهن نموني، ۱۷. پرڏيهه، پرديس، سفر تي، ۱۸. پرين، محبوب، ۱۹. پاهڻ، جبل، ۲۰. اکين جو پاڻي، ڳوڙها، آنسون، ۲۱. اي ماريون، اي اديون، ۲۲. وهائڻ، ۲۳. جيڪڏهين، ۲۴. آئون ڄاڻان ها، ڄاڻي جي ڄاتوم=جيڪڏهن مونکي خبر هجي ها، ۲۵. ويچو، وٿي، فرق، ڏک، مصيبت، ۲۶. جدائي، وڇوڙي،

اَکَـرُ[1] اِرادَتَ[2] جو، ڏُرِيائين[3] ڏوتوم[4]،
پوءِ تان کونہ کِيوم، کَشالُو[5] کيجَ ڏي.

## ۲۲

پانُ نہ تِئي پانَ کان، پاڻان تِيين پانُ،
جاڻي ڏِسِ جاڻَ کي، جاڻي مَنجھان جاڻَ،
جِمَ سُمَهين سَسُئِي، تِيجِ پَنڌِ[6] پِرِياڻَ[7]،
تِي هيکاندِي هاڻِ، لالَنَ سان لطيف چئي.

## وائي

اوکِيءَ[8] آگَهُہ[9] آهي، وو آهي،
مُونکي تان[10] نہ ڇڏيندو ڇيِرِين[11]،
آري[12] اُگهاڙِن[13] کي، پُنهُون جامُ[14] پَراهي[15]،
پُڇي[16] پوءِ پِٺِن کي[17]، لَکَنِ[18] ۾ لَڏَ[19] لاهي[20].

---

۱. انگُ، لکيو. ۲. ارادو، تقدير، گهُر. ۳. ڏرَ کان ئي، شروع کان ئي. ۴. مون ڏوتو، مون ڌاتو، مون ميڙيو. ۵. تڪليف، ڏاکڙا. ٦. پنڌ ۾، گس ۾. ۷. پرياڻي جي، محبت جي. ۸. اوکيءَ ۾، تڪليف ۾، مشڪلات ۾. ۹. آسرو، پرجهلو، رهبر، اڳواڻ. ۱۰. اصل، بنهہ، مور. ۱۱. ڇپرن ۾، جبلن ۾، پهاڙن ۾. ۱۲. پنهون (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار کي آريءَ جي لقب سان سڏيندا هئا. پنهون بلوچ قوم جو سردار هو ان ڪري کيس آري ڪوٺيو ويندو هو). ۱۳. ننگن يا عريان عورتن. ۱۴. سردار (سنڌ جي سمان خاندان جي حاڪم کي ڄام سڏيندا هئا). ۱۵. (ڪپڙا) ڍڪائي. ۱٦. حال احوال وٺي، خبر گيري ڪري. ۱۷. پوءِ پٺن= (قافلي کان) پوئتي رهجي ويلن. هيڻن، ڪمزورن. ۱۸. ڪان. ۱۹. جبلن ۾. ۲۰. تيز تازي، مال اسباب، مڏي.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيمِ

# سُرُ آبِرِي

## داستان پهريون

### ١

آءُ اوراهُون[1] سُپِرِين[2]، وَڄُ مَ اڳاهُون[3]،
تَڪِي[4] ڪَٽي تَڙِن[5] ۾، ٻاڪارِئو[6] ٻاهُون[7]،
دَرْدَ[8] جُون دانهُون[9]، مُون مارِينديُون موٽُ تُون.

### ٢

آءُ اوراهُون سُپِرِين، وَڄُ مَ پِئيءَ[10] پَري،
مُون ڏِني مُون[11] وِسَهُو[12]، وِرچِي[13] تان[14] نَ وري[15]،
ڏاران[16] مُنهَن[17] مَري، ڏِکئيءَ[18] جي ڏيکارِيين.

### ٣

آءُ اوراهُون سُپِرِين، پَري وَڄُ مَ پِيَ،
موٽُ مَرَنديَس چِپِرِين[19]، تُون جِيَارو[20] جِيءَ[21]،
هوتَ[22] مَ ڇَڏِج هِيءَ[23]، پُنهُون پِيادي پَنڌَ ۾.

١. ويجهو، اوري، قريب. ٢. اي سپرين، اي پرين، اي دوست. ٣. پري، ڏور. ٤. ڪهي، ماندي، هيٺي، ڪمزور. ٥. ٻرن ۾، رڻ پٽن ۾. ٦. ڏاڍي يا وڏي آواز سان رويو، واڪا ڪئو. ٧. واحد ٻانهن= بدن جي هڪ عضوي جو نالو، ٻازو (ٻانهون ڪٽي= سڏ ڪري). ٨. سور، ڏک. ٩. رڙيون، سڏ، واڪا. ١٠. اي پي، اي محبوب. ١١. مون تي. ١٢. اعتبار ڪريو، ويساهه ڪريو. ١٣. ٽڪجي، ڪڪ يا بيزار ٿي، اصل. ١٥. موٽي، واپس ٿئي. ١٦. ڪان سواءِ. ١٧. صورت يا شڪل (محبوب جي). ١٨. ڏکيءَ کي، گهايل کي، ستايل کي، ڏکَ، واريءَ ١٩. ڇپرن ۾، جبلن ۾. ٢٠. جيارينڌڙ، زندهه ڪندڙ. ٢١. جيءَ کي، جان کي دل کي. ٢٢. اي هوت، اي محبوب پنهون (هوت، بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي، سسئيءَ جو معشوق پنهون ان قبيلي مان هو). ٢٣. سسئيءَ ڏانهن اشارو.

۴

آءُ اوراهُون سُپِرين، ڏُکيءَ ڏيجِ مَ ڏاگهُ[1]،
وَتِ چَڏي مُون واگهُ[2]، آرِيَ[3] وِئين عِشقَ جو.

۵

آءُ اوراهُون سُپِرين، ڏُکيءَ ڏاگهُ مَ ڏيجِ،
پيهِي[4] گهَرِ[5] پُڇِيجِ[6]، هوتَ[7] هَلاَوَتَ[8] نَ ٿِئي.

٦

آءُ اوراهُون سُپِرين، آرِي لَگِ[9] اَللهَ،
توکي سارِئو[10] ساهُ[11] اُکَندِئو[12] آهُون[13] کَري.

۷

آءُ اوراهُون سُپِرين، اَللهَ لَگِ آري،
پُٺان[14] بيکاري[15]، تُون پارِسَ[16] رَسِجِ[17] پَبِ[18] ۾.

۸

مَچُڙِ[19] وَرَ[20] وِسارِئين[21]، صَبرُ[22] نَ سارِيان[23]،
توکي نِهاريان[24]، آءُ مَنهنجا سُپِرين.

١. داغ، ڪارنهن جو نڪو، خواري، ٢. چيتو شينهن، مصيبت، ايذا، ٣. اي اري (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار ڪي آري چوندا هئا، سسئيءَ جو معشوق پنهوَن هوت قبيلي مان هو ان ڪري ان کي بہ آري ڪري سڏيو ويو آهي)، ۴. گهڙي، اندر اچي، ۵. گهر ۾، رهڻ جيءَ جاءِ ۾، ٦. احوال وٺج، خبر چار لهج، سُڌسماء ڪج، ۷. اي هوت، اي پنهون، (پنهون بلوچ قوم جي هوت قبيلي مان هو)، ۸. هلاڪت، تڪليف، دقت (گنج ۾ "حلاوت" لکيل آهي)، ۹. واسطي، ١٠. ياد ڪريو، ١١. دل، مَنَ، ١٢. سڪيو، واجهايو، ١٣. دانهون، ١۴. هلان، رُلان، ڦران، گهمان، ١۵. بي فائدي، اجائي، آواري، ١٦. اي پارس، اي ڪامل (مرشد)، اي پنهون (پارس هڪ قسم جو پٿر آهي جيڪو لوهہ يا ٽامي سان گسائبو آهي تہ اهو لوهہ يا ٽامون سونُ ٿي پوندو آهي، ماهرن جي تحقيق موجب هيءُ پٿر اڻ لڀ آهي)، ١۷. پهچج، ١٨. پبِ جبل ۾ (هالار جبل جيڪو سنڌ صوبي جي الهندي طرف آهي ان جي ڏاکڻي قطار کي پبِ چوندا آهن)، ١٩. متان، ٢٠. اي ور، اي مڙس (پنهون)، ٢١. فراموش ڪرين، دل تان لاهين، ٢٢. تحمل، خاموشي، سانت، ٢٣. ڪري سگهان، ٢۴. ڳوليان، واجهايان، سِڪان.

**۹**

هَتَان[1] هَڏَ[2] نہ چَڏِيَان، صَبُر شُڪرَانُو[3]،
ذَوقَ[4] زَمَانُو[5]، مُون[6] وَرَ[7] وِئَڙو وِسَرِي[8].

**۱۰**

صَبُرَ ۽ شُڪرَ ڪِي، ڪَاڏي آئُون ڪَندِي،
آهِيَان جَنهِن[9] سَندِي، سوئِي گهُرجِي[10] سَاڻُ مُون.

**۱۱**

صَبُرَ ۽ شُڪرَ ڪِي، وَنِي آئُون وِينِي،
ڏُکِيءَ[11] سين ڏِينِّي[12]، ڪَا ڪِجِ اَچِي ڪَڏهِين.

**۱۲**

صَبُرَ ۽ شُڪرَ ڪِي، هَٿِ ڪِئو[13] مُون هَاڻِ،
پِريَمِ[14] اَچِي پَاڻِ[15]، پَتِيءَ[16] ڪِي پُڇِيجِ[17] تُون.

**۱۳**

نَاهِہ[18] جَمِيعَتَ[19] جَان[20] ڪِي، هوتَ پُجَاڻَا[21] هَاڻِ،
اَللهَ سَيئِي آڻِ، جَنِ سَاءُ[22] چَکَايُمِ[23] سِکَ[24] جو.

---

۱. هٿ مان، وس يا اختيار مان، ۲. اصل، بنهہ، هرگز، ۳. شڪر ڪرڻ يا احسان مڃڻ جو عمل، خدا جي مرضيءَ تي راضي رهڻ جو عمل، ۴. ذوق جو، شوق جو، خوشيءَ جو، عيش يا راحت جو، ۵. وقت، ايام، ٦. مونکي، ۷. اي وَرَ، اي مڙس يا ڀتار (پنهون)، ۸. فراموش ٿي ويو، دل تان لهي ويو، ان جي غرض يا پرواهہ نہ رهي، ۹. جي، ۱۰. کپي، لِا. ۱۱. ڏکيل، تڪليفن ۽ سورن ۾ مبتلا ٿيل، ۱۲. ملاقات، ۱۳. هٿ ڪئو= اپنايو، حاصل ڪئو، ۱۴. اي منهنجا پرين يا دوست، ۱۵. خود، پنهنجي سرِ، ۱٦. ڦٽيل، گهايل، زخمي ٿيل، ۱۷. مزاج پُرسي ڪج، ۱۸. ڪانهي، ڪونهي، ۱۹. آرام، سکَ، راحت، ۲۰. دل، قلب، ۲۱. بعد، ڪانپوءِ، ۲۲. سواد، ذائقو، مزو، لذت، ۲۳. مونکي چکايو، سواد وٺايو، ۲۴. پيار، محبت.

## ١۴

نَاهِہ[1] جَمِيعَتَ[2] جَانِ[3] کي، هوُتَ[4] پُڄَاڻَا[5] هِتِ،
پُنهُونءَ جِيءَ پِرَتِ[6]، سَاءُ چَڱَايُمِ سِڪَ جو.

## ١۵

نَاهِہ جَمِيعَتَ جَانِ کي، پُنهُونءَ پُڄَاڻَا،
سي مُون[7] سِيبَاڻَا[8]، جَنِ سَاءُ چَڱَايُمِ سِڪَ جو.

## وائي ١

دَرْدَ[9] مُنهِنجي جَا دَارُون[10]، يَارَ موتُ سَبَاجَها سُپِرِين،
مُون لَڳِيُون مُون[11] وِسَهُو[12]، مَحبَتَ جيُون مَارُون[13]،
سُکَن مُون سين ڪين ڪئو، سُورَن لَذَّتِيمَ[14] سَارُون[15]،
مَائِٽَنِئُون[16] گَهَٽَا ڪِئَا، ڪُسَن[17] مُون سين ڪارُون[18].

## وائي ٢

ڪِهَڙي ويلي[19] جو لَنگهي آئُون[20]،
جو جَاڻَان وي لوڪَ[21] مُنِي[22] آهِيَان،
گَهاءُ[23] مِنَاندا[24] چُتَندا[25] نَهِين[26]، ظَاهِرُ[27] ڪِيتَا[28] تَنِ اکِيَان[29].

---

١. ڪانهي، ڪونهي، ٢. سک، آرام، قرار، فرحت، ٣. دل، قلب، ۴. محبوب پنهونءَ (هوت، بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي. پنهون ان قبيلي مان هو)، ۵. بعد، ڪانپوءِ، ٦. محبت، پيار، پريت، ٧. مونکي، ٨. وڻيا، پسند آيا، مناسب لڳا، ٩. بيماريءَ، مرض، ١٠. دوا، علاج، ١١. مون تي، ١٢. اعتبار ڪريو، ويساهہ ڪريو، ١٣. چوٽون، ضربون، ڌڪ، سزائون، سيڪتيون، ڏک، ١۴. منهنجون لڏيون يا ورتيون يا معلومڪيون، ١۵. خبرون، سُڌ، سماءُ، حال احوال، جاچنائون، ١٦. مائٽن کان، عزيزن کان، پنهنجن کان، ١٧. ڌارين، غيرن، ١٨. مهربانيون، ڀلايون، احسان، ١٩. وقت، مهل، ٢٠. مٿي، آئي، پار تي، گذري، ٢١. ماڻهن، ٢٢. مصيبت يا تڪليف ۾ وڌي، ٢٣. زخم، ٢۴. مِٺن جو، محبوبن جو، ٢۵. چُٽي، ايرجي، ميٽجي، ٢٦. نٿو، ٢٧. پڌرو عيان، ٢٨. ڪيو، ٢٩. اکين (روئڻ جي وسيلي).

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُر آبڙي

## داستان سَتُون

١

ڏُورِ[١] مَ ڏيهِ[٢] وِئو، پيرُ[٣] تُنهنجي پِرِينءَ[۴] جو،
وِهُڻُ واٽُڙِيُنِ تي، ڪيچِيَنِ[٥] رِيءَ[٦] ڪِهو[٧]،
وِنڌُرِ[٨] جو وِئو، الاَ[٩] واري[١٠] آئين.

②

وِنڌُرِ جي وَڃَنِ، سي مَرُ[١١] بَڌَنِ سَندِرا[١٢]،
ٻِيُون ڪوهُه ٻَڌَنِ، ڇوڙي جي ڇَڏِينديُون.

٣

پِيِڙي[١٣] پِيِڙي ٻَڌُ، سُورائِتي[١۴] سَندِرو،
ڪيچُ پَراهُون[١٥] پَنڌُ[١٦]، مَتان لَڪَنِ[١٧] سين لَڳي مَرين.

۴

موٽِي ٻَڌُ ٻِهارَ[١٨]، سُورائِتي سَندِرو،

---

١. پري، ٢. (ڪنهن) ڏيهه ڏانهن يا پرديس ڏانهن، ٣. پيرن يا قدمن جو نشان، ۴. محبوب، ٥. ڪيچ جي رهاڪن (ڪيچ، رياست مڪران ۾ هڪ شهر آهي، سسئيءَ جو محبوبُ پنهون ان شهر جو رهاڪو هو)، ٦. سواءِ، بغير، بنان، ٧. ڪهڙي ڪم جو، ٨. ونڌر ڏي (ونڌر، لس ٻيلي ۾ هڪ جبل، نئن [يعني ننڍڙي ندي] ۽ ڳوٺ آهي)، ٩. اي آلاَ، اي الله، ١٠. موٽائي، ١١. ڀلي، بيشڪ، ١٢. (واحد سندرو، چيلهه کي ٻڌڻ جو ڪپڙو يا پٽو (سندرو ٻڌڻ= همٿ ڪرڻ، ڪوشش ڪرڻ، مقابلي جي تياري ڪرڻ)، ١٣. ڇڪي، ڪشي، مضبوط ڪري، ١۴. اي سورائتي، اي سورن واري، اي سورن ۾ گرفتار ٿيل يعني سسئي، ١٥. ڏوراهون، پري جو، ڏور، ١٦. مفاصلو، ١٧. جبلن، ١٨. ٻئي دفعي، وري وري، يعني مضبوط.

چَـپَـر[1] تُـهَـان[2] ڏاَرَ[3]، ڪَانَ ڏوربِـندِي[4] ڏُکَ[5] سِين.

۵

وِنڌُرِ وَرَ ڏِنَامِ[6]، ڪيچِيَنِ ڪَارڻ ڪيترا،
بَاروچَا بَاجَهه[7] پَرِيَا، گوشي[8] هُوندَ[9] گڏِيَامِ[10]،
چيتَارِي[11] چَيَامِ[12]، عَرضَ[13] پَنهِنجَا اُنِ کي.

٦

هيڪَانديءَ[14] هوئِي[15] اُتِي رَاتِ رَوَانَ[16] ٿِئَا،
سَاهُه[17] سَگِي[18] ۾ سُورَ[19] جي، پُنهُون وِئو پوئِي[20]،
جيڏِيُون[21] جِي[22] مَانَ[23] وَسِ[24] جَتَ[25] هُئَا، تَه رَهَايَمِ[26] روئِي،
رَهَه[27] قَضَا[28] دَمُ[29] ڪوئِي[30]، هيڪَرَ[31] هيڪَاندِي ٿِئَان.

۷

هيڪَانديءَ هوئِي، پِرِينَ[33] پَاٿُورِيءَ[34] هَلِئَا،
ڪَنڌِينءَ ڪوهُه روئِي، پُوندو سَانگُ[35] سَيَ ڪَنهِن.

۸

ڏيهُه[36] ڏِيهَائِين ڏُورِ[37]، پَرڏيهَان[38] پَري ٿِئو،

۱. جبل، پهاڙ، ٽڪر، ۲. توکان، ۳. سواءِ، بنان، ۴. جهاڳيندي، ڏونديندي، ووڙيندي، ۵. تڪليف، ڪشالي، ٦. چڪر، ڦيرا، ڪهمرا، ۷. باجهہ پريا= باجهہ وارا، باجهارا، رحمدل، مهربان، ۸. گوشي ۾، ڪنڊ پاسي ۾، اڪيلائيءَ ۾، ۹. جيڪڏهن، ۱۰. مونکي گڏيا، مونکي مليا، ۱۱. چڱيءَ طرح، تفصيل وار، ۱۲. مون چيا، ۱۳. سوالَ، ڪهرجون، التماسَ، ۱۴. هيڪانديءَ ۾، هيڪاند ۾ (پنهونءَ سان) وصل ۾ يا ميلاپ ۾، ۱۵. (منهنجي) هجڻ وقت، رهڻ وقت، ۱٦. روانا، ۱۷. دم، آتما، روح، دل، ۱۸. ڏاڍي، ڏور، ۱۹. ڏک، درد، تڪليف، ۲۰. وجهي، ۲۱. اي جيڏيون، اي سرتيون، ۲۲. جيڪڏهين، ۲۳. منهنجي، ۲۴. وس ۾، اختيار ۾، چئي ۾، ۲۵. انُن جا مالڪ، انُن تي بار ڪڻندڙ، پنهون ۽ ان جا ڀائر، ۲٦. مون رهايا، مون ترسايان، مون روڪيا، ۲۷. ترس، رَڪج، دير ڪج، ۲۸. اي قضا، اي موت، ۲۹. ٿورو وقت، گهڙي، ساعت، ۳۰. ڪا، ڪجهہ، ڪو، ۳۱. هڪ دفعو وري، ۳۲. هيڪاندي ٿيان = ملان (دوست سان)، ۳۳. محبوب، ۳۴. پرهور، پرهہ جي وقت فجر مهل، ۳۵. ويڇوڙو، جدائي، ۳٦. ڏيهہ ڏيهائين = هن ڏيهہ يعني وطن کان، ۳۷. پري، ۳۸. پرڏيهہ کان، پرديس کان.

سَيَڻَنِ[1] ڪارڻِ[2] سَسُئي، پيئي پَراھين[3] پورِ[4]،
تُون تو وَجين ھوتَ[5] حُضورِ[6]، مُنھنجو جيئڻُ[7] جيلاھين[8] تئي.

۹

جيئڻُ جَتَ[9] ڏاران[10]، مَعذُورِ[11] جو مَسَ تئي،
چَانگُنِ[12] سِرِ[13] چَڙھي وِئا، سَاتِي[14] سَوارا[15]،
اکِيون اوتَارا[16]، پَسِئو[17] رُون پُنھُونءَ جا.

۱۰

پَسِئو رُون پُنھُونءَ جا، اکِيُون اوتَارا،
مُون پَانِيو[18] مُون وَتِ، هُوندا جَمَارا[19]،
سَاتِيَنِ سَوارا، ڪِئو ڪيچُ اکِيُنِ ۾.

۱۱

ھَڏَ[20] نَہ سَاھُہ[21] سُڌِيرُ[22]، دِلِ دَرمَانَدِي[23] دوسَ[24] ري[25]،
پَائِي وِئَا[26] پِرتِ[27] جو، زوراورُ[28] زَنجِيرُ[29]،
جِيءُ[30] جُسو[31] جَاگِيرُ[32]، هَاڻي مِلڪَ[33] ھوتَ جي.

۱. دوستن، محبوبن، ۲. واسطي، ۳. ڏوراھين، يا پري (پنڌ) جي، ۴. پور ۾، خيال ۾، ۵. اي ھوت، اي پنھون (ھوت، بلوچ قوم جو ھڪ قبيلو آھي، سسئيءَ جو محبوبَ پنھون ان قبيلي مان ھو)، ٦. حضور ۾، درٻار يا ڪچھريءَ ۾ (آري ڄام جي)، سسئيءَ جي محبوب پنھونءَ جي پيءُ جو نالو آري ھو، ۷. جيئڻرو رھڻ، زندھہ رھڻ، ۸. ھَس، مشڪل، ۹. انن جي مالڪ يعني پنھون، ۱۰. سواءِ، بنان، بغير، ۱۱. عذر واريءَ، جڏيءَ، اپاھج، ۱۲. اٺن، ۱۳. تي، ۱۴. دوست، گڏ رھندڙ، ۱۵. سويرو، ساجھر، جلدي، ۱٦. رھڻ جون جايون، ماڳ، مڪان، ۱۷. ڏسئو، ۱۸. سمجھيو، ۱۹. سڄي ڄمارَ، سڄي زندگي ياعمر، حياتيءَ تائين، ۲۰. اصل، بنھہ، ھرگز، ۲۱. دل، جان، روح، ۲۲. سامت ۾، سرت ۾، ڌيرج ۾، ۲۳. پريشان، ۲۴. دوست،محبوب پنھون، ۲۵. سواءِ، بغير، ۲٦. وجھي، ٻڌي، ۲۷. محبت، پيار، ۲۸. ڏاڍو، مضبوط، سخت، ۲۹. نيرُ، سنگھر، ۳۰. جان، روح، ساھُہ، ۳۱. جسم، بدن، ۳۲. جاگير، مال اسبابَ، ڌن دولت، ۳۳. ملڪيت، جائداد، حق.

## ١٢

عُمرِ[1] سَبِ[2] عِشقَ[3] سين، پُنهُون[4] جي پُچَنِ[5]،
رِيسَ[6] رِيزَالِيُون[7] تَنِ سين، کُجَاڙي[8] کي[9] کَنِ،
مَارگِ[10] جي مَرَنِ، وَڏا طَالِعَ[11] تَنِ جَا.

## ١٣

وَڏو طَالِعُ تو، جِيئَنِ[12] لَڳِيَنءَ[13] پيرِ[14] پُنهُونءَ جي،
سَسُئِي اِنَ سُتُونَ[15] کي، رويو رويو[16] رو،
وِنِي هِتِ مَ هو، هَلِين[17] تَ هُوتُ[18] لَهِين[19].

## ١٤

وِنِ کونَ وَراکو[20]، سُتِيَن[21] کونِهي سَنگَ[22]،
هُوتُ هَلَندِنِ کَتئو، اَنگهُنِ[23] چَاڙهي اَنگَ[24]،
بَاسي[25] پِئي[26] پَنگَ[27]، رِڙهِي[28] جَامَ[29] رَسِيُون[30].

## ١٥

وِنِي وَرَ نَ[31] پُونِ، سُتي مِلَنِ نَ سُپِرِين،
سي مَرُ[32] رويو رُونِ، جَنِ[33] مُسَافِرُ[34] سُپِرِين.

---

١. حياتي، ڄمار، ٢. سموري، سڄي، ٣. سک، محبت، ٤. سسئيءَ جي محبوب جو نالو، ٥. ڳولين، نهارين، ٦. برابري، رشک، حسد، ساڙ، ٧. ڪميڻيون، سڏڙيون، ٨. ڄا، ٩. لاءِ، ١٠. مارگ ۾، رستي يا واٽ ۾ (پنهونءَ ڏي هلندي)، ١١. ڀاڳ، نصيب، ١٢. جنهن صورت ۾، ڄاڪاڻ تہ، ١٣. ٻيڄو ڪيئي، پنيان هلينءَ، ١٤. قدمَ، يا پير جي نشان پٺيان، ١٥. ٽنبي، آڏارَ، ٽيڪَ (پنهونءَ جي پير)، ١٦. رويو رويو رو= لڳاتار رئندي رَهُہ يا فکر ڪندي رَهہ، ١٧. پنڌ ڪرين، ١٨. محبوب پنهون (هوت، بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي، پنهون ان قبيلي مان هو)، ١٩. ڏسين، حاصل ڪرين، ٢٠. ٻيچ (محبت جو)، واسطو، ناتو، لاڳاپو، ماڻني، ٢١. ستل عورتن، غافل زالن، ٢٢. ماڻني، عزازت، ناتو، ٢٣. انگهن تي، ڪنهن وڻ يا سڪل ڪاٺ جي ٻاهر نڪتل ڪُتَ يا وَرِيلَ نوڪ جنهن ۾ ڪنل جانور کي ٽنگي ان جي ڪل لاهبي آهي ۽ ان جا عضوا ڪپيا آهن، ان کي انگهہ چئبو آهي، (سخت عذاب جي علامت)، ٢٤. جسم، بدن، ٢٥. منت يا نذر (جي طور) ميڃي، پنهنجي ڌمي لڳائي، ٢٦. ڍپ، ٢٧. خطرو، مشڪلات، رنڊڪ، ٢٨. پنڌ ڪري، ٢٩. جامَ ڪي، سردارَ يعني پنهونءَ کي، ٣٠. پهتوين، ٣١. ورَ نہ پون= نہ هٿ اچن، نہ ملن، ٣٢. پلي، ٣٣. جن جا، ٣٤. سفر تي ويل، وڇڙيل.

## وائي ١

لـوچِ[١] ڏا[٢] وي بَلـوچَ ڏا، مـيـرا[٣] مَـنُ[٤]،
پِيـرَان[٥] نُـون[٦] سَـڏِيـنْـدِيَـان[٧]، سَـگْـرَ[٨] پَـتِـيـدِيَـان[٩]،
اَلاَ هُـو[١٠] آڻِ مِـلاَئـيـين[١١] پُـنـهُـون[١٢] کـيـچ[١٣] ڏا.

## وائي ٢

هوتَ[١٤] سي هَلَڻَ[١٥] هَارا، جيـڏِيُون[١٦] کيئَن کَرِيَان آئُون اُنِ سين،
کـوءِ[١٧] پَـلَـنـگَ[١٨] بَـنِ[١٩] مَـازِيُـون[٢٠]، کِـيَـنَ[٢١] تـيـئَـزَمِ[٢٢] کَـارا[٢٣]،
سُـونـهَـنِ[٢٤] سُـپِـيـرِيَـنِ[٢٥] جَـا، آتَـنِ[٢٦] وَٽ اوتَـارَا[٢٧]،
آهِـيَـان پَـٽِ[٢٨] پُـنـهُـونءَ جي، کَـنـدِيَـس کُـنـرَ[٢٩] کَـارا،
پـيـرُ[٣٠] مَ چَـڏِجِ پِـرِيـنءَ[٣١] جـو، هَـيَّ[٣٢] هَـي هَـٽَ[٣٣] اَسَـارَا[٣٤]،
کـيـچِـيَـنِ[٣٥] کَـرَهَـهَ[٣٦] پَـلاَڻِـيَـا[٣٧]، مَـيَـا[٣٨] سـي تِـئَـزَمِ مَـارَا[٣٩]،
سَـارِيُ[٤٠] سُـپِـيـرِيَـنِ کـي، رُونـدَا سـي نَـيَـڻَ[٤١] ويـچَـارا،
اَنـڌِيَـنِ[٤٢] آسَـرَ[٤٣] آهِـيـن، مـوتِـجِ مُـحِـبَ[٤٤] مـوچَـارا[٤٥]،
وبـنـو ڏي ڏُکـيءَ[٤٦] کـي، پُـنـهَـلُ ڄَـامُ پُـوچَـارا[٤٧].

---

١. بلوچ، ٢. جو، ٣. منهنجو، منهنجي، ٤. دل، ٥. پيرن، مرشدن، ٦. کي، ٧. سڏيان ٿي، ٨. سگر تي، رستي يا واٽ تي، ٩. هلان ٿي، ١٠. الا هو، اي الله، ١١. واصل ڪرائين، ڏيکارين، ١٢. سسئيءَ جي محبوب جو نالو، ١٣. رياست مڪران ۾ هڪ مشهور شهر جتي پنهون رهندو هو. ١٤. پنهون ءِ ان جا مائٽ (هوت، بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي. پنهون ان قبيلي مان هو)، ١٥. هلڻ هارا= وڃڻ وارا، ١٦. اڙي جيڏيون، اي سرتيون، ١٧. ڪڏ ۾ پون، نہ گهرجن، ١٨. واحد پلنگ، کٽ يا چارپائيءَ جو هڪ قسم، وڏي کٽ، ڇپر کٽ، ١٩. ٻنَ ۾ (پون)، نہ گهرجن، ٢٠. محلاتون، مڪان، اڏاوتون، ٢١. ڪاڏا، ڪاڄ، طعام، ٢٢. مون کي ٿئا، ٢٣. ڪسارا، ڪڙا، اڻ وڻندڙ، ناپسند، ٢٤. سهڻا لڳن، وڻن (دل کي)، ٢٥. محبوبن، ٢٦. اها جاءِ جتي زالون سٽ ڪتين، ٢٧. ماڳ، هنڌ، ٢٨. پٽ تي، واٽ تي، گس تي (ڳولا ۾) ٻي معنيٰ پرٽ، ڌوٻڻ، ٢٩. ڪپڙن کي رڱڻ لاءِ ڪنين يعني ڌوٻين جي دڪانن تي ٺهيل کُن يا کڏ جنهن ۾ رنگ هڻڻ لاءِ ڪپڙا وجهبا آهن (ڪنديس ڪنر ڪارا= کُنرنِ ۾ ڪارو رنگ وجهنديس)، ٣٠. پير جو نشان، پيرو، ٣١. محبوب، ٣٢. هاءِ هاءِ، افسوس، ٣٣. اي بدن يا جسم، ٣٤. نستا، ضعيفَ، بي وس، غافل، ٣٥. ڪيچ جي رهاڪن يعني پنهونءَ جي پائرن، ٣٦. اُٺَ، ٣٧. پلاڻ رکي هلڻ لاءِ تيار ڪيائون، ٣٨. اٺ، ٣٩. مارينڊڙ، ٤٠. ياد ڪري، ٤١. اکيون، ٤٢. انڌين جي، نابينائن جي، ٤٣. آسرو، آڌار، ٤٤. محبوب، ٤٥. سهڻا، ٤٦. ڏک جي ماريل يا ستايل، ٤٧. دلاسا.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُر آبِڙِي

## داستان اڻون

### ١

ڏوري[١] ڏوري ڏيهه[٢]، تَڪِيَس[٣] تورو[٤] لاءِ[٥] مُون[٦]،
اُوچا[٧] پاهَڻَ[٨] پَبَ[٩] جا، چَپَرَ[١٠] ڪونهي چيهه[١١]،
هِڪُ پاهَڻُ پيو پَرڏيهه[١٢]، موٽُ سَباجها[١٣] سُپرين[١٤].

### ٢

پاياٽي[١٥] تي پُور[١٦]، پُنيءَ[١٧] ڪيچين[١٨] ڪَڪَرا[١٩]،
لانچي[٢٠] لَڪُ[٢١] لطيف چَئي، اُتي ڏُونگَرُ[٢٢] ڏورِ[٢٣]،
رائو[٢٤] مِڙوئي[٢٥] رَتَ سين، ڪارَڻِ[٢٦] ڪانڌَ[٢٧] ڪَڪورِ[٢٨]،
جَتُ[٢٩] وَڃي تو جورِ[٣٠]، اُپڙُ[٣١] تـه اوڏي[٣٢] تين.

### ٣

جُتَ[٣٣] پِتي[٣٤] پِههُ[٣٥] جهنگ[٣٦]، هاڙهي[٣٧] پُڄَ[٣٨] مَ هوتَ[٣٩] کي،
سور[٤٠] سُبيلي سَسُئي[٤١]، لَڪُ[٤٢] تَهين سين لنگهه[٤٣]،

---

١. جهاڪي، ڊونڊي، ڪولي، نهاري، ٢. ملڪ، ديس، ٣. بيزار ٿيس، ڪڪ ٿيس، ورچي پيس، ۴. احسان، مهرباني، ۵. ڪر، ٦. مون تي، ٧. بلند، مٿاهان، اُتان اُتاهان، ٨. ٽَڪَرَ، جبلَ، ٩. سنڌ پرڳڻي جي اولهه طرف هالار جبلن جي ڏکڻ واري قطار جو نالو، ١٠. ڇپر جو، جبل جو، ١١. انت، ڇيڙو، ١٢. ڏاريون ملڪ، پرديس، ١٣. ٻاجهارا، رحمدل، ١۴. محبوب، ١۵. وڏيءَ سرت ۽ همت واري، ١٦. ٻڄَ، ذرا ذرا ڪر، ١٧. پٺيان، پويان، ١٨. ڪيچين جي، ڪيچ جي رهاڪن جي (ڪيچ، رياست مڪران جو هڪ شهر آهي جتي سسئيءَ جو محبوب پنهون رهندو هو)، ١٩. ننڍا ٽڪرَ (ڪڪرا پورڻ= جبل ۾ هلڻ)، ٢٠. ٻڏي، ٢١. چيلهه، ڪمر، ٢٢. جبلَ، ٢٣. جهاڳ، نهار، ڊونڊ، ٢۴. جبل جي واري، جبلَ، ٢۵. سمورو، ٢٦. واسطي، ڪاڻ، لاءِ، ٢٧. مڙس، ڀتار (پنهونءَ)، ٢٨. ڳاڙهو ڪر، ٢٩. اوٺي، اٺن وارو، پنهون، ٣٠. جورَ سان، ڏاڍَ سان، زبردستيءَ سان، ٣١. (تڪو) پنڌ ڪر، وک وڌاءِ، ٣٢. ويجهي، ٣٣. جُتَ کي، ساٿيءَ کي، مددگار کي، جوڙيوال کي، ٣۴. هٿ ڪري، ٣۵. ڳهڙ، داخل ٿيءُ، ٣٦. جهنگَ ۾، بن ۾، ويراني ۾، سڃ ۾، ٣٧. هاڙهي ۾ (هاڙهو= لس ٻيلي جي اولهه ۾ جبلن جي هڪ قطار)، ٣٨. ڳول يا نهار (اڪيلو)، ٣٩. محبوب (پنهون)، هوت، بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي، پنهون سسئيءَ جو محبوب ان قبيلي مان هو، ۴٠. تڪليف، ڏک، ۴١. سچو حامي، سٺو مددگار يا همراهه، ۴٢. جبل، ۴٣. پار ٿي، اُڪري وڃ.

سُپِيرِيَان[1] جي سَنگ،[2] مُنڌَ[3] مِيڙَائو[4] تَو[5] ٿِئي.

④

جُتَ پِتي پُهُه جَاتَ،[6] هَاڙهي پُڄُ مَ هوت کي،
لَکَنِ[7] مِ لَطِيف چَئي، ٽِيندءِ پِيرَ[8] پَيمَاتَ[9]،
چَڏِ مَ گُسُ[10] گُنگَنِ[11] جو، وَنُ اُهَائِي وَاتَ،
ڳوڌَنِ[12] وَرَايَا[13] ڳَاتَ[14]، تُون پَڻِ هَلِج تَکِڙي.

٥

اَجَا تُون اَوَاتَ،[15] وَاتَان[16] پَاسي[17] وِسَرَي[18]،
سُونهَينِ[19] ٿِيءُ سُوَاتَ[20]، تَہ مَنجَهان دِلِ ڏُکُ[21] لَهَي[22].

٦

سُونهَان[23] چَائِينِ سُڌِ[25] نَہ ڏِينِ[24]، سَسُئِي پُڄُ مَ سي،
مَتَان تُوهِين[26] کي، وَاٽَان وِرسَائِين[27] کي.

⑦

سُونهَان چَائِين سُڌِ نَہ ڏِينِ، کونَہ سُجِي[28] سُونهُون،
ڏُکَائي[29] ڏُونهُون[30]، وَٽَان[31] مُون وَاٽَ ٿِئَا[32].

---

١. سپرينءَ پرينءَ، محبوب. ٢. سنگ سان، ساٿ سان، سٿ سان، جماعت سان. ٣. اي مُنڌ، اي زال. ۴. ميلاپ، گڏجاڻي. ٥. تنهنجي. ٦. جاٽ ۾، پنڌ ۾، واٽ ۾. ٧. جبلن ۾. ٨. قدمَ، پکَ. ٩. چيهون، ذرا ذرا، زخمي. ١٠. واٽ. ١١. جيڪي ڳالهائي نہ سگهن، بي زبانن يعني اٺن. ١٢. جوڌن، پهلوانن (اٺن ڏانهن اشارو). ١٣. ڦيرايا. ١۴. ڪنڌ (ڳاٽ ورايا= هلڻ شروع ڪيو). ١٥. غلط واٽ يا راهہ تي هلندڙ، گمراهہ. ١٦. واٽ يا رستي کان. ١٧. پري، دور. ١٨. اي ويسري، اي غافل. ١٩. واقف. ٢٠. سُواتَ جي، سڌيءَ واٽ يا راهہ جي. ٢١. درد، سور، فکر. ٢٢. ڪٽني. ٢٣. دور ٿئي. ٢٣. چاٽو، واقف ڪارَ. ٢۴. چوائين، سڏائين. ٢٥. خبر، چاڻ. ٢٦. تو. ٢٧. گمراهہ ڪن، مُنجهائين. ٢٨. پڌجي، موجود آهي. ٢٩. ٻاري، جلائي. ٣٠. ٻرندڙ ٻاهہ مان نڪرندڙ هوا، دُود، هلڪي ٻاهہ (دکائي دونهون= [محبت جي] ٻاهہ ٻاري). ٣١. کان. ٣٢. واٽ ٿِئا= هلئا وئا.

## ٨

اوجهڙ[١] اسُونهن[٢]، ڏيهُه[٣] گهٽوئي ڏورئو[٤]،
سَگُر[٥] رِءَ[٦] سُونهَن[٧]، پَهتي ڪَانَ پَنڌُ ڪَري.

## ٩

وِبهُه مَ وِسَاري پُڇَا[٨] ڪَر مَ پَنڌَ[٩] جي،
نِرمَلُ[١٠] نِهَاري[١١]، هَلَندِن[١٢] تَان نَہ هَٿ ڪِئو.

## ١٠

پُڇِين[١٣] جَان[١٤] بَروچُ[١٥]، تَان[١٦] پَاسي[١٧] ڪَر پَرهيِزَ[١٨] ڪي،
جَن ڏنو هُوتُ[١٩]، تَن دِين[٢٠] سَيِئي ڏورِ ڪِئَا.

## ١١

پُڇيو تَہ پُورِ[٢١]، نَان تَہ[٢٢] پُڇَڻُ هُوءِ[٢٣] نَہ پِرِينءَ ڪي،
ڏورَڻَ[٢٤] وَارِيُون ڏُورِ[٢٥] هَنڌِ[٢٦] نَہ آهِين هُوتَ ڪي.

## ١٢

پُڇَن سي پَسَن، جَنڌهين تَنڌهين پِرِينءُ ڪي،
ڏوريِنديُون ڏِسَن، اڱَڻ[٢٧] عَجيِبَن[٢٨] جَا.

---

١. اوجهڙ ۾ قاتل، خراب ۽ منجهائيندڙ رستي تي هلندڙ. ٢. ناواقف (عورتن) ، رهبر يا سونهين کان سواءِ. ٣. ملڪ. ٤. جهاڳيو، ڳوليو. ٥. سڳرَ تي، ڳس تي، واٽ تي، سڳر تائين، سات تائين، منزل تائين. ٦. سواءِ. ٧. واقف ڪارن، رهبرن، مرشدن. ٨. پڇا ڪر= خبر وٺ، جاچ لهُہ. ٩. منزل، مفاصلي. ١٠. پاڪ، صاف، نيڪدل، محبوب. ١١. ڳولي، ڍونڍي. ١٢. رلندڙن، گهمندڙن ڦرندڙن. ١٣. ڳولين، تلاش ڪرين. ١۴. جيڪڏهين. ١٥. بلوچ پهون سسئيءَ جو محبوب. ١٦. تہ پوءِ. ١٧. پري، دور (پاسي ڪر= ڇڏي ڏي، ترڪ ڪر). ١٨. رڪَ، ڪري، تقوي. ١٩. محبوب پنهون (هوت، بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو). ٢٠. ڌرمَ، مذهبَ، پنٿَ. ٢١. (جيڪڏهين) پڇا ڪرين ٿي يا ڳولين ٿي. ٢٢. پنڌَ ڪرَ (محبوب ڏي) رڙهہ يا اڳتي وڌ. ٢٣. ٿيندو يا هوندو. ٢۴. ڳولڻ. ٢٥. پري. ٢٦. اصل، هرگز. ٢٧. گهرن جا اَحاطا، صحن، آستان، رهڻ جا هنڌ. ٢٨. محبوبن.

## ۱۳

ڏُورِ[1] مَ تُون ڏوريِجِ[2]، صَبُرُ[3] ڪَرِ مَ سَسُئِي،
پُرَڻُ[4] چَڏِ پيرَنِ[5] سين، وِهَڻُ وِسَارِيجِ[6]،
سَڏُنِ[7] جَا سَيَدُ چئي، لاَڳَاپَا[8] لاَهِيجِ[9]،
هِنيين[10] سَاڻُ هَلِيجِ، پَنڌُ[11] پَاسِي پَرِ[12] نِبرِي[13].

## ۱۴

سَؤُ ڪوهَنِ[14] سَيَڪَا[15] ڪَري، تُون ڪُهِي[16] ڪَٽِجِ وِکَ[17]،
تَاٽِجِ[18] مَ مَنجَهَان تِکَ[19]، پَنڌُ پَاسِي پَرِ نِبرِي.

## ۱۵

ڪُهِي[20] جَا ڪَنيَائِين، تَنهِين وِکَ ويجهِي[21] ڪِي،
چِڪِي[22] چِنَائِين[23]، پَنڌُ مِڙوئِي پَبَ[24] جو.

## ۱٦

ڪُهِجُ[25] مَ اُجَان[26] ڪيِهَ[27]، گَرِدَ[28] پَسُ[29] گُنگَنِ[30] جِي،
ڏُکِي[31] مَنجهَان ڏيهَ[32]، نِڪِرُ نَانهِ[33] ڪُلِهِي[34] ڪَري.

---

۱. پري، ۲. ڳولج، نهارج، ۳. ماٺ، سانت، خاموشي، ۴. هلڻ، پنڌ ڪرڻ، ۵. قدمن، ٦. ڀلائي ڇڏج، دل تان لاهي ڇڏج، ۷. خواهشن، تمنائن، ۸. تعلق، ناتا، ۹. ترڪ ڪج، توڙي ڇڏج، ۱۰. دل، ۱۱. مفاصلو، سفر يا مسافري (عشق جي)، ۱۲. پاسي پر= پاسي وراڻ يا چورڻ سان يعني تمام ٿوري وقت ۾، گهڙيءَ ساعت ۾، ۱۳. پورو ٿئي، ختم ٿئي، ۱۴. واحد ڪوهہ، پنڌ جي ماپ جو هڪ ماپو، ٻن ميلن جو مفاصلو، ۱۵. سيبئي (زالون)، هر هڪ زال، ۱٦. اي ڪُهي، اي ٿڪل، اي ماندي، ۱۷. هڪ وک يا هڪ قدم (صرف)، ۱۸. (پنڌ کي) ڇڪج، ۱۹. تيزيءَ، چوهہ، ۲۰. ٿڪجي، ڪڪ ٿي، بيزار ٿي، ۲۱. (محبوب کي) اوڏي، نزديڪ، ۲۲. سَٽ ڏيئي، ۲۳. ختم ڪيائين، ۲۴. سنڌ صوبي اولهہ طرف هالار جبلن جي ڏکڻ ۾ واقع جبل، ۲۵. ٿڪج، ۲٦. جاڻ تہ. اِجها هيءَ، ۲۷. مٽي، خاڪ، پٽي، ۲۸. غبار، دڙَ، پٽي، ۲۹. ڏس، ۳۰. نہ ڳالهائيندڙن، بي زبان جانورن يعني اٺن، ۳۱. ڏک جي ستايل، تڪليف ۾ مبتلا، ۳۲. ملڪ، ديس، ۳۳. نيستي، نابودي، ۳۴. ٻاڻ سان ڪٺي (ڪلهي تي يا ڪنڌ تي رکي).

## ١٧

اِيءُ کَمُ[1] ڪوهِيارَنِ[2]، جيئَن ڪُهِيُون[3] ڪَٺَنِ پاڻُ سين،
اَڏَرَ[4] نڌَرَ پانهنجي، سَڀِ نِباهيو[5] نينَ[6]،
ڇَڏيو وَجو ڇِپَرين[7]، هيئَن تان هوتَ[8] نہ ڪَنِ،
ڏونگَرَ[9] مَنجهہ ڏيَنِ، دِلاسا[10] دَرمانديين[11].

## ١٨

ڪِ[12] ڪي[13] ڪَڙِيان[14] پيَرَ[15]، ڪِ ڪَڙهان[16] ڪيچَ ڌَڻين[17] ڪي[18]،
اِيءُ ڏُنءُ[19] ڏيئي ڏيرَ[20]، پاڻان[21] پَراهان[22] وِئا.

## ١٩

ڪَڙهہ پَڻ ڪيچَ ڌَڻينِ ڪي، ڪَڙ پُڻ پيرَ سَندان[23]،
اِنهيءَ[24] پَرِ اُتانِ[25]، پُوندينءَ مُنڌَ[26] پَهاڙَ[27] ۾.

## ٢٠

ڪَڙهي ۾ ڪَڙي، پَرِ[28] ۾ پيرُ پُنهونءَ جو،
سِڪَ[29] بِڌائين سَندرو[30]، جانِبَ[31] لاءِ جَڙي[32]،
لَکَنِ[33] سِرِ[34] لطيف چئي، مُنڌَ جهيڙي[35] ۾ جهڙي[36].

---

١. فرض، ذميداري، ٢. ڪوهہ يعني جبل ۾ رهندڙن (سسئيءَ جي محبوب پنهون ڏانهن اشارو)، ٣. ٽڪلون، ضعيف يا ڪمزور (زالون)، ۴. بنان آڌارَ يا ٽيڪ، بي واهيون، بي وس، نڌر، بي سهاريون، ۵. نڀاڙيءَ تائين ساٿ ڏيو يا دوستيءَ جو حق ادا ڪيو، ٦. وڻيو وڃن (پاڻ سان)، ٧. ڇپرن ۾، جبلن ۾، ٨. محبوب، سجڻ (هوت، بلوچ قوم جو هڪ قبيلو اهي، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيل جو هو)، ٩. جبل، ڇپر، ١٠ آسرا، ڏڍ، آٿت، ١١. درماندين کي، پريشان يا بي واهين يا بي وس يا مجبور (عورتن)، کي، ١٢. يا، ١٣. ڪجهہ، البت، ١۴. ليکيان، نهاريان، ١۵. (پنهونءَ جي قافلي جي) پيرن جا نشان، ١٦. فکر يا ڳڻتي ڪريان، ١٧. ڪيچ جي مالڪن يعني سسئيءَ جي محبوب پنهونءَ ۽ ان جي مائٽن، ١٨. لاءِ، ١٩. ڏکَ، عذابَ، ڏنجهہ، جَلَ، ڪام، ٢٠. مڙس جا ڀائر، ٢١. پاڻ خود، ٢٢. ڏور، پري، ٢٣. انهن جا، ٢۴. انهن جا، ٢۵. ريت، ٢۵. انهن تي، انهن جي مٿان، ٢٦. اي منڌ، اي زال (سسئي)، ٢٧. جبل، ٢٨. ڳجهہ ڳوهہ ۾، ٢٩. سڪ جو، محبت يا پيار جو، ٣٠. چيلهہ کي ٻڌڻ لاءِ ڪپڙو يا پٽو (چمڙي جو)، ٣١. محبوب، ٣٢. چڱيءَ طرح، ٣٣. جبلن، ٣۴. سان، ٣۵. جهيڙو ڪري، ٣٦. ڏک يا ارمان ڪري.

پَٽيءَ[1] ٿان[2] نہ پَڙي[3]، جي[4] عُمر[5] سَبُ[6] ايئن ڪَري.

## ٢١

لُڇي[7] ڪِين ڪُڇي[8]، آتي[9] مُنڌَ[10] اَندوهَہ[11] ۾،
پَرِ ۾ پير[12] پُڇي[13]، لاَلَڻَ[14] جو لَطيف[15] چئي.

## ٢٢

اُجهي[16] مُنڌَ اَوبَرَ[17]، اَنَ ئي پَهرَ* آتَ[18] ۾،
وِيس وبرَپو[19] ڪَري، ڏُونگَرَ[20] چَڙي ڏيرَ[21]،
لَڙئي[22] سِجِ[23] لطيف چئي، پَبُ[24] نہارَي پيرَ،
ڪَهِي[25] جا ڪُوبَرَ، سا هادِي[26][27] ميڙِبين[28] هوَتَ[29] کي.

## ٢٣

بَلَرِ[30] لَڳو بانُ[31]، پَسو[32] جو ءِ ذَرا[33] تي[34]،
سا مُنڌَ مَري نہ جِيئي، پيئي پَچَارَي[35] پانُ،
سَسُئي سُورَنِ سانُ[36]، سَنيُوڙي[37] سَيَدُ چئي.

## ٢۴

ٿَڪُ[38] تہ ٿِيين ٿانءِ[39]، پَهتي ڪانہ پَنڌُ ڪَري،

١. پٽيءَ سان، (پنهونءَ، سسئيءَ جي محبوب جي پيرن جي) خاڪ يعني مٽيءَ سان. ٢. مرڪز. ٣. برابر ٿئي. ۴. جيڪڏهين. ٥. حياتي، جمار، زندگي. ٦.سموري، سڄي. ٧. ڦٿڪي، تڙپي. ٨. شڪايت ڪري. ٩. ڳري، نجهري. ١٠. زال، عورت (سسئي). ١١. غم، ڏک، فڪر. ١٢. ڳجهہ ڳوهہ ۾. ١٣. پير جو نشان. ١۴. ڳولي، نهاري. ١۴. محبوب پنهونءَ. ١٦. رلي، ڀٽڪي. ١٧. اوير ٿائين، دير ٿائين، *ائي پهر= سڄو ڏينهن ۽ رات. ١٨. خرابَ واٽَ، منجهائيندڙ يا ڏکئي رستي. ١٩. دشمني. ٢٠. ڏونگر ۾، جبل ۾. ٢١. مڙس جا پائر. ٢٢. لهڻ يا غروب ٿيڻ وقت. ٢٣. سج جي. ٢۴. پٻ (جبل) ۾ (سنڌ جي اولهہ ۾ هالار جبلن جي ڏکڻ ۾ جبلن جي قطار کي پٻ چوندا آهن)، ٢٥. هلي، پنڌ پئي. ٢٦. دير سان. ٢٧. اي هادي، اي رهبر. ٢٨. ملائيين. ٢٩. محبوب پنهونءَ (هوت. بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي، پنهون ان قبيلي جو هو). ٣٠. ٻلر کي (ٻلر= ٻارڙي، ننڍڙي ڇوڪري، ننڍي جوان زال يعني سسئي). ٣١. (عشق جو) تير. ٣٢. ڏسو. ٣٣. زال. ٣۴. ٽڪر يا ڳيا (گوشت جا). ٣٥. پٽوڙي، ڪشالا ۽ تڪليفون ڪري. ٣٦. ڏکن، تڪليفن. ٣٧. سنبريل، تيار ٿيل. ٣٨. ڪهج، (پنڌ ڪري ڪري) ماندي يا عاجز ٿيءُ. ٣٩. ٿانءِ يعني ٿان پيڙي، ماڳاٽي، منزل پيڙي يا منزل حوالي.

سي لاَلَڻَ[١] هَنيُون لاَءِ[٢]، مَنجَهان حُجَ[٣] هَلَنِ[٤] جي.

٢٥

تَڪِيائِي[٥] ٿَرُ[٦] تيلهه[٧]، چَڙُهه چُڪِيائِي[٨] چوٽين[٩]،
هَلَندي هوتَ[١٠] پُنهون ڏي، پَئُوَ[١١] مِڙيئي[١٢] پيلِ[١٣]،
اُتِي رائو[١٤] ربلِ[١٥]، وِيَنِيَنِ تَان وارِي[١٦] وَري.

٢٦

پَسو[١٧] پَرَاوَنِ[١٨]، سورَنِ[١٩] آڏِي[٢٠] سَسُئِي،
پُرَاِيَا[٢١] پَنهِنجَنِ، وِجَهنِ وِيچَارِيءَ تي.

٢٧

سُورَ ڪنهَن[٢٢] مَ سَلُ[٢٣]، مَچُڻُ[٢٤] جَبِ جَرَاتئين[٢٥]،
هَڏُ ڪَرنگهَرُ[٢٦] مُڪُ[٢٧]، مَنجهِئِي[٢٨] مَحَوُ[٢٩] تِيي.

٢٨

ڪُجَازو[٣٠] ڏيئي، آئون مِڙَندِي[٣١] پريَنءَ ڪي،
سَرُ[٣٢] تِي سُنَتَ[٣٣] يَانِيان، سَجِيندِيَس[٣٤] سوئِي،
اوڙَڪِ[٣٥] اُهوئِي، وِجَهندِيَس پِيشِ[٣٦] پُنهُونءَ جي.

---

١. محبوب، سجڻ، ٢. "لا" ۾، نيستيءَ ۾، عدم ۾، نابوديءَ ۾ (هنيون لاءِ= نيست يا نابود ڪيون)، ٣. گستاخيءَ، گهرائپ، ۴. رَوش اختيار ڪن، ٥. ٿڪ واري حالت ۾، ٦. رڻ پٽ، ريگستان، جابلو علائقو، ٧. (ٿر ۾) پنڌ ڪر يا اڳتي وڌ، ٨. ٽڪل، ماندي، ٩. (جبل جي)، چوٽين تي، ١٠. محبوب پنهونءَ ·(هوت، بلوچ قوم جوهڪ قبيلو آهي، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ١١. خوف، خطرا، ١٢. سڀيئي، ١٣. نابود ڪر جيئن جانور پوک کي کائي ناس ڪندا آهن، ١۴. جبل جي ريتي يا سنهي واري، جبل، ١٥. الٽ پلٽ ڪر، اٿلاءِ، (رائي ۾) پنڌ ڪر، ١٦. ريتي (واري وري = ريتي چڙهي وڃي)، ١٧. ڏسو، ١٨. پرائن جي، ڌارين جي، ٻين جي، ١٩. سورن کي، تڪليفن کي، دردن کي، ٢٠. رنڊڪ وجهنڌڙ، روڪيندڙ، پنهنجي پاڻ تي وسائيندڙ، ٢١. پارايا، ڌوراپا، ٢٢. ڪنهنکي، ٢٣. پڌاءِ، ٢۴. جڀَ کي، زبان کي، ٢٥. تَوءِ ڏئين (عشق جي درد جي ڳالهہ ظاهر ڪرين)، ٢٦. پنيءَ جو ڪنڊو يا هڏو، هڏن جو پڃرو، بدن جو ڍانچو، ٢٧. هڏن جي چربي يا وَهُ، هڏن ۾ اندر طاقتور ڳودو يا مادو، ٢٨. اندر ۾، ٢٩. گم، ناس، فنا، ٣٠. ڇا، ٣١. ملندي، ٣٢. مٿو، سِسِي، جان ۽ جسم، ٣٣. نذرانو، ڀيٽا، ٣۴. آڇيندِيس، نذرانو ڏينديس، پيش ڪنديس ٣٥. بالآخر، نيٺ، ٣٦. اڳيان.

## ٢٩

جَان[1] سَامَاٽِيڻَ[2] سَسُئِي، تَہ ويس[3] وِڙَنِ[4] جو ڪَرِ،
لائي[5] لُنگُ[6] لطيف چَئي، ٿِيءُ بيڪاريَاٽي[7] بَرِ[8]،
تہ ويندي پوي[9] وَرِ، اِگِيَان هوتُ[10] حُضُورَ[11] ۾.

## ٣٠

سَسُئِيءَ ڪي سَڏَ[12] ٿِيو، اَسَان[13] اولاٽُو[14]،
پَنڌُ[15] نہ پِجَاٽُو[16]، اَڻَ[17] ڪوني ڪَانَ ڪَري.

## ٣١

سڻُ[18] تُوں[19] سَنگَ[20] نہ واتَ[21] بَانيَڻِ[22] بَروچَنِ[23] سين،
ليڙَنِ[24] ڏَٽي[25] لَجَايا[26]، ڪَاهِيَائُون[27] ڪَنواتَ[28]،
جُهوتي[29] ڏيئي جَهاتَ[30]، سَبَبَ[31] اِنَ[32] سُتي وِئا.

## وائي ١

وَجِي وجي ٿِينديَاسِ[33] وبجهي وبجهي، پَسَڻَ ڪَارَڻِ پِرينءَ جي وو،
آڏَا ڏُونگَرَ لَڪيُون، موتِجِ مُحِبَ مجيجي[34] وو مجيجي،
پُچَان واتَ پَنهوارَ[35] تُو[36]، بَيَڙَ آهيَان[37] بيجي وو بيجي.

---

١. جنهن صورت ۾. ٢. پيدا ٿي آهين. وجود ۾ آئي آهين. پڇي راس ٿي آهين. ڪمال کي پهتي آهين. ٣. لباس. پوشاڪ. ۴. واحد وڙ= بدچال. ڪميڻو. بي شرم. ۵. ٻڌي. ٦. لانگوٽو. ڪڇو. چوٽو. گوڏ ٻڌڻ جو ڪپڙو (لنگ لائي= سنبري. تيار ٿي). ٧. فقيرياڻي. پنڌي. پرديس ۾ پنندڙ. فقيرائو لباس پائي گهمندڙ. ٨. بر ۾. رڻ پٽ ۾. جبل ۾. ٩. ور پوي= ملي. هٿ چڙهي. حاصل ٿئي. ١٠. محبوب پنهون (هوت. بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي. سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو). ١١. دربار. ڪچهري. ١٢. ڪوٺ. طلب. پڪار. آواز. ١٣. اسانکي. ١۴. روڄ رنڄ. ڪُٽتي. پوڙ. پار کي نند ڪرائڻ لاءِ لولي. ١۵. مفاصلو. ١٦. هلڻ جي لائق. آسان. ٿورو. محدود. ١٧. اڻ ڪوني= بنان سڏ يا طلب يا ڪوٺ. ١٨. ٻُڌ. ١٩. تنهنجي. ٢٠. سنگ جي. عزازت جي. مائٽيءَ جي. ٢١. رشتو. ناتو. ٢٢. اي ٻانيڻ. اي سسئي (جيڪا اصل ٻانيڻ جي گهر ۾ پيدا ٿي هئي). ٢٣. بلوچن. پنهونءَ ۾ ان جي مائٽن. ٢۴. ليڙن جا. انن جا. ٢۵. مالڪ يعني پنهون ۽ ان جا مائٽ. ٢٦. شرمسار ٿيا. ٢٧. هڪلي وٺا. ٢٨. (نوجوان) اُٺ. ٢٩. جهوٽي ۾. ننڊ ۾. ٣٠. جلدائي. تڪڙ (جهات= جلدائي ڪري). ٣١. جي ڪري. ٣٢. لڄ يا شرمساري ڏانهن اشارو آهي. ٣٣. آئون ٿينديس. ٣۴. راز محرم. حال ڪان واقف. ٣۵. اي پنهوار. اي ڍڻار. (جيڪو سسئيءَ کي رستي ۾ مليو هو ۽ مٿس عاشق ٿيو). ٣٦. توکان. ٣٧. زال. جوءِ.

جَا نَہ هَلَندِي هوتَ[1] ڏي، پِيءُ[2] تَهِين جو پَازِي[3] وو پَازِي،
نَمُ[4] گهُرجي نيڻهَن[5] جو، آهِيَان آئُون[6] اَروجِي،
ڪَرَهَا[7] ڪيچ[8] ڏَٽِيَن[9] جَا، جوڙي[10] مَنجهہ جَمَازِي[11]،
وِينديَس تَهِين وَرَ[12] ڏي، آهِيَان زَالَ[13] جَهِين جِي،
جَا نَہ پُرَندِي[14] پِرِينءَ ڏي، سَا تَان مِلڪَ[15] مَئِي[16] جِي.

وائي ۲

مُون ڪي جَهلَ[17] مَ پَايو[18]، جيڏيُون[19] آئُون هَلَندِي هوتَ ڏي،
هِيءُ جو بَارُ[20] پَنيُورَ[21] جو، لُونِيءَ[22] تَان سَبِ لَاهِيو،
آهي عَاجِزِن[23] تي، سُپِيرِيَان[24] جو سَايو[25]،
ڪِينَ وهنديَس ڪُندَ[26] ۾، نَہ مُون[27] پَيءَ[28] نَہ پَايو[29]،
ڪُنَلِ[30] ڪَجَائَنِ[31] ۾، چَاڙهي هِيءَ هَلَايو،
وهَاري وَطَنَ ۾، شُهَدِيءَ[32] ڪي مَ سَڪَايو،
مُنهِنجو پَنڌُ[33] پِرِينءَ[34] ڏي، رِبِّي[35] تَان مَ رَهَايو[36].

وائي ۳

هوتَ بَاروچِي[37] سَاڻُ، جيڏيُون جيڏيُون مُنهِنجي جِيءَ[38] جُون ڳالهِيُون،

---

۱. محبوب، پنهونءَ (هوت، بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ۲. والد، ابو، بابو، ۳. نيچ، گهٽ درجي وارو، ڪميڻو، ۴. پاڻي، آلاڻ، ريج، ۵. عشق، ٦. ريج کان سواءِ، خشڪ، سڪل، ۷. اٺَ، ۸. ڪيچ جي (ڪيچ، مڪران رياس جو هڪ شهر آهي پنهون ان شهر جو رهاڪو هو)، ۹. مالڪن، ۱۰. جوڙي منجهہ= جوڙو جوڙو يعني ٻہ ٻہ ٽي (هلنڌڙ)، ۱۱. اوٺي، پانڌيڙا، ۱۲. مڙس يا ڀتار، ۱۳. جوءِ، ۱۴. هلندي، ويندي، ۱۵. ملڪيت (زال)، ۱٦. مهاڻي، ۱۷. روڪ، ٻل، رنڊڪ، ۱۸. وجهو، ۱۹. اي جيڏيون، اي سرتيون، ۲۰. جوابداري، ميارَ، ۲۱. ٺٽي ضلعي ۾ هڪ قديم شهر، سسئي ان شهر جي رهاڪو هئي، ۲۲. مٽن مائٽن کان سواءِ، بي عزت قص، سڙيل، جليلَ، ۲۳. بي وس، بي واهن، ٽڪلن، ۲۴. پرينءَ، محبوب، ۲۵. ڀاڃو، مهرباني، ۲٦. گوشي، پاسي، (ڪنڊ ۾ وهڻ= ماٺ ڪري وهڻ، همت هارڻ)، ۲۷. مون کي، منهنجو، ۲۸. پيرَ، بنياد، ۲۹. ٽيڪ، آڌار، ٿنڀ، ۳۰. ڪٺل کي، وڇوڙي جي ستايل کي، مصيبت جي ماريل کي، ۳۱. واحد ڪجائو، ماڻهن وهڻ لاءِ اٺ تي رکيل ڪاٺ جي ڏولي، محمل، ۳۲. سڪندڙ، غريب، نماڻي، ڪميڻي، ۳۳. هلڻ، وڃڻ، ۳۴. محبوب، ۳۵. دلبو يا فريب ڏيئي، ٺڳي، ۳٦. ترسايو، ۳۷. بلوچَ (پنهون)، ۳۸. دل.

چَڙهي ڏُونگَرَ[١] چوٽِيين[٢]، پُرزا ڪَنديَس پاڻُ[٣]،
چُلِيَ[٤] پِينِيَسْ[٥] چَپَرِين[٦]، سَنگَ[٧] تُنهنجي سانُ،
رُلِيَ[٨] چُلِيَ چَپَرِين، يارَ[٩] وِجايُمِ جاڻُ[١٠]،
هَتَان[١١] هَڏَ[١٢] نَہ چَڏِيان، سَندو[١٣] نيهَن[١٤] نَڏاڻُ[١٥]،
نَصِيبُ[١٦] ڪَرِ نَہ[١٧] سُئِيءَ ڪي، پُنهُونءَ[١٨] اُنَ[١٩] وَٿاڻُ[٢٠].

وائي ۴

پَلَڪُ[٢١] نَہ رَهيّ[٢٢] دِلِ[٢٣] تو ري[٢٤]، وَرُ[٢٥] مِيانَ[٢٦] صاحِبَ[٢٧] خانَ[٢٨] بَلوچا[٢٩]،
اُنَ چارِينديَس اُن جا، مَٿان[٣٠] سي ٽَڪَرَ[٣١] ٽوري،
ڏُکَ[٣٢] لاهِينديَس ڏيلَ[٣٣] جا، ساڻُ عَجِيبَن[٣٤] اوري[٣٥]،
ڪانگَ ڪيندَمِ[٣٦] ڪيچَ جا، ماسُ[٣٧] چُنجَن[٣٨] سان چوري[٣٩]،
ڏينديَس ماهُہ مِرُن[٤٠] ڪي، مَٿان[٤١] ڪُلَهن ڪوري[٤٢]،
آريَاڻي عَبدُاللطيفُؒ چَئي، سارَ لَهَندَمِ سوري.

وائي ۵

مُون اَنڌيءَ ڏي اَڄُ اِيندا، هوتَ سَلاَمَتَ سُپِرِين،
سَنگَ نَہ ڪَندا سُڪَ سِين، سُورَ سَگِيٽا ٽِيندا،

---

١. ڏونگر جي، جبل جي. ٢. چوٽين تي، بلندين تي. ٣. پنهنجو بدن يا جسم. ۴. ٻٽڪي، ٽلڪي، ٽولاڪا کائي. ۵. ڳهڙيس، داخل ٿيس. ٦. ڇپرن ۾، جبلن ۾. ٧. ناتي، تعلق، لاڳاپي. ٨. هلي، ٻٽڪي. ٩. اي يار، اي دوست. ١٠. هوش، سمجهہ، عقل. ١١. هت مان، وس مان. ١٢. بنهہ، اصل. ١٣. جو. ١۴. عشق، محبت. ١۵. گهر، آستان. ١٦. ميسر، (نصيب ڪر= ڏيکار). ١٧. نہ سُئي= نہ ٻڌل، گم نام. ١٨. پنهونءَ جي (پنهون سسئيءَ جي محبوب جو نالو آهي). ١٩. اُنَ جو. ٢٠. آستان، وهڻ جي جاءِ. ٢١. گهڙي، ساعت، تمام ٿورو وقت. ٢٢. ٽڪي، ترسي، ماٺ ڪري، آرام ڪري. ٢٣. مَنُ. ٢۴. کان سواءِ. ٢۵. موٽُ، واپس اچ. ٢٦. سردار، مالڪ، ڌڻي. ٢٧. دوست، ساٿي. ٢٨. سردار. ٢٩. اي بلوچ، اي پنهون. ٣٠. جبل. ٣١. ٽهلائي، هلائي، گهمائي. ٣٢. تڪليفون. ٣٣. بدن، جسم. ٣۴. دوستن. ٣۵. بيان ڪري، ٻڌائي. ٣٦. منهنجو ڪائيندا. ٣٧. گوشت، ماھ. ٣٨. چنهنبن. ٣٩. پٽي، چني. ۴٠. جانورن. ۴١. تان، مان. ۴٢. ڪپي، وڍي.

پَرتِ[1] نِيندا[2] پاڻَ سين، چُوري[3] تان نہ ڇَڏيندا،
پَلئي[4] لائي[5] پانهنجي، نِي[6] ڪي اُت نِيندا،
رِڪي ڳُل[7] ڳِلنِ[8] تي، نِينهن نِياپو ڏِيندا.

## وائي ٦

ڪِهڙو سَنگُ[9] سِنياڪو[10]، هاري[11] تَنِ هوتَنِ سين،
آئون هيڪلي حَبَ[12] ۾، نہ مُون مَٽُ[13] نہ ڪاڪو[14]،
مُنڌ پيادي پَنڌ گهٽو، نہ مُون اُٺُ نہ ناقو[15]،
هُوءَ جا پِڪَ پُنهُونءَ جي، ڇَتيان[16] تنهن چُئاڪو[17]،
پَسَڻَ ڏاران پِرينءَ جي، فَقير[18] پوءِ[19] ۾ فاقو[20]،
ڇَڙهي نہ سَگهان ڇوٽيين[21]، ڏُونگر ڪونهي ڏاڪو[22]،
پِرين پُڇَنديس پَبَ ۾، وَٽِ وَٽِ وِجهنديس واڪو،
وِڄُ[23] ۾ پوءِ وِصالَ ۾، لِڪَ[24] ۾ پوءِ لِياڪو[25]،
آرِيءَ جو آتَڻ[26] ۾، پُڇَنديس پاڻَ پَهاڪو[27].

## وائي ٧

ڪا جا ڳالِهہ هُئي، ٻاروچي جي مَنَ ۾،

١. ڏوهڻ، ڪنياڻي. ٢. وٺي ويندا. ٣. اها چوڪري جنهن جو ماءُ پيءُ مري ويا هجن. لاوارث. ۴. پلئہ سان، ڪپڙي جي پلاند يا چيڙي يا قميص يا چولي جي دامن سان. ۵. لڳائي (پلئي لائي= پاڻ سان گڏ). ٦. ڏوهڻ. ڪنياڻيءَ. ٧. ڳچي، ڳلو. ڪنڌ. ٨. ڳٽن، رخسارن. ٩. مائٽي، دوستي. ١٠. عزازت. ١١. بي عقل، موڳي. ١٢. هڪ ندي جيڪا بلوچستان جي صوبي مان وهي اچي ڪراچي جي اولهہ ۾ عربي سمنڊ ۾ پوي ٿي. حب نديءَ واري ميدان. ١٣. مائٽ، عزيز. ١۴. پيءُ جو ڀاءُ، مائٽ. ١۵. اٺ، ڏاچي. ١٦. زبان سان، چوسيان. پيان. ١٧. ڦڙو. ٿورو ذرو. ١٨. گداگر. مسڪين، غريب. ١٩. پوي. ٢٠. مفلسي، ڪنگالپڻو. لنگهڻ. ٻڪَ (محبوب جي ديدار جي). ٢١. (جبل جي) چوٽين تي يا بلندين تي. ٢٢. پير رکڻ جي جاءِ، پائدان، زينو، پوڙي. ٢٣. وٺي، ويڇو، دير. ٢۴. ذرو، ٿورو. ٢۵. راز يا ڳجهہ جي پڌرائي. ٢٦. سٿَ ڪتڻ واري جاءِ، محفل خاني. ٢٧. رستو، واٽ، صلاح، نصيحت.

سِــرُ[1] سَـنـگـهَــرِ[2] پُــرِ[3] پَـتِــيـين[4]، تُــون جَــا[5] لـوِڪَ[6] سُــئـيُ[7]،

سَـسُــئـي سَـنـگـهَــرَ پَـتِــيـين، ڪـيــرُ چَــوَنــدو مُــئـي،

پَــنـڌُ ڪَــريــنــدي پِــريــنءَ ڏي، ڪَــڏهِــين ڪَــا نَــہ ڪُــهـيُ[8]،

آنُ[9] ڪَــا ڏِنــي اونِــيــا[10] ڪـــيــرِن پَــاسُ[11] ڪُــهـــي.

## وائي ۸

جيڏيُون آئُون تَان نَہ چَوَندي لو، ڏُکُ[12] ڏوراَپو سپِٽن[13] ڪي صَريحُ[14]،

سَــنـگَــا[15] وَجَــنِ سَــرَتِــيــون، مِـنَــتَ[16] مـــوتَــنِ مَــان[17] نَــہ،

پِــيـنَــر پِــيِــٽي[18] حُـجَ[19] جـي، ڪـوهِـيَــاري سِين ڪَـانَــہ،

سـو تُــون صَــاحِــبُ[20] آهِــيـين، جـو نَــہ پِــيِــرَائِـيـين[21] پَــانَ[22]،

سُــوالِــي[23] سَــمَــگِــئَــا[24]، دَاتَــا ڏِيــئِــي دَانَ.

## وائي ۹

اَدَا ڙِي ڏوتِــيُ[25] پُــچِــان[26] تــوُ[27] تِــي، ڪـيــچ رَسَــنــدِيَــسِ ڪِيئَن،

ڪــو ڏَسُ[28] مُـــون ڏي،

نَــہ آئُــون سَــمِــي نَــہ سُــومِــري، نَــہ آئُــون جَــتِ[29] نَــہ اونِــي،

---

١. رڙهہ. پنڌ ڪر. هل. ٢. سنگهر ڏانهن (سنگهر جو مڪان پنيور کان اٽڪل ٦٤ ميلن جي مفاصلي تي جبلن جي گول قطار ۽دائري اندر هڪ وڏو ميدان آهي جنهن ۾ جبلن جو قطارون زنجير وانگر ڪڙو ڪڙي سان آهن ۽ ڪنڊين جي وٽن جون قطارون بہ زنجير وانگر آهن. سسئيءَ ۽ پنهونءَ جون قبرون هن ميدان ۾ آهن). ٣. هَلُ. پنڌ ڪر. ۴. پٽين ۾. ميدانن ۾. ۵. جنهن صورت ۾. ٦. لوڪ ۾. ماڻهن ۾. ٧. بڌي. مشهور ٿي. ٨. ٺڪي. ماندي ٿي. ٩. اوهان. ١٠. واحد ڪيري. جابلو وڻ جو قسم. ١١. وٽ. ڀرسان. ١٢. شڪايت. ڏوراپو. اوپالو. ١٣. سڄڻن. پيارن. ١۴. کُليو ڪلايو. ظاهر. ١۵. سڱ جي لحاظ کان. ناتي جي لحاظ کان (سنگا وڃن= سنگ جي لحاظ کان ڪاوڙجيو وڃن). ١٦. منٿ تي. آزي نيازيءَ تي. ١٧.مان نہ= شال. ١٨. جاءِ. وات. حد. مجال. ١٩. دوستاني ناتي. گهرائپ. حجت. دعوي. ٢٠. مالڪ. ڌڻي. ٢١. موٽائيين. واپس ڪرئين. ٢٢. پينو فقير. مڱڻهار. منگتا. ٢٣. سوالين کي. سائلن يا عرضدارن کي. گداگرن کي. ٢۴. نوازيو. راضي ڪيو. ٢۵. ڏٿ وڪڻندڙ يا ڏٿ ڪائيندڙ. جهنگل جي ٻين تي گذران ڪندڙ. ٢٦. معلوم ڪريان. خبر وٺان. ٢٧. تو کان. ٢٨. پتو. پارَ. سونهپ. سُڌِ # نہ سمن جي خاندان مان آهيان ۽ نہ سومرن جي يعني وڏ گهراڻي نہ آهيان. ٢٩. اٺ واري. جَتُ.

اُنهين مَنجَهان آهِيَان، جي بَانيَڻَ[1] پَڙهَن پوتِيِ[2]،

سَنجهي وِئَڙو سُپرِين، سَاجَنُ پُڇَان سو تِي،

روبو چُئَان رُجُنِ[3] ۾، هَيْ[4] هَي هَٿَ[5] ڪوهُہ[6] تِي،

هَلِج هوتَ پنهونءَ ڏي، مَنجَهان نينهَن نِڪُو[7] تِي،

آتَڻُ[8] وِجهي آڳِ[9] ۾، مَنجهَان جوئِنِ[10] جوءِ تِي،

پَرِيَتَ تِيندِيَس[11] پُنهُون پُڇنديَس، پَڃَاڙينديَس[12] پوتِيَ[13]،

هِتَان تي هوتُ وِئو، جَتُ پُڇِين جو تي،

سَنجهي سَاتَ پَلاٽِئو، تو پَلاٽِئو پوءِ تِي.

## وائي ۱۰

اوڏي[14] آيس جَان[15] پِريَان جي پيچِڙي[16]، وِيجهي[17] وِندُرَ[18] جَنِ وَرَنِ[19]،

مَدي[20] نَہ هُيَنِ مَنَ ۾، ڪيچَان[21] ڪوهُہ[22] اَچَنِ،

جي تو اوڏا پَانيَا، ڏُونگَرَ ڏُورِ ڏَسَنِ[23]،

آٽي بَذَا اونيين[24]، موتي ڪي مَيَنِ[25]،

آٽي لاَتيون اونيين، لَڏُون[26] پَر[27] لَڪَنِ[28]،

وِندُرِ وَائِي جَا وَهِيِ[29]، مُون ڪي سَا نَہ سَلَنِ[30]،

---

١. برهمڻ، مسر، هندن جا مرشد يا ٻاوا، ٢. هندن جو ڌرمي ڪتاب، ٣. بيابانن ۾، رڻ پٽن، ۴. هاءِ افسوس، ۵. هٿ ڪي، بدن ڪي، ٦. ڪوهہ تي= ڇا تي ويو، ٧. صاف، پاڪُ، اَڇي اُجري، ٨. سٽ ڪتڻ جي جاءِ، زنان خانو، ٩. باهہ، آتش، ١٠. زالن، ١١. ڏوہڻ، ڪتياڻي، ١٢. (پٽ تي)، هٿنديس، ستينديس، اڇلائينديس، ڏٺنديس، ١٣. زال جي مٿي تي اوڍڻ جي گندي يا چادر، چُني، ١۴. ويجهي، ١۵. شايد، ١٦. رستي، واٽ، ١٧. لس ٻيلي ۾ هڪ نئين جو نالو، ١٨. جي، واري، ١٩. واٽن، رستن، ٢٠. برائي، بدخواهي، دغا، ٢١. ڪيچ ڪان (ڪيچ رياست مڪران جيهڪ شهر جو نالو آهي)، ٢٢. ڇو، ڇا لاءِ، ٢٣. ڏسڻ ۾ اچن، آهن، ٢۴. اٺن وارن، جٽن، پنهونءَ جي ڀائرن، ٢۵. اُٺن، ٢٦. سامان، اٺن، تي لڏيل بار، ٢٧. وٽ، ٢٨. جبلن، ٢٩. جاري آهي، ٻڌجي پئي، ٣٠. ٻڌائين.

سُونهَنِ[1] سَنگهَر[2] پَٽيِن[3]، مَنَهہَ[4] مَعْذُوريَنِ[5]،
مَرَڻ مُنهِنجي ڪِيُ[6] ڪِئو، هِيءُ پَهَہ[7] ٻَاروچَنِ[8].

۱. وڻن، ۲. سنگهر جي (سنگهر جو مڪان پنيور شهر ڪان اٽڪل ٦۴ ميلن جي مفاصلي تي جبلن جي گول قطار ۾ دائري ۾ هڪ وڏو ميدان آهي جتي سسئيءَ ۽ پنهونءَ جون قبرون آهن). ۳. پٽين ۾، ميدانن ۾. ۴. جهوپڙا، پوتگا، ڪڪائان گهر. ۵. معذورين جا. بي وس ۽ ٿڪل عورتن جا. ٦. لاءِ، ۷. منصوبو، ارادو. خيال، ۸. ٻروچن، بلوچن، پنهونءَ جي پائرن.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيمِ

# سُرُ مَعذُورِ

## داستان پهريون

### ١

هَلَندي[1] هوتَ[2] پُنهونءَ ڏي، ڪُهجَنِ[3] ڪي ڪوتيُون[4]،
پَهڻُ[5] تَني پَٽُ[6] ٿيو، جي لَئيَ[7] لاَلَڻَ[8] لونيُون[9]،
سَپ سُهَيليُون[10] سڪ[11] ڪي، چُنجهيُون[12] ۽ چوٽيُون[13]،
بَانيڻ[14] ٿي بوٽيُون[15]، تَہ ڪُتَا[16] ڪينَئي[17] ڪيچَ[18] جا.

### ٢

ڪُتَا ڪينَئي ڪيچَ جا، سَندَا[19] جي پُنهُونءَ،
اَگهين[20] هُوندَ[21] اَسُونهَن[22]، جي[23] جَانَارَن[24] يَاد پئين[25]،

### ٣

تَن پيئي جَانَارَن يَاد، جي پَارَئَلَ[26] پُنوهَ جَامَ[27] جا،
سَندي[28] لاَلَڻَ لاَڏِ[29]، مُبيَان[30] پوءِ[31] مُنڌَ[32] ٿي.

---

١. ويندي، بنڌ ڪندي، ٢. محبوب (هوت، بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي. سسئيءَ جو معشوق، پنهون ان قبيلي جو هو)، ٣. ڪڪ ٿين، بيزار ٿين، تڪجن. ۴. نامر نهاد عاشقيائيون، ڪوڙيون، محبت ڪان خالي، ۵. جبل، ٦. (سڌو سنئون يا هموار) ميدانَ، ٧. لاءِ، واسطي، ٨. محبوب، ٩. بي حال (سڪڻ ۾)، سڪايل، ١٠. سوَليون، آسانَ، ١١. سڪ جي يا پيار جي معاملي ۾، ١٢. (جانورن جي رهڻ لاءِ) جبلن جون چرون، جبلن جون غارون، ١٣. جبلن جون بلنديون، جبلن جون آتاهيون يعني مٿيان حصا، ١۴. اي بانيڻ يعني سسئي (سسئي بانيڻ يعني برهمڻ قوم مان هئي)، ١۵. گوشت جا ننڍا ننڍا ٽڪر يا سڌيون، ١٦. محبوب جي طرفان آيل تڪليفن ۽ سختين ڏي اشارو)، ١٧. توکي ڪائين، ١٨. مڪران رياست ۾ هڪ شهر جنهن جو پنهون رهاڪو هو، ١٩. جا، ٢٠. قبول پئجي وڃين، ٢١. شايد، ٢٢. اسونهين، اڻ واقف، بنان رهبر يا اڳواڻ جي، ٢٣. جيڪڏنهين، ٢۴. جانارن کي، جانورن کي يعني ڪتن کي، ٢۵. ياد پئين = (تنهنجي يونئين تيڻ جي)، خبر، پئي وڃي، ٢٦. ڏاريل، پاليل، ٢٧. سردار، ٢٨. جي، ٢٩. ديدار، ملاقات، ميلاپ، ٣٠. مرڻ ڪان، ٣١. بعد، ٣٢. منڌ کي يعني سسئيءَ کي.

## ۴

سَسُئِي[1] پُڇَنِ[2] سي، پَارِئَلَ پُنُوهَه جَامَ جَا،
وَڏِئو[3] وِبِنِي ڏي، کَايَا[4] کيچَ کُتَنِ کي.

## ۵

جَاڳَايَاسِ[5] زَنبُورَ[6]، کُتي قَرِبَن[7] جي،
بَهِي[8] بَهُکِي[9] اُٿِئو، گهَڏِي[10] مَنجَهان گهُورَ[11]،
سَبِ لاَهِيندو سُورَ[12] گِرِي[13] هِنَ غَرِيبِ[14] تَان.

## ٦

کُتو چَئي قَرِيبَ جَا، آهِيُون سَاڏَ[15] صحِي[16]،
پِهِرِين بَاتِ بَهِي[17]، پُڇَان[18] پوءِ پَانڌِن[19] کي[20].

## ۷

نَکي آهِيون چُوهَڙَا[21]، نَکي آهِيُون چُورَ،
هَاگَامَا[22] ءِ هُورَ[23]، کُتَا کَرِين کَنِ تي.

## ۸

کُهِين[24] تَه آپ[25] کُهُه، ڏسِ مَ[26] چُوهَڙِبَان[27]،

---

١. سسئيءَ کي. ٢. ياد ڪن. ٣. ڪپيو. ذرا ذرا ڪيو. ۴. جسم يا بدن (جو گوشت). ۵. (غفلت جي ننڊ مان) مونکي جاڳايو. سجاڳ يا بيدار ڪئو. ٦. ڏينيوءَ، سونهري رنگ جي ننڍن پرن سان هڪ ننڍڙو اڏامندڙ جيتَ. پيارَ وچان ڪتي تي رکيل نالو. ٧. دوستن. ٨. پَونڪي. ٩. پونڪي، باهوڙ ڪري. ١٠. بت کي لوڏي. ١١. چڙ. ڪاوڙ. ١٢. تڪليفون. ١٣. گيرت ڪري. پؤنڪ ڪري. پٿون پٿون ڪري. ١۴. مسڪين. نماڻيءَ. ١۵. (وفادار) نوڪر. ١٦. نيڪ. پڪا پختا. ١٧. بهڪڻ (پهرين بات بهي = منهنجو پهريون ڪم بهڪڻ يعني پونڪڻ آهي). ١٨. آجيان ڪريان. حال احوال وٺان. ١٩. قريب يا دوست ڏانهن ايندڙ ماڻهن. ٢٠. ڪان. ٢١. چهڙا قوم جا ماڻهو. گهٽ ذات وارا. مئل جانورن جو گوشت گائيندڙ. باليشاهي يا ينگي قوم جا ماڻهو. شڪاري قوم جا ماڻهو. ٢٢. هل بڪيرو. گوڙ. ٢٣. ڏڙڪا. تابشون. ٢۴. مارين. سزا ڏين. ٢۵. تون پاڻ يا خود. ٢٦. حوالي ڪر. ٢٧. چُهڙن جي.

سَنڌا[1] آهيڙيان[2]، آئُون نَہ سَهَنديِ[3] هَتَڙا.

۹

كُتو[4] طَالِبُ[5] ڏُونِڊَ[6] جو، اَسِين كُتي[7] كِيڙَ،
چَهُتي آهي چِيڙَ[8]، كَارائي[9] جي كَنَ ۾.

۱۰

كُتو كُرتي[10] هَڏيُون[11]، جَوانمَردُ[12] جِگرَ[13] كَاءِ[14]،
اَلدُنيَا جِيفَةُ وَطَالِبُهَا كِلاَبُ*، اِيءَ هِنيَين[15] سين لاءِ[16].

۱۱

مَاٺ[17] كئُو مَارِينسِ[18]، كُڇ[19] كُتيٰ[20] سين كِينَكي،
پَائي[21] ڳَتُ[22] ڳِچيءَ ۾، دَرِ[23] دوستَنِ[24] گهارِينس[25]،
سَا پَرِ[26] سيكارِينسِ، جيئَن ٻَهَڻَ[27] كان بَسِ[28] كَري.

۱۲

جَني سَندو[29] آهين، سي جي چُونَئي هَڙَ[30]،
كُتَا قُربِن[31] سين، دعوي[32] وجهي مَ دَڙَ[33]،
وڏِءِ جَني وَڙَ،# تُون كيئَن ڏَند[34] ڏيكارين تَن كي.

---

١. جا، ٢. آهيڙين، شكارين، چهڙن، ٣. برداشت كندي، ۴. هن مصرع ۾ كتي مان مراد انسان جو نفس آهي، ۵. گهورو، ڳولائو، ٦. كنهن مري ويل جانور جو كجهہ عرصي لاءِ پيل مڙهہ يا لاش جيكو بدبوءِ كري وجي. غليظ كاڏو، ٧. كتي كيڙ=(نفس) كتي جا كيڙا يا كيئان، كتي كي تكليف ڏيندڙ كيئان، ٨. چچڙ، هڪ قسم جو جيت جيكو جانورن جي بدن كي چنبڙي رت پيو پيئندو آهي، ٩. كتي كي پيار مان كارايو سڏيندا آهن، ١٠. چٻاڙي، كائي، ١١. جسم جي اندر پنڊ جهڙو سخت مادو جنهن تي گوشت چڙهيل هوندو آهي. ١٢. پهلوان (نيک بخت يا سچي سالک ڏانهن اشرو)، ١٣. جگر كي، دل كي، نفس كي، ١۴. كائي ٿو *دنيا يعني جهان ڍوند آهي ۽ ان جا طالب كتا آهن (حديث)، ١۵. دل، ١٦. هنداءِ، ياد كر، ١٧. صبر ۽ سانت، ١٨. سزا ڏينس، سيكت ڏينس، ١٩. ڳالهاءِ، بحث كر، ٢٠. نفس ڏانهن اشارو، ٢١. وجهي، ٢٢. كتي جي ڳچيءَ ۾ ٻڌل رسو، پٽو يا وڏي، ٢٣. در تي، ٢۴. دوستن جي، ٢۵. هن (كتي) كي گهار يعني وهار، ٢٦. ريت، نمونو، ٢٧. ڀونكڻ، ٢٨. ماٺ، صبر، ٢٩. جو، ٣٠. كنهن جانور كي كنهن جاءِ ڏي هكلي پري كرڻ لاءِ كم آندل آواز، ٣١. دوستن، ٣٢. تقاضا، حق طلبي، ٣٣. بحث يا جهڳڙو كر # جني احسان يا مهرباني كيئي، ٣۴. ڏند ڏيكارين= (وات كولي) ڏاڙهين يا چڪ هڻين، جهيڙو كرين.

١٣

جَنِي سَنڌو[1] ڪُتو، سي جي[2] چُونس آءُ[3]،
لُڙُ[4] لَهرِيُون[5] وَاءُ[6]*، ڪُتي سَبِ قَبُولِئا[7].

١٤

ڪُتو ڪونَائِين[8]، ڪَرِين نَہ ڪَارِ[9] ڪُتَنِ جي،
ٽُڪُرُ[10] ڪائِين سَائِينءَ[11] جو، بَهُڪِين[12] ڪُسَائِينءَ[13]،
سَائِينءَ ڪيئَن سِيَبَائِين[14]، اُلِيڙَ[15] اِن عَادَتِين[16].

١٥

وِينو آهي واتَ تي، ڪُتو ڪُتيءَ وَٽِ،
پَلَئَہ[17] پَانڌِيئَڙَنِ[18] جَا، چِيرِيو[19] ڪَري چَٽُ[20]،
جَا ڳُلَرَ[21] مِر ڳَهَتِ[22]، سَا پونچِيءَ[23] تي پوري ڪَري.

١٦

جُہ[24] يَارُ[25] ڏِنَائُون يَارَ جو، نَہ پُنِيءَ پيرُ ڪَڙِينِ[26]،
قَرِئَا[27] نَہ فَرمَانَ[28] ڪَان، اُنِهي مِر آهِينِ،
ڏِسِئو نَہ ڏَاڙهِينِ[29]، شَبَانَ[30] جي سَگَ[31] ڪي.

---

١. جو. ٢. جيڪڏهين. ٣. اچ. ۴. پاڻي (درياهہ جو). ۵. چوليون، موجون. ٦. طوفان. *هر قسم جي تڪليف. ٧. مڃئا، سر تي سٺا. ٨. سڏائين، چوائين. ٩. ڏنڌو، ڪرت. ١٠. ماني. ١١. مالڪ، ڌڻيءَ. ١٢. ڀونڪين. ١٣. ٻي سائينءَ (مالڪ) وٽ. ١۴. وڃين. ١۵. رولاڪ، رولو، جڙواڳ. ١٦. عادتن سان، افعالن سان، لڇڻن يا ارڪانن سان. ١٧. ڪپڙي جا پاسا پلاند، ڪپڙا. ١٨. قاصدن، نيابي آڻيندڙن، ملاقاتين. ١٩. ڦاڙيو. ٢٠. ناس، ختم. ٢١. ڪتي (جي ٻچي يا پلونگڙي). ٢٢. ڳهٽائي، خامي، نقص. ٢٣. ڪتيءَ جو نالو. ٢۴. جيڪڏهين. ٢۵. دوست. ٢٦. ڪڍن (پُنيءَ پير ڪڙين = رکوالي يا نگهباني ڪن). ٢٧. انڪار ڪيائون، منهن موڙيائون. ٢٨. حڪم، امر. ٢٩. ڀونڪن، چڪ پائين. ٣٠. ڌنار، ڌراڙ. ٣١. ساڳي، ساٿ. (چوپائي مال جي) ڌڻ يا ولر، عزيز، مائٽ.

## ١٧

سَگِبَانَ[١] سِيندارِئَا[٢]، بَچِئَا[٣] تِي[٤] بَهَنِ[٥]،
قِرِئَا[٦] نَہ فَرمَانَ[٧] کَانِ، تَنِ مُلُهہ[٨] نَہ مُوتِيَڙَنِ[٩]،
کونِهي ڏوهہ[١٠] کُتَنِ، ڏاڪارِئَا[١١] ڏاڙهِيِنِ[١٢] ٿا.

## ١٨

ڏَکَا[١٣] ڏُونگَرَ[١٤] جَا مِرُونِ[١٥]، مَرُ[١٦] ٿا مُون تي کَنِ،
پُونداَ[١٧] کِينَ پَرِيَتِ[١٨] تي، سَڌَرَ[١٩] ٿا سُجَنِ[٢٠]،
سَگائِيءَ[٢١] جي سَيَدُ چئي، آهي سُڌِ[٢٢] سَيَنِ،
هُوندَ[٢٣] نَہ هِتِ ٿَرَنِ[٢٤]، پَرَ قَرَابَتَ کَمُ[٢٥] کِئو.

## ١٩

کَمِ قَرابَتَ جَنِ جِي، هِتي آيَمِ هِيئَنِ،
رِفَاقَتَ[٢٦] راڱَنِ[٢٧] جي، پَهَتِيَس پَهَرَ[٢٨] سِيئَنِ[٢٩]،
مَاڻُهو مَلاحِظو[٣٠] تَنهِن جو، کيچ[٣١] نَہ کَنداَ کِيئَنِ،
ذَاتِ[٣٢] نِسورِي[٣٣] نِيِ[٣٤]، پَرِ[٣٥] سَڌَرَ[٣٦] سين سَگُ[٣٧] ٿِئو.

---

١. ڪتا ڌاريندڙ، ڪتا پاليندڙ، ڪتن جي مالڪ. ٢. سيندِ يعني سيِتَ هٿي حملي ڪرڻ لاءِ سَڏُ ڪئو. ٣. (حملي ڪرڻ لاءِ) پڙڪايا، چيڙيا. ۴. تنهن ڪري. ۵. پونڪن ٿا. ٦. مُڙيا، انڪار ڪئائون. ٧. (سڳيان جي) حڪم، امر. ٨. قيمت. ٩. واحد موتي، ڪتي تي پيار مان رکيل نالو. ١٠. قصور. ١١. بچئا. ١٢. چڪ پائين، پونڪن ٿا. ١٣. (واحد ڏکو)، ڪاوڙ، تابُ. ١۴. جبل. ١۵. جانور. ١٦. پلي، بيشڪ. ١٧. حملو ڪندا. ١٨. ڪتياٽيءَ، ڏوبياٽيءَ (سَسُئيءَ). ١٩. طاقت وارا يا سگهارا سَجَڻ. ٢٠. پذجن. ٢١. سگَ، مائٽيءَ، عزازت، قرابت. ٢٢. خبر، چاڻ. ٢٣. جيڪر، شايد. ٢۴. مُڙَنِ، پاسو ڪن. ٢۵. ڪم ڪئو= مطلب يا مراد پوري ڪئي، ڪامياب ڪئو. اثر ڪئو، مدد ڪئي. ٢٦. رفاقت ۾، شراڪت يا همراهيءَ ۾. ٢٧. ڳاڙهي رنگ وارن ڪتن. ٢٨. ماڻهن وَسَنءَ، آبادي. ٢٩. تائين. ٣٠. لحاظ، طرفداري، پاسداري. ٣١. ڪيچ ۾ (ڪيچ رياست مڪران جو شهر آهي جتي پنهون رهندو هو). ٣٢. ذات جي، حسب نسب ۾، قوم يا نَکَ جي. ٣٣. بلڪل، صفا. ٣۴. ڏوبڻ، ڪتياٽي، ڪپڙا ڌوئيندڙ. ٣۵. مگر. ٣٦. سگهاري يا طاقتور (پنهونءَ). ٣٧. ناتو، تعلق، لاڳاپو، واسطو، متي مائٽي، پرٿو.

## ٢٠

سَذَ رَسِين سَگَ ُ کَري، پَرکَنديِنَ[١] پيِيَاسِ[٢]،
کيِرَ[٣] بِرَهَمَڻَ[٤] کَنِ[٥] جي، کيِرَ جَاٽيِ[٦] کيِٽَاسِ[٧]؟
هُوند[٨] نَہ سِنذُ[٩] سُيَاسِ[١٠]، پُريِي[١١] کِيَسِ[١٢] پَڌِرِي[١٣].

## ٢١

چَپَرِ[١٤] وِجَهنديَسِ[١٥] پَاڻُ[١٦]، اَجَا پِيرو[١٧] هِڪِڙو،
مَرُ[١٨] جَانِ[١٩] جُدَا[٢٠] تِئي، لَگِيِ[٢١] لَکَنِ سَاڻُ،
کيِچِيَنِ تَان قُربَانُ، مَاءِ مُنهِنجو جِندَڙو.

## ٢٢

چَپَرُ ڏيئيِ[٢٢] بَنِ، وِهَان کيئَنُ مَاتِ[٢٣] کَري،
جِت کوهِيَرَا[٢٤] کَافَ[٢٥] جَا، بَهَہَ[٢٦] بَهَہ بَاڦُونَ[٢٧] کَنِ،
مُوتُ[٢٨] مَرَنديئَن سَسُئي، تون نَہ پُچَنديِنءَ[٢٩] تَنِ،
هِيءُ سَگَ ُ بَاروچَنِ، مَرَڻَ مُنهِنجي لاءِ کِئو.

## ٢٣

چَپَرِ[٣٠] اوتَارا[٣١] کَري، مَاڻيَائِين[٣٢] مَزَا[٣٣]،

١. پرکندن ۾، پرانهن يا ڏورانهن ملکن ۾، ديسان ديس. ٢. مشهور ٿي وييس. ٣. ڪهڙي. ۴. هندن جي هڪ اتم ذات يا گهراڻو (سسئي ان گهراڻي ۾ پيدا ٿي هئي). ۵. کنهن. ٦. سڄاڻي. ٧. کيس يعني سسئيءَ کي. ٨. جيڪر. ٩. سنڌ (ملڪ) ۾. ١٠. سڃڻ ۾ اچان ها، بڌڻ ۾ اچان ها. ١١. (پنهونءَ) سردار، شريف نسل واري. ١٢. مونکي کيو. ١٣. مشهور. ١۴. چپر کي، جبل کي. ١۵. ارپڻ کنديس، حوالي کنديس. ١٦. پنهنجو جسم يا بدن. ١٧. دفعو. ١٨. ڀلي. ١٩. ساهہ. ٢٠. (بدن کان) الڳ. ٢١. جبلن. ٢٢. ڏيئي بَنِ = ترڪ ڪري، ڪڏ ۾ وجهي، ڇڏي. ٢٣. صبر، چُپ. ٢۴. غبارُ، ڌنڌ. ٢۵. جبل. ٢٦. گهٽيون، جهجهيون، بي انداز. ٢٧. اَپُون، (ٻاڦيءَ جا) بخارَ، دونهان. ٢٨. واپس ٿيءُ، وري اچ. ٢٩. پڇنديئءَ، رسنديئءَ. ٣٠. چپر ۾، جبل ۾. ٣١. منزلون، وِهڪون، بيٺڪون. ٣٢. ورتائين، حاصل ڪيائين. ٣٣. لذتون، سُکَ، فرحتون.

پَريَٽِ[1] ڪي پَٻَ[2] ۾، ڪَارئو[3] پَنڌُ[4] قَضَا[5]،
وَسِ[6] نَہ وِيچَارِيءَ[7] جي، سَنڌي[8] رَبَ[9] رَضَا[10]،
مَتَانِ جَانِ[11] جَزا[12]، لاَتَائين لطيف چئي.

٢٤

چَپَرِ اوتَارا ڪَري، سِينڌي[13] تِي مِرُنِ[14]،
ڪَامُون[15] هٽئو ڪَرَها[16]، ڪَاهيو ڪيچ وَجَنِ،
مُون سين ڪيرَ[17] هَلَنِ، مَڌي[18] رڪَنِ مَنَ ۾.

٢٥

چَپَرِ اوتَارا ڪَري، سِيندي تِي مِرُنِ،
جيڪي چَپُس جيڏيين[19]، سو نَہ ڪئائين[20] ڪَنِ،
مَعذُورِ مَرَڻُ مَنِ[21]، ڪيچِنِ لاءِ قَبُولئو.

٢٦

ڪئائين ڪيچين لاءِ، جُسو[22] جَلاَوَتَ[23]،
چَڏي پيتي[24] چَپَرِين[25]، هَارِي[26] سَبِ حُجَتَ[27]،
هُئي نِمَاڻِي[28] نِسَتَ[29]، پَندُ وَڌائين پَاڻ[30] تي.

---

١. ڏوڀڙ، ڪتياڻي (يعني سسئيءَ)، ٢. سنڌ صوبي جي الهندي طرف هالار جبلن جي ڏاڪڻي جبلن جي قطار، ٣. ڪرايو، ٤. سفر، ٥. قسمت، (خدا جي) حڪم، ٦. وَسَ ۾، اختيارَ ۾، هٿ ۾، ٧. نماڻيءَ، مسڪين، ٨. جي، ٩. پالڻهارَ، خدا جو صفاتي نالو، ١٠. مرضي، ١١. سرَ، مٿي، ١٢. پنهنجي ڪيي جو عيوض، هڇا، تڪليف، آفت، ١٣. واقف، ١٤. مرن سان، جانورن سان، ١٥. لڪڻَ، لنيون، ٻانڊا، ١٦. اٺَ، ١٧. ڪهڙيون، ١٨. ٻرائي، ١٩. جيڏين، سرتين، ٢٠. ڪيائين ڪن= ٻڌائين، ٢١. مَنَ سان، دل سان، خوشيءَ سان، ٢٢. جسم، بدن، سرير، ٢٣. ظاهرو، پڌرو، قربان، ٢٤. داخل ٿي، ٢٥. ڇپرن ۾، جبلن ۾، ٢٦. ضعيف عورت، ٢٧. دعوي، حقداري، دليل بازي، تقاضا، ٢٨. عاجز، مسڪين، ٢٩. ٻنان ستَ يا طاقت جي ڪمزور، هيٺي، ٣٠. پاڻ تي وڌائين= اختيار ڪئائين.

## ٢٧

پَنڌُ مِڙوئِي پَاڻَ تي، وِيچَارِيءَ وڏو،
ڏِيلُ تَنهِن جُو ڏڪَ سِين، سَيِوئِي سِڌو،
هُئَڙُس اَڳَ لِڌو، پوءِ تِي ڪَري پَنڌَڙا.

## ٢٨

پَنڌُ نَہ پَنڌَنِ جيترو،# ڪيئَن سُجَنڌِي ڪيهَہ،
جيڪَرَ ڪَرِيَان رِيهَہ، پَرَ چُونڊا مُنڌَ چَرِي تِي.

## ٢٩

چُونِمِ مَرُ چَرِي تِي، پَرَ جي سَڌُ سُٽِين،
مَرُ مُونهِين ڪي ڏِينِ، مَاٺُهو اَچِئو مِيهَٽَا.

## ٣٠

مَاٺُهُو ڏِيئِي مِيهَٽَا، مُون ڪي ڪَنڌاَ ڪوهُہ،
جي چِورِيءَ ۾ چوهُہ، پِٿُون تِينڌِي پِيرَ تي.

### وائي

خُوبِي مَنجهہ خِفَتَ، اِي دوسِتَ دِقتَ، آهي عبداللطيف ڪي،

١. سفر. ٢. پنهنجي سِرِ. ٣. نماڻي، مسڪين. ۴. رڪئو، اختيار ڪئو. ۵. بدن، سرير. ٦. تڪليف، عذاب. ٧. سِڄهيو، سڙي ۽ پڄي ويو، ناس ٿي ويو. ٨. هُن کي هو. ٩. اڳَ ۾، اصلَ ۾، ازل ۾. ١٠. لکيو، نصيب ۾ لکيل، قسمت ۾ لکيل # سفر يا مفاصلو تمام وڏو آهي. ١١. ٻُڌِبي، ٻڌڻ ۾ ايندي. ١٢. ڪوڪ، دانهن. ١٣. دل چوي ٿي، تمنا اٿم. ١۴. رڙ، واڪو. ١۵. مگر. ١٦. عورت، زال (سسئي). ١٧. ديواني، پاڳل. ١٨. ڀلي. ١٩. واڪو، رڙ، آواز. ٢٠. ٻڌنِ. ٢١. مُون. ٢٢. طعنا، سُوٽا. ٢٣. ڇا. ٢۴. يتيم يا لاوارث. ٢۵. (عشق جو) جولان، جذبو، جوش. ٢٦. پرزا پرزا. ٢٧. (پنهونءَ جي) پيرن جي نشانن تي. ٢٨. چڱائي. ٢٩. عاجزيءَ، نماڻائيءَ، خفگي، تڪليف. ٣٠. يارَ، سڄڻ. ٣١. دقت ۾، تڪليف ۾، جفا يا ڪشالي ۾.

مَدحَ[1] مُنهَان[2] نَہ ٿِئي، سَندَڙِي[3] سُور[4] صِفَتَ[5]،
حُزنُ[6] هُوتَ[7] پُنُوهَہ جو، رِگِيَائِي[8] رَاحَتَ[9]،
هِجي[10] کَرِيَان هيجَ[11] سين، مُطَالِعَ[12] مَحَبَتَ[13]،
پِرِيَانُ[14] جي پِستَانَ[15] جو، فَاقُو ئِي[16] فَرَحَتَ[17].

---

١. ساراهہ، واکاڻ، تعريف، ٢. مون کان، ٣. جي، ۴. درد، ڏک، ۵. خاصيت، چڱائي، ٦. غم، درد، ڏک، رنج، ٧. محبوب پنهونءَ (هوت، بلوچ قومَ جو هڪ قبيلو آهي سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ٨. نسوري، خالص، ٩. آرام، سُکُ، ١٠. اکرن کي زير، زبر، شدَ مدَ ڏيئي (يعني غور کري) پڙهڻ واري حالت، تفصيلوار بيان کرڻ جي حالت، ١١. شوق، سڪَ، پيار، ١٢. اپياس، پڙهائيءَ واري حالت، ١٣. سڪ، پيار، ١۴. پرينءَ، محبوبَ، ١۵. سيني، ڇاتيءَ، اُرَهَہ (پستان مان مراد آهي وصال)، ١٦. محرومي، ١٧. راحتَ، آرامُ.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُر مَعذُورِ

## داستان پهريون

**١**

ڏُکِيءَ[1] ڏَمَرُ[2] نَاهِه، بُکِيءَ[3] کِلَ[4] نَه اُجَهِيءَ[5]،
اُگَهاڙِيءَ[6] وِهَانءُ[7]، وِئُو وِروهَڻُ[8] وِسِري.

**٢**

اَدِيُون[9] وَرُ[10] اُگَهاڙَ[11]، وِهَانءُ جَنِهن وِسَارِئُو،
جيڏِيُون[12] چَڏي جَاڙَ[13]، سَپِ نَنگِيُون[14] ٿِي نِکِرو.

**٣**

سَپِ نَنگِيُون ٿِي نِکِرو، لاَلَچِ[15] چَڏي لوبَ،
سُپِيرِيَان[16] سين صُوبَ[17]، نِندُونَ[18] کَندي نَه ٿِئي.

**٤**

سَپِ نَنگِيُون ٿِي نِکِرو، پَرِهَڻَ[19] چَڏي پوءِ[20]،
سَا مَهِندِ[21] مِڙَنِئَان[22] هوءِ[23]، کَهِيِ[24] جَا کِينَ[25] کَٽي.

---

١. ڏکيءَ کي، ڏکَ جي ستايلَ يا ڏکايل کي، ٢. ڪاوڙ، غصو، چڙ، ٣. بکيءَ کي، مفلس يا ڪنگال کي، تنگ حال کي، ۴. مُرڪ، خندو، هاسِي، ۵. اُکلي، (وات مان) نڪري، وٺي، پسند اچي، ٦. اگهاڙيءَ کي، بنان ڪپڙن واريءَ کي، اڻ ڍڪيل کي، لباس يا ڪپڙن کان سواءِ عورت کي، ٧. شادي، خوشي، ٨. دل لڳي، وندرَ، خوشي، ٩. اي اديون، اي سرتيون، ١٠. بهتر يا مبارڪَ (آهي)، ١١. ننگائي، عرياني، لباس نہ هجڻ واري حالت، ١٢. اي جيڏيون، اي سرتيون، ١٣. غفلت، سُستي، ١۴. اگهاڙيون، عريان، (هٿين) خالي، ١۵. طمع، موهَ، حرص، لوبُ، ١٦. پرين، محبوبن، ١٧. زغبت، لاڙو، ميلان، محبت پيار، ١٨. ننڊن مان مراد آهي غفلت ۽ سستي، ١٩. پوشاڪون، ويسَ وڳا (دنيائي مال اسباب)، ٢٠. پوئتي، پٺتي، پٺيان، ٢١. اڳيان، ٢٢. مڙنِ کان، سڀِن کان، ٢٣. هوندي، ٿيندي، ٢۴. هَلي، پنڌِ پئي، ٢۵. ڪجهہ بہ نہ، عدَم، نيستي.

**٥**

ڪَهي[١] جَا ڪِينَ[٢] ڪَٽي، پِرينءَ[٣] پَهتي[٤] سَا،
وِهي ويڙهِجي[٥] جَا، وَصُلُ[٦] تَنهن وِڃايو[٧].

**٦**

وَصُلُ تَنهن وِڃايو، سِينڌِ[٨] سُرمي[٩] سِيئَن[١٠]،
لُونئي[١١] لِيلاَن[١٢] جِيئَن، مَٽيُو[١٣] جَنهن مَٽُ[١٤] ڪِئو.

**٧**

هُوندِئَان[١٥] هوتُ[١٦] پَري[١٧]، اوڏو[١٨] آهہ اڻَ هُوندِ[١٩] ڪي،
سَاجَنُ[٢٠] تَنِ[٢١] سَري[٢٢]، "لا"[٢٣] سين لَڏِينِ[٢٤] جي.

**٨**

لائي[٢٥] خَنجَرُ[٢٦] "لا" جو، "هَي"[٢٧] خَچَرَ[٢٨] ڪي هَڻُ،
سَڌِنِ[٢٩] جُون سَيدُ چئي، وَٺُون[٣٠] سَپِ وَڪَڻُ،
پيرُ[٣١] پَرُوڙي[٣٢] ڪَڻُ، تَہ هَلَڻُ[٣٣] مِ هُوري[٣٤] وَهين[٣٥].

**٩**

هَورِنِ[٣٦] هَاڙهو[٣٧] لَنگهيو، مُـني[٣٨] مُوسَتُ[٣٩] چَڏِ،

---

١. هلي، پنڌ پئي، ٢. ڪجهہ بہ نہ، عدم، نيستي، ٣. پرينءَ کي، محبوب کي، ۴. ملي، لڌي، ٥. ويس وڳا ڪري، ڪپڙن سان پاڻ ڍڪي. ٦. ميلاپُ (محبوب جو)، ٧. گنوايو، ٨. پيشانيءَ کان سڌو مٿي جي چوٽيءَ تائين وارن وچان خطُ، مانگ، ٩. اکين ۾ پائڻ جو ڪاري رنگ جو پٿر، سوئيري (سينڌ سرمي= هارَ سينگارَ، ناهَ نوهَ)، ١٠. سان، ١١. سڙيل، ڪاٺي، رُليل، ڏهاڳڻ، ١٢. چنيسر بادشاهہ جي زال جو نالو جنهن پنهنجي هڪ نوڪريائيءَ نالي ڪونروءَ کان موتين جو هار وٺي، ڪونروءَ کي چنيسر جي بستري تي سمهڻ ڏنو ۽ اهڙي طرح چنيسر جي پيار کان محروم ٿي، ١٣.موتي، موتين جي هارَ، ١۴. مائٽ، عزيز (مٽ ڪئو= پيارو ڪئو)، ١٥. هوند کان، هستيءَ کان، مال ملڪيت کان، ١٦. محبوبُ (هوت، بلوچ قومَ جو هڪ قبيلو آهي، سسئيءَ جو محبوبُ پنهون ان قبيلي مان هو)، ١٧. دور، ڏور، ١٨. ويجهو، قريب، ١٩. نيستي، عَدَم، سُڃائي، ناداري، ٢٠. سڄڻ، محبوب، ٢١. تن کي، ٢٢. ملي، حاصل ٿئي، ٢٣. نيستيءَ عَدَم، نفيءَ، نہ، ٢۴. مِن دنيا مان، هُنَ جهان ڏي وڃن، لاڏاڻو ڪن، ٢٥. تکو ڪري، ٢٦. ڪٽارو، ڇُرو، وڏو چاقو، ٢٧. "هي" جي، هستيءَ جي، ٢٨. هڪ قسم جي جانور جيڪو نر گڏهہ ۽ ماديءَ گهوڙيءَ يا ماديءَ گڏهہ ۽ نر گهوڙي جي ميلاپ سان پيدا ٿيندو آهي، اَستر، ٢٩. تمنائن، خواهشن، ٣٠. شيون، ٿول، پدارٿَ، ٣١. قدم، وک، ٣٢. سمجهي، سوچي، ٣٣. پنڌ ڪرڻ، ٣۴. هلڪي، بنان بارَ جي، دنيا جي لاڳاپن کان آجي، ٣٥. وَڃين، ٣٦. بنان باروارن عورتن، ٣٧. هاڙهو جبل، ٣٨. اي مُني، اي بدبخت يا نياڳي، ٣٩. سُستي، بهانو.

”لا“ سين اُتي لَذِ، ”ڪِينَ“[1] رَساٽي[2] ڪيچَ ڪي.

١٠

هَوَرنِ[3] هَاڙِهو[4] لَنگهِئو، تِيءُ جَرِيدي[5] جوءِ[6]،
هُوندِ[7] جَنِ ڪي[8] هوءِ[9]، هوتُ نہ هُوندو تَنِ سين.

١١

هَورنِ هَاڙِهو لَنگهِئو، ڳُوربُون[10] پَاسي[11] ڳوٺَ[12]،
ڪيچِ تَنِي ڪي ڪوٺَ[13]، ڪِينَ جَنِ جِيءَ ڪَچ[14] ۾.

١٢

هَورنِ هَاڙِهو لَنگهِئو، ڳُوربُون تِيون ڳمَنِ[15]،
هَاجي[16] تَان نہ[17] هَجَنِ[18]، ذَارَان سِڪَ[19] سَيَدُ چئي.

١٣

نہ ڪَا هِنتي نہ هُتِ ڪَا، ڳوريءَ سَندي ڳالهہ[20]،
ڪِينَ پَهِتي مَالِ[21]، حَالِ[22] پَهِتي هوتَ کي.

١٤

رِجُنِ[23] ۾ رَڙِ[24] تِي، ڪَر[25] ڪُوولَ[26] جِي ڪُوڪَ[27]،

---

١. نيستي عدم. ڪجهہ بہ نہ. ٢. پهچائي. ٣. بنان بار يا سمر وارين يعني دنيا کان پري رهندڙ عورتن. ۴. جبلن جي قطار جو نالو جيڪا سنڌ صوبي جي الهندي سرحد تي واقع آهي. ۵. اڪيلي. ڇڙي. بنان سمر. هيڪلي. ٦. اي جوءِ. اي زال (سسئي). ٧. هستي. مال ملڪيت. ٨. سان. ٩. هوندي. آهي. ١٠. بار يا سامان يعني دنيا جي تعلق واريون عورتون. ١١. وٽ. آس پاس. ١٢. پنهنجي رهائش واري. هنڌ. ڳامَ. ننگرَ. ١٣. دعوت. سڏُ. ١۴. بغلَ. هنجَ. جهوليءَ. ١۵. آهستي هلن (گهڻي بار سبب). ١٦. هاجي ۾. تڪليف ۾. ١٧. تان نہ= ضرور. بلڪل. بيشڪ. ١٨. ڳهن. پيڙجن. مُسَنِ. ڦاسن. ١٩. پيارَ. محبتَ. ٢٠. ذڪر. پچارَ. ٢١. مالَ ملڪيت سان. دنياوي اسبابن سان. ٢٢. حال جي سبب. محبت جي جذبي سبب. ٢٣. بيابيانن ۾. رڻ پٽن ۾. ٢۴. دانهن. ٢۵. چڙ تہ. ٢٦. هڪ پکيءَ جو قسم جيڪو لڳاتار ڪوڪون پيو ڪندو آهي. ٢٧. آواز. ٻولي.

وَلوَلو[1] ۾ وُوڪَ[2]، اِيءَ تَان[3] آهَہ[4] عَشقَ[5] جِي.

۱۵

رِجُن[6] ۾ رَڙ تِي[7]، ڪَرَ[8] ڪَرڪي[9] ڪُونجَ[10]،
نَعرو[11] مَنجهہ نِڪُونجَ[12]، اِيءَ تَان آهَہ عَشقَ جِي.

۱۶

رِجُن ۾ رَڙ تِي، ڪَرَ چَتُونءَ[13] جِي چَانگارَ[14]،
اِي عَشقَ جَا اُبَڪَارَ[15]، نَعرو آهي نِينهَن جو.

۱۷

رِجُن ۾ رَڙ تِي، ڪَرَ سَارَنگيءَ[16] سَازُ،
اِي عَشقَ جو آوازُ، مَاٺُهو[17] رڪَنِ مُنذَ[18] تي.

۱۸

رِجُن ۾ رَڙ تِي، جِهَڙي ڪَري جوءِ[19]،
اِيءَ نَہ عَورتَ هوءِ[20]، آهُون عَشقَ سَنديُون[21].

وائي

اِي[22] هَلُ[23] هوتَنِ[24] ڪَارڻِ[25] حَالَ[26]، شَالَ[27] سَگر[28] تِيندِينءَ سَاٿَ[29] جي،

---

۱. هل هنگامو، گوڙ شور، پڪار، آواز. ۲. ڪوڪ، رڙ، واڪو. ۳. تہ. ۴. دانهن. ۵. نينهن، محبت. ۶. رڻ پٽن، بيابانن. ۷. دانهن. ۸. جڻ تہ، ڀانئجي ٿو تہ. ۹. ٻولي، لنوي. ۱۰. جبل ۾ رهندڙ ڏکڻيءَ ڳڇيءَ سان سهٽي پکيءَ جو هڪ قسم جيڪو سارين جي فصل لهڻ وقت ولرن جي صورت ۾ سنڌ ۾ ايندو آهي ۽ سياري ختم ٿيڻ تي واپس هليو ويندو آهي. ۱۱. آواز، پُڪار. ۱۲. گهاٽي وڻراهہ، چوڏاري وڻن ٽڻن وارو چشمو. ۱. طوطي، سائي رنگ جي هڪ قسم جي سهٽي پکيءَ. ۱۴. (چتونءَ جي) ٻولي. ۱۵. پُڪارون، دانهون. ۱۶. سارنگيءَ جو، (سارنگي هڪ قسم جو سازَ آهي). ۱۷. مڙهين، نسبت ڏين. ۱۸. عورت، يعني سَسُئي. ۱۹. عورت، زال. ۲۰. آهي. ۲۱. جون. ۲۲. آئي، اڙي (سسئيءَ کي خطاب). ۲۳. پنڌ ڪر. ۲۴. محبوبن (هوتَ) بلوچ قومَ جو هڪ قبيلو آهي، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو). ۲۵. لاءِ، واسطي. ۲۶. هينئر ئي، هاڻي جو هاڻي. ۲۷. خدا ڪري، مَنَ. ۲۸. سگهَ تي، واٽَ تي. ۲۹. قافلي.

پيرَ پَانهِنجي پِرِينءَ لَئي، ڪُوڏِ[1] رَتَائِين[2] ڪَالهَ،
چَڙهَندي سِرِ[3] چوٽِيِن[4]، لَڪَنِ[5] ڪِئَڙُسِ[6] لاَلَ[7]،
ڪيچَان[8] آيو قَافِلو[9]، مَيَنِ[10] مَٿي مَالَ[11]،
اِينديَئي بُوءِ[12] بوتَنِ[13] جي، جَهلِج[14] پَبَ[15] پيَالَ[16]،
جِتي جَمَازَنِ[17] ڪي، جَبَلَ تِيَنِ جَنجَالَ[18]،
پُڇي[19] پيَادَنِ[20] ڪي[21]، آرِياڻي[22] اَحوَالَ[23]،
جيّ[24] پانئِين[25] جَتَنِ جي، وِيجهي[26] تِيان وِصَالَ[27]،
پُري[28] پَبَ[29] وَرَنِ[30] ۾، وِجِهج[31] ڪَا وَڙَالَ[32].

---

١. ڪوڏ مان، شوق مان، سڪ سان، ٢. (پنڌ ڪرڻ سبب) ڳاڙها ڪيائين (رت ۾)، ٣. مٿان، تي، ۴. جبلن، جبلن جي بلندين، ۵. جبلن، ٦. ڪيس (سسئيءَ کي) ڪِئو، ٧. ڳاڙهو (رت ۾)، ٨. ڪيچ کان، ٩. اٺن جي قطارَ، ١٠. اٺن، ١١. سامان، ١٢. بانسَ، واسَ، هڳاءُ، ١٣. اٺن، ١۴. ونج، اختيار ڪج، ١۵. پَبَ جي (پبُ، سنڌ صوبي جي الهندي طرف واري هالار جبلن جي قطار جي ڏاکڻين حصي کي چوندا آهن)، ١٦. پاڙ، ترو، وادي، ١٧. اٺن، ١٨. وبالُ، مصيبت، ڏهيرا، ڏکڻا، ١٩. معلوم ڪري، ٢٠. پيرين پنڌ هلندڙن، ٢١. کان، ٢٢. آري (سسئيءَ جي محبوب پنهون ڏانهن اشارو، (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار کي آري چوندا هئا. پنهون هوت قبيلي مان هو)، ٢٣. خبرون، خبر چار، ٢۴. جيڪڏهين، ٢۵. تون پائين ٿي، تنهنجي تمنا آهي، ٢٦. اوڏي، قريب، ٢٧. وصال کي، ميلاپ کي، ٢٨. پنڌ ڪري، ٢٩. پبَ جبل جي، ٣٠. واٽن، راهن، رستن، ٣١. ڪج، ٣٢. وڙول، ڳولا ڦولا.

بسمِ الله الرحمٰنِ الرحيم

# سُرُ مَعذُورِ

## داستان ٽيو

### ١

هَلَندي[١] هَاڙهو[٢] مَٿي[٣]، ڪَرَڻُ ڪوهَہ[٤] پِئَامِ،
اَرڏَا[٥] آرِيءَ[٦] جَامَ[٧] رِي[٨] گُونُدَرَ[٩] گُذرِئَامِ[١٠]،
لَڪِيُون[١١] لَڪَ[١٢] لَطِيفُ چئي، اورانگهڻُ[١٣] آيَامِ،
پُرڻُ پُنهونءَ پُٺ ۾، ايءَ سَعَادَتَ سَنديَامِ،
مَٿِسِ[١٧] ڪَمَ[١٨] وِڏَامِ[١٩]، وِهَان تَان[٢٠] نَہ وَسِ[٢١] پِئو.

### ٢

هَلَندي هَاڙهو مَٿي، ڏَکَنِ[٢٢] مُنهِنجَا ڏوهَہ[٢٣]،
هُوءِ[٢٤] اوچِرَ[٢٥] سِرَ[٢٦] اُنَنِ تي، هِيءَ پَنڌَ[٢٧] پَچَاڙي[٢٨] پوهَہ[٢٩]،
لِيڙَنِ[٣٠] رِءَ لَطيف چئي، ڪِيئَن ڪَرِينديَس[٣١] ڪوهَہ،
اڳِئَان رائُو[٣٢] سُجي[٣٣] روهَہ[٣٤]، وِهَان تَان نَہ وَسِ پِئو.

---

١. ٻِنڌ ڪندي، ٢. لس ٻيلي جي اولهہ طرف جبلن جي قطار جو نالو، ٣. اُڪري، لنگهي، مٿي، ٤. واحد ڪوهَہ. پنڌ جي ماپ جو هڪ ماڻ يا پئمانو، ٻن ميلن جو مفاصلو (ڪرڻ ڪوهہ پيامِ= مونکي تمام گهڻو پنڌ ڪرڻو پئجي ويو)، ٥. ڏکيا، اڙانگا، سخت، ٦. سسئيءَ جي محبوب پنهونءَ جو لقب (بلوچ قومِ جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو، پنهون هوت قبيلي مان هو)، ٧. سردار (سنڌ جي سمن بادشاهن جو لقب)، ٨. ڪان سواءِ، ٩. غمِ، ١٠. مون تي گذريا، مون تي اثرانداز ٿيا، ١١. جبلن جي وچان سوڙها پيچرا يا رستا، مشڪل واٽون، ننڍڙا جبل يا ٽڪريون، ١٢.جبلَ، ١٣. لنگهڻ، پار ڪرڻ (اورانگهڻ آيامِ= مونکي لنگهڻا پيا)، ١٤. هلڻ، پنڌ ڪرڻ، ١٥. سياڳ، خوش نصيبي، خوش قسمتي، ١٦. منهنجي، ١٧. هُن (محبوب) جي مٿان يا ذمي، ١٨. حاجتون، ڪارج، مطلب، مُرادون، ١٩. مون وڌا، مون رکيا، مون ذمي ڪيا يا حوالي ڪيا، ٢٠. تہ، ٢١. نَہ وَسِ پئو= (وهڻ) منهنجي وَسَ يا اختيارَ ۾ نہ آهي، ٢٢. ڪنبن، ٿڙڪجن، لرزش ۾ اچن، ٢٣. گناهہ، پاپ، خطائون، غلطيون، (ڏکن منهنجا ڏوهہ = مونکي سخت ڊپ ٿو لڳي)، ٢٤. پنهونءَ ۽ ان جي ياٺرن ڏانهن اشارو، ٢٥. بالاپوشن، غاشين، (انن جي پٺين ڍڪڻ جي ڪپڙن)، جهلن، ٢٦. سان، ٢٧. پنڌ ڪي، سفر ڪي، ٢٨. ڇڪي، ستون ڏي، ٢٩. پٺ تي، پوٺتان، پٺيان، ٣٠. ائن، ٣١. ڪان سواءِ، ٣٢. جبل جي ريتي، واري، ٣٣. ٻڌجي، ٣٤. روهَہ جو، جبل جو.

**٣**

هَلَندي هَاڙهو مَٽِي، سِسِي[1] ڏِينديَس سَاهُ[2]،
لِڳنِ[3] تَان لطيف چئي، پَارِيءَ[4] نئُمِ[5] پَاهُ[6]،
ڪَندو بَاجَهہ[7] الله، وِهَان تَان نہ وَسِ پِئو.

**٤**

هَلَندي هَاڙهو مَٽِي، گسَنِ[8] تَان مَ گُسَانِ[9]،
لَڪَنِ[10] تَان لطيف چئي، رِڙهِيُ[11] مَانُ[12] نہ رَسَانِ[13]،
پُنهُون شَالَ پَسَانِ، وِهَان تَان نہ وَسِ پِئو.

**٥**

هَلَندي هَاڙهو مَٽِي، چَپَرَ[14] مِ چُلاَنِ[15]،
پَابُوهہ[16] پُنُوهہ جَامَ جِي، سَرتِيُون ڪِيئَن سَلاَنِ[17]،
سَارِئو[18] تَنهِن سَردَارَ[19] کي، اَندَرِ روهَہ[20] رُلاَنِ[21]،
جَامَنِ ڏَانهَن جُلاَنِ[22]، وِهَان تَان نہ وَسِ پِئو.

**٦**

يَائِيءَ[23] حَالَ[24] هَلي وِئَا، ڪَنهِن کي سُورَ[25] سَلاَنُ،

١. سِرَ، مٿو، ٢. دم، روح، جان، ٣. عضون، ٤. ڳاري، ساڙي، ٥. مون نيو، مون ختم ڪئو. ٦. گوشت (ڳريل ۽ سڙيل)، رونق، اوجَرُ ٧. رحم، مهرباني، ٨. رستن، واٽن، ٩. پري ٿئان، پلجي وڃان، ١٠. جبلن، ١١. آهستي آهستي سِري، هلي يا پنڌ ڪري، ١٢. مان تہ = شال، ١٣. پهچان، ١٤. جبل، ١٥. ڦتڪان، لڇان، ڊوڙون پايان، ١٦. پيارُ، مُرڪ، مشڪڻ، ١٧. بيان ڪريان، ٻڌايان، ١٨. ياد ڪريو، ١٩. اڳواڻ، رهبر، ٢٠. جبلَ، ٢١. يَٽڪان، ٢٢. هَلان، ٢٣. پائيوارَ، رازدان، ٢٤. حالَ جا (حال پائي= حال محرم)، ٢٥. ڏک، تڪليفون.

ڪَٽِئو لَڄَ[1] لَطِيف چئي، لَڪَنِ[2] ۾ لُڇَان[3]،
پَانڌِي[4] ڪِيٽِرِ[5] پَڇَان، وِهَان ٿَان نَہ وَسِ پِئو.

٧

وَڏو[6] ڪِينَ وَٽَا[7]، اُوچَا[8] ڏُونگَرَ[9] نَہ ٿِئو،
ٿِمو مَ[10] نيٽَان[11]، تَہ پيرُ[12] نِهَارِئَان[13] پِرِيِنءَ جو.

٨

وَارو[14] مُون[15] وَٽَاهُہ[16]، ڪَا سُڌِ[17] سُونهَپَ[18] جِي نَہ ڏِئو،
اِيءَ اهَائِي ڳَالِهَڙِي، شَجَرَ[19] سُٽيجَاهُہ[20]،
چوٽِيِنِ[21] چَاڙهيجَاهُہ[22]، تَہ مُوڙهِيءَ[23] ڪو مُنهُن[24] ٿِئي.

٩

وَارو مُون وَٽَراهُہ[25]، ڪَا سُڌِ سُونهَپَ جِي نَہ ڏِيو،
وِجِهي وَرَاڪَنِ[26] ۾، مَعذُورِ[27] ڪِي مَ مُنجَهاءِ[28]،
مَنجَهان پَهڻَ[29] پِيَادِيُون[30]، هَادِيُ[31] ئي هَلاءِ[32]،
پِريَان ڪي پَهچَاءِ[33]، تَہ لَڳِي[34] لُونو[35] تَہ ٿِيِن.

---

١. عزت، ناموس، ٢. جبلن، ٣. ٽَڪان، هلان، ڊوران، ۴. واٽهڙو، مسافر، ۵. ڪِير ۾، رستي ۾، واٽ ۾، ٦. (قد ۾) وڏا يا ڊگها ٿيو، ٧. اي وڻئو، اي درختو، ٨. بلند، اتاهان، ٩. اي ڏونگرو، اي جبلو، ١٠. ڳوڙها وَهايو، آنسو وهايو، ١١. اي نيڻ، اي اکيون، ١٢. پيرَ جو نشانُ، ١٣. ڏسان، ڳوليان، ١۴. افسوس، ١۵. مونکي، ١٦. اي وڻئو، اي درختو، ١٧. خبر، پتو، ١٨. رهنمائي، رهبري، واقفيت (هتي معنيٰ ٿيندي رهنما، رهبر، واقف)، ١٩. اي شجرو، اي وڻو، ٢٠. سڻجو، ٻڌجو، ٢١. (جبل جي) چوٽين تي، ٢٢. چاڙهجو، پهچائجو، ٢٣. موڙهيءَ جو، منجهيل جو، ٢۴. گس، بلو، بندوبست، (منهن ٿئي = سنئون رستو هٿ اچي) ٢۵. اي وٽراهہ، اي وٽڪارِ، اي وڻن جا جهڳٽا، اي جهنگل، ٢٦. رستي جي ورن وڪڙن ۾، جبل جي ورن يعني سوڙهن ۽ ڏنگن پيچرن، وڻن جي جهڳٽن، ٢٧. عذر واري، جڏي، ضعيف، ٢٨. ڦاساءِ، غلط رستو يا واٽ ڏيکار، ٢٩. جبل، ٣٠. پيرين پنڌ هلندڙ، ٣١. اڳواڻ، رهبر، سونهون، ٣٢. پنڌ ۾ روانيون ڪر، ٣٣. رَساءِ، ٣۴. جلي، سڙي، ٣۵. بي حال، ڀانگهو، اُجڙيل، ويران.

## ١٠

وَارو مُون وَڍڪارِ، ڪَا سُڌِ سُونهَپَ جِي نَہ ڏِيِن،
آهي اَسُونهِن[1] جِي، مَٿي[2] تو مَيار[3]َ،
وِڙهِ ئَا[4] وِبرَاڳَڻِ[5] سِين، لَڪَنِ[6] جَا لِيَار[7]َ،
ڪَرِيَان ٿِي ڪُوار[8]َ، ڪَنڌَنِ[9] ڪَانديڙَنِ[10] جَا.

## ١١

ڪَندا مُون[11] پيرَنِ[12] ۾، ٿوڙَي[13] لَڪَ لَڳِنِ،
آڱُرِ[14] آڱُوٺي[15] نَہ مِڙِي[16]، چِپُون[17] پيرَ چِڻِنِ[18]،
وِندي ڏُونهَن پِريَن[19]، جُتيءَ ذَاتِ[20] نَہ پَايَان.

## ١٢

جُتِي سي پَائِيندُيون، جَنِي پِيرَ پِريَن[21]،
لاَتيُون[22] سَپِ پَريَن[23]، سَسُئِيءَ سُپِرِين[24] کَي[25].

## ١٣

ڪِيرِين[26] بِيرِين[27] بَائرِين[28]، لَنگهِئَائِين لِيَارَ،
سَسُئِيءَ ڪِي سَيدُ چِئِي، سَنِدِي[29] پِرِتِ[30] پَچَار[31]َ،

١. اڻ واقف يا بنا رهبر عورتن، ٢. مٿي تو= توتي، ٣. ڏوراپو، ڏک، ڏوھہ، ۴. آڏا آيا، آڏ يا رنڊڪ بڻيا، ٥. بيراڳڻ، جوڳياڻي، فقيرياڻي (سسئيءَ ڏانهن اشارو)، ٦. جبلن، ٧. ليارَ جا وڻ، ٨. گلائون، شڪايتون، ٩. واحد ڪنڊو، سيلهہ، خارَ، ڪانٽو، ١٠. واحد ڪانڊيرو، هڪ ننڍو خاردار ٻوٽو. ١١. منهنجي، ١٢. قدمن، ١٣. جيتوڻيڪ، ڀلي، ١۴. انسان جي هٿ يا پير جي ڇيڙي جي پنجن ڀاڱن مان آڱوٺي کان سواءِ ڪوبہ هڪ ڀاڱو، انگشت، ١٥. آڱوٺي سان (انساني هٿ يا پير جي ڇيڙي جي پنجن ڀاڱن مان ڇوٿي ۽ ٿلهي ڀاڱي کي آڱوٺو چوندا آهن)، ١٦. ملي، ١٧. جبل جا وڏا وڏا پٿر، ١٨. ڦٽين، ذرا ذرا ڪَنِ، ١٩. محبوبن، ٢٠. اصل، مور، هرگز، ٢١. پيارا، ٢٢. ختم ڪيون، ترڪ ڪيون، ٢٣. (پيرن ۾ جتيءَ پائڻ جون) ريتون، رسمون، ٢۴. محبوبن، ٢٥. لاءِ، جي ڪري، ٢٦. ڪيريون، جابلو وڻن جي هڪ ذات يا قسم، ٢٧. ٻير جا وڻ، ٢٨. ٻائريءَ جا وڻن (ٻائري ٻير جي وڻ جهڙو هڪ ننڍي قد جو وڻ آهي)، ٢٩. جِي، ٣٠. محبت، پيار، ٣١. تاتِ، ياد، لوري، فڪر.

آرِيءَ[١] جي اِختِيارِ[٢]، ڪيچِ[٣] پَهتو قافِلو[٤].

### ١۴

ڏَڪا[٥] ڏُونگَرَ[٦] ڄامَ[٧]، مَ ڪَرِ مَعذُورِنِ[٨] تي،
توتي لَڄَ[٩] لطيف چئي، آهي سَنڌي[١٠] عامَ[١١]،
مارِ مَ چئي مَعذُورِ کي، وَنهيان[١٢] ڪانڌَ[١٣] ڪلامَ[١۴]،
پَرچِي[١٥] پُڄ[١٦] پيادِيُون، اللهَ لَڳِ[١٧] عَلامَ[١٨]،
جا نَوازِي[١٩] آن[٢٠] جي نامَ[٢١]، سا هوتَ[٢٢] نَہ ڇَڏِ هيڪَلِي[٢٣].

### ١٥

ڏَمَرُ ڏُونگَرَ ڄامَ، سَگَرَ[٢۴] پاڻَ[٢٥] شَرِيڪ[٢٦] سين،
ڪيهِي[٢٧] ڪُلفَتَ[٢٨] تَنهن سين، جا گولِي[٢٩] آن جي گامَ[٣٠]،
وَرِڄ[٣١] تُون وَرِيامَ[٣٢]، مُنهِنجو اَڄڻُ آن ڳَرِي[٣٣].

### ١٦

ڏَڪا ڏُونگَرَ[٣۴] لاهِہ[٣٥]، اَڪَ[٣٦] مُئِي[٣٧] سَسُئِي،
آرِياڻِيءَ[٣٨] سين آهِہ، ذاتِي[٣٩] سَگَ[۴٠] ضَعِيفَ[۴١] جو.

---

١. پنهونءَ (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار کي آري چوندا هئا. پنهون هوت قبيلي مان هو ان ڪري انکي بہ آري سڏيو ويو آهي)، ٢. اختيار سان، حڪم سان، ٣. ڪيچ ۾ (ڪيچ رياست مڪران جو شهر آهي پنهون ان شهر جو رهاڪو هو)، ۴. ائن جي قطار جن تي پنهونءَ کي سندس ڀائر کڻي ويا، ٥. رعب، ڪاوڙ، ڏمر، تاب، ٦. ڏونگر جا، جبل جا، ٧. سردار (سنڌ جي سمن بادشاهن جو لقب)، ٨. عذرَ وارين، جڏين، ضعيفن، ٩. ننگ، عزتَ يا ناموس جي ذميداري، ١٠. جي، ١١. سيني ماڻهن، ١٢. دولتمندَ، تمام شاهوڪار، ١٣. مڙس، ڀتارَ، ١۴. سخنَ، ڪفتا، ڏوراپا، ١٥. راضي ٿي، ١٦. سَڏ، ڪوٺ، ١٧. واسطي، ١٨. اي علامَ، اي تمام ڪھٽو ڄاڻندڙ، ١٩. وَرسائي، نهال ڪئي، سرفراز ڪئي، ٢٠. اوهان، ٢١. نالي، ٢٢. اي هوت، پنهون، ٢٣. اڪيلي، ٢۴. لائق، مناسبُ (گنج ۾ "مَ ڪَرِ" لکيل آهي)، ٢٥. پنهنجي، خود، ٢٦. هڪ جهڙيءَ، مَٽُ، ثاني، ٢٧. ڪهڙي، ٢٨. اٿٻٿت، نفاق، دشمني، ٢٩. ٻانهي، نوڪرياڻي، ٣٠. گام جي، ڳوٺ جي (آن جي گام= اوهان جي ڳوٺ جي)، ٣١. موٽج، ٣٢. اي وريام، اي پهلوان، اي سردار، ٣٣. وَٽِ، ٣۴. اي ڏونگرَ، اي جبل، ٣٥. ڍرا ڪَر، ختم ڪر، ٣٦. اڪيلي، ڀهريائين، ٣٧. فنا ٿيل، ٣٨. آريءَ، پنهونءَ، ٣٩. نجو، خاص، ۴٠. لاڳاپو، رشتو، ناتو، ۴١. ڪمزور (سسئيءَ).

## وائي

جيڏيون جاجَھڙَ[1] لائِي[2]، جِيءَ[3] جَتَنِ سين،

سا سَرَتيون سيباڻَئامِ[4]، تنهن جِيئَڻُ[5] جالَ[6] ڪئومِ،

مَهَرَ[7] جا مَيَنَ[8] جي، سَنجهي[9] هَٿِ[10] هُيامِ[11]،

صُبحِ سُتي سُکَ ۾، وِبسَلي[12] وِئامِ[13]،

ڪِيهُون[14] ڪوهَنِ[15] پَٽيين[16]، ڪُوڪُون[17] جَمازَانِ[18]،

هوتاڻِي[19] هَٿُ[20] ڪَٽي، مَنَ پُنهُون پيادِيانِ[21]،

هَڪَل هوتَ پُنهونءَ جي، سَگَرَ[22] ۾ سُيامِ[23]،

ڏوربندي ۾ ڏونگرين، تَاهَرَ[24] تُوپ[25] تِئامِ،

ڪوڙين پالَ[26] پُنهونءَ جا، گنجي[27] منجهه گُهريامِ،

سُتي سَنگهَر پَٽيين، جَنهن سِگهَڙي سارَ[28] لَڌيامِ،

وِلهُون[29] وِيلا[30] چَپرين، ڪارَڻِ جَنِ ڪئامِ،

موتِي ماءُ ڀَنڀورَ ۾، اگَڻِ سي آيامِ.

---

١. ميخ، ڪِلي، ٢. هنئي، لڳائي، ٣. دل، ۴. مونکي سيبائي ٿي، مونکي مزو پئي ڏي، ۵. حياتي، ٦. گهڻو يا زيادهه (ڏکن ۽ تڪليفن کي سهڻ لاءِ)، ٧. مهار. لاٿي. اٺ کي هلائڻ لاءِ نڪ يعني ناڪيليءَ ۾ ٻڌل نوڙي يا رسو. ٨. اٺن. ٩. سج لهڻ وقت. ١٠. هَٿَ ۾. قبضي ۾. ١١. مونکي هئي، ١٢. بي خبريءَ يا غفلت جي حالت ۾، ١٣. مون وٽان هلئا ويا، ١۴. دانهون، رڙيون، ١۵. ڪوهن جي، جبلن جي، ١٦. پٽن ۾. ميدانن ۾. ١٧. رڙيون. رنيون. ١٨. انهن (پنهونءَ ۽ ان جي مائٽن) جي جمازن يعني اٺن جون. ١٩. هوت جو اولاد يعني سسئيءَ جو محبوب پنهون جو بلوچ قوم جي هوت قبيلي مان هو. ٢٠. هٿ ڪٽي= سڏ ڪري، هڪل ڪري، ٢١. پيادن کي، واٽهڙوئن يا مسافرياڻين کي، ٢٢. رستي، واٽ، ٢٣. مون سسئي، مون ٻڌي، ٢۴. واهر، مدد. ٢۵. آٿت، سهارو، آڌار، مدد، ٢٦. ٻلايون، احسان، ٢٧. گنجي جي ٽڪر يا جبل جو حيدرآباد شهر جي لڳ ڏکڻ طرف آهي جنهن ۾ تمام گهڻن درويشن جون قبرون آهن، ٢٨. سنڀال، ٢٩. سرديون، ٣٠. ٻکون، فاقا.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُرُ مَعذُورِ

## داستان چوٿون

### ١

مَرِي[1] جِيءُ[2] تَہ ماڻِين[3]، جَانِبَ[4] جو جَمَالُ[5]،

ٿِين هُوندَ[6] حَلالُ[7]، جي پَندِ[8] اِهَائِي پَارِين[9].

### ٢

مَرُ[10] تَہ موچَارِي[11] ٿِين، وِيهِي[12] جِيءُ مَ جَوءِ[13]،

مُنذَ مَرَڻَان[14] پوءِ، پَهچَندِين پُنُوهَہ کِي.

### ٣

مَرُ تَہ موچَارِي ٿِين، وِيهِي وِجُهہ مَ وِٻَرُ[15]،

دِلِ ۾ آڻِ مَ دَورُ[16] تُون، سَندو[17] قِرَڻ[18] قِيرُ[19]،

تَوڙِي[20] لَهِين[21] نَہ پِيرُ[22]، رَاحَتَ[23] آهِي رَڻَ[24] ۾.

### ۴

مَرُ تَہ موچَارِي ٿِين، جِيئَڻُ[25] آڏو[26] جَتَ[27]،

---

١. نفساني خواهشون ماري يا ناس کري، ٢. زندگي يا حياتي گذار، ٣. حاصل ڪرئين، پسين، ۴. محبوبَ، ۵. سونهن، حُسن، ٦. جيڪر، ٧. قبول، مقبول، پاڪ صاف، ٨. نصيحت، صلاح، ٩. عمل ۾ آڻين ١٠. نفساني خواهشون ناس ڪر، ١١. ڀلاري، سرخرو، عزت ۽ مان واري، ١٢. غافل يا سست ٿي، ١٣. اي جوءِ، اي زال، اي منڌ (سسئي)، ١۴. مرڻ کان، نفساني خواهشن مارڻ کان، ١۵. نفاق، رڳڙو، ڪروڌ، ضد، ١٦. وهم، گمانُ، ١٧. جو، ١٨. موٽڻ، واپس ٿيڻ، پوئتي هٽڻ، ١٩. چڪر، ٢٠. جيتوڻيڪ، ٢١. ڏسين، ٢٢. (پنهونءَ جي قافلي جي) پير جو نشان، ٢٣. سکُ، آرام، فرحت، ٢۴. سج، برپٽ، بيابان، ٢۵. نفساني خواهشن سان حياتي گذارڻ، ٢٦. آڏ آهي، رنڊڪ آهي، ٢٧. جت کي يعني پنهونءَ کي (ملڻ ۾).

هَاري[١] کَرِ هِمَتَ[٢]، تَہ ڏيئِي[٣] دَمُ[٤] دوسُ لَهِين[٥].

٥

مَرُ تَہ موچَارِي ٿِيِين، اَجَلاَن[٦] اڳي اَجُ[٧]،
هُئين جَان کِيٌ[٨] تَان جِيئَرِي، مُنذَ يَنيُورَان[٩] پَجُ[١٠]،
پُنُوهَہ سِين پَهَجُ[١١]، تَہ مَلَڪُ[١٢] المَوتُ مَارِين[١٣].

٦

اَجَلاَن اڳي سَسُئِي، مُنذَ جِيئَرِبَائِي مَرُ،
تولِئَان[١٤] تَنهِن مَرِ[١٥] تَرُ[١٦]، جِنهِن رُوحُ وِجَايو[١٧] رَاهَہ[١٨] ۾.

٧

تو سَامَائِي[١٩] سَسُئِي، مَرَڻُ[٢٠] ڪِئو مُرَدارُ[٢١]،
ڪُپَرِ[٢٢] سِين ڪوهِيَارُ[٢٣]، لُونِي[٢٤] تو لَجَايو[٢٥].

٨

تو سَڱُ[٢٦] سَاهَہ[٢٧] ڪَٽڻَ[٢٨] سِين، جِيئَڻَ[٢٩] ڳوشي[٣٠] جَاءُ[٣١]،
مَرَڻُ[٣٢] مُون سِين آءُ[٣٣]، تَہ پُنِيءَ[٣٤] تو[٣٥] پَنذُ[٣٦] ڪَريَان.

---

١. اي هاري، اي نادان، اي بي عقل، ٢. محبوب کي ڏسڻ جو) عزم، ارادو، ٣. ساهہ، (ڏيئي دم= جان قربان ڪري، مري)، ۴. دوست، ٥. ڏسين، ٦. اجل کان، مقرر وقت کان، (حقيقي) موت کان، ٧. هن وقت، في الفور، ٨. جان کي تان= جيستائين، ٩. پنيور کان يعني هن دنيا جي لذتن کان، ١٠. پري ٿيءُ، پاسي ٿيءُ، ١١. پرچ، راضي ٿيءُ، وفادار ٿيءُ، ١٢. موت جو مَلَڪَ يا فرشتو، موتَ، ١٣. ناس ڪرين، چٽ ڪرين (ملڪ الموت مارين= تون ڪڏهين بہ نہ مرندينءَ ۽ هميشہ زنده رهندينءَ)، ١۴. (عارفن ۽ درويشن جي) ٽوليءَ کان، جماعت يا سات کان، ١٥. پاسي ٿيءُ، ١٦. ساهہ، دم، جان، ١٧. گم ڪيو، ناس ڪئو، ختم ڪئو، ١٨. رستي، واٽ (محبوب کي ڳوليندي)، ١٩. پيدا ٿيندي، ڄمندي، سمجهہ واريءَ عمر ۾ داخل ٿيندي، ٢٠. موتَ، ٢١. مردار ڪئو= وساري ڇڏئو، نڪمو يا بيڪار سمجهيو، ٢٢. اڏنگيءَ ۽ بي جاءِ هلت، ٢٣. ڪوهہ يعني جبل جو رهندڙ يا مالڪ، (سسئيءَ جي محبوب پنهونءَ ڏانهن اشارو)، ڪوهياري جو ملڪ، ٢۴. اي لوڻي، اي بي نڪي، اي بي شرم، ٢٥. شرمسار ڪئو، ٢٦. تنهنجو (جيئڻ يعني زندگيءَ کي خطاب آهي)، ٢٧. رشتو، سبند، ٢٨. ساهہ ڪٽڻ= جيئري رهڻ، ٢٩. اي جيئڻ، اي زندگي، ٣٠. پاسي، پري، ٣١. هلئو وڃ، ٣٢. اي مرڻ، اي موت، ٣٣. (سونهون ٿي)هل، ٣۴. پنيان، ٣٥. تنهنجي، ٣٦. سفر.

### ٩

اُوَچــو[١] اُتَـا هُـون گـــهـــٽُـو[٢]، جِـيــئَـڻَ[٣] کـي جَـبَـلُ[٤]،

مَـرَڻَ مُـون سِين هَـلُ، تَـہ پُـنِـيءَ تـو پَـنـڌُ کَـرِيَـان.

### ١٠

مَـرَٽَـان[٥] اڳِـي جِـي[٦] مُـئَـا، سـي مَـرِي ٿِـينِ نَـہ مَـاتُ[٧]،

هُـونـدَا سـي حَـيَـاتُ[٨]، جِـيــئَـٽَـان اڳِـي جِـيَـا#.

### ١١

جِيئَـٽَـان اڳِـي جِـيَـا*، جُـڳُ جُـڳُ[٩] سـي جِـيَـنِ[١٠]،

مـوتِـي کِـينَ مَـرَنِ، مَـرَٽَـان اڳِـي جِـي مُـئـا.

### ١٢

پَـرِ[١١] ۾ پَـچِـي[١٢] پِـرِيـنءَ کـي، مَـرِي نَـہ جَـاتـوءِ[١٣]،

"مُـو تُـوا"[١٤] مُـنَـڌَ نَـہ سـئُـو[١٥]، کَـنـڌُ[١٦] کُـڄَـاڙَئَـان[١٧] کَـاٽِـيِـين[١٨].

### ١٣

ٿُـورَ[١٩] وِيـرَمِـي[٢٠] ٿِـيءُ، وَڄَـڻُ[٢١] وِيـرَمَ نَـہ سَـهِـي[٢٢]،

ڏِيـئِـي مَـرِجِ ڏُوڻـگـرِيـن، جَـتَـنِ کَـارَڻِ[٢٣] جِـيءُ.

---

١. بلند، متاهون (اڙانگو، ڏکيو)، ٢. زيادهہ، جهجهو، ٣. حياتيءَ، زندگيءَ، جيئري رهڻ، ۴. پهاڙ، تکرُ (جيئري يا زندهہ رهڻ جي تمنا جن کي آهي انهن لاءِ جبل اڙانگو ۽ اوچو آهي)، ۵. مرڻ يعني حقيقي موت کان، ٦. جي مُئا= جن پنهنجون نفساني خواهشون ماريون يا ناس ڪيون، ٧. زبون، نابود، فنا، ٨. هميشہ زندهہ # جن آخرت جي جاويد ۽ ابدي حياتيءَ کان اڳيئي هن دنيا ۾ اها حياتي حاصل ڪئي آهي *گنج ۾ "مَرَٽان اڳي جي مُئا" لکيل آهي، ٩. زمانو، عرصو، وقت، ايام (جُڳ جُڳ= هميشہ، زمانن جا زمانا)، ١٠. زندهہ رهن، ١١. (من جي) اندر ٺي اندر، ١٢. جلي، سڙي، ١٣. (مرڻ جو طريقو) تو ڄاتو، تو پروڙيو، تو معلوم ڪيو، توکي حاصل ٿيو، ١۴. "مُوتُوا قَبلَ اَن تَمُوتُوا" حديث جو پهريون اکر جنهن جي معنيٰ آهي مرو، سڄيءَ حديث جي معنيٰ آهي مرڻ کان اڳي مرو، ١۵. تو سُئو، تو ٻُڌو، ١٦. سِسِي، مٿو، ١٧. ڇا لاءِ، ١٨. ڪاٽين ٿي، وڍين ٿي، ١٩. ٿوريءَ، ٢٠. ويرمَ يعني دير واري (ٿور ويرمي= تکڙي)، ٢١. (دوست ڏانهن) هلڻ، ٢٢. برداشت ڪري، ٢٣. ساهہ.

هَذِ[۱] نَہ هُوندو هَيءُ[۲]، سَاهُہ[۳] پِرِيَان[۴] تَان صَدقو[۵].

۱۴

هَتَين[۶] پيرين[۷] مُونَڙِيين[۸]، هَلِج[۹] سَاڻُ هِنيين[۱۰]،
عَشقُ[۱۱] آرِيءَ[۱۲] جَامَ[۱۳] جو، نَباهي[۱۴] نِيين،
جَان سَيِنءَ[۱۵] تِي جِيين[۱۶]، تَہ پَاڙِج[۱۷] كُومَ[۱۸] پُنُوهَہ سين.

۱۵

هَتَين پيرين مُونَڙِيين، سِرِج[۱۹] سَاهُہ پَسَاهَہ[۲۰]،
هُوتُ[۲۱] گَذِبئي[۲۲] حَبِ[۲۳] ۾، رَهبَرُ[۲۴] مَتئي[۲۵] رَاهَہ[۲۶]،
جَان[۲۷] جَان سَاٿئي[۲۸] سَاهُہ[۲۹]، تَہ پَاڙِج كومَ پُنُوهَہ سين.

۱۶

هَتَين پيرين مُونَڙِيين، كَهِج[۳۰] پَرِ[۳۱] قُدَامَ[۳۲]،
وِجِ[۳۳] وَسِيلو[۳۴] نَاهِہ كو، اوري[۳۵] آرِيءَ[۳۶] جَامَ،
هِنيين[۳۷] لاهي[۳۸] هَامَ[۳۹]، پَاڙِج كومَ پُنهونءَ سين.

۱۷

هَتَين پيرين مُونَڙِيين، كَهِج پَرِ كَپَارَ[۴۰]،

---

۱. هذِين، هميشهہ. ۲. مصرع نمبر ۲ ۾ ڄاڻايل "جيءَ" ڏانهن اشارو آهي. ۳. جان، جيءُ. ۴. پرينءَ محبوب. ۵. قربان. ٦. هٿن سان. ۷. پيرن سان. ۸. مونڙين يعني مونن سان، گوڏن سان. ۹. پنڌ ڪج. ۱۰. هيين سان، دل سان. ۱۱. محبت، پيار. ۱۲. پنهونءَ، بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو. پنهون سسئيءَ جو محبوب ان قبيلي مان هو. ۱۳. سردار، سنڌ جي سمن بادشاهن جو لقب. ۱۴. پڄاءِ تائين پڄائي يا برقرار رکي. ۱۵. جان سينءَ= جيستائين. ۱٦. جيئري يا حياتَ آهين. ۱۷. برابر سمجهج، مَٿ يا هڪ جهڙو ڄاڻج. ۱۸. ڪنهن کي بہ نَہ، ڪوبہ نہ. ۱۹. رڙهج، (آهستي) هلج، گنج ۾ "سورج" لکيل آهي. ۲۰. سَاهَہ سان، پَساهَہ سان. جان سان. ۲۱. محبوب، پنهون. ۲۲. ملندءِ. ۲۳. حَبَ نديءَ واري بيابان يا ميدان (حب ندي ڪراچيءَ کان ست ڪوهہ پري پٻ جبل جي اتر واريءَ قطار وٽان بلوچستان جي علائقي مان هلي ڪراچيءَ جي پريان عربي سمنڊ ۾ چوڙ ڪري ٿي). ۲۴. اڳواڻ، سردارُ، هادي. ۲۵. تي، ۾. ۲٦. واٽ، رستي. ۲۷. جان جان= جيستائين. ۲۸. تو سان. ۲۹. دمُ، حياتي. ۳۰. هلج. ۳۱. سان. ۳۲. نراڙَ، پيشانيءَ. ۳۳. وچ ۾، واٽ ۾. ۳۴. آڌارُ، شفاعتَ، ذريعو. ۳۵. اڳيان، پهريائين. ۳٦. آريءَ کان. ۳۷. هينين جي، دل جي. ۳۸. ڇڏي. ۳۹. همٿ، دعوي، حجت. ۴۰. نراڙ، پيشانيءَ، مٿي، سر.

مَتان چوري[1] چَڏِين، پِريَتڙِي[2] پَچارَ[3]،
توکي سَنَدَ[4] سَسُئي[5]، سَندي[6] لَنءُ[7] لَغارَ[8]،
جي[9] هُونئِي[10] هوتَ[11] هَزارَ[12]، تہ پارَڄ ڪومَ پُنهُونءَ سين.

## ١٨

هَتين پيرين مُونزين، پُري[13] پَندُ[14] پَرَڪُ[15]،
قَدمُ[16] ڪيچَ ڏِٺَين ڏي، وِجُهہ[17] وَڏَندي[18] وِڪَ[19]،
جي هُونئِي هوتَن لَکَ، تہ پارَڄ ڪومَ پُنهُونءَ سين.

### وائي ١

توڏِن[20] تان[21] نہ تَنوارِئو[22]، مُنهنجو لاَلَڻُ[23] وارِئو[24]،
اللہَ مِيانُ[25] ڪارَڻِ آئين اونِيا،
ميندِيءَ[26] مُوڙَ[27] مَلِيرَ[28] جا، چانگَنِ[29] ڪي سَپِ چارِئو،
شَرَفُ[30] لَهِي[31] سَسُئي، ڪُنِل[32] ڪي ڪَمُ ڪارِئو[33].

### وائي ٢

وِهُہ مَ وَاتَ[34] وِرچِي[35]، هو الاَ ميان جي ڪَهَندِينءَ[36] تي[37] لَهَندِينءَ[38] وو[39]،
پير پَتائين[40] ڪُونئَرا[41]، رائي[42] ڪيس رَچِي[43].

---

١. اي ڇوري، اي يتيم، لاوارث يا نڌڻڪي، ٢. پريتڙي جي، پريت جي، محبت جي، گنج ۾ "پريتڙو" لکيل آهي، ٣. تات، ذڪر، ڳالهہ، ۴. پروانو، اختيار نامون، ثبوت، دليل، ۵. اي سسئي، ٦. جي، ٧. محبتَ، پيارَ، ٨. اثر، ڇَٽَ، چوٽَ، صدمو، ٩. جيڪڏهين، ١٠. توکي آهن، ١١. محبوبَ (هوت، بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي، سسئيءَ جو محبوبُ پنهون ان قبيلي مان هو)، ١٢. هزارين، گهڻي تعداد يا انداز ۾، ١٣. هلي، اڳتي وڌي، ١۴. مفاصلو، سفر، ١۵. سمجهہ (غور سان)، سڃاڻ، ١٦. پيرُ، ١٧. پاءِ، ١٨. تڪڙي، ١٩. هلڻ وقت ٻن پيرن جي وچ وارو، ويڇو يا مفاصلو، ٢٠. اُنن، ٢١. هرگز، ٢٢. آواز ڪئو، ٢٣. محبوب، سڄڻ، ٢۴. ورايو، موٽايو، ٢۵. الله جي بزرگيءَ جي صفت معنيٰ ڌڻي، مالڪ، سردار (گنج ۾ هيءُ اکر ڪونهي)، ٢٦. مينديءَ جا (ميندي هڪ ٻوٽي جو قسم آهي جنهن جو پن سڪائي، پيهي ۽ پسائي هٿن پيرن کي لائبا آهن تہ هٿ پير ڳاڙها ٿي ويندا آهن، ٢٧. گُوَنچ، مينديءَ جي ڦر جا ڇڳا، ٢٨. هڪ ڳوٺ جو نالو آهي جيڪو ڪراچيءَ جي پرسان آهي، ٢٩. اُنن، ٣٠. عزت، مانُ، ٣١. حاصل ڪري، پائي، ٣٢. ڏکن جي ستايل، مصيبت جي مُنَلَ، ٣٣. ڪم ڪارئو= مراد حاصل ڪرايو، ٣۴. واٽ ۾، ٣۵. ڪِڪ ٿي، ٣٦. جيڪڏهين، ٣٧. هلندينءَ، ٣٨. تَہ، ٣٩. ملندينءَ، ۴٠. پٽ ڪان، ريشم ڪان، ۴١. نرم، ۴٢. جبل جي ريتيءَ، جبل، ۴٣. لال، رچيل ڳاڙها.

مُنهُن[١] کَرِ مَعذُورنِ[٢] ڏي، پُنهُن جَامَ پَرچَي[٣]،
مُونکي تَهِين مَارِئو، جَتَنِ مُون کي جَا چَئِي[٤]،
وِنڌُرَ[٥] وَاٽَڙِيُنِ[٦] تي، کَانڌِي[٧] تِيندَمِ کيچِي،
کَنِي[٨] اَچِي کَا[٩] کَهِي[١٠]، کَنِي[١١] اَچِي کَا[١٢] چَئِي،
اَمُلَ[١٣] پَايَان اُنَ کي، سَاجَنَ مُون کي جَا چَئِي.

## وائي ③

چَڏي ڙي هوتَ مَ وَڃُ، اي مِيَان[١٤] يَارَ جَتَ،
آئُون اَوَهَان جِي آهِيَان،
پَاٽَان[١٥] پَراهَان[١٦] وِئا، سُٽِي[١٧] مُئِيءَ[١٨] جَا سَڏَ،
سگهو موتِج سُپِرِين، اوڏِي[١٩] لاَهِي لَڏَ[٢٠]،
آڏَا[٢١] ڏُونگَرَ[٢٢] لَکِيُون[٢٣]، هَاڙِهِي[٢٤] هَنيَان[٢٥] هَڏَ[٢٦]،
لَکَنِ[٢٧] ۾ لطيف چَئِي، چُورِي[٢٨] هَڏِ[٢٩] مَ چَڏِ.

---

١. منهن ڪر= سامهون ٿيءُ (ديدار ڪراءِ)، ٢. عذر وارين، جڏين، ضعيفن، ٣. سرچي، راضي ٿي، ۴. ٻڌائي (ڳالهہ)، ۵. وندر جي (وندر، لس ٻيلي ۾ هڪ ڳوٺ، جبل ۽ نئن (ننڍي نديءَ) جو نالو آهي)، ٦. واٽن، رستن، ٧. مثل ماٺهوءَ جي جنازي کي ڪلهو ڏيندڙ يا ڪٽندڙ، حامي، مددگار، ٨. هڪڙن ماٺهن، ٩. هڪڙي (ڳالهہ)، ١٠. چئي، ١١. ٻين ماٺهن، ١٢. ٻي (ڳالهہ)، ١٣. بي بها، قيمتي، اهميت واري، ١۴. سردار، مالڪ، ڌڻي، ١۵. ويتر، ١٦. پري، ڏور، ١٧. ٻڌي، ١٨. مئل، مصيبت جيماريل (سسئي)، ١٩. ويجهي، ٢٠. لڏو، سامان، ٽپڙ ٽاڙي، ٢١. اڳيان، ٢٢. جبل، پهاڙ، ٢٣. سوڙها پيچرا، جبلن جي مٿان گهڙيل رستا، ٢۴. لس ٻيلي جي اولهہ طرف جبلن جي هڪ قطارَ، ٢۵. ڏڪ هنيان، ضربون يا چوٽون ڏنيون، ٢٦. بدن جي هڏن کي، ٢٧. جبلن ۾، ٢٨. لاوارث، نڌڻڪي، يتيم، ٢٩. اصل، هرگز.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُرُ مَعذُورِ

## داستان پنجون

### ١

جَذائيءَ[١] جو جَامُ[٢]، ڏِنَائُون ڏُکيءَ[٣] کي،
مَنگلُ[٤] مُنهنجي مَنَ[٥] ۾، ٻَارِئو[٦] هوتَ[٧] حُمَامُ[٨]،
اَرَکَ[٩] تِئو[١٠] آرَامُ، کَاکُلُ[١١] پَسِي[١٢] کَانڌَ[١٣] جو.

### ٢

کَاکُلَ کُنِي[١٤] جَا، کَفَنُ[١٥] تَنهِن کون تِئو،#
سَا دُرُسْتُ[١٦] تِي دَفَنَ[١٧] رِي[١٨]، تِنهِن تي ٻِي[١٩] نَہ کَا،
مَنجِهہ شَهَادَتَ[٢٠] سَا، لُڏِي[٢١] ۽ لاَڏَ[٢٢] کَرِي.

### ٣

پَرِبَندِي[٢٣] پَاڻُ[٢٤] وِئو، زُلفَ[٢٥] زورُ ڏِنُومِ[٢٦]،
کَاکُلُ کَالَهہ ڏِنُومِ، رُخسَارِيَنِي[٢٧] رُوپَ[٢٨] سِين.

---

١. (عشق جي) بيماريءَ، ٢. پاڻي پيئڻ جو ٿانءُ، ونو، کٽورو، پيالو، ٣. ڏکن جي ستايل، دردمند، ۴. مگر، باهہ، ڪُلَ، ڪورو، ۵. دل، ٦.جلايو، پڙڪايو، ٧. محبوب پنهونءَ (هوت، بلوچ قومَ جو هڪ قبيلو آهي. سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ٨. سخت گرم (گنج ۾ "هَمَامَ" لکيل آهي)، ٩. جدا، الڳ، حرام، ١٠. سکَ، راحت، ١١. گهنڊيدارَ وارَ، وارن جي چڳ، گُلَ يا ڦندڻُ، وارن جو وانگوڙو، ١٢. ڏسي، ١٣. مڙس، پيارَ، محبوبَ، ١۴. قتل ڪئي، مارِي، ذبح ڪئي، ناس يا برباد ڪئي، ١۵. لاش ڍڪڻ جو ڪپڙو، مئل ماڻهوءَ کي پهرايل ڪپڙو # تنهنکي ڪفن پهرائڻ جي ضرورت يا درڪار نہ آهي، ١٦. صحيح، ٺيڪ، ١٧. ڪفن کان سواءِ زمين ۾ پورڻ، ١٨. کان سواءِ، ١٩. وڌيڪ پڇاڳاڇا، ٻيو حساب ڪتاب، ٢٠. خدا جي راهہ ۾ قتل ٿيڻ يا مرڻ واري حالت، ٢١. (خوشيءَ وچان) ڦيريون پائي يا اچ وچ ڪري، ٢٢. نازَ نخرا، انگلَ، ماڻا، ٢٣. اوائل کان، پهريائين، ٢۴. آپو، انفرادي هستي، خودي، اهنڪار، ٢۵. وارن جي چڳَ يا وانگوڙي (محبوب جي)، ٢٦. زور ڏنوم= مون تي زورَ يعني سختيءَ سان محبت جو دٻاءُ وڌو يا مونکي لاچار ڪئو، ٢٧. رخساري تي= ڳِلَ تي، ڳٽي تي، ٢٨. سونهنَ، حُسن، سهڻي يا زيبائتي نموني.

۴

دَردُ نَہ[1] لَهي[2] دَارُوئين[3]، زُلفَ[4] كِيَس زَافُ[5]،
سَندو[6] كَاكُلَ[7] كَافُ[8]، مَاري مَعذُورنِ[9] كي.

۵

هَاڻِ نَہ جِيَان[10] جيڏِيُون[11]، زُلفَ زَافُ كِيَاسِ،
كَاكُلَ آئُون كُٺِيَاسِ[12]، پَنهِيو[13] جو پَنهِيورَ[14] جو.

٦

پَنهِيو جو پَنهِيورَ ۾، كَاكُل ڏِٺُم كَالَهہ،
هَاءِ[15] تَنِي جي حَالَ[16]، زُلفَ جي زَافُ كِيُون.

۷

ڏِيهَان[17] ڏَارِيءَ[18] وِيسِ[19]، رَاتِين[20] روءِ رَتَ ڦُڙَا[21]،
لَندِنِ جي لِبيسِ[22]، هَلِج[23] هوتَ[24] پُنهونءَ ڏي.

۸

ڏِينهَان ڏَارِيءَ رُوءِ[25]، رَاتِيَان روءِ رَتَ ڦُڙَا،
مَنجِهہ[26] وِچَارِيءَ[27] ووءِ[28]، بَهَران بِني[29] بِينِ سين[30].

---

١. بيماري (عشق جي)، ٢. ڇڏي وڃي، دور ٿئي، ٣. دارونءَ سان، دوا سان، ۴. (محبوب جي) وارن جي چڳ يا وانگوڙي، ۵. فنا، نابود، ضعيف، هيٺي، اقٽ ماريل، ٦. جو، ۷. (معبوب جي) گھنڊيدار وارَ، ۸. "ڪ" وانگر پيچ، وَرَ، گھنڊي، ۹. عذر وارين، جڏين، ضعيفن، ١٠. زندهہ يا حياتَ رهنديس، ١١. جيڏيون، اي سرتيون، ١٢. قتل ڪِيَسِ، ١٣. ڪارو سهٹو گھنڊيدار (وارُ)، ١۴. ٺٽي ضلعي ۾ گھاري جي ڳوٺ کان اتڪل ہہ ميل اولهہ طرف هڪ قديم شهر (جتي سسئي رهندي هئي)، ١۵. افسوس، ١٦. حال تي، حالت تي، ١۷. ڏينهن جو، ١۸. ڏاريءَ جي، لنڊيءَ جي، اوباش يا بدڪار (عورت) جي، ١۹. ويس ۾، لباس ۾، لبيس ۾، پوشاڪ ۾، (بدڪاريءَ جي پيشي ۾ مشغول) ٢٠. راتين جو، ٢١. روءِ رت ڦڙا= زاروزار روئي، تمام گھڻو روئي، شرمسار ٿئي، پشيمان ٿئي، ٢٢. لبيس يا پوشاڪ ۾، ٢٣. پنڌ ڪج، ٢۴. محبوبَ (هوت، بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ٢۵. مهانڊي، شڪل، نموني، طريقي، ٢٦. اندر ۾، دل ۾، ٢۷. ويچاريءَ جي، مسڪين جي، ٢۸. ڏکَ يا درد جي دانهن يا آواز، پشيماني، ٢۹. ٻي ڳالهہ، ٣٠. غيرن، ڌارين.

**۹**

بَهرَان بِي بِيَن سِين، مَنجِهه[۱] ڪَالِهوٽِي[۲] ڳَالِهه[۳]،
سَا تَاَن[۴] تُون سَنڀَالِ[۵]، هُوءَ جَا ڪِيئِي هوتَ سِين.

**۱۰**

راتِيِين روءِ رَتَ ڦُڙَا، مُنڌَ مُرڪي[۶] ڏِينهَن،
اَندَرِ نَعرو[۷] نِينهَن[۸]، بَهَران وَاهَه[۹] وِڙَنِ[۱۰] سِين.

**۱۱**

بَهرَان وَاهَه وِڙَنِ سِين، اَندَرِ مُنڌَ[۱۱] مَاتَامُ[۱۲]،
سَسُئِيءَ سُوتِي[۱۳] ڪَڍِئَا، تَعَلُقَ[۱۴] سَڀِ تَمَامُ[۱۵]،
نِئُسِ[۱۶] نِينهَن[۱۷] نِيَامُ[۱۸]، ڏِسَنِ[۱۹] ڏَارِيءَ وِيسَ ۾.

**۱۲**

ڏِسَڻَ[۲۰] ڪَرَ[۲۱] ڏَارِي، اَندَرِ سَتِي[۲۲] سَسُئِي،
لوڪَ[۲۳] نَه لَڪِي[۲۴] ڪَڍِهِين، پُنهُونءَ[۲۵] پِيَارِي[۲۶]،
مَاٺُهو ڏِينِسِ مِيَهٽَا[۲۷]، هِيءَ وِهسِي[۲۸] وِيچَارِي[۲۹]،
اِنهِين پَرِ[۳۰] آرِيَ[۳۱]، ڪَانڌُ[۳۲] ڪَمِيٽِيءَ[۳۳] ڪَٿِئو[۳۴].

---

۱. اندر ۾، دل ۾. ۲. ڪالهوڪي، پراڻي، گذريل ڏينهن واري. ۳. ٻولي، واعدو. "الست بربکم قالوا بلیٰ يعني ڇا آئون اوهان جو رب نہ آهيان چيائون هائو". وارو وچن. ۴. تہ. ۵. ياد ڪر. ٦. کلي، ٽهڪ ڏي. ۷. آواز. ۸. نينهن جو، محبت جو، عشق جو. ۹. کِلَ ڀوڳ، هَسِي مذاقَ. ۱۰. ڪميڻن (ماڻهن). ۱۱. منڌ ڪُي. ۱۲. غم، ڏکُ، روڄ راڙو. ۱۳. ڇڪي، سٽ ڏيئي. ۱۴. لاڳاپا، ناتا، واسطا. ۱۵. پورا، سَڀ. ۱٦. ختم ڪيُسِ. ۱۷. عشق، محبت. ۱۸. ناموس، ڍڪ، پردو. ۱۹. پَسَنِ. ۲۰. ڏسڻ ۾، ظاهِري طرح. ۲۱. ڄڻ تہ، جهڙي. ۲۲. پاڪدامن، نيڪ، سَتَر واري، سِيلوان. ۲۳. عام ماڻهن. ۲۴. سهي ڪئي، پَرکي، محسوس ڪئي، ڄاتي. ۲۵. پنهونءَ کي (پنهون، سسئيءَ جي محبوب جو نالو آهي). ۲٦. وڻندڙ، پسند ايندڙ. ۲۷. طعنا. ۲۸. خوش ٿئي. ۲۹. مسڪين، عاجز. ۳۰. ريت. ۳۱. پنهون (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو. پنهون ان قبيلي مان هو). ۳۲. مڙس، پتي، محبوب. ۳۳. بدڪار، گهٽ ذات، بڇڙيءَ. ۳۴. هَٿ ڪئو، حاصل ڪئو.

## ١٣

جيڪي[١] لَنڍي[٢] ٿيءُ، نہ تہ ٿيءُ واٽيڏَلَ[٣] وچ ۾[٤]،
جَتَنِ[٥] ڪارَڻِ[٦] جيءُ[٧]، ڏيئي مَرجِ ڏُونگرين[٨].

## ١٤

لَنڍيُون لَکَ[٩] جِنِيَنِ[١٠]، جي ڏِينِ[١١] ڏَهاڙي[١٢] ڏيهَہ[١٣] کي،
ڪِبو ڪُوهُہ[١٤] سَتِنِ[١٥]، جي ڏِڪِئو[١٦] ڏِکِين پاڻَ کي.

## ١٥

لَنڍيُون لَکَ جِيَنِ، جي ڏِينِ سِرُ[١٧] سَيَکَنهَنِ،
سَتِيُون سَبِ مَرَنِ، جي وَرَنَ[١٨] ساڻُ وِنگيُون[١٩].

## ١٦

لَنڍيُون هِنَ لوڪَ[٢٠] ۾، مَرُ[٢١] هَزارين[٢٢] هُون[٢٣]،
اَنئِي[٢٤] پَهرَ اگهڙا[٢٥]، ڏوبو[٢٦] ڏوبو ڏُون،#
پيرَ[٢٧] پَٽِ[٢٨] نہ پُونِ، اُن جا عَبدُاللطيف چئي.

## ١٧

سَتِي سِيڏائي[٢٩]، لَنڍِي ٿي لاڏَ[٣٠] ڪَري.

---

١. يا. ٢.اوباش يا بدڪار (عورت). ٣.واٽيندڙ. گڏيندڙ. ڏوتي. دلالِ. ڪُٽڻِ. ٤. وچ جي. ٻن ماڻهن جي درميان واري. ٥. اُنَ جي مالڪن. سسئيءَ جي محبوب پنهونءَ ۽ ان جي مائٽن. ٦. لاءِ. واسطي. ٧. جانِ. ساهُ. ٨. ڏونگرن ۾. جبلن ۾. ٩. لک دفعا. هميشہ. ١٠. زندهہ يا حيات هجن. ١١. (پنهنجو بدن يا جسم) ارپن ڪن ياحوالي ڪن. ١٢. روزانو. ١٣. ڏيهہ جي يا ملڪ جي (ماڻهن). سيڪنهن ماڻهوءَ. ١٤. ڇا. ١٥. ستين ڪي. پاڪدامن يا نيڪ (عورتن) ڪي. سَتَرَ وارين عورتن ڪي. ١٦. لڪايو. (ڪپڙن ۾) ويڙهيو. ١٧. بدن. جسم. ١٨. مڙسن. پتارن. ١٩. ڏنگيون. بي وفائي ڪندڙ. ٢٠. جهانَ. دنيا. ٢١. ڀلي. ٢٢. گهڻي تعداد ۾. ٢٣. هجن. ٢٤. انئي پهر= سڄو ڏينهنءَ سڄي رات (هڪ ڏينهن ۽ هڪ رات ۾ اٺن پهرن جو وقت ٿئي ٿو). ٢٥. عُضوا. ٢٦. (پاڻيءَ سان) غلاظت صاف ڪيو. پاڪ ڪيو # (ڏويو ڏويو ڏون= وري وري صاف ۽ پاڪ ڪن). ٢٧. قدم. ٽنگون. ٢٨. پَٽَ تي. هيٺ. ٢٩. آرزو ڪري. واجهائي. (پاڻ ڪي) سِڪائي. ٣٠. نازَ نخرا. انگل آرا. ماٺا.

آسَرو[1] آهي، لَندِيءَ[2] کي لِبيسَ[3] جو.

## ١٨

لَکَڻَ[4] جي لَندِنِ جا، لُوڪُ[5] نہ چَڱا[6] چوءِ[7]،
پَرو[8] تَنِ کان پوءِ[9]، جي اِيندَنِ وِيندَنِ[10] سَندِيُون[11].

## ١٩

تَنِ جيسَرَميرِياڻَنِ[12] جَسُ[13]، جي لله[14] ڪارَڻِ[15] لَندِيُون،
تَنِئي[16] لَڳي[17] مَ ڪَسُ[18]، جي اِيندَنِ وِيندَنِ سَندِيُون.

## ٢٠

تَنِ جيسَرَميرِياڻَنِ جَسُ، جي لله ڪارَڻِ لَندِيُون،
لالائيءَ[19] جي لطيف چئي، ڪانہ رَهِيَنِ ڪَسُ[20]،
هِتِ[21] بِہ رَهِيَنِ[22] رَسُ[23]، هُتِ[24] بِہ گَڏِيُون هوتَ[25] کي.

## ٢١

اَجا ڪي آهِنِ، جيسَرَميرِياڻيُون جَڳَ[26] ۾،
نئو[27] لِڳَ[28] لائِينِ[29]، لله لَڳِ[30] لطيف چئي.

---

١. پروسو، ڏِڍَ، سهارو، ٢. اوباش يا بدڪار (عورت)، ڏاريءَ، ٣. لباس، پوشاڪ، ٤. لڇڻ، خصلتون، ٥. (دنيا جا) ماڻهو، ٦. سُٺا، موچارا، ٧.چئي، ٨. پتو، خبر، ٩. پوي، ١٠. ايندن ويندن= واٽهڙن، عام توڙي خاص ماڻهن، ١١. جُون (آهن)، ١٢. جيسر ميرياڻن کي، جيسر مير شهر جي رهاڪو عورتن کي (جيسر مير (جيسلمير) هندستان جي ريگستاني علائقي ۾ هڪ شهر آهي)، ١٣.شاباس، آفرين، ١٤. الله جي، خدا جي، ١٥. واسطي، راهہ ۾، ١٦. تن کي، ١٧. ٿئي، ١٨. نقصان، گهاٽو، ڇيهو، ٽوٽو، ١٩. ڀَرم، حيا، لڄ، ٢٠. کوٽ، کهٽتائي، ٢١. هن جهان ۾، ٢٢. نبهي وين، توڙ يعني پڄاڙيءَ تائين پهتِن، ٢٣. محبت، قرب، ٢٤. هُن جهان ۾، آخرت ۾، ٢٥. محبوب (هوت)، بلوچ قومَ جو هڪ قبيلو آهي. سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ٢٦. جهانَ، سنسارَ، ٢٧. وئٺو وَڃيو، ڪٺيو وڃيو، ٢٨. عضوا، ٢٩. لڳائين، ٣٠. واسطي، راهہ ۾.

## (٢٢)

جيسر[1] ميرياڻيون جڳ[2] مان، لَڏي[3] وِيون لوءِ[4]،
هاڻي هِنهان[5] پوءِ، لَنڍيُون[6] رهن لَبَ[7] ۾.

## وائي ○

ايندو هوتُ[8] ڇپر[9] جو ڄامُ[10]، جيڏيُون[11] ڪين ڇڏيندو ڪَڏهين،
وِهان ڪيئن پنيور[12] ۾، ڪري مَنُ[13] مُدامُ[14]،
ڪاهي[15] رسنديس[16] ڪيچ[17] ڪي، جت سَنڌو[18] گوهر[19] ڳامُ[20]،
مَران تان[21] مانُ[22] لهان[23]، تيان ڪيچن[24] تان قُربانُ[25]،
پيراندي[26] پنهونءَ جي، منهنجو ٿئي مُقامُ[27]،
٭ ٻجهو[28] وراڪن[29] ۾، ايندو سو امامُ[30].

١. جيسر مير جون رهاڪو عورتون (جيسر مير (جيسلمير) هندستان جي ٿر جي علائقي ۾ هڪ شهر آهي). ٢. (هن) جهان يا سنسار.
٣. سامان يا ٽپڙ ٽاڙي ڪٿي، انتقال ڪري، مري، ٤. لوءِ ڏي، (پنهنجي اصل) وطن ڏي يعني هُنَ جهان ڏي. ٥. هُن ڪان. ٦. ڏاريون، اوباش يا بدڪار (عورتون). ٧. پاسي ڪنڊ. لِڪَ ڇِپ، گوشي. ٨. محبوب (هوت، بلوچ قوم جوهڪ قبيلو آهي. سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو). ٩. جبل. ١٠. سردارُ (سنڌ جي سمن بادشاهن جو لقب). ١١. اي جيڏيون،اي سرتيون. ١٢. ٺٽي ضلعي ۾ گهاري جي ڳوٺ کان ٻن ميلن جي مفاصلي تي هڪ قديم شهر (جتي سسئي رهندي هئي). ١٣. دل. ١٤. هميشہ (قرار). ١٥. پنڌ ڪري، ڊوڙي. ١٦. پهچنديس. ١٧. رياست مڪران ۾ هڪ شهر (جتي سسئيءَ جو محبوب پنهون رهندو هو). ١٨. جو. ١٩. سپ مان نڪتل موتي يا ماڻڪ (سسئيءَ جي محبوب پنهونءَ ڏانهن اشارو آهي). ٢٠. ڳوٺ. ٢١. تہ. ٢٢. عزت. شرف. ٢٣. حاصل ڪريان. ٢٤. ڪيچ جي رهاڪن يعني پنهونءَ. ٢٥. صدقو. ٢٦. پيرن واري پاسي کان. ٢٧. مدفن. قبر. ٢٨. اوڏو. ٢٩. جبلن. جبلن جي سوڙهن پيچرن. ٣٠. اڳواڻ. رهبر.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُرِ مَعذُورِ

## داستان پهريون

### ١

پَسڻَ[1] ڏَارَانِ[2] پِرِينءَ[3] جي، جَهِلي[4] تان نَہ رَهَانَ[5]،
اَپَرِ[6] عَاجِزُ[7] آهِيَان، لاَلَڻَ[8] جَان[9] نَہ لَهَانَ[10]،
فَردَا[11] مُون قِتِي[12] کِي، وَاعِدي[13] نَہ وَهَانَ[14]،
صَبَاحَ[15] سِينءَ[16] نَہ سَهَانَ[17]، خَواهِہ[18] مِڙِينَ[19] خَواهِہ مَارِين.

### ٢

فَردَا مُنڌَ[20] قِتِي کِي، نَقدُ[21] کَنيو نَارِ[22]،
هِيءَ جَا وَاڳَ[23] وِلهِيءَ[24] جي، وِبِرَمَ[25] ڏي مَ وَارِ[26]،
جيکي[27] مُنِيءَ[28] مَارِ، جيکي مِيڙِ[29] مُنِيءَ کي.

### ٣

مُنِي تِي مُدعَا[30] گهُرِي[31]، مَوتُ تِئو مَوجُودُ[32]،
اَچِين تَہ اَڄُ کَرِيَان، صَبَاحَ[33] جو[34] سُجُودُ[35]،

١. ڏسڻ، ٢. کانسواءِ، ٣. محبوب، ۴. پلي، روکي، ۵. ترسان، ٽکان، رُڪجان، ٦. تمام گهڻو، بي حد، ٧. لاچار، ماندي، مايوس، مجبور، غمگين، ٨. محبوب، پيارو، ٩. جيستائين، ١٠. ڏسان، ١١. ايندڙ ڏينهن، سڀاڻي، قيامت جو ڏينهن، آخرت، ١٢. ترڪ، ١٣. واعدي تي، انجام تي، دلاسي تي، ١۴. وڃان، پنيان لڳان، ڀروسو ڪريان، ١۵. صبوح، سڀاڻي، ١٦. تائين، ١٧. ترسان، رُڪجان، ١٨. يا، ١٩. ملين، گڏجين، ٢٠. عورت، زال، ٢١. روڪڙو سودو، حاضري يعني بروقت جو سودو، اڄ جو اڄ، ٢٢. زالَ، ٢٣. (اٺ جي) مهارَ، (گهوڙي جو) لغام، ڏورِ، رَسي، نوڙي، ٢۴. غريب، مسڪين، ڪنگال، سُجيءَ، نڌڻڪيءَ، ٢۵. دير، ٢٦. وراءِ، ڦيراءِ، ٢٧. يا، ٢٨. مُنيءَ ڪي، بدبخت ڪي، نڀاڳيءَ ڪي، مصيبت يا ڏکن جي ماريل ڪي، ٢٩. ملاءِ (پاڻ سان)، ٣٠. مرادَ، مقصد، مطلب ٣١. چاهي، طلبي، ٣٢. حاضر، ٣٣. سڀاڻي، قيامت جي ڏينهن، ٣۴. وارو، ٣۵. سجدو، سلام، جُهار.

جيڪي[1] نَي[2] وِجُودُ[3]، جيڪي ميڙ[4] مُنيءَ[5] ڪي.

۴

جيڪي ميڙ مُنيءَ ڪي، نانَ[6] تہ مُني مار[7]،
ڏُکيءَ[8] کي ڏيکار، هيڪَر[9] هُوت[10] اکين سين.

۵

ڏُکي تِي ڏَور[11]، لَهَسي[12] لَنءُ[13] پُنُوهَہ جي،
ڏيئي آگِ[14] اَتُور[15]، سَيَ نہ ڪاٽي[16] سَسُئي.

٦

ڏُکي ڏِکَ[17] وِسار[18]، سيجَ[19] ڦِتي[20] ڪَرِ سَسُئي،
پَٽين[21] پير[22] نِهار[23]، تہ آرِياڻي[24] اُتان[25] لَهين[26].

۷

ڏُکي ڏُکُ[27] مَتي[28] ڪَري[29]، وانءُ[30] چَپَر[31] پيهي[32]،
گَڏِبَئي[33] ڏيهي[34]، سُوڏِيُون[35] ڏِيندءِ خَبَرُون[36].

۸

ڏُکيءَ[37] ڏَهاڙيءَ[38]، مَتي[39] مُنيءَ[40] هَتڙا،#

---

١. يا تہ. ٢. ڪڏي وٺ. ٣. جان، ساهہ. ۴. ملاءِ (پاڻ سان). ۵. مصيبت جي ماريل، نڌڻڪيءَ، بدبخت، نڀاڳيءَ. ٦. نہ. ۷. بي جان يا بي ساهي (ساهہ کان سواءِ) ڪر. ۸. غمگين، دردمند، ڏکن ۾ سورن جي ستايل. ۹. هڪ دفعو. ١٠. محبوبَ (هوت، بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو). ١١. اڏ سڙيل، اڏوگابري جليل، ڏڏلَ. ١٢. سيڪ يا تَوُ ڏيئي ڪارو ڪيس، لوساٽيس. ١٣. محبت. ١۴. باهہ. ١۵. جهجهي، گهڻي، جنهنجي تور يا اندازو نہ ڪري سگهجي. ١٦. جلي، سڙي. ١۷. (شاديءَ وارو) هار سينگار. ١۸. خيال ۾ نہ آڻ، دل تان لاهي ڇڏ. ١۹. ڇپر ڪَٽَ، گهوٽ ڪنوار لاءِ تيار ڪيل هنڌ ۽ کٽ. ٢٠. تَرڪ. ٢١. پٽن ۾، ميدانن يا بيابانن ۾. ٢٢. (پنهونءَ جي) پير جو نشان. ٢٣. ڏِسُ، ڳول. ٢۴. آري، پنهون (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو، پنهون سسئيءَ جو محبوب ان قبيلي مان هو). ٢۵. ان هنڌان، ان پٽن تان. ٢٦. ڏسين، هٿ ڪرين. ٢۷. (عشق جو) درد، سورُ. ٢۸. مٿي تي، سِرَ تي. ٢۹. سَهِي، برداشت ڪري، قبول ڪري. ٣٠. وڃ. ٣١. ڇپر ۾، جبل ۾. ٣٢. گهڙي، داخل ٿي. ٣٣. توکي گڏبا، توکي ملندا. ٣۴. ڏيهہ جا رهاڪو، تر جا رهاڪو. ٣۵. سچيون. ٣٦. حال احوال، سماچار. ٣۷. ڏکيءَ کي. ٣۸. هر روز، روزانو. ٣۹. مٿي تي، سِر تي. ۴٠. مُنيءَ کي #مٿي مُنيءَ هٿڙا= افسوس ۽ ارمان واريءَ حالت ۾، روج راڙو ڪري، مٿو هٿن سان پٽي پٽي.

تِنهِن پَرِ[1] نَہ ڪَاٺي[2]، جِنهِن پَرِ جِيئي[3] جيڏيُون[4].

**٩**

ڏِسڻ[5] ڏُکَان[6] اڳرو[7]، سَسُئي[8] آڻ مَ شَڪ[9]،
تِي ٻانهِي[10] پيرِ[11] اويُون، لُڏُ[12] مَ پَسي[13] لَڪُ[14]،
وَرُ[15] پُنهُونءَ[16] سين پَلڪُ[17]، ٻَنِ[18] ٻارَهَن وَرِهَہ[19] ٻِئَنِ سين.

**١٠**

هَر دَمُ[20] هوتَ[21] پُنهُونءَ جو، ڏِسَڻُ ڀانئِج[22] ڏِکَ،
وَرُ ٻاروچاڻي[23] لِکَ[24]، ڪوءِ[25] ٻارهن ماهہ[26] ٻِئَنِ سين.

**١١**

ڪَنهِن جَنهِن[27] ڏُکَان[28] ڏِي، پارانيا[29] ڪي پانڌِيِن[30]،
سُورِ[31] پَريائين سي، ڳالهہ ڪيائين جَنِ سين.

**١٢**

ڏُکيءَ[32] سَنديُون[33] ڏُونگرين[34]، پَسو[35] پِٽُون[36] پُون،
ڏَاري[37] جو[38] ڏُونگر ڪي، سو ڪي[39] چيو چُون[40]،
آريءَ[41] جي افسوس ۾[42]، ماڻهو مِرُون[43] رُون،

١. ريت، نموني، ٢. سڙي، جلي، ڪامي، ٣. هميشہ زندهہ يا حيات رهي، ابدي حياتي حاصل ڪري، ٤. اي جيڏيون، اي سرتيون، ٥. ديدار ۽ پسڻ (محبوب جو)، ٦. ڏک کان، (شاديءَ واري) هار سينگار کان، سيج يا ڇپر کٽ کان، ٧. وڌيڪ سٺو يا عمدو، بهتر، ٨. اي سسئي، ٩. وهم، گمان، وسواس، ١٠. نوڪرياڻي، گولي، ١١. (پاٽيءَ جون) سانداريون، ١٢. دهلج، ڊڄج، ڏڪج، ١٣. ڏسي، ١٤. جبل، ١٥. بهتر، ١٦. سسئيءَ جي محبوب جو نالو، ١٧. گهڙي، ساعت، تمام ٿورو وقت، لحظو، ١٨. ٻنَ ۾ پون، ڪڏ ۾ پون، نہ ڪهرجن، ١٩. سال، ٢٠. هر وقت، هميشہ، ٢١. محبوبَ (هوت، بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ٢٢. سمجهج، ڄاڻج، ٢٣. ٻروچن سين، بلوچن سين، پنهونءَ ۽ ان جيمائٽن سين، ٢٤. ساعت، گهڙي، ڪِنَ، پَلَ، تمامُ ٿورو وقت، ٢٥. ڪڏ ۾ پون، ڪوهہ ۾ پون، ٢٦. مهينا، ٢٧. اهڙي، ٢٨. ڏک کان، ٢٩. نياپا، پيغام، ٣٠. پانڌين کي، واٽهڙن کي، قاصدن کي، ٣١. سور سان، ڏک سان، ٣٢. سورن واريءَ، سورائتيءَ، ڏکن جي ستايل، غمگين، دردمند، ٣٣. جون، ٣٤. ڏونگرن ۾، جبلن ۾، ٣٥. ڏسو، ٣٦. واحد پٽ، روح راڙي جو آواز، بددعا يا پاراتي جو آواز، ٣٧. ٽوڙي يا ڀڃي ٽڪرا ڪري، شگاف وجهي، ٣٨. جيڪو (قصو يا بيان)، ٣٩. ڪجهہ، ٤٠. چيو چون= (سسئي خود ۽ ان کي ڏسندڙ ماڻهو ۽ جانور) وري وري چون يعني ٻڌائين، ٤١. سسئيءَ جي محبوب پنهونءَ (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو. پنهون ان قبيلي مان هو)، ٤٢. ارمان، غم، ڏکَ، ٤٣. جانور.

اِنَ پَرِ[1] سيئِي هُونِ[2]، هِيِنئَڙا[3] جَنِ[4] هَجِي[5] وِئَا.

١٣

ڏُکِيءَ سَنڌِيُون ڏُونگَرِين، آڏيءَ[6] آهُون[7] پُونِ،

مُئَي[8] پُجَاڻا[9] مُنڌَ کي، روجَهـ[10] رِجُنِ[11] ۾ رُونِ،

پُٽَان[12] اِيئَن چُونِ[13]، تَہ مُئِيءَ[14] اَسَان کي مَارِئو.

١۴

ڏُکِيءَ سَنڌِيُون ڏُونگَرِين، اوچِنگارون[15] اَچَنِ،

هَٽِي سَانگِ[16] سَسُئِيءَ کي، کِلُو[17] کِئو کيچِنِ،

جي هَتَان[18] هوتَ مَرَنِ، هوتُ تَنِي جي هَنجَ[19] ۾.

١٥

ڏُکِيءَ سَنڌِيُون ڏُونگَرِين، وَڻَ تِڻَ[20] وَاُيُون[21] کَنِ،

وَتَان ويئِي جَنِ[22]، وَڍِيءَ[23] سي وَاڍوڙِئَا[24].

١٦

وَڍِيءَ سي وَاڍوڙِئَا، رَتُ[25] نَہ ڏِنو جَنِ،

موتُ قَبُولِئو[26] تَنِ، ڏِنو جَنِ ڏُکِيءَ کي.

---

١. ريت، نموني، حالت ۾. ٢. ٿين ٿا. ٣. هنيان، دليون. ۴. جن جا. ٥. (عشق ۾) ساڙا ٿيا، چور ٿئا، بي حال ٿئا. ٦. آڏيءَ جي مهل، اڌ رات جي مهل. ٧. دانون، پڪارون. ٨. مُئي کان، مرڻ کان. ٩. پوءِ، بعد. ١٠. جهنگلي يا جابلو ڳئُن، ڳئُن جي شڪل وارا ڦاڙها. ١١. رڻ پٽن، بيابانن. ١٢. پيا. ١٣. چوَنِ. ١۴. نياڳيءَ يا بدبخت (سسئيءَ). ١٥. روئڻ جو آواز. ١٦. نيزو، ڀالو تلوارَ. ١٧. جهيڙو، لڙائي. ١٨. هٿ کان، هٿ تي، (هٿان هوت = هوت جي هٿان) ١٩. ڪڇَ، جهوليءَ، آغوش، گودِ. ٢٠. درخت (ون ٽڻ= وڻ، ٻوٽا، ٻوٽا ٻوٽيون). ٢١. ڳالهيون، پچارون. ٢٢. لنگهي، گذري. ٢٣. وڍيل، زخمي ٿيل، سورن يا ڏکن جي ستايل. ٢۴. (درد يا سوزَ سان) زَخمي ڪيا، گهائي وڌا، ماري وڌا، ناس ڪئا. ٢٥. خون، لَهُو (رت نہ ڏنو جن= جيڪي بي جان يا بنا ساهہ جي آهن جهڙوڪ وڻ ٽڻ) ٢٦. مڃئو، منظور ڪئو.

## ١٧

ڪو جو[1] وَڍِيءَ[2] وَڍُ[3]، جيئَن وڙَ[4] وَڍِيائِين[5] وَڍَ سين،

ڏُڪُ ڏُڪيءَ ڪي ڏِڍُ[6]، جَنِ ڏِنِي سي ڏُڪِئا تِئا.

## ١٨

وَڍِي[7] تي وايُون[8] ڪَري، ڪُنَلِ[9] ڪُوڪارِي[10]،

هُنَ[11] پِنَ[12] پانهِنجا سارِئا[13]، هُوءَ[14] هَنجُهون[15] هَڏَنِ[16] لَئي هاري.

## ١٩

ڏُڪِيءَ[17] تُوءِ[18] ڏُڪارُ[19]، تُوڙِي وَسَنِ مِينهَڙا،

صاحِبَ[20] هَٿِ[21] سُڪارُ[22]، هِنَ وَسِ[23] آهِينِ هَٿڙا[24].

## ٢٠

ڏُڪِيءَ تُوءِ ڏُڪارُ، سيٽَنِ[25] ڏيهُه[26] سُڪارِئو[27]،

ٻاروچاڻو[28] ٻارُ[29]، سَيِّوئِي[30] سُواءَ[31] سين.

وائي

هِيءَ گهايَلِ[32] هَڏِ[33] گهوري[34]، وو ميان،

ڪيچي مُون[35] نَہ سَگهيٽا[36]،

---

١. اهڙو. ٢. وڍيءَ کي، وڍيل يا زخمي ٿيل کي، (عشق جي) گهايل کي، سورن يا ڏکن جي ستايل کي. ٣. زخم، گهاءُ، درد، سور. ٤. بدخواهہ ماڻهو، رقيب، ڌاريان، غير. ٥. زخمي ڪيائين، ڦٽيائين. ٦. سهارو، آڌار. ٧. وڍيلَ (وڻ جي ٽاري جيڪا وڻ کان وڍي جدا ڪئي وئي آهي). ٨. ورلاپ، دانهون، روڄ راڙو. ٩. ڪپيل يا ڌڙ کان جدا ڪيل سسي يامٿو. ١٠. سڏ ڪري، پڪاري. ١١. ٽاريءَ ڏانهن اشارو. ١٢. وڻ جا پَتا جيڪي وڍجڻ ڪري، سُڪي ٽاريءَ کان جدا ٿي ويا. ١٣. ياد ڪئا. ١٤. (عشق جي) وڍيل سسئيءَ ڏانهن اشارو. ١٥. ڳوڙها، آنسون. لڙڪ. ١٦. ڪپيل يا جدا ٿيل جسم يا ڌڙ. ١٧. ڏکيءَ لاءِ. ١٨. تنهن هوندي بہ. ١٩. ڪالُ. قحط. ڏُرتَ، اناج ۽ ٻين کاڌي پيتي جي شين جي کوٽ يا اڻاٺ. ٢٠. صاحب جي، ڌڻيءَ يا خدا جي. ٢١. هَٿ ۾، وَسَ ۾. ٢٢. شَيَن جي سستائي يا سهانگائي، خوشحالي. ٢٣. (ڏکيءَ) جي. ٢٤. هٿ کڻڻ (دعا لاءِ)، هٿ هڻڻ. ڪوشش ڪرڻ. ٢٥. سڄڻن، محبوبن. ٢٦. ملڪ. ديس، وطن. ٢٧. آسودو يا سکيو ستابو ڪئو. ٢٨. ٻروچن جو. بلوچن جو (سسئيءَ جو محبوب پنهون بلوچ قوم مان هو). ٢٩. پاسو، ملڪ. ٣٠. سمورو. ٣١. سُڪارَ، سُکَ. ٣٢. ڦٽيل. زخمي ٿيل (عشق جي). ٣٣. اصل. ٣٤. قربان ٿي. ٣٥. منهنجا. ٣٦. عزيز. مائٽ.

عَشقَ آريءَ ڄَامَ جي، هيءَ جهوريءَ هَڏِ جهوري،
رَهيِ ڄَا رِڄُنِ ۾، سَا ڇَپَرِ ڇَڏِ ۾ ڇوري،
اَدِيُون آرِيچَنِ لَئي، ڏُونگرِ ٿيندِيَس ڏوري.

## وائي ٢

سَاٿِي پَانڌِي اي ڪِبَڙِي ڪيچ پَڄَارَ،
ڪَا مُنهِنجَڙِي،
اِي هوتَنِ سَان اي دوسَنِ سَان هيڪَارَ،
ڪِبَڙِي ڪيچ پَڄَارَ،
اُپِي پُڇِي پَهِيَرا، مُنڌَ سَنڌَا جي ڪوهِيَارَ.

١. نينهن، محبت، ٢. پنهون (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ٣. سردار (سنڌ جي سمن بادشاهن جولقب)، ۴. سسئيءَ يعني گهايل ڏانهن اشارو، ۵. ڳڻتيءَ، فِڪر، ٦. اصل، بنهه، صفا، ٧. پڃي پرزا ڪئي، ڏڪوئي، ايذائي، ٨. ترسي يا روڪجي پئي، ٩. رڻ پٽن، بياباني، ١٠. ڇپر ۾، جبل ۾، ١١. يتيم، لاوارث، نڌڻڪي، ١٢. اي اديون، اي سرتيون، ١٣. آريءَ جي اولاد يا گهراڻي، ١۴. ڏونگر ۾، جبل ۾، ١۵. ڳولائو، ١٦. اي ساٿي، اي رفيق، اي همراهه، ١٧. واٽهڙو، قاصد، ١٨. ڪِبي، ١٩. ڪيچ ۾ (ڪيچ، رياست مڪران جو هڪ شهر آهي)، ٢٠. ڳالهه، ذڪر، ٢١. منهنجي، ٢٢. محبوبن، هوتن، دوستن، ٢٣. هڪ ڀيرو، هڪ دفعو، ٢۴. ٻيئي، ٢۵. ڳولي، نهاري، ٢٦. واٽهڙو، قاصد، ٢٧. زال، عورت (سسئي)، ٢٨. جا، ٢٩. ڪوهه يعني جبل جي رهاڪوءَ، پنهونءَ (ڪوهه يعني جبل وارو علائقو). ڪوهيار علائقي جا.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيمِ

# سُرُ مَعذُورِ

## داستان سَتُون

۱

آئُون نَہ گَڏِي[1] پِرِينءَ[2] کي، تورا ڏِينهَن تِئا[3]،
راتِين[4] روزَ[5] وِئا، عَبَثُ[6] آرِيءَ[7] ڄامَ[8] رِي[9].

۲

آئُون نَہ گَڏِي پِرِينءَ کي، سَهَسين[10] سِجَ[11] وِئا[12]،
هَلَڻ[13] وِيرَ[14] هِئَان[15]، ديکي[16] شالَ دَمُ[17] ڏِيَان.

۳

آئُون نَہ گَڏِي پِرِينءَ کي، تُون تو لَهين[18] سِجَ،
آئُون جي ڏِيئين سَنيهڙا[19]، نيئي پِرِيان[20] ڏِجِ،
وَڃِي کيچِ[21] ڇَئِجِ[22]، تَہ وِيچاري[23] واتَ[24] مُئي[25].

۴

آئُون نَہ گَڏِي پِرِينءَ کي، هِيءُ پَڻِ ڏِينهُن وِئو،

---

۱. ملي، ۲. محبوب، ۳. بچيا آهن يا باقي رهيا آهن (حياتيءَ مان)، ۴. راتيون، ۵. ڏينهن، ٦. اجايو، بي سود، ۷. پنهونءَ (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ۸. سردار (سنڌ جي سمن بادشاهن جو لقب)، ۹. کان سواءِ، ۱۰. تمام گهڻا، جهجها، ۱۱. سورج يعني ڏينهن، ۱۲. لنگهي يا گذري ويا، ۱۳. وڃڻ (مرڻ)، ۱۴. وقت، ۱۵. هتان يعني هن دنيا مان، ۱٦. ڏسي يا پسي (محبوب)، ۱۷. ساهه، ۱۸. غروب ٿيين، ۱۹. نياپا، پيغام، ۲۰. پريان کي، پرينءَ کي، ۲۱. کيچ ۾ (کيچ جي ماڻهن کي) (کيچ، رياست مکران جو هڪ شهر آهي، سسئيءَ جو محبوب پنهون اتان جو رهاڪو هو)، ۲۲. ٻڌائج، ۲۳. بي واهي (سسئيءَ)، مسکين، عاجز، ۲۴. واٽ ۾، رستي ۾، ۲۵. مري وئي.

نهوڙي[1] نايُنِ[2] سين، مُون کي نينهن[3] نئو[4]،
مُنيءَ[5] مَوتُ تِئو، پِيءُ پِيءُ[6] ڪَندي پَنڌَ ۾.

۵

آئُون نَہ گڏِي پِريِنءَ کي، جُويَنُ[7] وِئڙِم[8] جاڙَ[9]،
آڏا[10] آريچن[11] کي، چاڙِهيڪا[12] ۽ چاڙَهہ[13]،
مُون مُنيءَ ڪان نَہ تِيي، وَڏَپڻ[14] مَنجھہ ولاڙَ[15]،
عُمرِ[16] سَبِ[17] اوڙَ، ويمِ[18] تِئي[19] واڪا[20] ڪَريان.

٦

آئُون نَہ گڏِي پِريِنءَ کي، عُمرِ تان ويئي،
وِلهِيءَ[21] ڏِينهن وِڃائِيا، سَرتِيون[22] سَيئِي،
پِيرِيءَ ۾ پيئي، اکيون[23] آريءَ[24] ڏي ڪَٽي.

۷

آئُون نَہ گڏِي[25] پِريِنءَ کي، پويُون[26] تِئُمِ[27] پَساهُہ[28]،
سڪان[29] تِي سَڪرَاتَ[30] ۾، رويو پُڇان راهُہ[31]،
شَالَ[32] مَ وَڃيمِ[33] ساهُہ[34]، پَسَڻَ[35] ڌَارَان[36] پِريِنءَ جي.

---

۱. زور سان جهلي، قابو ڪري، نابود ڪري، چِٽَ ڪري. ۲. چنبن. ۳. عشق. ۴. ڪنيو، ناس ڪئو. ۵. مُنِيءَ جو. غمگين جو. ڏکويل جو. نياڳيءَ جو. ٦. محبوب محبوب، پرين پرين. ۷. جواني. ۸. منهنجي وئي. ۹. اجائي، بي سود. ۱۰. اڳيان يا سامهون، رنڊڪ وجهندڙ. ۱۱. آريءَ جي اولاد يا خاندان، پنهونءَ ۽ ان جي مائٽن (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو، سسئيءَ جي محبوب پنهون ان قبيلي مان هو). ۱۲. جبلن جون ڏکيون چاڙهيون، اُبا لَڪَ. ۱۳. مٿانهيون ۽ اُتاهيون زمينون. ۱۴. پيريءَ، وڏيءَ اوستا يا عمر. ۱۵. ڊوڙ، تڪليف. ۱٦. حياتي، زندگي. ۱۷. اجائي. ۱۸. منهنجي ويئي. ۱۹. تنهنڪري. ۲۰. دانهون. ۲۱. سُڃيءَ، پينگيءَ، مسڪين، ڪنگال، محتاج. ۲۲. جيڏيون. ۲۳. اکيون کٽي= واجهائي، اوسيڙو يا انتظار ڪري. ۲۴. پنهونءَ. ۲۵. ملي. ۲٦. محبوب. ۲۷. آخري، پڇاڙيءَ وارو. ۲۸. دَمُ، ساهُہ (پويون ٿيم پساهہ= منهنجو موت قريب آهي). ۲۹. واجهايان. ۳۰. موت جي وقت. ۳۱. (محبوب جو) ڪس، واٽَ. ۳۲. خدا ائين ڪري. ۳۳. منهنجو وڃي يا نڪري. ۳۴. دَمُ. ۳۵. ڏسڻ. ۳٦. ڪان سواءِ، بغير.

## ٨

آئُون نَہ گَڏِي پِرِينءَ کي، آيو عِزرائِيلُ[١]،
جُورَاٽي[٢] سين جيڏِيُون، نَہ کو قَالُ نَہ قِيلُ،#
آيو مَوتَ[٣] دَلِيلُ[٤]، مَارِيندو[٥] مُرَادَ[٦] کان.

## ٩

آئُون نَہ گَڏِي پِرِينءَ کي، مَتَان آيو مَوتُ،
مُون[٧] وَاجَهائِيندي[٨] وَرِهَ[٩] پِئا[١٠]، هَي[١١] نَہ گَڏِيُمِ[١٢] هوتُ،
جيڪُس[١٣] تِينديَسِ فَوتُ[١٤]، فَنَا هِنَ فِرَاقَ[١٥] ۾.

## ١٠

آئُون نَہ گَڏِي پِرِينءَ کي، کَارِي[١٦] تِي قِيَامَ[١٧]،
هَتَنِ حَاجُون[١٨] چَڏِيُون، نِيٽين[١٩] نِندَ حَرامُ[٢٠]،
مَارِيَسِ[٢١] تَنهِين مَامَ[٢٢]، هوتَ هَلَندي[٢٣] جَا چَئي.

## ١١

اَچِي عِزرائِيلَ، سُتي جَاڳائِي[٢٤] سَسُئِي،
تِي ڊوڙائِي[٢٥] دَلِيل[٢٦]، تَہ پُنهُونءَ مَاٺُهو[٢٧] موکَلِئو.

---

١. ملڪ الموت، ساهہ ڪيندڙ فرشتي جو نالو، ٢. زورآور، ڏاڍائي ڪندڙ، #قال قيل= ڳالهہ ٻولهہ، بحث مباحثو، چون چرا، ٣. موت جو، ٤. رهبر، سونهون، ٥. جدا ڪندو، سڪائيندو، ٦. مطلب، مقصد، ٧. مونکي، ٨. نهاريندي، انتظار ڪندي، تڪيندي، ٩. سال، ١٠. ٿيا ١١. افسوس، ١٢. مونکي گڏيو، مونکي مليو، ١٣. شايد، ١٤. فنا، نابود، برباد، ناس، ١٥. جدائيءَ، وڇوڙي، ١٦. خطرناڪ، اونداهي، انڌڪار واري، ١٧. قيامت، حساب ڪتاب جو ڏينهن جڏهين مُردا جيئرا ٿي قبرن کان ٻاهر آندا ويندا، ١٨. ڪمَ ڪاريون، ١٩. نيٽن کي، نيٽن جي، اکين کي، اکين جي، ٢٠. خراب (ننڊ حرام ٿيڻ= ننڊ خراب ٿيڻ يا نہ اچڻ)، ٢١. فنا ڪيس، تباهہ ڪيس، تڪليف ۾ وڌيس، ٢٢. اندر جي ڳالهہ، ڳجهي ڳالهہ، ٢٣. وڃڻ وقت، ٢٤. ننڊ مان اٿاري، بيدار ڪئي، سجاڳ ڪئي، ٢٥. هلائي، ٢٦. گمانَ، خيالَ، وهمَ، ٢٧. قاصدُ.

١٢

مُنڪَرَ[١] ۽ نَڪِيرَ ڪي، جَڏهِين ڏِٺائِين،
اَڳِئَان اُتي اُن ڪي، پُنهُون[٢] پُڇِيَائِين[٣]،
اَدَا[٤] اِئَائِين[٥]، ڪو ڏِٺان[٦] سَاٿَ[٧] سَڄَڻين[٨].

١٣

وِلاڙِئُو[٩] وَٽين[١٠] چَڙهِي، ڪِي[١١] جو ڏِٺائِين،
مَوتُ مَارِيَائِين[١٢]، پَاڻُ[١٣] تَنهِنجيءَ پُٺِ[١٤] ۾.

١٤

وِلاڙِئُو وَٽين چَڙهِي، رَئِي[١٥] پَسِئُو[١٦] تِي روءِ،
وِچَان[١٧] جو وِڇُ[١٨] پوءِ[١٩]، سو ڪَنهِن پَرِ[٢٠] ڪَهِي[٢١] لاهِيَان[٢٢].

١٥

وِلاڙِئُو وَٽين چَڙهِي، اُوچَنِ[٢٣] مَتي[٢٤] اَڄُ،
لاَلَڻَ[٢٥] ڪَارَڻِ[٢٦] لَڄُ[٢٧]، بَاسِئَائِين بَرِدَارِ[٢٨] جِي.

١٦

وِلاڙِئُو وَٽين چَڙهِي، ڏِئُو[٢٩] پَتولي[٣٠] لاَنگَ[٣١]،

---

١. منڪر ۽ نڪير مسلمانن جي عقيدي موجب مُئي ماڻهوءَ کان قبر ۾ پڇا ڪندڙ ٻن فرشتن جا نالا. ٢. سسئيءَ جي محبوب جو نالو. ٣. (پنهونءَ بابت) خبرچار يا حال احوال ورتائين. ٤. اي ادا، اي ڀائو. ٥. اٿائين. اِنهيءَ جاءِ تان (لنگهندي). ٦. اوهان ڏٺو. ٧. قافلو، اٺن جي قطار. ٨. سڄڻن جو، محبوبن جو. ٩. ڊوڙيو، ست ڏيو. ١٠. وٽن تي. ١١. ڪجهہ (عجيب شيءِ). ١٢. نيست و نابود ڪيائين. ١٣. پنهنجي جند، پنهنجو سرير. ١٤. پُٺِ ۾= پويانْ، پٺيان، بعد ۾. ١٥. دزَ، غبارَ، جانورن يا ماڻهن جي هلڻ ڪري رستي تان اڏامندڙ مٽي. ١٦. ڏِسئو.١٧. وچ ۾، سسئي ۽ سندس محبوبَ پنهونءَ جي درميان. ١٨. ويڇو، جدائي. ١٩. پوي. ٢٠. ريت، نموني. ٢١. پنڌ ڪري، هلي وڃي. ٢٢. ختم ڪريان. ٢٣. ڊگهن يا وڏن (وٽن). ٢٤. تي. ٢٥. محبوب. ٢٦. واسطي. ٢٧. لَڄِ باسيائين= ڪاڻ يا محتاجي ڪڍيائين. ٢٨. ميوي جهلنيدڙ (وڻ). ٢٩. ورايو، ٻڌيو. ٣٠. پٽولي جي، پوتڙي (ڪپڙي جي ٽڪر) جي، پوتيءَ جي، چادر جي. ٣١. لاڪَ، گوڏ، سندرو، ڏاب.

سَسُئِي مورَ[١] ٻَچَنِ جِيئَن[٢]، تَارِيءَ[٣] ٽَارِيءَ چَانگَ[۴]،
ڪَانڌِي[۵] تِيندَسِ[٦] ڪَانگَ[٧]، هُو جي رُوڌ[٨] رِڃُن[٩] جَا.

**١٧**

وِلاَڙِئو وَٽِين چَڙهِي، ڳِجُهن[١٠] ٽِيندي ڳَاهُہ[١١]،
سَسُئِيءَ سُورِيءَ[١٢] چَاڙهِئو، پِريَان[١٣] لَئي[١۴] پَسَاهُہ[١۵]،
هُوءِ مِرُون[١٦] هِيءُ مَاهُہ[١٧]، ڪِينَ ڪَمِيٽِيءَ رِڪِئو[١٨].

**١٨**

وِلاَڙِئو وَٽِين چَڙهِي، ڳِجُهون ڳَارَا[١٩] ڏِينِ،
مَارِي اُڃَ[٢٠] مَانِدِي[٢١] ڪِي، جهولاَ[٢٢] جهَڙپِينِ[٢٣]،
قِرئو[٢۴] قِيرَا[٢۵] ڏِينِ، ٻُڪِئَا[٢٦] پَڪِي ٻَرَ[٢٧] جَا.

**١٩**

وِلاَڙِئو وَٽِين چَڙهِي، ڳِجُهن ڪِئو ڳَارو[٢٨]،
مَتَان اُلَهِي[٢٩] مُنڌَ جِي، ڏِينِ لَمِي[٣٠] لاَمَارو[٣١]،
مُنِيَٽِسِ[٣٢] مُون[٣٣] مَارو[٣۴]، ڪَندَا ٻُڪِئَا پَڪِي ٻَرَ جَا.

---

١. مورَ جي، طائوس جي، ڪارايل جي (مور، سهڻن پرن ۽ پڇ سان، هڪ پکيءَ جو قسم آهي)، ٢. وانگر، ٣. (وڻ جي) هڪ ٽارِيءَ يا شاخ تان ٻيءَ ٽاريءَ يا شاخ تي، ۴. ٽپا، ڇلانگ (ڏي)، ۵. مٿل ماڻهوءَ جي جنازي کي ڪلهو ڏيندڙ، حمايتي، مددگار، ٦. اُن جا ٿيندا، ٧. ڪاري رنگ جا پکي، ڪانءُ، زاغ، ٨. ٽَر يا جبل جا وڏا ڪارا ڪانگ (گنج ۾ "روجهہ" لکيل آهي)، ٩. رڻ پٽن، بيابانن، ١٠. ڳِجهن جو (ڳِجهہ هڪ قسم جو وڏو پکي آهي جيڪو مُئل ساهوارن جو گوشت کائيندو آهي)، ١١. ڪاڄ، ڪاڏو، ڦُوٽَ، ١٢. سُوريءَ تي (سوري ان ڪٽ کي چوندا آهن جنهن تي وڏا ڀالا ۽ نيزا ڪتل هوندا آهن ۽ جنهن تي ڏوهاري ماڻهن کي پراڻي زماني ۾ اڇلي ماريندا هئا)، ١٣. پرينءَ، محبوب، ١۴. لاءِ، واسطي، ١۵. ساهہ، سرير، جسم، جان، ١٦. (جهنگ جا)، جانور، ١٧. (بدن جو) گوشت، ١٨. سانڍيو، لڪايو، ١٩. ڳارا ڏين= اڄ وَڄ ڪن، ٢٠. پياس، ٢١. عاجز، لاچار، بي وس، ٢٢. گرم هوائون، لڪون، ٢٣. جهڙپون ڏين، ستون ڏين، جهپٽون يا چيپٽون ڏين، ٢۴. وَرِئو، موٽيو، واپس ٿئو، ٢۵. گهمرا، ڀيرا، چڪر، ٢٦. ٻَڪ جا ماريل، ٢٧. رڻ پٽ، بيابان، ٢٨. لهي، ٢٩. لهي، اڏامي، ٣٠. نمي، هيٺ ٿي (متان ڪان)، ٣١. ڦيري يا بولاٽي، اڏامندي جهپَن هڻڻ واري حالت، ٣٢. آئون مُني يعني مصيبت ۾ پيئي، ٣٣. مون تي، ٣۴. حملو، ڪاهہ، جُلهہ.

(٢٠)

ولاڙئو[١] وڻين[٢] چڙهي، ڏُسڪئو[٣] جهلي ڏارَ[٤]،
ٻَهَه[٥] ٻَهه ٻيلاين[٦] جي، ڪانيو[٧] ۾ قطارَ[٨]،
لڪن[٩] مان لطيف چئي، نُوڙئو[١٠] ڪري نهارَ[١١]،
سي شينهن پسئو[١٢] شُڪرانا[١٣] ڪري، ڀانئي[١٤] ڪرهن[١٥] جا ڪپارَ[١٦]،
هو گُهمن[١٧] ۾ گنوارَ[١٨]، هيءَ ڀانئي اُن بلوچ[١٩] جا.

(٢١)

ولاڙئو وڻين چڙهي، ڏُسڪي منجهه ڏارن،
ڏئو لتُون[٢٠] لامُن[٢١] تي، چڙهي سر[٢٢] چوٽن[٢٣]،
وبچاريءَ[٢٤] وساهين[٢٥] نه ڏي، پاٽي[٢٦] ڪان پنبڻن[٢٧]،
لس[٢٨] ڪان لُڙڪن[٢٩]، آڏو[٣٠] ڌُنڌُ[٣١] اچي وئو.

(٢٢)

ولاڙئو وڻين چڙهي، وئو سينگارُ[٣٢] سندوس[٣٣]،
مُنهن[٣٤] ڪُوماڻو[٣٥] مُنڌ[٣٦] جو، روئي روپُ[٣٧] وئوس،
ڪُنهنبو[٣٨] بُتُ[٣٩] ڪامي[٤٠] وئو، حُسنُ ڪُلُ[٤١] هپيوس[٤٢].

١. ڊوڙيو، ستون ڏيو، ٢. وڻن تي، ٣. سڌڪا ڀرئو، رويو، ٤. وڻن جا ٿلها ٽار جيڪي ٿڙ مان نڪرندا آهن، ٥. ٻهه ٻهه= تمام وڏي، ٦. ٻيلائي شينهن جو هڪ قسم آهي، ٧. نئن بارڻ جيڪا بلوچستان مان نڪري ڪوٽڙيءَ لڳ سنڌو درياهه ۾ ڇوڙ ڪري ٿي، ان جي ڀرسان هڪ جبل. ٨. لانڊ، قافلو. ٻيلائي شينهن جي هڪ ٻئي ٻٺيان هلڻ واري حالت. ٩. جبلن. ١٠. نمئو، جُهڪئو. ١١. نظر، نگاهه. ١٢. ڏسئو، ١٣. شڪرانا ڪري= (خدا جون) مهربانيون، ٿورا ۽ احسان مڃي، ١٤. سمجهي، گمانَ ڪري، ١٥. اٺن، ١٦. مٿا، ڪنڌَ، ١٧. هلن، ڦرن، ١٨. مستيءَ، بي پرواهيءَ، البيلائيءَ، ١٩. پنهونءَ (سسئيءَ جو محبوب بلوچ قوم جو هو)، ٢٠. ٽنگون، پيرَ، ٢١. ٽارين، شاخن، ٢٢. تي، ٢٣. (وڻن جي) مٿين حصي، ٢٤. ويچاريءَ کي، بي واهيءَ کي، مسڪين کي، ٢٥. ويساند، ساهي، فرصت، ڄهلَ، ٢٦. لڙڪن يا ڳوڙهنجو پاڻي، ٢٧. اکين جي پلڪن يا ڇپرن، ٢٨. گهڻائيءَ، جهجهائيءَ، ٢٩. لڙڪن جي، ٣٠. اڳيان، سامهون، ٣١. لراٽ، اونداهه، ٣٢. ٺاهَ ٺوهَ، آرائش، زيب و زينت، ٺٺ ٺاٺَ، صفائي، اجرائي، ٣٣. سندس، هُن (سسئيءَ) جو، ٣٤. شڪل، مُکَ، صورت، ٣٥. مرجهايو، بي رونق ٿئو، ٣٦. زال، عورت (سسئيءَ)، ٣٧. حُسن، سُونهن، ٣٨. ڳاڙهو، لال، ٣٩. بدن، جسم، ٤٠. سڙي، جلي، ٤١. سمورو، سڄو، ٤٢. جهڪو يا گهٽ ٿيس.

ويـيَـسِ[1] لالائـيِ[2] لـگـنِ[3] جي، جـهـولـيِ[4] جـيءُ[5] جـهـڙپـيـوسِ[6]،
قُـربـانـيِ[7] قَـبـولِـيـوس[8]، بَـاسـيِ[9] مُـنـذَ مـوتُ هَـلـي.

٢٣

وِلاَڙِئـو وٽـين چَـڙهـي، پَـسـو سَـگَـهـه[10] سَـنـديَـاسِ[11]،
آذِيءَ[12] وَجِـئـو آکُـڙي[13]، نَـکـو پِـيءُ نَـه مَـاس،#
سـوئِـيِ[14] سـو سـيٽـاسِ[15]، پَـريِ[16] پَـڙاڏا[17] كَـري.

٢٤

وِلاَڙِئـو وٽـين چَـڙهـي، ڏَاڍو[18] ڏوري[19] ڏُورِ[20]،
سُـپـيـريَـان[21] جـي سُـورِ[22]، پَـري پَـڙاڏا كَـري.

٢٥

پَـري پَـڙاڏا كَـري، اوري[23] نَـه آهـي،
كَـمـتَـرِ[24] كَـا كَـاهـيِ[25]، پَـهـچـيِ[26] اِن پَـتـيءَ[27] كـي.

٢٦

اُو كَـمـتَـر ڏِسـجَـنِ كَـتَـهِين، جي پُـنـهُـونءَ[28] پِـيَـارِيُـونِ[29]،
اگِـئَـان اُڀـو[30] اُنِ[31] كـي، جَـتِ[32] كَـري زَارِيُـون.

---

١. ختم ٿيس، ٢. ڳاڙهاڻ، سُرخي، ٣. عضون، ٤. گرم هوا، لُڪَ، ٥. جسم، بدن، ٦. جلايوس، لهسيوس، ڪانيوس، ٧. صدقو، ٻلدان، نذرانو، ٨. اوهين هُنَ جو قبولِئو. اوهين هنجو منظور ڪرئو، ٩. قبول ڪري، منظور ڪري، نذر يا منت مڃي، ١٠. طاقت، زور، ١١. سندس، هن (سسئيءَ) جي، ١٢. آذيءَ جو اڌ رات جو، ١٣. آٽڙ جي، ٽاپا ڪائي، ٿڪي، نکري، سفر ڪري # نڪو پيءُ ساٿس نڪي سندس ماءُ ساڻ اٿس يعني اڪيلي پنڌ سفر ڪري، ١٤. اهو ٿي درد يا سور، ١٥. ساٿس، ١٦. پرانهين پنڌ تي، ١٧. پڙلاءُ، صدا، آواز، ١٨. تمام گهڻو، بي حد، ١٩. ڳولي، ٢٠. پري، ٢١. پرينءَ، ٢٢. سورَ سان، ٢٣. ويجهو، قريب، اوڏو، ٢٤. ورلي، مَسَ، ٢٥. پنڌ ڪري، ٢٦. رسي، ٢٧. پَٽَ، ميدان (مرتبي)، ٢٨. پنهونءَ ڪي (پنهون سسئيءَ جي محبوبَ جو نالو آهي)، ٢٩. پسند، وڻندڙ، ٣٠. بيٺو، ٣١. واسطي لاءِ، ٣٢. انئ جو مالڪ، پنهون، ٣٣. آزيون، منٿون، التجائون (خدا جي اڳيان شفاعت جي واسطي).

ڏِنگيُون[١] جي[٢] ڏارِيُون[٣]، آرِي[٤] عَاجِز[٥] اُن جو[٦].

## وائي

تَنَ[٧] مَنَ[٨] مَنجهہ تَنوارَ، هو[٩] يَارَ[١٠]، سَدا[١١] آهي سِڪَ[١٢] جي وو،
تيئَن چُٽڪَن[١٣] چِتَ[١٤] ۾، جيئَن سَا گهنڊِيءَ[١٥] لارَ[١٦]،
لَڳِي اُجَ اڪِيُنِ کي، سِگهو موٽُ سَتارَ،
پَسان[١٧] کِينَ پِريَتُو[١٨]، ڪَاڏي[١٩] پِرتِ[٢٠] پَچارَ[٢١]،
بَندِيَاٽِي[٢٢] پَنِيورَ ۾، آهيَان آنهَان[٢٣] ڏارَ[٢٤]،
مُونکي چَڏِمَ چَپَرِين، آريَاٽِي[٢٥] آذارَ[٢٦]،
ڏيان خَيزَ[٢٧] خِزانَ[٢٨] ۾، بي[٢٩] تو[٣٠] مَنجهہ بَهارَ[٣١]،
مُضَرَتَان[٣٢] مُونکي کِئَا، حَکِيمَن[٣٣] هَزارَ،
دَوَا[٣٤] آهيين[٣٥] دِل جي، وَارو[٣٦] وَاقفَڪَارَ[٣٧]،
آٽي ڏي عَلِيلَ[٣٨] کي، مَعجُونُون[٣٩] موچَارَ[٤٠]،
آهي عَبدُاللطيف کي، تُنهِنجي پِيءَ[٤١] پَچارَ[٤٢].

---

١. بُريون، ارڏيون، لچيون، ٢. يا، ٣. ڏنگيون، لنڊيون، اوباش، بدڪار، ۴. پنهون (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو. سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ۵. فڪرمند، غمگين، ٦. لاءِ، ٧. بدن، جسم، جان، بت، ٨. دل، ٩. ٻولي، ذڪر، پچار، ١٠. دوست، ١١. هميشہ، دائمي، ١٢. محبت، پيار، ١٣. هُرنِ، چُرَن، ياد پون، ١۴. دل، ١۵. گهنڊيءَ ۾، ڇڙيءَ يا ٽليءَ ۾ (گهنڊي چوپائي مال يا ڍورن جي ڳچيءَ ۾ ٻڌبي آهي)، ١٦. ڇڙيءَ يا ٽليءَ وغيره ۾ آواز ڪرڻ لاءِ ٻيل ڪانيءَ يا هڏي جو گهڙيل ٽُڪر يا لوهہ جي ڪلي، ١٧. ڏسان، ١٨. (اوهان جي) محبت، ١٩. ڪيڏانهن وئي يا ڪٿي آهي، ٢٠. پرت جي، محبت جي، ٢١. ذڪر، تات، (اوهان جا) قولقرار يا واعدا، ٢٢. قيدڻ، ٢٣. اوهان، ٢۴. سواءِ، ٢۵. آئي آرياڻي، اي آري، ٢٦. پرجهلا، پروسا، سهارا، ٢٧. ٽپا، ڇالَ، ٢٨. هڪ موسم جو نالو جنهن ۾ وڻن جا پن ڇڻندا آهن. سَرءَ جي موسم، ٢٩. سواءِ، ٣٠. تو ڪان، ٣١. هڪ موسم جو نالو جنهن ۾ وڻ ڦوٽاڙو ڪندا آهن، ٣٢. نقصان، ٣٣. طبيبن، ويڄن، ٣۴. دارون، علاج، ٣۵. تون آهين، ٣٦. واهرَ، مدد، ٣٧. اي واقفڪار، اي رهبر، اي سُونهان، ٣٨. بيمار، ٣٩. دوائون، ۴٠. اي موچارا، اي سهڻا، ۴١. محبوب، ۴٢. تات، يادگيري.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُرُ مَعذُورِ

## داستان اڻون

### ١

اَڌَرَ[1] نِڌَرَ اَيَرِي[2]، اَسُونهِين[3] آهِيَان،
لُڙِڪَ[4] لاَلَ[5] لطِيف چَئي، وَرَ[6] لَئي[7] وَهَايَانِ[8]،
هيْجَان[9] هَنجُون حَبِ[10] ۾، هوتَنِ[11] لَئي هَارِيَان،
جَانِبُ[12] ضَعِيفِيءَ[13] سين، پُنُهُون پَهَايَانِ[14]،
پِيهَان پَچَايَان،# جِي[15] مُون[16] نِئو پَاڻ[17] سين.

### ٢

اَڌَرَ نِڌَرَ اَيَرِي، آهِيَان اَسُونهِين،
پَرڏيهِي[18] پِرِين ڪِئَا، مَرَڻَ لَئي مُونهِين[19]،
سَسُئِيءَ سَاڻُ سَيدُ چَئي، تَنگُنِ[20] ۾ تونهِين[21]،
هَارِي[22] ڪِيئَن[23] هُونهِين[24]، رِءَ[25] سَمَرَ[26] سَڌُون[27] ڪَري.

١. بنان آڌار، بنا سهاري، نِڌر، نڌڻڪي، ٢. هيڻي، ضعيف ڪمزور، ٣. اڻ واقف، بنان سونهين يا واقف، بنان رهبر، ٤. ڳوڙها، هنجهون، آنسو، ٥. ڳاڙها، رت جا، ٦. مڙس، ڀتار، محبوب، ٧. لاءِ، واسطي، ٨. هاريان، ڳاڙيان، ٩. هيج وچان، محبت وچان، ١٠. حَبَ نديءَ جي آس پاس (حب هڪ نديءَ جو نالو آهي جيڪا ڪراچيءَ کان ست ڪوهه پري پب جبل جي اتر واري قطار وٽان بلوچستان جي حد مان نڪري اچي ڪراچيءَ جي ڀرسان سمنڊ ۾ چوڙ ڪري ٿي)، ١١. محبوبن (هوت، بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي، سسئيءَ جو محبوبُ پنهون ان قبيلي مان هو)، ١٢. جاني، دوست، دلبر، ١٣. عاجزيءَ، نهٺائيءَ، نماڻائيءَ، ١٤. ريجهايان، پرچايان، # جنڊ ۾ اٽو پيهي (اوهان لاءِ) ماني پچايان يعني اوهان جي خدمت ڪريان، ١٥. جيڪڏهين، ١٦. مونکي، ١٧. وٺي وڃو، ١٨. پرديسي، مسافر، ١٩. مون، ٢٠. مشڪلاتن، تڪليفن، جبلن جي سوڙهنلڪن ۾، ٢١. (صرف) تون، ٢٢. نادان، موڳيءَ بي عقل، ٢٣. ڇا جي ڪري، ٢٤. اجايو، ٢٥. سواءِ، ٢٦. سمر کان، مال اسباب يا کاڌي پيتي کان، ٢٧. خواهشون، تمنائون، حرص.

٣

اَڏَرَ نِڌَرَ اَيَرِي، اَسُونهين آئُون،
چِيتا[١] چُورَ چُنجهن[٢] ۾، بَرَ[٣] ۾ بَلائُون[٤]،
موتِجِ[٥] پُنهُون پاهُون[٦]، مَچُڻِ[٧] مَحِبَ[٨] مَرِي رَهان[٩].

٤

اَڏَرَ نِڌَرَ اَيَرِي، اوڳِي[١٠] اَوائِي[١١]،
لاڳا پَنِ[١٢] لَطيف چئي، مُنڌَ رائي[١٣] رَهائِي[١٤]،
ڪانَ ٿُهاري[١٥] ٽَڪَرِين[١٦] سانُسِ[١٧] سَڳائِي[١٨]،
جَلَڻُ[١٩] جَبذائِي[٢٠]، آرِي[٢١] لاهِ اَصِيلِ[٢٢] ڪِي[٢٣].

٥

اَڏَرَ نِڌَرَ اَيَرِي، وِيچاري[٢٤] وَرِي[٢٥]،
لالَڻَ لَئي لَطيف چَئي، پُرِي[٢٦] پير پَرِي[٢٧]،
ڪَمِيٽِي ڪَرِي، ڪارُون[٢٨] ڪيچ ڏَٽيَنِ ڪي.

٦

اَڏَرَ نِڌَرَ اَيَرِي، ڪَمِ[٢٩] نَہ ڪُنمَاتِي[٣٠]،
سا ڪِيئَن وِهي وِيسَرِي[٣١]، جا گهائِي[٣٢] گهنماتِي[٣٣]،
پيئي پيشِ پُنهُونءَ جي، اُسِنِ ۾ آتِي[٣٤]،

---

١. چيتا چور= چيتا شينهن جيڪي لڪي حملو ڪندا آهن. ٢. وڻن جي جهڳٽن، ٻيلن، جبل جي غارن يا چرن. ٣. رڻ، بيابان. ٤. هيبتناڪ شيون جهڙوڪ جن، ڀوت، نانگ وغيره. ٥. واپس يا وري اچج. ٦. پنڌي، پوئتي. ٧. متان. ٨. اي محب، اي محبوب. ٩. وڃان. ١٠. موڳي، وسوڙل. ١١. توائي، موڙ هل. ١٢. تعلقن، ناتن. ١٣. رائي ۾. جبل (جي واريءَ يا ريتيءَ) ۾. ١٤. روڪي، ترسائي. ١٥. نياهي، ڇيهہ يا توڙ تائين هلائي. ١٦. ٽڪرن، جبلن. ١٧. هُن سان (سسئيءَ سان). ١٨. سات، ناتو. ١٩. سڙڻ، پچڻ، ڪامڻ. ٢٠. بيماري، هيٺائي. ٢١. اي آري، اي پنهون (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو. سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو). ٢٢. خانداني ۽ شريف (عورت). ٢٣. تان. ٢٤. مسڪين، بي واهي، نڌٽڪي. ٢٥. خبرون پڇي، سَڌ سماءُ وٺي. ٢٦. هلي، اڪتي وڃي. ٢٧. پير پري= پنڌ ڪري. ٢٨. منٿون، آزيون، نيزاريون. ٢٩. ڪجهہ بہ. ٣٠. اداس ٿي، دلگير ٿي. ٣١. غافل. ٣٢. (عشق جي) گهاءَ يا ڦٽ. ٣٣. اُداس ڪئي، مُنجهائي. ٣٤. سڙي، پچي.

جَا لُڪُنِ[1] لُوسَاتِيَ[2]، سَا سيج[3] چَڙهَندِي سَسُئِيِ.

⑦

اَڌَرَ نَڌَرَ اَيَرِي، سَڌَرَ[4] هُئِي سَچِي[5]،
سُپَڪُ[6] تِي سَيَدُ چَئِي، پَهڻَنِ[7] مَنجهہ پَچِي[8]،
مَعذُورِ[9] تي مَارو[10] ڪئو، اولاڪَنِ[11] اَچِي،
مَتِي[12] رَاهَہ[13] رَچِي[14]، تِي لاَلَ لَطِيف[15] چئي.

٨

اولاڪَنِ اَچِي، مَعذُورِ ڪي مَارو ڪئو،
وِسَارِيَج[16] مَرَوَر[17] ڪي، مَنجَهان ڪُڙهہ[18] ڪَچِي[19]،
لاَهي لاڳَاپَا لَنگهہ تُون، سِيڻَنِ[20] ڏُونهُنَ[21] سَچِي،
سُپَڪَ تِي سُورَنِ سين، پَهچَندِيئَ[22] پَچِي،
مَنجهَان رَاهَہ رَچِي، تِيندِيئَ لاَلَ لطيف چئي.

٩

پيئِي تِيي پَيمَالُ[23]، سَا مُنڌَ مَري نَہ جِيئِي،
پُورِي[24] هِنَ پَنيورَ سين، هَڌِ[25] نَہ ڳَرهي[26] حَالُ[27]،

١. جهولن، گرم هوائن، ٢. لهسي، ساڙي، ٣. سيج تي، چپر کٽ تي (شاديءَ جي رات گهوٽ ڪنوار لاءِ جيڪا کٽ ۽ بسترو سينگاري تيارڪندا انکي سيج چوندا آهن، سيج چڙهندي= پنهونءَ سان ملندي)، ۴. گهٽو، زيادهہ، ۵. ثابت قدم، پختي ارادي واري، صاف دل، نيڪ. ٦. چڱي طرح پڪل، مضبوط، سوٽ، ٧. پٿرن، جبل، ٨. سيڪجي، تپي، جلي، ٩. عذر واريءَ، جڏي، هيٺيءَ، لاچار، ١٠. حملو، ڪاهہ، ١١. فڪرن، ڳڻتين، ١٢. تي، ۾، ١٣. واٽ، ڪس، رستي، ١۴. رڱجي، ١۵. ڳاڙهي، سرخ، ١٦. دِل تان لاهج، ١٧. مڙس، پيتار، ١٨. دل، جسم، ١٩. اي ڪچي، اي الڙ، اي ناتجربيڪار، ٢٠. سڄڻن، دوستن، ٢١. ڏانهن، ٢٢. رَسنديئَ، ٢٣. پائمال، زبون، نابود، زمين دوز، ناسُ، ٢۴. موڪي، وسوڙل، ٢۵. اصل، بنهہ، مور، ٢٦. اوري، سلي، ٻڌائي ٢٧. ماجرا، خبر چار.

لاَلَڻَ جو لطيف چئي، وِسَاري نَہ وِصَالُ،
پِرِي ڪِجَاهُہ پَالُ، هِيءَ ڏَاهِہ ڏورِيندي ڪيترو.

۱۰

دوستُ ڏِنَائين دِلِ سين، ورچِي تَان نَہ وِهي،
لاَنچِئو لَڪُ لطيف چئي، پَهَڻَنِ مَنجِهہ پِهَي،
سَنڌِي نِينهَن نِهَي، ڪِي سَرفِرَازَ سَسُئِي.

۱۱

جَفَا وَارِيَنِ جَسُ، جَسُ جَفَا رِيَ نَہ ٿِئي،
سُتين سَاٿُ وِجَائيو، گَولِي چِڏِ مَ گَسُ،
لِيڙَنِ جو لطيف چئي، ڏُونگَرِ آهي ڏَسُ،
پُنهُون وَجِي پَسُ، سِر پَرِ هَلِي سَسُئِي.

۱۲

ڏُهِلاَ مُون ڏِينهَن ٿِئَا، پِيَمِ جَامَ جُيُون،
ڪَندي پَنڌُ پَهَاڙَ مِ، ٿِئَڙُم رُوحُ رِبُون،
لُچِئو ٿِئَان لطيف چئي، ڪَارَڻِ دوستَ دِيُون،

---

۱. پلجي، دل مان لاهي، ۲. ڳڏجاڻي، ميلاپُ، ۳. راضي يا خوش ٿي، ۴. تون ڪج، اوهان ڪجو، ۵. نوازش، مهرباني، ۶. ڳولي، ٻانهي، ۷. ڳوليندي، ڊونڊيندي، ۸. دل سين= ڏيان سين، چڱي طرح، ۹. ڪڪ يا بيزارَ ٿي، ۱۰. هرگز، ۱۱. ٻڏئو، ۱۲. چيلهہ، ڪمر (لانچئو لَڪُ= چيلهہ تي سندرو ٻڌي)، ۱۳. پٿرن، جبل، ۱۴. گهڙي، ۱۵. جي، ۱٦. عشق، ۱۷. لاڳاپي، ناتي، تعلق، ۱۸. راضي، خوش، سرخرو، ۱۹. جاکوڙ، ڪشالو، تڪليف، ۲۰. وارين ڪي، ڪندڙن ڪي، ۲۱. آفرين، شاباس، مبارڪ، ۲۲. ڪان سواءِ، ۲۳. قافلو، اٺن جي قطار (جنهن تي پنهونءَ کي ان جا ڀائر کڻي ويا)، ۲۴. اي ڳولي، اي ٻانهي (سسئي)، ۲۵. رستو، واٽ (گسُ مَ ڇڏ= پنڌ ڪندي وڃ)، ۲٦. اٺن، ۲۷. ڏونگرجي طرف، جبل جي طرف، ۲۸. اطلاع، پتو، ۲۹. سان (جي ذريعي)،۳۰. ڏکيا، ڏهيرا، تڪليف وارا، اهنجا، ۳۱. حياتي، ۳۲. ليڪون، سنهيون يا ننڍڙيون جُون، ۳۳. منهنجو ٿيو، ۳۴. چانورن جا ڀڳل ٽڪر، ذرا ذرا، ۳۵. ڦٽڪئو، ۳٦. ذرا ذرا، پرزا پرزا، چنل ڏاڳا، تندون.

يَايَانِ[۱] لَڪَ[۲] لَيُونِ[۳]، جيِ[۴] سُورَ[۵] پِرِيَانِ[۶] جَا سَاڻُ مُونِ[۷].

## ۱۳

هِيڪَلِيَائِي هَاڻِ، پُورِبَندِيَسِ[۸] پُنهُونءَ ڏي،

لِيڙَنِ[۹] سِين لطيف چئي، پُوندِيَسِ[۱۰] پَندِ پَرِيَاڻِ[۱۱]،

رُلِي[۱۲] چُلِي[۱۳] چَپِرِين[۱۴]، ڪِنهِن پَرِ[۱۵] لَاهِيَان ڪَاڻِ[۱۶]،

ڪَندِيَسِ ڪُوهِيَارَلِ[۱۷] سِين، رُچِي[۱۸] رُوحَ رِهَاڻِ[۱۹]،

آهِيَان گَهڻُو اَجَاڻِ[۲۰]، پَرَ[۲۱] سُورَ پِرِيَان جَا سَاڻُ مُون.#

## ۱۴

هِيڪَلِيَائِي هِيلَ[۲۲]، پُورِبَندِيَسِ پُنهُون ڏي،

آڏَا[۲۳] لَڪَ لطيف چئي، سُورِيُون[۲۴] سُجَنِ[۲۵] سِيلَهہ[۲۶]،

تَہ[۲۷] ڪَرَ بِيلِيَنِ[۲۸] بِيلَهہ[۲۹]، جيِ[۳۰] سُورَ پِرِيَان جَا سَاڻُ مُون.

## ۱۵

جي سُورَنِ سِجَهائِيِ[۳۱]، تَوءِ[۳۲] چِيلِهہ[۳۳] بَڌِئُو[۳۴] چوٽِيِن[۳۵] چَڙهي،

لَڏَائِين لطيف چئي، لَالَڻُ لِيلَائِي[۳۶]،

سَگُ[۳۷] پُنهُوهہ جي سَسُئِي، مِيڙي مَلَائِي.

۱. سمجهان، محسوس ڪريان، ۲. جبل، ۳. لڙن جا نندا نندا وڻ (لئو هڪ قسم جو وڻ آهي)، ۴. جيڪڏهين، ۵. ڏک، تڪليفون، درد، غم، ٦. پرينءَ، محبوب، ۷. مون سان گڏ يا شامل (آهن)، ۸. هلنديس، پنڌ پونديس، ۹. ائن، ۱۰. پنڌ ۾، سفر ۾، ۱۱. (پنهون جي سات سان) گڏجڻ لاءِ، شامل ٿيڻ لاءِ، ۱۲. پٿڪي، ۱۳. ڊوڙي ڊُڪي، ۱۴. چيرن ۾، جبلن ۾، ۱۵. ريت، ۱٦. ميارَ، گلا، ڏوراپو، ۱۷. ڪوهہ يعني جبل جي رهندڙ (پنهونءَ)، ۱۸. خوش ٿي، ۱۹. زوح رهاڻ= ڳالهہ ٻولهہ، ڪچهري، ۲۰. بي عقل، بي سمجهہ، ۲۱. مگر (گنج ۾ هيءُ اکر لکيل ڪونهي)، # سور پريان جا ساڻ مون = پرينءَ جا سور منهنجا مددگار آهن ان ڪري مونکي پنهنجي بي سمجهيءَ جي پرواهہ ڪانهي. ۲۲. هاڻ، هينئر، ۲۳. اڳيان، ۲۴. سوريءَ يعني (ڪٽ جي مثل) ڪاٺ جي چونڪ ۾ لڳل ڀالن ۽ نيزن جي مثال، اُڀيون ۽ اوچيون ٽڪريون يا جبل، ۲۵. ٻڌجن، ۲٦. اُتاهان جبل، ڪرڙا يا اڙانگا پهاڙ، ڪنڊا، نيزا، ڀالا، ۲۷. جڻ تہ، جيڪر، ۲۸. ٻيلين سان، ساٿين سان، دوستن سان، ۲۹. گڏ، همراهہ، ۳۰. جيڪڏهين، ۳۱. ڪمزور ڪئي، فنا ڪئي، ڳاري ختم ڪئي، ۳۲. تنهن هوندي بہ، ۳۳. چيلهہ کي، ڪمر کي، ۳۴. ڪپڙو يا سندرو ٻڌئو، ۳۵. (جبلن جي) چوٽين تي، جبلن تي، ۳٦. آزيون ڪري، منٿون ڪري، ۳۷. ناتي، واسطي.

بَانيَڻ[1] بَاڏائِي[2]، حَبَ[3] ئَان وَارِئُو[4] هوتَ کي.

## ١٦

جِنِي[5] رَائي[6] کَي[7] رَنجُورَ[8]، تَکَرَ[9] تُوءِ[10] تَاکِئُو[11] چَڙهي،
لاَنچِئُو[12] لَکُ[13] لطيف چئي، هَلي ڏَانهَن حُضُورَ[14]،
رَهَئَا سَبِ رِجُنِ[15] ۾، سَسُئِيءَ جَا سَالُورَ[16]،
سَاجَنُ[17] ميڙُئِسِ[18] سُورَ[19]، سُکُ[20] نہ ميڙُئِسِ سُپرين.

## ١٧

رَائي رَهَائي[21]، هَلي مُنڌَ هَٿَنِ سين،
تَريُون تَنگَ[22][23] وَرَنِ[24] ۾، چُلي[25] چِنَائين[26]،
اُتي عَبداُللطيف چئي، رَهَ[27] ۾ رُنَائين،
سَبَاجَهَا[28] سَائين، وِجهين بَاجَهہ[29] بَروچَ کي.

## (١٨)

رَنجَلَ[30] پِئَڙَسِ[31] رَافَ[32]، کَندي پَنڌُ پَهَاڙَ ۾،
رَکَبَ[33] کوڙِئو رُوهَ[34] تي، کَري کَاهُون مَٿي کَافَ[35]،
آهيسِ عَبداُللطيف چئي، سِکَ[36] پِريَان ڏي صَافَ[37]،

١. ٻانيٽياڻي يعني سسئي جيڪا ٻانيڻ جي گهر ۾ پيدا ٿي هئي، برهمڻ زال. (ٻانيڻ يا برهمڻ، هندن جي هڪ اوچي ۽ اتم ذات آهي). ٢. منٿون ڪري، ورلاپ ڪري. ٣. حب وٽان (حب، مشهور نديءَ جونالو آهي جا بلوچستان ۽ سنڌ جي سرحد سان وهي ڪراچيءَ جي پرسان سمنڊ ۾ چوڙ ڪري ٿي). ۴. ورايو، موٽايو. ۵. جيڪڏهين. ٦. جبل جي ريتيءَ يا واريءَ، جبل. ٧. ڪئي. ٨. ڏکايل، بيمار. ٩. جبل، پهاڙ. ١٠. تنهن هوندي. ١١. ٽڪي، ٽورو ٽورو ڪري وڍي يا ڪپي. ١٢. ٻڌئو. ١٣. چيلهہ، ڪمر. ١۴. (پنهونءَ جي) دربار، ڪچهريءَ، مجلس. ١۵. برپٽن، بيابانن. ١٦. ڪپڙا، وڳا، پوشاڪون. ١٧. سڄڻ، محبوب. ١٨. ان (سسئي) کي ميڙيو يعني ملايو. ١٩. ڏکَ، تڪليف. ٢٠. آسائش، راحت. ٢١. روڪي ڇڏي، ٽڪائي، ترسائي. ٢٢. پيرن جو هيٺيون پاسو، پب. ٢٣. تنگ جي، جبل جي. ٢۴. واٽن، راهن، رستن، وڪڙن. ٢۵. ڊوڙي. ٢٦. ڦٽيائين، زخمي ڪيائين. ٢٧. راهہ، رستي. ٢٨. ٻاجهارا، رحم يا ٻاجهہ ڪندڙ. ٢٩. رحم، مهر. ٣٠. رَنجل ۾، پير ۾ (رجل اکر جي بگڙيل صورت). ٣١. هن کي پيون. ٣٢. لڦون، ڦُرڪٽا، ڦلوٽا. ٣٣. گوڏا. ٣۴. جبل. ٣۵. جبل. ٣٦. محبت، پيارَ. ٣٧. سچي، خالص، کري.

آرِياڻيءَ[1] اِنصافَ[2]، وَنِتا وِچاريءَ[3] جا.

## وائي①

هَلِبو[4] وو هَلِبو، پُنهونءَ[5] ڪارَڻَ[6] پَبَ[7] ۾،

پُٺي[8] ڏونگَرَ[9] ڏورِيان[10] جِيءَ[11] اَندَرِ جَلِبو[12]،

پِرِيان[13] سَنڌي[14] پارَ[15] جو، سُور[16] تان نَہ سَلِبو[17]،

پَڪي[18] پُنهون جامَ[19] جي، رُوحُ[20] وَجي رَلِبو[21].

## وائي②

تئَرَم[22] سُور سَمَرَ[23]، اي دِلبَرَ[24]،

موٽُ[25] سَباجها[26] سُپرين،

مَتان مُونکي ڇَڏِيِين، آرِياڻي اَنوَرَ[27]،

آهي عَبدالطيف کي، پِيراڻي[28] پاڪَرَ[29].

١. آريءَ، پنهونءَ (سسئيءَ جي محبوب) (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو. سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ٢. حسابُ ڪتابُ، امتحان، ٣. بي واهيءَ، مسڪين، نڌڻڪيءَ، ۴. پنڌ ڪبو، ۵. سسئيءَ جي محبوب جو نالو، ٦. واسطي، ٧. سنڌ صوبي جي الهندي سرحد سان هلندڙ هالار جبلن جي ڏاکڻي قطارڪي پَبُ جبل چئبو آهي، ٨. پيئي، ٩. جبل، ١٠. ڳوليان، ڍونڍيان، ١١. دل، ١٢. جوش، جذبو، جلوو، تجلو، چمڪو، روشني، ١٣. محبوب، پرينءَ، سپرينءَ، ١۴. جي، ١۵. طرف، پاسي، ١٦. ڏک، دردُ، تڪليف، ١٧. ٻڌائبو، ظاهر ڪبو، ١٨. پڪي ۾، جهوپڙيءَ ۾، لانديءَ يا ڪکن ۾ ٺهيل ڇني ۾، ١٩. سردار (سنڌ جي سمن بادشاهن جو لقب)، ٢٠. دل، ٢١. گڏبو، ملائبو، ٢٢. مونکي ڏٺا، ٢٣. توشو، مسافريءَ جو، سامان، راهہ جو خرچ، مال اسباب، ٣۴. محبوب، ٢۵. واپس اچ، ٢٦. ڀاڄهہ وارا، مهربان، رحم ڪندڙ، ٢٧. تمام چمڪندڙ، روشن، ٢٨. پيرن جي، مرشدن جي، الله وارن جي، ٢٩. پناهہ، بچاءُ.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُرُ مَعذُورِ

## داستان نائون

### ۱

كَنُ تِيءُ،[۱] كيچيَنِ[۲] كُچئو،[۳] كُڄُ مَ،[۴] تا كُڄَنِ،
اِشارَتُون[۵] اُنِ جُون، سُكُوتا[۶] سُڄَنِ،[۷]
وَتان وِبهِي تَنِ، سُڻُ[۸] تَہ سوزُ[۹] پِرائِيِن.[۱۰]

### ۲

سُڻُ تَہ سوزُ پِرائِيِن، آءُ چَيائُون[۱۱] اَڄُ،
بولِي[۱۲] ٻِي نَہ سِكَئا، ”پاڻان“[۱۳] چُوندءِ پَڄُ،[۱۴]
وَاجِي[۱۵] وَتُ[۱۶] مَ وَڄُ،[۱۷] ٻُڌُ[۱۸] تَہ ٻِئائِي[۱۹] لَهِي.[۲۰]

### ۳

ٻُڌُ تَہ ٻِئائِي لَهِي، اَئُون[۲۱] اِتِ نَہ آهِہ،
كُڇَڻُ[۲۲] كَڍِي لاَهِہ،[۲۳] كَنُ تِيءُ، كيچيَنِ كُچئو.

---

۱. كَنُ تيءُ= ٻڌ. ۲. كيچ جي رهاكن (كيچ، رياست مكران جو هك شهر آهي، سسئيءَ جو محبوب پنهون اتي جو رهاكو هو)، ۳. ڳالهايو. ۴. كُڄ مَ= تون نہ ڳالهاءِ. ۵. روحاني اشارا، نكتا، قول. ٦. سكوت مان، ماٺ مان. ۷. سمجهہ ۾ اچن. ۸. ٻڌ. ۹. ساڙو يا تپت (عشق جي)، ڏک، درد، غم. ۱۰. حاصل كريين. ۱۱. اَڄَ. ۱۲. بات، ڳالهہ. ۱۳. پاڻ كان، خوديءَ، آپي كان. ۱۴. پاسي ٿيءُ. ۱۵. وڄائڻ جي سازَ، باجي، نغاري يا دَهلَ. ۱٦. وانگر. ۱۷. آوازَ كر. ۱۸. (كيچين جا قول) سُڻُ. ۱۹. دوئي، شِرک، ٻي كي خدا جي برابر سمجهڻ جي حالت. ۲۰. ختم ٿئي. ۲۱. آپو، اهنكار. ۲۲. ڳالهائڻ. ۲۳. كڍي لاهہ= ترک كر، بند كر.

### ۴

ڪَنُ ٽيءُ، ڪيچِيَنِ ڪُچِئو، ڪُچُ مَ، ڪُچِئائُون،
رَهِي[١] نَہ رَتِيءَ[٢] جيتِرو[٣]، اُنِهين وَٽ ”آئُون“[۴]،
وَڏِي[۵] وِڏائُون، هُو جو وَڻُ ”هُوئَڻَ“[٦] جو.

### ۵

ڪَڏهِين پَئِجي ڪَنُ ٽِي، ڪَڏهِين ٽِيجي[٧] واتُ،
ڪَڏهِين ٽِيجي[٨] ٻَڪِرو، ڪَڏهِين ٽِيجي[٩] ڪاتُ.

### ٦

ڪَتارو[١٠] ۽ ڪُوسُ[١١]، اڳَڻِ[١٢] آرِيءَ[١٣] جامَ[١۴] جي،
دِيَتَ[١۵] آهي دُوسُ[١٦]، مارَڳَ[١٧] ۾ مُيَنِ[١٨] جي.

### ٧

ڪَا مُون[١٩] مُچِيَجاھُہ[٢٠]، گھَٽِيُون گھُربِيَان[٢١] اونِيَا[٢٢]،
هِي[٢٣] وَڻَ نَہ لَهَنداھُہ[٢۴] هُو وَڻَ[٢۵] اوڏاهِين[٢٦] گھَٽا.

### ⑧

چِيتَا[٢٧] چُورَ چُنجهَنِ[٢٨] ۾، جِتِ سِيڙهِيُون[٢٩] شِينهَن سُجَنِ[٣٠]،

١. بچي يا بچت ۾ ٿي، ٢. ذري، ٣. برابر، ۴. آپو، خودي، انانيت، ۵. ڪپي، ڪاٽي، ٦. هستيءَ، خوديءَ، آپي، ٧. واتُ ٽيجي= ڳالهائجي، سوال جواب ڪجي، ٨. ٻڪرو ٽيجي= ٻڪر وانگر پاڻ ڪُهائڻ لاءِ تيار ٿجي، ٩. ڪات ٽيجي= نفس کي يا خدا جي دشمن شيطان کي ڪهڻ لاءِ تيار ٿجي (ڪاتُ= ڪاتي)، ١٠. خنجر، تلوار، ڇُرو، ١١. ڪشت و خون، ڪُسَڻ ۽ ڪهڻ جو عمل، قتل عام، ١٢. اڱڻ ۾، گھر جي صحن يا احاطي ۾، گھر ۾، ١٣. پنهونءَ (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو قلب آري هو. سسئيءَ جو محبوبُ پنهون ان قبيلي مان هو)، ١۴. سردار، (سنڌ جي سمن بادشاهن جو لقب)، ١۵. خون بها، قتل جو عيوض يا بدلو، ١٦. دوست، يارُ، ١٧. واٽ، رستي، ١٨. قتل ٿيلن، ڪُٺلن (عورتن)، ١٩. لَڪَڻ، لٺيون، بانٺا، ٢٠. اوهين مڃيو يا ڪپيو، ٢١. اوهان کي گھربيون، اوهان کي انهن جي ضرورت ٿيندي، ٢٢. اي اٺن وارؤ، ٢٣. هي وڻ= هن دنيا جا موقعا ۽ وجهہ، ٢۴. اوهان لهندا، اوهان کي ملندا، ٢۵. هو وڻ= هُن دنيا يعني آخرت جون نعمتون، ٢٦. آخرت ۾، ٢٧. چيتا شينهن جيڪي چوريءَ يعني لڪي ڇپي حملو ڪن، واگھہ، ٢٨. جبلن، جبلن جي غارن يا چرن، ٢٩. ڏکھڻ ۽ سخت ڪنڊيدار وارن وارا جانور، ٣٠. ٻڏجن.

أُتي عَبدُاللطيف چئي، کي هيڪَليُون هَلَنِ،
سَڪَ[١] رَسَائي[٢] تَنِ[٣]، مَرَڻُ[٤] جَنِ[٥] مَوجُودُ[٦] ٿِئو.

٩

ڪو مُنهُن[٧] ڪُنَلِ[٨] آيو، نَاهِہ وِچَاري[٩] وَسِ[١٠]،
هوتَ[١١] تُنهِنجي هَتَ[١٢] رِي[١٣] گولِي[١٤] ٿِئي نَہ گَسِ[١٥]،
ڏُکُ[١٦] ڏُکيءَ[١٧] کي ڏَسِ[١٨]، مُوڙهِيءَ[١٩] کو مُنهُن[٢٠] ٿِيي.

١٠

ڪو مُنهُن ڪُنَلِ آيو، وَسِ نَہ وِچَاري،
هوتَ تُنهِنجي هَتَ رِي، پَهچي نَہ پَارِي[٢١]،
اَچِين جَي[٢٢] آري[٢٣]، پَانڌُ[٢٤]، جَهِلّي[٢٥] لَڪُ[٢٦] لَنگهِيَان[٢٧].

١١

اَکِيُون آريءَ جَامَ جُون، اَنڌِيءَ سِين آهِين،
هُو جي وَڻَ وِنڌُرَ[٢٨] جَا، سي مُون[٢٩] سُونهَائِين[٣٠]،
ڏِسِئو[٣١] ڏيکَارِينِ[٣٢]، پيشَانِي پُنهُونءَ[٣٣] جي.

---

١. محبت، ٢. رسائي، پهچائي، ٣. تن کي، موتُ، ٥. جن کي، ٦. ميسرُ، حاصل دستياب، ٧. مت، خيالُ، پهَہ، ٨. ڪنل کي، قتل ٿيل کي، مصيبت جي ماريل کي، برباد ٿيل کي، ٩. بي واهي، مسڪين، نڌڻڪي، ١٠. وَسَ ۾، اختيار ۾، خود خيال، ١١. اي هوت، اي محبوب پنهون (هوت، بلوچ قومَ جو هڪ قبيلو آهي، پنهون ان قبيلي مان هو)، ١٢. مدد، واهرَ، همراهيءَ، مهربانيءَ، ١٣. کان سواءِ، ١٤. ٻانهي، نوڪرياڻي، ١٥. (سنئين) گس تي يا راهَہ تي، ١٦. تڪليف، دردَ، سورُ، پيڙا، ١٧. ڏکن واريءَ، دردمند، غمگين، ١٨. ٻڌاءِ، ڏيکار، ١٩. موڙهيءَ جو، موڳيءَ جو بي عقل يا بي سمجهہ جو، ويڳاڻل جو، موڙهل جو، ٢٠. منهن ٿئي= چاڙهو ٿئي، تدارڪ ٿئي، ٻلو ٿئي، حيلو ٿئي، ٢١. (منزل تي) رَسي، ٢٢. گولي، ٻانهي، نڪمي، ٢٣. جيڪڏهين، ٢٤. اي آري، اي پنهون (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردارَ جو لقب آري هو، پنهون ان هوت قبيلي مان هو)، ٢٥. دامَنَ، پَلئُو، ٢٦. وٺي، ٢٧. جبل، ٢٨. لس ٻيلي ۾ هڪ ڳوٺ، جبل ۽ نئن، ٢٩. مونکي، ٣٠. ڏيکارين، ٣١. پاڻ خود ڏسِئو، ٣٢. پوءِ مونکي ڏيکارين ٿيون، ٣٣. منهن، شڪل، صورت.

## ١٢

اِکيُون آريءَ ڄَامَ جُون، آهِين اَنڌيءَ سَانُڻ،
پَسِي کَنديُون پَانُڻ[١]، پيشَانِي پُنهُونءَ جِي.

## ١٣

آري ڏي نَہ ايئَن[٢]، اَکَڙيُون اَنڌِن کي،
وَنِيُون[٣] جَي[۴] وِچَايَان[٥]، سَانُڻ[٦] نَہ هُونديُون سبِنءَ[٧]،
سي کُوڙيُون پَسَنِ کِيئَن، پيشَانِي پُنهُونءَ جِي.

## ١۴

اِکيُون لَٽَ[٨] اوراتيُون[٩]، کِنهِن پَرِ کَڙيَان[١٠] پِيرُ[١١]،
لَٽِ لائِيندو[١٢] کِيرُ، مُون جيهِيءَ مَعذُورِ کي.

## ١٥

تَتِيءَ[١٣] کَرِي تَانُڻ[١۴]، تَڏِيءَ[١٥] تَکِي[١٦] نَہ وِهي،
وڏائِين وَٽکَارَ[١٧] مِ، سَسُئِيءَ پَانُڻ سُکَانُڻَ[١٨]،
پُڇِي[١٩] پَهَہ[٢٠] پِکيَنِ کَي[٢١]، پيئِي مُنڌَ پَرِيَانُڻ[٢٢]،
ڏِنَسِ ڏيهَہ[٢٣] وَٽن جا، تَنِ اللهَ لَگِ[٢۴] اُهجَانُڻ،

١. فخر. مَاڻو. ٢. اهڙي نموني يا ريت. ٣. (اکين جون) ماڻکيون، پتليون، تارا (هتي معنيٰ ٿيندي اکيون). ٧. جيکڏهين. ٥. (زمين تي) پکيڙيان، رکان، ڦهلايان. ٦. گڏ. ٧. آخر تائين، توڙ تائين. ٨.مٿيءَ، دڙَ. ٩. ڍَڪيون، بند ڪيون. ١٠. ليکيان، ڪٿان. ١١. پنهونءَ جي انن جو پيرَ يا پيرَ جو نشان. ١٢. لٽ لائيندو= لٽ کان وٺي رستي تي لڳائيندو يا هلائيندو جيئن انڌن کي ڪبو آهي. ١٣. تتيءَ وقت، گرميءَ وقت. ١۴. ڪاهہ، پنڌ. ١٥. ڏينهن ٺربي وقت، ڏينهن ٺڏي ٿيڻ مهل. ١٦. ٿڪل، ماندي، ٿڪجي، ڪڪ تي. ١٧. وٽن، وٽڪار تالي ڳوٺ. ١٨. سڪائڻ، اس ۽ گرميءَ جي حوالي ڪيائين. ١٩. معلوم ڪري. ٢٠. پهي جا، رستي جا، واٽ جا. ٢١. کان. ٢٢. پار پتا، نشان، اهڃاڻ. ٢٣. ڏيهہ جي، ملڪ جي، وطن جي. ٢۴. واسطي.

مَان[١] نَہ پَرچِي[٢] پَاڻَ[٣]، اَچِي آرِيَاڻِي[٤] وَرِي[٥].

## ١٦

ٿُڙُ وَنِي[٦] ٿَاهَرَ[٧] کَرِ، نَاحَقُ[٨] ڏَارَ[٩] مَ ڏورِ[١٠]،
لَڳِي لَڙَهَہ[١١] لَامُنِ[١٢] جِي، پُورِي[١٣] مَنَ[١٤] مَ پُورِ[١٥]،
صَاحِبُ[١٦] سُوئِي سُورِ، سَيِّنِي[١٧] جَو سَيدُ[١٨] چَئِي.

## ١٧

مَنجَهان پَنءِ[١٩] پَرُوڙِ[٢٠]، سَبِ[٢١] مَ پُڇج سَسُئِي،
وِيهِي وَڏِي ڏِڳَ[٢٢] مَان، ڏُٺِي[٢٣] وِجِهج ڏُوڙِ[٢٤]،
تَہ تُون مَاڻِين[٢٥] مُوڙِ[٢٦]، جي پَنِد[٢٧] اِهَائِي پَارِئين[٢٨].

## ١٨

پِيرَ پَٽَائِين[٢٩] کُونئَرَا[٣٠]، ڏُونگَرَ مَٿي ڏِي،
پَاڻُ[٣١] نَہ پَسِي[٣٢] ڦَٽِنُو[٣٣]، ٿِي کَڙهِي[٣٤] کِيچِين کِي[٣٥]،
هَاڙهُو[٣٦] هُوتَ پِرِي، کُوهُہ[٣٧] جَاٽان کِئين[٣٨] لنگهِئا[٣٩].

## ١٩

پِيرَ پَٽَايِئَن کُونئَرَا، ڏُونگَرَ مَٿي ڏِي،

١. مان نہ= شل، خدا ڪري، ٢. راضي ٿي، خوش ٿي، ٣. پنهنجي سر، خود، ۴. آري، پنهون (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آرياڻي يا آري هو، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ۵. موٽي، واپس اچي، ٦. وَڻ جو ٿلهو حصو (پاڙ کان وٺي ڏارن تائين)، مُنڍ، ٧. ٿهر، آرامُ، سُڪون، ٨. اجايو، بي فائدو، ٩. وڻ جي ٿڙ مان ڦٽندڙ شاخون يا ٽارَ، ١٠. پڪڙ، هٿ ۾ جهل، ١١. ڀروسي، آسري، اميد، ١٢. ٽارين، ڏارن مان ڦٽندڙ شاخن، ١٣. اي ڀوري، اي موڳي، اي وسوڙل، ١۴. من کي، دل کي، ١۵. پرزا پرزا يا ٽڪر ٽڪر ڪر، ١٦. ڌڻي، مالڪ، ١٧. ياد ڪر، ١٨. سندو (آهي)، ١٩. ٿوري، ذري، اشاري، نُڪتي، ٢٠. سمجهہ، معلوم ڪر، ٢١. سموري يا سچي ڳالهہ يا حقيقت، ٢٢. (مٽيءَ ۽ گند جي) ڍير، ٢٣. چنبڙي چاٽي، ڳولي ڦولهي، پسند ڪري، ٢۴. مٽي، خاڪ، (هيءَ دنيا، گند ۽ مٽيءَ جو ڍڳ آهي جنهن ۾ مٽي عمدي شيءِ آهي تنهنکي چنبڙي چاٽي گند کان جدا ڪر)، ٢۵. حاصل ڪرين، ٢٦. ناٺي جي موڙي، سرمايو، ٢٧. صلاح، نصيحت، ٢٨. عمل ۾ آڻين، ٢٩. پٽ کان، ريشم کان، ٣٠. نرم، ٣١. خود (کي)، ٣٢. ڏسي، ٣٣. زخمي ٿيل (گنج ۾ "ڦٽيين" لکيل آهي)، ٣۴. جلي، پچي، ڳَٽي ڪري، ٣۵. لاءِ، ٣٦. لس ٻيلي جي اولهہ طرف جبلن جي قطار، ٣٧. خبر نہ اٿم، ٣٨. ڪهڙيءَ طرح، ٣٩. لنگهي ويا، مٽي ويا.

ڦَٽِئَا[1] ڦَڻَ[2] فَقِيرِ[3] جَا، سِيرُونَ[4] ٿِئَا سِي،
جِهَڙِي[5] تِهَڙِي حَالَ[6] سِينَ، پُرِي[7] پُنهُونءَ[8] ڏِي،
وَڃِي مَان[9] نَہ وَرِيَ[10]، ٻَانِهِيءَ[11] ٻَانڌَڻُ[12] جَنهِن سِين.

## ۲۰

اَصلِ[13] اَنگُ[14] سَندُونِ[15]، وَهِي[16] جِيڏَاهِين[17] وِئُو،
ڪِهَڙو ڏوهُ[18] ڏِبُونِ[19]، سو مُنهُنَ[20] آيو سَاٿِيِين[21].

## ۲۱

لِکِئو جو[22] نِرَاڙِ[23]، سو اَنگُ ڪِيَاڙِيَ[24] نَہ ٿِيِي،
پَارِبو[25] وِينِي پَارِ، جِيڪِي لَاَلَڻَ[26] لِکِئو لوحَ[27] ۾.

## ۲۲

جِتي جِيتَرِبُونَ، لِکِيُونَ لوحَ قَلَمَ ۾،
تِتي تِيتَرِبُونَ، گَهَڙِبُونَ[28] گَهَارَڻَ[29] مُونَ[30] آيُونَ.

## ۲۳

تُوڙِي[31] وِلاَڙُونَ[32] ڪَرِيِين، تُوڙِي هَلِين وِڪَ[33]،
لِکِئي[34] مَنجَهَانَ لِکَ[35]، ذَرو ضَايَعَ[36] نَہ ٿِيِي.

---

۱. زخمي ٿئا، ۲. پيرن جا پٻ يا ترين، پيرن جو هيٺيون حصو، ۳. مسڪين، ڪنگال، ڪنگل، محتاج، بي سمر، ۴. سيرون ٿئا= چيرجي پئا، ڦاٽي پئا، ڦٽجي پئا، ۵. جهڙي تهڙي= معمولي، رواجي، مسڪيني، غاريبي، ٦. حيثيت، حالت، ۷. هلي، پنڌ ڪري، ۸. سسئيءَ جي محبوب جو نالو، ۹. مان نہ= شال، خدا ڪري، ۱۰. موٽي، ۱۱. ٻانهيءَ جو، گوليءَ جو، ۱۲. ٻنڌڻ، محبت، پريت، لاڳاپو، تعلق، ۱۳. اصل کان، شروع کان، ۱۴. قسمت، نصيب، لوح محفوظ جو لکيو يا لکيت، فيصلو، قلم، ۱۵. انهن جو، ۱٦. لڪجي، ۱۷. جنهن طرف، جنهن نموني، ۱۸. ميارَ، الزام، ۱۹. انهن کي ڏبو، ۲۰. طرف (منهن ۾، سامهون)، ۲۱. ساٿين کي، دوستن يا يارن کي، ۲۲. جيڪي، ۲۳. نراڙ تي، پيشانيءَ تي، ۲۴. ڪياڙيءَ ڏانهن ڪنڌ يا ٻڇيءَ جي ٻُنيئن پاسي يا حصي ڏانهن، ۲۵. پوڳيو، سهيو، برداشت ڪيو، ۲٦. محبوب، دوست، ۲۷. (لوح محفوظ واري) پٽيءَ يا تختيءَ، ۲۸. واحد گهڙي = ساعت، پَلَ، وقت جوننديءَ ۾ نندو ماپو، ۲۹. گذارڻ، ڪٽڻ، ۳۰. مونکي، ۳۱. جيتوڻيڪ، ۳۲. ولاڙون ڪرين= ڊوڙ پائين يا تکو هلين، ۳۳. وک وک ۾، پير پير ۾، آهستي، ۳۴. لکيل انگ يعني قسمت، ۳۵. ذري جيترو، رتيءَ جيترو، ۳٦. ڪٽَ، گهٽِ، ڪمِ.

(٢۴)

جي سُئا نہ بُڌا، سي ڪيئن پِرِين پَسَجَنِ،
قَلَمُ جَنِي جي هَٿَ ۾، سي جي ڪَرَمُ ڪَنِ،
اَنگُ مَتَائِي اڳِيُون، مَاڳَهِين پِئو لِکَنِ.

## وائي ○

جيڏيُون جَهَلَ مَ پَايو، آئُون وينديَس يَارَ پِريَن جي،
اَديُون روزَ اَلَستَ جي، ڏُونگَرُ ڏيجُ مُون آيو،
مُون کي ڏِينهَن مِيثَاقَ جي، دوستَ دَرسَنُ ڪارئو،
لَڪَنِ ۾ لطيف چئي، پِريَنِ پَاڻُ پَسَايو.

١. محبوب، ٢. ڏسجن، ٣. لکڻ لاءِ وڍيل ءِ گهڙيل ڪانو، ڪلڪ، ليکڻ، ۴. مهرباني، ۵. لکئو (قسمت جو)، ٦. ڦيرائي، ٧. پهريون، ٨. صفا، بنهہ، ٩. اي جيڏيون، اي سرتيون، ١٠. روڪ، پل، رنڊڪ، ١١. وڃهو، ١٢. پار ڏانهن، طرف ڏانهن، ١٣. اي اديون، اي ڀينر، ١۴. ڏينهن، ١۵. "الستُ بربڪُم قالوا بلىٰ يعني ڇا آئون نہ آهيان اوهانجو رب چيائون ها واريءَ قراني آيت جو پهريون لفظ، ١٦. جبلَ، ١٧. ڏاجو، جهيز، استري ڌن، ڪنوار کي شاديءَ وقت مائٽن کان مليل سامان، ١٨. مونکي، ١٩. انجامَ (الست بربڪم جي جواب ۾ ڪيل)، ٢٠. يار، ٢١. ديدار، ٢٢. ڪرايو، ٢٣. جبلن ۾، ٢۴. ڏيکاريو.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُر ديسي

## داستان پهريون

### ١

مُٺِيَسِ[1] جَهلِ[2] مَهَارَ[3]، ڪُٺِيَسِ[4] ڪَاهِہ[5] مَ ڪَرَهو[6]،
مُون نِمَاڻيءَ[7] جي نِجُهري[8]، ڦِيرو[9] ڪَرِ ڀِتَارَ[10]،
سَاجَنَ[11] تُهَان[12] ڌَارَ[13]، ڏُٺمِ[14] ڏِينهُن قِيَامَ[15] جو.

### ٢

اَللهَ ڪَارَڻِ[16] اوٺِيَا، ڪَرهَا مَ ڪَاهِيو،
جَانِبَ[17] جَڏي[18] جِيَ[19] جو، آڳَاندو[20] آهيو،
لاڳَاپو[21] لاهِيو[22]، مَتَان مُنهِنجَا سُپِرين.

### ٣

اَللهَ ڪَارَڻِ اوٺِيَا، لِيٿڙَا[23] نِيو[24] مَ لُڙَ[25]،
نِيو نِمَاڻِي پَاڻَ سين، ٻَانِهِي جَهلي ٻُرَ[26]،
مُون کي مَارِي مَنجهه ٿِي، سَندِي هوتَنِ هُرَ[27].

١. آئون مٺي، آئون مصيبت يا تڪليف ۾ اچي وئي. ٢.روڪِ. ٣. اٺ کي هلائڻ لاءِ نڪ ۾ پيل نوڙي يا رسي. (جهل مهارَ = اٺ بيهار يا روڪِ). ۴. آئون ڪُٺي يعني قتل ٿي، آئون مصيبت ۾ ڦٿجي وئي. ۵. هَڪَلِ، هَلاءِ. ٦. اُٺُ. ٧. مسڪين، غريب، بي وس. ٨. نجهري ڏانهن، جهوپڙيءَ يا ٻُنگيءَ ڏانهن. ٩. ڦيرو يا گهمرو (ملاقات لاءِ). ١٠. اي ڀِتار، اي مڙس، خاوند. ١١. اي سَاجنَ، اي سڄڻ يا محبوب. ١٢. تو کان. ١٣. سواءِ. ١۴. مون ڏٺو. ١۵. قيامت. دنيا جو خاتمو. ڀَر لَءِ (ڏينهن قيام جو= سخت مصيبت جو ڏينهن). ١٦. واسطي، لڳ، صدقي. ١٧. اي جانب. اي جاني، اي محبوب يا پيارا. ١٨. معذور. بيمار. ڪمزور. ١٩. جان، جند. بدن. ديهي. ٢٠. ٻرجهلو. آڌار. آسرو. ٽيڪ. ٢١. دوستي، ناتو، تعلق، واسطو. ٢٢. ختم ڪريو. ٢٣. اُٺ. ٢۴. وٺي وڃو. ڪاهي وڃو. ٢۵. تڪڙا، تکا. ٢٦. ٻَر ڪان مٿي جي وارن (چڳن) ڪان. ٢٧. يادگيري، سارَ.

ڪَچو[١] لاَيَان ڪُرَ[٢]، ڪيچَان[٣] اوري[٤] جي[٥] وَرَان[٦].

## ۴

ڪيچَان اوري ڪِتَهِين[٧]، وَڻُ[٨] نَہ ويسَاهِين[٩]،
ڪَمِيٽِي[١٠] ڪيچِيَنِ[١١] لاَءِ، پُورِجِ[١٢] پَرَاهِين[١٣]،
تَاڻِجِ[١٤] تيذَاهِين[١٥]، وَارِجِ[١٦] ڪَا مَ وَرَڻَ[١٧] جِي.

## ۵

ڪيچَان اوري ڪيترِيُون، مَعذُورِيُون[١٨] مُيُون[١٩]،
وَاٽُونِ[٢٠] وِيهَہ[٢١] تِيُون، ڪوهُہ جَاڻَان ڪيهيءَ وِئَا.#

## ٦

وَاٽُنِ صَحِيُ[٢٢] وِئَا، وَڻَ مَنجَهَانِ[٢٣] وَاسِئَا[٢٤]،
هِهَڙَا هوتَ[٢٥] هُئَا، سُجَ[٢٦] ڪِئَائُون سُرَهِي[٢٧].

## ٧

سُرَهِي[٢٨] مَنجهَان سَاتَ[٢٩]، آئِي بُوءِ[٣٠] پَنيُورَ[٣١] ڪِي،
بِينَا بَازَارِنِ ۾، لاَئِي[٣٢] جَتَ زَبَاتَ[٣٣]،
سَنديءَ هوتَ[٣٤] حمَاتَ[٣٥]، ڪيچِ[٣٦] پَهتو قَافلو.

---

١. بدناميءَ جو داغ، ملامت، جو تڪو، ٢. ڪَر ڪي، خاندان کي، ڪٽنب کي، ٣. ڪيچ کان (ڪيچ رياست مڪران جو شهر آهي جتي سَسُئيءَ جو محبوب پنهون رهندو هو)، ۴. اوريان، (ڪيچ پهچڻ کان اڳ يا سواءِ)، ۵. جيڪڏهين، ٦. موٽان، ٧. ڪنهن بہ هنڌ يا جاءِ تي، ڪٿي بہ، ٨. وڻُ، ڪَرِ، ٩. آرام، فرحت، قرار، ساهي، ١٠. اي ڪميٽي، اي بدڪار، ١١. ڪيچ جي رهاڪن يعني پنهونءَ ۽ ان جي عزيزن، ١٢. هلج، پنڌ ڪج، ١٣. پري، ڏور (ڪيچ تائين)، ١۴. اڳتي وڌج يا هلج، پنڌ کي ڇڪج، ١۵. تنهن (ڪيچ جي) طرف، ١٦. ڳالهہ ڪج، ١٧. موٽڻ، ١٨. عذر واريون، جڏيون، عشق جي بيماريءَ واريون، ١٩. مَري ويون، ٢٠. رستا، گس، ٢١. تمام گهڻيون (اصطلاحي محاورو) # مون کي ڪا ڄاڻ نہ آهي يا ڪهڙي خبر تہ ڪهڙيءَ واٽ سان (ڪيچ ڏي) وِئا، ٢٢. درست يعني نيڪَ، ٢٣. (واٽن يعني رستن)، ٢٣. انهن (پنهونءَ ۽ ان جي عزيزن) مان، ٢۴. خوشبوءِ يا سڳند وارا ٿئا، ٢۵. محبوب (هوت، بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ٢٦. رڻ پٽ، بيابان، ٢٧. خوشبودار، ٢٨. وٽندڙ، موچاري، ٢٩. قافلي (پنهون ۽ ان جي عزيزن جي اٺن جي)، ٣٠. بانس، هٻڪاءُ، ٣١. پنيور جي (ٺٽي ضلعي ۾ گهاري جي ڳوٺ کان ٢ ميل پري هڪ قديم شهر جتي سسئي رهندي هئي)، ٣٢. لڳائي (بدن کي)، ٣٣. هڪ خوشبودار وڻ جو نالو، مشڪ، ٣۴. سنديءَ هوت= هوت جيءَ محبوب جيءَ، ٣۵. حمايت سان، واهر سان، مدد سان، ٣٦. ڪيچ کان يا مان.

## ۸

لَذِيندي لِباسُ[1]، جَتَنِ[2] جيڏو[3] ئي ڪئو[4]،

آيُمِ[5] آرِيءَ[6] جامَ[7] جو، وَڻَ وَڻَ مَنجهان واسُ[8]،

مِرُون[9] ڪِينِمِ[10] ماسُ[11]، هَڏَ[12] هَلَندا هوتَ ڏي.

## ۹

چَپَرِ[13] هوتَ پُنهونءَ جي، جَڏهِين پيئي چَا[14]،

راڻِنِ[15] ۾ رُڪو[16] ٿئو، دَر دَر[17] پيئي دانهَن[18]،

سَاتَ[19] آيو سَرواڻُ[20]، اَديُون اَڄُ پَنيورَ ۾.

## ۱۰

جَڏهِين پيئي چَٽَ[21]، چَپَرِ هوتَ پنهونءَ جي،

پَرهي[22] وِبنِيُون پَٽَ[23]، گُوندَرَ[24] لَٿا گوليِين[25].

## ۱۱

چَپَرِ هوتَ پُنهونءَ جي، جَڏهِين پيئي بُوءِ،

راڻِنِ[26] وَرِي[27] رُوءِ[28]، گُوندَرَ لَٿا گوليِين.

---

۱. (پنيور مان) لذّڻ وقت، وَڃڻ وقت. ۲. پوشاڪ، ويس وڳا، فريب، بيڪَ. ۳. ائن جي مالڪن، اُتَ هڪليندڙن، پنهونءَ جي عزيزن. ۴. عجيب، نرالو. ۵. مونکي آيو. ٦. پنهونءَ (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب، سسئيءَ جو محبوب پنهون هوت قبيلي جو هو). ۷ـ سردارَ (سنڌ جي سمن حاڪمن جو لقب). ۸. خوشبوءِ. ۹. جهنگ جا جانور. ۱۰. منهنجو ڪائيندا. ۱۱. گوشت، مَاھُ. ۱۲. هڏن جو پڃرو، گوشت ڪانسواءِ جسم. ۱۳. چپر ۾، جبل ۾. ۱۴. خبر، چوبول. ۱۵. بادشاهن جي زالن، وڏ گهرائي عورتن. ۱٦. سُس پُس، چوبول. ۱۷. در در = گهر گهر ۾، هر هنڌ، جتي ڪٿي. ۱۸. پڪار، شور، غلُ. ۱۹. سات جو، (اُٺن جي) قافلي جو. ۲۰. اڳواڻ، مهندارَ، قافلي ڌڻي. ۲۱. بوءِ، بانس، هڳاءَ. ۲۲. ڏَڪي، پهري، پائي. ۲۳. پٽ يعني ريشم جا وڳا يا ڪپڙا. ۲۴. غمَ، فڪَر، الڪا، ڳڻتيون. ۲۵. گولين جا، ٻانهين جا. ۲٦. راڻين جي. ۲۷. موٽي (رونقدار ٿي). ۲۸. منهن، چهرو، شڪل (راڻن وري روءِ= راڻن ۾ شادمانو يا خوشي ٿي).

## ١٢

بَرَ[١] مِتَرئي[٢] بُوءِ[٣]، چَپَرَ[٤] چَٽُون[٥] مُکيُون[٦]،
اَچي آرِيءَ[٧] جَامَ[٨] جو، لَڙِبُو[٩] سَاٿُ[١٠] صُبُوح[١١]،
بَهَ بَهُ[١٢] ٿِي يَنپُورَ[١٣] ۾، هَنڌَ[١٤] مِتَرِئي هُوءِ[١٥]،
رَاتِ وَرِي روءِ، گُوندرَ لَٿا گوليين.

## ١٣

بَرَ مِتَرئي بَاسَ، چَپَرَ چَٽُون مُکيُون،
اَديُون آرِيچَنِ[١٦] جي، وَڻُن[١٧] مُکا[١٨] وَاسَ[١٩]،
آيَلِ[٢٠] پُنِي[٢١] آسَ[٢٢]، پُنهُون آيو کيچَ مَان.

## ١٤

اَللهَ اَچنِ اُوءِ[٢٣]، جَنِ آئي[٢٤] مَنُ[٢٥] سَرَهو[٢٦] ٿِئي،
پَسَان مَانَ پَرِ کَهين، تَنِ جَتَنِ سَنڌي جُوءِ[٢٧]،
لَنگهي لَکَ[٢٨] لَطيف چئي، سُٽِيَان[٢٩] هُوتَن[٣٠] هُوءِ[٣١]،
گَولِي[٣٢] ٿِئَان گُلبُوءِ[٣٣]، جي[٣٤] مُون[٣٥] نِئو پَاڻَ سين[٣٦].

---

١. رڻ پٽ، بيابان، ميدان، ٢. سيبئي، ٣. بوءِ سان ڀرجي وئا، بانس يا هڳاءَ سان واسجي وئا، ۴. جبل، ۵. سُرهائيون، خوشبيون، ٦. موڪليون، ڦلهلايون. ٧. پنهونءَ (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب. سسئيءَ جو محبوب پنهون هوت قبيلي جو هو)، ٨. سردار (سنڌ جي سمن بادشاهن جو لقب)، ٩. پهتو، ١٠. (پنهون ۽ ان جي عزيزن جي اٺن جو) قافلو، ١١. صبوح جي وقت، ١٢. ٻهه ٻهه= واهه واهه. خوشي، بهاري، ١٣. ٺٽي ضلعي ۾ گهاري جي ڳوٺ کان اتکل ٻه ميل ٻري قديم شهر جتي سسئي رهندي هئي، ١۴. مڪان، جايون. ١۵. هُل يعني غوغا، تعريف جي آواز (سان گونججي ويا)، ١٦. آريءَ جي اولاد يعني پنهون ۽ ان جي عزيزن، ١٧. درختن، (داستان جي محاور) رهڻ وارين جاين، ١٨. موڪلئا، ڦهلايا، پکيڙيا، ١٩. سُرهائيون، خوشبويون. ٢٠. اي آيل، اي امڙ، ٢١. پوري ٿي، سڌ ٿي، ٢٢. اميد، مراد، ٢٣. اُهي، ٢۴. جن آئي= جن جي اچڻ سان، ٢۵. دل، ٢٦. خوش، ٢٧. رهڻ جي جاءِ يا هنڌ، ماڳ، مڪان، ٢٨. جبل، ٢٩. (شل) ٻڌان، ٣٠. هوتن جي، محبوبن جي، ٣١. آواز، هل، ٣٢. ٻانهي، نوڪرياڻي، ٣٣. گلبوءِ جي، گلَ جهڙي سرهي (مالهوءَ) جي، محبوبَ جي، پنهونءَ جي، ٣۴. جيڪڏهين، ٣۵. مونکي، ٣٦. وني وڃو.

## ١٥

کيچَان[١] آيو قَافِلو[٢]، رَاتِ[٣] موچاريءَ[٤] رُوءِ[٥]،
ٻوتي[٦] ۽ بلوچ[٧] جي، رِڙَهان[٨] پَسئو[٩] رُوءِ[١٠]،
لنگهي لَکَ لطِيف چئي، تَنَ سُٽِيَان هوتَنِ هُوءِ،
گولِي ٿِيَان گُلَبُوءِ، جي مُون نِئو پَاڻ سين.

## ١٦

کيچَان ايو قافِلو، رَاتِ موچَاري رَنگ[١١]،
ٿِيَان سَاٿِيَنِ[١٢] جي سَنگ[١٣]، جي مُون نِيئنِ[١٤] پَاڻ سين.

## ١٧

کيچَان آيو قافِلو، پَليئرو[١٥] پَايَان[١٦]،
پَٽِي[١٧] جا پيرَنِ[١٨] جِي، لِڳَنِ[١٩] کي، لاَيَان[٢٠]،
چَنبيلِي[٢١] چَايَان[٢٢]، جي مُون نِئو پَاڻَ سين.

## ١٨

کيچَان آيو قَافِلو، جَامَنِ[٢٣] سَندو[٢٤] جَامُ[٢٥]،
پَسَندي پُنُوهَ کي، اکِيُنِ کِئو آرامُ[٢٦].

---

١. کيچ کان (کيچ، راياست مکران جو هڪ شهر آهي، سسئيءَ جو محبوب پنهون کيچ جو رهاڪو هو). ٢. اٺن جي قطار، اٺن جو ڪاروان يا ساٿُ. ٣. گذريل رات جو. ۴. چڱيءَ، سُٺيءَ. ۵. طرح، نموني. ٦. ٻنَ (ذات جي). ٧. ٻروچ (ذات جي)، سسئيءَ جو محبوب پنهون بلوچ ذات يا قوم مان هو. ٨. سران، هَلان، پنڌ ڪريان. ٩. ڏسڻو. ١٠. مُنهن. شڪل. صورت. ١١. رنگ سان، رونق سان، دٻدٻي ۽ شان سان. ١٢. ساٿ يا قافلي ۾ شامل ماڻهن. ١٣. سنگ ۾ يا سنگت ۾ (شامل). ١۴. وٺي وڃن. ١۵. ٻلو، ٻيٻو، موچارو. ١٦. ٻانيان ٿي، ڄاڻان ٿي، سمجهان ٿي. ١٧. مٽي، دز، خاڪ. ١٨. (جتن ۽ اٺن جي)، قدمن. ١٩. بدن جي عضون، بدن. ٢٠. لڳايان، مکيان. ٢١. گولي، ٻانهي. ٢٢. چوايان، سڏايان. (پاڻ کي. ٢٣. سردارن (سنڌ جي سمن بادشاهن جو لقب ڄام هوندو هو). ٢۴. جو. ٢۵. سردار. ٢٦. سک، شانتي، قرارُ، اطمينان، فرحت.

نَاتَرِ[١] چَايَان[٢] نَامُ[٣]، جي مُون نِئو پَاڻَ سين.

١٩

كيچَان آيو قَافِلو، جُنگُ[٤] سُونهَارِيءَ[٥] جوڙَ[٦]،
تَر يَارَا[٧] تُوڏَنِ[٨] کي، ڳِچِيءَ[٩] سُونهَن[١٠] مُوڙَ[١١]،
دَولَتَ[١٢] چَايَان ڏوڙَ[١٣]، جي مُون نِئو پَاڻَ سين.

٢٠

كيچَان آيو قَافِلو، طَرَحَ[١٤] موچَارِيءَ تُوڏَ[١٥]،
سِينگَارِيَائُون[١٦] سَيَدُ (رح) چئي، کَرَهَا مَنجَهان کوڏَ[١٧]،
لَکُ[١٨] لَهي تِي لوڏَ[١٩]، جِيجَان[٢٠] تَنِ جَتَنِ جي.

٢١

كيچَان آيو قَافِلو، سَيَنِي جو سَروَاڻُ[٢١]،
وَارَ وَڍي وَاڳُون[٢٢] کَرِيَان، پُوئَبَاهَان[٢٣] پَلاڻَ[٢٤]،
جِهَڙو پُنهُون پَاڻَ، تِهَڙي سِٽَا[٢٥] سَاٿَ[٢٦] جي.

٢٢

جُهوڙَا[٢٧] جَنِ[٢٨] جُهلُنِ[٢٩] ۾، هِيرِي[٣٠] لَکَ هَزَارَ[٣١]،

---

١. مومل جي هڪ وفادار ٻانهيءَ جو نالو. ٢. چوايان، سڏايان. ٣. نالو. ٤. تمام وڏو يا شاهي. ٥. سُهڻيءَ، سُٺيءَ، موچاريءَ رونق، بناوتَ، سنگار (سان). ٧. ٿليون، چڙيون، گهنڊڙيون، گهنڊڙين وارا ڳانا يا ڦندڻ. ٨. اٺن ڳچيءَ ۾. ١٠. ٺهن، سهڻا لڳن، زيبدار لڳن. ١١. ڳانا، جهاپا، ٽونٽر، ڦندڻ. ١٢. زرخريد ٻانهي يا گولي. ١٣. ادني، خسيس، ٻانهي، گولي. ١٤. طرح سان، نموني سان. ١٥. اٺ، کرها. ١٦. سنواريائون، سونهن دار بنايائون. ١٧. شوقَ، هيج. ١٨. لکُ لهي= هزار سوَن جي برابر آهي، بي بها يا بيحد وٽندڙ آهي. ١٩. هلڻي، هلڻ جو ڍول، رفتار. ٢٠. اي جيجان، اي جيجل، اي امڙ. ٢١. اڳواڻ، مهندار، قافلي سالارَ يا ڏٿي. ٢٢. (اٺن جون) مهارون، نوڙيون. ٢٣. پوهان يعني انهن جا سِبان، يا جَڙيا. ٢٤. ڏاس يعني ٻڪرين جي وارن ۽ ڊِين جي گاهه ۽ ڪکن مان گهوڙي جي هني مثل ڪاٺ جي ڏنڊن جي مدد سان ٺهيل ٽڙا جيڪي اٺن جي پٺيءَ تي بار کڻڻ جي سهوليت لاءِ ٻڌبا آهن. ٢٥. ترتيب، نمونو. ٢٦. اٺن جي قافلي. ٢٧. جهاپا، ٽونٽرَ، سٽَ مان ٺهيل ڦندڻ. ٢٨. جن جي. ٢٩. غاشن، بالا پوشن، اٺن جي، پٺيءَ مٿان پيل ڪپڙن. ٣٠. هيرن جا، موتين جا. ٣١. لکَ هزار= لکين هزار، بي انداز.

وڙهِئَا[1] واٽَ[2] وَٽَنِ[3] جَا، پُنهُونءَ[4] کي پَالَارَ[5]،
آنَ[6] کي وبندا گَڏئا، ايهَيءَ[7] سِٽَ[8] سُوارَ[9]،
وِيئِي کَالَهَہ قَطَارَ[10]، تُون آئِي[11] اَڄُ نِهَارِيِن.

## وائي

هُوتَ[12] نَہ پَانيُمِ[13] هِيئَن، مَارِي[14] سَڄَڻَ[15] تُنهِنجي نِينهَن[16]،
ڇَڏي تُون کو ڇَپَر[17] وبندين،
لُکُون[18] لَڳنِ کَوسِيُون[19]، ڏَاڍَا تَپَنِ ڏينهَن،
جُهُونگَارِبندي[20] جَهنگَ ۾، ڏُوتِيَنِ[21] ڏَنَڙي ڏينهَن،
عَشقَ[22] آرِيءَ جَامَ[23] جِي، کِيَس نِمَاڻي[24] نِينهَن،
وِلهِيءَ[25] هِت وَسَائِيَا، مِيڙائي[26] جَا مِينهَن،
آنَ[27] جَا ڇَڏِي ڇَپَرنِ[28]، کيچِ[29] رَسَندِي[30] کيئَن.

١. لڳا، ٽڪريا. ٢. واٽ جي، رستي جي. ٣. درختن. ۴. سسئي جي محبوب جو نالو. ۵. پڻ، ٽاريون. ٦. اوهان کي. ٧. انهيءَ. ٨. سِٽَ جا، ڊول، يا نموني جا. ٩. اٺن تي چڙهيل (ماڻهو). ١٠. اٺن جو قافلو يا ڪاروان. ١١. اي آئي، اي آيل، اي امڙ. ١٢. اي هوت، اي محبوب (هوت بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو). ١٣. مون ڀانيو، مون سمجهيو يا ڄاتو. ١۴. فنا ڪئي. ١۵. اي سڄڻ، اي محبوب. ١٦. محبت، عشق. ١٧. ڇپر ۾، جبل ۾. ١٨. گرم هوائون. ١٩. گرم. ٢٠. آهستي يا جهيڻي آواز ۾ ڳالهائيندي يا پار ڪيندي. ٢١. ڏٽ يعني جهنگ جي شين تي گذران ڪندڙ يا پيٽ پاريندڙ ماڻهن. ٢٢. پنهونءَ (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب). ٢٣. سردار (سنڌ جي سمن بادشاهن جو لقب). ٢۴. بي حال، لاچار، عاجز. ٢۵. نادار، مسڪين، هيڻي حال واريءَ. ٢٦. وصال، ميلاپ. ٢٧. اوهان. ٢٨. ڇپرن ۾، جبلن ۾. ٢٩. ڪيچ ۾ (ڪيچ رياست مڪران جو هڪ شهر آهي، پنهون ان شهرجو رهاڪو هو). ٣٠. پهچندي.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُر ديسي

## داستان پهريون

### ١

آڏ تِراچَا[1] آهُڙا[2]، ڏُونگَرَ[3] کي ڏاکَا[4]،
ڪِيَمِ[5] آهَہ[6] عَجِيبَ[7] کي، سِڪَ[8] مَنجِهان سَا ڪَا،
پِيئِي هِيٺِيءَ[9] جِي هوتَ[10] کي، ڪُوڪَ[11] وَجِي ڪَنِ[12] کَا،
مُنهِنجِي وَسُ[13] وَاکَا[14]، بُڌَڻُ[15] ڪَمُ بَرُوچ[16] جو.

### ٢

آڏ تِراچَا آهُڙا، ڏُونگَرَ کي ڏاکَا،
وَنِي وِرُ[17] وَاتَ[18] تِئَا، بَرِ[19] چَڙهِنِي[20] بَانڪَا[21]،
ڦَٽِئَا[22] ڦَرَ[23] فَقِيرَ[24] جَا، چَڙهَندي چَڙاهَاڪَا[25]،
هُيَنِ[26] جِيءَ[27] اَندِرِ[28] جَاڪَا[29]، وِئَا پُڄَائِي[30] پَاڻهِنجِي.

### ٣

آڏ تِراچَا آهُڙا، ڏاکَا ڏُونگَرَ کي،

---

١. آڏا ٽيڏا، ڏنگا ڦڏا، ورن وڪڙن وارا. ٢. اهنجا، ڏکيا، کهرا، ڇِپندڙ. ٣. جبل، پهاڙ. ۴. جبل جا چاڙهيڪا، لڪَ يا هيٺ متاهيون. جبل جون چاڙهيون، جبل تي چڙهڻ جا رستا. ۵. مون ڪئي. ٦. دانهن، سڏ، پڪار. ٧. دوست، محبوب. ٨. پيار، محبت. ٩. ضعيف، ڪمزور، بي حال. ١٠. محبوبَ (هوت، بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو). ١١. دانهن، سڏ، پڪار. ١٢. ڪن تي، ڪن تائين. ١٣. پهچ، اختيار، حيلو، فرض، ڪَمُ. ١۴. واڪا ڪرڻ، دانهون ڪرڻ. ١۵. ٻُڌڻ، اونائڻ. ١٦. پنهونءَ (پنهون ٻروچ يعني بلوچ قوم مان هو). ١٧. ڀتار، مڙس. ١٨. وات ٿئا= هلئا وئا. ١٩. ٻر ڏانهن، رڻ پٽ يا جبل ڏانهن. ٢٠. (انن تي)، سوارُ ٿي. ٢١. پهلوان (پنهونءَ جي ڀائرن ڏانهن اشارو). ٢٢. زخمي ٿئا. ٢٣. پيرن جو ترِيون، پير. ٢۴. مسڪين يا ٻيواهيءَ (سسئيءَ). ٢۵. جبلن جون چاڙهيون. ٢٦. هُنن پنهونءَ جي ڀائرن) کي هُئي. ٢٧. دل، من. ٢٨. پر. ٢٩. جيڪا (سِٽ، تجويز، نيت). ٣٠. پوري ڪري، عمل ۾ آڻي.

هُو جي وڻ[1] وِندُرَ[2] جا، مَارِبَندا مُون کي،
هَاڙهو[3] هِيڻِيءَ[4] کي، لَنگهَائيِج[5] لطيف چئي.

(٤)

آڏ تِراڇا آهُڙا، ڏُونگر کي ڏارُون[6]،
هِينئَڙو[7] هيرڻ[8] پَن جِيئَن[9]، ڦُٽي[10] تِنئو ڦارُون،
کِنهِن کي ڏيکارِيُون، کونهي سَوداگُر[11] سُورَ[12] جو.

٥

آڏ تِراڇا آهُڙا، وِندُر[13] وَراڪَا وَرَ[14]،
حُبُ[15] جَنهِن کي هُوتَ[16] جو، سَا ڏورِينْدِي[17] ڏُونگَرَ،
پَهچَائيِين[18] پَرورَ[19]، لُطْفَ[20] سَانُ لطيف چئي.

٦

آڏ تِراڇا آهُڙا، وِندُر وَراڪَا وَاڪَ[21]،
اُجَهايَس اُنِ جن[22]، ڦوڙَائي[23] فِرَاقَ،
پُنهُون[24] پَرمَلَ پَاڪَ[25]، وَاحِدَ[26] لَگِ[27] وريِج[28] تُون[29].

١. درخت، ٢. وندر، لس ٻيلي ۾ هڪ ڳوٺ، جبل ۽ نئن جو نالو آهي، ٣. لس ٻيلي جي اولهہ طرف جبلن جي قطار، ٤. ڪمزور، ضعيف، ٥. اُڪارج، پار ڪج، ٦. چير، شگاف، ڦوٽون، ڦوڙ، ٧. دل، ٨. هيرڻ جي (هيرڻ هڪ قسم جو وڻ آهي جنهن جي ٻج مان تيل ڪڍي دوا طور ڪم آڻبو آهي. هيرڻ جو پن پاسن کان گهڻن هنڌان چيريل ۽ ڦارن يا ڀاڱن ۾ ورڇيل هوندو آهي)، ٩. وانگر، ١٠. ڦاٽي، چيرجي، ١١. واپاري، خريدار، ١٢. درد، ڏک، ١٣. وندرَ (جي جبل) کي، ١٤. ورَ، ڀيچ، ڦيرا، وڪڙ، ١٥. سِڪَ، ١٦. محبوب (هوت، بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي. سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي جو هو)، ١٧. جهاڳيندي، نهاريندي، تلاش ڪندي، ١٨. رساءِ، ١٩. پالڻهار، ٢٠. مهر، ڪرم، ٻاجهہ، ٢١. ور وڪڙَ، ڀيچَ، وٽَ، موڙَ، ٢٢. بي حال ڪيس، سَاڻي ڪيس، ٢٣. جدائيءَ، وڇوڙي، فراق، ٢٤. اي پنهون، (سسئيءَ جي محبوب جو نالو)، ٢٥. ٻين جي سار سنڀال لهندڙ، ٻين جو جا مددگارَ، ٢٦. پوترَ، بي عيب، ٢٧. هڪڙي (يعني خدا جي)، ٢٨. واسطي، ٢٩. موٽج، واپس ٿج.

## ٧

آڏ تِراڇَا[١] آهُڙا[٢]، ونگا[٣] وَرَ[٤] واٽُن[٥]،
جيرا جِگَرَ بُڪيُون، آرِيءَ[٦] لَيءِ[٧] آتَن[٨]،
ڪَسي[٩] ڪَنواٽَنِ[١٠]، سَنيُوڙا[١١] سَيَدُ چئي.

## ٨

ڪُوڏَرِ[١٢] نَہ ڪَاتي، جَنهِن سين تَڪَرُ[١٣] تَاڪِئَانِ[١٤]،
جيڪو جَبلُ لَنگهيَان، سو هَيبَتَ[١٥] جو هَاتي،
پِريَنِ[١٦] جَا پَاتِي[١٧]، سَا جَڙَ[١٨] جِيئَري[١٩] نَہ لَهي.

## ٩

جَڙَ جِيئَري جَنِ سين، مُئي سين تَن،
جي هِتِ[٢٠] نَہ هوتُ[٢١] پَسَنِ[٢٢]، سي ڪَنهِن[٢٣] پَرِ[٢٤] ڪيچِ[٢٥] پَسَنديُون.

## ١٠

جِيءَ[٢٦] جَڙَ جَنِ سين، سي تِنئَا هوتَ قَرارُ[٢٧]،
رُوئَان زَارُوزَارِ[٢٨]، هَاٺي تَنِ پِريَنِ ڪي.

---

١. آڏا ٽيڏا، ڏنگا ڦڏا، ورن وڪڙن وارا. ٢. اهنجا، ڏکيا، چيندڙ، کهرا. ٣. ڏکئا، تکليف ده. ۴. وَڪُڙ، پيچ، موڙ. ۵. واٽن جا، رستن جا. ٦. پنهونءَ (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو، سسئيءَ جو محبوب پنهون هوت قبيلي مان هو). ٧. واسطي، ڪاڻ. ٨. جلن، سڙن. ٩. ڪشي يا ڇڪي يا سوگهو ٻڌي، (انن جا پلاڻ). ١٠. ڪنواٽن جا، (نوجوان)، اٺن جا. ١١. تيار ٺٺا. ١٢. زمين کوٽڻ جو لوهہ جو هڪ اوزار. ١٣. جبل. ١۴. ٽڪئان يعني ذرو ذرو ڪري پيچان يا وڍيان (جبل کي). ١۵. خوف، ڌمڪاءُ (هيبت جو هاٿي= هاٿيءَ جي مثل، تمام وڏو ۽ خوفائتو). ١٦. محبوبن. ١٧. وڍي، هنئي. ١٨. ميخ، ڪلي (لوهہ جي)، محبت، پيار. ١٩. زندگيءَ ڀر، ساريءَ عمر تائين. ٢٠. هن دنيا ۾. ٢١. محبوب، پنهون. ٢٢. ڏسن. ٢٣. ڪهڙيءَ. ٢۴. ريت، نموني (ڪنهن پر= ڪيئن). ٢۵. ڪيچ ۾ يعني آخرت ۾ (ڪيچ، رياست مڪران جو هڪ شهر آهي جيڪو سسئيءَ جي محبوب پنهونءَ جو ڳوٺ هو). ٢٦. جيءَ جي، دل جي. ٢٧. آرامي، بي اونا، بي فڪرا. ٢٨. تمام گهڻو، مسلسل، ٻنان ويساهڻءَ جي.

## ۱۱

جَبَلُ مَاري جَڪَ[۱]، جو آڏو[۲] آريچَنِ[۳] ڪي،
تُوٽي[۴] لَڪَنِ[۵] لَڪَ[٦]، تہ سَڀِ لنگهنديس سڪَ[۷] سين.

## ۱۲

جَبَلُ جيڏو[۸] ئي آڏو آريچَنِ ڪي،
وَنِي وَرُ[۹] واتَ ٿِئا[۱۰]، بُرفَتَ[۱۱] بِروهِي[۱۲]،
رِجُنِ[۱۳] ۾ روئي، پَسَان[۱۴] شَالَ پُنهُونءَ ڪي.

## ۱۳

جَبَلَ سُڄَنِ[۱۵] جَالَ[۱٦]، آڏا آريچَنِ ڪي،
هَاڙهي[۱۷] ڏُونهَن[۱۸] هَٿُ ڪَٿِئو[۱۹]، چِپَرِ[۲۰] مَڙَان[۲۱] چَالَ[۲۲]،
ڪيچِي[۲۳] وِنِڙَم ڪَالَهہ، تِنِي[۲۴] ڏُونگَرَ[۲۵] ڏوريان[۲٦].

## ۱۴

پَهڻَ پُريَاڏي[۲۷] پَبَ[۲۸] جَا[۲۹]، جَاڏا[۳۰] جَبَلَ جِت،
لُچي[۳۱] مُنڌَ[۳۲] لطيف چئي، تَاڪُو[۳۳]، پسئو[۳۴] تِت،
هُوتَ[۳۵] پَهچِج[۳٦] هِتِ، آءُ[۳۷] تہ اوجَهڙِ[۳۸] نہ پوان.

---

۱. اجائي يا بيهودي بڪواس، يخي، خار (جڪ ماري= اجايو مٿو هڻي يا ڏيجاري)، ۲. اڪيان يا سامهون رنڊڪ بڻيل آهي، ۳. آريءَ جي اولاد يعني پنهون ۽ ان جي عزيزن (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيل مان هو)، ۴. جيتونيڪ، ۵. لڪن جا، جبلن جا، ٦. سوين هزار، تمام گهڻو عدد، ۷. محبت، پيار، ۸. تمامُ وڏو، ۹. مڙسُ، ڀتارُ (پنهون)، ۱۰. وات ٿئا= هلئا وئا، ۱۱. لس ٻيلي جي ڪوهستاني علائقن ۾ رهندڙ هڪ قوم جو نالو. (اصطلاحي محاوري ۾ ان ڪي جابلو جوان يا رهزن ڌاڙيل چوندا آهن)، ۱۲. بلوچستان جي مخصوص قبائل جو مشترڪ نالو، ۱۳. رڻ پٽن، بيابانن، ۱۴. ڏسان، ۱۵. ٻڌجن، ۱٦. گهڻا، بي انداز، ۱۷. لس ٻيلي جي اولهہ ۾ جبلن جي قطارَ جو نالو، ۱۸. ڏانهن، ۱۹. هٿ ڪٿئو= ڏانهون ڪريو چوان، ۲۰. چپر ۾، جبل ۾، ۲۱. ملان، گڏجان، ۲۲. شال، ۲۳. ڪيچ جا رهاڪو يعني پنهون ۽ ان جا ڀائر (ڪيچ رياست مڪران جو هڪ شهر آهي، پنهون ان شهر جو رهاڪو هو)، ۲۴. تنهن ڪري، ۲۵. جبل، ۲٦. جهاڳيان، ڍونڍيان، ووڙيان، ۲۷. جبل، ۲۸. بنيادي، آڳاٽي، نسل واري، جهوني، پراڻي، قديم، ۲۹. هالار جبل جي ڏاڪڻي قطار جو نالو، ۳۰. وڏا، سخت، ۳۱. بي آرام رهي، فڪرمند يا پريشان ٿئي، ۳۲. عورت (سسئي)، ۳۳. شڪاري، تاڪائو، جهنگ جا جانور، ۳۴. ڏسئو، ۳۵. محبوبَ، پنهون (هوت، بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ۳٦. رسج (مدد يا واهر لاءِ)، ۳۷. اچُ، ۳۸. اوجهڙ ۾، منجهيل واٽ يا رستي ۾، خراب رستي ۾.

## ١٥

پَهَڻَ پُرِيَاڏي پَٻَ جَا، جَبَلَ جِتِ جَاڏَا،
تَوڏَنِ[١] جَا تَڙَ[٢] پِيَڙَ[٣] ۾، ڪُپَنِ[۴] مَ ڪَاڏَا[۵]،
اچَنِ جي آڏَا[٦]، لَڪَ[٧] سَولاَ[٨] لَنگهِيَانِ[٩].

## ١٦

هِڪُ پَاهَڻُ[١٠]، بِيُونَ پَتِيُونَ[١١]، تِئَا جَبَلَ اُتِ جَاڏَا،
اگِئَانِ اَڻَ سُونَهِنَ[١٢] ڪي، تَنگَ[١٣] پُچَنِ[١۴] تَاڏَا[١۵]،
جي مُنِيءَ[١٦] مُنهَنِ[١٧] آڏَا[١٨]، سي تَارِجِ[١٩] لَڪَ لطِيفُ چئي.

## ١٧

پَهَتَنِ[٢٠] ڪِينَ پَروُڙِئو، پِتُونَ[٢١] پِيرَ تِئَامِ[٢٢]،
ثُمَ لاَيَمُوتُ فِيهَا وَلاَيَحيٰ#، هِهَڙَا حَالَ سَنڌَامِ[٢٣]،
ڪوجَهَا[٢۴] ڪرِتَ[٢۵] ڪِئَامِ، جِيئَن هوتَنِ ڇَڏِيَس حَبَ[٢٦] ۾.

## وائي

ويندِيَسِ ڪيچِ ڪَهِي[٢٧]، سَيڻَنِ[٢٨] سَاڻُ[٢٩] صَحِي[٣٠]،
پيَنَرُ آئُون جِيئَندِيَسِ تَان نَہ جَتَنِ ري،

---

١. اٿن، ٢. تڙ تڪڙ، پيچ پيچان، ابهرائي، ٣. لڳن، ۴. شال نہ، ۵. ڇاڙيون، ڪاڏيون، پوٺ. مُنهن (ڪاڏا ڪپن= منهن پر ڪري پون)، ٦. اڳيان يا سامهون (رنڊڪ طور، ٧. جبل، ٨. سولائيءَ سان، آسانيءَ سان، ٩. شالَ اُڪران يا پار ٿيان، ١٠. پهاڙ، جبل، ١١. ميدان، ١٢. اڻ واقفن، ١٣. جبل، گهٽ، گهيڙ، لنگهہ، ماٿريون، ١۴. ڏيان ۾ آهن، سُجهن، معلوم آهن، (بي معنيٰ ٿيندي) محسوس ٿيندا، تڪليف ڏيندا، ١۵. اهنجا، ڏکئا، ١٦. مُنِيءَ جي منلَ جي، مصيبت جي ماريل جي، ١٧. مُنهَن جي، ١٨. اڳئان، سامهون، ١٩. دفع ڪج، پري يا پاسي ڪج، هنائج، ٢٠. پٽرن، ٢١. سمجهيو، ڇاتو، ٢٢. ذرا ذرا، ڇيهون ڇيهون، پرزا پرزا# پوءِ ان (دوزخ) ۾ نڪي مرندو نڪي جيئندو (قرآن جي سورت الاعليٰ جي ١٣ آيت)، ٢٣. منهنجا، ٢۴. بڇڙا، خراب، ٢۵. ڪرمَ، ٢٦. حَب نديءَ واري بيابان (حب ندي، ڪراچيءَ کان ست ميل پري پٻ جبل مان نڪري عربي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿي)، ٢٧. ڪيچ ڏانهن (ڪيچ رياست مڪنو شهر آهي جتي سسئيءَ جو محبوب پنهون رهندو هو)، ٢٨. پنڌ ڪري، ٢٩. محبوبن، سڄڻن، ٣٠. سلامت.

وِهَان كِيئَن مَاتِ كَري، هيڏو[1] سُور[2] سَهِي[3]،
پينَرُ هِن پَنيُورَ[4] ۾، سَارِبَان[5] كونَه صَحِي[6]،
اڳَئَان آرِيءَ[7] ڄَامَ[8] جو، سُڄي[9] سَاٿُ[10] صَحِي[11]،
صُبحِ ڏُونگَرَ ڏورِئَان[12]، كَنهِن پَرِ[13] رَاتِ رَهِي[14].

١. تمام وڏو. ٢. عذاب، ايذاءُ، اهنج، تڪليف، مصيبت. ٣. برداشت ڪري، جهلي، ڀوڳي. ۴. ٺٽي ضلعي ۾ گهاري جي ڳوٺ آتڪل ٻه ميل پري هڪ قديم شهر جتي سسئي رهندي هئي. ۵. سمجهان، ڄاڻان. ٦. (پنهونءَ جي) برابر، مَٽَ، جهڙو. ٧. پنهونءَ (بلوچ قومَ جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو. پنهون ان هوت قبيلي مان هو). ٨. سردارَ (سنڌ جي سمن بادشاهن جو لقب). ٩. ٻڌجي. ١٠. (اٺن جو) قافلو يا قطار. ١١. سچ پچ، ٺيڪَ. ١٢. جبلَ. ١٣. ڳوليان، جهاڳيان، ڍونڍيان. ١۴. نموني، ريت. ١۵. گذاري، پوري ڪري.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُر ديسي

## داستان ٽيو

### ١

ڪَرڙا[١] ڏُونگرَ[٢] ڪَهَه[٣] گَهٽِي، جِت جَبَلَ گَهُوناگَهُون[٤]،
ليَڙنِ[٥] جُون لطيف چئي، تَنگَ[٦] تنوارُون[٧] پُون،
جَنِ ڏنو پيرُ پرينءَ جو، سي نَڪي رُونِ نَه چُونِ،
هُونَدنِ[٨] مَتي هُونِ[٩]، لاڳاپا[١٠] هِنَ لوڪَ[١١] جا،

### ٢

ڪَرڙا ڏُونگَرَ ڪَهَه گَهٽِي، جَبَلَ جِت جَهجَها[١٢]،
موتُ مُحمّدَ ڪارڻي[١٣]، عَالمَ جا اَجَهَا[١٤]،
پُنهُونءَ ري سَنجَهَا[١٥]، مُون ووڙِينديءَ[١٦] وَرُ[١٧] مِلي.

### ٣

ڪَرڙا ڏُونگَرَ ڪَهَه گَهٽِي، جَبَل جامو[١٨] جامَ،
سَمَرَ[١٩] بِنَان[٢٠] سَرَتيُون[٢١]، ڪَهَه مِ گهڙِي ڪامَ،

---

١. ڏکيا، اهنجا، وڏا، سختَ، ڪنن. ٢. جبلَ. ٣. پنڌُ، اهنجي يا ڏکي واٽَ، سفر، مسافري. ۴. گهوناگهون= طرحين طرحين، قسمين قسمين، رنگ برنگ، تمام وڏا ۽ اوچا. ۵. ائن. ٦. تنگ ۾، لڪَ ۾، جبلَ ۾. ٧. دانهون، گجڻ جا آواز. ٨. جيئرن يا زندهہ ماڻهن. ٩. آهن، ٿين. ١٠. واسطا، تعلق، معاملا. ١١. جهان، دنيا. ١٢. گهڻا. ١٣. پرجهلا، وسيلا، والي وارث، شفاعت ڪندڙ. ١۴. پشت پناهہ، ڍڪَ. ١۵. سيڪت، سزا، تڪليف. ١٦. ووڙينديءَ کي، ڳولينڊڙ کي. ١٧. مڙس، خاوند، ڀتارُ. ١٨. جام و جام= تمام گهڻا. ١٩. مسافريءَ جو سامان، راهہ خرچ. ٢٠. کان سواءِ. ٢١. اي سرتيون، اي جيڏيون.

بِنَانِ[١] مُحَمَّدُ جَامَ[٢]، ڪونهي وَسِيلو[٣] وِچَ[۴] تي.

۴

ڪَرِڙَا ڏُنگَرَ ڪَهَه گَهِٽي، جِت جَبَلَ جَالاَرَا[٥]،
ڏَنَمِ ڏَادِين[٦] ڏُونگَرِين[٧]، لَسّيءِ[٨] آرِي[٩]، اُلاَرَا[١٠]،
ڪَهَه ۾ ڪوهِيَارا[١١]، اَچِجِ تَه اوڏِي[١٢] تَئَان.

٥

ڪَرِڙَا ڏُونگَرَ ڪَهَه گَهِٽي، روهَه[١٣] جَبَلَ روڏَا[١۴]،
وَجِئو چَڙهي اُنِ تي، جي اَيَنِ[١٥] ڪي اوڏَا[١٦]،
آهِين اَڻَ سُونَهَن[١٧] ڪي، پَرَ[١٨] لَڪَنِ[١٩] لُوڏَا[٢٠]،
ڪوهِيَاري[٢١] ڪُوڏَا[٢٢]، مَعذُورِ[٢٣] مَرَڻُ[٢۴] مَچِئو[٢٥].

٦

ڪَرِڙَا ڏُونگَرَ ڪَهَه گَهِٽي، وِنَا روڏَا[٢٦] رنگَائي[٢٧]،
رَهِيَسِ[٢٨] رَسُ[٢٩] لطيف چئي، تَنهن ڪَمِيٽيءَ[٣٠] ڪَاهي[٣١]،
سَاڱَاپي[٣٢] سِيڻَنِ[٣٣] جي، ٿي وَندُرِ[٣۴] وَاجَهَائي[٣٥]،
آرِيَاڻِي آهي، مَنهَنِ[٣٦] مَعذُورِنِ جو.

---

١. ڪان سواءِ، ٢. سردار، ٣. آڌارَ، آسرو، پشت پناهه، ۴. وچ تي= رستي ۾، واٽ ۾، ٥. تمام گهٽا، ٦. ڏاڍين، ڪرڙن، وڏن، ڏکين، ٧. ڏونگرن ۾، جبلن ۾، ٨. واسطي، ٩. پنهونءَ (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب، سسئيءَ جو محبوب پنهون هوت قبيلي مان هو)، ١٠. اليرَ، لوهُون، چالون، سٿون، ١١. اي ڪوهيارا، اي ڪوهه يعني جبل جا رهاڪو (پنهون)، ١٢. ويجهي، ١٣. جبلَ، پهاڙ، ٽڪرَ، ١۴. ٽوڙها، بنان وڻن ۽ ٻوٽن جي، سبزي ڪان سواءِ، ١٥. آسمانن، ١٦. ويجها (اين کي اوڏا= تمام بلند ۽ اوچا)، ١٧. اڻ واقفن، بنان رهبر يا سُونهين جي، ١٨. وٽِ، تي، پاسي ۾، ١٩. جبلن، ٢٠. تڪليفون، نقصان، ٢١. ڪوهياري جي، ڪوهه يعني جبل جي رهاڪوءَ جي، ٢٢. ڪاڻ، واسطي، ٢٣. جڏيءَ، عذرَ واريءَ، بي حال (سسئيءَ)، ٢۴. موت، ٢٥. قبوليو، سهسايو، ذمي ڪنيو، ٢٦. گنجا يا ٽوڙها (اَٽ)، ٢٧. رڙائي، دانهون ڪرائي، ٢٨. پنڌ ۾ ٿڪَ سبب وچ رستي يا واٽ ۾ پئي آهيان، ٢٩. پهچ، ٣٠. ڪميڻيءَ کي، بدڪار کي، ٣١. جلد پنڌُ ڪري، ٣٢. ساڱاپي جي ڪري، سڱَ يا ناتي جي ڪري، ٣٣. محبوبن، سڄڻن، ٣۴. وندرَ ۾، وندر وٽ (وندر، لس ٻيلي ۾ هڪ ڳوٺ، جبل ۽ ندي آهي)، ٣٥. نهاري، انتظار ڪري، اوسيڙو ڪري، ٣٦. پناهه، آجهو، ڍڪَ.

### ٧

ڪَرِڙَا[1] ڏُونگَرَ[2] ڪَهَه[3] گَهِٽِي، جِتِ مَاتَرِ[4] مَتَاهِين[5]،
سُجَنَ[6] تَا سَيَدُ (رح) چِئي، مِرُون[7] مَهَائِين[8]،
آرِيَاڻِي[9] آهِين، مَنَهُن[10] مَعذُورِنِ[11] جو.

### ٨

ڪَرِڙَا ڏُونگَرَ ڪَهَه گَهِٽِي، جِتِ بَرَ پَٽَ[12] بِيَابَانَ،
ڏَاهَنِ[13] ڏَاهَپَ[14] وِسَرِي، تَئَا حَرِيفَ[15] حَيرَانُ[16]،
سَسُئيءَ لَنگهِئو[17] سَيَدُ (رح) چئي، مَحَبَتَ[18] سين مَيدَانُ[19]،
جَنهِن جو آرِيَاڻِي اڳِوَاڻُ[20]، تَنهِن کي ڪَانهي[21] بَاڪَ[22] بَهِيرَ ۾.

### ٩

ڪَرِڙَا ڏُونگَرَ ڪَهَه گَهِٽِي، جِتِ رِڻُ[23] تَتو[24] رَائو[25]،
تِتَرُ[26] لَئِي[27] مَ تَنِ کِي، ڏُونگَرَ ۾ ڏَائو[28]،
جَڏهِين جَامُ[29] پُنهُون[30] جَائو، تَئو سَولو[31] طَالِعُ[32] سَاٿِيِين[33].

### ١٠

ڪَرِڙَا ڏُونگَرَ ڪَهَه گَهِٽِي، جِتِ هَيبَتَ[34] هُوءِ هَڳَاءُ[35]،

---

١. ڏکيا، اهنجا، وڏا، سخت، ڪٺن. ٢. جبلَ، پهاڙ. ٣. اهنجي يا ڏکي واٽ، پنڌ، سفر، مسافري. ۴. ماٿري، ٽڪر يا جبل جي وچ وارو ميدان. ۵. بلند، اوچي. ٦. ٻڌجن. ٧. جهنگ جا جانور. ٨. زوراورَ، وحشي، شوخ، درندا. ٩. آري، پنهون (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو). ١٠. اجهو، پناهه، ڍڪَ. ١١. عذر وارين، جڏين، لاچار، بي حال (عورتن). ١٢. رُجون، رڻ پٽ، صحرا، ويران يا سڃا يعني پاٽيءَ کان سواءِ ميدان، بيابان. ١٣. ڏاهن کي، سياڻن کي، عقلمندن کي، دانائن کي. ١۴. سياڻپ، هوشياري. ١۵. چالاڪ، اٽڪل، باز، چاٽو، خبردار. ١٦. پريشان، وائڙا، موڳا، منجهيل. ١٧. پار ڪئو. ١٨. پيار، سڪ. ١٩. رڻ پٽ، صحرا. ٢٠. مهندار، رهبر. ٢١. خوف، خطرو. ٢٢. انن جي قافلي، قطارَ يا سات. ٢٣. برپٽ، رڃَ. ٢۴. گرم يا ڪوسو ٿئو. ٢۵. جبل جي ريتي يا واري، جبل. ٢٦. ڳيري جيڏو يا ان کان ٿورو وڏو هڪ پکي جنهن جي پرن تي ڳاڙها ۽ ڪارا ڇٽ هوندا آهن. ٢٧. ٻولي، آواز ڪري. ٢٨. ڪٻي طرف، ڪاٻي پاسي کان ٻوليندڙ تتر بد سوڻ يا نحوست جي نشاني آهي. ٢٩. سردار (سنڌ جي سمن بادشاهن جو لقب). ٣٠. سسئيءَ جي محبوبَ جو نالو. ٣١. سٺائو، چڱو، فائديمند. ٣٢. نصيب، قسمت. ٣٣. ساٿين جو، پنهون جي قافلي ۾ شامل ماڻهن جو. ٣۴. خوف، هراس، ڌهڪاءُ، دهشت. ٣۵. هل، هڳاءُ، آواز.

رَهِئَا[1] رَاتِ لطيفَ چئي، لَڪَنِ[2] ۾ تُوَ[3] لاَءِ[4]،
پَرورَ[5] جَامَ[6] پُڇَا ڪَيَ[7]، سَگُرَ[8] مَنجهہ سَنديَاءِ[9]،
هَادِيَ[10] هوتُ[11] مِلاَءِ، آسَروَندِي[12] آهِيَان.

(١١)

ڪَرِڙَا[13] ڏُونگَرَ[14] ڪَهَڻ[15] گهڻِي، لَڳِي اُجَ اُسَاٽُ[16]،
مَولاَ اُت مِينهَنِ جِي، ڇَپَرَ وِجِهجِ ڇَاتَ[17]،
هَلَن سَنگُ[18] سَيدُ چئي، ڪيچِيَن جَا ڪَنواَتَ،
وِنِگيَ[19] جِتي وَاتَ، تِتي بَاتَاڙَنِ[20] بَيلي[21] تِيِن.

(١٢)

ڪَرِڙَا ڏُونگَرَ ڪَهَڻ گهڻِي، جِتي ڪُوهَنِ[22] ۾ ڪَارِيَ[23]،
سُڄِي[24] تِي سَيَدُ چئي، اِڳِئَان اَنڌَارِيَ[25]،
زورِ[26] تَپيَ[27] وَارِيَ[28]، ڪَارونيَارَ[29] ڪَافَنِ[30] جِي.

(١٣)

ڪَرِڙَا ڏُونگَرَ ڪَهَڻ گهڻي، جِت وَاٽُنِ تي وَارِيَ،
پُنهُونَ[31] نِيندِئي پَاڻَ سين، ڪَندءِ وِيچَارِيَ[32]،

١. (پنهونءَ جا پائر) ترسيا، ٽڪيا. ٢. ڪجبلن ۾. ٣. تنهنجي. ۴. ڪاڻ، واسطي. ۵. پالڻهار، پرگهور لهندڙ. (هتي پنهونءَ ڏانهن اشارو آهي). ٦. سردار (سنڌ جي سمن بادشاهن جو لقب). ٧. ڪئي. ٨. رستي. گس. ٩. تنهنجي. ١٠. اي هادي، اي رهبر، اي خدا. ١١. محبوبُ (هوت بلوچ قوم جو قبيلو آهي، سسئيءَ جو محبوب پنهون قبيلي مان هو). ١٢. اميدوار، آسائتي، سڪندڙ. ١٣. ڏکئا، وڏا، اهنجا. سخت ڪٺن. ١۴. جبلَ. پهاڙ. ١۵. پنڌ. ڏکي وات، سفر، مسافري. ١٦. گرمي. تؤنس. ١٧. ڇتڪار، ڦڙيون. بوندون. ١٨. گڏ، ساڻ. ١٩. ڏنگي، ورن وڪڙن واري. ٢٠. بتال ٿيلن پريشان ٿيلن. اپاٽڪن. ٢١. همراهہ. مددگار. ساٿي. ٢٢. جبلن. ٢٣. اونداهہ. ٢۴. ٻڌجي. ٢۵. اونداهہ. ٢٦. زور سنا. گهڻي، نهايت ڏاڍي. ٢٧. گرم يا ڪوسي ٿئي. ٢٨. ريتي، مٽي. ٢٩. اونداهي. هيبت ناڪ. ٣٠. جَبلَن. ٣١. سسئيءَ جي محبوب جو نالو. ٣٢. لاچار، بي حال.

هوتَنِ[١] لاءِ هارِي[٢]، ڇَا[٣] ڪي[٤] ڏُونگَرُ[٥]، ڏوريين[٦].

١۴

ڪَرڙا[٧] ڏُونگَرَ ڪَهه[٨] گهٽي، جِتِ واٽُنِ[٩] تي وارِي[١٠]،
آڏا[١١] لَڪَ[١٢] لطيفُ رح چئي، بَرَ[١٣] سُڄَنِ[١۴] باري[١٥]؛
جَا مَنزلُنِ[١٦] مارِي[١٧] سا قادِرُ[١٨] ڪيچِ[١٩] رَساڻِينِ[٢٠].

١٥

مَنزلَ دُورِ[٢١] مَنُ[٢٢] تَنهَا[٢٣]، جِتِ بيلِي[٢۴] نَاهه ڀِئو،
هَي هيڪلو[٢٥] جِندڙو[٢٦]، پَهڻَنِ[٢٧] مَنجهه پِئو،
اِيءُ قَضا[٢٨] ڪَمُ[٢٩] ڪِئو، رَسجِ[٣٠] رَهبَرَ[٣١] راهَه[٣٢] ۾.

١٦

مَنزلَ دُورِ مَن تَنهَا، جِتِ سَاٿِي نَه پانڌِي[٣٣]،
لَتي[٣۴] لوڙهه[٣٥] فَقِيرَ[٣٦] جو، ڪالهه وَهِڻَا[٣٧] ڪانڌِي[٣٨]،
جَا دِلئُون[٣٩] دَرَمانَدِي[۴٠]، تَنهِن ڪي رسجِ رَهبَرَ راهَه ۾.

---

١. محبوبن (هوت، بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ٢. واسطي، ڪاڻ، ٣. اي هاري، اي بي عقل يا موڪي، ۴. ڇا ڪي = ڪهڙي سبب، ڇو، ٥. جبلُ، پهاڙ، ٦. جهاڳين، ڊونديين، ٧. وڏا، ڏکئا، اهنجا، ڪٺن، ٨. پنڌ، ڏکي وات، سفر، مسافري، ٩. گسن، رستن، ١٠. جبلن جي ريتي، ١١. سامهون يا اڳيان (رنڊڪ طور)، ١٢. جبلَ، ١٣. رڻَ پٽ، ١۴. پڊجن، ١٥. وڏا، ١٦. پنڌن، مفاصلن، ١٧. فنا ڪئي، برباد ڪئي، ناسُ ڪئي، ١٨. قدرت وارا، سگهه وارا، خدا، ١٩. ڪيچَ ۾ (ڪيچ رياست مڪران ۾ هڪ شهر آهي، پنهون ان شهر جو رهاڪو هو)، ٢٠. پهچائيين، ٢١. پري، ٢٢. آئون، ٢٣. اڪيلي، ٢۴. همراهه، ساٿي، ٢٥. اڪيلو، ٢٦. جسم، بدن، ٢٧. پٿرن، جبلن، ٢٨. خدا جي حڪمَ، الاهي امرَ، ٢٩. معاملو، ٣٠. پهچج، ٣١. اي رهبر، اي اڳواڻ، اي پيشوا، ٣٢. واٽَ، گسَ، رستي، ٣٣. واٽهڙو، مسافر، قاصد، ٣۴. ڍَڪي، پُوري، دفن ڪري، ٣٥. جنازو، لاش، ٣٦. مسڪين، ويچاريءَ، نادار، ٣٧. وٺا، ٣٨. جنازي يا لاش کي قبرستان ڏانهن کڻي ويندڙ ماڻهو، ٣٩. دل ۾، اندرَ ۾، ۴٠. ساٽي، ٿڪل، عاجز.

## ۱۷ ص

مَنزِلَ[۱] دُورِ[۲] مَ مَتِ[۳]، ڇَڏِ مَ سَيرُ[۴] سُڪَڻَ[۵] جو،
لَنءُ[٦] جِي وَاٽَ[۷] مَ لَٽِ[۸]، لَنءُ رِءَ[۹] حَيفُ[۱۰] هُوئَڻَ[۱۱] ڪي.

## وائي

هِينئَڙو[۱۲] تو هُنِ[۱۳] سَارِي[۱۴] مُنهِنجو سَاهُ[۱۵] سَيَدَ[ص ۱٦] ڪي تو سَاري،
جيڏيُون[۱۷] آئُون هَلَندِي وِيندِي هوُتَ[۱۸] ڏي،
جيرو[۱۹] اَندَرِ[۲۰] جِندَڙي[۲۱]، وِئو بَاروچو[۲۲] بَاري[۲۳]،
سَچو سُخَنُ[۲۴] سُپِرِين[۲۵]، قَولُ[۲٦] پُنهَلُ پَنهِنجو پَاري[۲۷]،
پَندَ[۲۸] اَڙانگا[۲۹] پَنيِين[۳۰]، مُونکي ڪوهيَارو[۳۱] تو ڪَاري[۳۲]،
هوتَنِ[۳۳] هَلَڻُ مَنَ ۾[۳۴]، ڪيرَ گهَڙِي[۳۵] هِتِ گهَاري[۳٦]،
آسَرَ پِري[۳۷] آهِيَان، وَاحِدُ[۳۸] آٽِين وَاري[۳۹]،
وِڏا ڪَمَ[۴۰] ڪَرِيمَ[۴۱] تي، هِنَ وِچَارِيءَ[۴۲] وَاري[۴۳].

---

۱. مسافرن لاءِ رستي تي ترسڻ يا ٽڪڻ جي جاءِ، پنڌ، مفاصلو، ۲. پري، ۳. بدلاءِ يا ترڪ ڪر (منزل ڏانهن وڃڻ جو خيال)، ۴. واٽ، گسُ، پنڌ، ۵. محبت، ٦. محبت، عشق، پيار، ۷. رستو، ۸. ڇڏ، ترڪ ڪر، ۹. ڪان سواءِ، ۱۰. افسوس، ۱۱. جيئري يا زندهہ رهڻ، ۱۲. دل، من، ۱۳. هُنِ ڪي، ۱۴. ياد ڪري، ۱۵. جيءُ، جان، دل، ۱٦. حضرت پيغمبر محمد صلي الله عليہ وسلم ڪي، ۱۷. اي جيڏيون، اي سرتيون، ۱۸. محبوبَ (هوت، بلوچ قوم جو قبيلو آهي، سسئيءَ جو محبوبَ پنهون ان قبيلي مان هو)، ۱۹. جگر، ڪليجو، ۲۰. ۾، منجهہ، ۲۱. جسم، بدن، ۲۲. ٻروچ (پنهون ذات جو ٻروچ هو)، ۲۳. جلائي، ساڙي، ۲۴. کرو، خاص، راست، ۲۵. قول، وچن، انجام، ٻولَ، ۲٦. پرين، محبوبَ، ۲۷. پورو ڪري، نباهي، وفا ڪري، ۲۸. سفر، مسافريون، ۲۹. ڏکيا، اهنجا، تڪليف ڏيندڙ، ۳۰. پٽن جا، ميدانن جا، ۳۱. ڪوهہ يعني جبل جو رهاڪو، پنهون، ۳۲. ڪرائي، ۳۳. محبوبن، ۳۴. پنڌ ڪرڻ، ۳۵. ساعت، ٿورو وقت، ۳٦. گذاري، رهي، ۳۷. آسر پري= اميدوار، آسروندي، ۳۸. هڪڙو، خدا، ۳۹. موٽائي، ۴۰. معاملا، ۴۱. ڪرم ڪندڙ، ٻاجهاري، خدا، ۴۲. نماڻيءَ، بيوس، بي واهيءَ، ۴۳. ورائي.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُر ڏِيسي

## داستان چوٿون

### ۱

مُون پَانيو[1] مِهمَانَ[2]، هَميشَه[3] هُوندا پِرِين[4]،
کُهِي[5] کَمِيٺي[6] هَلِئا، کَهلَ[7] کِيَائُون کَانَ،
ڏِيئي وِئَڙا ڏاهُه[8] کي، سُورَنِ[9] جَا سَامَانَ[10]،
جُورو[11] رَاتِ جُوانَ[12]، جِيڏو[13] جَتَ[14] کَري وِئَا.

### ۲

مُون پَانيو مُون وَتِ، هَميشَه هُوندا پِرِين،
وِيڙهو[15] ڏِيئي وِيکِرو[16]، پَهري[17] وِئَا پَٽَ[18]،
سَاهُه[19] جَنِي جِيءَ سَٽَ[20]، وِکِيُمِ تَني وَٽِ کَارَ[21] ۾.

### ۳

مُون پَانيو مُون گَهَرِ[22]، هَميشَه هُوندا پِرِين،
سَاجَنَ[23] سيجَ[24] وِچَايَان، جُوڙي[25] جِيءَ[26] اَندَرَ[27]،

---

۱. سمجهيو. ۲. مزمان، گهر ۾ ترسايل يا تکايل ماٺهو (عزيز يا ڏاريان ماٺهو). ۳. سدائين. ۴. پيارا، محبوب. ۵. قتل ڪري، ماري، ۶. بڇڙي، ڪِني، بدڪار. ۷. قياس، ترس، رحم، ٻاجهه. ۸. زرخريد عورت، گولِيءَ، ٻانهيءَ. ۹. ڏکن، دردن. ۱۰. شيون، توشو، اسبابَ. ۱۱. ظلم، ڏاڍائي. ۱۲. جوان مڙس (پنهونءَ جا ڀائرَ). ۱۳. وڏو. ۱۴. انن جا مالڪ، اوٺي، پنهونءَ جا ڀائر. ۱۵. گهَرُ. ۱۶. وسيع، وڏو، خلاصو (ويڙهو ڏيئي ويکرو= گهر ڇڏي ڀاڻ هلئا وئا ۽ گهر خلاصو ٿي پيو). ۱۷. اُسَهيا، گهر کان ٻاهر ڀئي پاسي هلئا وئا. ۱۸. ڀَٽَ ڏانهن، ميدان ڏانهن. ۱۹. جيءُ، جان. ۲۰. سٽِ ۾، عيوض ۾، بدلي ۾. ۲۱. لس ٻيلي جي اتر ايرندي طرف ڪير ٿر جبل جي قطار سان گڏ هڪ ڳوٺ، وٺن جا جهڳٽا، جهنگل. ۲۲. منهنجي. ۲۳. اي ساجن، اي سڄڻ. ۲۴. ڇپرکٽ، (شاديءَ وقت گهوٽ ۽ ڪنوار لاءِ) سينگاريل کٽ ۽ بسترو. ۲۵. ٺاهي. ۲۶. دل. ۲۷. ۾.

ڪوهہ[1] جَاٺان ڪِنهن پَرِ[2]، ڏيرَ[3] ڏمَرِجي[4] هَلِئا.

۴

ڏيرَ ڏمَرِجي هَلِئا، بَرِ[5] ڪاهي[6] ٻوتَا[7]،
نئو[8] نِمَاٽي[9] پَاڻ سين، هيڪَرَ[10] ائين[11] هوتَا[12]،
مَارِين[13] تَا مَعذُورِ[14] ڪي، ڳُنگَن[15] جَا ڳوتَا[16]،
ايهِيءَ[17] پَرِ پَهتَا[18]، رَاتِ نَہ رَهِئا هيڪَڙِي.

۵

ڏيرَ ڏمَرِجي هَلِئا، بَاڪَا[19] چَڙهي[20] بَرِ،
جَتَنِ ڏَارَان جيڏيُون، هِنيُون جَرِ[21] نَہ ٿَرِ[22]،
ڪَا نَہ ٻُڌيسُون ڪَڏهين، اِهڙِي پَرِ ڪُپَرِ[23]،
ٻَاروچَا ٻَرِ ٻَرِ[24]، رَاتِ نَہ رَهِئا هَيڪَڙِي.

٦

ڏيرَ ڏمَرِجي هَلِئا، پَائي[25] پَاڪُوڙَا[26]،
اُتي هَلِئا اُسَ[27] ۾، ٻپَهرِيءَ[28] ٻوڙَا[29]،
ڏِينهُن تَتو[30] ڏهُ[31] مَتو[32]، ڪَامِي[33] تيسَ ڪورَا[34].

۱. ڪوهہ جاٺان = مونکي ڪهڙي ڄاڻ يا خبر، مونکي خبر يا ڄاڻ نہ آهي، ۲. ريت، نموني، ۳. مڙس جا پائر، ۴. ڪاوڙجي، ۵. بر ڏانهن، رڻ پٽ ڏانهن، ٦. وني وٺا، ۷. اٺَ، ۸. وني وجو، ۹. مسڪين، ويچاري، آڏين (سسئي)، ۱۰. هڪ دفعو، ۱۱. اوهين، ۱۲. اي هوتا يا هوت (پنهونءَ جا پائر)، (هوت، بلوچ قوم جو قبيلو آهي، پنهون ۽ ان جا پائر ان قبيلي مان آهن)، ۱۳. ڏکوئين، ستائين، ۱۴. عذر واريءَ، جڏيءَ، بيمار، عاجز، لاچار، ۱۵. ڳالهائي نہ سگهندڙن، بي زبانن، انن، ۱٦. پهہ، خيالَ فڪرَ، ڳڻتيون، ۱۷. اهڙيءَ، ۱۸. رَسئا، ۱۹. بهادر، پهلوان، سورهہ، ۲۰. اٺن تي سوارُ ٿي هلئا، ۲۱. جرَ ۾، پاڻيءَ ۾، ۲۲. ٿر ۾، بر ۾، صحرا ۾، زمين ۾ (جر نہ ٿر= نہ پاڻيءَ تي آهي نہ ڌرتيءَ تي آهي يعني سخت وياڪل ۽ غمگين)، ۲۳. اڍنگي ريت، بي جا هلت، ۲۴. ٻر ٻر= هاءِ هاءِ، افسوس، ۲۵. (اٺن تي) پائي يا وجهي، ۲٦. پاڪڙا، اٺن جي پٺين تي سواريءَ جي سهوليت لاءِ رکڻ لاءِ ڪاٺ جا هنا، ۲۷. ڏِپَ، سج جي تپش، ۲۸. ٻن پهرن ۽ منجهند جي وقت، ۲۹. اٺَ (اصطلاحي محاورو)، ۳۰. گرم ٿئو، ۳۱. گرمي، ۳۲. زور تي، ۳۳. سڙي، تهڪي، ۳۴. پاڻيءَ کي گهڻي باهہ ڏيئي تهڪائڻ سان پيدا ٿيل پاڻيءَ جا ٻوڙيا يا ڦوڪڻا.

ڳَـــاڙِبَـــمِ[١] تـــي ڳِــوڙھَـــا[٢]، رَاتِ نَـــہ رَهِـئَـــا هـيــــڪَـــڙِي.

## ٧

ڏيــرَ ڏَمَـــــرِجِـــي هَــلِـئَـــــا، پَـــائـــي[٣] ايــنــدَ[۴] پَــلاڻَ[٥]،
وِجِـــهـــي گــــورِبَــنــدَ[٦] گُــنــگَــنِ[٧] ڪــي، ڏِيــئِـــي تَــنــگَــنِ[٨] تَــاڻَ[٩]،
ڪَــارُوَنِ[١٠] ڪِــيَــمِ ڪــيــتِــرَا، سَــنــجَـــهـــي وِئَــا سَـــرْوَاڻَ[١١]،
پُــنــهُـــون نَــاھِــہ پَــلَــنـگَ تــي، سَـــيــجَ[١٢] سُــجِــيَ[١٣] تِــي هَــاڻِ،
مُـــون وَتِ تِـي مِـــهـــمَـــانَ، رَاتِ نَــہ رَهِــئَــا هــيـــڪَـــڙِي.

## ٨

ڏيــرَ ڏَمَـــرِ جِـي هَـلِـئَـــا، چَـــانـگَـنِ[١۴] تــي چَـــڙهِـــي،
ڪِــئَـــــانِ[١٥] تِـــي ڪـــوهِـــيَـــــارَلَ[١٦] سَـــيِن، اَديُـــون دِلِ اَڙِي[١٧]،
وَجِـــي وَرُ وَٽِـــڪَـــارَ[١٨] ۾، گَــــهَـــاري[١٩] مَـــان نَـــہ گَـــهَـــڙِي[٢٠]،
بَـــاروچَـــــا بَـــڙِي[٢١]،رَاتِ نَــــہ رَهِـــئَـــا هَـــيــــڪَـــــڙِي.

## ٩

ڏيــرَ ڏَمَـــرِجِـــي هَــلِـئَـــــا، اُنَـــنِ[٢٢] چَـــــڙهِـــي اُوءِ[٢٣]،
وَجَـــنِ وِيـــچَـــارِيءَ سَـــيِن، هَـــاجُـــو[٢۴] ڪِــئُـــــو هُـــوءِ[٢٥].

١. وهايم، تِمايم، هاريم. ٢. لڙڪ، آسو. ٣. (اٺن تي) وجهي. ۴. ٻندا، پاڪڙي ڪان سواءِ اٺن تي چڙهيءَ لاءِ ٻنڌاڻ. ٥. اٺن تي چڙهڻ يا بار لڏڻ لاءِ ڍين ۾ ڪکن مان ٺهيلَ ٻندا جن ۾ ڪان جا ڪتب لڳل هوند آهن. ٦. واحد گوربند= چم جو ٽڪر جيڪو اٺ کي پلاڻڻ وقت سندس ڇاتي وٽ ٻڌبو آهي. اٺ جي ڳچيءَ وارو رسو. ٧. ڳالهائي نہ سگهندڙن. اٺن. ٨. اٺن جي پاڪڙن کي مضبوط ٻڌڻ لاءِ سٽ. ڏاس يا نِواڙ جي پٽن (کي). ٩. ڇڪَ. ١٠. حيلا، وسيلا، ڪوشِشون، آزيون، نيزاريون، منٿون. ١١. سردار، ساربان، اوٺي، اٺ هڪليندڙ. ١٢. شاديءَ وقت گهوٽ ڪنوار لاءِ سينگاريل کٽ ۽ بسترو. ١٣. خالي، ويران. ١۴. اٺن. ١٥. ڪٿان. ١٦. ڪوهہ يا جبل جي رهاڪوءَ، پنهون. ١٧. ڦاٿي. ١٨. لس ٻيلي، اتر اپرندي طرف ڪيٿر جبل جي قطار سان گڏ هڪ ڳوٺ. لس ٻيلي ۾ هڪ جبل. ١٩. ترسي، ٽڪي، رهي. ٢٠. ساعت، ٿورو وقت. ٢١. اي ٻڙي، اي ادي. ٢٢. اٺن تي. ٢٣. هُو، اهي. ٢۴. ظلم، ستم، قهر. ٢٥. اهي.

پُنهُونءَ ڪارڻ پَبَ ۾، چُلِئو[۱] چَپَر[۲] پوءِ[۳]،
رَنَدَ[۴] نِهارِئو[۵] روءِ[۶]، رات نَـ رَهَئِا هيڪَڙِي.

۱۰

ڏيرَ ڏَمَرجِي هَلِئَا، گَسِ[۷] ڪَري گورا[۸]،
وَجَنِ ويچاري جا، جَتَ هَٽِئو[۹] جورا[۱۰]،
بانيَڻِ[۱۱] بَروچَنِ ري، پِنجِي[۱۲] ٿِي پورا[۱۳]،
هَيِ[۱۴] هِنيِين[۱۵] هورا[۱۶] رات نَـ رهِئَا هيڪَڙِي.

۱۱

ڏيرَ ڏَمَرجِي هَلِئَا، ڪَرَهَل[۱۷] قَطاري[۱۸]،
چَڙهِئَا[۱۹] لَڪ[۲۰] لطيف (رح) چئي، تَوَڏا[۲۱] تَنواري[۲۲]،
بانيَڻِ بَروچَنِ لئي، رويو جَرُ[۲۳] هاري[۲۴]،
اَديُون اوتاري[۲۵] رات نَـ رَهِئَا هيڪَڙِي.

۱۲

ڏيرَ ڏَمَرجِي هَلِئَا، جَهلي[۲۶] مينِ[۲۷] مَهارون[۲۸]،
وِجِهئو هَٿَ واڳِنِ ۾، ڪَري بانيَڻِ باڪارون[۲۹].

---

۱. رُليو، دربدر ٿئو، ڌڪا ٿاٻا کايو. ۲. چپر ۾، جبل ۾. ۳. پٺي. ۴. رستا، گس. ۵. ڏسئو، جاچيو. ٦. روئي ٿي. ۷. گس ۾، واٽ ۾، رستي ۾. ۸. (نوجوان) اٺَ. ۹. ڏَکيو، ضربون (ڌڪ) هٽيو، زخمي ڪئو. ۱۰. جَونرا، جيرا، جگرَ. ۱۱. برهمڻ زال يعني سسئي جا اصل ٻانيڻ جي گهر ۾ پيدا ٿي هئي. ۱۲. ٺِتِي. ۱۳. ٺڪرَ، ذَرا. ۱۴. افسوس. ۱۵. هنيين کي، دل کي. ١٦. فکر، ڳڻتي. ۱۷. اٺَ. ۱۸. قطار ۾ هڪ ٻئي پٺيان ٻَڌي (ڪاهي وٺا). ۱۹. داخل ٿئا. پهتا. ۲۰. لڪَ ۾، جبل ۾. ۲۱. اٺَ. ۲۲. ڪوڪاري، سڏ ڪري، نالون ڪري. ۲۳. پاڻي، اکين جا لڙڪ. ۲۴. وَهائي، ٿمائي. ۲۵. اوتاري ۾، گهر ۾ (منهنجي). ٢٦. وٺي، پڪڙي. ۲۷. مين جون، اٺن جون. ۲۸. اٺن کي هلائڻ لاءِ نڪن ۾ پيل نوڙيون، واڳون. ۲۹. دانهون، آهون، پڪارون.

وَجِي ڪِيُون وَٽِڪارَ ۾، چَانگَنِ چَانگارُون،
ڪِئَمِ وَسَ ڪَارُون، رَاتِ نَه رَهِئَا هيڪَڙِي.

١٣

ڏيرَ ڏَمَرِجِي هَلِئَا، ڪَاهِي ڪيِچ ڪَنوَاتَ،
لَنگهِيَائُون لطيفُ چئي، گهيڙَ گهٽِيُون ۽ گهَاتَ،
وَنِي وِئَا وِصَالِ ۾، وَحدَهَ جِي وَاتَ،
جَتِنِي ڏيئِي جَهَاتَ، رَاتِ نَه رَهِئَا هيڪَڙِي.

١۴

ڏيرَ ڏَمَرِجِي هَلِئَا، ڏيئِي ڏُورَاٽَا ڏَسَ،
وَجِي تِئَا وَٽِڪَارَ ۾، ليَڙَا ڪَاهِي لَسَ،
اوڳِي تَنِ اونِيَنِ جَا، پوءِ ٿِي پُڇِي گَسَ.
وڏَا ڪَئمِ وَسَ، رَاتِ نَه رَهِئَا هيڪَڙِي.

١٥

ڏيرَ ڏَمَرِ جِي هَلِئَا، رَمِي وِئَڙَا رَاتِ،
بي تَرسُ بَلُوچَنِ جِي، جِيجَان گهَٽِي ذَاتِ،

---

١. لس ٻيلي جي اتر اڀرندي طرف ڪيرٿر، جبل جي قطار سان لڳ هڪ ڳوٺ جو نالو. لس ٻيلي ۾ هڪ جبل. ٢. اٺن. ٣. تنوارون، گجڻ جا آوازَ. ۴. مون ڪئا. ٥. حيلا، ڪوششون. ٦. آزيون، نيزاريون، منٿون، وس. ٧. هلائي، هڪلي، ڊوڙائي. ٨. ڪيچ ڏانهن (ڪيچ، رياست مڪران جو هڪ شهر، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان شهر جو رهاڪو هو). ٩. (نوجوان) اٺ، گورا. ١٠. اڪري وئا، پار ڪئائون. ١١. جبل جي وچ مان رستا، لنگهه، لانگها، گهٽَ، گهٽيون، گهاٽ. ١٢. هٽ ڪري، ڳولي، جاچي. ١٣. ميلاپَ، گڏجاڻيءَ. ١۴. هو هڪڙو آهي يعني خدا. ١٥. گسُ، رستو. ١٦. رَهي، ترسي. ١٧. لامارو، سَٽَ. ١٨. پري جا، پراهان، ڏوراهان. ١٩. پارَ پَتا. ٢٠. اٺَ. ٢١. وني، هڪلي. ٢٢. تڪا، تيز، تڪڙا. ٢٣. موڳي، نادان، بي عقل. ٢۴. انن جي مالڪن، جتن. ٢٥. معلوم ڪري. ٢٦. رستا، واٽون. ٢٧. مون ڪئا. ٢٨. هلي. ٢٩. بي قياس، بي رحم. ٣٠. اي جيجان، اي امڙ. ٣١. ڪٽنب، خاندان، قوم.

آئُون پِيرَ[1] ڪَٽَانِ[2] پِريَاتِ[3]، رَاتِ نَہ رَهِئَا هيڪَڙِي.

۱۶

ڏيرَ ڏَمَرِجِي هَلِئَا، وَارِيَان[4] تَانِ[5] نَہ وَرَنِ[6]،
حَيفُ[7] پُڄَاٽَانِ[8] هوتَ جي، گهَارَڻُ[9] مَنجهہ گهَرَنِ[10]،
لُڇَان[11] لَئي[12] ليڙَنِ[13]، رَاتِ نَہ رَهِئا هيڪَڙِي.

۱۷

ڏيرَ ڏَمَرِجِي هَلِئَا، مُنِي[14] آئُون مَعذُورِ[15]،
رَڙَانِ[16] رُوئَان جيڏيُون، سَڙَان اِنهيءَ سُورِ،
ڏيهُہ[17] جَنِي جو ڏُورِ[18]، سي رَاتِ نَہ رَهِئا هيڪَڙِي.

۱۸

جي نَہ رَهِئَا رَاتِ، تَہ ڪِهَڙو سُڪُ[19] سَرَتيُون،
بَانيَڻِ[20] بَروچَنِ جي، مُنِي[21] مُلاَقَاتِ[22]،
مَتَان مُنِي چَڏيِن، طَلَبَ[23] پِريَان جي تَاتِ[24]،
آئُون تَانِ[25، 26] جُونِي ذَاتِ[27]، تُون پَاڻ سُڄَاڻِجِ سُپِرِين#.

---

۱. پيرن جا نشان، ۲. نهاريان، ڪڙيان، ليڪيان، ۳. پريات جو، اَسُر يا فجر مهل، ۴. موٽايان، ۵. هرگز، ٦. موٽن، ۷. افسوس (ملامت جو اظهار)، ڦٽڪار، ۸. ڪانپوءِ، بعد، ۹. گذارڻ، رَهڻ، ۱۰. جاين، مڪانن، ۱۱. بي آرام ٿيان، ڦٽڪان، ۱۲. واسطي ڪاڻ، ۱۳. ائن، ۱۴. مصيبت ۾ ڦاٿيس، ۱۵. جڏي، بيمار، بيمار، عذر واري، لاچار، ۱٦. دانهون ڪريان، ۱۷. ملڪ، ديس، ۱۸. پري، دور، ۱۹. آرام، فرحت، ۲۰. برهمڻ زال يعني سسئي جيڪا ٻانيڻ جي گهر ۾ ڄائي هئي، ۲۱. مصيبت ۾ ڦاسائي، ۲۲. ديدارَ، ميلاپَ، وصالَ، ۲۳. تلاش، جستجو، ڳولا، خواهش، ۲۴. فڪر، ڳڻتي، يادگيري، ساروٽي، ۲۵. تہ، ۲٦. نيچ، خسيس، ۲۷. ذات واري، نڪَ واري، آڪهہ واري، ڪڙم واري، بنياد واري، # تون پنهنجيءَ ذات يعني بنياد ڏي ڏسج.

## وائي

چاڪي[1] ٿا ڪَرَهَه[2] قطارِئو[3]، واڳ[4] وَني[5] وَرُ[6] وارِئو[7]،
مُون نِمَاڻيءَ[8] تَان[9] ڪينَ چَئو،
سَائينءَ[10] ڪَارَڻِ[11] سُپِرين[12]، دوسـتَ[13] دَرسَنُ[14] ڪَارِئو[15]،
رَهو رَات يَنپورَ[16] ۾، تَان ڪَا گهَڙِي[17] هِتِ گهَارِئو[18]،
سِڪِي[19] جَنهِن سَنگ[20] ڪِئو، تَنهِن مَعذورِ[21] کي اَئين[22] مَ مَارِئو[23]،
مـوڙي[24] مَجَرَ[25] ڌَارِيُون[26]، چَانگَنِ[27] کي اَئين چَارِئو[28]،
جَانِبَ[29] مُنهِنجي جِيءَ[30] جو، آڳَاندو[31] ڏِڏُ آهيو،
آرِيَاڻِي[32] عبداللطيف چئي، لَڪِيُون[33] لَڪَ[34] لنگهَايو[35].

١. ڪهڙي سبب. ٢. ڪرهل، اُٺ. ٣. ڪاهيو وڃو. ۴. مهار (اُٺ کي هڪلڻ لاءِ يا هلائڻ لاءِ ان جي نڪ ۾ پيل نوڙي). ۵. جهلي، پڪڙي. ٦. مڙس، ڀتار. ٧. موٽايو. ٨. مسڪين، بي وس، اڏين، عاجز. ٩. تنهن وقت، تنهن ويل. ١٠. خدا. ١١. واسطي. ١٢. اي سپرين، اي پرين، اي محبوب. ١٣. يارَ. ١۴. ديدارُ. ١۵. ڪرايو. ١٦. ٺٽي ضلعي ۾ گهاري جي ڳوٺ ڪان اٽڪل ڀ ميل پري هڪ قديم شهر جتي سسئي رهندي هئي. ١٧. ساعت، پَلُ، ٿورو وقت. ١٨. گذارئو، ترسو. ١٩. سَڌ ڪري، انتظار ڪندي ڪندي. ٢٠. ڳانڍاپو، لاڳاپو، ناتو. ٢١. جڏي، بيمارَ، لاچار، عذر واري. ٢٢. اوهين. ٢٣. ستايو، تڪليف ڏيو، فنا ڪريو. ٢۴. مروڙي، ڀڃي، ڇني. ٢۵. مَجَرَ واريون، گونچن واريون، ڀور لڳل. ٢٦. وٺن جون ٽاريون. ٢٧. اٺن. ٢٨. ڪارايو. ٢٩. اي جاني، اي محبوب. ٣٠. جان، جندا. ٣١. آڌارَ، آسرو، ڀرجهلو، ڏڍُ. ٣٢. آري، پنهون (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو. پنهون هوت قبيلي مان هو). ٣٣. نڌيون، ٽڪريون. ٣۴. ٽڪر، جبل. ٣۵. اڪارئو، پار ڪرئو.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُر ديسي

## داستان پنجون

### ①

مُون پَانِيو[1] مِهمَانَ، جيڪَس[2] پَهرَ[3] پُنهُونءَ جِي،
بي[4] غَرضَا بَلوچَ ٿِيَا، سَسُئِيءَ سِين سَروَانَ[5]،
ڪَاهِي[6] رَسِيَا[7] ڪيچَ[8] ڪِي، ڏَاگهَنِ[9] لاَهِي[10] ڏَانَ[11]،
وِلهَا[12] ٿِيَا وَٿَاڻ[13]، سَاٿِيَنِ[14] رِيَ[15] سَيدُ چئي.

### ٢

سَاٿِيَنِ سَوِيرَ[16]، آٿِي اُنَ اَوِيتِيَا[17]،
اِيئَن نَہ پَانِيمِ جِيڏِيُون، تَہ ڪَا ڏَاڍِي[18] ڪَندَا ڏِيرَ[19]،
اُٿِيَسِ آئُون اَوِيرَ[20]، وِئَا سُجَ[21] سَنجهِي ڪَرِي،

### ٣

وِئَا سُجَ سَنجهِي ڪَرِي، پِيئَنرُ رَاتِ پِنِي[22]،

---

١. سمجهيو، ڄاتو، ٢. هوند، شايد، ٣. پهر ڪي، ماڻهن ڪي، ۴. لاغرض، بي پرواهہ، جن کي ڪنهن جي ڪا ڪاڻ نہ هجي، ۵. اوٺي، جت، ٦. جلد، پنڌ ڪري، ٧. پهتا، ٨. رياست مڪران جو هڪ شهر جنهن جو سسئيءَ جو محبوبُ پنهون رهاڪو هو، ٩. ڏاگهن جا، اٺن جا، ١٠. کولي، ڇوڙي، ١١. جانورن کي ٻڌڻ کان جهل لاءِ اڳين ٽنگن ۾ ٻڌڻ جا رسا، نوڙ، نوڙيون يا نِيرَ، ١٢. خالي، ويران، سُڃا، ١٣. (چوپائي مال جا) واڙا، ڀاڻ، (ماڻهن جي رهڻ جون) جايون، ١۴. پنهونءَ جي ڀائرن جي ڪيچ کان آندل اٺن جي قافلي يا سات سان گڏ آيل ماڻهن کان سواءِ (وڃڻ لاءِ) تيار ڪيئا، ١٦. سويلو، سنجهي ئي، سَاجُهر، ١٧. سانباهيا، وڃڻ لاءِ تيار ڪيا، وهاريا، ٻڌا، ١٨. ظلم، بي واهہ، قهر، ١٩. مڙس جا ڀائر، ٢٠. دير سان، ٢١. ڀينگ، ويراني، اُجاڙ، ٢٢. سج لهڻ مهل، رات جي شروعات ۾، ٢٣. ٿري وئي، ڪافي يا ڪُپل گذري يا وهامي وئي (رات ڀني = پرڀات يا فجر ٿي وئي، دير ٿي وئي).

سُڌِ[1] لَڌِيندي[2] سَاٿَ[3] جي، ڏيرَنِ[4] ڪانَ ڏِنِي،
وِئَڙا سَڳَ[5] ڇِنِي[6]، ڏُکِي[7] ڏولِي[8] ڏُونگرِيَن[9].

٤

ڏُکِي ڏولِي ڏُونگرِيَن، وِئَا ڇَپَرَ ۾ ڇوري[10]،
جِهَجَڻُ[11] ۽ جهوري، سَسُئِيءَ[12] سَروَاڻِن[13] جو.

٥

ڪَري سُڄَ[14] سَنجهي[15] وِئَا، اُٺِيَس آئُون اوِيرَ[16]،
لَڙِبي[17] سِڄ لطيف چئي، پيئي ڪَٽَان[18] پيرَ[19]،
پَلِي[20] ڏَمَرِئَا[21] ڏيرَ، جِنِ وَارِي[22] نيِنهَن[23] نَئُون ڪِئو[24].

٦

آٿي جهوڪِئَا[25] جهوڪَ[26] ۾، مَزمَانَن[27] مَهرِي[28]،
چَاٽِي[29] چَنبَنِ[30] ۾ وِئَا، جيئَن بَازُ[31] سَتي[32] بَحرِي[33]،
ڪوهِيَارو[34] قَهرِي[35]، وِئو نِهوڙِي[36] نَندَ ۾.

٧

گَجِئَا[37] ڪِينَ گَڙَنگَ[38]، بَذي مُنهِن پَلاَٽِئَا[39]،

---

١. جاڻ، اطلاع، سڌائي، خبر. ٢. (اُن تي) بارَ يا سامان رکندي، اُسهندي، رواني ٿيندي، ڪُوچ ڪندي. ٣. (اُن جي) قافلي. ٤. مڙس جي ڀائرن. ٥. ناتو، واسطو، تعلق، مائٽي، رشتو. ٦. ٽوڙي، قطع ڪري. ٧. ڏکيءَ ڪي، ڏکَ ۾ مبتلا، دردمند. ٨. ڏولائي ۾ وجهي، تڪليف ۾ وجهي، پريشان ڪري. ٩. ڏونگرن ۾، جبلن ۾، ڇپرن ۾. ١٠. اها ڇوڪري جنهن جو ماءُ پيءُ مري ويا هجن، ڇوڪري، نينگري. ١١. جهوري، ڳڻتي، ڳاراٽو، فڪر، ارمان، غم. ١٢. سسئيءَ ڪي. ١٣. جتن، اوٺين. ١٤. پينگ، ويراني، اُجاڙ. ١٥. سج لهڻ مهل، رات جي شروع ٿيڻ وقت. ١٦. دير سان. ١٧. لڙبي سج = (ٻي ڏينهن جي) سج لهڻ مهل، شام جو. ١٨. نهاريان، ليکيان. ١٩. پيرن جا نشان. ٢٠. بيشڪ، مَرَ، سدا. ٢١. ڪاوڙ يا. ٢٢. ورائي، وري، موٽي، موٽائي. ٢٣. محبت، عشق. ٢٤. تازو. ٢٥. وهاريا، ٻڌا. ٢٦. اُن جي وهڻ جي جاءِ، اُن جي رات جو منزل ڪرڻ جي جاءِ، ڪوڙي. ٢٧. ڪنهن گهر ۾ ٽڪيل ٻاهريان آيل ماڻهن. ٢٨. چڙهيءَ يا سواريءَ جا تيز هلندڙ اُٺ. ٢٩. جهپي، جهٽي، ڪٺي. ٣٠. هٿن. ٣١. مشهور شڪاري پکيءَ جو هڪ قسم. ٣٢. پڇاڙي، زورَ مان ڪٺي. ٣٣. ڪارين اکين وارو باز. ٣٤. ڪوهہ يا جبل جو رهاڪو. ٣٥. ظالم، حسين، سهڻو. ٣٦. ماري، ناس ڪري. ٣٧. رنگئا، رڙيا. گجڻ جو آواز ڪڍائون. ٣٨. وڏا شاهوڙ (اُٺ). ٣٩. سنجئا وئا.

اونِيَڙا[1] اَڙٻنگَ[2]، وِٺا لَتاڙي[3] لَکِيُون[4].

**۸**

هُونگارِي[5] هَلئا، پاتائُون[6] پَلاڻَ[7]،
ليڙَنِ[8] جُهُلون[9] لاکَ[10] جُون، سِينگارِئا[11] سَرواڻَ[12]،
جِهَڙو پُنهُون[13] پاڻَ[14]، تِهَڙي سِٽا[15] سات[16] جي.

**۹**

اُنَ پُتَ اُٺَنِ جا، مَرَنِ مَ مُوڏا[17]،
پُويو[18] پُهويو پايانَ[19]، کَرَهَنِ[20] کي کوڏا[21]،
اَچَنِ جَنِي[22] اوڏا[23]، تَ لَکَ[24] سَوَلا[25] لَنگهيان[26].

**۱۰**

جارانَ[27] جَتَ[28] ڏِنُومِ[29]، عَينَنِ[30] سين آمينَ[31] اَلا[32]،
سَجِينَ[33] نيٽين[34] سوجهرو[35]، پِريَانَ[36] جو پِيُومِ[37]،
اُونداهو[38] اَندرَ[39] جو، تَهين وِيَرَ[40] وِئُومِ[41]،
سَرَهو[42] ساهُ[43] ٿِيُومِ[44]، اَچَڻَ[45] ويلَ عَجِيبَ[46] جي.

---

۱. اونٺي، اٺن جا سوار، جت، ۲. بي پرواهہ، ارڏا، ۳. اورانگهي، لنگهي، ۴. جبلن جا لنگهہ، ٽڪرين تان گهڙيل واٽون، جبلن جا سوڙها پيچرا، ننديون ٽڪريون، ننڍا ننڍا پهاڙَ يا جبلَ. ۵. هُون هُون جو آواز ڪري، اٺن کي هڪلڻ لاءِ آواز ڪري، ٦. (اٺن جي پٺين تي) وڌائون يا رکيائون، ۷. اٺن تي چڙهڻ يا بار لڏڻ لاءِ پٺيءَ تي رکيل ڏيڻ ۽ ڪکن مان ٺهيل ٻنڌا جن جي پاسن ۾ ڪاٺ جا ڏنڊا ۽ اڳيان ڪاٺ جا ڪتبَ لڳل هوندا آهن، ۸. ليڙن تي، اٺن تي، ۹. غاشا، بالا پوش، ۱۰. لاک جي رنگ سان رڱيل، ڳاڙهيون، ۱۱. سجايا، آراستہ ڪئا، زيبدار بڻايا، ۱۲. اونٺيءَ، جَتَ، ۱۳. سسئيءَ جي محبوب جو نالو، ۱۴. خود، ۱۵. ترتيب، جوڙجڪ، ۱٦. (اٺن جي) قافلي، ۱۷. سگهن بنان جانور، اٺَ، ۱۸. ڏاڳن يا ٽارَن ۾ وجهيو يا مڙهيو، ۱۹. وجهان (ڳچيءَ ۾)، ۲۰. اٺن، ۲۱. ڪوڏَ، موتي، مڻيا، (پاٺيءَ ۾ هڪ جيت يا ساهہ وارو جيڪو مرڻ کان پوءِ ڪوڏ سڏبو آهي)، ۲۲. جيڪڏهين، ۲۳. ويجها، ۲۴. جبلَ، ۲۵. سولائيءَ سان، آسانيءَ سان، ۲٦. اڪران، پار ڪريان، ۲۷. جارَ مان، ڏکَ مان، ۲۸. اونٺي، پنهون، ۲۹. مون ڏٺو، ۳۰. اکين، ۳۱. خدا يا قبول ڪر (دعا جي پڇاڙيءَ ۾ ڪم ايندڙ لفظ)، ۳۲. اي الله، ۳۳. سَڄن، سالم، ۳۴. نيٽن ۾، اکين ۾، ۳۵. نور، روشني، ۳٦. پرينءَ، ۳۷. مونکي پيو، ۳۸. تاريڪي، ڪاراڻ، اونداهہ، ۳۹. دل، مَنَ، ۴۰. ويل، مهل، ۴۱. منهنجو وئو، ۴۲. تازو، خوش، ۴۳. جانِ، جندُ، ۴۴. منهنجو ٿئو، ۴۵. مهل، وقت، ۴٦. دوست، محبوب.

## ١١

اَگَڻَ[1] اُهَيئِي[2]، جَتَ[3] نَہ پَسَان[4] جُوءِ[5] ۾،
اوطَاقُون[6] اُنَنِ رِي[7]، سُڃيُون سَڃيئِي[8]،
اکڙِيُون روئِي، مَاگَ[9] نِهَارِي[10] موتِيُون.

## ١٢

ڪوءِ[11] پَلَنگَ[12] بَنِ مَاڙِيُون[13]، پَڪَا[14] سَندَنِ بَنِ،
اُستُ[15] جو اُنِنِ جو، مُون کِي رَهيو[16] مَنِ[17]،
جِيءَ ۾ جَتَ رَهَنِ[18]، پِي پِرتِي[19] پَاسِي تِي[20].

## ١٣

ڏُرِيَان[21] ٿِي ڏَارِيَان[22]، مِتَ[23] مُٺيءَ[24] جَا نَہ ٿِئَا،
ڏَمَرُ[25] ڏِيرَنِ[26] مَنَ ۾، ڪِلِئو[27] ڪِيڪَارِيَان[28]،
صُبحِ[29] ٿِي سَارِيَان[30]، اُنَ نَہ اوطَاقُنِ ۾.

## ١۴

اَديُون[31] وِئَا اُڪِرِي[32]، ڏِيئِي تَنگُنِ[33] تَاڻَ[34]،
جيڏو[35] جَتَ جُوانَ، ڪِئو زورُ[36] ضَعيفَ[37] سين.

---

١. واحد اگڻُ = گهر جو حاطو، صحن، آڱر، آڱنڌ. ٢. اهي ساڳئا. ٣. اوٺي (پنهون ۽ ان جا پائر). ۴. ڏسان. ۵. مخصوص هنڌ، ايراضي يا علائقو. ٦. آستان يا ٿاڻ، وٿاڻ. ۴. کان سواءِ. ٨. خالي، ويران، اجاڙ. ٩. جايون يا هنڌ (اٺن جي وهڻ جا). ١٠. ڍونڊي، ڳولي، تلاش ڪري. ١١. ٻَنِ، ٻَنِ ۾، ڪنڌ ۾، ڪوهہ ۾، ڀرَ ۾ (ڀوَنِ)، نہ گهرجن. ١٢. واحد پلنگُ = کٽَ جو هڪ قسم، وڏي کٽ، ڇپر کٽ. ١٣. واحد ماڙي= گهرُ، جاءِ، جاءِ جي مٿان نهيل ٻي جاءِ. ١۴. ککائان، ڪهَرَ. ١۵. اٺين جي کير جو ڏوُرو. ١٦. ياد آهي. ١٧. مَنَ ۾، دل ۾، جيءَ ۾. ١٨. شال هميشہ ياد هجن. ١٩. ڌرتي، مخلوق، جَهان (جا ساهوارا). ٢٠. پري، (دل تان) لٿل يا وسريل. ٢١. اصل کان ٿي، شروع کان ٿي. ٢٢. غير ماڻهو، بيگانا، اجنبي. ٢٣. مائٽ، عزيز، سڳيٺا. ٢۴. نياڳيءَ، بدبخت، چنڊيءَ. ٢۵. ڪاوڙ، غصو. ٢٦. مڙس جي پائرن. ٢٧. خوش ٿئو، مُرڪئو. ٢٨. مرحبا ڪريان، احوال پرسي ڪريان. ٢٩. صبوح جو، سج ابرڻ مهل. ٣٠. سنڀاليان، جاچ ڪريان، خبر لهان. ٣١. اي اديون، اي ڀينرون. ٣٢. هلئا، نڪري. ٣٣. تنگن کي، اٺ جي پاکڙن کي مضبوط ٻڌڻ لاءِ سُٽ، ڏاس يا نواڙ جي پٽن کي. ٣۴. ڇڪ. ٣۵. هيڏو وڏو. ٣٦. ڏاڍائي، زيادتي، ظلم. ٣٧. ڪمزور، هيڻيءَ (سسئيءَ).

## ١٥

مُـون تـوکـي پَـرنِـئَـا، اَللهَ اونِـي ءِ اُنَ،
ڏيـرَنِ کَـينَ ڏُکـوئـي، مُـنـڏَ مَـيَـنِ جِـي مُـنَ،
تـوڻـي وَجَـنِ رُنَ، تـوءِ تَـرتَ مَ اَچِـي تَـنِ کَـي.

## ١٦

اَديُـون اُنَ وِئَـا، مُـنهِـنجَـا نـيَـرَنِ سُـوڏَا نـکـري،
کُـنجُـون کُـلـفَ اُنِ جَـا، سَـانـديڻ سُـورُ تِـئَـا،
سَـنـجَـهـي هـوتَ وِئَـا، صُـبـحِ بَـڌمِ سَـنـدِرو.

## ١٧

بَـڌِي سُـورَنِ سَـنـدِرو، صُـبُـوحِ ڏُونـگـرِ ڏورِئَـامِ،
کَـنـدي کَـشَـالاَ کـيـچَ ڏي، وِيـلاَ وِچِ پِـئَـامِ،
سَـوِيـن سَـاڻَ گـڏِئَـامِ، پُـنـهُـونءَ پَـارُ نَـہ هـکِـڙو.

## ١٨

سَـاهـي بَـڌي سَـنـدِرو، مَـتـي بَـرَ بَـنـدِي،
آهُـون لاءِ آرِيَـاڻِـيءَ، وَجِـي کـيـچِ کَـنـدِي.

---

١. حوالي ڪئا، سپرد ڪئا، ٢. اي الله، ٣. انن جا مالڪ، اڻ هڪليندڙ، جت، پنهون ۽ ان جا ڀائر، ۴. مڙس جي ڀائرن، ۵. رنجائي، ستائي، ايذائي، ٦. زال، عورت (سسئي)، ٧. اُنن، ٨. مُنَل، مصيبت يا تڪليف ۾ وڌل، ستايل، ٩. جيتوڻيڪ، ١٠. رُسِئو، ڪاوڙجئو، ١١. تنهن هوندي بہ، ١٢. گهڻي پنڌ ڪرڻ سبب پيرن ۾ ورمُ، تڪليف، ١٣. اي اديون، اي ڀينرون، ٢۴. زنجيرن، لوهہ جي ڪڙين وارن رَسن، ١۵. سميت، سان، ١٦. چاٻيون، ١٧. ڪرفَ، قفلَ، ١٨. لڪائي رکڻ، محفوظ رکڻ، قابو ڪري رکڻ، ١٩. سورَ ڏيندڙ، تڪليف، ڏيندڙ، ٢٠. سج لهڻ وقت، رات شروع ٿيڻ مهل، ٢١. محبوبَ (هوت، بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي، سسئيءَ جو محبوبَ، پنهون ان قبيلي مان هو)، ٢٢. صبوح جو، (ٻي ڏينهن) سج اڀرڻ مهل، ٢٣. مون ٻڌو، ٢۴. چيلهہ يا ڪمر کي ٻڌڻ جو ڪپڙو يا پٽو (ٻڌم سندرو = آئون پنهونءَ جي پٺيان وڃڻ لاءِ تيار ٿيس)، ٢۵. سورن جو، ڏکن جو، ٢٦. جبلَ، پهاڙ، ٢٧. مون ڏوريا يا جهاڳيا يا لتاڙيا، ٢٨. تڪليفون، جاکوڙون، مٿا ماري، هلاکيون، ٢٩. رياست مکران ۾ هڪ شهر (جتي پنهون رهندو هو)، ٣٠. واحد ويلو = وقت، دير، ٣١. ويلا وچ پئام = مونکي رستي يا واٽ ۾ دير ٿي وئي، ٣٢. سهسين، گهڻا، ٣٣. قافلا، ٣۴. مونکي مليا يا گڏيا، ٣۵. پنهونءَ جو، ٣٦. اُهڃاڻ، نشان، ٣٧. چڪي، ٣٨. مٿي بَرَ = بَرَ يا رڻ پٽ ڏانهن ويندي، ٣٩. ٻانهي، نوڪرياڻي، ۴٠. ڏانهون، ۴١. واسطي، ۴٢. آريءَ، پنهونءَ (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو، پنهون هوت قبيلي جو هو)، ۴٣. ڪيچ ڏانهن.

مَولاَ[١] ڪَا[٢] مَ مَدِي[٣]، سُٽِيَان[۴] هوتَ بَلوچَ جِي.

(١٩)

ڏُونگَرَ مِ ڏَهڪَارُ[٥]، موٽَڻُ مَيَنَ جو مَسَ ٿِئي،
وِندُرَ مِ وَاڪو[٦] سُٽِي، پِري[٧] مَان نَہ پَتَارُ،
هوتَ نَہ وِنگو[٨] وَارُ، آئُون دُعَاڳِڻِ دوستَ جِي.

(٢٠)

لَڪَ[٩] مَتَي[١٠] لَتِڪيِ[١١]، ڪريو سَبَاجَهَا[١٢] سَڏَڙَا[١٣]،
وِبندِيَسِ هوتَ پُنهونءَ سين، پَاندُ[١۴] جَهلِئو پَتِڪيِ[١٥]،
مَرَان تَہ مَانُ لَهَان، سَاهُہ پِريَان تَان صَدَقي،
سَا اوري[١٦] ڪِيئَن اَتِڪيِ[١٧]، جَنهِن جو جَانِبُ[١٨] جَتَ وَنِي وِئَا.

(٢١)

لَڪَ چَڙهِيو رِڻِ[١٩] روءِ، ڪَري سَبَاجَهَا سَڏَڙَا،
هِينئَڙو[٢٠] ڪَچِيءَ[٢١] تَندُ[٢٢] جِيئَن، چِڄِئو[٢٣] چِپَرِ[٢۴] پوءِ[٢٥]،
ڪو ڳَدِيندَڙُ[٢٦] هوءِ، تَہ پِرتِ[٢٧] پُرَاڻِي[٢٨] نَہ ٿِئي[٢٩].

---

١. اي مولا، اي مالڪ، اي خدا، ٢. ڪا بہ نہ، ٣. بدي، بُرائي، گهٽتائي، گلا، ندا، ۴. ٻڌان، ٥. خوف، ڊپ، خطرو، هيبت، ٦. رڙ، دانهن، آواز، ٧. موٽي، واپس ٿئي، ٨. ڏنگو، ڦڏو، خراب، (وارُ ونگو نہ ٿيڻ = ذرو بہ نقصان يا تڪليف پهچڻ)، ٩. جبلَ، پهاڙ، ١٠. تي، ١١. رُلي، پٽڪي، اوري پري ٿئي، ١٢. ڀاڄهارا، رحم اچڻ جي لائق، درديلا، قياس جي لائق، ١٣. واڪا، دانهون، پڪارون، ١۴. ڪنارو، ڇيڙو، ١٥. پٽڪي جو، پڳَ جو، دستار جو، (پاند جهلئو پٽڪي= بدن سان چنبڙي)، ١٦. (ڪيچ جي) اڳٺان، ويجهو، ١٧. بيهي رهي، ١٨. جاني، محبوب، ١٩. رڻَ ۾، سُڃَ ۾، برپٽ ۾، ٢٠. دِلِ، ٢١. اڻ وٽيلَ، ٢٢. سنهڙي ڌاڳي (وٽَ جي)، ٢٣. ٽٽيو، ٢۴. ڇپرَ ۾، جبل ۾، ٢٥. پئي، ٢٦. ملائيندڙ، جوڙيندڙ، ڳوپُ ڏيندڙ، ٢٧. هُجي، ٢٨. محبت، پيار، ٢٩. جُهوني، ڪُهني.

## ٢٢

لَڪ چڙهئو رڻ روءِ، ڪَري سَباجَها سَڏَڙا،

ايندَنِ[1] پُڇي خَبَرُون[2]، ويندَنِ[3] پيرِين[4] پئوءِ[5]،

اُنَنِ ۾ اونِيَڙَن جو، مُون ڪي ڏَسُ[6] ڏِيو،

مُونهَان[7] هوتُ وِئو، پُٺِي[8] ڏُونگَرَ ڏورِئَان.

## ٢٣

پُٺِي ڏُونگَرَ ڏورِئَان، ڪيچِيَنِ لَئي ڪَڙهِيو[9]،

پَهَاڙَنِ[10] تي پَبَ[11] جي، وَجَان چوٽِيَنِ[12] سِين[13] چَڙهِيو،

ڪَري سَاجَنَ[14] سوگَهو[15]، سَندُمِ[16] جيءُ[17] جَڙِيو[18]،

لَڪَنِ تَان لَڙِيو[19]، پيرُ[20] نِهَارِئَان[21] پِرِينءَ جو.

## وائي

دَردَ[22] فِراقَ[23] مِيَان[24] پُنهُون سَائِين، عَشقَ فِراقَ،

پُنهُون سَائِين جيڏِيُون اَلو اَلو مَارِي[25] آهِيَان،

اَديُون آرِيچَنِ[26] جي، نِهوڙِيَس[27] نِفَاقَ[28]،

ڏُونگَرُ ڏورِئو نَہ تِئي، مُون وِلهِيءَ[29] ڪَان وَاڪَ[30].

---

١. ايندن ڪان، سامهون ايندڙ ماڻهن ڪان. ٢. حال احوال. ٣. ويندن کي، ڪيچ ڏي ويندڙ ماڻهن کي. ۴. پيرنِ تي. ۵. پئي. ٦. پتو. ٧. مونکان. ٨. پيئي. ٩. جَلئو، سَڙيو، ڪاميو. ١٠. جبلن. ١١. هالار جبلن جي ڏکڻ واري جبل جو نالو. ١٢. جبلن جا مٿيان حصا يا مٿيون جايون. ١٣. تي، تائين. ١۴. سڄڻ، محبوبَ. ١۵. قابو. ١٦. منهنجو. ١٧. ساهُ، جانِ. ١٨. ٻڌو. ١٩. لهيو، هيٺ اچئو. ٢٠. پير جو نشان. ٢١. ووڙيان، ليکيان، ڳوليان، ڪَڙيَان. ٢٢. درد جي، عشق جي. ٢٣. جُدائيءَ، وڇوڙي. ٢۴. اي ميان، اي مالڪ، اي پيارَ، اي مڙس. ٢۵. فنا يا نابود. ٢٦. آريءَ جي اولاد (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو). ٢٧. ناس ڪيس. ٢٨. اٿيئت، روسامي، ڪاوڙ. ٢٩. سُجي، پينگي، بي وارثِ. ٣٠. بلڪل، بنهہ، نپٽ.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُرُ ديسي

## داستان پهريون

### ١

جَڏهَانڪَرَ[1] جَانِي[2]، سَجَڻُ سَانگ[3] سِڌَارِئُو[4]،
رَاتِيَان[5] رَاحَتَ[6] نَاهِ ڪَا، ڏِينهَان[7] حَيرَانِي[8]،
آئُون پَنهِجي پِرِينءَ[9] تَان، تِئَان ڪوڙِيِن[10] قُربَانِي[11]،
هِيءَ رَضَا[12] رَبَّانِي[13]، نَہ تَہ ڪَرِيَان وَسُ[14] وِصَالَ[15] سِين[16].

### ٢

جَڏهَانڪَرَ تِئَامِ[17]، سَاجَهِہ[18] سُپِيرِيَن سِين[19]،
تَڏهَانڪُون[20] تِرَ[21] جِيتِرو[22]، وِيلَ[23] نَہ وِسَرِئَامِ[24]،
اَندَرِ[25] روحَ رَهِئَامِ[26]، سَجَڻَ[27] اوطَاقُون[28] ڪَري.

### ٣

آيَلِ[29] اوطَاقُون، ڪَري ڪيچِي[30] هَلِئَا،
سُڪِيُون[31] نَہ سِيڻَنِ[32] جي، مَاڳَنِ[33] تَان مَاڪُونُ[34]،

---

١. جڏهين ڪان، جنهن وقت ڪان. ٢. جانبَ، محبوبَ، سجڻ، پيارو. ٣. سانگ تي، سفر تي، پرديس ڏانهن. ۴. أسهيو آهي، هلئو وئو آهي، ۵. رات جو. ٦. آرام، فرحت. ٧. ڏينهن جو. ٨. پريشاني، بي آرامي. ٩. محبوبَ. ١٠. ڪروڙين (ڀيرا يا دفعا). ١١. صدقو، ٻلهار. ١٢. مرضي. ١٣. رب جي، خدا جي. ١۴. حيلو، وسيلو، ڪوشش، سعيو. ١۵. وصل، ميلاپ، گڏجاڻيءَ. ١٦. لاءِ، واسطي. ١٧. منهنجي ٿي، ١٨. واقفيت، سڃاڻپ. ١٩. محبوبن، پرين. ٢٠. تڏهين ڪان، تنهن وقت ڪان. ٢١. ذري. ٢٢. برابر. ٢٣. گهڙي ساعت، پَلُ. ٢۴. مونکان وسريا، فراموش ٿيا، دل تان لهي ويا. ٢۵. ۾، منجهہ. ٢٦. ساهَ، جانِ. ٢٧. مونکي رهيا، مونکي ٽڪيايا ترسيا. ٢٨. گهرَ، جايون. ٢٩. اي آيل، اي امڙ. ٣٠. ڪيچ جا رهاڪو (ڪيچ رياست مڪران جو هڪ شهر آهي، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان شهر جو وينل هو). ٣١. خشڪ ٿيون، غائب ٿيون. ٣٢. محبوبن، سڄڻن. ٣٣. رهائشي جاين، هنڌن، مڪانن. ٣۴. واحد ماڪ = ماڪَ، اوسَ، شبنم. (اصطلاحي معنيٰ آثار، نشان).

نِسُوربُون[١] نَائُڪُون[٢]، سَجِي[٣] هَلِئَا سُورَ[٤] جُون.

## ۴

اَجُ پَڻِ وَسَائِي[٥] اوتِيين[٦]، مَتي[٧] مَارَڳَ[٨] مَاڪَ[٩]،
پُنهُون نِيَائُون پَاڻَ سين، تَاڙِيُون[١٠] ڀَجي تَاڪَ[١١]،
هَيهَاتَ هَيهَاتَ لِمَاتُوعَدُونَ# سُجِي[١٢] ٿِي اوطَاقَ[١٣]،
چُڪِيءَ[١٤] چَوري[١٥] چَاڪَ، هَاڙِهي[١٦] هوتَ هَلِي وِئَا.

## ۵

ڏَاجَنِ[١٧] تي ڏَاجَا، ڏُڪِيءَ[١٨] ڪي ڏُڪَنِ[١٩] جَا،
لَڳَيَسِ نَائُڪَ نِينهَن جي، ڪُڙهه[٢٠] اَندَرِ ڪَا جَا،
ٿَرَنِ[٢١] مَنجِهه ٿَاجَا[٢٢]، ڪَري مُنڌَ مِرُوئَنِ[٢٣] سين.

## ٦

مُسَافِرَ[٢۴] نِئُون مُاءُ[٢٥]، وِرهه[٢٦] وِهَايُمِ[٢٧] وِتَرو[٢٨]،
اَچِي ٿِئَمِ اوچِتِي، تَنِ سَانگِيَنِ[٢٩] سين سَاجَاءِ[٣٠]،
جِيجَان[٣١] جَهَلَ[٣٢] مَ پَاءِ[٣٣]، هِنيُون[٣۴] هوتَ هَٽِي[٣٥] وِئَا.

---

١. بلڪل، بنهه جنسي، نس پس، ٢. تير، گز، ڀالا، نيزا، ٣. هٿي، ۴. درد، ڏک، ٥. لنگهائي، گذاري، ٦. ائن وارن، جتن، ٧. ۾، ٨. رستي، واٽ، ٩. ماٽ، اوس، شبنم، (ماڪ وسائي، فجر جي وقت پنڌ ۾ وهايا)، ١٠. واحد تاڙي= دروازي کي بند ڪرڻ لاءِ اندران لڳل ڪاٺ جي تختي جيڪا ڪڙي جو ڪم ڏيندي آهي، ١١. تاڪ جون، دروازي جون # افسوس ڙي افسوس جيڪو توهان سان (وري جيئري ٿيڻ جو) واعدو ڪيو ويو آهي اهو شال پري هجي (قرآن شريف جي سورت المؤمنون جي آيت ٢٦، ١٢. خالي، ويران. ١٣. گهر. ١۴. جُڪيءَ جا. ٿڪل يا مانديءَ جا. ١٥. تازا ڪري، چِڪائي، ١٦. زخم، ڦٽ. ١٧. ڪنوار کي شاديءَ جي وقت گهوٽين ۽ ڪنواريتن کان ڏيج يا ڏاج ۾ مليل تحفن. ١٨. ستايل، دردمند، ١٩. سورن، عذابن، ٢٠. بدن، سيني، دل، ٢١. رڻ پٽن، برن، ٢٢. ڪچهريون، رهاڻيون، ٢٣. جهنگ جي جانورن، ٢۴. مسافرن کان، پرديسين کان، واٽ ويندن کان، گس هلندن کان، ٢٥. اي ماءُ، اي امڙ، ٢٦. عاشق ۽ معشوق جي وڇم جدائيءَ جو غم يا درد، برهه، عشق، محبت، ٢٧. مون وهايو، مون خريد ڪيو، مون ورتو، ٢٨. گهڻو، جهجهو، ٢٩. سيلانين، مسافرن، ٣٠. واقفيت، سڃاڻپ، ٣١. اي جيجان، اي جيجل، اي امان، ٣٢. روڪ، اٽڪاءُ، ٣٣. وِجهه، ٣۴. دل، ٣٥. ڪٽي، چورائي، ڦري.

## ٧

ديسي[١] سين[٢] ڪجن، پرديسي[٣] ڪهڙا[٤] پرين،
لڌئو[٥] لاڏوٺا[٦] ڪرئو، موٽئو ڏيهہ وڃن،
ڄڃاڻان پرين، ڪجي بس پنيور ڪان.

## ٨

ڪيئن[٨] اڙايئي[٩] پاندُ[١٠]، پلئُہ پرڏيهين سين،
متيون[١١] موڙهيئي[١٢] سسئي، ڪيئي ڪوهيارو ڪانڌُ،
رُلي[١٣] يانيئي[١٤] راند[١٥]، بانڀڻ[١٦] عشق بروچ جو.

## ٩

ديس[١٧] وڃهي جت دامُ[١٨]، ساهہ ٻجهائي[١٩] ساڻُ وئو،
تنهن[٢٠] ڪڍ وينديس ڪيچ ڏي، آهي ايءُ انجامُ[٢١]،
چالَ[٢٢] چپر جو ڄامُ، هوتُ ڏريندو[٢٣] هٿڙا[٢٤].

## ١٠

ماڻڪ[٢٥] مت[٢٦] سندوم، اونداهيءَ ۾ سوجهرو،
حشر ويل حساب[٢٧] ۾، ڇڏي نہ ويندوم،

---

١. ڏيهي، پنهنجي ڳوٺ يا مُلڪَ جا رهاڪو. ٢. دوست، محبَ، محبوبَ. ٣. پرڏيهي، ڌاريئين يا پرانهين ڳوٺ يا مُلڪ جا رهاڪو. ۴. جو، ڇا جي ڪري يا ڪهڙي سبب ڪري (ڪجن) يعني نہ ڪجن. ٥. سامان سڙو ٻڌئو (انن تي). ٦. لاڏوٺا ڪريو = موجوده رهڻ وارو هنڌ يا جاءِ ڇڏيو. ٧. جُدائي، موڪلائي، قطع تعلقات. ٨. ڪهڙيءَ طرح، ڪهڙي نموني. ٩. ڦاسايئي، تو اڙايو، تو اٽڪايو. ١٠. پلاند يا پلئہ (ڪپڙي جو)، دامن (پاندازائڻ= ناتو يا واسطو رکڻ). ١١. واحد مَت = عقل، هوش، سمجهہ. ١٢. مُنجهي وييئي، خطا يا گم ٿي وييئي. ١٣. ڀٽڪيلَ، منجهيلَ، بيڪار، نڪمي. ١۴. تو يا نيو، تو سمجهيو. ١٥. تماشو، رؤنشو، معمولي ڳالهہ. ١٦. برهمڻ زال يعني سسئي جا پانيڻ جي گهر ۾ پيدا ٿي هئي. ١٧. (منهنجي پنهنجي) ديس ۾ يا وطن ۾. ١٨. ٻارَ، ڦندو. ١٩. قابو يا سوگهو ڪري. ٢٠. تنهنجي. ٢١. پڇاڙي، پڇيان. ٢٢. واعدو، اقرار. ٢٣. شال. ٢۴. هٿڙا ڏريندو= مدد ڪندو. ٢٥. موتي، دُر (پيغمبر ڏانهن اشارو). ٢٦. سڄڻ، گهٽگهرو. ٢٧. پڇاڙي جي.

سَارِي[١] سَڌُ[٢] کَندوم[٣]، کوهِيَارو کيچ ڏَٽي.

## ١١

کَڏهين کو بَاجَهہ[٤] پَئي، سَاجَن مُڃ[٥] سَلاَمُ[٦]،
سِکَ تُنهنجيءَ سُپِرِين، کِئَڙو[٧] تَنُ تَمَامُ[٨]،
هَتَن[٩] حَاجَ[١٠] وِهُہ[١١] تي، نيٽين نِندَ حَرَامُ،
دوس[١٢] نَہ سَهَان[١٣] دَامُ[١٤]، تُون وِندُرِ تو وِيلاَ[١٥] کَرِين.

## ١٢

اُڀِرَئو[١٦] آفِتَابُ[١٧]، بِرَهمَڻ کي بَرَ ۾،
پَلَکَ[١٨] کِرئا پَلَکَنِ تي، پَسي تَنهن جو تَابُ[١٩]،
اِيءُ پَڻِ غَيرَ[٢٠] حِسَابُ[٢١]، جِيئَن چوريءَ جَامُ چَڙهِي وِئو[٢٢].

## ١٣

[٢٧] جهولي[٢٣] جُهَٽِکَ[٢٤] جُهِني[٢٥] کِي، وِڃي ٻُکي[٢٦] ٻَاقَ،
آيَمَ[٢٨] تَنِ اُنَنِ سِين، جَنِ جَا پيرَ ڏُڏا[٢٩] ڏَڙَ[٣٠] دَافَ[٣١]،
لَنگهِئَا لَکَ لَطِيف چئي، تَوڏا تَڙِٻنگَ[٣٢] تَافَ[٣٣]،

١. ياد ڪري، ٢. پُڪار، ٣. مونکي ڪندو، ۴. ٻاجھہ پئي= مهرباني ڪري، ٥. موڪل، ٦. جهارُ، پرنام، نمسڪار، "سلام عليڪم" جو اشارو، ٧. مَنَ، دلِ،٨. ختم، فنا، ناسَ، ماتِ، ٩. هٿن ڪي، ١٠. ڪم ڪار، ١١. زهر، وک، ناپسند، اڻ وڻندڙ، ١٢. اي دوس، اي دوست، اي يارَ، ١٣. ماٺ يا صبر ڪريان، ١۴. دم، ساعت گهڙي، پلک، ١٥. ويلا ڪرين= رهين، وقت گذارين، ١٦. طلوع ٿيو، ايرندي جي طرف کان ظاهر يا پيدا ٿئو، ١٧. سورج، سج، ١٨. اکين جا ڇپر يا پنبڻيون، ١٩. تاءُ، روشني، شعاع، ۴. نامناسب، ٢١. طور، طريقو، نمونو، روش، ٢٢. اُٿ تي سوار ٿي، ٢٣. جهولي جي، گرم هوا يعني لڪَ جي، ٢۴. سَٽَ، ٢٥. ڪمزور، ضعيف، ماندي، ٢٦. وات ۾ وجهي، ڦڪي، (منهن تي) سهي، برداشت ڪري، ٢٧. اُٻ، جبل ۾ پيدا ٿيندڙ ڪوهيري جو بخار، ٢٨. منهنجو واسطو پيو، ٢٩. ٿلها، ٣٠. جسم، بدن، ٣١. وڏا، ڳرا، ٣٢. اڙٻنگ، بي پرواھہ، ٣٣. ميدان ۽ جبل کي جدا ڪندڙ حد يا دنگَ يا ڪرَ يا ڪَس.

بِي ڪيرَ[1] لَنگهِيندِي[2] ڪَافَ[3]، هِيءُ بَرُ[4] بِرَهمَڻِ[5] بَاسِئو[6].

### ١٤

بِرَهَ[7] مَٺَايُسَ[8] بَرُ، نَہ تَہ سُکِي ڪيرَ سَڌُون ڪَرِي،
گَهَٽُو ڏورِيَائِين ڏُکَ سِين، ڏيرَنِ لَئِي ڏُونگَرُ،
وَرِي آيُسِ وَرُ[9]، سَفَرَ[10] مُئِيءَ جَا سَابِ[11] پِئَا.

### ١٥

وَرَ[12] ۾ ڪونِهي وَرُ[13]، ڏيرَنِ وَرُ[14] وَڏو[15] ڪِئو،
نِهَارِينِدِيَسِ نِڪَٽِي، ٻُوتَنِ[16] ڪَارَڻِ بَرُ،
آڏو[17] تَڪَرَ[18] ٽَرُ[19]، مَتَان روهَہ[20] رَتِيُون[21] ٿِيِين.

### ١٦

وَرَ وَرَاڪَا[22] وِچِ[23] ۾، لَڪِين آڏَا لَڪَ،
هي جي آڏا حَقَ[24]، ڪَندَا ڪُوهُہ[25] ڪَندِيَنِ[26] ڪِي.

### ١٧

پِينَرِ آئُون پُورِي جِنهِن مُون[27] سَگُ[28] سُڄَاڻِي[29] نَہ ڪِئو،
ڏيندا مُون ڏيرَ وِئَا، جِهَجَڻَ[30] ۾ جهُورِي.

---

١. ڪابہ نہ. ٢. اُڪرندي، پار ڪندي، ٣. جبلَ، پهاڙَ، ۴. رڻ پٽ، ۵. برهمڻ زال يعني سسئيءَ، ٦. قبول ڪئو، ذمي يا سِرَ تي ڪنيو، ٧. عاشق ۽ معشوق جي وچ ۾ وڇوڙي، جدائيءَ يا فراقَ، ٨. هن کي مٺايو، هن کي ڏيڪاريو، ٩. مڙس، پتار، ١٠. پنڌَ، مسافريون، ١١. برصواب، اٿرائتا، ڪارگر، قبول، ١٢. مڙس، پتار، ڏنگُ، ڪوٽ، ١۴. ڏنگائي، ١۵. گهٽو، جهجهو، ١٦. اٺن، ١٧. اڳيان، سامهون، ١٨. اي ٽڪرَ، اي جبلَ، ١٩. پري ٿيءُ، هٽي وڃ، ٢٠. اي روهہ، اي جبلَ، ٢١. پرزا پرزا، ذرا ذرا، ٢٢. وَڪڙَ، ڦيرا، راڪا، ٢٣. رستي، ٢۴. حق کي، مڙس کي، خدا کي، ٢۵. ڇا، ٢٦. ڪر (جفا) ڪندڙن، ڪوشش ڪندڙن، مجاهدياڻن، ٢٧. موڳي، بي عقل، ساده لوح، ٢٨. دوستي، ناتو، ٢٩. جاچي، پرکي، ٣٠. جهوري، ڳڻتي، فڪر، ڳاراٽو، غم.

لَڳِي جَنِ لوَڙِي[1]، ڏُونگَرُ[2] سي ڏورِينديُون[3].

١٨

اَديُون[4] آئُون اَجَاڻِ[5]، جِنهِن سَڱُ[6] سُڄَاڻِي[7] نَه ڪِئو،
هُوندَ[8] نَه ڪَدِيَمِ[9] هيتِرِي[10]، ڪوهِيَارِي[11] جِي ڪَاڻِ[12]،
رَتِّيءَ[13] جي رِهَاڻِ، جِيءُ اَڙَايُمِ جَتَ سين.

١٩

اَديُون ڪَا اِيندي، چَپَرُ[14] مُون[15] سَڱُ[16] تئو،
لاَئِينديَس[17] لِڱَنِ[18] ڪي، مَلِيرَان[19] مِيندِي[20]،
وِندُرِ[21] آئُون وِبندِي، آرِي[22] جَامُ[23] اَجهو[24] ڪَري.

٢٠

وِندُرَ جَنِ[25] وَڻَنِ[26] سين، ڪِيَمِ[27] سَهِسين[28] سُڪائُون[29]،
پُنهُون وَڻِي پَاڻَ سين، اَڃَان جي آئُونُ،
وَرَندي[30] وَاڇَائُون، ڏِيَان[31] شَاخ[32] سَڀَ ڪنهن.

وائي

جِيَسِ[33] جِيَسِ وو جيڏيُون[34]، مُنهنجو لاَلَڻُ[35] آيو پيهِي[36]،

---

١. سڪ، ڇڪ، تانگهه، عشق، محبت، ٢. جبل، ٣. جهاڳنديون، ووڙينديون، ٤. اي اديون، اي ڀينرون، ٥. بي عقل، نادان، بي سمجهه، ٦. محبت، رشتو، ناتو، ٧. ڄاڃي، پرکي، ٨. شايد، ٩. مون ڪڏي، ١٠. هيڏي وڏي، ١١. ڪوهه يعني جبل جي رهاڪوءَ، ١٢. محتاجي، غرض، ١٣. ذري يا ٿوري (وقت)، ١٤. ڇپر سان، جبل سان، ١٥. منهنجو، ١٦. واسطو، تعلق، ١٧. آئون لائيندي يا لڳائيندي يا مکيندي، ١٨. عضون، بدن، ١٩. مليرَ (جي ڳوٺ) کان آڻي (ملير ڪراچيءَ جي ڀرسان هڪ مڪان جو نالو آهي جنهن جي ميندي مشهور هئي)، ٢٠. هڪ ٻوٽو جنهن جا پن سڪائي پيهي پاڻيءَ ۾ پساهي هٿن پيرن کي لڳائبا آهن)، ٢١. لس ٻيلي ۾ هڪ ڳوٺ، جبل ۽ نئن جو نالو. ٢٢. پنهون (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب. سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ٢٣. سردار (سنڌ جي سمن بادشاهن جو لقب)، ٢٤. پردو، ڍڪ، پناهه، ٢٥. جي، ٢٦. درختن، ٢٧. مون ڪيون، ٢٨. سوين، گهڻيون (گنج ۾ "ڪيون سسئيءَ" لکيل آهي)، ٢٩. نَذرَ، باسون، مڃتائون، ٣٠. موٽندي (گنج ۾ "وڻ وڻ" لکيل آهي)، ٣١. واڌايون، مبارڪون، ٣٢. (وڻ جي) ٽاريءَ، ٣٣. آئون جيئري يعني زنده ٿيس، ٣٤. اي جيڏيون، اي ساهيڙيون، ٣٥. محبوبُ، دوستُ، ٣٦. گهڙي، ( اندر، گهرَ ۾).

مُنهنجَا وِئَڙَا[1] سُورَ[2] سَيِيئي،
هُئِي شِڪَسْتِي[3] سَسُئِي، رَازَ[4] پُنهُونْءَ[5] جي رِبهِي[6]،
ٻِگَالِهِيُون ڪَنديَس ڳُجهِيُونْ[7]، مُنهِن[8] مُقَابِلَ وِيهِي،
ڪَثُورِي[9] بَارُ ڪَٽِي[10]، آيَا ڏُونگَرَ[11] ڏِيهِي[12]،
سَرڪَشِي[13] سَرْدَارَ[14] سين، مُون ڪَمِيٽِيءَ[15] ڪِيهِي[16].

١. ختم ٿيا. ٢. ڏک، درد. ٣. ڀڳل يا ٽٽل (زبون حالت ۾)، دل شڪستي، مايوس، ملول. ۴. پيار، محبت. ۵. سسئيءَ جي محبوب جو نالو. ٦. ڳنڍي، جوڙي، ريجهائي، خوش ڪئي. ٧. مخفي، رازَ جون. ٨. منهن مقابل = آمهون سامهون، روبرو. ٩. مشڪ، خوشبودار وکَرُ. ١٠. اٺن تي لڏي يا ٻڌي. ١١. ڏونگر جا، جبل جا. ١٢. رهاڪو (ڏونگرَ ڏيهي= پنهونءَ جا ڀائر). ١٣. هٺَ، وڏائي. ١۴. رهبر، مهندار (پنهونءَ). ١۵. ڪميٽيءَ جي، نالائق يا بدڪاري جي. ١٦. ڪهڙي، ڇا جي لاءِ، ڇو.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُر ديسِي

## داستان سَنُون

### ①

جَتَا[١] شَالَ[٢] جِيو[٣]، جِيو[٤] تَا جَاڙُون[٥] کَرِيو،
بَانِيَڻِ[٦] کي بَروچَ[٧] رِيَ[٨]، بِيلِي[٩] نَاهِ بِئو،
چِنَڻُ[١٠] تَان[١١] نَہ پِئو، هِيءُ سَگُ[١٢] نَہ چِنَڻَ جهڙو.

### ٢

جَتَنِ وڏِيَسِ[١٣] جَارَ[١٤]، نَا[١٥] تَہ هُيَسِ[١٦] نِمَاڻِي[١٧] نِکَٽِي[١٨]،
تِئَا پَاڻَ[١٩] قَرَارِ[٢٠]، مُون[٢١] مَنُ[٢٢] گَڏِيَائُون[٢٣] گُوندَرِيَن[٢٤].

### ٣

جَتَنِ يَارَانُو[٢٥]، کِيچِيَنِ[٢٦] مُون سين کونَہ کِئو[٢٧]،
نَالِي[٢٨] سُسِيَسِ[٢٩] هوتَ[٣٠] جي، مَتِنِ[٣١] يَارَانُو[٣٢]،
تِيلاَهِين[٣٣] طَعنُو[٣٤] ڏِيندا مُون[٣٥] ڏيرَ[٣٦] وِئَا.

---

١. اي جتو، اي اوٺيو، اي پنهونءَ جا پائرو، ٢. اللهَ ڪري، ٣.جيئرا هجو، جيئندا يا زنده رهو، سدائين سلامت هجو، ۴. (پلي) جيئرا رهي، ۵. ڏاڍايون، ظلم، ٦. برهمڻ زال يعني سسئي جا پانيڻ جي گهر ۾ ڄائي هئي، ٧. بلوچ، پنهونءَ، ٨. ڪان سواءِ، ٩. همراهه، مددگار، حمايتي، ١٠. ٽوڙڻ، قطع ڪرڻ، ١١. هرگز، ١٢. رشتو، تعلق، مائٽي، ١٣. مونکي وڌو، ١۴. جارَ ۾، جنجال ۾، تڪليفَ يا ڏک ۾، ١۵. ٻيءَ حالت ۾، ١٦. آئون هئي، ١٧. مسڪين، لاچار، بي واهي، ١٨. صفا، بنهه، بي حد گهٽي، ١٩. خود، ٢٠. آرامي، سَڪيا، بي فڪرا، ٢١. منهنجو، ٢٢. دل، ٢٣. ملايائون، شامل ڪيائون، ٢۴. گوندرن سان، ڏکن سان، ٢۵. ياراڻو، دوستي، پيار، ٢٦. ڪيچ جي رهاڪن (ڪيچ، رياست مڪران ۾ هڪ شهر آهي، سسئيءَ و محبوب پنهون ان شهر جو ويٺل هو)، ٢٧. نباهيو، ٢٨ نالي جي پٺيان، ٢٩. مشهور ٿيس، ٢٠. محبوبَ پنهونءَ (هوت بلوچ جو هڪ قبيلو آهي، پنهون ان قبيلي جو هو)، ٣١. انهن (ڪيچين) جي مٿان، ٣٢. وڏي جوابداري، وڏو بارُ، ٣٣. تنهن ڪري، ٣۴. مهڻو، ٽنڪو، اوپالو، ٣۵. مونکي، ٣٦. مڙس جا ڀائر.

### ۴

جَتَنِ[1] جَا جيڏِيُون[2]، هُئَڙَمِ[3] سُکَ[4] سَرَتِيُون،
پيڙُ[5] نَہ چَڏِيَان پِرِينءَ[6] جو، جي هُوتُ[7] کَري هيڏِيُون[8]،
مُون کَمِيڻيءَ[9] کيڏِيُون[10]، آهِينِ اُمِيدُون[11] اَصِيلَ[12] سين.

### ⑤

جَتَ هَڏهِين[13] هُتَ[14]، مُون[15] هِينِئَڙي[16] ۾ حَلُ[17] تِئَا،
چَنگَلَ[18] جَنِ جَا چَوقَرَا[19]، رَاحَتَ[20] اُنِ جي رُتَ[21]،
گُنگَنِ[22] جي گُفَتِ[23]، چِيڙَي[24] وِڏِيَسِ[25] چَپَرِينِ[26].

### ٦

جيِّ[27] جَاڻَان[28] جَتَنِ[29]، تَہ پِوءِ[30] پَتَانَدَرُ[31] هيتِرو،
آئُون کِيئَنِ[32] مُلاَ[33] تَنِ، سَرَتِيُون سُور[34] پِرَايَانِ[35].

### ⑦

جَتَنِ سين جَوَابُ[36]، کِهَڙو کَندِيَس جيڏِيُون،
کُهي کَمِيڻي هَلِئَا، کَري ڏِيَرَ[37] کَبَابُ[38]،
آرِيَاڻِي[39] آبُ[40]، رَکُ کَمِيڻيءَ جو کيچَ ۾.

---

١. اونين جا، پنهونءَ جي عزيزن، ٢. اي جيڏيون، اي سرتيون، ٣. مون کي هئا، ۴. سهنج، سولايون، سهوليتون، ۵. پيچو، پُٺِ، پچر، ٦. محبوبَ، ٧. محبوبُ پنهون (هوت، بلوچ قوم جو هڪ قبيلو هو، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ٨. وڏيون جنيون، وڏا ظلم، ڏاڍايون، ٩. ڪميڻيءَ کي، نڪميءَ يا بدڪار کي، ١٠. تمام وڏيون، ١١. آسرا، تڪيون، پروسا، ١٢. چڱي بنياد يا نَسَبَ واري، شريف، ١٣. ماڳهين، بلڪل، ١۴. هُن ماڳ ۾ يعني ڪيچ ۾ (ڪيچ، رياست مڪران جو شهر آهي، پنهون ان شهر جو وينل هو)، ١۵. منهنجي يا مونکي، ١٦. دل، من، ١٧. جذب، سمائجي، ١٨. چانگا، اٺ، ١٩. چئن ڦرن وارا، ٺلها، متارا، ٢٠. فرحت بخش يا سک ڏيندڙ يا خوش ڪندڙ، ٢١. رفتار، چال، هلڻي، ٢٢. ڳالهائي نہ سگهندڙ، اٺن، ٢٣. رڙين، گجڻ جي آوازن، ٢۴. چوري، جذبي کي تحرڪ ۾ آڻي، جوش ڏياري، ٢۵. آئون وڏي، ٢٦. ڇپرن ۾، جبلن ۾، ٢٧. جيڪڏهين، ٢٨. مونکي ڄاڻ يا خبر يا سُڌ هجي ها، ٢٩. جتن کان، ٣٠. پوندو، ملندو، ٣١. نتيجو، پاڇاندو، ٣٢. ڪهڙيءَ طرح يا نموني، ٣٣. کان، وٽان، ٣۴. ڏک، درد، ٣۵. حاصل ڪريان، ٣٦. مقابلو، بحث مباحثو، ٣٧. مڙس جا پائر، ٣٨. باهہ تي پچائڻ لاءِ لوهہ جي سيخن تي ذرا ذرا ڪري ويڙهيل سنهون گوشت، ٣٩. آري، اي پنهون (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو قلب)، ۴٠. مانُ، آبرو، عزت.

## ٨

جَتَن[1] کِجِ جَتَنِ[2] جو، آيا کِ ايندا#،
پُنهُون[3] تُنهِنجو پاڻَ سين، وَنِي سي وِيندا،
دَمُ[4] نَ دَمِيندا[5]، سِڌاريندا[6] ساٿيهَ[7] ڏي.

## ٩

جَتَنِ سانُ جانڪُون[8]، ٿانڪُون[9] مُون[10] سَڱُ[11] ٿِيو،
ڪَري ڪوهِيارو[12] وِيو، تَنُ[13] چِڏي[14] تاڪُون[15]،
آئُون پڻ تَڏهانڪُون[16]، اَڏَ ڏُکوئي[17] آهِيان.

## ١٠

جَتَنِ جا جِيلانَ[18]، تي سَاتَ[19] پُچائي[20] سَسُئي،
آيَس[21] آريءَ[22] جام[23] جا، تَڙ[24] تِوڏا[25] تِيلانَ[26]،
اُنِ کي ناڪيليُون[27] نَکَن ۾، ڏُهريُون[28] دَليلاَ[29]،
سِرِ[30] هَٿِئو سيلاَ[31]، لَايو[32] نِينهُن[33] نندُون کَري.

## ١١

جَتَ نَ يائِي[34] رَتَ[35]، ڌارِئان[36] ڌارئِين[37] ڏيهَ[38] جا،

---

١. خبرداري، خيال، اونو، ڌيان، ڊپ، ٢. اوٺين، پنهونءَ جي پائرن # ڄاڻ يعني اجهي تہ آيا، اچڻ وارا آهن، ٣. سسئيءَ جي محبوب جو نالو، ۴. ٿوري ساعت يا پَلَ، ۵. ترسندا، ساهي ڪٽندا، آرام ڪندا، ٦. هلئا ويندا، اُسهندا، ٧. وطن، ديس، ٨. جنهن وقت کان، ٩. هيءُ لفظ "جانڪونءَ" جو ڌوڙي ٿي، اضافي طور ڪم آيو آهي، ١٠. منهنجو، ١١. ناتو، رشتو، تعلق، مائٽي، ١٢. ڪوهہ يعني جبل جو رهاڪو (پنهون)، ١٣. بدن، دل، مَن، ١۴. ڇني، ٽوڙي، وڍي، ڪپي، ١۵. ذرا ذرا، پرزا پرزا، ١٦. تنهن وقت کان، ١٧. اڏ ڏکوئي= تمام گهڻيءَ تڪليف ۾، نڪي مُئل نڪي جيئري، نيم بسمل، ١٨. جنهن صورت ۾، ١٩. انن جا قافلا، ٢٠. نهاري، ڳولي، ٢١. هن وٽ آيا، ٢٢. پنهونءَ (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو، سسئيءَ جو محبوب پنهون هوت قبيلي مان هو)، ٢٣. سردار (سنڌ جي سمن بادشاهن جو لقب)، ٢۴. تڙَ تي، گهاٽَ تي، گهر جي گهٽيءَ يعني در تي، ٢۵. اٺ، ٢٦. تنهن صورت ۾، ٢٧. واحد ناڪيلي= اٺ جي نڪ جي ڇونٽيءَ ۾ مهار ٻڌڻ لاءِ وڌل ڪاٺيءَ جو ٽڪر، ٢٨. پٽيون، پيٽيون، مضبوط، ٢٩. (واحد دليل) واڳون، مهارون، ٣٠. سر ۾، مٿي ۾، ٣١. تير يا ڀالا (نينهن جا)، ٣٢. لڳايو، ٣٣. عشق، ٣۴. ڀائيوار، شريڪ، حصيدار، ٣۵. رَتَ ۾، خونَ ۾ (رت ڀائي= رت ۾ حصيدار يعني عزيز يا مائٽ)، ٣٦. بيگانا، اجنبي، غيرَ، اڻ واقف، اڻ ڏٺل، ٣٧. ٻي، ٣٨. وطن، ملڪ.

مُنڊ[١] نہ هُئي مائِٽي[٢]، جَني سانَڍ جِهَت[٣]،
ڪيچِيَن[٤] مُون سين ڪينَ ڪِئا، پَرِبُون[٥] ۽ پَهت،
هُنِ جا مَٿي[٦] واڳُنِ[٧] هَٿَ، آئُون پاڳَوڙَانِ[٨] پُڄِئو[٩] رُوئان.

(١٢)

جَتَ نہ پائي رَتَ، ڏَارِيان ڏَارِئين ڏيهہ جا،
وَنِي وَرُ[١٠] وَاتَ[١١] ٿِئا، بِروهِي[١٢] بُرفَتَ[١٣]،
اُنِ جا مَٿي واڳُنِ هَٿَ، آئُون پاڳوڙَانِ پُڄِئو رُوئان.

١٣

نَاڪيلِيُون[١٤] نَڪَنِ ۾، هَلِئا ساڻُ هِمَتَ[١٥]،
جِيءُ[١٦] مُنهنجو جيڏيُون، وَڃَنِ جهُورِيءَ[١٧] وِجهئو جَتَ،
هُنِ جا واڳُنِ مَٿي هَٿَ، آئُون پاڳوڙَانِ پُڄِئو رُئَان.

١٤

اُنِ ڪي نَاڪيلِيُون نَڪَنِ ۾، هَلِئا هُوءِ[١٨] ڪَري،
آرِيءَ[١٩] جَامُ اُنَنِ تي، وَاڪِئان[٢٠] تَان نَہ وَري،
هُنِ[٢١] تَان[٢٢] پُنڌُ[٢٣] پَري[٢٤]، آئُون پاڳوڙَانِ پُڄِئو رُئَان.

١. منڊ جي، عورت يا زال جي (سسئيءَ جي)، ٢. عزازت، ٣. واسطو، قرابت، ۴. ڪيچ جي رهاڪن يعني پنهون جي پائرن (ڪيچ رياست مڪران ۾ هڪ شهر آهي سسئيءَ جو محبوب پنهون ان شهر جو وينل هو)، ۵. لائق، پلايون، مهربانيون، پهتَ، ٦. تي، ۾، ٧. مهارن، اٺن ڪي هلائڻ لاءِ ۽ نڪن ۾ وڌل نوڙين، ٨. انهن جي پاڳوڙن ڪي يعني رڪيبن ڪي (اٺ جي پاڪڙي ۾ چمڙي جي پٽي ۾ پڌل لوهہ جا ڪڙا جن ۾ سوارُ پيرَ وجهي اٺ تي چڙهندو آهي ان ڪي پاڳوڙا يا رڪيب چئبو آهي، ٩. جهلئو، ١٠. مڙس پتار، ١١. واتَ ٿئا= وات ۾ ٿئا. هلئا وئا، ١٢. بلوچستان جي مخصوص قبيلي جو نالو، ١٣. لس بيلي جي ڪوهستاني علائقي ۾ رهندڙ هڪ قوم (بروهي ۽ برفت پنهون جي مائٽن ڏانهن اشارو آهي)، ١۴. (واحد ناڪيلي) اٺ جي نڪ جي چوٽيءَ ۾ مهار ٻڌڻ لاءِ وڌل ڪاٺيءَ جو ٽڪر، ١۵. مردانگيءَ، دليريءَ، ارادي جي پختگيءَ، ١٦. دل، من، ١٧. جهوريءَ ۾، فڪر ۾ ڳڻتيءَ ۾، ١٨. هل گوڙ، ١٩. پنهون (آري بلوچ قوم جي سردار جو لقب آهي)، ٢٠. واڪا ڪريان، رڙيون ڪريان، زور سان سڏ ڪريان، ٢١. هُنِ جو، انهن جو، ٢٢. تہ، ٢٣. منزل يا ٽڪڻ جي جاءِ، ٢۴. ڏور، ڏورانهون.

### ١٥

نَاڪيلِيُون[1] نَڪَنِ ۾ پَاتَائُون[2] پَلاَڻَ[3]،
لاَتَائُون[4] لطيفُ چئي، سَنڌَا[5] ڏَاگَهَنِ[6] ڏَاڻَ[7]،
سَنجهي[8] وِيَا سَرْوَاڻَ[9]، آئُون پَاڳوڙَانِ[10] پُڄِئو[11] رُئَان.

### ١٦

نَاڪيلِيُون نَڪَنِ ۾، جَڙِيَائُون[12] جُهُوڙَا[13]،
مِنَتَ[14] مُون مَعذُورِ[15] جِي، مَجِئَائُون[16] نَہ مُورَان[17]،
سَاٿِي[18] سَنِيُوڙَا[19]، آئُون پَاڳوڙَانِ پُڄِئو رُئَان.

### ١٧

نَڪَ[20] نَاڪيلِيُون سُونَ جُون، مُوتِيُنِ[21] مَهَارُون[22]،
لَنگهِيُون[23] رَاتِ لطيفُ چئي، ڪَرَهَنِ[24] قَطَارُون[25]،
بَانِيَڻِ[26] بَاڪَارُون[27]، ڪَرِ تَہ رَسَّين[28] ڪيچَ کي.

### وائي

آئُون تي[29] چُلاَن[30] مَٿي[31] چِپَرِبِن[32]، جي[33] بَارُوچي[34] بَاجَهہ[35] گهٽي،
آئُون پَنهِنجي پِرِينءَ سين، وِينديس وَاڳ وَٽي[36].

---

١. واحد ناڪيلي= ان جي نڪ جي چوٽيءَ ۾ مهار ٻڌڻ لاءِ وڏل ڪاٺ جو ٽڪر. ٢. وڌائون. ٣. اٺن تي چڙهڻ يا بار لڏڻ لاءِ. انهن جي پٺين تي رکيل، ڪکن ۽ ڏيئن مان ٺهيل ٻنڌا جن جي پاسن ۾ ڪاٺ جا ڏڪ ۽ اڳيان ڪاٺ جا ڪتب لڳل هوند آهن. ٤. ڇوڙيائون. ٥. جا. ٦. اٺن. ٧. اٺن کي پيٽ کان روڪڻ لاءِ اڳين ٽنگ ۾ ٻڌل رسا. ٨. سج لهڻ وقت، رات شروع ٿيڻ مهل. ٩. اوٺي، جت، سردار. ١٠. انهن جي پاڳوڙن کي يعني رڪيبن کي (اٺ جي پاڪڙي جي ٻنهي پاسي چمڙي جي پٽي ۾ ٻڌل ڪڙو جنهن ۾ پير رکي ان تي چڙهبو آهي ان کي پاڳوڙو يا رڪيب چئبو آهي). ١١. جهلئو، پڪڙيو. ١٢. مڙهيائون. ١٣. ٽونٽر، جهاڀا، ڦندڻ. ١٣. وينتي، التجا، عرض. ١٥. عذر واريءَ، جڏيءَ، بيمار، لاچار. ١٦. قبول ڪئائون= منظور ڪئائون. ١٧. اصل، بنهہ. ١٨. ساٿ يعني قافلي وارا. ١٩. تيار (وڃڻ لاءِ). ٢٠. نڪن ۾. ٢١. موتين جون. ٢٢. اٺن کي هلائڻ لاءِ نڪن ۾ ٻڌل نوڙيون، واڳون. ٢٣. اڪري ويون، گذري ويون. ٢٤. ڪرهن جون، اٺن جون. ٢٥. صفون، لانڍون. ٢٦. برهمڻ زال يعني سسئي جا پانيڻ جي گهر ۾ ڄائي هئي. ٢٧. دانهون، رڙيون. ٢٨. پهچين. ٢٩. تنهن صورت ۾، تنهن ڪري. ٣٠. رلان، ڊوڙان. ٣١. تي. ٣٢. ڇپرن يا جبلن. ٣٣. جيئن تہ. ٣٤. بروچ يا بلوچ جي. ٣٥. مهرباني، رحم. ٣٦. وٺي، جهلي.

مَرُجَان[1] پوئيمِ[2] مُنهَن[3] ۾، سَنديٰ[4] پِرِينءَ[5] پَٽي[6].

ڪَانهي مُون[7] پَنيور[8] ۾، ذَارَان[9] تو تَٽي[10]،

ڪَنديَس وَس وِندُرَ[11][12] ۾، ميڙيندوم[13] ذَٽي[14]،

هَٿَان هَڏِ[15] نَه ڇَڏيان[16]، آريءَ جي اَٽي[17]،

آهي هوتَن[18] هَٿَ ۾، سَندي جيءَ[19] جَڙي[20]،

ڪِينَ وِرمِئا[21] وِچَ[22] ۾، هَلِئا هيءَ هَٽي[23]،

مُونکي ڪونِيو پَاڻَ ذي، هَاديءَ هَتُ ڪَٽي،

پُنهونءَ ذَارَان پَبَ[24] ۾، بيلِي[25] نَاهِ بَڙي[26]،

توري[27] تيلُ نَه لاَيان، نَڪا سينڌِ[28] ڦَٽي.#

---

١. يلي، بيشڪ، ٢. مونکي پئي، ٣. چهري، مک، ۴. جي، ۵. محبوب پنهونءَ، ٦. متي، دز، خاڪ، ذوڙ، ٧. منهنجي، ٨. نئي ضلعي جي گهاري ڳوٺ کان اٽڪل ٢ ميل پري هڪ شهر (جتي سسئي رهندي هئي)، ٩. کان سواءِ، ١٠. سڪ، اڪنڊ، آذار، تيڪ. ١١. حيلا، ڪوشش. ١٢. لس ٻيلي ۾ ڳوٺ. جبل ۽ نئن جو نالو. ١٣. مون کي ميڙيندو، مون کي ملائيندو، مون کي گڏيندو، ١۴. مالڪ، خدا. ١۵. اصل، بنهہ. ١٦. ينهونءَ (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو قلب آري هو، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ١٧. اڙي، رڪيب، پير. ١٨. محوبن يعني پنهونءَ، ١٩. دل، من، ٢٠. جڙ، ميخ، ڪلي، ٢١. ترسئا، ٢٢. رستي ۾، ٢٣. اڄلي، ڦٽي ڪري، (هيءَ هٽي= هن کي ڇڏي يعني سسئيءَ کي ڇڏي)، ٢۴. هالار جبلن جي ڏاڪٽي قطار جو نالو، ٢۵. ساٿي، همراهہ، ٢٦. اي ٻڙي، اي ادي، ٢٧. توکانسواءِ، ٢٨. پيشانيءَ کان سڌو چوٽيءَ يعني مٿيجي وچ تائين وارن وچان خط. مانگ # نہ وارن ۾ سينڌ ڪيان ۽ نہ ڦٽي ڏيان يعني هار سينگار نہ ڪريان.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُر ديسي

## داستان انون

### ١

وَارُو[١] وَرُ[٢] وَنِي وِئَا، آرِيچَا[٣] اَظلاَمَ[٤]،
آنداٺُون آرِيءَ[٥] جَا، پُنهُونءَ ڏي پَيغَامَ[٦]،
پَهَہ[٧] ڪِئَائُون پَاڻَ ۾، مُونهَان[٨] مَخفِي[٩] مَامَ[١٠]،
سَنيُوڙَا[١١] سَاٿُ ڪَٽِي، ويسَاهِي[١٢] وَرِيَامَ[١٣]،
ڪَاڪِيُون[١٤] رَاتِ[١٥] قِيَامَ[١٦]، جِيڏِيُون[١٧] جَتَ[١٨] ڪَرِي وِئَا.

### ٢

وارو وَرُ وَنِي وِئَا، جَابِرَ[١٩] ڪَرِي زورُ[٢٠]،
بِيڏِي[٢١] ٺِئو ڀَنڀُورُ[٢٢]، حَشَرُ[٢٣] ڪَرِي هَلِئَا.

### ٣

وارو وَرُ وَنِي وِئَا، جُوري[٢٤] سين جَابِرَ،
صَبرُ[٢٥] ڪِيئَن صَابِرَ[٢٦]، اَچِي عَجِيبَنِ ري.

---

١. هاءِ افسوس، ٢. مڙس، ڀتار، ڀتي، ٣. آريءَ جو اولاد يعني پنهونءَ جا ڀائر (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو نالو آري هو، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ۴. ظالم، ڪنور، ستمگر، ۵. پنهونءَ جي پيءُ، ٦. نياپا، سنيها، پارانيا، ٧. واحد پَهَہ = صلاح، رٿ، مشورو، ٨. مونکان، ٩. ڳجهي، لڪل، ١٠. ڳجهي ڳالهہ، ١١. تيار ٿي يا سنبري (هلئا)، ١٢. دلبو ڏئي، ٿڳي ڪري، ١٣. وير، سياڻا، عاقل، پهلوان، سورما، ١۴. اي ڪاڪيون، اي اديون، ١۵. (گذريل) رات جو، ١٦. قيامت، ظلم، انڌير، مصيبت، ١٧. اي جيڏيون، اي سرتيون، ١٨. اوٺي، پنهونءَ جا ڀائر، ١٩. زوراور، ظالم، ٢٠. ظلم، زبردستي، ڏاڍائي، ٢١. خالي، ويران، سڃو، ٢٢. ٺٽي ضلعي ۾ گهاري جي ڳوٺ کان اٽڪل ٻہ ميل پري هڪ پراڻو شهر (جتي سسئي رهندي هئي، ٢٣. محرم مهيني جي ڏهين تاريخ وارو ڏينهن (جنهن تي امام حسين ؑ ان جو خاندان شهيد ٿيو، مصيبت جو ڏينهن، قيامت، ٢۴. ڏاڍ، ظلم، زبردستيءَ، ٢۵. ماٺ، آرام، فرحت، ٢٦. صابر ڪي، صبر واري ڪي.

۴

وَارو وَرُ وَنِي وِئَا، کَري ڏيرَ ڏمَرُ،
هَاٺي تِئو حَشَرُ، پُنَا[١]، قَولَ[٢] قِيَامَ[٣] جَا.

۵

وَارو وَرُ وَنِي وِئَا، کَري ڏيرَ ڏورو[۴]،
سَاجَنَ[۵] رِءَ سَرَتِيُون[٦]، تِئو آتَڻُ[٧] اَڏورو[٨]،
نِيَ[٩] سين نِسورو، سَرَتِيُون جو سِتمُ[١٠] تِئو[١١].

٦

وارو وَرُ وَنِي وِئَا، ڏَاڙهِيءَ[١٢] پَنيَا ڏيرَ،
ڏِيندِيَس ڏَادِين[١٣] ڏُونگَرِينَ[١۴]، اُنين لَيءِ اُليرَ[١۵]،
کيچِ[١٦] پُچَندِي[١٧] کيرَ، وَجَڻَ[١٨] سين وَسُ[١٩] کَرِيَان.

⑦

پُجَان جي[٢٠] نَہ پُجَان، وَجَڻَ سين وَسُ کَرِيَان،
سَگَرَ[٢١] ۾ سُجَان[٢٢]، تَہ رَائي[٢٣] ۾ رَڙِي مُئي[٢۴]،

١. پورا ٿيا. ٢. پول، اهڃاڻ، روايتون، حديثون. ٣. قيامت، گناهن ۽ ثوابن جي حساب ڪتاب جي ڏينهن. ۴. زور، زبردستي. ڏاڍ. ۵. سڄڻ، محبوب. ٦. ڪان سواءِ. ٧. سٽ ڪتڻ جي جاءِ، عورتن جي ڪچهريءَ جي جاءِ. ٨. اڻ پورو، بي جسو، بي مزي. ٩. ڏوڙڻ يا ڪتياٺيءَ يعني سسئي. ١٠. صفا، بلڪل. ١١. ظلم. ١٢. ڏاڙهيءَ پنيا = سهڻيءَ ڪاريءَ ۽ گهنڊيدار وارن واريءَ ڏاڙهيءَ يعني سونهاريءَ وارا. ١٣. ڏاڍن، ڏکين. ١۴. ڏونگرن يعني جبلن ۾. ١۵. جهوتون، گهُتون، سَٽون. ١٦. رسندي، پهچندي. ١٧. ڪاٿہ نہ. ١٨. پنڌ ڪرڻ. ١٩. وس ڪريان= ڪين گهٽائيندس، ڪاٿہ ڪٿر ڪانہ ڇڏينديس. ٢٠. يا. ٢١. رستي، وات. ٢٢. پڌجان، مشهور ٿيان. ٢٣. جبل جي واريءَ، جبل. ٢۴. دانهون ڪري.

۸

جَذِيءَ[1] وَتَ جَالِي[2]، مَان[3] نَہ الله كَارڻِ[4] لَڳَ[5] سِينءَ،
آهِيَان آرِيءَ[6] جَامَ[7] جي، هِتَ هُتَ حَوَالِي[8]،
عَيبَ[9] مُون ۾ اڳِرا[10]، مَان نَہ نِرمَلُ[11] نِڪَالِي[12]،
پَرِتِيَاڻِي[13] پَالِي[14]، ڪَامِلُ[15] نِيندو[16] ڪيچَ[17] ڏِي.

۹

پَرِتَنِ[18] پَالِيَاسِ[19]، بَانِيڻَ[20] بِيٺِي[21] آهِيَان،
حُسنَ[22] هوتَ[23] پُنهُونءَ[24] جي، مَارِي مَوتَ[25] وِذِيَاسِ[26]،
جَانڪِي[27] تَان جِيئَندِيَاسِ[28]، پِيَيسِ[29] وَرِ[30] وِصَالَ[31] جي.

۱۰

پَرِتَنِ جي پَاڙِي[32]، جَاڙَ[33] گُذَارِيُمِ[34] جِيڏِيُون[35]،
جَنِي مُون کي مَارِئُو، سُورَنِ[36] سِين[37] سَاڙِي[38]،
ايرَادِي[39] آڻِي، سَانگِيَنِ[40] سِين سَگُ[41] ڪِئُو.

۱۱

اَسِين ذَات[42] پَرِتَ، پُورهِيَتَ[43] پُنهُونءَ جَامَ جَا،

---

۱. معذور، بيمار (عشق جي)، ۲. رهي، ٽِڪي، ترسي، گذاري، ۳. مان نہ= شل، ۴. لڳ، واسطي، (الله ڪارڻ= الله لڳ)، ۵. ٿوري ساعت، گهڙي پلڪ. ٦. پنهونءَ (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردارجو لقب آري هو. سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ۷. سردار (سنڌ جي سمن بادشاهن جو لقب)، ۸. بِلي، سپرد، ۹. اوڻايون، ڏوهہ، گناهہ، ۱۰. گهڻا، ۱۱. پاڪ، (پنهون)، ۱۲. ڪڍي، ۱۳. ڏوبياڻي، ڪنياڻي، ۱۴. حفاظت ۾ رکي، سنڀالي، ۱۵. بي عيب، پاڪ، گناهن ۽ پاپن کان آزاد، ۱٦. وٺي ويندو، ۱۷. رياست مڪران ۾ هڪ شهر (جتي پنهون رهندو هو)، ۱۸. ڌوٻن، ڪتين، ۱۹. مونکي پاليو، نپايو، يا تاتي وڏو ڪيو. ۲۰. ٻانيڻ جي، برهمڻ جي، ۲۱. ڌيءُ، ۲۲. سونهن، ۲۳. محبوبَ، ۲۴. قاسائي، ۲۴. موت ۾، مصيبت ۾، ۲٦. مونکي وڌو، ۲۷. جانڪيتان= هميشہ، سدائين، ۲۸. زندهہ يا حيات رهنديس، اَمَرُ رهنديس، ۲۹. (جيڪڏهين) آئون ٿي وبيس، ۳۰. حوالي، بلي، سپرد، ۳۱. ميلاپَ، ۳۲. پاڙي ۾، ويڙهي يا محلي ۾، پرپاسي ۾، ۳۳. اجايو، بي فائدو، ۳۴. مون گذاريو، آئون رهي،، ۳۵. اي جيڏيون، اي سرتيون، ۳٦. ستايو، ڏکويو، ۳۷. دردن، ڏکن، ۳۸. پچائي، جلائي، ۳۹. قسمت، تقدير، ۴۰. سانگي يا اتفاق سان ايندڙن، مسافرن، پرديسن، ۴۱. واسطو، ناتو، لاڳاپو، ۴۲. ذات يا قومَ جي نسبت سان، ۴۳. مزور، ڪمي.

هوت[1] ڪَتورِيءَ[2] هيرِئون[3]، مون ۾ صابُڻ[4] چَٽَ[5]،
آتَڻ[6] ۾ اُڪَٽَ[7]، ڪَميِٽيءَ[8] جي ڪامَ[9] ٿِئي.

١٢

گڏِئو[10] ذوبِين[11] ذوءِ[12]، پُنهُونءَ[13] پارچو[14] هَٽَ ۾،
اُتي آريءَ[15] جام[16] جو، قاصِدُ[17] آيُس ڪو،
اِيءُ ڪامِلَ[18] ڪَمُ[19] نَہ سَندوءِ[20]، پَهَسَ[21] پَچارِين[22] پوتيا[23].

١٣

پَروانُو[24] پُنهُونءَ ذي، لِکِئو آريءَ هوتَ،
اِيءَ پَرَ[25] نَہ پانهنجي، جيئَن پَهَسَ پَچارِين پوتَ،
هازِهي[26] جا بَلوچَ، ڪِہ[27] لَڳُئي[28] نينهن[29] نيَڻِ[30] سين.

١۴

لَڳُم نينهن نيَڻِ سين، آئون ڪِہ نَہ جاڻان ايئَن،#
مون[31] هِنئين[32] سين هِيئَن[33]، اَئين[34] آريچا[35] اُسَهو[36].

١٥

آرِيچا اُٺَن جي، ڪَنِم[37] جي[38] ڪاهِي[39]،

١. محبوبُ پنهون (هوت بلوچ قوم جو قبيلو آهي، پنهون ان قبيلي مان هو)، ٢. ڪتوريءَ جو، مشڪ جو، سُرهاڻ جو. ٣. هيراڪُ، عادي، ۴. صابڻ جي. ۵. ذپ، بدبوءِ. ٦. سُٽَ ڪتڻ جي جاءِ، عورتن جي ڪچهريءَ جي جاءِ. ٧. اوگهڙ، پڌرائي، بدنامي، شهرت. ٨. نڪميءَ، بدڪار، خسيس. ٩. شل نہ. ١٠. گڏجئو، مِليو، همراهہُ ٿيو. ١١. ذوبين سان، ڪنين سان. ١٢. ڪپڙآ ذوئي يا (پاڻي ۾) آگهاري. ١٣. پنهونءَ ڪي (پنهون سسئيءَ جي محبوب جو نالو آهي). ١۴. ڪپڙو. ١٥. پنهونءَ جي پيءُ. ١٦. سردار (سنڌ جي سمن بادشاهن جو لقب). ١٧. نياپو آڻيندڙ، ريبارو. ١٨. اي ڪاملَ، اي پاڪباز، اي برگزيدا. ١٩. ڌنڌو، پيشو، شغل. ٢٠. تنهنجو. ٢١. زور سان. ٢٢. ستين، ذوئين. ٢٣. پوٽ، پوتڙا، ڪپڙا. ٢۴. چٺي، خط. ٢٥. ريت، رسم. ٢٦. هازهي (جبل). لس ٻيلي اولهہ طرف واريءَ جبلن جي قطار کي هازهو جبل چوندا آهن. ٢٧. ڪيئن. ٢٨. توکي لڳو، توکي ٿئو. ٢٩. عشق، محبت. ٣٠. ذوبڻ. ڪتياڻيءَ # آئون ڪجهہ نٿو سمجهان، مونکي ڪا خبر ڪانهي. ٣١. منهنجي. ٣٢. دل. ٣٣. هيءَ حالت. ٣۴. اوهين. ٣٥. آريءَ (پنهونءَ جي قبيلي) جا اولاد. ٣٦. هلئا وڃو. ٣٧. مونکي ڪن. ٣٨. جيڪڏهين. ٣٩. ڪاهيندڙ، مهار وٺي هلائيندڙ.

وَارِي[١] جَا وَاتُنِ[٢] جِي، جَهَاڳِيَان[٣] سَيَائِي[٤]،
چُونِمِ[٥] تَہ آئِي[٦]، پورهِيَتِ[٧] جَامَ[٨] پُنُهُونءَ[٩] جِي.

١٦

جَانِ[١٠] جَان اِيئَن[١١] هُيَاسِ، پُنُهُونءَ ڏوتَمِ[١٢] ڪَپِڙا،
هَاٺِي اِيئَن تِيَاسِ، جِيئَن چُلِي[١٣] پِينِيَسِ[١٤] چَپَرِبَن[١٥].

١٧

آئون تَان[١٦] اِهِڙِيَائِي، جَا بَانِهِيءَ[١٧] ڪِي بَائِي[١٨] چَوَان،
مُون ڪَمِيڻِيءَ لاءِ[١٩]، پُنُهُون تِي پَرِتُ[٢٠] تِئُو.

١٨

آئُون هَڏِ[٢١] نِمَاڻِي[٢٢]، جَا بَانِهِيُنِ ڪِي بَائِي چَوَان،
نِئُو[٢٣] مُونڪِي پَاڻَ سِين، پُنُهُون آريَاڻِي[٢٤]،
پورهِيَتِ تِي پَاڻِي[٢٥]، بِيَنِ ڪُون[٢٦] بِيڻُون[٢٧] پِرِيَان.

١٩

نَالِي[٢٨] نِمَاڻِي، بَاجَهَارِي[٢٩] بَرُوچَ[٣٠] رِي[٣١]،
ڪِئَائِين سَڳُ[٣٢] سَيَدُ چَئِي، جَامَنِ سَان جَاڻِي[٣٣]،

---

١. ريتي، ڪڪري، سنهي پٽري، ٢. رستن، گسن. ٣. لتاڙيان. ٤. سموري. ٥. من مون کي چون. ٦. اچي ويئي. ٧. ٻانهي، مزور، ڪمر ڪندڙ. ٨. سردار (سنڌ جي سمن بادشاهن جو لقب). ٩. سسئيءَ جي محبوب جو نالو. ١٠. يا. ١١. ان طرح. ١٢. منهنجا ڌوتا. ١٣. ڪاهي، تلڪي، رلي، دربدر ٿي. ١٤. گهڙيس، داخل ٿيس. ١٥. ڇپرن ۾، جبلن ۾. ١٦. تہ. ١٧. گوليءَ، نوڪرياڻيءَ. ١٨. سائڻ، مالڪياڻي. ١٩. بدڪار، نڪمي. ٢٠. ڌوٻي. ٢١. صفا، بنڪل. ٢٢. مسڪين، اڌين. ٢٣. وٺي وڃو. ٢٤. آري (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار کي آري يا آرياڻي چوندا هئا). ٢٥. پاڻي ڀريان = غلامي يا خدمت ڪريان. ٢٦. ڪان. ٢٧. ٻہ ڀاڱا زيادهہ. ٢٨. نالي ۾. ٻڌجڻ ۾. ٢٩. قياس جوڳي، رحم جي لائق. ٣٠. پنهونءَ. ٣١. ڪان سواءِ. ٣٢. ناتو، دوستي. ٣٣. پروڙي، سمجهي، سوچي، ڪڏ يعني شوق ڪري.

پَاڻِ[1] تَہ پَر تِيَاڻِي[2]، تِيَسِ حِمَايَتَ[3] هوتَ[4] جي.

٢٠.

پَرتِيَاڻِيءَ پَارَ[5]، ڪِڏِيَا هوتَ پُنُھُونءَ لَئي،
آهہ اَسَان جي مَيَنِ[6] تي، مُوڪَلَ[7] جي مَيَارَ[8]،
تِي وِرُونهي[9] وَڻَنِ سين، جَهلِئو لاَمَ[10] لِيَارَ[11]،
ڪَنڊَنِ[12] ۽ ڪَرِڙَنِ[13] ڪَان، پُڇي[14] سَين[15] سُوَارَ[16]،
وِيجهي تِي وَڻَڪَارَ، آرِيَاڻي اِيندُسِ وَرِي.

٢١

مُونڪي نيئي[17] وِيڇِ[18]، بَاروچَاڻي[19] سَاٿَ[20] ۾،
آئُون پَڻِ وَڃي ڪيڇِ، بُڌَا[21] بَانهِيَنِ[22] جِيئَنِ ڪَرِيَان.

٢٢

نَڪو ڪيڇُ پَنيورُ، نَڪو مَائِٽُ مُنڌَ جو،
هُورُ[23] مُڙُوئي[24] هِنَ ڪي، هوتَنِ ڪونهي هورُ،
زَارِيءَ[25] ذَارَانَ[26] زورُ[27]، هَلي ڪونَہ حَبِيبَ[28] سين.

---

١. خود، ٢. ڏوپياٽي، ڪتياٽي، ٣. همراهي، مدد، ۴. محبوب، پنهونءَ، ۵. ورلاپَ، اوسارا، آهہ و فغان، ٦. ائن، ٧. رخصت يا الوداعي، ٨. (نہ وڻڻ جي)، ٨. ڏوهہ، قصور، حرف، ٩. حال يا ڏک ونڊي، درد ٻڌائي، ١٠. ٽاري، شاخ، ١١. ليارَ جي (ليار هڪ وڻ جو قسم آهي جنهن جو ڦر نارنگي رنگ جو قد ۾ مٽر جي داڻي جيترو ٿيندو آهي)، ١٢. ڪنڊو وڻ جو هڪ قسم آهي جنهنجي ٽارين ۾ سنها ۽ ننڍا ڪنڊا ٿيندا آهن، هن جي ڦر کي سڱر يا سڱريون چوندا آهن، ١٣. ڪرڙن (ڪرڙ وڻ جو هڪ قسم آهي جنهن جي گلن کي پسي، ڪچي ڦر کي ڏونئرا ۽ پڪل ڦر کي پڪا چوندا آهن)، ١۴. معلوم ڪري، ١۵. محبوبَ، ١٦. اوٺي، جت، ١٧. ڪٺي وڃي، وٺي وڃي، ١٨. وڪڙ، ١٩. بلوچن يا ٻروچن جي، ٢٠. قافلي، اٺن جي قطارَ، ٢١. (رنگ ۾ ٻڏل يعني رڱيل) ڪپڙا، خذمتون، چاڪريون، ٢٢. گولين، نوڪرياڻين، ٢٣. فڪر، ڳڻتي، ٢٣. سمورو، ٢۵. آزيءَ نيزاريءَ، ٢٦. ڪان سواءِ، ٢٧. وس، ٢٨. محبوب.

## ٢٣

چُوري[١] نِدوري[٢]، نَڪو مَائِٽُ[٣] مُنڌَ[۴] جو،
سَوين[۵] هَلَنِ سَاٿَ[٦] ۾، ڪَمِي[٧] ۽ ڪوري[٨]،
آئُون اُنَهَنِ ۾ آهِيَان، لَنگهِي[٩] ۽ لوري[١٠]،
لَنگهَائِيِين[١١] لَطِيف چَئي، ٽَرن[١٢] جَا ٽوري[١٣]،
آهِيَان اَزوري[١۴]، تُنهِنجي زوري[١۵] جَبَلُ لَنگهِئَان.

## ٢۴

اَجَا ڪيچُ[١٦] اَگي تِئو، پيرَ[١٧] نَہ لَهي[١٨] پَاري[١٩]،
روئي ٿي رِجُنِ[٢٠] ۾، جَهلِئو وَٽَ ٿَاري،
نَڪو جَانِبُ[٢١] جَوءِ[٢٢] ۾، نَڪا دلداري[٢٣]،
هِينئَڙو هيرَڻ[٢۴] پَنَ جِيئَن، ڦُٽي[٢۵] تِئو ڦاري[٢٦]،
هِيءَ وَهِمَ[٢٧] ويچَاري[٢٨]، تولاءِ توڪي لِڪِئو[٢٩].

## ٢۵

اَجَا پَنڌُ اَگي تِئو، مُڙِئو[٣٠] سِجُ مَٿَان[٣١]،
ڏِڍُ[٣٢] مُنهِنجي ڏِيلَ[٣٣] جو، وِئو هوتُ هَٿَان.

---

١. يتيم، ڇوڪري جنهن جو ماءُ پيءُ مري ويو هجي. ٢. نڀاڳي، بدبخت. ٣. عزيز، رشتيدار. ۴. عورت (سسئيءَ). ۵. تمام گهڻا. ٦. قافلي، اٺن جي قطار. ٧. پورهيت، مزور. ٨. ڪپڙو اُڻندڙ، غريب، مسڪين ماڻهو. ٩. مڱڻهار يا خسيس زال، پنڻي. ١٠. ڪميڻي، نيچ، ڪمذات، لنگهي. ١١. اڪارين، پار ڪرين. ١٢. ٽرن ۾، برن ۾، رڻ پٽن ۾. ١٣. هڪ گهٽ ذات جو نالو. ٽر ۾ هڪ گهٽ ذآت. ٻاليشاهي، بدافعال، ٻانهي. ١۴. ٻنان زور جي، ڪمزور. ١۵. زور سان، آڌرَ سان. ١٦. رياست مڪران ۾ هڪ شهر جتي سسئيءَ جو محبوب پنهون رهندو هو. ١٧. پيرن جا نشان. ١٨. ڳولي سگهي، لڀي سگهي. ١٩. ٻي ڪمي، ٻانهي، گولي. ٢٠. رڻ پٽن، بيابانن. ٢١. جاني، محبوب. ٢٢. ملڪَ، ڏيهہ. ٢٣. همدردي (ڪرڻ وارو). ٢۴. هيرڻ جي (هيرڻ وڻ جو هڪ قسم آهي جنهن جا پن پاسن کان چيريل ۽ ڦاڪون ٽيل هوندا آهن). ٢۵. ڦاٽي، چيرجي. ٢٦. ڦارون، ڦاڪون. ٢٧. وَهَم ۾ يا ڳڻتي يعني فڪر ۾ (عشق يا محبت جي). ٢٨. مسڪين، لاچاري بيواهي. ٢٩. نصيب، ڀاڳ، قسمت. ٣٠. لڙيو، لهڻ وارو ٿيو. ٣١. ويٺر. ٣٢. آسرو، آڌارُ، پرجهلو. ٣٣. بدن، جسم، جان.

بَـڏي[1] بَـاروچـو[2] وِئـو، جَـمَـعُ[3] جَـان[4] جَـتَـا[5]،
ڪَـارڻِ[6] ڪـيـچَ[7] ڌَڻـيـنِ[8]، ڪـيـمَ[9] ڪَـانَ ڪَـتَـا[10]،
مُـونـکـي نـيـنِ[11] نَـتَـا، پِـرِيـنِ[12] مُـلِـڪِ[13] پَـانـهِـنـجـي.

٢٦

مُـونـکـي نَـتَـا نـيـنِ، پِـرِيـنِ مُـلِـڪِ پَـانـهِـنـجـي،
ڏوہـڻِ[14] جـي ڏيءُ ڪـئـو، تَـڏهـيـن تـا تَـڙِبـنِ[15]،
جـي[16] گـهَـگـهـيـرنِ[17] گـڏيـنِ، تہ بُـڌا[18] بَـانِـهَـيـنِ[19] جِـيـئَـنِ[20] ڪَـرِيَـان.

٢٧

مُـونـکـي نَـتَـا نـيـنِ، جَـتَ مُـلِـڪِ پَـانـهِـنـجـي،
جـي گـهَـگـهـيـرنِ گـڏيـنِ، تہ گـولِـي تِـي گُـذارِئَـان.

٢٨

گـولِـي تِـي گُـذارِئَـان، تہ مُـون[21] وَڏو ڀَـاڳُ[22]،
رَتُـو[23] روئِـي پِـرِيـنءَ ڪـي، وِڌمِ[24] تـي ويـراڳُ[25]،
جَـنِ هِـنـئِـي[26] هـوتُ[27] وِسَـارِئـو[28]، سـي مَـهِـنـڊ[29] نہ لَـهـنـديُـون[30] مَـاڳُ[31]،
جِـيءَ[32] جَـڙَ[33] هُـيَـمِ[34] جَـنِ سـيـن، سـي لاهـي[35] چَـڙهِـئـا[36] لاڳُ[37]،

---

١. جڪڙي، ٢. بلوچ، پنهون، ٣. گڏ، ۴. دم، ساهہ، دل، ٥. جتن سان، اوٺين سان، ٦. واسطي،لاءِ، ٧. ڪيچ جي (ڪيچ رياست مڪران جو شهر آهي جتي سسئيءَ جو محبوب پنهون رهندو هو)، ٨. مالڪن يعني ڪيچين، ٩. مون ڪئي، ١٠. خيال، فڪر، ١١. وٺي وڃن، ١٢. محبوبَ، ١٣. ملڪ ڏانهن، وطن ڏانهن، ١۴. ڪپڙن ڌوئيندڙ، ڪنياٽيءَ، ١٥. لوڏين، پري ڪن، ١٦. جيڪڏهين، ١٧. گهگهيرن سان، گهگهي پائيندڙ زالن يعني ٻروچياڻين سان (گهگهو= هڪ قسم جو ڊگهو چولو آهي جيڪو ٻروچ زالون پائينديون آهن)، ١٨. خذمتون، چاڪريون، ١٩. گولين، نوڪرياڻين، ٢٠. وانگر، ٢١. منهنجو، ٢٢. نصيب، قسمت، ٢٣. ڳاڙهو (پاڻي) يعني رت، خون، ٢۴. مون وڌو، مون اختيار ڪيو، ٢٥. دنيا ترڪ ڪرڻ وارِي حالت، ٢٦. هن دنيا ۾، ٢٧. محبوب (هوت بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي سسئيءَ جو محبوب پنهون قبيلي جو هو)، ٢٨. ياد نہ ڪئو، ٢٩. هن دنيا يعني آخرت ۾، ٣٠. حاصل ڪنديون، ٣١. جاءِ، مقامُ، عزت آبرو، ٣٢. جيءَ جي، دل جي، ٣٣. ميخ، ڪلي، ڳانڍاپو، لڳاءُ، ٣۴. مونکي هئي، ٣٥. ختم ڪري، ٣٦. هليا ويا (اٺن تي چڙهي)، ٣٧. واسطو، لاڳاپو، دوستي.

پينرُ[1] هن پنيور[2] ۾، ڪنهن سين ڪنديس چاڪُ[3]،
اندر[4] تئو اجهاڪُ[5]، سذرُ[6] سورُ[7] پرينءَ[8] جو.

## وائي

لڪ[9] لنگهيائون، وڃي ڏير[10] قرارئا[11] ڏيهه[12] ۾،
تن پرين ڪي اُڪنديِ[13] آئُون، وڃي ڏير قرارئا ڏيهه ۾.
چڙهي ڏُونگر[14] چوٽيين[15] بانيڻ[16] اُچلي[17] باهُون،
پاسي[18] هيس پريت[19] جي، ڏوبڻ[20] ڏيءَ نہ آئُون.

---

١. اي پينر، اي اديون، ٢. ٺٽي ضلعي ۾ گهاري جي ڳوٺ کان اٽڪل ہ ميل پري شهر جتي سسئي رهندي هئي، ٣. نخرو، ناز، ماڻو. ۴. اندر ۾، دل ۾، ۵. نہ جهاڳڻ جي لائق يعني تمام گهڻو، ٦. زيادهہ، وڌيڪ، گهڻو، ٧. درد، ٨. محبوب، ٩. جبلَ، ١٠. مڙس (پنهونءَ) جا پائر، ١١. آرامي ٺٺا، سُکئا ٺٺا، ١٢. وطن (يعني ڪيچ)، ١٣. سڪندڙ، ١۴. ڏونگر جي، جبل جي، ١۵. چوٽين تي، مٿاهين حصي تي، ١٦. برهمڻ زال يعني سسئي جيڪا ٻانيڻ جي ڌيءُ هئي، ١٧. اچلي ٻانهون = هٿ کٹيو سڏ ڪري، ١٨. پاسي ۾، پر ۾، سنڀال هيٺ، پالنا هيٺ، ١٩. ڌوٻيءَ، ڪٽيءَ، ٢٠. ڌوٻڻ جي.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُرُ ديسي

## داستان نائون

### ١

جيئن[1] سي هَرَڻُ[2] هُماءُ[3]، سَرگردان[4] سَنسارَ[5] ۾،
هُو[6] پَگُ[7] نَہ ڌَري[8] پَٽيين[9]، هيءُ[10] ڌَرِ[11] سِرُ[12] ڌَري نَہ ساهُہ،#
جيڪُسِ[13] تَنِ مُلا[14]، سَسُئيءَ[15] سُورُ پَرايو[16].

### ٢

راتِ ڏنائين روجهہ[17]، پاڻ[18] ڪَہ[19] اوني[20] آيا،
پِريتَڻي[21] پِرينِ[22] جي، سِڪَڻَ[23] ڪِي[24] سَبوجهہ[25]،
هُئي گهٽو اَبوجهہ[26]، سُورنِ سُونهائي[27] سَسُئي.

### ٣

روجهہ ڏنائين راتِ، پاڻ ڪہ اوني آيا،
ڪيچين[28] جي ڪَڙِي[29] ٿي[30]، توءِ[31] تَني جي تاتِ[32]،
ٻاروچاڻي[33] ذاتِ، مَنان[34] مُٺي[35] نَہ وسَري[36].

---

١. جهڙيءَ طرح. ٢. هڪ حلال جهنگلي جانور، مِرگهہ، غزالُ. ٣. هڪ خيالي پکي (ماڻهن جي عقيدي موجب جنهن بہ شخص تي هُماءَ جو پاڇو پوندو اهو بادشاهہ ٿيندو). ۴. حيران، پريشان، رولو. ۵. دنيا، جهان. ٦. يعني هرڻ. ٧. پيرُ، قدم. ٨. رکي يا کوڙي. ٩. پٽن تي، ميدانن تي، زمين تي (پگ نہ ڌري پٽيين= هميشہ رلندو وتي. تاتار ملڪ جي هڪ علائقي نالي خُتَن ۾ هڪ هرڻ ٿيندو آهي جنهن جي ڏن ۾ مُشڪ هوندي آهي. اهو هرڻ هڪ نريو يعني هن جون ٽنگون هڪڙي هڏي جون نهيل هونديون تنهن ڪري زمين تي ويهي نہ سگهندو ۽ بيٺي ننڊ ڪندو آهي). ١٠. يعني هماءَ. ١١. ڌرتيءَ. ١٢. تي # زندگي ٽِڻو گذاري. ١٣. شايد. ١۴. وٺان. ١۵. درد (عشق) جو. ١٦. حاصل ڪئو. ١٧. واحد روجهہ. گانءِ يا ڍڳيءَ جي شڪل تي هڪ جهنگلي جبل ۾ رهندڙ جانور. جابلو گانءِ. ١٨. (سمجهيائين) جڻ تہ يا شايد تہ . ١٩. ڪي. ٢٠. جت. پنهونءَ جا ڀائر. ٢١. محبت. ٢٢. محبوبن. ٢٣. پيار، محبت. ٢۴. ڪئي. ٢۵. سياڻي، سمجهدار. ٢٦. بي سمجهہ. نادان. ٢٧. واقف ڪئي، داناءَ ڪئي. ٢٨. ڪيچين کي، ڪيچ جي رهاڪن کي (ڪيچ رياست مڪران جو هڪ شهر آهي سسئيءَ جو محبوب پنهون اتي رهندڙ هو). ٢٩. جيڪڏهن. ٣٠. ناپسند، اڻ وڻندڙ. ٣١. تنهن هوندي بہ. ٣٢. يادگيري. ٣٣. ٻروچن جي، بلوچن جي. ٣۴. خاندان. ڪڙم، قبيلو. ٣۵. من مان. دل مان. ٣٦. مرندي وقت، مرڻ جي حالت ۾. مرڻ گهڙيءَ کانپوءِ.

## ۴

جَبَلَ ۾ جانارَ، سَرهَہ گَڏبَئي سَسُئي،
پِنيءَ پَئي پَوارَئين، بانيَڻِ جي باڪارَ،
هوتَاڻي هيڪارَ، مَوليٰ مُونکي ميڙيين.

## ۵

سَمُرَ نَہ جَني سانُ، هوتُ حَمَائتي تَنِ جو،
چَنا اَڏِبا چَپَرين، ايندو پُنُهون پاڻ،
تيندِي رُوحَ رِهاڻ، لَحظي ۾ لَطيف چئي.

## ۶

هيَ جي آيا هيرَ، سي جَتَ نَہ پَسان جُوءِ ۾،
آئُون تَرسان هُو تَڪڙا، پَٽَ نَہ ڪوڙين پيرَ،
پَنيُولِيَسَ بَرَنِ ۾، پَسِي پِيندين پيرَ،
آءُ آرِباڻي اُسري، تَي وَاهَرَ جي ويرَ،
هِيءَ ڪَميٽِي ڪيرَ، تُون پارِسَ رَسِجِ پَبَ ۾.

١. پهاڙ، ٢. جاندار، جانور، ٣. ڦاڙهي جهڙا، جهنگلي حلال جانور (ڦاڙهو، هرڻ جهڙو وڏن ۽ شاخدار سڱن وارو جانور آهي جيڪو پيلن ۽ جبلن ۾ رهندو آهي)، ۴. پنيءَ جو، پوئينءَ رات جو، ۵. پوَ واري، خوفناڪ، هيبتناڪ، ٧. برهمڻ زال يعني سسئي جيڪا بانيڻ جي گهر ۾ ڄائي هئي، ٧. دانهن، رڙ، ٨. هوت جو اولاد، يعني پنهون (هوت، بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي، پنهونءَ ان قبيلي مان هو)، ٩. هڪ دفعو، ١٠. مال اسباب (دنياوي)، ١١. همراهہ، مددگار، ١٢. پنگا، جهوپڙيون، ڪکن جا گهر، ١٣. ٺهندا، جڙندا، ١۴. ڇپرن ۾، جبلن ۾، ١۵. روح رهاڻ= ڪچهري، ملاقات، ميلاپ، ١٦. ٿوري وقت اندر، جلدي، سگهي، ١٧. هِي (ماڻهو)، ١٨. هاڻ، هن وقت، ٿورو وقت اڳي ١٩. مُلڪ، ماڳ، علائقي، ٢٠. بيهان، وِهان، انتظار ڪريان، واجهايان، ٢١. پٽ تي، زمين تي، ٢٢. رکن، ٢٣. پلجي يا منجهي پيس، بتال ٿي ويس، هوش وڃائي ويٺيس، ٢۴. رڻ پٽن، بيابانن، ٢۵. پيندين جا، جهنگ جي جانورن يا مرن جا، ٢٦. نمونا، قسم، ٢٧. هَلي، وڌي، پنڌ ڪري، ٢٨. مدد، همراهيءَ، ٢٩. ويلَ، وقتُ، مهل ٣٠. نڪمي، بدڪار، ٣١. ڪجهہ نہ يا ڪا هستي نہ (آهي)، ٣٢. پٿر جو هڪ قسم جو لوهہ سان گسي ان کي سون ڪري ڇڏيندو آهي، اُستاد ڪامل، ٣٣. پب جبل ۾ (-هالار جبلن جي ڏاکڻي قطار جو نالو پب آهي).

## ۷

اُٺَ ويري[۱] اونَار[۲] ويرِي، تِئَا ويري ڏيرَ[۳]،
چوٽُون ويرِي واءُ تِئو، جَنهن لَتِئَا[۴] پُنوهَہ پيرَ[۵]،
پَنجُون ويرِي سِجُ تِئو، جَنهِن اُلَهِي[۶] ڪِي اَوبرَ[۷]،
ڇَهُون ويرِي چَندُ تِئو، جو ڪِڙَئو[۸] نَہ وَڏِيءَ ويرَ[۹]،
سَتُون ويرِي ڇَپَرُ تِئو، جَنهن سَنوَان[۱۰] ڪِئَا نَہ سيرَ[۱۱]،
وَاهيري[۱۲] جي ويرَ، تِي ڇُلُون[۱۳] ڪَريَان ڇَپرِيَن[۱۴].

## ⑧

اُٺَ ويري اونَارَ ويرِي، اُٺَن ويري ڏاڻَ[۱۵]،
آئُون سُتي هُوُ هَلِئَا، پَاتَائُون[۱۶] پَلاڻَ[۱۷]،
مُون پَانيو مِهمَانَ، پَرَ هُو پُنهُون وَڻَ آيَا.

## ۹

ڪيچِي ڪَالَهَہ[۱۸] ڪَهِي[۱۹] وِئَا، اَديُون آڏِيءَ رَاتِ،
جَاڳَان تَان[۲۰] جيڪِي[۲۱] تِئو، وِهَاڻِيءَ[۲۲] پِريَاتِ[۲۳]،
ڦُوڙَائو[۲۴] فَقِيرَ[۲۵] ڪِي، ڏِنُو جَتَنِ سَنديءَ ڏاتِ.

---

۱. دشمن، مخالف. ۲. اوني، جت. ۳. مڙس (پنهون) جا پائر. ۴. ڊِڪئا (متيءَ سان). ۵. پيرن يا قدمن جا نشان. ٦. لهي، غروب ٿي. ۷. دير. ۸. اڀرئو. ۹. مهل، ويلَ، وقت (وڏيءَ وير= سويل، سوير). ۱۰. سِڌا. ۱۱. گس، رستا. ۱۲. آڪيري، آهيري (واهيري جي وير= شام يا سانجهيءَ جي مهل، جڏهين پکي پنهنجن آکيرن ڏانهن واپس ٿيندا آهن). ۱۳. ڊوڙون، جهوتون، ستون. ۱۴. ڇپرن ۾، جبلن ۾. ۱۵. جانورن جي پيرن ۾ ٻڌڻ لاءِ رسا يا نوڙيون. ۱٦. وڌائون (انن جي پنين تي). ۱۷. واحد پلاڻُ= اٺ تي بار لڏڻ يا سواري ڪرڻ جي واسطي پاڪڙي جي بجاءِ ان جي پٺيءَ تي رکڻ لاءِ ڪکن ۽ ڏين مان ٺهيل بندو جنهن جي پاسن سان مضبوطيءَ لاءِ ڪاٺ جا ڏنڊا ۽ اڳيان ڪاٺ جو ڪتبُ لڳل هوندو آهي. ۱۸. گذريل ڏينهن. ۱۹. هليا، نڪري. ۲۰. تہ. ۲۱. جو ڪجهہ. ۲۲. گذرڻ بعد. ۲۳. فجر، پرهہ ڦٽي (وهاڻيءَ پريات= صبوح جو). ۲۴. وڇوڙو، جدائي. ۲۵. مسڪين، ويچاريءَ.

رَفِيعُ الدَّرَجَاتِ، پَرمَلُ پُنهُون مِيڙِين.

## ١٠

هَيْ هَي ڪِئو هَاءِ، تَني پَاڻُ هَٽّي سِرِ پَاهَٽِين،
لَذّائِين لطِيف چَئي، جُوءِ جَتَنِ سَندي جَاءِ،
شُڪرُ بَارَ سَداءِ، جِيئَن سُتيَارِي سَاٿ مِڙِي.

## ١١

تَان جي هوتَ نہ ڪَنِ، جو تُون پَسي سَگَ سَرَهِي ٿِي،
ڪوڙِين ڪُنيُون ڪَيتِرِيُون، بَانهِيُون بَاروچَنِ،
سَندي ذَاتِ جَتَنِ، آهي اَبَاجهِي گَهَڻُو.

## ١٢

پَسِي سي سَرَهِي ٿِي، جي مَيَنِ لَنگهِئا مَسَ،
تَنَّ تَنِ ڪي نَاهِ ڪو، لَڪَ مِڙِيئِي لَسَ،
حُبَّ جَنهِين کي هوتَ جو، وِندُر تَنهِين کي وَسَ،
سَندِيءَ چَانگَنِ چَسَ، پِيرَ ٿَرَندَءِ پَبَ مِ.

---

١. اي رفيع الدرجات، اي درجا بلند ڪرڻ وارا، اي خدا، ٢. ٻين جو مددگار، پاڪ، ٣. سسئيءَ جي محبوب جو نالو، ۴. ملائيين، ۵. هَي هَي= هاءِ هاءِ، گهوڙا ڙي، افسوس، ٦. پنهنجو بدن، ٧. سٽي يا ڪيرائي (زور سان)، ٨. مٿان، تي، ٩. ڀهڻ، پٿرن، جبلن، ١٠. ڏنائين، ١١. جاءِ، هَنڌ، ملڪ، وطن، ١٢. اوٺين (پنهونءَ ۽ ان جي ڀائرن)، ١٣. جي، ١۴. مهرباني، ٿورو، احسان، ١۵. بارَ جو، باري تعاليٰ جو، خدا جو، ١٦. هميشہ، ١٧. جيڪڏهين، ١٨. سٽيا واري، وفادار، سچي، ١٩. ساٿ سان، (انن جي) قافلي سان، ٢٠. ملي، گڏجي، ٢١. البت، ٢٢. جيڪڏهين، ٢٣. محبوبَ پنهون (هوت بلوچ قومَ جو هڪ قبيلو آهي پنهون ان قبيلي مان هو)، ٢۴. ناتو، قرابت، عزازت، ٢۵. خوش، ٢٦. ڪروڙين، تمام گهڻيون، ٢٧. تباهہ يا فنا ڪيون، ماريون، ٢٨. گوليون، نوڪرياڻيون، ٢٩. پروچن يا بلوچن (پنهون ۽ ان جي ڀائرن)، ٣٠. قوم، خاندان، قبيلو، ٣١. بي قياس، بي رحم، بنان ڀاڄهہ جي، ٣٢. ڏسي، ٣٣. اُن، ٣۴. پار ڪئا، اورانگهيا، ٣۵. مشڪل سان، تڪليف سان، ٣٦. جيهہ، حَدَ، شمارَ، انتَ، ٣٧. جبل، ٣٨. هڪ جهڙا، ٣٩. حبَ، محبت، عشق، سِڪ ۴٠. لس ٻيلي ۾ هڪ جبل، هڪ نئن ۽ هڪ ڳوٺ جو نالو آهي، ۴١. سرسبز علائقو، سبزو، وسندي، ۴٢. اُن، ۴٣. چس سبب، شوق، محبت يا پيار سبب، ۴۴. پير ٿرندَءِ= تنهنجا پير ٿرندا يعني توکي فرحت يا آرام ٿيندو، ۴۵. هالار جبلن جي ڏاکڻيءَ قطار جو نالو.

## ۱۳

ڪَارَا ڏُنَ[۱]مِ ڪَانگَ[۲]، لَمَ[۳]نداَ لَڪَنِ[۴] ۾،
چَانڪِ[۵] پَڪَا[۶] پُنهُونءَ[۷] جَامَ[۸] جَا، تَانَ[۹] وَتَنِ[۱۰] تَا ويڙانگَ[۱۱]،
نَڪَا وَسِي[۱۲] وِچَ ۾[۱۳]، نَہ آنگَ[۱۴] نَہ چَانگَ[۱۵]،
سُپِيرِيَان[۱۶] جي سَانگَ[۱۷]، مَادَرِ[۱۸] مَارِيَ[۱۹] آهِيَان.

## ۱۴

مُنڌَ[۲۰] مَ مَنَهِ[۲۱] وِيهُ، اُپِي[۲۲] اوسِڙُ[۲۳] اُسَ[۲۴] ۾،
تو سَسُئِي سِينڙَ ڪِئَا، ڏُورِ جَنِي جو ڏيهُ،
پَاڙِيَ[۲۵] پَاڙِي پيهُ[۲۶]، پُڇُ[۲۷] وَتَندِي[۲۸] پِرِينءَ ڪي.

## ۱۵

مُنڌَ نَہ مَنجَهَان تَنِ، پَسِي لَڪُ لُڏَنِ جي[۲۹]،
جَا پَرِ[۳۰] ڪَاهوڙِيَنِ[۳۱]، سَا پَرِ سِکِيَ[۳۲] سَسُئِي.

## ۱٦

مَتَان[۳۳] ڪَا مُنڌَ ڏئِين، پَاهِي[۳۴] پَسِي پَبُ،
اَڳِئَان ڪَؤُ[۳۵] مَ ڪَبُ، اِي قَالِبِي[۳٦] آڏو[۳۷] ڪيچَ ڪي.

۱. مون ڏٺا (ڪنج ۾ "ڏٺائين" لکيل آهي)، ۲. واحد ڪانگ= ڪاري رنگ واري پکيءَ جو هڪ قسم، ڪانءُ، زاغ، غراب. ۳. اڏامندا، ۴. جبلن. ۵. مون ڇاتو تہ يا ڀانيو تہ. ٦. (ڪکن جا نهيل)، گهرَ، جهوپڙا. ۷. سسئيءَ جي محبوب جو نالو، ۸. سردار (سنڌ جي سمن بادشاهن جو لقب)، ۹. البت، ۱۰. گهمن، ڦرن، هلن. ۱۱. گدلا، بدشڪل، ۱۲. وسند،ي ڳوٺ، آبادي، ۱۳. رستي، ۱۴. لفظ "چانگ" جو ڏوڙي جهڙيءَ طرح گهر جو ڏوڙي تڙ، ۱۵. ٻولي، آوازَ (ساهہ وارن جا)، ۱٦. محبوب، پرينءَ، ۱۷. وڇوڙي، جدائيءَ، ۱۸. اي مادر، اي امڙ، ۱٦. تباهہ يا برباد ڪئي، * هن بيت جون پهريون ہہ مصراعون شاهہ عبدالڪريم بلڙيءَ واري جون آهن ۽ تضمين طور ڪتب آنديون ويون آهن، ۲۰. اي منڌ، اي زال (سسئي)، ۲۱. منهہ ۾، ڪکن ۽ ڪانن جي نهيل ڇني يا گهر ۾، ۲۲. ٻيٺي، ۲۳. اسڙڪ، انتظار يا اوسيڙو ڪر، ۲۴. ڏٻ، ۲۵. پاڙي پاڙي ۾، محلي محلي ۾، گهر گهر ۾، ۲٦. گهڙ، داخل ٿيءُ، ۲۷. ڳول، نهار، ۲۸. هلندي، ڦرندي، ۲۹. ڊڄن، همت هارين، ۳۰. ريت عادت، دستور، ۳۱. ڪاهوڙين جي، جهنگ جي ڳاهن يا ٻوٽن مان پيدا ٿيندڙ ان ۽ ڦَل تي گذران ڪندڙن جي، محنتي ماڻهن جي، ۳۲. پرائي، حاصل ڪئي، ۳۳. بلڪل نہ، اصل نہ، مبادا، ۳۴. پَٽِ، پَني، موٽ، ۳۵. خوف، خطرو، ڪَبَ. ۳٦. زندگي، حياتي، ۳۷. رنڊڪ.

## ١٧

مَرْدَ جَنهِن مَاتُ ڪِئَا، سَسُئِي لَنگهِئو سو،
جَبَلُ وَڏو جو، نُونڊِ مُزوئي نِينهَن ڪي.

## ١٨

چَپَرُ چَمَرُ پَانيَان، ڪَانِيُو ۽ ڪَارو،
پَبُ وِجَهنديَس پُٺِ تي، صُبوحِ سَوَارو،
وَجَڻُ مُون وَارو، ڪِينَ وِهَنديَس وِچ ۾.

## ١٩

چَپَرُ ۽ چَمَرُ، تَا لَنگهَي لَڳِنِ پَاڻ ۾،
آئُون پِيَادي پَتِيين، نِمَاڻي نِڌَرَ،
اَرڏَا ڏُونگَرَ ڪَرڪَرَا، وِيڌَ وِنگَايُون وَرَ،
سَوڙهَا جِتِ سَگَرَ، تِتِ بَاتَاڙِن بِيلِي تِيين.

## ٢٠

بِيلِي نَاهِ يَنيُورَ ۾، تَنهِن سَسُئِيءَ جو صَحِي،
ڏَمَرُ ڏِيرَنِ مَنَ ۾، ڪَندَا مُنڌَ ڪُهِي،

---

١. نَرَ (ماڻهو)، پهلوان شخص، ٢. نابود، فنا، زيرِ، شڪست ڪاڏل، ٣. پار ڪئو، ۴. اهو (جبل يا پهاڙ)، ۵. اوچو، بلند، ٦. هيٺاهين زمين، ٧. سمورو، ٨. عشق، محبت، ٩. جبل، ١٠. اچو ڪَڪرُ جو مينهن نہ وسائي ۽ لنگهڻ ۾ آسان، ١١. سمجهان، ١٢. ۽، ١٣. جبلن جا نالا، (ڪانيو جبل نئن بارڻ جي پرسان واقع آهي ۽ ڪارو جبل حب ندي جي اوريان آهي)، ١۴. جبل جو نالو، (هالار جبلن جي ڏاکٽي قطار کي پب جبل چوندا آهن)، ١۵. چڙهنديس، لنگهي وينديس، ١٦. پٺيان، پوٺتي (وجهنديس پٺ تي= لنگهي وينديس)، ١٧. صبوح جو، سج ايرڻ مهل، ١٨. سويلو، ساجهر، ١٩. هلڻ، پنڌ ڪرڻ، سفر، ٢٠. منهنجي، ٢١. واري ۾، نصيب يا قسمت ۾، ٢٢. ترسنديس، ساهي ڪٽنديس، ٢٣. رستي، ٢۴. گهاٽا ۽ ڪارا ڪڪرَ، ٢۵. گسن، وچڙن، ملن، ٢٦. پيرن سان پنڌ ڪندڙ، ٢٧. پٽن ۾، ميدانن ۾، ٢٨. ويچاري، مسڪين، ٢٩. بي واهي، بي يارو مددگار، ٣٠. ڪرڙا، سخت اوچا، بلند، ٣١. جبلَ، ٣٢. اڙانگا، اوکا، ارڏا، ٣٣. ويڌ جون يعني ظلم جون، مشڪلاتون، تڪليفون، سختيون، ٣۴. ڏنگايون، وَڪڙ، ٣۵. اي ورَ، اي پيتار، اي ڪانڌ، ٣٦. تنگ، ويڪر ۾ ننڍا، ٣٧. رستا، ٣٨. منجهيلن، بتالَ، موڙهلن، ٣٩. همراهہ، مددگار، ۴٠. لٺي ضلعي ۾ گهاري جي ڳوٺ اٽڪل ٢ ميل پري هڪ شهر جتي سسئي رهندي هئي، ۴١. سچو (همدرد)، وفادار، ۴٢. ڪاوڙ، غصو، ۴٣. مڙس جا ڀائرَ، ۴۴. دل، ۴۵. عورت، زال (سسئي)، ۴٦. برباد يا تباهہ (قتل ڪري).

لَنگھَائِي[1] لطيف چَئي، کَٽِج[2] جَامَ[3] کُهيِ[4]،
هِيءَ مَعْذُورِ[5] هَڏِ[6] نَہ مُئِي[7]، تُون کَانْڌَ[8] مَ وَجِج کيڏهين.

## ٢١

بيلي[9] ٿِئو مِرُوئَا[10]، تَہ ڏُونگرُ ڏورِيَان پِرِينءَ لاءِ،
هَڏُ[11] وِجهنديَسِ[12] چِپِرِينِ[13]، مَاهُہ[14] آن[15] جو ڳَاهُہ[16]،
اکِيُون چِڏِيجَا، جَنِ سَان پَسَان پِرِينءَ کي.

## ٢٢

وَاءَ[17] وِجَاءِ[18] مَ سو، پُنِيءَ جَنهِن پَنڌُ کَرِيَان،
چَٽَا[19] چِپَرِ[20] پِرِينءَ جو، پيرُ[21] پَرِنئَان[22] تو[23]،
بَرِ[24] بُورائُو[25] جو، سو لَڳِي مَتَان[26] لِٽِيين[27].

## ٢٣

وَاءَ وِجَايُمِ[28] کَالَهہ، پُنِي جَنهِن پَنڌُ کَرِيَان،
وَجَڻُ[29] مُون[30] وَاتِي[31] پِئو، هوتَنِ کَارَڻِ حَالَ[32]،
جَبَلَ ڏورِيَان جَالَ[33]، کَارَڻِ پير پُنُوهَہ جي.

---

١. اکاري، پار ڪري، ٢. وڻي وڃج، ٣. اي ڄام، اي سردار (سنڌ جي سمن بادشاهن جو لقب ڄار هو)، ۴. تکل، ماندي، ۵. عذر واري، جڏي، (عشق جي) بيمار، ٦. بلڪل، صفا، ٧. مري يا فوت ٿي وئي، ٨. اي ڪانڌ، اي پيتار، اي مڙس، ٩. همراهہ، مددگار، ١٠. اي مِرُوئو، اي جانورو، ١١. بدن يا جسم جا هڏا، ١٢. اڇلي ڦٽو ڪنديس، ١٣. ڇپر ۾، جبل ۾، ١۴. گوشت، ١۵. اوهان، ١٦. ڪاڄ، ڪاڏو، ١٧. اي واءَ، اي هوَا، ١٨. گمُ ڪر، ڊاهہ، ١٩. اي ڇٽا، اي طوفان، اي واءَ، ٢٠. ڇپر ۾، ٢١. پير جو نشان، ٢٢. حوالي يا سپرد ڪريان، ٢٣. تنهنجي، ٢۴. بر ۾، رڻ پٽ ۾، بيابان ۾، ٢۵. سونهون، رهبر، ٢٦. بلڪل نہ، اصل نہ، ٢٧. گم ڪرين، ڊاهين، ٢٨. مونکي وڃائي يعني گم ڪري ڏنو (پنهون جي قافلي جي پيرن جو نشان)، ٢٩. هلڻ، پنڌ ڪرڻ، ٣٠. منهنجي، ٣١. واٽي ۾، نصيب ۾، ٣٢. هاڻ، هينئر، في الفور، ٣٣. گهڻو.

(٢٤)

لَڳِي[١] لَڳِي وَاءُ[٢]، لَتَي[٣] وِئو اڱُڙا[٤]،
پيئِي ڪَٽي پَسَاھُ[٥]، پَسَڻَ[٦] ڪَارَڻِ[٧] پِرِينءَ[٨] جي.

## وائي

سَڳَرَ[٩] مَنجِهہ سُٽِين[١٠]، اي يَا الله،
سَڌَ[١١] مُنهِنجَا سُپِرِين[١٢]،
ڪَا جَا اُرڪَ[١٣] اوِنِيِين[١٤]، ڪَرَهَلَ[١٥] ڪوڏِ[١٦] ڪَشِين[١٧]،
ڪَامِلَ[١٨] ڪَچِيءَ[١٩] تَندُ[٢٠] جِيئَن[٢١]، ڳَالهَائِين[٢٢] ۽ ڳَنڍِين[٢٣].

---

١. گهلي گهلي، ٢. هوا، ٣. ڊاهي، مٽي مٽان ورائي، ڳم ڪري، ۴. عضوا، بدن، جسم، ۵. دم، ساهہ، ٦. ڏسڻ، ٧. واسطي، ٨. محبوب، ٩. رسٽي، واٽ، ١٠. ڀڏن (شال)، ١١. واڪا، دانهون، ١٢. پرين، محبوب، ١٣. منشا، مراد، نيت، ١۴. اوٺين ڪي، جتن ڪي، پنهونءَ جي پائرن ڪي، ١۵. اٺ، ١٦. ڪوڏ مان، هيج مان، شوق سان، ١٧. ڪاهين، ڀڄايو وڃن، ١٨. بزرگ، برگزيدهہ، بي عيبَ، ١٩. اٺ وٺيل، ٢٠. سنهڙي ڌاڳي، ٢١. وانگر، ٢٢. پيار جون ڳالهيون ڪن، ٢٣. جوڙين، ملائين.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُرُ ديسي

## داستان ڏهون

### ١

چَا[1] جي[2] ڏِنگا[3] ڏيرَ[4]، مُنهِنجو ڏِينهُن[5] ڏِنگو[6] مَ[7] ٿِئي،
اُنِ ۽ اونِيَڙَنِ[8] جي، چَا[9] وَهِيٽُو[10] وِيرَ[11]،
هِيءَ ڪَمِيٽِي[12] ڪِيرَ[13]، جَا اَمُرَ[14] ڪي آڏِي[15] ڦِرِي[16].

### ٢

ڏَاگَهَا[17] ڪِيمَ[18] ڏِرو، اَجَا آرِيَاٽِي[19] اَڳِي ٿِئو،
مُوڙي[20] مَجَرَ[21] تَارِيُون[22]، چَانگا[23] اَئِين[24] چَرو[25]،
آنَ[26] تَان حَرَفُ[27] هَرو[28]، مُورائِين[29] مَعَافُ[30] ٿِئو.

### ٣

اَڳِي اُنَ رَڙَنِ، مُون[31] پِيرِي[32] مَاٺَ[33] ٿِي،
پَلاٽِيندي[34] پَاڻَ ۾، ڪُچِئو[35] ڪِينَ ڪُٺَنِ[36]،
ڪَا جَا[37] مَامَ[38] مُٺَنِ، هِنِ[39] پُڻِ هُئِي[40] هُنِ[41] سين.

---

١. چا ٿي پيو، پرواهه نه آهي، ٢. جيڪڏهين، ٣. ارڏا، سرڪش، ۴. مڙس (پنهونءَ) جا ڀائر، ۵. نصيب، ڀاڳ، ٦. خراب، ڦٽل، ٧. شل نه، ٨. اوڻين، جتن، پنهونءَ جي ڀائرن، ٩. ڪجهه به نه، ١٠. اختيار ۾، وس ۾، ١١. دشمنيءَ، مخالفت، ١٢. نڪمي، بدڪار، ١٣. ڪهڙي هستي، ١۴. حڪم (خدا جي)، ١۵. اڳيان، ١٦. اچي (آڏي ڦري= نه قبول ڪري)، ١٧. اي ڏاگهئو، اي اٺئو، اي اُنو، ١٨. رنيو، رڙيون يا دانهون ڪريو، ١٩. آري يعني سسئيءَ جو محبوب پنهون ٢٠. ڀچي، توڙي، ڇني، ٢١. مجر واريون، گوڻچن يا ڪچن ڀڻن واريون، ٢٢. (وڻن جون) شاخون، ڏاريون، ٢٣. اي چانگئو، اي اُنو، ٢۴. اوهين، ٢۵. ڪائو، ٢٦. اوهان، ٢٧. ڏوهه، خطا، ڀُلَ، قصور، ڀڃاٽو، ميار، ٢٨. لفظ "حرف" جو ڏوڙي جيئن ڀاٽي ڀرپ يا ڀچا ڳاڇا، ٢٩. صفا، بلڪل، مورهين، ٣٠. درگذر، عَفوَ، بخش، ٣١. منهنجي، ٣٢. ڀيري ۾، واري ۾، ٣٣. خاموشي، سانت، چُپ، ٣۴. پلاٽن پوڻ جي وقت، وچڙ وقت، ٣۵. ٻوليو، دانهون ڪيون، رِنگون ڪيون ٣٦. ڪُٺلن، مصيبت جي ماريلن، بدبختن، نياڳن، ٣٧. اهڙي، ٣٨. ڳجهي صلاحَ، رازداري، ٣٩. مصيب جي ماريلن، نياڳن، ۴٠. انن ڏانهن اشارو، ۴١. پنهونءَ جي ڀائرن ڏانهن اشارو.

### ٤

اُنَ مَ اوٰري آڻِ[1]، ڏاگَ[2]هَنِ[3] ڏُڏي[4] آهِيَان،
مُوٽَائي[5] مُنَنِ[6] کي، پَري نيئِي[7] پَلاَڻِ[8]،
هوتُ[9] مُئِيءَ[10] جو هَاڻِ، پُنهُون[11] نِيَائُون[12] پَاڻَ سين.

### ٥

ڏاگَهَنِ ڏيرَنِ[13] ڏُونگَرَنِ[14]، ڏُکَنِ[15] آئُون ڏُڏي[16]،
پُڄَان[17] پيرُ[18] پُنهُونءَ جو، وِجَهان وِکَ[19] وَڏي[20]،
لِکِئي[21] آئُون لَڏي[22]، نَہ تَہ پَتَنِ[23] کيرَ[24] پَنڌَ[25] کَري.

### ٦

ڏاگهَنِ ڏيرَنِ ڏُونگرنِ، تِنهِي ڏِنَمِ ڏُکَ،
سي سَيِ پَانيَمِ سُکَ، هيڪَاندِ[26] کَارَڻِ هوتَ جي.

### ٧

ڏاگهَنِئُون[27] ڏيرَنِ، جي[28] هُوندَ آندا[29] بَڙِدَ پِنيُورَ ۾،
کُڙِيءَ[30] کُڙِکُو[31] اُنِ جو، سُتي سُئُو[32] سَيَن،
هَٽِي چِيلَ[33] چَرَا[34] کِئا، وَهِہ[35] پَئِي وَهُڙَنِ[36].

---

١. ويجهو (مون ڏانهن)، ٢. ڪاهي اچ، ٣. ڏاگهن جي، اٺن جي، ۴. ستايل، ڏڏل، ڏڪويل، ۵. واپس ڪري، ٦. مصيبت جي ماريلن، نياڳن، ٧. وٺي وڃي، ٨. پلڻ ۽ پاکڙا وجهہ، سواريءَ يا بارَ کڻڻ لاءِ تيار ڪر، ٩. محبوب، پنهون (هوت، بلوچ قوم جو قبيلو آهي، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ١٠. مصيبت جي ستايل، بدبخت، نياڳيءَ، ١١. هينئر، هن وقت، تازو، ١٢. وٺي ويا، ١٣. مڙس (پنهونءَ) جي ڀائرن، ١۴. جبلن، ١۵. سورن، تڪليفن، دردن، ١٩. ساڙي، مٺي، ستائي، جَلائي، ١٧. ڳوليان، ووڙيان، ١٨. پير جو نشان، ١٩. قدم، چال، گامَ، رفتارَ (هلڻ وقت ٻن پيرن جي وچ وارو ويڇو يا مفاصلو)، ٢٠. اڳتي يعني تيز يا تکي ٿي، ٢١. لکئي جي، نصيب يا قسمت جي، ٢٢. لَڏل، ٻَڌل، قابو ڪيل (لکئي آئون لڏي= منهنجي تقدير يا نصيب ۾ لکيل هو)، ٢٣. پٽن ۾، برپٽن ۾، ٢۴. کهڙي عورت يا زال، ٢۵. سفرُ، ٢٦. ميلاپَ، وصلَ، ٢٧. ڏاگهن جي بدران يا بجاءِ، ٢٨. جيڪڏهين، ٢٩. ڏاند، ڍڳا، ٣٠. ڪڙيءَ جو، پيرَ يا کُرَ جو، ٣١. آواز، ٣٢. ٻڌو، ٣٣. چيريل کُر، ٣۴. ڪڏا، ٣۵. وهہ ۾ پئي، جوش ۾ اچي، ٣٦. نوجوان ڍڳن يا ڏاندن.

ڏانديں[1] ساٿ[2] سَيَدُ چئي، پيادِيُون[3] پهچن[4]،
جَنِ جو پيرُ[5] نه لَڳو پَٽيين[6]، تَنِ آيُمُ[7] ساڻُ اُنن،
ڳُنگن[8] ۽ جُنگن[9]، مُنڌَ[10] اَسُونهِين[11] ميڙِيِين[12].

**۸**

ڏاگهَنِ ۽ ڏيرَنِ، وَجِي تَنگِ[13] تنوارئو[14]،
نِئائُون[15] نَه نِماڻِي[16] پاڻَ سين، جيڏي[17] کي[18] جَتن[19]،
اَديُون[20] اونِيڙَنِ[21]، آئُون نِتُ[22] نِهارِي[23] آهيان.

**۹**

اگڻَ[24] مَٿي[25] اوپِرا، جَڏهِين ڏاگها[26] ڏِينهَن[27] ڏَنَاءِ[28]،
ڪُنجُون[29] جي ڪُلفَن جُون، تان ڪَنهِن لَلِ[30] لِڪاءِ[31]،
سُياڻِي[32] سَنڌِياءِ[33]، هُوندَ[34] تِي سارُوڻي[35] سَسُئي.

**۱۰**

اگڻَ مَٿي اوپِرا، جَڏهِين ڏاگها ڏَنئي ڏِينهَن،
وَنئي سَڙَڪَ[36] سَسُئي، وِبهه وهاڻيءَ[37] سينءَ[38]،
چوٽي[39] سين چانگن[40] کي، جَڙ[41] زنجيرَن[42] جيئن[43].

---

۱. ڏاندن جي، ڏڳن جي، ۲. ساٿ کي، قافلي کي، ۳. پيرن سان پنڌ ڪندڙ عورتون، ۴. پهچي يا رَسي سگهن ٿيون، ۵. پيرن جو نشان، ٦. پٽن تي، ميدانن تي، ۷. منهنجو واسطو يا ناتو ٿيو، ۸. ڳنگن سان، ڳالهائي نه سگهندڙن يعني اٺن سان، ۹. پهلوانن سان (پنهونءَ جي قافلي وارن ڏانهن اشارو)، ۱۰. عورت، زال (سسئي)، ۱۱. اڻ واقف، ۱۲. ملائيين، گڏيين، ۱۳. تنگَ ۾، تونگَ ۾، جبل ۾، ۱۴. آواز ڪئو، هل هنگامون ڪئو، ۱۵. ونئي وٺا، ۱٦. مسڪين، ويچاري، ۱۷. بي انصافي، ظلم، ۱۸. ڪئي، ۱۹. اونئين، ۲۰. اي اديون، اي ڀينر، ۲۱. اونيڙن کي يا جي، اونئين جي، ۲۲. هر وقت، ۲۳. ڳولينڌڙ، تلاش ڪندڙ، طالبو، گهرجائو، ۲۴. گهر جي صحن يا پڌر، ۲۵. تي، ۾، ۲٦. ڌاريان، اوڦتو، بيگانا، ۲۷. ڏينهن ڏني جو، ۲۸. تو ڏنا، ۲۹. چاٻيون، ۳۰. لل سان، اٽڪل سان، تجويز سان، نموني يا پَر سان، ۳۱. گم ڪرين ها، ۳۲. صبوح جو، ٻي ڏينهن تي، ۳۳. تنهنجي، ۳۴. جيڪر، ۳۵. يادگيري، ۳٦. رستو، واٽ، ۳۷. پرهه ڦٽيءَ، فجر، پريات، ۳۸. تائين، ۳۹. مٿي جي وارن، ۴۰. اٺن، ۴۱. ٻڌ، ۴۲. نيرَن، ۴۳. وانگر.

نَہ هوتَ[١] تُنهِنجو هِيئَن[٢]، پُنُهون نِيائُون[٣] نَہ پاڻَ سين.

### ١١

اَگَڻِ[٤] مَٿي[٥] اوپِرا[٦]، ڏَنئي[٧] جهي[٨] تُوڏا[٩]،
وَنگِيئي[١٠] نَہ وارَنِ[١١] سين، تَن گورَنِ[١٢] جا گوڏا،
لَکَنِ[١٣] جا لوڏا[١٤]، هُوندَ[١٥] نَہ سَنئي[١٦] سَسُئي.

### ١٢

اَگَڻ مَٿي اوپِرا، جَڏهِين اوڳِي[١٧] ڏَنئہ اُنَ،
ڏانيئي[١٨] نَہ ڏاگهَنِ[١٩] کي، اوڙي[٢٠] ساڻُ اَگَنَ[٢١]،
هُوندَ نَہ تُنهِنجي هَٿَ[٢٢]، سُور[٢٣] پِرايا[٢٤] سَسُئي.

### ١٣

جَڏهِين پيچ[٢٥] پِني[٢٦]، تَڏهِين اونين[٢٧] اُنَ پَلاڻيا[٢٨]،
مَهارُون[٢٩] مَيَنِ[٣٠] جُون، وَنا چوڙائي[٣١] چِني[٣٢]،
اَدِيُون ڳالهہ اِنهِي، مُون کي چُرَڦُر[٣٣] لائي[٣٤] چِتَ[٣٥] ۾.

### ١٤

پِنيءَ[٣٦] ٿا پَرِين[٣٧]، ساٿِيَن[٣٨] سَندَ[٣٩] هَٿَنِ ۾،

---

١. محبوب، پنهون (هوت، بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ٢. هن نموني، هن طرح، ٣. وٺي وٺا، ڪٺي وٺا (اٺن تي)، ۴. گهر جي صحن يعني پڌر، ٥. تي، ۾، ٦. ڌاريان، بيگانا، اجنبي، ٧. تو ڏٺا، ٨. جيڪڏهين، ٩. اٺَ، ١٠. تو ونگيا، تو پڌا، تو جڪڙيا، ١١. پنهنجي چوٽي (جي وارن)، ١٢. (نوجوان) اٺن، ١٣. جبلن، ١۴. تڪليفون، ڏکَ، ١٥. جيڪر، ١٦. تو سَٺا، توکي سهڻا پيا يا برداشت ڪرڻا پيا، ١٧. موڳي، نادان، ١٨. تو ڏانبيو، پڌو، ١٩. اٺن، ٢٠. بدبخت، نڀاڳي، ٢١. سٺڻ پڌڻ لاءِ سٽ جي رسيءَ، ناڙي، آزاربندَ، ٢٢. سرير، بدن، ٢٣. ڏکَ، درد، ٢۴. حاصل ڪٺا، ٢٥. رات جو اهو حصو جنهن ۾ تڏڪار محسوسٿئي، ٢٦. تڏي ٿي، پريات، فجر (پيچ پني= پرهہ ڦٽي، پريات)، ٢٧. جتن، پنهونءَ جي ڀائرن، ٢٨. پاڪڙا ۽ پلاڻ وجهي هلڻ لاءِ تيار ڪٺا، ٢٩. اٺن کي هلائڻ لاءِ نڪن ۾ پيل نوڙيون يا رسيون، ٣٠. اٺن، ٣١. ڪولائي، ٣٢. توڙي، ٽڪر ٽڪر ڪري، ٣٣. بي آرامي، بي قراري، فڪر، ڳڻتي، ٣۴. پيدا ڪئي، ٣٥. دلِ، مَنَ، ٣٦. پنيءَ جو، فجر جو، اَسرَ جو، ٣٧. سفر لاءِ تيار ڪن، پُر ڪن، ٣٨. ساٿ يا قافلي ۾ موجود ماڻهن کي، ٣٩. ساندارا، پخالون، مَشڪون، خرزينون، بوريون.

لِيڙَنِ[1] جو لطيف چئي، مونکي مَنجُهه[2] نه ڏِينِ،
هوتُ[3] پُنُهونُ تا نِئِينِ[4]، ٻاروچڪي[5] ٻولي[6] ڪِئو.

## ١٥

ٻنِيءَ[7] تئا پيڙا[8]، ساٿين[9] سَندَ هَٿَنَ[10] ۾،
آئُون سُتي[11] هُو هَلِئا، ڪَنيائُون ڪيڙا[12]،
لَڪَنِ[13] تان لطيف چئي، لَنگهي[14] وِئا ليڙا[15]،
وِلهِيءَ[16] جا ويڙها[17]، سُڃا[18] سَرواڻَنِ[19] ري[20].

## ١٦

ٻانيمِ[21] جي[22] سَرواڻ، تَه ڪِ[23] چُلائيندا[24] چپرين[25]،
ڪانيمِ[26] هُوند[27] پَلاڻ[28]، اُنَ گُڏايمِ[29] اُنِ جا.

## ١٧

ڪيمِ[30] نه سيڻَ[31] سَهِي[32]، تَه ڪِ چُلائيندا چپرين،
تِلِّي[33] تَڪَرِ[34] چَڙهِئا، روڏا[35] ڪَري[36] رئِي[37]،
وِئَڙو ساٿُ[38] وَهِي[39]، تو[40] نِندائِي[41] نَه لَهِي[42].

---

١. اٺن، ٢. رازُ، ڳجهه، ٣. محبوب (هوت، بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي سسئيءَ جو محبوبُ پنوهن ان قبيلي مان هو)، ٤. وٺيو وڃن، ڪٺيو وڃن (اٺن تي)، ٥. ٻروچڪي، ٻروچن واري، ٦. ڳالهاءِ، گفتگو، ٧. ٻنيءَ جي وقت، فجر جو، اسر مهل، ٨. گڏ، ٩. ساٿين ڪي، ساٿ يا قافلي ۾ موجود ماڻهن ڪي، ١٠. ساندارا، مشڪون، پخالون، خرزينون، پوريون، ١١. ستل هيس، ننڊ ۾ هيس، ١٢. واحد ڪيڙو= اٺ جي هلڻ يا چال جو هڪ نمونو، وک ڪان مٿي هلڻ، ڏُگَ هلڻ، ١٣. جبلن، ١٤. اُڪري، پار ٿي، ١٥. اٺَ، ١٦. سڃيءَ، ٻينگيءَ، نادار، مسڪين، ١٧. گهرَ، مڪان، ١٨. خالي، ويران، ١٩. جتن، اوٺين، ٢٠. ڪان سواءِ، ٢١. مون، ٻانيو، مون ڄاتو يا سمجهيو، ٢٢. جيڪڏهن، ٢٣. ڪِي، البت، ٢٤. رُلائيندا، ٢٥. چپرن ۾، ٢٦. مون ڪانيا، مون جلايا يا سازيا، ٢٧. جيڪَر، ٢٨. واحد پلاڻ= سواريءَ يا بار کڻڻ جي سهوليت لاءِ اٺ جي پٺن تي ٻاڪڙي جي ٻدران وڌل ڪکن ۽ ڏين مان نُهيل ٻندو جنهنکي مضبوطيءَ لاءِ پاسن کان ڪاٺ جا ڏنڊا ۽ اڳيان ڪاٺ جا ڪتب ٻڌبا آهن، ٢٩. مون گڏايا، مون مارايا، ٣٠. مون کٺا، ٣١. دوست، محبوب، ٣٢. سهي ڪيم= مون سهي ڪٺا، پروڙٿا، سُڃاتا، ٣٣. ناز نخري سان هلي، ٣٤. ٽڪر تي، جبل تي، ٣٥. گنجا يعني اٺَ، ٣٦. اٽاري، ٣٧. دڙَ، ڏوڙِ، ٣٨. قافلو، اٺن جي قطار، ٣٩. نڪري، ٤٠. توکي، ٤١. نندا ڪڙائي، ڳهر، اوتگهه، ٤٢. ڇڏي.

## ١٨

کُجَاڙَئَان[1] کَاهِيَ[2]، شُتَرَ[3] اُنِ سِينگَارِئَا[4]،
ٿَلِيُون[5] ٿُونئُرَ[6] حَلَوِيُون[7]، وِئَا چِيرِيُون[8] چِمَڪَائي[9]،
چَڙهِئَا لَڪَ[10] لَطِيفُ چَئي، وِئَا ڪَرَهَلَ[11] ڪُڏَائي[12]،
ٻَانِيَڻَ[13] ڪي ٻَروچَ[14] جو، اَجَا آسَرو[15] آهي،
وَاڳُون[16] وَرَائي[17]، ڦيرِين[18] مَان نَه[19] فَقِيرِ[20] تي.

## ١٩

مُون نَه ڪِينَ چَيُونِ[21]، ڪُجَاڙَئَان ڪيچ[22] وِئَا،
پُرِي[23] ٻَبَ[24] نَه جَهِلِئَا، هَاڙهِي[25] ڪِينَ اُتُونِ[26]،
سَبَرُ[27] سَاٿُ[28] سَندُونِ[29]، وِئو لَتَاڙِي[30] لَڪِيُونِ[31].

## وائي

مُون کي لَڳَڙِي آهه لَغَارَ[32]، وو يَارَ[33] لُنءَ لُنءَ[34] ۾ لالَڻَ[35] جي،
مِيخُون[36] مَحَبَتَ[37] سَندِيُون[38]، هِينئَڙِي[39] مَنجهه هَزَارَ،
جَڙَ جَنِي جِي جَانِ[40] ۾، لَڳِي رَءَ لُهَارَ[41]،

١. چا لاءِ، ڇا جي ڪري، ڇو. ٢. هَڪلي، هلائي، وٺي. ٣. اُٺ. ٤. آراستہ ڪئا، سجايا، زيبدار بنايا. ٥. ڄڙيون، گهنڊڙيون. ٦. جهاڳا، ڳانا، ڦندڻ. ٧. انن جي سينگارَ جا ڳهہ يا ساز. ٨. گهنگهرا. ٩. "ڇم ڇم" جو آواز ڪرائي. ١٠. لڪ تي، جبل تي. ١١. اُٺ. ١٢. ڊوڙائي، ڪاهي. ١٣. برهمڻ زال يعني سسئي جا ڀانيڻ جي گهر ۾ پيدا ٿي هئي. ١٤. بلوچ، پنهون (سسئيءَ جو محبوب پنهون بلوچ قوم جي هوت قبيلي مان هو). ١٥. سهارو، ڀروسو، آس، اميد. ١٦. مهارون، انن کي هلائڻ لاءِ نڪن ۾ وڌل نوڙيون. ١٧. موٽائي. ١٨. موڙين، رخ بدلائين. ١٩. شال. ٢٠. مسڪين، غريب (سسئيءَ). ٢١. انهن کي چيو يا ڳالهايو. ٢٢. ڪيچ ڏي (ڪيچ، رياست مڪران جو شهر آهي جتي سسئيءَ جو محبوب پنهون رهندو هو). ٢٣. وڏي، اڳتي تي، اڳڻان اچي. ٢٤. ٻٻ جبل جيڪو هالار جبلن جي ڏکڻ ۾ آهي. ٢٥. هاڙهي جبلَ. جيڪو لس ٻيلي جي اولهہ ۾ واقع آهي. ٢٦. چيون، انهن کي چيو. ٢٧. طاقتور، جُنگ، سَتائو. ٢٨. قافلو، انن جي قطار. ٢٩. انهن جو. ٣٠. لنگهي، اُڪري، پار ٿي. ٣١. جبل، جبل جا سوڙها رستا. ٣٢. (عشق جي) چوٽ، صدمو، ڏک. ٣٣. اي دوست. ٣٤. رڳ رڳ، نَسَ نَس، وار وار ۾. ٣٥. پياري، محبوب. ٣٦. ڪِليون، جڙون. ٣٧. عشق. ٣٨. جُون. ٣٩. دل ۾ جان. ٤٠. ڪان سواءِ. ٤١. لوهَہ جا اوزار ٺاهيندڙ.

لَڳِي آهي نَہ لَهي، سَندِي[١] پِيءَ[٢] پَچارَ[٣]،
ڪُوءِ[٤] سي جِيئَڻَ[٥] ڏِينهَڙا، جي نِي پِرِينئُون[٦] ڏارَ[٧]،
ڪَانگَنِ[٨] قَطارُون[٩] ڪِيُون[١٠]، چُڪِيءَ[١١] ڪي چَوڌارَ[١٢]،
آئُون سُتِي[١٣] هُو هَلِئا، سَنجهي[١٤] تِئَڙا سُوارَ[١٥]،
گهَڻُون اُڪَندِي[١٦] آهِيَان، تَنِ جَتَنِ[١٧] جي جِنسارَ[١٨]،
جيڪي[١٩] اوڙُ[٢٠] پِرِينءَ سين، جيڪي پِرِينءَ[٢١] پَچارَ[٢٢]،
گَڏِي وِندِيَس گَسَ[٢٣] ۾، ڪَاڪِيُون[٢٤] سَاڻُ قَطارَ[٢٥]،
آئُون نِماڻي[٢٦] نِڪَڻي[٢٧]، دَمِج[٢٨] تُون دِلدارَ[٢٩].

١. جِي، ٢. محبوب، پياري، لالڻ. ٣. محبت، سڪ. ۴. ٻنِ، ڪڏ ۾.٥. جيئڻ جا، حياتيءَ جا. ٦. پرين ڪان، محبوب ڪان. ٧. جدا. ٨. ڪانئن. ڪاري رنگ جي پکين جي هڪ قسم جي پکين. زاغن. ٩. لانڊون، صفون. ١٠. ٻڌيون. ١١. ٿَڪَل. ١٢. چوطرف، چوڪرد. ١٣. ننڊ ۾ هيس. ١۴. سج لهڻ وقت، رات، شروع ٿيڻ وقت. ١٥. (اٺن تي) چڙهيا. ١٦. سڪايل. ١٧. اوٺين. ١٨. جنسار ڪي. سينگار يعني آرائش ڪي. سينگار، آرائش. ١٩. يا تہ. ٢٠. ڳالهيون ڪرڻ. ٢١. پرينءَ جو. ٢٢. ذڪر، يادگيري. ٢٣. رستي، واٽ. ٢۴. اي ڪاڪيون، اي اديون. ٢٥. (اٺن ي) قطار، قافلي. ٢٦. مسڪين، بي پهچ. ٢٧. صفا، ٻنهہ. ٢٨. ترسج، رهج (مون وٽ). ٢٩. اي دلدار، اي محبوب.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُر ديسي

## داستان ٻارهون

### ١

جَڏهين[1] "ڪُن فَيَڪُونُ" #، نَئو[2] آريانِي[3]ءَ اَرواحُ[4]،
اَنگُ[5] اَڳَهين[6] لِکئو، مُنهنجو ميثاقَا[7]،
مَن طَلَبَ شَيئاً جَدَّوَجَدَ* اُتو[8] عَليءَ شاهَ،
اَجا هِنَ حَديثَ[9] جو، مُونکي آسرو[10] آهه،
پُنهونءَ جي پَيغامَ[11] تان، مُنهنجو موتُ[12] مُباحُ[13]،
سَرتيُون[14] دُعا[15] ڪِجا[16]، مَنَ[17] ميڙائو[18] مُون[19] تَئي.

### ٢

مِڙي[20] مُنذَ[21] ڏي آيون، سَرتيُون سَيئي،
وَتَواصَو بِالحَقِ وَتَواصَو بِالصَبرِ●، هوءِ تُون[22] هَتيئي،
نَه تَو[23] سَگَ[24] نَه سَگيٽا[25]، نَه ڏاڏاٽا[26] ڏيهي[27]،
تَني ڪي روئي، جَڏو[28] ڪِيئي جَمالَ[29] ڪي.

---

١. جنهن وقت (خدا چيو) # ٿيءُ پوءِ اهو ٿي پوي ٿو (قرآن شريف جي سورت بقر آيت ١١٧، سورت آل عمران آيت ٤٧ ۽ ٻين ٻن ٽن سورتن ۾ لکيل اهي)، ٢. (ٻاڻ وَٽ) قابو ڪئو، سوگهو ڪئو. ٣. آريءَ، پنهونءَ (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري/ آرياڻي هو. سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو). ٤. روح جو جمع پر واحد طور ڪم آيل. هتي معنيٰ آهي دم، ساهه، جان. ٥. ڀاڳ، نصيب. ٦. شروع ۾، پهريائين. ٧. ميثاق جي ڏينهن کان، ازل کان (ميثاق = اقرار يا واعدو جيڪو روحن دنيا جي خلقڻ کان اڳ الله تعاليٰ جي سوال ته ڇا آئون اوهان جو رب آهيان جي جواب ۾ ڪيو ته هائو) * جو ڪنهن شيءِ جي خواهش ڪري ٿو ۽ ان جي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو اها ضرور حاصل ڪندو يا لهندو (حضرت علي ع جو قول)، ٨. چيو. ٩. قول. ١٠. ڀروسو، آذار، اميد. ١١. نيابي، سنيهي. ١٢. مَرڻ. ١٣. مناسب، جائز. ١٤. اي سرتيون، اي جيڏيون. ١٥. آسيسا، مناجات، پراٿنا. ١٦. اوهين ڪجو. ١٧. شال. ١٨. ميلاپ (محبوب سان). ١٩. منهنجو ٿئي. ٢٠. گڏجي. ٢١. عورت، زال (سسئيءَ) ● پاڻ ۾ هڪ ٻئي کي حق جي وصيت ۽ صبر جي نصيحت ڪن ٿا (قرآن جي سورت والعصر جي آيت ٣)، ٢٢. هجڻ‍ءِ. ٢٣. تنهنجي. ٢٤. سڱ ۾، مائٽيءَ ۾، عزازت ۾. ٢٥. (تنهنجا) مائٽ. ٢٦. ڏاڏي يعني ٻيءَ ڏاڏي جي خاندان جا. ٢٧. ساڳئي ڏيهه يا ملڪ جا، هم وطن. ٢٨. ڪمزور. ٢٩. سونهن، سوڀيا، حُسن.

## ٣

مِڙِي[١] مُنڌَ[٢] ڏي آيُون، سَاهيڙِيُون[٣] سَهَجَا[٤]،
اَلسَّفَرُ قِطعَةٌ مِنَ النَّارِ#، هَارِيْ[٥] مُوتُ هِئَا[٦]،
سَگُ[٧] صْرَاطَ[٨] المُستَقِيم جو، اَتَئِي كونہ اڳَئَان،
سي كيچِي[٩] نِيندءَ[١٠] كِئَا[١١]، جِيئَن[١٢] تُنهنجو نِينهُن[١٣] نِفَاقَ[١٤] سين.

## ④

مِڙِي مُنڌَ ڏي آيُون، جيڏِيُون كَري جُوڙُ[١٥]،
سَرِئُو[١٦] سُورُ[١٧] سَرِيرَ[١٨] ۾، گُهمِيُو[١٩] لاَهِيُ[٢٠] گهورُ[٢١]،
لُنءَ لُنءَ[٢٢] ۾ لَطِيفُ چئِي، لَڳو پُنهُون[٢٣] پُورُ[٢٤]،
آرِيَاڻِي[٢٥] اَتُورُ[٢٦]، وِسَارِي كِيئَن وِيهِي رَهَان.

## ⑤

مَنَتَ[٢٧] كَرَڻَ مُنڌَ كي، آيُون سَرتِيُون سَيئِي،
رَهُہ اَجوكِي رَاتڙِي، هَارِي هِتِي ئِي،
صُبَاحَ سَيئِي، تو سين هَلنديُون سَسُئِي.

---

١. گڏجي، ٢.عورت يا زال (سسئيءَ)، ٣. هڪ جيڏيون، سهيليون، ٤. سهج يا ڪوڏ مان، خيرخواهيءَ مان # سفر يعني مسافري باهہ (دوزخ) جو ٽڪرو آهي، ٥. اي هاري، اي نادان يا موڳي، ٦. هتان، هن هنڌان، ٧. ناتو، لاڳاپو، عزازت، ٨. سڌيءَ واٽ يا رستي، ٩. ڪيچ جا رهاڪو، پُنهونءَ جا ڀائر (ڪيچ رياست مڪران جو شهر آهي جيڪو سسئيءَ جي محبوب پنهونءَ جو ڳوٺ هو)، ١٠. توکي نيندا، توکي وٺي ويندا، ١١. ڪيئن، ١٢. جنهن صورت ۾، ڇاڪاڻ تہ، ١٣. محبت، عشق، ١٤. دوئيءَ، ٻيائيءَ، ڪپٽ، دغا، عداوت، ١٥. سِٽَ، منصوبو، صلاح، ١٦. اُسرئو، پيدا ٿئو، ١٧. ايذاءُ، ڏک، درد، ١٨. بدن، جسم، ١٩. ڦيرا ڏنو، ٢٠. ختم ڪري، ٢١. وَهم، خوفُ، خطرو، ٢٢. رڳ رڳ، نَسَ نَسَ، ٢٣. پنهونءَ جو، ٢٤. ڇاپَو، ٺپو، مُهر، ٢٥. آري، پنهون (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري/آرياڻي هو، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ٢٦. جنهن جي تور يعني ماپو نہ ڪري سگهجي، بي مثال، لاثاني، جنهن جو ڪو مَٽ نہ هجي، ٢٧. وينتي، نمرتا، التجا، گذارش.

## ٦

صُبُوحَ تَائِين سُورَ[1]، ڪَيرَ[2] سَهَندِي[3] سَرتِيُون[4]،

گهُٽِيَان[5] رَهَنِ[6] نَہ گهَٽَ[7] ۾، پَيغَامَن[8] جَا پُورَ[9]،

آئُون مُيَائِي[10] مَنظُورِ[11]، هِينئَر[12] هَلَندِي[13] هوتَ[14] ڏي.

## ۷

سَيَا سِيَاهِي[15] آهي[16] آريءَ[17] جَامَ[18] ري[19]،

ڪڏهِين پَسِي[20] ڪَانَہ ڪَا[21]، رِءَ[22] لالَڻِ[23] لالائِي[24]،

دُودُ[25] دلِ تَانِ دُورِ[26] ڪَري، ڪَرِ سَاجَنَ[27] صَفَائِي[28]،

مَن لاَ شَيخَ لَهُ فَشَيخُهُ الشيطَانُ،# اِنَ رِءَ اُونداهِي،

هُوءَ جَا هَلِي هِيڪَلِي[29]، گَيَرَ[30] گنوائِي[31]،

بِلاَ شَيخِ مَن يَمشِي فِي الطرِيقِ كَمَن يَمشِي فِي البَحرِ،

بِلاَ سَفِينَه*، اِهَڙِي[32] اَوائِي[33]،

تِنهِن[34] رِيءَ تَوائِي[35]، ڪوڙِين[36] تِيَنِ ڪيتَرِيُون.

## ۸

بَرو[37] وَڏو بَارِ[38] گهٽِي، وِجهو[39] نَہ وَٽِ ڪَارُ[40]،

۱. ڏک، تکليفون، ۲. ڪا ڪانہ، ۳. برداشت ڪندي، ۴. اي سرتيون، اي جيڏيون، ۵. روڪيان، جهليان، ٦. ٽڪن، ۷. اندر، دل، ۸. نياپن، سنيهن، ۹. اڌما، موجون، لهرون، ۱۰. مري ويس تہ، تباهہ يا فنا ٿي ويس تہ، ۱۱. قبول (آهي)، اڪين تي، ۱۲. هاڻ، هن وقت ئي، ۱۳. پنڌ ڪندي، ۱۴. محبوب، پنهون (هوت، بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ۱۵. سڀ يا سموري (دنيا)، ۱٦. اونداهہ، ۱۷. پنهونءَ (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو قلب آري هو)، ۱۸. سردار (سنڌ جي سمن بادشاهن جو لقب)، ۱۹. ڪان سواءِ، ۲۰. ڏسي، ۲۱. ڪابہ هڪڙي، ڪير هڪڙي بہ، ۲۲. سواءِ، ڌاران، ۲۳. محبوبَ (مرشد)، ۲۴. ٻاڙهاڻ يا چمڪ (روشنيءَ جي)، ۲۵. دُونهَن، غبار، ڪاراڻ، ۲٦. پري، ۲۷. سڄڻ، محبوبَ، ۲۸. اجائي، اُجرائي، سوجهرو، روشني # جنهن ڪي ڪو شيخ (مرشد) نہ آهي تنهنجو مرشد شيطان آهي (صوفين جو قول)، ۲۹. اڪيلي (مرشد ڪان سواءِ)، ۳۰. شيطانَ، ۳۱. گمر ڪئي، گمراهہ ڪئي * جيڪو بنان شيخ (رهبر يا مرشد) جي طريق يعني رستي ۾ هلي ٿو اهو ان وانگر آهي جيڪو پاڻيءَ ۾ ٻيڙيءَ کان سواءِ هلي ٿو، ۳۲. جيڪا، ۳۳. بُري يا خراب وائي يعني ڳالهہ، ۳۴. مرشد ڏانهن اشارو، ۳۵. گمراهہ، بتال، ۳٦. ڪروڙين، ۳۷. بر وڏو = رڻ پٽ يعني بيابان جو پنڌ تمام گهڻو آهي، ۳۸. گهٽي بارَ سان، جهجهي وزن يا سامان سان، ۳۹. اوڏو، نزديڪ، ۴۰. لس ٻيلي ۾ هڪ جبل، نئن ۽ ڳوٺ جو نالو. وٽن جو جهڳٽو، وٽراهہ، جهنگل.

لِيڙَنِ جو لطيف چئي، ڪَنيو مُنڌَ مَدارُ،
وَٽَندُنِ تَہ وَرِ ڪَندا،تہ اڳيَنِ جي اختيَارِ،
ڪيتي ٿِئو ڪوهِيَارُ، ڪيتي ٿِي هَٿَ ڪَٽي.

(٩)

ڪَاڏي مُنهُن مَڪُرانَ جو، ڪيڏانهَن ڪيچُ ٿِئو،
هِهَڙو سَاٿُ پَنيُور تَان، ڪَڏِهين ڪونہ پِئو،
ڪوهِيَارو ڪَامَ هَٽِي، چوري چِتُ وِئو،
جَنِي جَتُ نِئو، تَنِ اُٺَنِ گهوري آهِيَان.

(١٠)

ڪَاڏي مُنهُن مَڪُرانَ جو، ڪَاڏي پَرِيُون پَنڌُ،
لِيڙَنِ جو لطيف چئي، رِڙهِي لَڌُم رَندُ،
آيَلِ آسَابَندُ، ڪِنهِن پَرِ ڪيچِيَنِ سَان ٿِئي.

١١

ڪيڙي ڪيچَايَنِ، گُورا گَسِ هَلاَيَا،
لَڙئو چَڙهِئو چوٽِيِن، ڪَرِئو ڪوهَہ ڪِرنِ،

---

١. اُٺن، ٢. عورت يا زال (سسئي)، ٣. سهارو، پروسو، (ڪنيو منڌ مدارَ= منڌ آسرو لاٿو يعني خت ڪيو)، ۴. انهن کي جيڪڏهين وٽندو يعني اهي راضي ٿيا، ۵. موٽ، مهرباني، ڀلائي، ٦. هُنن يعنيپنهونءَ جي ڀائرن، ٧. اختيار ۾، وس ۾، ٨. ڪٿي، ڪهڙي هنڌ، ڪاڏي، ڪيڏانهن، ڪهڙي پاسي، ٩. جابلو ملڪ، جبل ۾ هڪ مڪان جو نالو، ڪوهہ يعني جبل جي رهڻ وارو يعني سسئيءَ جو محبوبَ پنهون، ١٠. هٿ ڪٽي= اشارا ڪري، سڏ ڪري، ١١. مُهاڙ، رُخ، ١٢. بلوچستان صوبي ۾ هڪ رياست جو نالو، ١٣. رياست مڪران ۾ هڪ شهر جيڪو پنهونءَ جو ڳوٺ هو، ١۴. هن نموني يا قسم جو، ١۵. قافلو (اٺن جي قطار يا ماڻهن جي جماعت)، ١٦. ٺٽي ضلعي ۾ گهاري جي ڳوٺ کان اٽڪل ٻہ ميل پري شهر جتي سسئي رهندي هئي، ١٧. ۾، ١٨. داخل ٿيو، ١٩. ڪوهہ يعني جبل جي رهڻ وارو، سسئيءَ جو محبوب پنهون، ٢٠. لَٽ، لڪڻ، تيرُ (عشق جو)، ٢١. چيڙي، پڙڪائي، تحرڪ ۾ آڻي، ٢٢. دل، من، ٢٣. اوٺي، پنهون، ٢۴. ڪنيو (پاڻ سان)، ولي وٺا، ٢۵. اٺن جي، ٢٦. ڳولائو، تلاش ڪندڙ، ٢٧. ڏوراهون، پراهون، ٢٨. سفرُ، منزلَ، ٢٩. سِري، هَلي، ٣٠. مون لڌو، مون ڏٺو، ٣١. ٣١. گس، رستو، ٣٢. اي آيل، اي امڙ، ٣٣. واسطو، سَبنڌ، ميلاپ، ٣۴. ڪهڙيءَ، ٣۵. ريت، نموني، ٣٦. ڪيچ جي رهاڪن، ٣٧. ترتيب ڏيئي (پنڌ جي)، سڪيا ڏيئي، اڙي هٽي، ٣٨. ڪيچين، ٣٩. (نوجوان) اٺ، ۴٠. گس ۾، رستي ۾، ۴١. هيٺ لهيو، ۴٢. مٿي وڃئو، ۴٣. چوٽين تي يا بلندين تي (جبلن جي)، ۴۴. تمام گهڻا ڪوهہ (ڪوهہ ۾ ٻہ ميل اهن) وڏو مفاصلو، ۴۵. ڪٽڪن، چنگهن.

لَتَاڙي[1] لطيفؒ چئي، لَنگهِئو[2] بَرُ[3] بوتَنِ[4]،
تَنِ کِهَڙي چُڪَ[5] چَانگَنِ[6]، هوتُ[7] حِمَايَتي[8] جَنِ جو.

١٢

جَاڳَائي[9] جَتَنِ[10]، گُورا[11] گَسِ[12] هَلاَيَا،
پَهتي[13] رِءَ[14] پَهَاڙَ[15] ۾، اُنَ مَ آڳَتَجَنِ[16]،
سُونهَان[17] جي سَردَارَ[18] سين، تُوڏَ[19] مَ تَرتجَنِ[20]،
لُطفَ[21] سَانڍ لطيفؒ چئي، لَنگهِئو بَرُ بوتَنِ،
تَنِ کِهَڙو[22] غَمُ[23] گُنگَنِ[24]، هوتُ حَمَايَتي جَنِ جو.

١٣

گُورا وَجَنِ گَامَ[25]، ڏِيرَنِ سَندي ڏيهَ تي،
توڏَنِ جُون تَڙَ[26] پيڙَ ۾، تَرِيُون[27] تَرتجَنِ تَان مَ[28]،
اونِيئَڙَا آرامَ، لَنگهي پَبُ پَري ٿِئا.

١٤

ڏوکَ[29] ڏَهِلِئَا[30] جِتِ، گُورا هَلَنِ نَہ گَسَ ۾،
چَؤُسَالَئي[31] نَہ چَلِڻا[32]، تَنگَ[33] نِهَاري[34] تِتِ،

---

١. جهاڳي، پنڌ ڪري، ٢. پار ڪئو، اورانگهئو، ٣. رڻ پٽ، بيابان، ۴. اٺن، ۵. ڏوهہ، غلطي، خطا، ٽڪ، رنڊڪ، ٦. چانگن يعني اٺن جي ياڪي، ٧. محبوب، پنهون (هوت، بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ٨. مددگار، واهرو، ٩. هوشيار يا بيدار ڪري، ١٠. اوٺين، ١١. (نوجوان) اٺ، ١٢. گس ۾، رستي ۾، ١٣. پهچڻ، ١۴. ڪان اڳي، ڪان سواءِ، ١۵. جبل، ١٦. رُڪجن، رنڊجن، ١٧. واقف ڪار، سڄاڻو، ١٨. اڳواڻ، رهبر، پيشوا (پنهونءَ)، ١٩. توڏا، اٺ، ٢٠. ٽڪجن، (پيرن جي ترين ڪان) زخمي ٿين، ٢١. (خدا جي) ڪرم يا مهربانيءَ، ٢٢. ڪوبہ نہ، ٢٣. الڪو، فڪر، ڳڻتي، ٢۴. ڪنگن ڪي، نہ ڳالهائيندڙن ڪي يعني اٺن ڪي، ٢۵. وک (سان)، وچٽريءَ رفتار سان، ٢٦. وٽ پڪڙ، تڙ تڪڙ، جلد بازيءَ، ٢٧. پيرن جا هيٺيان حصا، ٢٨. تان م = شال نہ، ٢٩. ٻن سالن جي عمر وارا اٺ، ٻن ڏندن وارا اٺ، ٣٠. هراسجي وئا، خوفزدهہ ٿيا، ڊنا، ٣١. چئن سالن جي عمر وارا، ٣٢. هلي نہ سگهن، ٣٣. تنگ ڏانهن، لڪ ياجبل ڏانهن، ٣۴. ڏسي، تڪي.

سُوڌِي[1] نَي[2] سَيَدُ چَئي، پَانجَارَنِ[3] پِرتِ[4]،

اِنَ اَڙانگَي[5] پَنڌَ[6] جي[7]، ڪَا نيشَنِ[8] پوءِ نِرتِ[9]،

سَسُئِي وَڏِي[10] سَتِ[11]، جَان ايهِيءَ[12] پِرِ[13] پَنڌَ ڪَري.

## ١٥

اوڳَارِيِن[14] نَہ اَنَرا[15]، ٻِڌَا[16] چَرِنَ[17] نَہ ٻُورُ[18]،

ليڙَنِ ڪي لطِيف چَئي، هَلَڻَ جو مَذڪُورُ[19]،

مَيَنِ ڪي مَعمُورُ[20]، آهي اُڻِ تُڻِ[21] اڳِيِن پنڌَ جي.

## ١٦

گوسَرِ[22] تِئي مَر گُسَ[23]، شَلَ پَٽِي[24] پوءِ نَہ پِرِينءِ تي،

جَنهِن[25] سِرِ[26] سَاجَنُ سُپِرِيِن، تَنهِن اُنَ مَر لَڳي اُسَ،

پُنهُون پَاڪَ پُرِسَ[27]، هوتَ نَہ ڪِجَنِ هِهَڙِيُون[28].

## ١٧

اُسَ مَر لَڳي اونِيِن، ليڙَان[29] لَڳُ مَرَ لُڪَ[30]،

اَللهَ[31] آرِيچَنِ جي، ڪوسو واءُ مَرَ وَڳُ[32]،

---

١. سيئڻ، سڌي، ٻُوري، سچي. ٢. نَہ. ٣. پانجارئن کي، پنجن سالن جي عمر وارن اٺن کي. ۴. پروڙ، ٻوجهہ. ۵. ڏکئي، اهنجي. ٦. سفر. ٧. مَسَ مَسَ. ٨. نيشن کي، انهن اٺن کي جن جا سيءِ ڏند ظاهر ٿيا هجن، ڦوهہ جوانيءَ وارن اٺن کي. ٩. سمجهہ، ٻوجهہ، پروڙ، هوش، فهم، نگاهہ. ١٠. گهٽي، جهجهي. ١١. ست واري، صداقت واري، سيل واري، عصمت واري، طاقت واري، سگهاري. ١٢. اهڙيءَ. ١٣. ريت، نموني. ١۴. ٻيت ۾ ٻيل ڪاڏو اٿلائي وات ۾ آٽي وري چٻاڙين (هيءَ حالت حلال جانورن جي هوندي آهي). ١۵. ناخوش، بيمار (بيمار جانور ڪاڏو اوڳاريندو نہ اهي). ١٦. ٻڌل، قابو يا قيد ٿيل، بي وس، مجبور ٿيل. ١٧. ڪائين. ١٨. ڪنهن ٻوٽي، ٻوڪ جي سلي يا وڻ جي مکڙين يا گلن جي ڳڀ جهلڻ کان اڳ واري ڦلهار، ٻونگر، گوُنچ. ١٩. ذڪر، تات. ٢٠. ڀرپور، تمام گهڻي. ٢١. ڳڻتي، فڪر. ٢٢. گوسَرِ تي، گسرَ تي، واريـاسي رستي تي. ٢٣. ڏوڙ، دَرَ، ڏُڏڙِ، دَسَ. ٢۴. مٿي، دز. ٢۵. جنهن جي. ٢٦. سِرَ تي، مٿان. ٢٧. شخص، مردُ، مڙس. ٢٨. نامناسب يا غير واجبي هلتون. ٢٩. ليڙن کي، اُٺن کي. ٣٠. اي لڪ يعني گرم يا ڪوسي هوا. ٣١. اي الله سائل. ٣٢. وڳ کي، اٺن جي ڌڻ يا ولر کي.

جَتَ جَهجَهَا ۾ جَڳَ، مُنهِنجي پِرت پُنُوهَہ سين.

**١٨**

تَان مُون پيئي پينَرُ يَئي نَاهہ ڪَا، جَان آريَاڻي اَڳَ،
ڪوسو ڪوهيَارَلَ جي، وَاءُ مَ لَڳي وَڳَ،
بِئَا پُڻ جَتَنِ جَڳَ، مُنهِنجي پِرت پُنُوهَہ سين.

**١٩**

اونِي پَڻِ ڏورا، ڏورا مَٿَنِ ڪَپڙا،
ڪوهہ جَاڻَان ڪيڻ وِئَا، ايهِيءَ پَرِ اورا،
گَوندَرَ جَا گورا، وَجَنِ جَانِ جُدا ڪِئو.

**٢٠**

اونِي اَڏورا، ڏورا مَٿَنِ ڪَپڙا،
ڪوهہ جَاڻَان ڪيڻ وِئَا، اِهَڙِيءَ يَتِ اورا،
ڪَاڻيءَ ڪي ڪورا، جَبَلَ پَسي جَاڳِئا.

**٢١**

آيَا اونِي اُبهَرا، ليڙَن تَان لَهِي،

---

١. اوڻي، اُن وارا، ٢. تمام گهڻا، ٣. دنيا، جهان، ۴. محبت، پيار، ۵. سسئيءَ جي محبوب جو نالو، ٦. تيستائين، ٧. مونکي، ٨. اي پينر، اي اديون، ٩. خوف، خطرو، ڊپ، ١٠. جيستائين، ١١. آري، پنهون (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري/آرياڻي هو، پنهون ان قبيلي مان هو)، ١٢. اڳ ۾، اڳيان يا منڍ ۾، اڳواڻ، رهبر، ١٣. گرم، ١۴. ڪوهياري، ڪوهہ يعني جبل جي رهڻ واري، پنهونءَ، ١۵. هوا، ١٦. وڳ کي، (انن جي) قافلي يا ٽولي کي، ١٧. جتن جا، اوٺين جا، ١٨. گهڻو تعداد، ڪوڙَ، ١٩. اڇا، سفيد، ٢٠. انهن جي مٿان، انهن تي، ٢١. ڪوهہ ڄاڻان= مونکي ڪا خبر يا ڄاڻ نہ آهي، ٢٢. ڪيڏانهن، ٢٣. اهڙي، ٢۴. ريت، پت، نموني، ٢۵. اورَ جا يا پيٽَ جا چاول، آنڊي چاول، پيارا، ٢٦. ڏکَ، غم، ٢٧. (نوجوان) اٺ، ٢٨. ساهہ، دَم، ٢٩. جدا ڪئو= ڪڍيو (بدن ڪان) ڌارَ ڪئو، ٣٠. ميرا، گدلا، ٣١. جليل يا سڙيل (عشق جي باهہ جي)، ٣٢. پاڻيءَ کي گهڻي باهہ ڏيئي ٽهڪائڻ سان پيدا ٿيل پاڻيءَ جا ڦوڪڻا، جوشَ، اڌما، ٣٣. ڏسي، ٣۴. پيدا ٿيا، ٣۵. تڪڙا، جلد، ٣٦. انن تان، ٣٧. هيٺ آيا.

أُن رَاتِ[1] ئِي[2] ڪَمُ[3] رَوَان ڪِئو، روهِيلَن[4] رَهِيُ[5]،
سَاهُہ[6] سِجَهَائي[7] هَلِئَا، هُنِ[8] جي هَاجَ[9] هُئِي،
ڪَهِي[10] سَا رَهِي[11]، ٻولِي[12] ٻَاروچَنِ[13] جِي.

## ٢٢

ٻُرِ ٿَا ٻَلاَٽِينِ[14]، اونِي[15] اَجُ أُٻَاهَرَا[16]،
هُو جي هَلَڻَ سَنديُون[17]، ڳَاهُون[18] ڳَالَهَائِينِ[19]،
هوتُ ٻُنُهون ٿَا نِيِنِ[20]، اَسُونهِينءَ[21] جو آجڪُو[22].

## ٢٣

ٻُرِ ٿَا ٻَلاَٽِينِ، اونِي اَجُ أُٻَڪَڙَا[23]،
ٻَهَہ[24] ٻَاربِسِيُون[25] ٻَاڻَ ۾[26]، ڏِيرَ ڏَهَاڙي ڏِينِ[27]،
مُون کي ٿَا مَارِينِ[28]، سَجَڻَ[29] سَانبَاهِي[30] ڪِئو.

## وائي

ڏَاگَهَنِ[31] ڏِيرَنِ سَاڻُ، ڪَرَهَنِ ڪيچِينَ[32] سَاڻُ،
مَتَان[33] ڪَا[34] ٻُلِي[35] لَنءُ[36] لاَئِي[37]،
آئُون سُتِي[38] هُو هَلِئَا، وِيَڙَا[39] ڪَرَهَلَ ڪَاهِي[40]،

---

١. راتواهہ، رات جي وچيم، راتو رات، ٢. حاجَ، ڪارج، ڪارروائي، ٣. شروع، چالو، جاري، ۴. روهہ يعني جبل جي رهاڪن، ڪوهستاني ماڻهن، ۵. ترسي، ٽڪي، ٦. دَم، پساهہ، ٧. (عشق جي باهہ جو)، تَوَ ڏيئي، ساڙي، ختم ڪري، فنا ڪري، ٨. روهيلن ڏانهن اشارو، ٩. ضرورت، گهرج، ڪمُ، ١٠. زبان يا وات مان نڪتي، ١١. پوري ٿي، بجاءِ تي، تعميل ٿي، ١٢. ڳالهہ، قولُ، گفتو، ١٣. ٻروچن يا بلوچن يعني سسئيءَ جي محبوب پنهون جي ٻائرن، ١۴. اُنن تي ساز ۽ اُٺر رکن، ١۵. جَت، ١٦. تڪڙا، تڙ تڪڙ ۾، ١٧. جون، ١٨. ڳالهيون، راز، ١٩. ٻولين، ٢٠. ونيو ڪٿيو وڃن، ٢١. اڻ واقف، ٢٢. ٻروسو، آڌار، توشو، ٢٣. هلڻ هارا، هلڻ جي تياريءَ ۾، ٢۴. صلاحون، مصلحتون، ٢۵. پارسي گفتگو، ڳجهيون ڳالهيون، ٢٦. مڙس (پنهونءَ) جا ٻائر، ٢٧. روزانو، هر روز، ٢٨. برباد ڪن، تباهہ ڪن، ٢٩. محبوب، دوست، ٣٠. (وڃڻ جي) تياري، سانباهو، ٣١. اُنن، ڪرهن، ٣٢. ڪيچ جي رهاڪن (ڪيچ رياست مڪران جو شهر آهي جيڪو پنهون جو ڳوٺ هو)، ٣٣. بلڪل نہ، مبادا، ٣۴. ڪير بہ، ڪابہ، ٣۵. پليل، موڪي، نادان، ٣٦. محبت، پيار، ٣٧. لڳائي، ڪري، ٣٨. سمهي رهيس، ننڊ ۾ هيس، ٣٩. اُٺ، ۴٠. هلائي ،ڇڪي.

آسَڻَ[1] مَهِندان[2] اُنِ جي، بَرُ[3] بَرِ ڪِئو ٻاڏائيِ[4]،
چَتُرُ[5] ڏيئي چِتَ[6] کي، وِئَڙا هوتُ[7] چَپائيِ[8]،
جيڪا هُيَنِ مَنَ ۾، وِئَڙا پَنهِنجي پُڄائيِ[9].

۱. وهڻ جي جاءِ، آستانُ، ماڳ، مڪانُ، گهرَ جي اڳڻ. ۲. اڳئان. ۳. هاءِ افسوس، هاءِ گهوڙا. ۴. دانهون ڪري، رڙيون ڪري، روئي، ٻاڪاري. ۵. دلبو، فريب، چَٽَ. ٦. مَنَ، دِلِ. ۷. محبوب، پنهون (هوت بلوچ قومَ جو قبيلو آهي، سسئيءَ و محبوب پنهون قبيلي مان هو). ۸. لڪائي ڪئي. ۹. پوري ڪري.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُر ديسي

## داستان ٻَارهون

### ١

گُنگا گجي[1] هَلِئا[2]، مَيَا[3] مَانِ[4] نَہ ڪَنِ،
اِنَ اوسيڙي[5] پَنڌَ[6] جي، چُنُو[7] نَہ چَانگَنَ[8]،
هُو ٿا هوتَ[9] هَلَنِ[10]، توکي ڳَهَرَ[11] ڳرو[12] ڪِئو.

### ٢

توکي ڳَهَرَ ڪِئو، هُو ٿا هوتَ هَلَنِ،
ڳوڙهَا[13] سِرِ[14] ڳَلَنِ[15]، جِمَ[16] وِهاٽِيءَ[17] وَهَائِيين[18].

### ٣

تُوڏَنِ[19] موڏَنِ تَڪِڙي[20]، وِيچَارِيءَ[21] وَائِي[22]،
جَتَنِ[23] پَانهنجيءَ جُوءِ[24] جِي، سُڌِ[25] نَہ سُڻَائِي[26]،
جِيئَرِي[27] جُدَائِي[28]، ڪيچِيَنِ[29] سين ڪا مَ[30] ٿِئِي.

---

١. نہ ڳالهائي سگهندڙ، اَٺَ. ٢. رڙي، گُڙي، گجڻ جو آواز ڪري، هُل ڪري. ٣. اَٺَ. ٤. صبر، سانت، چُپ. ٥. اوسيڙي سبب، اون سبب. ٦. سفر. ٧. (گاهہ) ڪاڏو. ٨. اٺن. ٩. محبوبَ، پنهونءَ جا ڀائر (هوت، بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي، سسئيءَ جو محبوبَ پنهون ان قبيلي مان هو). ١٠. وڃن، اُسهن. ١١. ننڊ جي خمارَ يا گهيرت. ١٢. آلسي، سست، بي خبر. ١٣. لڙڪَ، آنسو. ١٤. تان. ١٥. ڳِلَنِ، مِٺُن، رخسارن. ١٦. مبادا، متان. ١٧. پوئينءَ رات، اَڌ رات ڪانپوءِ. ١٨. هاريِن، ٺمائيِن. ١٩. توڏن جي، اٺن جي، موڏن جي، ڏاگهن جي. ٢٠. ڏاڍي، گهڻي، سخت. ٢١. ويچاريءَ کي، بي وس کي، مسڪين کي. ٢٢. تات، يادگيري. ٢٣. اوٺين، پنهونءَ جي ڀائرن. ٢٤. رهڻ جي جاءِ، ملڪَ، وطن. ٢٥. خبرَ، ڄاڻ، اطلاع. ٢٦. ٻُڌائي، ڏني. ٢٧. جيئري ڀريائي، زندگيءَ ۾، حياتيءَ ۾. ٢٨. وڇوڙو، علحدگي. ٢٩. ڪيچ جي رهاڪن (ڪيچ رياست مڪران جو شهر آهي، پنهون ان شهر جو وينل هو). ٣٠. شال نہ.

٤

لَنگهي[١] پَبُ[٢] پَري[٣] تِنئا[٤]، لَڪِ[٥] نَ لاٽَئائُون[٦]،
پُنهُون[٧] مُنهنجو پاڻَ سين، نَوعَ[٨] سين نِيائُون[٩]،
جِيئَن[١٠] مُون سين ڪِئَائُون، تِيئَن[١١] ڪيچِيَن[١٢] سين ڪِيمَ ٿِئي.

⑤

ڪالهُون[١٣] پوءِ پِرِيَنءَ[١٤] ڪي، رُئَان[١٥] مَٿي[١٦] رَندَ[١٧]،
وِئو پاروچو[١٨] نِڪِري[١٩]، چِنِي[٢٠] بازُو[٢١] بَندَ،
هاٿي پُچَان[٢٢] هَندَ[٢٣]، هاڙِهي[٢٤] ۾ هوتَنِ[٢٥] جا.

٦

ڪالهُون پوءِ پِرِيَنءَ ڪي، روئي مَٿي راهَ[٢٦]،
وِيُس پاروچو نِڪِري، سُورَ[٢٧] چِڪائي[٢٨] ساءُ[٢٩]،
گهَتَ[٣٠] ۾ لَڳُسِ[٣١] گهاءُ[٣٢]، لاَلَڻَ[٣٣] جو لطيف چئي.

⑦

وَرِئو[٣٤] واءُ[٣٥] وِصالَ[٣٦] جو، ڏيرَنِ[٣٧] ڏهائي[٣٨]،
مُون کي مُڪِي[٣٩] سَجَڻين[٤٠]، سيڻَنِ سَرهائي[٤١]،

١. اکري، پارِ ٿي، ٢. هالار جبلن جي ڏاکڻي قطار جونالو. ٣. دور، ڏور. ٤. هلئا وئا. ٥. لڪ ۾، جبل ۾. ٦. (اٺن تان) بار لاٽائون، منزل ڪئائون، ترسئا. ٧. سسئيءَ جي محبوب جو نالو. ٨. اتڪل، ٽڳيءَ، ريت، نموني، طرح. ٩. وٺي يا کڻي وئا. ١٠. جهڙيءَ طرح. ١١. تهڙيءَ طرح. ١٢. ڪيچ جي رهاڪن (ڪيچ رياست مڪران جو هڪ شهر آهي جيڪو سسئيءَ جي محبوب پنهونءَ جو ڳوٺ هو). ١٣. ڪالهون پوءِ= ڪالهہ يعني گذريل ڏينهن کان وٺي. ١٤. محبوبن. ١٥. اکين مان لڙڪ وهايان. ١٦. تي. ١٧. رستي. ١٨. ٻروچ، بلوچ، پنهون جو بلوچ قوم مان هو. ١٩. اُسهي. ٣٠. توڙي، لاهي، ٽُڪر ٽُڪر ڪري. ٢١. (منهنجي) بازو بندن کي، ٺونٺ جي مٿان ٻانهن جي مٿين حصي يعني ڏوري ۾ ٻڌل زيور. ٢٢. ڳوليان، نهاريان. ٢٣. جايون (ترسڻ جون)، منزلون. ٢٤. لس ٻيلي جي اولهہ طرف جبلن جي قطار جو نالو. ٢٥. محبوبن، پنهونءَ جي ڀائرن (پنهون ءِ ان جا ڀائر بلوچ قوم جي هوت قبيلي مان هئا). ٢٦. رستي، واٽ. ٢٧. سور جو، درد جو. ٢٨. ڏکَ جو. ٢٩. وٺائي. ٣٠. سوادُ، ذائقو. ٣٠. اندرَ، دلِ. ٣١. هن کي لڳو. ٣٢. ڏکُ، زخمُ، ڦٽُ. ٣٣. محبوبَ، پياري دوست. ٣٤. وري آيو، موٽي لڳو. ٣٥. هوا. ٣٦. ميلاپ، وَصَلَ. ٣٧. ڏيرن جي، مڙس (پنهونءَ) جي ڀائرن جي. ٣٨. ڏيهہ کان، وطن کان. ٣٦. موڪلي. ٤٠. سڄڻن، سيڻن. ٤١. خوشخبري، واڌائي، مبارڪ.

اوڏي[1] آئُون آئِي[2]، لَنگهي لَڪَ لطيف رح چَئي.

٨

سَرتيُون سَرَهائي، ڪَڏهِين مُون ڪا نَہ سُئي،
ڏهَاڙِي[3] ڏيرَنِ ۾، وَجَڻ جِي وائِي[4]،
آئُون هَڏِ[5] نَہ جَائِي[6]، تہ عَيبُ[7] نَہ لَڳو اونيِن.

٩

ڏيرَنِ کي ڏائُو[8]، هيرَ[9] هَلَندي[10] مَ تِئي،
مَان[11] نَہ ورمَنِ[12] وِچَ ۾، پوئسِين[13] پارائُو[14]،
رِجُنِ[15] جو رائُو[16]، ڪَپي پير پَيادِيِن.

١٠

سَا[17] جي[18] تِئان پُون[19]، وَارِي[20] جَا واڻُنِ جِي،
مَتَّان وَجَنِ مُون، ڪيچِي ڪَرَهَہ[21] قطارِئو[22].

١١

ڪيچِيَنِ ڪَرَهَہ پَلاڻِئا[23]، جَا تيرا[24] جَتَنِ،
ڪَجَاوا[25] ڪَرَهَنِ تي، جَڙِئا[26] جَال[27] جَتَنِ،

---

١. ويجهي، نزديڪ، ٢. اَچي وئي، ٣. هر روز، روزانو، ۴. ڳالهہ، ذڪر، ۵. اصل، بلڪل، بنهہ، ٦. پيدا ٿي، ٧. داغ، ٽڪو، ٨. ڏائي يعني ڪاٻي پاسي يا طرف کان تتر (هڪ قسم جي پکيءَ) جي ٻولي (جو هڪ بد سوڻ يعني شگون آهي)، ٩. هيئنر، هن وقت، ١٠. ويندي، ١١. مان نہ= شال، ١٢. ترسن، رهن، ١٣. پوين، انهن کي پوي، ١۴. رحم، ڪهل، ١۵. رڻ پٽن، بيابانن، جبلن، ١٦. جبل جي ريتي، جبل جا سنها سنها پٿر، ڪَڪِرا، ١٧. اها، ١٨. جيڪڏهين، ١٩. زمين، ڌرتي، ٢٠. ريتي، سنهي ڪڪري، ٢١. اٺَ، ٢٢. ڪاهيو، هڪليو، ٢٣. ساز ۽ آتر، وڃهي هلڻ لاءِ تيار ڪئا، ٢۴. سٺي نسل وارا، بنيادي، ٢۵. ماڻهن جي وهڻ لاءِ اٺن تي رکڻ جون ڪاٺ جو ڏوليون، محملون، مافا، ٢٦. ٻڌا، رکئا، ٢٧. گهڻا، جَامَ، جهجها.

گوربَند[1] ڳُنگَنِ[2] کي، تَليُون[3] سين تَؤُنرَن[4]،
بَذَا[5] ڏوريءَ[6] وَجَنِ[7] چوريءَ[8]، اُنِ جَا کُرَ[9] نہ کُڙکو[10] کَن،
تَنِ جو پيرُ نہ لَڳو پَتيين[11]، توڻي[12] کَامُنِ[13] سَان کُتجَنِ[14]،
توري[15] تَکَرِ[16] چَاڙهِئَا[17]، سَاجُهرِ[18] سَرواَڻنِ[19]،
اَلله اُنَ اَچَنِ، جَنِ پُنهُون نئو پَاڻ سين.

## ١٢

جيڪُسِ[20] آئُون نہ تِيئَنِ[21]، جِيئَن[22] پِريتَڻُو[23] پِريَنِ سين،
سُتِيَسِ بَذِي سوڳهو کَري، چَلورُ[24] چَاتيءَ[25] سينءَ[26]،
کيچِي کَاهي کَرَهَا، مُونهَان[27] وَجَنِ کيئَن،
ڏوهُ[28] مُنهِنجي ڏِينهَن[29]، نہ تہ[30] سَجَڻَ[31] سَبَاجَهَا[32] گهَڻُو.

## (١٣)

ڏوهُ مُنهِنجي ڏِينهَن کي، جَتَ پَليري[33] ذَاتَ[34]،
اوچِي[35] وِنِيَڙَنِ جِي، بهتَرِ آهي بَاتَ[36]،
تيلاَهِين[37] پِريَاتِ[38]، پُنُهُون نِيَائُون پَاڻ سين.

---

١. کجائن کي جهلڻ واسطي اٺن جي سينن کان ٻذل پٽيون (جي ڏاس جون نهيل هونديون آهن)، سينابند. ٢. نہ ڳالهائي سگهندڙن، اٺن، ٣. چڙيون، گهنڊڙيون. ۴. ڳانن، جهاڳن، ڦندڻن. ۵. ٻذل. ٦. ڏوريءَ ۾، مهارَ ۾، نوڙيءَ ۾. ٧. اسَهن. ٨. لڪ ڇپ ۾، ڇُپ ڇپات ۾. ٩. پيرَ. ١٠. آواز. ١١. پٽن ۾، ميدانن ۾. ١٢. جيتوڻيڪ. ١٣. لٺين، لڪڻن، چهبڪن. ١۴. مارجن. ١۵. هلائي، کاهي، پنڌ ڪرائي. ١٦. ٽڪرَ تي، جبل تي. ١٧. نئا. ١٨. سويل. ١٩. اوٺين، ساربانن. ٢٠. شايد. ٢١. تهڙيءَ طرح. ٢٢. جهڙيءَ طرح. ٢٣. محبت پيار. ٢۴. چلاوان يعني چلي وانگر گهنڊيدار وارن وارو، سهڻو، دوست. ٢۵. سيني، اَرَهَہ. ٢٦. سان. ٢٧. مونکان. ٢٨. قصور، خطا، ڀُلَ، غلطي. ٢٩. ڏينهن جو، قسمت جو، ڀاڳ يا نصيب جو. ٣٠. نہ تہ = ٻيءَ حالت ۾. ٣١. محبوب، دوست. ٣٢. مهربانَ، ڀاڄهارا. ٣٣. چڱي، اشراف. ٣۴. ذات وارا، خاندان وارا، نسل وارا، قوم. ٣۵. عاليشان، اعليٰ، بلند. ٣٦. ڳالهہ ٻولهہ، سخن، قول. ٣٧. تنهنکري. ٣٨. پرڀات يعني اَسُر يا فجر جي وقت.

### (١٤)

ڏيرَنِ[1] ڏوهه[2] نه جيڏيون، ماءُ مِڙوئي[3] مُون[4]،
آئون اَسونهين[5] اُو سُونهان، پِرين پَلا[6] پَريون[7]،
اَصلِ[8] آريءَ ڄامَ جو، پاندُ[9] نه پُڄتو سُون[10]،
ڄَنِ جو تُونهين تُون[11]، سي پِيادِيون[12] پَهچائيين[13].

### (١٥)

نڪو ڏوهه ڏيرَنِ جو نڪو پُنهُون پَنگُ[14]،
ايرادي[15] الله جي، اڳُ[16] وَهايو[17] اَنگُ[18]،
تيلاهين[19] بَڌي تَنگُ[20]، چُلي[21] پينيس[22] چپرين.

### ١٦

سَڄي[23] هَٽَ[24] ساٿِيَنِ[25] جي، مَ[26] وانءُ[27] مالارِي[28]،
ڏائي[29] ڄا ڏيرَنِ جي، مَٽجِ[30] سا تاري[31]،
مان[32] نه وَرمَنِ[33] وِڄَ[34] ۾، اولاٿي[35] آري[36]،
اَسونهَن ويچاري، اِنَ پَرِ مِڙي هوتَ کي.

---

١. ڏيرن جو، مڙس (پنهونءَ) جي ڀائرن جو، ٢. قصور،٣. سمورو، سڄو، ۴. منهنجو، ۵. اڻ واقف، اڻ ڄاڻ، ٦. چڱا، سٺا، ٧. پريون= پرائي پون، پرديس. ٨. اصلَ ۾ يا حقيقت ۾ (ڳالهه اها آهي تہ)، ٩. پلئہ يا پلاند (ڪپڙي جو) دامن، ١٠. اسان (يعني مون) نہ پڄتو، نہ جهليو، نہ پڪڙيو، ١١. صرف تون (آهين)، ١٢. پيرين پنڌَ ڪندڙ زالون، ١٣. رسائيين، ١۴. سٽا، سازش، منصوبو، تدبير، ١۵. رَضا، منشا، تقدير، ١٦. اڳ ۾، اصل کان، ١٧. لکيو، شروع کان، ١٨. قسمت، مقرر ڪيو، ١٩. نصيب، ٢٠. تنهنڪري، سندرو، ڪمر بند، ٢١. ڊوڙي، ٽپو ڏيئي، ٢٢. گهڙيس، داخل ٿيس، ٢٣. ساڄي، جيڻي، ٢۴. هٽ جي طرف کان، ٢۵. ساٿ يا اٺن جي قافلي وارن ماڻهن، ٢٦. نہ، ٢٧. وڃ، مَتِ، لنگهہ، ٢٨. اي مالاري (مالاري هڪ پکي آهي، ان پکيءَ جو ساڄي طرف کان وڃڻ يا مٿڻ کي بد سوڻ يعني شگون ڄڻبو آهي)، ٢٩. ڏائي طرف کان، کابي پاسي کان، ٣٠. ڏسج، نهارج، ٣١. وڻ جو ننڍڙو ڏارُ، لامُ، شاخ (وهڻ لاءِ)، ٣٢. مان نہ= شال، ٣٣. ترسن، منزل ڪن، ٣۴. رستي، ڪس، ٣۵. (اٺ تان) لاهي، ٣٦. آريءَ کي، پنهونءَ کي.

### ١٧

وِسْنِي پُوجِي[1] پِيرَ[2]، سَسُئِيءَ سَنگهَرَ[3] پَٽَيِنِ[4]،

اُسَ[5] مَ لَڳِي اُونِيِنِ[6]، هَاڙهِي[7] لَڳِي نَہ هِيرَ[8]،

ڪَارِيءَ[9] رَاتِ[10] قَنديلَ[11]، ٻَرِيَمِ[12] ٻَاروچَنِ[13] جَا.

### ١٨

ڏِرَنِ[14] تِتِ ٻَرَنِ[15]، ڪوڙِيِنِ[16] قَنديلَنِ جُون،

رَهَنِ ڪَتِي[17] ڪَنڌِيِنِ[18]، ٻُوتَا[19] مَنجهہ ٻَرَنِ[20]،

وَڻَ تَڻَ قُلَنِ[21] چَانيَا[22]، چَانگا[23] جِتِ چَرَنِ[24]،

وَجِي مَانَ نَہ[25] وَرَنِ[26]، ٻَانِهِيءَ[27] ٻَنڌَڻُ[28] جَنِ سِين.

### ١٩

ٻَانِهِيءَ ٻَنڌَڻُ جَنِ سَان، اَللهَ سِيئِي آڻِ،

پِيئَمِ جَا پِرِيَنِ سِين، سَا ڪَنهِن پِرِ لاَهِيَان ڪَاڻِ،

آهِيَان گهَٽُو اَجَاڻِ، مُوتُ مُنهنجَا سُپِرِين.

### ٢٠

مَتَان[29] ڪَا ٻَڙِي[30]، ٻُولِ[31] ٻَاروچِي[32] وِسَهِي[33]،

---

١. ساري، ياد ڪري، عرض يا وينتيون ڪري، ٢. پيرن ڪي، ولين ڪي. خدا ڪي پهتل شخصن ڪي، ٣. سنگهر جي (سنگهر جو مڪان ٻنيور ڪان اٽڪل ٦۴ ميلن جي مفاصلي تي لس ٻيلي ۾ پيوٽيءَ جي لڪ ڪان ٻريان ۽ ماباڻ جي اوريان جبلن جي گول قطار ۽ دائري اندر آهي جنهن ۾ جبلن جو قطارون زنجير وانگر ڪڙو ڪڙي سان آهن ۽ ڪنڌين جي وڻن جون قطارون بہ زنجير وانگر آهن. سسئيءَ ۽ پنهونءَ جو قبرون هن مڪان ۾ آهن)، ۴. پٽن تي، ميدانن تي، ۵. ڌُپ، سج جو تڙڪو، ٦. اونين ڪي جتن ڪي، ٧. هاڙهي (جبل) جي (لس ٻيلي جي اولهہ ۾ جبلن جي قطار ڪي هاڙهو جبل چوندا آهن)، ٨. هوا، ٩. تاريڪ، اونداهيءَ، ١٠. رات ۾، ١١. شمعن يعني ڏيئن ٻارڻ لاءِ شيشي جي رنگين پيالن وارا شمعدان، ١٢. (منهنجي اندر ۾) ٻريا، روشن ٿيا، ١٣. بلوچن يعني پنهونءَ ۽ ان جي عزيزن جا، ١۴. (جتي) منزل ڪن يا ڏاٻو ڪن يا ترسن، ١۵. روشن ٿين، ١٦. ڪروڙين، لاتعداد انداز، ١٧. ڪتي جي (ڪتو هڪ مڪان جو نالو آهي)، ١٨. ڪنڌين تي، ٻرپاسي ۾، ١٩. اُٺَ، ٢٠. رڻ پٽن، بيابانن، ٢١. قلن سان، گلن سان، ٢٢. ڀرپور، تمتار، ويڙهيل، ٢٣. اٺ، ٢۴. (گاهہ يا وڻن جا گل) کائين، ٢۵. مان نہ= شال، ٢٦. موٽن، ٢٧. گوليءَ، نوڪرياڻي، ٢٨. لڳاءُ، محبت، ٢٩. بلڪل نہ، مبادا، ٣٠. اي ٻڙي، اي ٻيڻ، ٣١. ٻول تي، انجام يا واعدي تي، ٣٢. ٻاروچي جي، ٣٣. اعتبار ڪري.

سَندِي[1] جِيءَ[2] جَڙِي[3]، ڪَپِي[4] ڪوهِيارو[5] وِئو.

## ٢١

مَتَان ڪَا ٻَڙِي، ٻول ٻَاروچي وِسَهِي،
هُوندَ[6] نَہ سُتِيَسِ سَرتِيُون، وِيهِي رَهِيَس وَٽِي[7]،
جَتَ پَانهِنجِيءَ جُوءِ[8] ۾، گَهَارِٻن[9] مَان[10] نَہ گَهَڙِي[11]،
ڪيچِيَنِ آئُون نَہ ڪَڙِي[12]، ڪَنهِن ڏُجَڻِ[13] ڏَاوَڻُ[14] ڏَانئِيو[15].

## ٢٢

ڪِني[16] وَارِي[17] ڪِي وَاٽَ، ڪِي پَاهَڻُ[18] ڪِي پِيچرو[19]،[20]
هَلِي هَاڙهِي سَامُهِين، لَڳِيَس اُجَ[21] اُسَاٽَ[22]،
ڳوڙَهَنِ[23] پَرِي[24] ڳَاٽَ[25]، اَپَرِ[26] آلاَپُون[27] ڪَرِي.

## ٢٣

پَسِي اُجَ اُسَاٽَ[28]، ڏُونگَرَ ڪِي ڏَارُ پِئو،
سَسُئِيءَ جِي سُورَنِ[29] جِي، لَڪَ مَتِي[30] لاَٽَ[31]،
چَپَرُ[32] مِڙوئِي[33] چَاٽَ[34]، مُنڌَ پَارَ[35] ڪَدِي پَاٽِي[36] ڪِئو.

---

١. جِي، ٢. جان، دِل، ٣. جڙ، ٻاڙ، ۴. وِڍِي، ۵. ڪوهہ يعني جبل جو رهاڪو، پنهون، ٦. جيڪر، جيڪڏهين، ٧. چنبڙي، چهٽي، ٨. رهڻ واريءَ جاءِ يا هنڌ، علائقي، ٩. رهن، ترسن، ١٠. مان، نہ= شال، ١١. ٿوري ساعت، ١٢. ناپسند، ١٣. دشمنِ، ١۴. وِڄٽيءَ ۾ ٻڌل پَٽَ يعني ريشم جو هڪ سڳو جيڪو شاديءَ جي وقت لانئُنِ تي ايندڙ گهوٽ کي ڪنوار جي ڀيڻ وغيره ڳچيءَ ۾ وجهڻ جي ڪوشش ڪندي آهي ۽ گهوٽ ان کي ڇنڻ جي ڪوشش ڪندو آهي، ١۵. (هٿ ۾) جهلئو، ١٦. ڪجهہ، ١٧. ريتي يا رائو (جبلن جو)، ١٨. پنڌ، ١٩. پٿرَ يعني جبلَ، ٢٠. سوڙهو ۽ ڏکيو رستو، ٢١. اُج جي، پياسَ جي، ٢٢. تپش، سوزش، ساڙو، تڪليف، ٢٣. ڳوڙهن سان، لڙڪن سان، ٢۴. آلا ڪري، ٢۵. ڳلَ، رُخسارَ، ٢٦. بي انداز، ٢٧. وَرلاپ، ٻاڍَ، دانهون (درد ڀريون)، ٢٨. شڱاف، چيرُ، سيرَ، ڦوٽ، ٢٩. جبل، ٣٠. مٿان، تي، ٣١. ڇرَ، مَڇَ، (عشق جي باهہ جي) ڇپي، ٣٢. جبلُ، ٣٣. سمورو، ٣۴. ڇاٽ سان، (اکين جي لڙڪن جي) وسڪاري يا ٻُوندن سان، ٣۵. پار ڪدي= روئي، ٣٦. پاٽي ڪئو= (لڙڪن سان) ڀري ڇڏيو.

## ٢۴

ڪُوڪِئو پُڇِي ڪُوهُه، هَي ڪِئو هَٿي هَتَڙا،
سَا ڏُکَان ئِي نَه ڏِي، مَتي ڏِيرَن ڏوهُه،
رَائو روئِي روهُه، مُنڌَ ڳوڙهَن سين ڳَڇ ڪِئو.

## ٢٥

هِيءَ ڳِسِي هِيءُ ڳَس، هِيءُ پَهَنُ هِيءُ پيچرو،
لِيڙَن جو لطيف چَئي، ڏُونگَرَ آهي ڏَسُ،
وِيچَارِيءَ وَڏو ڪِئو، وِينِدَن پُنهيَان وَس،
جَڳَ ۾ رَهِيس جَس، سَڳَرِ تِي سَردارَ جي.

## ٢٦

پُنهونءَ سين پِرتِ جو، ڪو جو پيچ پِئوم،
پَنِيي هِن پَنِيورَ ۾، وِهَڻُ وِهُه تِئوم،
مَتِيون مُوتَڻَ سَنڊيُون، ڪَاڪِيُون ڪِيمَ ڏِئوم،
سَرَتِيُون سَاهُه سَندوم، تِئو حَوالِي هوتَ جي.

---

١. دانهون يا سڏ ڪرڻو. ٢. ڳولي، نهاري. ٣. جبل. ۴. هاءِ هاءِ. ۵. هٽي هتڙا= ارمان يا افسوس ڪري، پڇتائي. ٦. سسئيءَ ڏانهن اشارو. ٧. ڏک ڪان، ڏک سبب، ارمان سبب. ٨. تي. ٩. مڙس (پنهونءَ) جي ڀائرن. ١٠. ميار. ١١. (جبل جي) ريتي، واري. ١٢. جبل. ١٣. عورت، زال (سسئيءَ). ١۴. لڙڪن، آنسن. ١۵. ڳچ ڪيو= ڀُسائي ڇڏيو. ١٦. اٺ جا نرم نرم ليڏوٽا يا پيڙي تيڪ. ١٧. رستو، واٽ، پيچرو. ١٨. جبل. ١٩. اُٺن. ٢٠. ڏونگر ۾، جبل ۾. ٢١. پتو، اطلاع. ٢٢. نماڻيءَ، بي وس، مسڪين. ٢٣. ڏاڍو، گهڻو. ٢۴. ڪيچ ڏانهن ويندڙن پنهونءَ ۽ ان جي ڀائرن. ٢۵. حيلو، ڪوشش. ٢٦. دنيا، جهان. ٢٧. برقرار ٿيس. ٢٨. عزت، مانُ. ٢٩. سڳر ۾، سٿ ۾، سنگت ۾، جماعت ۾. ٣٠. رهبر، اڳواڻ، پيشوا. ٣١. سسئيءَ جي محبوب جو نالو. ٣٢. محبت، پيار. ٣٣. اهڙو. ٣۴. پيوند، لاڳاپو. ٣۵. مونکي پئو. ٣٦. سهڻي ۽ هتي ٿوڪ جي نموني معنيٰ ٿيندي، بدزيبي، بي ڍولي. ٣٧. ٺٽي ضلعي ۾ گهاري جي ڳوٺ کان اٽڪل ٢ ميل ٻري اولهه طرف هڪ شهر جتي سسئي رهندي هئي. ٣٨. رهڻ، گهارڻ، گذارڻ. ٣٩. زهر، تڪليف ڏهه، ڏکئو، انّ وٽندڙ. ۴٠. مونکي ٿئو. ۴١. صلاحون. ۴٢. ورڻ، واپسيءَ. ۴٣. جون. ۴۴. اي ڪاڪيون، اي ڀينر، اي جيڏيون. ۴۵. مون کي ڏيو. ۴٦. اي سرتيون، اي جيڏيون. ۴٧. جان، جيءُ. ۴٨. منهنجو. ۴٩. سپرد، ٻلي، هٿ ۾. ۵٠. محبوب، پنهونءَ (سسئيءَ جو محبوب پنهون بلوچ).

(٢٧)

سَسُئِيْ[1] سَرواڻَنِ[2] سين، ڪِهَڙو لَهُ[3] لَڳوءِ[4]،

جَتَنِ جَڙَ[5] هَنيَئِي، ڪِيْ[6] پاڻَهين[7] نِينهُن[8] لڳوءِ،

ڏاڏي[9] پوتو ڏيهَ[10] ۾، ڏُکِي[11] ڪونَہ ڏنوءِ[12]،

ڪِلِّي[13] جو ڪَنيوءِ[14]، سو مَتان[15] وَرُ[16] وِسارِبين[17].

## وائي

ڪيچ[18] ڪَمِيڻيءَ[19] کي نِجَا[20] وو پاروچَا[21]،

سانگُ[22] سَسُئيءَ جو ڪِجَا[23] وو پاروچا،

ڏُکيءَ جا ڏيرَا[24] وو پانڌيَا[25]،

ڪَمِيڻيءَ جا ڪيچ ۾، اگهَئَا[26] اوجاڳا[27]،

پَرڏيهِي[28] سا پِرِي[29]، ڪَڏهين ڪامَ[30] ڪجا،

هوتَنِ[31] هَلَڻُ[32] مَنَ[33] ۾، مَعذُورِ[34] مارِبندا[35].

---

١. اي سسئي، ٢.اوٺين، جتن، ٣. پيار، قرب، ۴. توکي لڳو يا ٿئو، ٥. (قرب جي) ميخ، ڪِلي، ٦. يا، ٧. ازخود، پاڻمرادو، ٨. عشق، محبت، ٩. پيءُ يا ڏاڏي جي عزيزن مان ڪو رشتيدارُ، براداريءَ وارو، ١٠. ملڪ، ديس، ١١. اي ڏک جي ستايل، اي تڪليف ۾ ڦاٿل، ١٢. تو ڏنو، ١٣. خوش ٿي، راضي ٿي، ١۴. تو ڪنيو، تو پسند ڪئو، ١٥. بلڪل نہ، ١٦. مڙسُ، ڀتار، پتي، شوهر، ١٧. ڀُلائين، دل تان لاهين، ١٨. ڪيچ ڏانهن (ڪيچ رياست مڪران ۾ هڪ شهر آهي جيڪو سسئيءَ جي محبوب پنهونءَ جو ڳوٺ هو)، ١٩. نڪمي، بدڪار، ٢٠. اوهين نجو يا وٺي وڃجو، ٢١. اي ٻاروچا، اي بلوچا، اي پنهونءَ جا ڀائرو، ٢٢. لحاظ، خيال، ٢٣. اوهين ڪجو، ٢۴. اي مڙس (پنهونءَ) جا ڀائرو، ٢٥. اي پانڌيو، اي مسافرو، اي واٽهڙو، ٢٦. قبول پيا، سجايا يا ڪامياب ٿيا، ٻار آور ٿيا، ٢٧. شب بيداريون، ٢٨. پرڏيهي= پَرَ ديسڻ، ٢٩. محبوبڙي، (عشق جي) بيمار، ٣٠. اصل، ٣١. نہ، ٣٢. هوتن کي، محبوبن کي، پنهون ۽ ان جي ڀائرن کي (سسئيءَ جو محبوب پنهون ۽ ان جا ڀائر بلوچ قوم جي هوت قبيلي مان هئا)، ٣٣. هلڻَ يا پنڌ يا سفر جو خيال، ٣۴. دل، ٣٥. معذور ڪي، جڏيءَ يا بيدار ڪي، ٣٦. برباد يا تباهہ ڪندا.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيمِ

# سُر ديسي

## داستان تيرهون

### ١

وَائِي[١] وَارِي[٢] وِنگُڙِي[٣]، ٻولي ٻي نه ڪَهَنِ[٤]،
اَللهَ[٥] ڪيچ[٦] ڏَٺِيَنِ[٧]، مُون سين پَئِي[٨] نه مَامِرو[٩].

### ٢

پِيَئيمِ[١٠] پَنَاڻَنِ[١١] سين، ٻولي جي نه ٻُجَهَنِ[١٢]،
آئُون سِنڌِيائي[١٣] نه سَمُجَهان، اُوءِ[١٤] پَارسِي[١٥] پُڇَنِ[١٦]،
اَللهَ ڪيچ ڏَٺِيَنِ، مُون سين پوي نه مَامِرو.

### ٣

ڪَا جَا[١٧] ڪِيَائُون، وَائِي وَارِي وِنگُڙِي،
آيَلِ[١٨] تَنهِن آئُون، ٻولِيءَ ٻَاتَاڙِي[١٩] ڪِي.

### ٤

وَٺِڪَارَان[٢٠] وَائِي، ڪَا جَا آندي ڪيچِيَنِ[٢١]،

---

١. ٻولي، گفتگو. ٢. پسند ڪري. ٣. ڏکي، مشڪل، سمجهه ۾ نه ايندڙ. ۴. ڳالهائين. ۵. اي الله، اي ڏاڍي تعاليٰ. ٦. ڪيچ جي (ڪيچ رياست مڪران ۾ هڪ شهر آهي، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان شهر جو وينل هو). ٧. ڏٺين جو، مالڪن جو. ٨. (شال) پوي. ٩. واسطو، اڻ بڻت. ١٠. مونکي پيئي (ڪاڻ يا غرض). ١١. پناڻ قوم جي ماڻهن، افغانستان جي رهاڪن، ڌارين ۽ اجنبي ماڻهن. ١٢. سمجهن، پروڙين. ١٣. سنڌي ٻولي. ١۴. هو يعني پناڻ. ١۵. فارسي ٻولي. ١٦. ڳالهائين. ١٧. اهڙي. ١٨. اي آيل، اي امڙ. ١٩. ٻاتاڙي ڪي= منجهائي، پريشان ڪئي، ٻتال ڪئي. ٢٠. وٺڪارَ ڪان (وٺڪارَ، لس ٻيلي ۾ هڪ جبل، ڳوٺ نئن جو نالو آهي). ٢١. ڪيچ جي رهاڪن، پنهونءَ جي پائرن.

سُٹِي[1] مُون[2] سَائِي[3]، نيٹين[4] نِندَ[5] وِهُہ[6] تي.

٥

بُرو[7] فَازَا[8] بَات جَنِي، سِيرُوزي[9] شِيشِي[10]،
ڏِينِ پَاربسيُون پَاڻَ ۾*، اِزَا[11] اَبليسِي[12]،
ليزَا[13] رَاتِ لطيف چئي، نَذَائُون[14] نيشِي[15]،
پُنهُون[16] پَروبشِي[17]، ڪِجِ پِيَادِنِ[18] جي پَنذَ[19] ۾.

٦

بُرو بِگيرَدِ[20] بِي[21] رَوَان[22]، شَنگ[23] رَوَان شيزَا[24]،
تي جَاگَائي جَتَڙو، وِيئي هنيين دِلِ دَروغَا،
تَو[25] بَتَغي[26] اُو[27] رِبتَغَان[28]، لاَلَ[29] مَنجَهان لوغَا[30]،
نَاحَقُ[31] سي نوزَان، ڏِينِ پَارَانيَا[32] پُنهُونءَ ڪي.

٧

بُرو بِگيرَدِ بي، تَا ڏِينِ پَاربسيُون پَاڻَ ۾،
مُون لوڏَان[33] ئي لَڪيَا[34]، تَہ هَاجُو[35] ڪَندَا هي،
مَارِبندا مُون ڪي، پُنهُون نِيندا پَاڻَ سين.

---

١. ٻڌي. ٢. منهنجي. ٣. اها (وائي يا ٻولي)، ۴. نيٹن جي، اکين جي. ٥. آرام. ٦. حرم. ٧. وڃ، هل. ٨. ٻوٽني موٽي. ٩. تيون ڏينهن. ١٠. هلئا وئا *اهي پاڻ ۾ پارسيءَ ۾ ڳالهائين ٿا يعني مخفي طرح ڳالهائين. ١١. هتي. ١٢. هن (عورت يعني سسئيءَ) کي ڇڏيو. ١٣. اٺ. ١۴. پار سان لڏيائون. تيار ڪيائون. ١٥. نيش. ڏندن وارا جوان اٺ. ١٦. اي پنهون (سسئي جي محبوب جو نالو پنهون هو). ١٧. پرگهور، سار سنڀال. ١٨. پنڌ هلندڙن. ١٩. واٽ، رستي، سفر. ٢٠. وني وڃن ٿا. ٢١. جلدي. ٢٢. وڃن ٿا. ٢٣. تکو. ٢۴. هتان (شنگ روان شيزا= هاڻي آئون هتان تکي ويندي س). ٢٥. تون. ٢٦. رهجي ويئين. ٢٧. هُو (پنهونءَ جا ڀائر). ٢٨. هلئا وئا. ٢٩. محبوب، سهڻا. ٣٠. گهر. ٣١. بي گناهہ، اجايو. ٣٢. ڏوراپا. ٣٣. لوڏن مان، هلڻيءَ مان، تور مان. ٣۴. پروڙئا، سمجهيا. سهي ڪئا. ٣٥. ظلم.

## ٨

بُرو[1] بگيرد[2] بام[3] بليخا[4]، مان[5] نہ پروڙي[6] مامَ[7]،
تنو[8] ڏئي[9] تئو مان[10]، ڪٿان چُلي[11] چپر[12] جي لامَ[13]،
اچي تن جي سام[14]، دُرها[15] دُرها ڪن جي.

## ٩

دُرها دُرها ڪن، فازا[16] فتح سين[17] وئا،
بي[18] غرضا بلوچا[19]، رس[20] نہ رهايو[21] تن،
سسئي لاءِ سيٽن[22]، چيرون[23] ٽيندي چپرن[24].

## ١٠

داسا داڪا داري، هنداري هئا مر*،
هرداسا[25] هن حال جا، هتي هوت[26] ڏنام[27]،
پذيري[28] ايذحام[29]، پائي[30] پيچ[31] پريت[32] جو.

## ١١

جيڪر[33] روان[34] روش[35]، مروشي[36] محبوب ڏي،
مُنا[37] گُشي[38] مولدي[39]، ديوا[40] پُنهون[41] دوس[42]،

---

١. هلو، ٢. وٺي وڃن ٿا ٣. عورت، زال، ۴. ٻاڻ سان، ۵. مون، ٦. سمجهي، سهني ڪئي، ٧. رمز، ڳجهارت، پرولي، اشارو، ٨. تون، ٩. ڏي، ١٠. مونکي، ١١. ڊوڙي، هلي، ١٢. جبل، ١٣. لام ڪان، پاسي ڪان، ١۴. سام ۾، پناهہ ۾، حفاظت ۾، ١۵. چڱو ڀلا، شاباس، واهہ واهہ، خوش مرحبا، ١٦. پوئتي، موٽي، ١٧. سڄڻ، محبوب، ١٨. بي غرضا= لاپرواهہ، بي ڪاٿيا، ١٩. بلوچ، سسئيءَ جي محبوب پنهونءَ (جيڪو بلوچ قوم مان هو) جا ڀائر، ٢٠. محبت، قرب، ٢١. نباهيو، ٢٢. واسطي، ٢٣. چيرون ٽيندي= هلندي، دربدر ٽيندي، ٢۴. ڇپرن ۾، * جبلن ۾ هينئر ويا، هتي گهٽو ويٺا هئا، ٢۵. هن وقت، هاڻي، ٢٦. محبوب (سسئيءَ جو محبوب پنهون بلوچ قوم جي هوت قبيلي مان هو)، ٢٧. مون ڏنا، ٢٨. قبولي، ٢٩. ايندام، مون ڏي ايندا، ٣٠. وجهي، ٣١. وڪڙ، ور، ٣٢. محبت، پيار، ٣٣. دل چوي ٿي، ٣۴. وڃان، ٣۵. ڏينهن، روز، ٣٦. امروز، اڄوڪي ڏينهن، ٣٧. مون کي، ٣٨. جيڪر هيءُ چوي ها، ٣٩. ٻانهي، گولي، ۴٠. ڏيان ها، ۴١. پنهون کي، ۴٢. ميار، ڏوهہ.

چَڙهِي ڏَاڍِينِ[١] ڏُونگرِينِ[٢]، پُر[٣] کَرِينڊِي[٤] پوشَ[٥]،
تَئي[٦] گُواکَا[٧] مَنِي[٨] گوشَ[٩]، سُڻِي[١٠] مَان نَہ[١١] سَگهِي[١٢] تِيَان.

### ١٢

بِيَا[١٣] مَنِ[١٤] تَہ گِرد[١٥] نِنڊُون[١٦]، تَئي گُفتَا[١٧] مَنِي گوشَ،
مَنِ[١٨] اوزِي[١٩] بَرَامَ[٢٠] سين، هُو[٢١] هَاڙهِي[٢٢] جَا بَلوچَ،
اُشتَر[٢٣] اُنَهِيءَ پَارَ جَا، آندائُون ارموشَ[٢٤]،
تَئي گُواکَا مَنِي گوشَ، سُڻِي مَان نَہ سَگهِي تِيَان.

### ١٣

گُئَاخ نَہ پِيَڙءِ گوشِ، سَسُئِي سَروَاڻَن[٢٥] جو،
آيَئِي نِنڊَ اَيَاڳَ[٢٦] جِي، مُنڊَ مُوڳِي بي هوشُ،
لاڙُ[٢٧] لَيل[٢٨] رَوَان[٢٩] تِئو، تِي رَند نِهَارِين روشُ[٣٠]،
سَاجَنُ تِئو سِرَ[٣١] پوشُ، پَنڌَ مِ پِيَادِنِ جو.

### ١٤

شَمَا[٣٢] وَاوَ شَموسَ،* سِگهِي مِڙَنڊِينءَ[٣٣] سَسُئِي،
لِيڙَنِ جو لطِيفُ چئي، گُئَاخُ نَہ کِيڙءِ گوشِ،

---

١. ڏاڍن، جاڏن، ڏکين، اوکن، تکليف ڏيندڙن. ٢. ڏونگرن تي، جبلن تي، پهاڙن تي. ٣. همت (جو). ۴. کندي. ٥. پردو، ڍڪ، بچاءُ، توکل. ٦. تنهنجي. ٧. گواک تي، گئاخ تي، سڏ تي، آواز يا هکل تي. ٨. منهنجا. ٩. ڪَنَ. ١٠. ٻڌي. ١١. مان نہ= شل، خدا ايئن ڪري. ١٢. چڱي ڀلي، تندرست. ١٣. اڃ. ١۴. مون ڏي. ١٥. ڪڏ. ١٦. وِهون. ١٧. گفتي ڏانهن، ڳُنهہ ڏانهن. ١٨. آئون. ١٩. گنهگار. ٢٠. برهمڻ (سسئي اصل برهمڻ جي خاندان مان هئي). ٢١. يعني سسئيءَ جو محبوب پنهون ءَ ان جا ڀائر، جيڪي بلوچ قوم جا هئا. ٢٢. لس ٻيلي رياست ۾ هڪ جبل. ٢٣. اٺ. ٢۴. تکا هلندڙ. ٢٥. جتن. ٢٦. نياڳ، ڪم بختيءَ. ٢٧. محبوب، پنهون. ٢٨. رات. ٢٩. روانو. ٣٠. ڏينهن جو. ٣١. سر جو، مٿي جو. ٣٢. ٿون. ٣٣. واوَ شموس = ننڊ ڦٽي ڪر.

رَوَا[1] مَروشِي[2] روشُ[3]، ڪَاهِہ[4] تَہ ڪيچِيَنِ[5] ڪي رَسِين[6].

## ١٥

ڏَاگَهَنِ[7] لاَهِين[8] ڏَاڻَ[9]، اُنَنِ[10] ڏِيَنِ[11] ڪَرڪَرَا[12]،
مُنَا[13] شِيشِي[14] ڦُڙتَگَا[15]، پُستَ[16] جَنِ[17] پَلاڻَ[18]،
سَنجهِي[19] وِئَا سَروَاڻَ[20]، مَين[21] پَڻِ[22] پَاڳُو[23] رَفتَگَان[24].

## ١٦

قَازَا[25] ڏيرَ[26] قَگَهين[27] وِئَا، اُتِي اُنَ نِيَاڻَ[28]،
بَڪُ[29] نَدِي[30] تَي[31] نِستِيَا[32]، پَاتَائُون پَلاڻَ،
سَنجهِي وِئَا سَروَاڻَ، مَين پَڻِ پَاڳُو رَفتَگَان.

## ١٧

قَازَا ڏيرَ قَگَهين وِئَا، هُئَا جُورَاڻَا[33] جَتَ،
ايِذَا[34] نِذَوَ[35] ايگَوَان[36]، پَلاڻِئَا[37] پَربَتَ[38]،
مَاڻُهُو ڏِينمِ[39] مَتِ[40]، آئُون لَجَ[41] بَلوچِي[42] نِشتَگَان[43].

١. (فارسي)، رَو، وڃ. ٢. امروز، اڄ. ٣. روز، ڏينهن. ۴. ڊوڙ، تکي هل. ۵. ڪيچ (جيڪو لس ٻيلي رياست جو هڪ شهر آهي)، جي رهاڪن، پنهون ۽ ان جي ڀائرن. ٦. پهچين. ٧. ڏاگهن جا، اٺن جا. ٨. ڄوڙين، اکولين. ٩. چوپائي مال کي ٻڇڻ کان روڪڻ لاءِ ٽنگن ۾ ٻڌل رسا. ١٠. اٺن کي. ١١. هٿن. ١٢. اٺن يا گهوڙن جي بدن تان مٽي لاهڻ لاءِ لوهہ مان ٺهيل ڦڻيون، سڪل تورين مان ٺهيل ٻُرش. ١٢. مون کان. ١۴. هلڻا وٺا. ١۵. جلد، تکڙا. ١٦. پٺن تي. ١٧. جن جي. ١٨. اٺن تي بار کڻڻ لاءِ انهن جي پٺيءَ تي رکيل ڊِين ۽ ڪکن مان ٺهيل ٻنڊا جن جي پاسن ۾ ڪاٺ جا ڏنڊا ۽ اڳيان ڪاٺ جا ڪتب لڳل هوندا آهن. ١٩. سنجها جي وقت، سڄ لهڻ وقت، رات شروع ٿيڻ مهل، سوير. ٢٠. ساربان، شتربان، جت. ٢١. آئون. ٢٢. ٻہ. ٢٣. پڄندي، ڊوڙندي. ٢۴. ويندي، وڃان ٿي. ٢۵. پوئتي، موٽي. ٢٦. مڙس يعني شوهر (پنهونءَ) جا ڀائر. ٢٧. سوير صبح جي مهل ڪنيي ڪٽي وٺا (پنهونءَ کي). ٢٨. ڪاهي وٺا. ٢٩. خبر. ٣٠. نٿو ڏين. ٣١. تون. ٣٢. وينو آهين. ٣٣. جوراور، زوراور، بي قياس، جور يعني ڏاڍائي ڪندڙ، ظالم. ٣۴. هت. ٣۵. ويٺي آهيان. ٣٦. اڪيلي. ٣٧. پلاڻ رکيائون (اٺن جي پٺين تي). ٣٨. (وڏا) اٺ، هاٿي يعني اٺ. ٣٩. مون کي ڏين. ۴٠. صلاح، مشورو. ۴١. زال. ۴٢. بلوچ قوم جي. ۴٣. ويٺي آهيان.

### ١٨

لَجَ بَلوچِي نِشتَگان، هُنِ بولِي[1] بُذَائِي،
سُٽِي مَان نَہ سَگهِي تِئَان، بَاروچِي وَائِي[2]،
جَذهِين نَزدِيڪ[3] نِندَ[4] آئِي، ڦَازَا ڏيرَ ڦنگهِين وِئَا.

### ١٩

ڦَازَا ڦيرِيَائُون[5]، مَهَارُون[6] مَيَن[7] جُون،
مَنروشِي[8] جَبَلِ[9] رَوَان[10]، وَاڳُون وَارِيَائُون،
مُون کي مَارِيَائُون[11]، پُنُهُون نِيَائُون پَاڻَ سين.

### ٢٠

لاَلَڻَ[12] لُوغَ[13] وِئَا، هَلَڪَ[14] رَوَان ڙِي[15] جِيذيُون[16]،
پِيرَ پَستَا[17] پَهٽين[18]، ڪَذهِين ڪِينَ پِئَا،
لاَلَڻَ لاءِ لَطِيفُ چئي، اوزَان اوزَ تِئَان،
وَرَنَهَہ[19] وَرِ[20] پِئَا، بَاروچَا بَاجَهَہ[21] پَرِئَا[22].

### ٢١

گَندَا[23] گُشِي[24] پَاڻَ ۾، ڪَن گُرُهَہ[25] بَاتِ[26]،

---

١. ڳالهہ، ٢. آواز، ٣. ويجهي، قريب، ۴. ڳهر، سمهڻ واري حالت، ٥. واريائون، موڙيائون، ٦. انن جي نڪن ۾ پذل رسيون يا نوڙيون (جن سان انن کي هلائجي)، واڳون، ناڪيليون (مهارون ڦيريائون= اٺ ڪاهي وئا)، ٧. انن، ٨. امروز، اڄ، ٩. جبل ڏانهن، پهاڙ ڏانهن، ١٠. روانا ٿينداسون، ١١. تباهہ يا برباد ڪيائون، ١٢. محبوب، ١٣. گهر مان (لوغ وئا= گهر مان هلئا وئا)، ١۴. هلڪ ڏي، ڳوٺ ڏي، ١٥. ازي، اي، ١٦. ساهيڙيون، سرتيون، ١٧. هيٺ، ١٨. پهٽن تي، پٿرن تي، ١٩. بهادر، سورهيہ، چڱا يا سڪر ماڻهو، ٢٠. ور ۾، قسمت يا نصيب ۾، (ور پئا= ملئا، حاصل ٿئا)، ٢١. مهر، رحم، ڪهل، قياس، ٢٢. وارا (باجهہ پرئا= مهربان، رحمدل)، ٢٣. ڏسو، ٢۴. هو چون ٿا، هو ڳالهائين ٿا، ٢٥. اڻ وڻندڙ، ڏک يا رنج پهچائيندڙ، ٢٦. ڳالهہ.

اِهَا وَائِي[1] وَاتِ[2]، عَيْشَ[3] کِلُون[4] بِرْهَہ[5] بُرُون[6].

**٢٢**

گِنْدَا[7] گُشِي[8] پَاڻَ ۾، سِرِ[9] چَپَنِ[10] چولِي،
پَرِيَتْ[11] پَرُوجِي[12] کِينَ کِي، بَاروچِي بولِي،
گَسُ وَنِي گولِي، پَهتِي جَامَ پُنهُونءَ کِي.

**(٢٣)**

زَزِتو بَزِتو[13] زورِ، پُنهُون نِيَائُون پَاڻَ سِين،
تَشِ تَزَشِ کِينَ کِي،* بُرو[14] ڏُونگرُ ڏورِ[15]،
مَنَان[16] تَزشَا[17] نَه کَرِ، بَرَابَر[18] اُتِي ڏوڙ[19]،
هَارِي[20] لاَهِہ مَر هورُ[21]، ايشِي[22] مَنَاغِي[23] سُپِرِين.

**(٢٤)**

تَزِي تَان تَزَا پَزِي#، چَڱِيءَ[24] پَتِ[25] چَوَان[26]،
مَمُولَدُ[27] تِئو مُون[28] پِرِين، وَنِي شَالَ وَرَان،
زَبدَنِ[29] مُحِبَ[30] مِزَان[31]، تَزِ[32] بِيَا[33] تُوزِکو[34] تَئِي[35].

١. ڳالهہ، ٻولي، پچار، ٢. وات ۾، ٣. هِن يعني سسئيءَ کي، ۴. چِڏيو، ۵. ياءَ يعني پُنهونءَ کي، ٦. ڪٿو، ٧. ڏسو، ٨. هو چون ٿا، هو ڳالهوين کن ٿا، ٩. تي، ١٠. لبن، وات (سرچپن چولي= چپن تي جاري آهي)، ١١. ڏوہڻ، ڏوہياڻيءَ، کٽياڻيءَ، مزوريءَ تي کپڙا ڌئندڙ عورت (سسئيءَ)، ١٢. سمجهي، ١٣. زِزتو بزتو زور= جهڳڙو يا زور زبردستي (کري)* تش، معنيٰ پيچ ۽ تزش معنيٰ ڊپ کر، ١۴. وڃي، هلي، ١۵. ڳول، جاچ، ١٦. من ۾، دل ۾، ١٧. ڊپ، خوف، ١٨. چڱيءَ طرح، نيک، صحيح نموني، ١٩. پچ، ڏِکَ، ٢٠. اي هاري، اي نادان، اي بي عقل، ٢١. کتکو، الکو، فکر، ڳڻتي، ويچار، ٢٢. هيءَ، ٢٣. اجهو تہ جاڻ اچڻ وارو آهي،# بر وقت قابو کر، ٢۴. سٺيءَ، ٢۵. ريت، نموني، ٢٦. (توکي) چوان يا صلاح ڏيان، ٢٧. لاپرواهہ، البيلو، ٢٨. منهنجو، ٢٩. جلدي، ٣٠. محب کي، محبوب کي، ٣١. ملان، گڏجان، ٣٢. جلد، سگهو، ٣٣. اچ، ٣۴. ڊوڙي، پڄي، ٣۵. تون.

## ٢٥

شَمَا[١] بُروا[٢] زيرِ[٣] ڪَني، سَجَڻَ[٤] لَڱِ[٥] خُدا،

چَشِمَا[٦] تي ڪُش[٧] مَران[٨]، تيري[٩] نيڻين[١٠] ڪئا گهاءَ[١١]،

آئُون ڪِيئَن مَتيان[١٢] ساءُ[١٣]، سيڻِن[١٤] ڪان سَيَدُ رح چئي.

## ٢٦

بُرو[١٥] ڪَشِي[١٦] بَرُ[١٧] چَڙهِئَا[١٨]، نِڌِ نَئُون نيئِي،

بَارِي[١٩] اُٺَ بَلوچَ[٢٠] سين، مَهري[٢١] مِڙيئي،

ڏُکِيءَ[٢٢] کي ڏيئِي[٢٣]، وِئَا ڏاڍين[٢٤] ڏونگرين[٢٥].

## ٢٧

نِکِرُ ڏُکِي[٢٦] ڏيهَہ[٢٧] مَان، غَافِلُ[٢٨] ڪِيَمَ[٢٩] گُذار[٣٠]،

مَحبُوبُ تَغَان[٣١] شَهرَابُ تَغَان، اُٺِي جَڌو[٣٢] نِهَار[٣٣]،

لِيڙو[٣٤] دَزو[٣٥] بُختَگا، تَانگهو[٣٦] تِنگها تَاڻِ،

بُرغَا[٣٧] پُنُهونءَ ڪَاڻِ[٣٨]، ڏُونگرُ ڪُلِي ڏورِ سَفَان.

## ٢٨

نِکِرُ ڏُکِي ڏيهَہ مَان، هَاٺي چَڌِ هِيءُ هَنڌُ،

١. اوهان. ٢. وجو. ٣. هن کي وٺي اچو. ۴. اي سجڻ، اي پارين، اي محبوب. ۵. واسطي. ٦. (محبوب جي)، اکين. ٧. ڪسجي، قتل ٿي. ٨. ساهہ يا دم ڏيان. ٩. تنهنجي. ١٠. اکين. ١١. ڦٽ، زخم. ١٢. بدلايان، ترڪ ڪريان. ١٣. سانگو، ذوق، خيال، پيار. ١۴. محبوبن، سڄڻن. ١۵. هلو. ١٦. چئي. ١٧. بر ڏي، رڻ پٽ ڏي. ١٨. هلئا وئا. ١٩. اعليٰ قسم جا، بهترين. ٢٠. سسئيءَ جي محبوبَ پنهونءَ (جيڪو بلوچ قوم جو هو). ٢١. صرف ماڻهن جي سواريءَ يا چڙهيءَ جا اُٺ. ٢٢. ڏکويل، دردمند. تڪليف ۾ ڦاٿل. ٢٣. ڇڏي. ٢۴. ڏاڍين، جاڏن، ڏکين، اوکن. ٢۵. ڏونگرن ۾، جبلن ۾، پهاڙن ۾. ٢٦. اي ڏکي، اي ڏکويل، اي دردمند (سسئي). ٢٧. ديس، ملڪ. ٢٨. سست، بي بخر. ٢٩. نہ. ٣٠. گهار، رهہ، حياتي بسر ڪر. ٣١. هلئو وئو. ٣٢. (پنجن سالن جي عمر وارا) اُٺ. ٣٣. ڳول، جاچ، تلاش ڪر. ٣۴. اُٺَ. ٣۵. دزو بختگا= جلد اٺ کي جوڙي ڪيڏانهن وجي ٿو. ٣٦. تانگهو تنگها تاڻ= ڪيڏانهن جي تياري ڪئي اٿس. ٣٧. وڃان ٿي. ٣٨. واسطي.

ڪَارڻِ[١] هوتَ[٢] پُنهُونءَ جي، رَاهَہ[٣] پُڇَائِجِ رَنڊُ[٤]،

سَفَرُ طَوِيلُ وَزَادَهَا قَلِيلُ،# پَٽيِن[٥] اَڙانگو[٦] پَنڌُ،

ڪيچِيَنِ[٧] ڪَارڻِ ڪَنڌُ[٨]، ڏيئِي[٩] مَرجِ ڏُونگرين[١٠].

**٢٩**

نِڪِرُ نِمَاڻِي[١١]، پَرَتيئَن[١٢][١٣] پُنهُونءَ جَامَ[١٤] ڪي،

سِگَرَ[١٥] ۾ سَيّدُ چَئي، هوتَنِ ٿِيءُ هَاڻِي[١٦]،

توکي سُڄَاڻِي[١٧]، پَاڻَهين[١٨] ڪَندا پَانهنجو.

وائي

ٻَڙِي[١٩] مَادَرِ مَاءُ، مُون ۾ ٻِرهُه[٢٠] بَلوچَ[٢١] جو،

مُونکي لَڳَڙو[٢٢] ڪَانُ[٢٣] شِتَابَا،

ٻَرِيَمِ[٢٤] ٻَاروچَنِ جَا، ڏُونگَرَ[٢٥] مَنجهه ڏِيَا[٢٦]،

ڏُکَوُن[٢٧] ٻُکُون[٢٨] ڏَاڪَڙَا[٢٩]، ڪَارڻِ جَنِ مُون ڪِئَا،

سُورَ نَہ سَانِدَڻُ[٣٠] سُتِرَا[٣١]، جيهَا جَي تيهَا[٣٢]،

پُنهُون مُنهنجو پَاڻَ سين، وَنِيءَ وَرُ وِئَا[٣٣]،

پَاتَمِ هوتَ پُنهُونءَ لاءِ، لِڪَنِ[٣٤] مَنجهه لِيَا[٣٥]،

اُن جَا عَبداللطيف چَئي، اَچِي پُورَ[٣٦] پِئَا.

---

١. واسطي، ٢. محبوب (هوت، بلوچ قوم جوهڪ قبيلو آهي، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ٣. رستو، واٽ، ڪس، رند، ۴. معلوم ڪج. # سفر يعني پنڌ ڏکيو آهي ۽ ان (سفر) جو سامان سڙو يعني ڪاڏو پيتو (خرچ پکو) ٿورو آهي، ۵. پٽن جو، ميدانن جو، رڻ پٽن جو، ٦. ڏکيو، ٧. ڪيچ جي رهاڪن (ڪيچ رياست مڪران جو هڪ شهر آهي، پنهون ان سهر جو رهاڪو هو)، ٨. مٿو، سرُ، سسِي، ٩. قربان ڪري، ١٠. ڏونگرن ۾، جبلن ۾، ١١. ٻاهر ٿيءُ (ڀنڀور مان)، (ڀنڀور هڪ قديم شهر ٺٽي ضلعي ۾ گهاري جي ڳوٺ ڪان اتڪل ٻہ ميل پري آهي جنهن ۾ سسئي رهندي هئي)، ١٢. اي نماڻي، اي مسڪين، ١٣. (ٿون) پرتي آهين، حوالي يعني سپرد ٿي آهين، ١۴. سردار (سنڌ جي سمن بادشاهن جو لقب)، ١۵. رستي، واٽ، جماعت، ساٿ، قافلي، ٽولي، ١٦. جي، ١٧. سهي ڪري، پرکي، جاڻي، پڇاڻي، ١٨. ازخود، خودبخود، ١٩. اي ٻڙي، اي ادي، اي مادر، اي امان، اي ماءُ، ٢٠. ورهُ، درد (وڇوڙيءَ جو)، ٢١. ٻروچ، پنهون، ٢٢. تيرُ يا ڀالو (عشق جو)، ٢٣. تڪڙو، ٢۴. مونکي ٻريا يعني مون ٻرندي ڏنا، ٢۵. جبل، ٢٦. نڪر جا ڪپڙا جن ۾ تيل وجهي ٻار جي، ٢٧. تڪليفون، ڏاڪڙا، ٢٨. لنگهڻ، فاقا، ٢٩. ڏکَ، درد، تڪليفون، ٣٠. لڪائڻ، بيان نہ ڪرڻ، ظاهر نہ ڪرڻ، ٣١. سولا، آسان، ٣٢. جيها تيها= کهڙي بہ قسم جا، ٣٣. مڙس، ڀتارُ، ٣۴. جبلن، ٣۵. جهاتيون، ٣٦. خيال.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُر ديسي

## داستان چوڏهون

### ١

كَهَان[1] تَان[2] كيچَان[3] پَري[4]، وِهَان تَان وٽ[5] مُون[6]،

پُلِي[7] ذوربَم[8] پُون[9]، عَبَٿُ[10] آريءَ[11] جَام[12] كي[13].

### ٢

كَهَان تَان كيچَان پَري، سُمَهَان تَان سِرَ هيٺِ[14]،

بَاروچي[15] سين ذيٺِ[16]، جيذُيُون[17] جيهي[18] پِرِ[19] ٿي.

### ٣

ڄُلاَن[20] تَـ ڇِجَن[21] پيرَ، وِهَان تَـ وَڄَن نِڱئُو[22]،

مُون جيئَن[23] كَندي كيرَ[24]، جَتَن[25] پُنَيءَ[26] ڄُلهُون[27].

### ٤

جَتَنِ كَارَڻِ[28] جوٽَ[29]، پِٽيندي[30] پِرهَ[31] ٿي،

مَٿي[32] مُئيءَ[33] موٽَ[34]، كَانذَ[35] نَـ كي[36] كَڏهِين.

---

١. هلان يا پنذ كريان (محبوب ڪولڻ لاءِ). ٢. تہ. ٣. كيچ كان (كيچ رياست مكران ۾ هڪ شهر اهي، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان شهر جو رهندڙ هو). ۴. محبوب پري يعني ڏور ٿيندو وڃي. ۵. پاسي ۾، پر ۾. ٦. منهنجي. ٧. غلطي كري، چُڪَ كري. ٨. مون ڏوري، مون جهاڳي، مون ڏونڍي يا سوجهي. ٩. زمين، ڌرتي، ملڪ، ڏيهہ. ١٠. اجايو، بي سود. ١١. پنهونءَ (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو. پنهون ان قبيلي مان هو). ١٢. سردار (سنڌ جي سمن بادشاهن جو لقب). ١٣. لاءِ. ١۴. سر هيٺ= كنڌ يعني مٿي جي هيٺان، تمام ويجهو. ١۵. بلوچ، پنهون. ١٦. ملاقات، وصل. ١٧. اي جيڏليون، اي ساهيڙيون. ١٨. اهڙيءَ (اَلتيءَ). ١٩. ريت، نموني. ٢٠. ڊوڙان، سٽون ڏيان. ٢١. ڦٽجن، زخمي ٿين. ٢٢. نڪرئو، اسهئو. ٢٣. وانگر. ٢۴. كابہ نہ. ٢۵. جتن جي، اوٺين جي. ٢٦. پنيان. ٢٧. كاهون، ڊوڙون، پنڌَ. ٢٨. واسطي، لاءِ. ٢٩. سٽرَ، رانَ، گوڏو. ٣٠. ڏڪ هڻندي، كٽيندي (جوٽ پٽيندي= ماتم كندي، روئندي، افسوس كندي). ٣١. فجر، اَسُرُ. ٣٢. تي، ڏانهن. ٣٣. مئل، برباد يا تباهہ ٿيل. ٣۴. واپسي، لاڙو. ٣۵. مڙس، پتارَ، شوهر. ٣٦. كئي.

**٥**

جي هَاڙهِي هيٺ چَرَنِ، تَن مَيَن مَارِيْ آهِيَان،
ڏُکِيءَ سَنديُون ڏُونگرين، پَچَارُون پَونَ،
ڏِني ڏوتِيَڙَنِ، پَارَ ڪَڍَندي پَٻَ ۾.

**٦**

ڏوتِي ڏَسُ نَہ ڏِينِ، آيَلِ ٻَاروچَنِ جو،
اُتي چَڏي هَلِئَا، جِتي مَرُون تَا مَارِيَنِ،
اَچِئو تِيَنِ اوڏِڙَا، ڏَمَرَ ڏيکَارِينِ،
وَجَان وَاتَ نَہ ڏِينِ، جَو پِيرُ نِهَارِئَان پِرِينءَ جو.

**٧**

جَبَلُ ڏي نَہ جَوَابُ، اڱِئَان آرِيچَنِ جو،
سَندو اکِيُنِ آبُ، پَهڻَ تو پُرزَا ڪَري.

**٨**

جَڏهِين سَاتِيَنِ تي سَڌَ ڪِئَا، ٻُڌَئي نَہ ٻُوڙِي،
هَمَرَاهِي هوتَنِ سين، تو جُودَاَن نَہ جوڙِي،

١. هاڙهي جبل جي (لس ٻيلي جي والهہ طرف واريءَ جبلن جي قطار کي هاڙهو چوندا آهن)، ٢. تري ۾، پر ۾، پاسي ۾، ٣. (ڳاهہ وغيره) کائين، ۴. انن، ۵. فنا ڪئي، سَتَائي، ٦. ڏکايل، دردمند، ٧. جون، ٨. ڏونگرن ۾، ٩. ڳالهيون، ذڪرُ، عيبَ، گهٽتايون، ١٠. ڳائجن، ١١. ڏوٽين، جهنگ جي ماڻهن، ڏٽ يعني جهنگ جي شين تي پيٽ پاريندڙن يا گذران ڪندڙن، ١٢. آلاپَ، ورلاپَ، درديليون دانهون، ١٣. هالار جبل جي ڏاڪڻي جبلن جي قطار جو نالو، ١۴. پتو، ١۵. اي آيل، اي امڙ، ١٦. ٻروچن، پنهونءَ ۽ ان جي ڀائرن، ١٧. جانور (جهنگ جا)، ١٨. ساهہ ڪڍن، ١٩. ويجها، قريب، نزديڪ، ٢٠. واحد ڏمرَ= تاءُ، تک، دهشت، ڪاوڙ، ٢١. هلان، اڪتي، وڃان، ٢٢. گس، ٢٣. تہ، ٢۴. پير جو نشان، ٢۵. ڏسان، ڳوليان، ووڙيان، ٢٦. محبوب، ٢٧. خبرَ، ڏَسُ، پتو، حال احوال، ٢٨. آريءَ جي اولادَ (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو، پنهون ۽ ان جا ڀائر ان قبيلي مان هئا)، ٢٩. جو، ٣٠. پاڻي، لڙڪَ، ڳوڙها، ٣١. پهڻ کي، جبل کي، ٣٢. ٽڪر، ذرا ذرا، ڇيهون، ٣٣. سات يعني قافلي وارن، ٣۴. ٻُڌي نہ سگهندڙ، ٣۵. دوستي، سنگت، سات، ٣٦. محبوبن، پنهونءَ ۽ ان جي ڀائرن، ٣٧. جود مان، سيگهہ مان، جلدائيءَ سان، فراخدليءَ سان ٣٨. ڳنڍي.

پَلئُ[1] پُنهُونءَ[2] ڄامَ[3] جو، جَهليُئي[4] نہ ڊوڙي،
نَاحَقُ[5] نِدورِي[6]، مَتي[7] رَاهَہ[8] رڙُبون[9] ڪَرِين.

۹

توڪِي[10] پُڇِيمِ[11] تَي[12]، مَنَ ڪو اوتِيَنِ[13] جو[14] اُهَجُ[15] ڏِين،
لُورِي[16] لَنءُ[17] پِري[18]، پَاٽَان[19] وَانِيئي[20] وِمَ[21] جو.

١٠

بِلڪُل ڪَري نہ بَسِ[22]، هِنيُون مُنهِنجو هوتَ ري،
پِرِين جَنهِن پَارِ[23] وِئو، ڏُونگَرَ[24] مُون کِي ڏَسِ[25]،
ٿِئو بَاروچِي[26] وَسِ[27]، جِيئَڻُ[28] مُنهِنجو جِيڏِيُون.

١١*

جَاڳِي[29] جَاڳِي سَسُئِي، جَان[30] هيجَان[31] هَتَ وڌَاءِ[32]،
سيجَ سُجِي[33] پِرِينءَ رِءَ، پُنهُون پَٿَرِ[34] نَاهِہ[35]،
اُٿِيندي چَيَاءِ[36]، گهوڙَا[37] گَهرِ نہ سُپِرِين.

١٢

سِڪِي[38] جَان سُتِيَاسِ، تَان سِڪَ سُمَهڻ نہ ڏي.

١. پلاندَ، دامَن. ٢. سسئيءَ جي محبوب جو نالو. ٣. سردار (سنڌ جي سمن بادشاهن جو لقب). ۴. تو جهليو، تو ورتو، تو پڪڙيو. ۵. اجايو، بي جا، بي سبب، هرُيَرُو. ٦. نپاڳي، بدبخت. ٧. تي. ٨. رستي، گس. ٩. دانهون. ١٠. توسان. ١١. ڳالهايم، مون ڳالهايو. ١٢. تہ. ١٣. جيڪر، هوند. ١۴. جتن. ١۵. پتو، خبر، اطلاع. ١٦. ڪانَ، تير. ١٧. لَنءُ جو، محبت يا پيار جو. ١٨. زور سان. ١٩. آنلو. ٢٠. تو وانيو يعني وَهايو يا هنيو. ٢١. رئيس عضوي جهڙوڪ دل، جيري، ڦڦڙ. ٢٢. صبر، ماٺ، چُپ. ٢٣. طرف، ڏس. ٢۴. اي ڏونگرَ، اي جبل. ٢۵. ٻڌاءِ، سُڌاءِ. ٢٦. بروچ جي، پنهونءَ جي، پنهونءَ جي. ٢٧. وَسَ ۾، اختيارَ ۾. ٢٨. زندهہ رهڻ، جيئرو رهڻ *هن بيت جون پهريون ٻہ مصراعون سائين شاهہ ڪريم بلڙيءَ واري جون چيل آهن جي لطيف رح سائينءَ تضمين طور ڪم آنديون آهن. ٢٩. بيدار رهي، ننڊ ڦٽائي، اوجاڳو ڪري. ٣٠. جيئن ئي. ٣١. هيج مان، شوق مان، چاهہ مان، سڪ مان. ٣٢. تو وڌا يا، لڳايا (بستري کي). ٣٣. شاديءَ جي موقعي تي گهوٽ ڪنوار لاءِ تيار ڪيل کٽ ۽ بسترو. ٣۴. خالي، ويران. ٣۵. پٿر تي، پٿرائيءَ يعني بستري تي، اگهڻ ۾، گهر ۾. ٣٦. چيائين. ٣٧. هاءِ افسوس. ٣٨. آرزو ڪري، تمنا ڪري.

جَاڳِيءَ[1] سُتِيسَ[2] جَنِ لاءِ، سي آيا تان نه اُٿياس،
پينرُ[3] آئون پَليَاسِ[4]، نه ته سِڪَ[5] سُمَهڻُ[6] ڇا لَڳي[7].

## ١٣

رائو[8] سَڄائي رات، اونٿيَن[9] گهٽو اُڇلئو[10]،
برهمڻ[11] کي بَرَ[12] ۾، سَندي[13] ٻوتن[14] بات[15]،
وِڏائين[16] وِٽڪار[17] ۾، تَن[18] پريان[19] جيءَ تات[20]،
وِهاڻيءَ[21] پريات، سڳر[22] ٿيندي سات[23] جي.

## وائي

ٻاروچيِ[24] سان ٻَڙي[25] جيڏيون[26]، هيڪَر[27] ٿيان هيڪاندي[28]،
ڇَڙهي نه سَگهان ڇوٽيِن[29]، يارَ[30] ٻنان[31] دل[32] مَاندي[33]،
پورهيت[34] پُنهونءَ[35] جامَ[36] جي، باندين[37] جي آئون باندي،
پهچائج[38] پُنهونءَ کي، هيءَ پيادي[39] پاندي[40]،
پينرُ هن پنيور[41] ۾، آئون ايرادي[42] آندي،
ڪرم[43] ساڻ ڪريم جي[44]، ڪيچي[45] ٿيندم ڪاندي[46].

---

١. ننڊ ڦٽائي، اوجاڳو ڪري، ٢. آئون سُتي، ٣. اي پينر، اي اديون، ۴. آئون پَليس، مون غلطي ڪئي، ۵. سڪ جو، محبت يا پيار جو، ٦. سمهڻ سان، ننڊ سان، ٧. ڇا لڳي= ڪهڙو واسطو، ٨. (جبل جي) ريتي، مٽي، ڪڪري، ٩. جتن، ١٠. اٿلايو پٿلايو، لتاڙيو، جهاڳيو (پنڌ ڪري)، ١١. ٻانيڻ يا ٻانيياڻيءَ، سسئيءَ، ١٢. ٻرپٽ، رڻ پٽ، بيابان، ١٣. جي، ١۴. اٺن، ١۵. ڳالهه، پچار، ذڪر، ١٦. هَن وڏو، ١٧. لس ٻيلي ۾ هڪ ڳوٺ، جبل ۽ نئن جو نالو، ١٨. بدن، جسم، ١٩. پرينءَ، محبوبَ، ٢٠. تات ۾، طلبَ ۾، يادگيريءَ ۾، ٢١. وهاڻيءَ جو، پريات جو، فجر مهل، اَسُرَ ويل، ٢٢. سڳر تي، رستي تي، ٢٣. قافلي، ٢۴. ٻروچ يا بلوچ (پنهونءَ)، ٢۵. اي ٻڙي، اي ادي، ٢٦. اي جيڏيون، اي سرتيون، ٢٧. هڪ ڀيرو يا دفعو، ٢٨. گڏ، ٢٩. جبلن جي چوٽين تي، ٣٠. دوست، سڄڻ، ٣١. کان سواءِ، ٣٢. مَنُ، ٣٣. عاجز، بي وس، لاچار، ٣۴. نوڪرياڻي، ٣۵. سسئيءَ جي محبوب جو نالو، ٣٦. سردار (سنڌ جي سمن بادشاهن جو لقب ڄامُ هو)، ٣٧. ٻانديءَ جو جمع پورهيتن، نوڪرياڻين، ٣٨. رَسائج، ٣٩. پيرينَ پنڌِ، ۴٠. اي ٻانڌي، اي واٽهڙو، اي مسافر، ۴١. نٽي ضلعي ۾ ڪهاري جي ڳوٺ کان اٽڪل ۾ ميل پري قديم شهر جتي سسئي رهندي هئي، ۴٢. قسمت، قضا، خدا جي حڪم، ۴٣. مهربانيءَ، ۴۴. خدا جو صفاتي نالو، ڪرم ڪندڙ، ۴۵. ڪيچ جا رهاڪو (ڪيچ رياست مڪران جو هڪ شهر جتي پنهون رهندو هو)، ۴٦. جنازي کي ڪلهو ڏيندڙ.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُر ڪوهياري

## داستان پهريون

### ١

لَيلَ[١] نہ جاڳيئَن[٢] لِکَ[٣] سِينءَ[٤]، نَفسُ[٥] اَکلُ[٦] نَومُ[٧]،

صَباحَ رَجُلُ يَخرُجُ،# وِيئي ذاتِ[٨] جَتاڻِي[٩] قَومَ[١٠]،

لاَ اُبالِي[١١] اليَومَ[١٢]، هٰذا[١٣] هُوَ[١٤] فِيها[١٥] يُنکَرُ[١٦].

### ٢

لَيلَ نہ جاڳيئَن لِکَ سِينءَ، کُلِي[١٧] نَومُ کِئاءِ[١٨]،

قُمُ[١٩] تِي پَهچُ[٢٠] قَرِيبَ[٢١] کِي، اِجلِسُ[٢٢] تو[٢٣] نہ جُڳاءِ[٢٤]،

مُنِي[٢٥] مِهمانَن سين، روئي رات وِهاءِ[٢٦]،

جيلاَ[٢٧] نِندَ کِياءِ، تِنِي[٢٨] روزُ[٢٩] رَهين[٣٠] تِي راهَ مِ.

### ٣

لَيلَ جاڳيئَن لِکَ سِيئَن، شامَ[٣١] سُتيئَن سَيَ رات،

اوڳي[٣٢] اونيَهڙَن جا، پَهَ[٣٣] پُڇين[٣٤] پَريات[٣٥]،

---

١. رات، ٢. تون جاڳي، تون بيدار رهي، تو اوجاڳو ڪيو، ٣. ٿوري، ذري، ڪِنَ، پَلَ، ساعَتَ، گهڙيءَ، ۴. تائين. ۵. خودي، هَٺُ، نفس پرستي، عيش آرامَ، ٦. ڪاڌو پيتو، روزِي، ٧. ننڊ، غفلت # سياڻي صبوح جو مرد هليو ويندو، ٨. قومَ، خاندان. آڪهہ. ڪڙم، قبيلو، (هتي معنيٰ ٿيندي ماڻهو)، ٩. جتن جي، اوٺين جي، ١٠. قومَ جا. ١١. لا اُبالي=لاابالي، بي پرواھ، غافل، سست. ١٢. اَڄَ، ١٣. هيءُ، ١۴. اهو (ماڻهو)، ١۵. اُن ۾. ١٦. بي خبر يا اڻ ڄاڻ رکيو ويو آهي. ١٧. سموري (رات). ١٨. تو ڪئي، ١٩. اُٿي (رقم ٿي= تيار ٿي)، ٢٠. رَسُ، ٢١. محبوبَ، پرينءَ، ٢٢. وهڪ، غفلت، سستي، ٢٣. توکي، ٢۴. جڳائي ٿي، سُونهين يا زيب ڏي ٿي، ٢۵. اي مُني، اي مُنل. اي نياڳي يا بدبخت. ٢٦. گذار، ٢٧. جيئن تہ، جنهن صورت ۾. ٢٨. تنهنڪري، ٢٩. هميشہ، سدائين. ٣٠. پئي آهين. ٣١. شامَ کان وٺي، سنجهي کان وٺي، سج لهڻ کان وٺي، ٣٢. موڳي، بي عقل، نادان، ٣٣. پَها، رستا، گس، ٣۴. نهارين، ڳولين، ٣۵. پرڀات جو، فجر جو، اَسُرَ جو.

ٿِيءُ سَڳُرُ[1] تَنِ جي سَاٿُ،[2] تَہ پِيوِرِي[3] ڪَنهِن پَالِ[4] مِڙِين[5].

۴

لَيلَ نَہ جَاڳِيئَن لِڪَ سِيئَن، سُتِيئَن رَاتِ سَڄِي،
هِتَان هوتَنَاٽِيِنِ[6] جُون، وَهِيُون[7] ڪُرجِيُون[8] ڪَڄِي[9]،
پِورِي تُون پَڄِي، سَبَبِ[10] ڪَنهِن سَاٿِ مِڙِين.

۵

اجلِسِ[11] ڪَري اُٿِئَا، تَنوَارِئو[12] تَوِذَنِ[13]،
نَومَ نَوَازِي[14] تَنِ[15] ڪي، مَرحَبَا[16] مَوِذَنِ[17]،
رِڙهِي رَسُ رِوذَنِ، اَليَومَ سِيرُو# سَسُئِي.

٦

شَبَانُ[18] شَبَ سَاٿَ[19] پَلاَٽِئو[20]، لِڪَ نَہ جَاڳِيئَن لَيلَ،
نِمَاٽِيءَ[21] ڪي نَومَ جَا، نِيٽِين[22] پِيَڙا[23] نِيلَ[24]،
هَي[25] هَي هَبسَايُون[26] ڪَرِيين، اَزدَرِ[27] نَہ ايندِءِ ايلَ[28]،
سَاجُهرِ[29] وَقتِ صُبُوحَ جي، پَلتِئو[30] پُون پَيلَ[31]،
تِي وَاوِيلا[32] جي وَيلَ[33]، تِي سَسُئِيءَ سَاٿُ سَيد چَئي.

١. سڳر ۾. ڪس يا رستي ۾. ٢. سات سان، قافلي سان، اٺن جي قطار سان. ٣. اپوجهہ، نادان، بي سمجهہ. ۴. پال ڪي، مهربانيءَ يا احسان ڪي، نصيب يا ڀاڳ ڪي. ۵. ملين، گڏجين، حاصل ڪرين. ٦. هوت جي اولاد يا قبيلي وارن (هوت. بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو). ٧. وييون، ويون. ٨. واحد ڪرجين= خرزين، ڪڙيو، پورو، ٻڪرين ۽ رڍن جي ڏاس يعني وارن مان ٺهيل ڳوٿري جنهن ۾ ٻنهي پاسي سامان وجهي اٺ وغيره تي رکبي آهي. ٩. غائب ٿي. ١٠. سببِ جي ڪري، ذريعي، وسيلي. ١١. وهڪ. ڪچهري، مجلس. ١٢. آلاپ ڪئي، آواز ڪئا، گڙيا، گوڙ ڪئي. ١٢. اٺن روڏن. ١۴. نند. ١۵. شال طاري ٿئي. ١٦. آفرين، شاباس، واهہ واهہ. ١٧. موڏن ڪي، روڏن ڪي، اٺن ڪي. # اَڄَ ٺي سفر ڪريو (قرآن جي سورت). ١٨. راتو رات، راتو واهہ، رات وچ ۾. ١٩. سات وارن يا قافلي وارن، سات ۾ شامل ماڻهن. ٢٠. اٺن تي پلاڻ وجهي سامان رکئو، وڃڻ جي تياري ڪئي. ٢١. مسڪين، ويچاري، بي وس، عاجز (سسئيءَ). ٢٢. نيٽن ۾، اکين ۾. ٢٣. پٺا. ٢۴. نير. زنجير. ٢۵. افسوس يا ارمان آهي. ٢٦. (واحد هبس) هبس، حبس، سوڙهہ، تنگ دلي، بخل. ٢٧. اندر، گهر ۾. ٢٨. دوست. ٢٩. سوير، اول. ٣٠. اٿلئو. ٣١. پاٿيءَ جون اٿلون يعني اکين جي ڳوڙهن جي وهڪ. ٣٢. ماتم، روڄ راڙي. ٣٣. وقت، مهل، وير.

### ٧

غَافِل[1] غَفلَتَ[2] ڇوڙ[3]، تُون ڪِيئَن[4] اَٿا سِئي[5] اوجهرين[6]،
ڇُپَاتَا[7] چَڙهِئي[8] وِئَا، وَڃي پَهتَا[9] توڙ[10]،
نيٺين[11] ننڊَ اُڪوڙ[12]، جم[13] وَرَنِ[14] ۾ وَاڪَا[15] ڪَرِين.

### ٨

سَنجهي[16] رَهن سُمَهي، غَافِل مَنجهه گَهرَن،
لِيڙَن[17] جو لطيف چَئي، ڪَرِڳُلُ[18] سوءِ[19] نَه ڪَن[20]،
سي ڪوهه[21] پِرين[22] پَسَن[23]، جي سَنجهي رَهَن سُمَهي.

### ٩

آلوڙو[24] اڪيين[25]، آيَمِ[26] ننڊَ اَيَاڳُ[27] ڪي[28]،
هَاٺي هِن پَنيور[29] ۾، گهَاريان[30] ڪَارڻِ[31] ڪَن[32]،
اَديُون[33] اونِيڙن[34]، مُون[35] هِنيين[36] سين هَاڃُو[37] ڪيو.

### ١٠

پَتَر[38] پير[39] ڏِگها ڪَري، جَڏهِين سُتيُون جي،
تَڏهِين تَني کي، سَاٿَ[40] سُتيئي[41] ڇَڏيو.

---

١. اي غافل، اڙي سست، اي ڪاهل، ٢. سُستي، ڪُمَ آرَسُ. ٣. ڇڏ. ۴. ڇو، ڪوهه. ۵. بي نڪي، بي پتي، اناسي يعني ناس پتي کان سواءِ، نياڳي، ٦. ننڊَ جا جهوٽا يا پنڪيون ڪائيين. ٧. چپ چاپ ۾، ماٺ ميٺ ۾، لڪ ڇپ ۾، ڳجهه ڳوهه ۾. ٨. اٺن تي سوار ٿي، ٩. رسئا، ١٠. منزل تي، ١١. نيٺن مان، اکين مان، ١٢. ڪَڍُ، ١٣. متان، ١۴. (جبل جي) واٽن يا رستن، ١۵. رڙيون، دانهون، ١٦. سج لهڻ سان ئي، رات شروع ٿيڻ سان ئي، ١٧. اٺن، ڏاگهن، ١٨. گوڙ، هَلَ، ١٩. تو سئو، تو ٻڌو، ٢٠. ڪَنَ سان، ٢١. ڪيئن، ٢٢. محبوبَ، ٢٣. ڏسن، ٢۴. (ننڊ جو) جهوٽو، پنڪي، گهيرٽ، ٢۵. اکين کي، ٢٦. مونکي آئي، ٢٧. نياڳَ، ندورائيءَ، بدبختيءَ، ٢٨. واري، جي، لاءِ، ٢٩. ٺٽي ضلعي ۾ گهاري جي ڳوٺ کان اٽڪل ۾ ميل پري هڪ شهر جتي سسئي رهندي هئي، ٣٠. رهان، وهان، ترسان، ٣١. لاءِ، واسطي، ٣٢. ڪهڙن، ٣٣. اي اديون، اي سرتيون، ٣۴. اونين، جتن، پنهونءَ جي پائرن، ٣۵. منهنجي، ٣٦. دل، من، ٣٧. ظلم، قهر، نقصان، زيان، ٣٨. پٽر تي، پٽرائيءَ يا طولَ تي، سمهڻ لاءِ کٽ تي وڇايل گاديلي تي، بستري تي، ٣٩. پير ڏگها [illegible] بي فڪر يا بي اونيون ٿي، آرامَ يا فرحت سان، ۴٠. قافلي، اٺن جي قطار، ۴١. ستل، ننڊ ۾.

## ١١

وَڏي جَاڙَ[1] ڪِيَاءِ[2]، جِيئَن[3] سُتِيئَن[4] پيرَ ڊِگهَا[5] ڪَري،

دَرَ[6] يَارَ[7] اُپِيئَن[8] دوستَ[9] جي، سُڻُ[10] پُڻُ[11] تُوءِ سُيَاءِ[12]،

اَصلِ[13] آرِيءَ[14] جَامَ[15] جِي، سَڳِي[16] تُون نَہ سِيَاءِ[17]،

پُنُهونءَ سين پِيَاءِ[18]، تُون نِيَاڳِي[19] نِنڊُون ڪَرِين.

## ١٢

اِيءُ ڪَمُ[20] نَہ ڪَمِيڻِين[21]، جِيئَن سُتِيئَن پير ڊِگهَا ڪَري،

نِنڊَان[22] نِمَاڻِينُ[23] ڪي، اوِيَالا[24] اَچَنِ،

لِيتِين[25] ڪِيئَن[26] لطيف چئي، هَارِي[27] رِءَ[28] هُوتَنِ[29]،

سي ڪوهُ[30] پُنُهون پُڄَنِ[31] جي سَنجهي[32] رَهَنِ سُمَهِي.

## ١٣

سُتِيئَن سَوارِي[33]، مُنهَن[34] وِڙهِي[35] مُئين[36] جِيئَن[37]،

ڏِنِئي نَہ ڏِيرَنِ[38] جَا، چَوڌارِي[39] چَارِي[40]،

تِيلاهَہ[41] وِيچَارِي[42]، پُنُهون نِيَائُون پاڻَ سين.

---

١. ڄُڪ. غلطي، ڏاڍائي، ٢. تو ڪئي، ٣. جو، ۴. ننڊ ڪيئي، ۵. پير ڊگها ڪري= بي فڪر يا بي اوني ٿي، ٦. (گهر جي) دروازي، ڪواڙَ. ٧. وٽ، ٨. (جيڪڏهين) ٻيٺئن، تون ٻيٺي. ٩. يارَ، محبوب. ١٠. سُر ٻُر، ڳجهي ڳالهه. ڪَنَ جي ڳالهه يا گفتگو سُسَّس ١١. تہ هوند. تہ جيڪر، ١٢. تو سُئي يا ٻڌي، ١٣. اصلَ ۾، حقيقت ۾، ١۴. پنهونءَ (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو، سسئيءَ جو محبوبُ پنهون ان قبيلي مان هو)، ١۵. سردار (سنڌ جي سمن بادشاهن جو لقب)، ١٦. حقيقي، جگري، خون جي ذريعي لاڳاپيل، ١٧. مائٽياڻي، رشتيدار، ١٨. تنهنجو پيو (واسطو، تعلق يا پيوند)، ١٩. ندوري، بدبخت، ٢٠. ڪار، ڏنڌو، پيشو، وڙ، لائق، ٢١. ڪميڻين جو، بدڪارن جو، ٻڇڙائي ڪندڙن جو، ڪم ذات (زالن) جو، ٢٢. ننڊ جي سبب، ننڊ جي ڪري، ٢٣. ويچارين، مسڪينن، عاجزياڻين، ٢۴. مهڻا، طعنا، عتاب، ڏوراپا، (اويالا اچن= طعنا سهڻا پون)، ٢۵. سُمهين، ٢٦. ڪهڙيءَ طرح، ڇو، ٢٧. اي هاري، اي وسوڙَلَ، اي بي عقل يا موڳي، ٢٨. ڪان سواءِ، ٢٩. محبوبن، ٣٠. ڇو، ٣١. طلبين، نهارين، ٣۴. سج لهڻ شرط ٿي، رات شروع ٿيڻ وقت، ٣٣. ساجهر، سوير، ٣۴. چهرو، شڪل، صورتَ، ٻوٿَ، ٣۵. ڊِڪي، ٣٦. مُئَلَنِ يا مرده (عورتن)، ٣٧. وانگر، مثل، ٣٨. مڙس (پنهونءَ) جي ڀائرن، ٣٩. چوطرف، چئني پاسن کان، ۴٠. چوڪيدارَ، پهريدارَ، جاسوس، ۴١. تنهنڪري، ۴٢. اي ويچاري، اي نماڻي، اي عاجز.

## ١۴

سُتيئَن[١] سَنجهيئي[٢]، مُنهَن[٣] ويڙهيَ[۴] مُيُن[۵] جيئَن[٦]،
اوجاڳو[٧] اکيُن کي، جاتُئي[٨] نَه ڏيئي،
هَتَان تو[٩] پيئي، تِي کَچو[١٠] کيچيَن[١١] کي کَريِن.

## ١۵

اوجاڳو اَجاڻ[١٢]، ڪيئي نَه ڪَميٽِين[١٣] جيئَن،
آساري[١۴] ايهئيءَ[١۵] پَر[١٦]، پَوي ڪيچيَن سين ڪاڻ[١٧]،
بانهِئي[١٨] چائيِين[١٩] پاڻ[٢٠]، تِي سَجيُون راتيُون سُمَهِين.

## ١٦

جيڏيُون[٢١] جَمَ[٢٢] سُمَهو، نِندَ ويرياٽِي[٢٣] هوءِ[٢۴]،
مَتان[٢۵] مُنجهِي[٢٦] رَهو، واڪا[٢٧] ڪَري ويڙهِه[٢٨] ۾.

## وائي

گِلا[٢٩] ڪا[٣٠] مَ ڪَري، مُنهنجِي شَهرَ ڀَنڀور[٣١] ۾،
جَنهن وَٽِ هينان هَلئا، سَجڻ[٣٢] سانگ[٣٣] ڪَري،
لاَمُون[٣۴] تَنهِين وَٽِ سَنڌيُون[٣۵]، لوڏِيان[٣٦] لايان[٣٧] ڳَري[٣٨]،

١. تون سُتي، توکي ننڊ آئي،. ٢. سج لهڻ شرط، رات شروع ٿيڻ مهل. ٣. شڪل، صورت، چهرو، ٻوٿ. ۴. ڍڪي. ۵. مُئلن يا مرده عورتن. ٦. وانگر، مثل. ٧. جاڳ، بي خوابي، ننڊ نہ ڪرڻ جي حالت. ٨. تو ڄاتو، تو سڪئو. ٩. هتان تو پيئي= خطا توکان ٿي. ١٠. گلا. شڪايت. ڏورايو. طعنو. مهڻو. عيبُ. ٽِڪو. داغ. ١١. ڪيچ جي رهاڪن (ڪيچ رياست مڪران جو هڪ شهر آهي. سسئيءَ جو محبوبپنهون ان شهر جو رهاڪو هو)، ١٢. بي عقل، نادان، ١٣. بدڪارن، ڪم ذات يا نيچ عورتن، ١۴. غافل، بي خبر، ويسلي، ١۵. اهڙيءَ، ١٦. ريت، نموني، ١٧. گتي، احتياج، محتاجي، ١٨. نوڪرياڻي، گولي، ١٩. ڄَوائيِن، سڏائيِن، ٢٠. پاڻ کي، خود کي، ٢١. اي جيڏيون، اي سرتيون، ٢٢. متان، ٢٣. دشمنِ، ٢۴. آهي، آٿوَ، ٢۵. مبادا، ٢٦. ٻلجي، بتال، ٢٧. دانهون، رڙيون، ٢٨. جهنگ، ٢٩. شڪايت، نندا، ٣٠. ڪابہ هڪڙي، ٣١. ٺٽي ضلعي ۾ گهاري جي ڳوٺ کان اٽڪل ٢ ميل پري هڪ شهر جتي سسئي رهندي هئي، ٣٢. محبوب، دوست، ٣٣. ناهُ نوهَ، هارَ سينگارَ، ٣۴. تاريون، شاخون، ٣۵. ڄون، ٣٦. هلايان، ڦيرايان، ڏوٺيان، ٣٧. لڳايان، ٣٨. ڳري سان، ڇاتيءَ يا سيني سان.

جو سِينگارُ[1] سَرَتِين[2]، سو مُون نَاهه ڳَري[3]،
جِهَڙي تِهَڙي حَالَ سين، وَجَان پير پَري[4]،
قَضَا[5] جَا ڪَرِيمَ[6] جِي، ڪَنهن ڪَي[7] ڪِينَ ٽَري[8]،
جيڪِي لِکِئو لوحَ[9] قَلَمَ[10] ۾، پَارِيَانِ[11] سو پَري[12].

١. ناهه نوهه، جوڙ جنسار، زيب زينت، آرائش. ٢. سرتين يعني جيڏين کي يا جو. ٣. وتِ. ٤. پير پري= پنڌ ڪري. ٥. امر، حڪم، فيصلو. ٦. ڪرم يا مهرباني ڪندڙ، ڌڻي تعاليٰ. ٧. تان، ڪان. ٨. هٽي، پاسي ٿئي. ٩. تختيءَ يا ڦرهيءَ (جيڪا آسمان تي محفوظ آهي ۽ جنهن ۾ انسانن جي تقدير لکيل آهي). ١٠. ڪلڪ، ليکڻ (لوحَ قلم= نصيب، قسمت، تقدير.) ١١. نباهيان. (انجام يا شرط مطابق) پورو ڪريان. ١٢. (انجام) پورو ٿئي يا سَرِ ٿئي.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُر ڪوهياري

## داستان پهريون

### ١

ڏُونگر[1] تُون ڏاڍو[2]، ڏاڍو[3] ڏاڍايُون[4] ڪرين،

مُون[5] تَن[6] اَندر[7] تِيئن[8] وَهين[9]، جِيئن[10] وَڻُ وَڍي[11] واڍو[12]،

ڪَرَم[13] جو ڪَاڍو[14]، نه ته پَٿَرِ[15] ڪير پَندَ ڪري.

### ٢

ڏُونگر ڏَسُ[16] پِرِيَنِ[17] جو، ڪَافَ[18] نَه ڏِيين ڪو،

قَطارِئا[19] ڪَالهه وِئا، تُوڏا[20] وَٽان تو،

هوتُ[21] مُٺِيءَ[22] جو هو، ڪو سَاڄَنُ[23] اُنهِين سَاٿَ[24] ۾.

### ٣

ڏُونگر ڏَسُ پِرِيَنِ جو، ڪَافَ نَه ڏِيين ڪَلَ[25]،

قَطارِئا ڪَالهه وِئا، تُوڏا تُوهِين[26] جَهلَ[27]،

سُڻِي[28] هوتُ هَڪَلَ[29]، مَن[30] بُڌي ٻَاروچو[31] وَري[32].

---

اي ڏونگر، اي جبل، ٢. زوراور يا ارڏو (آهين)، ٣. سنگدل يا ڏاڍو ٿي، ٤. سختيون، ظلم، ستم، ڏاڍمڙسيون، انڌير، ٥. منهنجي، ٦.بدنَ، دل، ٧. ۾، ٨. اهڙيءَ طرح، ٩. وَڍَ وجهين، چِيرَ وجهين، ١٠. جهڙيءَ طرح، ١١. ڪپي، ١٢. ڪاٺ کي وڍڻ جو ڪم ڪندڙ، ڊکڻُ، سُوٿَهڙُ، ١٣. قسمت، تقدير، نصيبَ، ١٤. ڇڪ، ڪشش، نتيجو، ١٥. پٿرن ۾، پهاڙ يا جبل ۾، ١٦. پتو، خبر، ١٧. محبوبن، ١٨. اي ڪاف، اي جبل، ١٩. قطار يا صف جي صورت ۾ يعني هڪ ٻي پٺيان، ٢٠. اٽَ، ٢١. محبوب (هوت، بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ٢٢. مَٺل، مَٺل، نياڳي، سورن جي ستايل، ٢٣. سڄڻ، ٢٤. قافلي، اٺن جي قطار، ٢٥. خبر، سَڏِ، ٢٦. تنهنجي ئي، ٢٧. ويجهو، ڀرسان، ٢٨. ٻُڌي، ٢٩. آواز، سَڏَ، رڙ، واڪو، ٣٠. شال، ٣١. بلوچ، پنهون، ٣٢. موٽي.

## ٤

ڏونگر[1] ڏُکَ[2] سَنداءِ[3]، پِرينءَ[4] گَڏجان[5] تَه چُئان[6]،
پِنيءَ[7] تِيين پَوارُئون[8]، ٻِئا وِنگا[9] وَرَ[10] ڏَناءِ[11]،
چَڱي[12] کانه کِياءِ[13]، جِيئن[14] پير[15] وِڃايُئي[16] پِرينءَ جو.

## ٥

ڏونگرَ توتي ڏُکُ[17]، اَڃا آهيمِ[18] هِڪڙو،
سُورَنِ پَڳمِ[19] سُکُ[20]، وَئا[21] تِي[22] ووڙِيان[23].

## ٦

ڏونگرَ ڏوراپو[24]، پِهرين چُنديس[25] پِرينءَ کي،
پَهٽَنِ[26] پيرَ[27] ڏُکويا[28]، تَربُون[29] چِنيُون[30] تو،
رَحمُ[31] نَه پيئي[32] رُوحَ ۾، قَدرُ[33] مُنهنجو[34] کو،
جَبَلُ تو جاڙُون[35] کَري، واکو[36] کَنديسِ وو،
لَتو[37] لاڳاپو[38]، چِنو[39] سَڳ[40] پَنيورَ[41] سين.

## ⑦

ڏونگرَ ڏُکوبُنِ[42] کي، تَپي[43] کَندين کوهُه[44]،

---

١. اي ڏونگر، اي جبل، ٢. سور، تڪليفون، ٣. تو سندا، تنهنجا، ۴. پرينءَ کي، محبوب کي، ۵. ملان، ٦. چوان، ٻڌايان، ٧. رات پڇڙ جي وقت، پوئينءَ رات جو، اَسُرَ جو، پرڀات مهل، ٨. پَوَائُنو، خوفائتو، خوفناڪ، ٩. ڏنگا، پيچدار، ١٠. رستا، گَسَ، ١١. توڏنا، تو ڏيکاريا، ١٢. نيڪيءَ جو ڪم، چڱائي، ڀلائي، مهرباني، احسان، ١٣. تو ڪئي، ١۴. جنهن صورت ۾، ١۵. پيرن جو نشانُ، ١٦. تو وڃايو، تو گم ڪيو، تو لڪايو،، ١٧. مَيارَ، ١٨: مونکي آهي، مُنهنجو آهي، ١٩. منهنجو پڳو، منهنجو ڦِٽايو يا خراب ڪئو، ٢٠. آرامُ، آسائش، ٢١. ختم ٿئا، ٢٢. تنهن ڪري، ٢٣. (جبلُ) ڏوريان يا جهاڳيان، ٢۴. اوپالو، شڪايت، ٢۵. چونديس، ٻڌائينديس، ٢٦. پٿرن، ٢٧. قدم، پگ، ٢٨. ايذائيا، ڪُرائيا، ٢٩. پيرن جا هيٺيان پاسا، ٣٠. ڦَٽيون، زخمي ڪيون، ٣١. قياسُ، ڪهل، ترس، ٣٢. توکي پيو، ٣٣. دل، ٣۴. لحاظ، خيال، ٣۵. واحد جاڙ= ظلم، تڪليف، تعدي، ڏاڍائي، ٣٦. دانهن، فرياد، ٣٧. ختم ٿئو، ٣٨. واسطو، تعلق، ناتو، ٣٩. ٿٽو، ختم ٿيو، ۴٠. دوستي، مائٽي، عزازت، ۴١. ٻنيور جي ماڻهن سان، (ٻنيور سسئيءَ جو ڳوٺ هو جيڪو ٺٽي ضلعي ۾ گهاري جي ڳوٺ کان اتڪل ٻه ميل پري آهي)، ۴٢. ڏکن جي ستايلن زالن، درد وندين، ۴٣. گرم يا ڪوسو ٿي، ۴۴. ڇا.

تُون جِي[1] پَهَڻ[2] پَٻَ[3] جَا، لَڳَ[4] مُنهنجَا لُوهُه[5]،
کَنهِن جو کونهي ڏوهُه[6]، اَمُرَ[7] مُون سين ايئَن ڪِئو.

٨

ڏونگر[8] تو[9] ڏکَان[10]، پَهَڻُ تيَان پَٻَ جو#،
وَڃَنِ مُون[11] مَتَّان[12]، ڪيچِي[13] قَطَارُون[14] ڪِئو.

٩

ڏونگر مُون[15] مَ ڏُکوءِ[16]، اَڳِ[17] ڏُکوئي[18] آهيَان،
سَارِيَان[19] کونه سُکوءِ[20]، سُورَ[21] گَهَٽائي سَنبِرَان.

١٠

ڏونگر ڏُکوئُون[22]، تو مِ اورِڻ[23] آئُون،
اَچَنِ قُوڙَائُون[24]، ڏِجِ دِلاسو[25] تَنِ کي.

١١

ڏونگر ڏُکوئُنِ کي، دِلاسا ڏِجَنِ،
گَهٽُو پُڇجي[26] تَنِ کي، جَنِ وَٽَان[27] هوتَ[28] وَڃَنِ[29]،
تُون ڪَيئَن[30] سَندا تَنِ[31]، پَهَڻ[32] پير[33] ڏُکوئيِن[34].

١. جيڪڏهين، ٢. پٿر، ٣. ٻپ جبل (هالار جبلن جي ڏاکڻي قطار کي ٻپ چوندا آهن)، ۴. عضوا، بدن، جسم، ۵. تمام سخت (لوهہ جهڙا)، ٦. قصور، ٧. (خدا جي) اَمَرَ يا حڪمَ، ٨. اي ڏونگر، اي جبل، ٩. تنهنجي، ١٠. ڏک جي ڪري يا سبب، تڪليف جي ڪري# ٻپ جبل جي پهڻن جهڙي سخت يا ڏاڍي ٿيان، ١٦. منهنجي، ١٢. (بدن يا جسم) تان، ١٣. ڪيچ جا رهاڪو (ڪيچ رياست مڪرا جو هڪ شهر آهي، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان شهرَ جو رهاڪو هو)، ١۴. لانڍون، صفون، بهيرون، ١۵. مونکي، ١٦. ڏک ڏي، تڪليف ڏي، ايذاء، ١٧. اڳيئي، اول کان، ١٨. ڏکويل، ڏکن جي ستايل، ١٩. سنبران، مونکي سُجهي يا ياد اچي، ٢٠. تنهنجو سُکَ، ٢١. ڏک، تڪليفون، ٢٢. ڏکن جو ستايل زالون، درد ونديون، ٢٣. (سورَ يا ڏکَ) ٻڌائڻ يا سَلَڻَ، ٢۴. (محبوب کان) وڇڙيل يا جدا ٿيل، ڦوڙآئي يا فراق جون ماريل يا ستايل، ٢۵. آٿت، ڏَڍُ، تسلي، تسڪين، ٢٦. پرچاڻي ڏجي، مزاج پُرسي ڪجي، آٿت يا ڏَڍُ ڏجي، ٢٧. کان، ٢٨. محبوبَ، دوستَ (هوت، بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ٢٩. جُدا ٿين، ٣٠. کهڙي ريت، ڇو، ڇاجي ڪري، ٣١. جا، ٣٢. اي پهڻ، اي پٿر، اي جبل، ٣٣. قدم، پڳَ، ٣۴. ايذائين، ڪُرائين.

## ١٢

ڏُونگَرَ[1] ڏُکوِيُنِ[2] جو، توکي نَاهِ تَرَسُ[3]،
پَهَڻَ[4] پَرَڏيهِڻِ[5] سين، کو اڳِي هوءِ[6] عَکَسُ[7]،
پيرَ[8] مُئِيءَ[9] جَا پَسُ[10]، جي چِنجُهَنِ[11] چِيهَاڙِيُون[12] کِئا.

## ١٣

ڏُونگَرَ ڏُکوِيُنِ جي، ڳَلِ[13] سُکَا[14] ڳوڙهَا[15]،
هُو جي پَهَڻَ[16] پَبَ[17] جَا، پَجِي ٿِئَا[18] پُورا[19]،
گُونڌَرَ[20] جَا گهوڙَا[21]، وَڃَنِ جَان[22] جُدَا[23] کِئو.

## ١٤

ڏُونگَرَ ڏُکَ پَئِي[24]، مُون تو سين ڳالهِ کِي،
پَاڻَان[25] آئُون مُئِي[26]، سُورُ[27] سَلائِي[28] پِرِينءَ[29] جو.

## ١٥

ڏُونگَرَ تو کَارُون[30]، کِئَا نَه بَاروچَن[31] سين،
کَندَا تَنوارُون[32]، پَاسَان[33] تو[34] پِرِين وِئَا.

---

١. اي ڏونگر، اي جبل، ٢. ڏکن جي ستايل زالن، سُورهہ يا درد جي ماريلن، ٣. قياس، رحم، ڪهل، ۴. اي پهڻ، اي پهاڙ، اي جبل، ۵. پرديسياڻين، مسافرياڻين، ٦. توکي هو، ٧. دشمني، وير، ضِدُ، ٨. قدم، پکّ، ک٩. مُئَلَ، مُئل، ڏکنَ جي ماريل يا ستايل، نياڳيءَ، ١٠. ڏِسُ، ١١. (جبل جي) غارن، جبلن، پهڻن، ١٢. ذَرا ذَرا، پرزا پرزا، ١٣. ڳلَ تان، ڳِٽي تان، رخسار تان، ١۴. خشڪ ٿِئا يا وَهَڻ کان بس ٿِئا (گهڻي رُئڻ ڪري)، ١۵. لڙڪ، آنسو، ١٦. پٿرَ، ١٧. پب جبل (هالار جبلن جي ڏاڪڻي قطار کي پَبُ چوندا آهن)، ١٨. ٿُتي، ٽِڙڪي، ١٩. پورَ پورَ، ذرا ذرا، ٢٠. غم، درد، ٢١. لشڪرَ، انبوهہ، ڪٽڪ، ٢٢. دَمُ، ساهُ، ٢٣. جدا ڪئو= ڪڍيو، ٢۴. ڏکِ پئي= ڏکَ ۾ پرجي، ٢۵. پاڻ کان، پنهنجي هٿ کان، خود بہ خود، ازخود، ٢٦. فوت ٿي، تباهہ يا برباد ٿي، فنا ٿي، ٢٧. ڏکُ، دردُ، غمُ، ٢٨. سٺائي، ڀِڏائي، ٢٩. محبوبَ، ٣٠. حيلا، ڪوششون، منٿون، ايلازَ، ٣١. بلوچن، سسئيءَ جي محبوب پنهون جي ڀائرن، ٣٢. آلاپون، آواز، گوڙ، شورَ، ٣٣. پاسي کان، پرسان، ٣۴. تنهنجي.

**(١٦)**

ڏونگر[1] مُنهنجي ڏُکَ[2] جو، تان[3] تُون واقف[4] ٿيءُ،
وَتان[5] تو وَنِي وِئا، پَهَس[6] مُنهنجو پِيءُ[7]،
پَجِي[8] پَراهُون[9] ٿِيءُ، مَتان[10] سَڙبِن[11] پِريان[12] جي سُورَ[13] ۾.

**١٧**

ڏونگر مَان[14] سين روءُ، ڪَڏِي پارَ[15] پُنهُونءَ[16] جا،
سَجَڻ[17] هوم هيڪڙو[18]، وِئو ڦوڙائي[19] سو،
ڪَنهِن جو ڪونهي ڏوهُه[20]، مُون سين اِرادي[21] ايئن ڪِئو.

**١٨**

ڏونگر ڏِهاڙي[22]، پاڻُ[23] مَٿانئي[24] گهوريان[25]،
تو ۾ رِهاڻي[26]، سَدا[27] باروچَن[28] جي.

**(١٩)**

ڪِيجي[29] ڪَڏِئا پارَ، ڏُکيءَ[30] ڏونگر پاڻَ[31] ۾،
سُٽِي[32] تَنوارَ[33]، مِرُون[34] پِئا مامِري[35].

---

١. ڏونگر، اي جبل يا پهاڙ. ٢. درد، سُور. ٣. البت. ٤. ڄاڻو، ڄاڻندڙ. ٥. ڪان. ٦. اوچتو، هڪدم، تڪڙو، جلد، زور سان، زبردستيءَ سان. ٧. محبوبُ. ٨. هَٿِي. ٩. پري، پاسي. ١٠. مبادا. ١١. جلين. ١٢. پرينءَ، محبوب. ١٣. ڏکَ، غمَ. ١٤. مون. ١٥. ورلاپ، اوسارا، سياپا. ١٦. سسئيءَ جي محبوبَ جو نالو. ١٧. دوست، يارُ، محبوب. ١٨. مونکي هو. ١٩. جُدا ٿي. ٢٠. قصور. ٢١. تقدير، ربَ جيءَ رضا، قسمت. ٢٢. روزانو. ٢٣. جندُ، سرير، بدن. ٢٤. تنهنجي مٿان، توتان. ٢٥. قربان يا صدقي ڪريان. ٢٦. ڪچهري، رهاڻ، مجلس، گڏجاڻي. ٢٧. سدائين، هميشه. ٢٨. بلوچن، پنهونءَ ۽ ان جي ڀائرن. ٢٩. ڪي اهڙا. ٣٠. ڏکن يا سورن جي ماريل يا ستايل. ٣١. آپس. ٣٢. ٻڌي. ٣٣. آلاپَ، دانهن. ٣٤. (جهنگلي) جانورَ. ٣٥. مامري ۾، آزار ۾، مصيبت ۾، آفت ۾.

### ٢٠

ڏُڪِي[١] ڏُونگَرُ[٢] پَاڙَ[٣] ۾، ٻَئِي وِيٺَا رُونِ[٤]،
ڪَنهِن ڪي سو نَہ چُونِ[٥]، مَنجِهِن[٦] جو پِريَتُو[٧].

### ٢١

اَڄُ پَڻِ وِيٺو روءِ[٨]، ڏُڪِي ڏُونگَرُ پَاڙَ ۾،
ڪوهِيَارِي[٩] جو ڪوءِ، اَڇِي[١٠] سُورُ اُڌَمِئو[١١].

### ٢٢

سَڄَڻَ[١٢] مِيخُون[١٣] ڏُونگَرِين[١٤]، ڏُونگَرَ پُونِين[١٥] ڪِيرَ[١٦]،
اِهَڙَا سَيڻَ[١٧] سُڌِيرَ[١٨]، ڪِينَ لَهَندِينءَ[١٩] ڪي ٻِئا.

### ٢٣

جِهَڙَا ڪَڪَرَ[٢٠] اُڀَ[٢١] ۾، تِهَڙِي ڏُونگَرَ[٢٢] ڏِيٺِ[٢٣]،
آئُون تَنهِن[٢٤] هِيٺِ، پِيرُ[٢٥] نِهَارِيَان[٢٦] پِرِينءَ[٢٧] جو.

## وائي

آهِيَان جَنِ سَندِي[٢٨]، مُون ڪي سي نَہ ڇَڏِيندا هُوتَا[٢٩]،
وِيٺِي آهِيَان وَاٽَ[٣٠] تِي، آئُون آسَرَوَندِي[٣١]،

---

١. ڏکن جي ستايل (سسئي)، ٢. جبلُ، ٣. آپس، ۴. روج راڙو ڪن، ۵. چوَنِ، ٻڌائين، ٦. انهن جي اندر يا دل ۾، ٧. پيار، محبت، نينهن، ٨. روئي، روڄن ڪري، ٩. ڪوهہ يعني جبل جي رهاڪوءَ يا مالڪ، (سسئيءَ جي محبوب)، پنهونءَ، ١٠. درد، ١١. جاڳيو، پيدا ٿئو، اُسرِئو، ١٢. دوست، يارَ، محبوبَ، ١٣. ڪلا، ڪيرا، ١۴. ڏونگرن جون، جبلن جون، ١۵. پونين جا، زمين جا، ١٦. ڪلا، ڪيرا، ١٧. دوست، سڄڻ، ١٨. ڏيرج وارا، صابرَ، بردبارَ، سياڻا، ڏاها، هوشيارَ، عاقل، ١٩. هٿ ڪري سگهندينءَ، حاصل ڪري سگهندينءَ، ٢٠. بادلَ، اَبرَ، ٢١. آسمان، ٢٢. ڏونگر جي، ٢٣. نظارو، ڏيکُ، ٢۴. ڏونگر ڏانهن اشارو، ٢۵. پير جو نشان، ٢٦. ڳوليان، ٢٧. محبوب، ٢٨. جِي، ٢٩. هوتَ، محبوبَ (هوت، بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ٣٠. رستي، گس، ٣١. آسائتي، اميدوار، آسري جي طلبگار.

پَهَائِيندِيَسِ پِرِينءَ[1] کي[2]، گِڇِيءَ[3] پَائِي گندِي[4]،

پِرِينءَ پُڄَاڻَانْ[5] جيڏيُون[6]، آئُون رَتِيءَ[7] تَان نَہ رهندي،

ڪَرَمَ[8] سَاڻُ ڪَرِيمَ[9] جي، لُطِفَ[10] سَاڻُ لطيف[11] جي، آئُون پِرِينءَ[12] مِڙَندي[13].

١. پرچائيندِيس، ريجهائيندِيس، ٢. محبوبَ، ٣. ڳچيءَ ۾، ڪنڌ يا سنڌيءَ ۾، ٤. پوتي، چُني، ٥. ڪان پوءِ، ٦. سرتيون، ٧. ٿوريءَ (دير تائين)، ٨. مهربانيءَ، ٻاجهہ، ٩. ڪرمُ ڪندڙ، ٻاجهاري، ڏٿي تعاليٰ، ١٠. مهربانيءَ، ١١. پاڪُ، پاڪيزو، ڏٿي تعاليٰ، ١٢. پرينءَ کي، ١٣. ملندي، گڏبي.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُر ڪوهياري

## داستان ٽِئو

### ١

رَهِيو[1] وينِي راڳِ[2]، اَمڙِ[3] اورئان[4] نِجهرو[5]،*
لاٿو[6] ڏيهه[7] وٽنِ سين، مُون لاڳاپو[8] ۽ لاڳِ[9]،
ڏُونگرَ[10] سي ڏوريندُيون[11]، جَنِ[12] اَندرِ[13] ٻَري[14] آڳِ[15]،
هوتَاڻِي[16] هِنَ ماڳِ[17]، مُون ڪي ڇَڏِ مَ ڇَپَرين[18].

### ٢

مُون ڪي ڇَڏِ مَ ڇَپَرين، هِت هوتَاڻي هَاڻِ[19]،
اوڏِي[20] مُنڌَ[21] اُنَنِ ڪي، اَللهَ[22] ڪَارڻِ[23] آڻِ،
پورهيو ڪَنديَس پَاڻِ[24]، اِڳئان آريچنِ[25] جي.

### ٣

مُون ڪي ڇَڏِ مَ ڇَپَرين، حَاذقَ[26] هوتَاڻي،
توهَين[27] لَئيءِ[28] ڪَاڻي[29]، ڏکي[30] پُٽي[31] ڏُونگَرين[32].

١. ترسيو، ٽڪيو. ٢. مٿيءَ جو ڪرڀٽ يعني رڀڙي ٿاهي (ڳهر ڪي) سنهو ليڀو يا ڀوچي ڏي. ٣. اي امان، اي امڙ. ۴. خالي ڪريان. ۵. ٻُنگو، جهوپڙو، ڳهرُ. * آئون نجهرو خالي ڪري وڃان پئي ۽ تون ويٺي ان ۾ رهه ۽ ان کي ليپو ڏي. ٦. ختم ڪيو. ٧. ڏيهه جي. وطن جي. ٨. تعلق، ناتو، ڳانڍاپو. لڳاءُ. ٩. آسرو، سانگو. ١٠. جبلَ. ١١. ڍونڍيندين، جهاڳيندين، ڊوڙيندين. ١٢. جن جي. ١٣. اندر ۾، بدن ۾، دل ۾. ١۴. ٻرڪي، ڌکي، ڌڳي. ١۵. باهه يا مچُ (عشق جو). ١٦. اي هوتاڻي، اي هوت جا اولادَ، اي پنهون (هوت، بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي. سسئيءَ جو محبوبُ پنهون ان قبيلي مان هو). ١٧. ماڳَ تي، هنڌ يا جاءِ تي. ١٨. ڇپرن ۾، جبلن ۾. ١٩. هن وقت، هينئر، في الحال. ٢٠. ويجهي، نزديڪ. ٢١. عورت، زال (سسئي). ٢٢. الله جي، خدا جي. ٢٣. واسطي، محابي، صدقي. ٢۴. آئون خود. ٢۵. آريءَ جي اولادَ، پنهونءَ (بلوچ قومَ جي هوت قبيلي جي سردار جو نالو آري هو، پنهون هوت قبيلي مان هو). ٢٦. قابل، ڪامل، داناءُ، ماهرَ. ٢٧. تُنهنجي. ٢٨. واسطي. ٢٩. ڪامِي، پچي، سڙي، جلي (عشق جي باهه ۾). ٣٠. ڏکَ جي ستايلَ، درد جي ماريل، دردمند. ٣١. رُلي، ڀٽڪي، هلي، پنڌ ڪري. ٣٢. ڏونگرن ۾.

## ٤

مُونکي چَڏِ مَ چَپَرِينَ[1]، هِنَ هَنڌِ[2] هوتَاڻي[3]،
نيچ[4] نِمَاڻي[5] پَاڻَ سين، پُنُهون آرِيَاڻي[6]،
توهِين[7] لَئِيءَ[8] کَاڻي[9] پُٺي[10] ڏُونگَرَ[11] ڏورِيَان[12].

## ٥

مُونکي چَڏِ مَ چَپَرِين، هوتَاڻي هِنَ هَنڌِ،
توسين پُونديَسِ[13] پَنڌِ[14]، ڏِينديَسِ بَاهِ پَنيُورَ[15] کي.

## ٦

مُون کي چَڏِ مَ چَپَرِين، پَوءِ[16] رَهَايَسِ[17] پَاڻَ[18]،
جي پُلاَئِيُون[19] پَاڻَ[20]، رَسُ[21] رَسِيلاَ[22] تَنِ کي.

## ٧

سُتيءَ[23] پُونِ چِرِڪَ[24]، آيَلِ[25] بَارُوچَنِ[26] جَا،
وَمَ[27] وِهَاتِي[28] ووڙي[29]، ڪُوهِيَارِي[30] ڪِڙِڪَ[31]،
ڏَڙَ[32] ڏُوٽئو[33] تَنهِن ڏَڪَ[34]، جَڏِي[35] جِيئَڻُ نَ ٿِيي[36].

---

١. چپرن ۾، جبلن ۾. ٢. هنڌ تي، جاءِ تي، ماڳ تي. ٣. اي هوتاڻي، اي هوت جا اولاد، اي پنهون (هوت، بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو). ٤. وني وڃ. ٥. مسڪين، اڏين، ويچاري، عاجز. ٦. آريءَ جا اولاد، آري، (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو). ٧. تنهنجي. ٨. واسطي. ٩. ڪامي، پڇي، سڙي، جلي. ١٠. پيئي. ١١. جبل. ١٢. ووڙيان، جهاڳيان. ١٣. آئون پوندي، آئون هلندي. ١٤. پنڌ ۾، ڪس ۾، واٽ ۾، سفر ۾. ١٥. ٺٽي ضلعي ۾ گهاري جي ڳوٺ کان اٽڪل ٻه ميل پري هڪ قديم شهر آهي جتي سسئي رهندي هئي. ١٦. پوءِ تي، پُٺتي. ١٧. مونکي رهايو يا روڪيو، مونکي ترسايو يا جهليو. ١٨. خوديءَ، آپي، هٺَ. ١٩. مُنجهايون، گمراهه ڪيون. ٢٠. وڏائيءَ، هٺَ، تَڪبُرَ، آپي، خوديءَ. ٢١. پهچ. ٢٢. رسيل يا پهتل (خدا کي)، واصل بالله، رس پريا، چڱا. ٢٣. سُتيءَ کي، ستل کي. ٢٤. اڌما، ڊپ، ڌاهه. ٢٥. اي آيل، اي امڙ. ٢٦. بلوچن، پنهونءَ جي پائرن. ٢٧. وم ۾، مکيه يا رئيس عضوي ۾ جهڙوڪ، دل جگر، جيري، ڦڦڙ. ٢٨. زور سان هنئي، ڦهڪائي. ٢٩. افسوس ڙي. ٣٠. ڪوهه يعني جبل جي رَهڻ واري، پنهونءَ. ٣١. ٻرڇي، ڀالو، تيرُ. ٣٢. ڏڙ کي. ٣٣. لوڏيو، ڏوڙيو. ٣٤. نوڪر، سٽ. ٣٥. جڏيءَ جو (عشق جي) بيمار جو. ٣٦. جيئرو يا زنده رهڻ.

## ٨

سُتِيءَ[1] پُون چِرڪَ[2]، آيَلِ[3] ٻَاروچَنِ[4] جَا،
پُنُهونءَ جي پَيڪَانَ[5] جُون، رَاسِيُون[6] مَنجهان رُڪَ[7]،
هَنيَمِ[8] هوتَ[9] ڪِڙڪَ[10]، لوچَان[11] لوهُ[12] نَہ نِڪري.

## ٩

جيهي جِي[13] تيهي، ٻَانهي[14] ٻَاروچَنِ جي،
حُجَتَ[15] هوتَ پُنُهونءَ سين، مُون ڪَميِٽيءَ[16] ڪيهي[17]،
اَصلِ[18] آريءَ[19] جَامَ[20] جي، پَلَيءِ[21] آئُون پيئي،
هُوءَ جَا پَائِينِ پير ۾، تَنهن جُتيءَ نَہ جيهي[22]،
وِساري[23] ويهي، تَنِ ڪيچِيَنِ[24] کي ڪيئن رَهان.

## ١٠

هُئي جي نَہ هُئي، تَہ ٻَانهي ٻَاروچَنِ جي،
اَنَ سَڱَ[25] مُقابِلِ[26] سَسُئي، سَنديَنِ[27] ٿي سُئي[28]،
هُنِ[29] تَان[30] لَڄَ[31] لُئي[32]، هِنَ[33] جو هَلَڻُ هوتَ ڏي.

---

١. سُتي ي، سُتل ڪي، ٢. اُڌما، ڊِپَ، ناهُہ، ٣. اي آيل، اي امان، ٤. بلوچن، سسئيءَ جي محبوب پنهونءَ جي ڀائرن، ٥. تير، ڪان، ٦. چوٽيون، نوڪون، چُنهنبون، ٧. اعليٰ درجي جي لوهہ، فولاد (مان نهيل)، ٨. مونکي هنئي، ٩. محبوب، پنهونءَ (هوت، بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي، پنهون ان قبيلي مان هو)، ١٠. بڙڇي، ڀالو، تيرُ، ١١. لڇَان، ڦٿڪان، پاڻ پڇاڙيان، ١٢. (لوهَ جو نهيل) ڀالو، تيرُ، ١٣. جهڙي تهڙي، خسيس، ڪميڻي، نيچ، ١٤. گولي، نوڪرياڻي، ١٥. گستاخي، دليل بازي، عذرداري، دعويٰ، اختيار، ١٦. ڪميڻيءَ جي، ١٧. ڪهڙي يا ڪابہ نہ آهي، ١٨. اصل ۾، حقيقت ۾، ١٩. پنهون (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو)، ٢٠. سردار (سنڌ جي سمن بادشاهن جو لقب)، ٢١. پَليءِ ۾، پناري ۾، آجهي ۾، پَليءِ پيئي= پناهَ ۾ آئي، ٢٢. جهڙي، ٢٣. دل تان لاهي، ڀُلائي، ٢٤. ڪيچ جي رهاڪن (ڪيچ رياست مڪران جو هڪ شهر آهي، پنهون ۽ ان جا ڀائر ان شهر جا رهاڪو هئا)، ٢٥. (ٻانهپ جي) رشتي، ٢٦. موجب، جي واسطي سان، جي لحاظ کان، ٢٧. انهن (ٻاروچن) جي، ٢٨. ٻڌڻ ۾ آئي، ٢٩. ٻاروچن ڏانهن اشارو، ٣٠. تہ، ٣١. نڪاح ٻڌي زال، شرم، ٣٢. ڦِٽي ڪئي، ڇڏي ڏني، نظرانداز ڪئي، ٣٣. سسئيءَ ڏانهن اشارو.

## ۱۱

گولي[1] بندي آهه، زرِ[2] خريد[3] جتن[4] جي،
آجپڻ[5] آريچن[6] جو، سسئيءَ[7] تان[8] نه سهاءِ[9]،
ان طعني[10] کي توڙائين[11]، ويني منڌ[12] واجهاءِ[13]،
ڏائي[14] در[15] منجهان، شال[16] مَ ڪڍين ڪڏهين.

## ۱۲

ٻانهي ٻانهوتي[17]، ڪنيز[18] ڪيچين[19] جي،
ٻئي[20] ٻاروچي[21] هٿ ۾، چڳن[22] سر[23] چوٽي[24]،
معذور[25] ڪي موٽي[26]، شال پڇندو[27] پٻ[28] ڌڻي[29].

## ۱۳

ٻانهوتي ٻانهي، زر خريد جتن جي،
سي ڪيئن وڃن وسري[30]، جي جيءَ[31] سندا[32] جاني[33]،
اڱڻ[34] اماني[35]، شل ڪيچين جي ڪام ٿيي.

## ۱۴

ڪنيز ڪيچين جي، ٻاروچي[36] ٻانهي،

---

۱. ٻانهي، نوڪرياڻي، بندي، ۲. زر سان، ناڻي سان، پيسن سان. ۳. خريد ٿيل، ڳنڍل، ورتل (زرخريد=خاص، نجي)، ۴. اوڻين، پنهونءَ ۽ ان جي ڀائرن. ۵. آجائي، آزادي (نوڪريءَ کان). ٦. آريءَ جي اولاد (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو). ۷. سسئيءَ کي. ۸. هرگز، بنهه. ۹. جڳاءِ، پسند، روا، مناسب. ۱۰. مهڻي، عتاب. ۱۱. توڙ کان، اصل کان، مُنڍ کان. ۱۲. شروعات کان. ۱۲. زال، عورت (سسئي). ۱۳. واجهائي، تڪي، اڏڪي. ۱۴. نوڪرياڻي، ٻانهي، خذمتگار. ۱۵. گهر. ۱٦. خدا ڪري. ۱۷. خسيس ٻانهي. ۱۸. نوڪرياڻي، ٻانهي. ۱۹. ڪيچ جي رهاڪن (ڪيچ رياست مڪران جو هڪ شهر آهي، پنهون ان شهر جو ويٺل هو). ۲۰. ٻئي چوٽيون (مٿي جي وارن جون چوٽيون جيڪي مسلمان زالون مٿي کي ڦٽي ڏيئي ڪنڌ يا ڳچيءَ پٺيان وارن کي ٻن حصن ۾ ورهائي ويڙهينديون يا ڳوپ ڏينديون آهن. ٻنهي حصن مان هر هڪ کي چوٽي چٽبو آهي). ۲۱. ٻاروچي جي، ٻروچ يا بلوچ جي (پنهونءَ جي). ۲۱. وارن جي مڇن، وارن. ۲۲. سوڏيون، سميت. ۲۴. چوٽون. ۲۵. عذر واريءَ، جڏيءَ، بيمار (سسئيءَ). ۲٦. واپس ٿي. ۲۷. مزاج پرسي ڪندو، سارَ لهندو. ۲۸. پَبَ جَبَل جو (هالار جبل جيڏاڪثي قطار کي پب چوندا آهن). ۲۹. مالڪ (پب ڌڻي= پنهون). ۳۰. دل کان لهي، ٻلجي. ۳۱. دل. ۳۲. جا. ۳۳. جانب، محبوب. ۳۴. اڱڻ ۾. گهر ۾. ۳۵. بي ماني، بي آبرو. ۳٦. ٻاروچي جي، ٻروچ جي، پنهونءَ جي.

سي ڪِيئَن وَڃَن وِسَري[1]، جي جِيءَ[2] اَندَرِ[3] جَانِيَ[4]،
اڳڻِ[5] اَمَانِيَ[6]، شَلَ[7] ڪيچِيَنِ[8] جي ڪا مَ ٿِيي.

## وائي

ٻَاروچَا[9] ٻَاجهَ[10] پَئي، مَان[11] ڪي نيندَا[12] سَاڻُ[13]،
ڏِيندَا مُون ڏُکي[14] کي، اَلَهَ[15] لَڳِ[16] اُهجَاڻَ[17]،
لاتَقنَطُوا مِن رَحمَةِ الله،# پِريَنِ[18] چَيو پَاڻُ[19]،
اِنَ اللهَ يَغفِرُ الذُنُوبَ جَمِيعاً،* اِي پُنهُونءَ جَا پَرِيَاڻَ[20].

١. دل تان لهي، پلجي، ٢. دل، ٣. پر، ۴. جانب، سڄڻ، محبوب، ۵. اڱڻ پر، ٦. بي ماني، بي آبرو، ٧. خدا ڪري، ٨. ڪيچ جي رهاڪن (ڪيچ رياست مڪران جو هڪ شهر آهي، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان شهر جو وينل هو)، ٩. ٻروچ، بلوچ(پنهونءَ جا پائر)، ١٠. ٻاجهه پئي= ٻاجهه ڪري، ڪرم ڪري، رحم ڪري، ڪهل ڪري، ١١. مون، ١٢. وٺي ويندا، ١٣. پاڻ سان، ١۴. ڏک جي ستايل، درد جي ماريل، ١۵. اللهَ، ١٦. واسطي، ڪارڻ، ١٧. پارَ پتا، ڏَس# خدا جي رحمت يعني ٻاجهه مان نااميد نہ ٿيو (قرآن شريف جي سورت زمر جي آيت ۵٣)، ١٨. محبوبن يعني خدا، ١٩. خود * بيشڪ خدا اوهان جا مڙيئي يعني سڀ جا سڀ گناهه معاف ڪندو (قرآن شريف جي سورت زمر آيت ۵٣)، اهڃاڻ، پارَ، نشانَ.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيمِ

# سُر ڪوهِيارِي

## داسنان چوٿون

### ١

رِءَ[1] قَرِيبَنِ[2] قُوتُ[3] ڪِئو، آئُون وِينِي وِرهَ[4] چَرَان[5]،
اِنَ عَذَابَان[6] اڳَهِين[7]، مَادَرِ[8] چو نَه مَرَان،
اَدِيُون جو نَه اَوَهَان، سو مَان[9] سُورُ سَرَتِيُون[10].

### ٢

رِءَ قَرِيبَنِ قُوتُ ڪِئو، وِرهَ چَرَان وِينِي،
بَانِيَڻِ[11] ڪي بَروچ[12] رِي[13]، تِي ڏُکَنِ سِين ڏِينِي[14]،
تو پُڄَاڻَان[15] سُپِرِينِ[16] آئُون سُورَنَ سَانِيتِي[17]،
جَا مَرضَنِ[18] مَروَتِي[19]، سَا سَرَتِيُون ڪِيئَن سَگهِي[20] تِئي.

### ٣

سَرَتِيُون ڪِيئَن سَگهِي تِئي، وِيڙهِي جَا وِرهَنِ،
چِتُ[21] جَنهِن جو چُورِ[22] ڪِئو، ڏُکوئِي[23] ڏُکَنِ،

---

١. سواءِ، ڌار، جُدا، ٢. قريبن کان، محبوبن کان، سڄڻن کان، ٣. کاڄ، خوراک، کاڌو پيتو، ٤. معشوق جي جدائي جا غم. ڏک يا سُور، ٥. کان، (مصدر کائڻ)، ٦. عذاب کان، ڏک کان، ايذاء کان، ٧. اڳ ۾، پهريائين، ٨. اي مادر، اي امان، ٩. مان کي، مون کي، ١٠. جيڏيون، پينرو، اديون، ١١. برهمڻ زال يعني سسئي جيڪا ٻانڀڻ جي گهر ۾ ڄائي هئي، ١٢. بلوچ، (سسئيءَ جي محبوب پنهونءَ)، ١٣. کان سواءِ، ١٤. ملاقات، واقفيت، سڃاڻپ، ١٥. کانپوءِ، کان بعد، ١٦. اي سپرين، اي پرين، اي محبوبَ، ١٧. سورن سان ڀيٽي= سورن سان شامل، ڏکن سان گڏ، ڏکن ۾ ويڙهيل، ١٨. بيمارين، دردن، ڏکن، ١٩. ماري، نپوڙي، پائمال ڪئي، ٢٠. ڇاڪ، چڱي ڀلي، ٢١. دل، مَنَ، ٢٢. ناسُ، ڇٽ، برباد، تباهه، ٢٣. عذابَ يا ايذاء، ڏيئي.

پُجَا[١]ڻان پِرِيَنِ[٢]، اَدِيُون[٣] اَگهِي[٤] آهِيَان.

٤

اَدِيُون اَگهِي آهِيَان، پِرِيَنِ پُجَاڻَان،
سي ڪوهِيَارا[٥] ڪِيڻَ[٦] وِئَا، سَاجَن[٧] سِيَاڻَا[٨]،
جي سَسُئِيءَ[٩] سِبَاڻَا[١٠]، سي وَڃِي ڪيچِ[١١] قَرَارِئَا[١٢].

٥

حَقِيقَتَ[١٣] هِنَ حَالَ[١٤] جِي، جَنْهِي[١٥] ظَاهِرُ[١٦] ڪَرِيَان زَبَانَ[١٧]،
لَڳِي مَاتِ[١٨] مِرُنِ[١٩] کي، جيڪَرَ[٢٠] سُورُ[٢١] سَلاَنِ[٢٢]،
بِي ٿَاڪَرُ[٢٣] ٿِڪي[٢٤] ڪَانَ، جَبَلُ سَبِ جَلِي[٢٥] وَڃي.

٦

حَقِيقَتَ هِنَ حَالَ جِي، ظَاهِرُ ڪَرِيَان ڏَرِي[٢٦]،
لَڳِي مَاتِ مِرُنِ کي، ڏُونگَرَ[٢٧] پُونِ ڏَرِي[٢٨]،
وَڃَنِ وَڻَ[٢٩] ٻَرِي[٣٠]، اوِيَرُ[٣١] اُپِري[٣٢] ڪُونَ ڪو.

٧

جَڏَا[٣٣] مِيڙَ[٣٤] جَلِيلَ[٣٥]، جي حَبَ[٣٦] نَ هَلڻُ[٣٧] سِگِئَا،

---

١. ڪان پوءِ، ڪان بعد، ٢. محبوبن، ٣. اي اديون، اي ڀينر، اي سرتيون، ۴. بيمارِ، ناچاڪ، ٥. ڪوهہ يعني جبل جا رهاڪو، سسئيءَ جو محبوبُ پنهون ۽ ان جا ڀائر، ٦. ڪيڏانهن، ٧. سڄڻ، پيارا، ٨. ڏاها، عقلمند، داناءُ، ٩. سسئيءَ ڪي، ١٠. وڻيا، پسند پئا، ١١. ڪيچَ ۾ (ڪيچ رياست مڪران جو هڪ شهر آهي، پنهون ان شهر جو وينل هو)، ١٢. آرامي يا ٿانيڪا ٿئا، ١٣. اصليت، ماهيت، ڪيفيت، رازُ، ١۴. ماجرا، ذڪرَ، معاملي، ١٥. جيڪڏهين، ١٦. پڌري، عيانُ، ١٧. زبان سان، چپ سان، وات سان، ١٨. عجب، حيرت، ١٩. جانورن، پسُن، ٢٠. جيڪڏهين، جي هوندا، ٢١. ڏکَ يا درد (عشق جو)، ٢٢. پڌايان، بيان ڪريان، ٢٣. جابلو ملڪ، جَبلَ، پهاڙ، ٢۴. بچي، سلامت رهَي، ٢٥. سڙي، پسم ٿي، ٢٦. ٿوري، رَتي، ٢٧. جبلق، ٢٨. ڦاٽي، ٢٩. وڻڪارَ، درختَ، ٣٠. سڙي، جلي، ٣١. نباتات (جيڪا زمين مان ڦٽي) ونسپتي، سبزيات، پوک، هريالي، ٣٢. اُسِري، پيدا ٿئي، ٣٣. بيمارَ، عاجز، اَپاهجَ، ٣۴. ملاءِ (محبوب ڪي)، ٣٥. اي جليل، اي شان وارا، اي جلال وارا، اي خدا، ٣٦. حب ڏانهن يا حب جي طرف (حب، لس ٻيلي ۾ هڪ جبل، ڳوٺ ۽ نئن جو نالو آهي)، ٣٧. پنڌ ڪرڻ، (هلڻ سڪئا= هلڻ جي جاءِ پرايائون).

لَنگهَائي[1] لطيف چَئي، نجَنِ[2] ڪيچ[3] قَليلَ[4]،
وِسَاري[5] وَسِيلَ[6]، مَچُڻ[7] مَارگِ[8] ڇَڏين.

٨

جَڏائيءَ[9] جَا جَليلَ[10]، بَڏا مُوڙ[11] هَٿَنِ سين،
مَادَرِ[12] مُونکي مَارِئو، دَردَ[13] جي دَليلَ[14]،
وَرجِ[15] وِيَر[16] وَسِيلَ، سُورَنِ سَاڙي[17] آهِيَان.

٩

سَارِيَان[18] تي سَبِيلَ[19]، پُر تَقصِيرُون[20] پَاڻ ڏي،
مَتَان[21] مُونکي ڇَڏِين، آرِي[22] جَام[23] اَصِيلَ[24]،
وَرُ[25] وِلَهَنِ[26] جَا وَسِيلَ، رَسِجِ[27] رَهبَر[28] رَاهَ[29] ۾.

١٠

ايئين[30] رَهيَسِ[31] رَاهَ ۾، هُونهين هَٿَ هَٽي[32]،
وِئَا خِيَالَ[33] کَٽي، مَاءُ[34] مُنهِنجو جِندڙو[35].

١١

مَاءُ مُنهِنجو جِندڙو، کَنيو خِيَالَنِ،

---

١. اُڪاري، پار ڪري، ٢. وڃي وڃجن، ٣. ڪيچ ڏانهن (ڪيچ رياست مڪران جو هڪ شهر آهي سسئيءَ جو محبوب پنهون ان شهر جو رهندڙ هو)، ٤. خسيس، ڪميڻا، بدڪارَ، ٥. دل تان لاهي، ڀلائي، ٦. اي وسيل، اي وسيلا، اي آڌارَ يا رهبر، ٧. متان، ٨. مارڳِ ۾، رستي يا گسَ ۾، ٩. بيماريءَ، اڪهائيءَ، ١٠. وڏي شان واري، وڏي جلال واري، ڏاڍي تعاليٰ، ١١. سهرا، ڪلنگيون، ١٢. اي مادر، اي امان، ١٣. ڏک يا سور (عشق جي)، ١٤. فڪرَ، ڳڻتيءَ، ١٥. موٽج، واپس اچج، ١٦. عاقل، سياڻا، داناءَ، ١٧. جلائي، ١٨. سنڀاليان، ڳڻيان، دل تي آڻيان، ١٦. ڪهڙيون، ٢٠. اوڻايون، عيب، ڏوهہ، ٢١. مبادا، ٢٢. پنهون (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو، پنهون هوت قبيلي مان هو)، ٢٣. سردار (سنڌ جي سمن بادشاهن جو لقب)، ٢٤. اصل نسل وارا، ٻُڌيائتا، نيڪ ذات، شريف، ٢٥. موٽ، واپس اچ، ٢٦. پينگن، سُڃن، نادارَنِ، مسڪينن، ٢٧. پَهچج، ٢٨. سونهان، اڳواڻ، ٢٩. گسَ يا واٽَ ۾، ٣٠. خواهہ مخواهہ، اجايو، هونهين، ٣١. رُڪجي پييس، ترسيس، ٣٢. هٿ هٽي= تڪليفون يا ڪشالا ڪري، ٣٣. ويچارَ، پُورَ، فِڪرَ، ٣٤. اي ماءُ، اي امان، ٣٥. جندُ، جانِ، دِلِ.

ڪُوڙَنِ ڪَذابَنِ[1]، پُوءِ[2] رَهايَسِ[3] پِرِينءَ[4] رِي[5].

## وائي

تنوٽي[6] نِينِ[7] نَه نِينِ، آئُون اُنِينِ[8] جي آهِيانِ،
زورو[9] هِنَ ضَعِيفِ[10] سِين، ڪامِلَ[11] ڪوهُه[12] ڪَرِينِ،
پيرِين[13] آئُون نَه پُڄَٽي[14]، ڪَرَهَلَ[15] هُوءِ نَه جَهِلِينِ،
جِتَ[16] پانهِنجيءَ جُوءِ[17] ۾، جانِبَ[18] مانِ[19] نَه جَتِينِ[20]،
بانِهِي[21] باروچا[22] پانهِنجِي، سَگِرَ[23] مانِ نَه سَڏِينِ[24]،
پِڪَ[25] پِدَمَنَئا[26] اَگَرِي[27]، سُرڪي[28] مانِ نَه سَڄِينِ[29].

١. ڪوڙن، ڪساڪين، جُوئن، دغاباز، ڪوتن، مڪريلن. ٢. پوئتي، پُٺتي. ٣. روڪيس، ترسايس. ۴. محبوب. ۵. کان سواءِ. ٦. جيتوٽيڪ. ٧. ونئي وڃن. ٨. انهن. ٩. ڏاڍ، ظلم، زبردستي. ١٠. ڪمزور، هيٺيءَ. ١١. بي عيب، بزرگ، برگزيده، پاڪ. ١٢. ڇو. ١٣. پيرن سان، پيادي. ١۴. رسڻ يا پهچڻ جي لائق. ١۵. اٺَ. ١٦. اوٺي، سسئيءَ جي محبوب پنهونءَ جا پائر. ١٧. مُلڪ، وطن، جاءِ. ١٨. جاني، پيارا. ١٩. مان نه= شال. ٢٠. ترسن، رهن، ٽڪن. ٢١. گولي، بندي، نوڪرياڻي. ٢٢. ٻروچ، بلوچ (پنهون ۽ ان جا پائر). ٢٣. سگِرَ ۾، رستي يا راهه ۾. ٢۴. ڪوئين، گهرائين. ٢۵. (محبت جي شراب جو) چُڪو، ڍُڪ. ٢٦. پدمن ڪان، (پدم= ناڻي يا روپين جون هڪ سَوُ نيلون، نيل برابر آهي هڪ سَوُ ڪربن جي ۽ ڪرب برابر آهي هڪ سوُ اربن جي. هڪ ارب برابر آهي هڪ سوُ ڪروڙن جي، هڪ ڪروڙ برابر آهي هڪ سوُ لکن جي). ٢٧. زيادهه (ملهه واري)، بهتر. ٢٨. ٿورو ذرو. ٢٩. ڏين، پيارين.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُر ڪوهياري

## داستان پنجون

### ١

كِنهِن[1] پَر[2] رُئَان پِرينءَ[3] کي، روئي نَہ[4] ڄاڻان،
مَتي[5] ڪِئو پُٽان[6]، هَنجُن[7] هاڻا[8] هَتڙا.

### ٢

كِنهِن پَر رُئَان پِرينءَ کي، اَندَر[9] ناهِہ اُساتَ[10]،
لُوهُوڪا[11] لَڪَن[12] ۾، وِبري[13] مَتي[14] واتَ[15]،
چَپَر[16] ۾ چُونچاتَ[17]، ڏِنَمِ[18] ڏُکوبَن[19] جا.

### ٣

كِنهِن پَر رُئَان پِرينءَ کي! پَچَڻ[20] ناهِہ پَچارَ[21]،
اَندَرِ[22] تِي آهُون[23] ڪَري، ڪاٿي[24] مَنجهہ خُمارَ[25]،
گِريِي[26] جِي گُفتارَ[27]، ٻِيءَ پَتِ[28] باروچَنِ[29] ۾.

---

١. ڪهڙي، ٢. نموني، طرح، ريت، ٣. محبوب، ۴. روئي نہ ڄاڻان= مونکي رئڻ جي طريقي جي خبر نہ آهي، ٥. مٿي تي، سِر تي، ڪنڌ تي، ٦. رڳان، پٽڪان، پنڌ ڪريان، ٧. لڙڪن، ڳوڙهن، آنسن، ٨. (لڙڪن سان) آلا يعني پنل، ٩. اندر ۾، دل ۾، ١٠. پياس يا اُڃ، اڪنډ، پيارَ، ١١. جهنگلي جانورَ، مرون، ١٢. جبلن ۾، ١٣. دشمن، ١۴. تي، ۾، ١٥. ڪس، رستي، راهہ، ١٦. جبل، ١٧. باهہ يا ڪنهن زور تتل شيءِ تي پاڻيءَ وجهڻ سان پيدا ٿيندڙ آواز، هتي معنيٰ ٿيندي دردي‌ليون دانهون يا رئڻ جا سڏڪا، ١٨. مون ڏٺا، مون ڀُڏا، ١٩. ڏکن جي ستايل عورتن، دردونديں زالن، ٢٠. پچڻ جي، (عشق جي) باهہ يا ڪامَ جي يا ساڙ جي، ٢١. اظهار، بيان، پچڻ ناهہ پچار= پچڻ جو بيان يا ذڪر ڪري نٿو سگهجي، ٢٢. اندرَ يا دل ۾، ٢٣. دانهون، روج راڙو، ٢۴. سڙيل (عشق جي باهہ جي)، ٢٥. (عشق جي) نشي يا مستيءَ، ٢٦. رئڻ، ٢٧. ذڪر، ٻولي، ڳالهہ، ٢٨. نموني، ريت، ٢٩. ٻروچن، بلوچن، سسئي جي محبوب پنهونءَ جي پائرن.

### ۴

کِنهِن[1] پَرِ[2] رُئَان پِرِينءَ[3] کي، رُئَڻُ مُون[4] رِياءُ[5]،
بَرنِ[6] مَنجهه بُکاءُ[7]، بِيءَ يَتِ[8] بُڌمِ[9] جيڏيون[10].

### ۵

کِنهِن پَرِ رُئَان پِرِينءَ کي، پَارَ[11] نَہ جَاڻَان[12] پيرُ[13]،
پَنڌُ[14] مُون[15] پيڙو[16] ٿئو، سُورَنِ[17] لاَيو[18] سيرُ[19]،
آرِيءَ[20] لَئيءِ[21] اُليرُ[22]، رَقصُ[23] پَاڳي[24] رَنَ[25] جي.

### ٦

کَنهِن پَرِ رُئَان پِرِينءَ کي، پَارَ نَہ جَاڻَانَ پَنڌُ[26]،
کيچِيَنِ[27] کَارڻِ[28] کَنڌُ[29]، نَايو[30] ٿِي نَعرو[31] هَڻَان.

### ۷

سُڃَ[32] وَسَندِي[33] تَنِ کي، جُوشَ[34] جَلاَيَا[35] جي،
طَالِبَ[36] جي تَحقِيقَ[37] جَا، نِينهُن[38] تَنِي وَٽِ نيِ[39]،
تيڏِي[40] پَسي[41] ٿي، هُو[42] تَان آهي هيڪڙو.

---

۱. کهڙي، ۲. نموني، ريت، طرح، ۳. محبوب، ۴. منهنجو، ۵. بي انصافي، ڍونگ، مکر، فريب، ڀهروپائي، ٻاهريون ڏيکاءُ، ٦. رِڃن، رڻ پٽن، ۷. رڻ، رودن، ۸. نموني، ريت، ۹. مون ٻڌو، ۱۰. اي جيڏيون، اي سرتيون، ۱۱. پارَ جو، رڻ جو، ۱۲. مونکي معلوم آهي، ۱۳. رستو، طريقو، ۱۴. پنڌ، روڄ راڙو، ماتم، ۱۵. منهنجي، ۱٦. حوالي، قسمت ۾، ۱۷. ڏکن، عذابن، ۱۸. (منهنجي بدن يا جان ۾) لاهيو، بنايو، ۱۹. رستو، واٽ، ۲۰. پنهونءَ (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو، سسئيءَ جو محبوب پنهون هوت قبيلي مان هو)، ۲۱. واسطي، ڪاڻ، ۲۲. سَٽَ، ٽِپُ، ڇالُ، ڳولا، ۲۳. ناچ، ڦٿڪڻ، ۲۴. ڀاڳي ۾، نصيب ۾، ۲۵. زال جنهن جو مڙسُ مري ويو هجي، ۲٦. گسُ، واٽَ، ۲۷. ڪيچين جي، ڪيچ جي رهاڪن جي (ڪيچ رياست مکران جو هڪ شهر آهي، پنهون ان شهر جو رهاڪو هو)، ۲۸. واسطي، لاءِ، ۲۹. مٿو، سِرُ، سسي، ۳۰. نوائي، نمائي، جُهڪائي، ۳۱. آواز، دانهن، ۳۲. رڻ پٽ، بيابان، صحرا، ۳۳. وسندڙ، سرسبز يا زرخيز هند، آبادي، ڳوٺ، ۳۴. (عشق جي) گرميءَ، ۳۵. ساڙيا، ۳٦. ڳولا ڪندڙ، ڳهورا، ۳۷. حق، سچ، ۳۸. محبت، ۳۹. وٺي وڃ، ذِڪر ڪر، ۴۰. پاسيري يا ڦِريل نظر واري، ٻاڏي، ۴۱. ڏسي، ۴۲. محبوب يعني خدا.

## ٨

بِيُون[1] ڏِيئِي[2] بَنِ[3] کَي[4]، هَلڄِ[5] پَاسي[6] هيڪَ[7]،
وَرُ[8] نَہ سَهي[9] وِيڪ[10]، تِيڏي[11] تِيَايُون[12] ڪَرِين.

## ⑨

سَنجهي[13] مُون نَہ سَنيَالِئو[14]، تَہ ڪِي[15] اونِي[16] ڪَندَا اِيئَن،
ڪُهِي[17] ڪَمِيٽِي[18] ڪِيئَن[19]، جَتَنِ رَاتِ[20] جَڏِي[21] ڪِي[22].

## ١٠

سَنجهي مُون نَہ سَنيَالِئو، صُبحَ[23] سَارِئُمِ[24] سُورَ[25]،
اَچِئو اونِيَڙَنِ[26] جَا، پَلپَل[27] پُونَ پُورَ[28]،
جَتَنِ[29] لَئِيءِ[30] ضَرُورَ[31]، گَهَٽَا گهَارِئَمِ[32] ڏِينهَڙَا.

## ١١

سَنجهي مُون نَہ سَنيَالِئو، صُبحَ مَارِيَسِ سُورَ،
آڏِيءَ رَاتِ اُڏَمِئو[33]، ڏِينِ پَلتَا[34] پُورَ،
جَتَنِ جي ضَرُورَ[35]، مَادَرِ[36] مَارِي[37] آهِيَان.

---

١. هڪ ڪان وڏيڪ. ٢. اڄلي، وجهي. ٢. ٻن. ڪڏ. ڪوهہ. ٣. ۾. ۴. وڄج. ٦. ڏانهن. طرف. ٧. هڪ يا واحد يعني خدا. ٨. مڙس يا ڀتار يعني خدا. ٩. برداشت ڪري، پسند ڪري. ١٠. ويڪر يا ويڪرائي (جيئن يا جنهن ۾ هڪ ڪان وڏيڪ سمائجي سگهن)، ڪشادگي. ١١. ٻاڏي، ٻاسيري يا ڦريل نظر واري. ١٢. ٽن جون ڳالهيون. ١٣. سانجهيءَ مهل، سج لهڻ وقت. ١۴. خيال ڪيو. خبرداري ڪئي. ١٥. ڇا. ١٦. جت. سسئيءَ جي محبوب پنهونءَ جا ڀائر. ١٧. قتل ڪري، ماري. ١٨. بدڪار، ڪم ذات، نيچ، نڪمي. ١٩. ڪهڙيءَ طرح. ٢٠. گذريل رات جو. ٢١. معذورِ، بي ڪار، پنڪلي، بيمار. ٢٢. ڪئي. ٢٣. ٻي ڏينهن صبوح جو. ٢۴. مون سارئا، مون ياد ڪيا. مون کي معلوم يا محسوس ٿيا. ٢٥. ڏک، درد. ٢٦. اوٺين. جتن. ٢٧. هَرَ هَرَ، گهڙيءَ گهڙيءَ. ٢٨. فڪر. ڀهہ. ويچار. ڳڻتيون. ٢٩. جتن جي. ٣٠. واسطي. ڪاڻ. ٣١. ضرر ۾، رنج ۾. ٣٢. مون گهارئا. مون گذارئا. ٣٣. ٻڙڪا ڏيو، اوچتا جوش ڪايو. ٣۴. اٿلون، ڦيرا. ٣٥. ڏک. سُورَ. ٣٦. اي مادر، اي امڙ. ٣٧. فنا ڪئي، برباد ڪئي.

### ١٢

سَنجهيٰ[1] مُون نَہ سَنڀاليو[2]، مَارِيَسِ[3] سُورَ[4] صُبُوحِ[5]،
نيڻَ[6] هيرائي[7] نِندَ سين، جَتَنِ[8] لَنگهي[9] جُوءِ[10]،
هَاجُو[11] ڪَري هُوءِ[12]، آذِيءَ اُوءِ اُتِي وِئا.

### ١٣

آذِيءَ اُو اُتِي وِئا، ڪَرُ[13] رِڪَئائُون[14] ڪيچَ[15]،
ٻَاروچَاڻِي[16] پيچَ[17]، مُنهِنجو مَنُ[18] مُنجهايو[19].

### ١٤

مُنهِنجو مَنُ مُنجهايو، جَتَنِ جي جَمَالَ[20]،
ڪو جو سُورُ[21] سَرِيرَ[22] ۾، ڪِئو ڪيچِيَنِ[23] جي ڪَمَالَ[24]،
هُوتَ[25] نَہ پائِي[26] حَالَ[27]، موتِي تِيَا مَعذُورِ[28] جَا.

### ١٥

موتِي تِئَا مَعذورِ جَا، حَالَ نَہ پائِي هوتَ،
لَڳَندي لَڪَنِ[29] سين، پَاڻان[30] ٿِيَسِ پوتَ[31]،
مَتي[32] تَائِين مَوتَ[33]، سِڪَ[34] ٻَاروچِي[35] نَہ لَهي[36].

---

١. سانجهيءَ جي وقت، سج لهڻ جي مهل، ٢. خيال ڪئو، خبرداري ڪئي، ٣. مون کي ماريو، مون کي تڪليف ۾ وڌو، ۴. ڏکَ يا درد (عشق جي)، ۵. صبوح جي مهل، ٦. اکيون، ٧. عادتي بنائي، کهائل مائل ڪري، ٨. اوٺين، پنهونءَ جي پائرن، ٩. پار ڪئي، اورانگهي، ١٠. ماڳ، ملڪ، مخصوص ايراضي، ١١. ظلم، ستم، انڌير، ١٢. جتن ڏانهن اشارو، ١٣. رُخ، مُنهن، ١۴. ڪئائون، ١۵. ڪيچ ڏانهن (ڪيچ رياست مڪران جو هڪ شهر آهي، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان شهر جو رهاڪو هو)، ١٦. ٻروچڻ جي، بلوچڻ جي (پنهونءَ ۽ ان جي پائرن جي)، ١٧. ناتي، پيوند، پيارَ، ١٨. دل، ١٩. موڳو يا ملول ڪئو، ٢٠. سُونهن، حُسن، ديدارَ، ٢١. پيڙا، تڪليف، ٢٢. بدن، جان، ٢٣. ڪيچ جي رهاڪن، ٢۴. قابليت، سهڻائيءَ، حيرت ۾ وجهندڙ ڪمَ، ٢۵. محبوبَ (هوت، بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي، پنهن ان قبيلي مان هو)، ٢٦. پائيوارَ، حصيدارَ، شريڪَ، ٢٧. حالَ ۾، ڪيفيت ۾، ماجرا ۾(حال پائي= ساٿي، همدرد، همراز)، ٢٨. جڏيءَ، بيمارَ، عذر واريءَ، ٢٩. جبلن، ٣٠. پاڻهين، ازخود، خودبخود، ٣١. ٿڪر، ڇيهون، ليڙون، ٣٢. پڄاڙيءَ، ڇيهہ، ٣٣. موت جي، مرڻ جي، ٣۴. اُڪنڊ، ڇڪ، ڪشش، ٣۵. ٻاروچي جي، ٻروچ جي، بلوچ يعني پنهونءَ جي، ٣٦. ختم ٿئي.

(١٦)

ڪيچي[1] وِئَڙَا ڪَالهَہ[2]، تُون اوڳي[3] اَڄُ نهَارِيِن[4]،

سيڻَنِ[5] تَوْ[6] نہ سَنيَال[7]، تُون تِي سَارِيِن[8] تَنِ کي.

(١٧)

توڙي[9] مُون[10] نہ سَنيَالَ، تَوءِ[11] سَارِيَان تَنِ کي،

ڪَا جَا[12] ڪِيَائُون ڳَالهِہ، جَنهِن مُنهِنجو چِتُ[13] چَرِئو[14] ڪِئو.

(١٨)

مُنهِنجو چِتُ چَرِئو ڪِئو، وِڏَائُون وَهلُورَ[15]،

سَرَتِيُون[16] مُونکي سُورَ[17]، هِيُ[18] هُو تِئَڙَا سَامُهَان.

١٩

سَرَتِيُون سُورُ پِرِيَنِ[19] جو، سُڄُڻِ[20] ۾ شَامِلُ[21]،

ڪوهِيَارو[22] ڪَامِلُ[23]، مُونکي ڏُکَ ڏيکَارِئو.

## وائي

زَارِيِ[24] سَا زَارِي، اَلوَلَ[25] بَاروچي[26] سَان ڪَنديس زَارِي،

ڪَري ڪوهِيَارو وِئو، مُون سَان قِيَامَتَ[27] ڪَارِي[28]،

---

١. ڪيچ جا رهاڪو (ڪيچ رياست مڪران جو هڪ شهر آهي، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان شهر جو رهاڪو هو)، ٢. ڳذريل ڏينهن، ٣. موڳي، موڙهل، نادان، بي عقل، ۴. ڳولا ڪري، ۵. سيڻن کي، سڄڻن يا محبوبن کي، ٦. تنهنجي، ٧. يادگيري، سارَ، ٨. ياد ڪرين، ٩. جيتوڻيڪ، ١٠. منهنجي، ١١. تنهن هوندي بہ، ١٢. اهڙي، ١٣. من، دل، ١۴. مستانو، ديوانو، ١۵. وهلور ۾، مونجهہ ۾، پريشانيءَ ۾، ١٦. اي سرتيون، اي جيڏيون، ١٧. ڏکَ، تڪليفون، ١٨. اڳئان پويان، ١٩. محبوبن، ٢٠. رڻ پٽن، بيابانن، ٢١. ڳڏ، ٢٢. ڪوهہ يعني جبل جي رهڻ وارو، پنهون، ٢٣. بي عيب، برگزيدو، نيڪ، صالح، ٢۴. آزي، عاجزي، منٿ، التجا، عرض، ٢۵. الله ٿي اللهَ، موڪلائي، ٢٦. بلوچ (پنهونءَ)، ٢٧. روز محشر، سيني مري ويلن جي اٿڻ جو ڏينهن، مصيبت، آپدا، ٢٨. سخت خطرناڪ.

ڪِينَ جِيئَنديَسِ[1] جِيڏيُون[2]، سُورَ[3] پِريَانَ[4] جي آئُون مَاريَ[5]،

هِندُوئَنِ[6] جِيئَن[7] هولِيَ[8] ڪَري، ڌُوڙِ[9] مَٿيَ[10] تَان مُون وَارِيَ[11]،

مُون کي ڳَهَرَ[12] ڳَرُو[13] ڪِئو، نِندَ نِندوريءَ[14] آئُون ڪَاريَ[15]،

چُڪِيءَ[16] کي چَاڙهِيَ[17] نِئو، ٻُوتَا[18] هُئَڙَا بَاريَ[19]،

مَان نَ[20] وِرمَنِ[21] وِچَ[22] ۾، اولاڻي[23] آريَ[24].

١. زندهہ يا حيات رهنديس، جيئري رهنديس. ٢. اي جيڏيون، اي سرتيون. ٣. ڏک، درد. ۴. پرينءَ، محبوب. ۵. فنا ڪئي، تباهہ ڪئي. ٦. هندن، هندو ڌرم يا مذهب جي پوئلڳن. ٧. وانگر. ٨. هندن جو هڪ مشهور تهوار يا ڏڻ جنهن ۾ هندو پنهنجي اوتار شري رامچندر جي زال سيتا کي لنڪا يعني سيلون جي راجا راوڻ جي زوريءَ کڻي وڃڻ ڪري سوڳ ملهائيندا آهن. ٩. مٽي، خاڪ. ١٠. سِرَ. ١١. وسائي، هاري. ١٢. ننڊ جي خمارَ. ١٣. سست، آرَسي. ١۴. نياڳيءَ. ١۵. بيڪار ڪئي، خرابُ ڪئي. ١٦. ٽڪلَ، مانديءَ عاجزَ. ١٧. (اٺن تي) سوارُ ڪري. ١٨. اٺَ. ١٩. مضبوط، طاقتور، ٿلها متارا، سگها سارا. ٢٠. مان شال. ٢١. ترسن. ٢٢. رستي. ٢٣. اٺ تان لاهي، لولي ڏيئي. ٢۴. آريءَ کي. پنهونءَ کي (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو. سسئيءَ جو محبوب پنهون هوت قبيلي مان هو).

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُرِ ڪوهِيارِي

## داستان ڇهون

### ١

ڳَالَائو[1] نَہ وائُو[2]، اَڍيُون[3] آرِيچَنِ[4] جو،
لَنگهي[5] پَٻُ[6] پَري[7] ٿِئا، رُڃُ[8] چَڏي رائُو[9]،
ڏيئِي ڦوڙائو[10]، وِئا ويچَارِيءَ[11] سُپِرِين[12].

### ٢

ڳَالَائِي[13] نَہ وائِي[14]، اَڍيُون آرِيچَنِ جِي،
ڪَنهِن[15] پَرِ[16] ڪَهِي[17] لَنگهِيَان[18]، جَبَلُ جَاجَهائِي[19]،
جيڪُس[20] وَاجَهائِي[21]، هَاڻِ[22] مَرَندِي[23] هوتَ[24] لَئِيءَ[25].

### ٣

هَلَڻُ[26] سَهَان[27] نَہ هوتَ جو، وَڃَڻُ آئُون ڳهورِيَان[28]،
هُونِ[29] هَمِيشَہ[30] هِتَهِين، تَہ ڏُونگَرُ[31] ڪوهُہ[32] ڏورِيَان[33]،
اکِين[34] سِين اورِيَان[35]، پَسَان[36] شَالَ پُنهُونءَ کِي.

---

١. سَڏ، خبر، ڳالهہ، ذڪر، ٢. جوابُ ڳالهہ ٻولهہ، گفتگو، ذڪر، بيان (ڳائو نہ وائو= نڪا خبر نڪاچار، ڳالهائڻ نہ ٻولائڻ)، ٣. اي اديون، اي ڀينرُ. ٤. آريءَ جي اولادَ، پنهونءَ ءِ ان جي ڀائرن (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو. سسئيءَ جو محبوب پنهون هوت قبيلي مان هو). ٥. اُڪري، پار ڪري، لتاڙي، جهاڳي، ٦. پٻ جبل. (هالار جبلن جي ڏاکڻي قطار کي پٻ چوندا آهن). ٧. پرئين پاسي، ڏور، ٨. بيابان، سُڃ، ٩. جبل جي ريتي يا ڪڪري، جبل، ١٠. جدائي، وڇوڙو، فراق، ١١. ويچاريءَ کي يا ويچاريءَ جا (ويچاري= مسڪين، نماڻي، عاجز، بي وس)، ١٢. پرين، محبوب، ١٣. ڳالهہ، ذڪر، ١۴. ٻولي، آواز، ڳالهائڻ، ١٥. ڪهڙيءَ، ١٦. طرح، ريت، نموني، ١٧. پنڌ ڪري، هلي، ١٨. آئون لنگهان يا پار ڪريان، اُڪران، ١٩. ڏکيو، اوچو، ٢٠. شايد، ٢١. سڪي، ٢٢. هينئر، هن وقت، جلدي، ٢٣. ساهہ ڏيندي، ٢۴. محبوب، پنهونءَ، ٢٥. واسطي، ٢٦. وڃڻ، اُسهڻ، ٢٧. برداشت ڪريان، ٢٨. ڀِنَ ٻر وڃهان، ڪڏ يا ڪوهہ ٻر وڃهان، ڦٽو ڪريان، ٢٩. هجن، ٣٠. سدائين، ٣١. جبل، ٣٢. چو، ٣٣. ڍونڍيان، ٣۴. اکين سين، = خوشيءَ سان، ٣٥. وڃان، پنڌ ڪريان، ٣٦. ڏسان.

## ۴

هَلَڻُ[1] سَهَان[2] نَہ هوتَ[3] جو، وَجَڻُ مُون[4] نَہ وَسِ[5]،
اَللهَ[6] آريچَنِ[7] جي، گولي[8] مَيَڙين[9] گَسِ[10]،
پِرِينِ[11] پَنوهارَ[12] پُڇان[13] تَوَ[14]، ڏُونگرِيا[15] مُون[16] ڏَسِ[17]،
اَکِيُنِ جي آرَسِ[18]، مُنڌَ[19] جيهِيائي[20] جوڙَ[21] کِي[22].

## ۵

هَلَڻُ سَهَان نَہ هوتَ جو، وَجَڻُ مَ وَارِئو[23]،
رَهُو[24] رَاتِ پَنيورَ[25] ۾، تَان[26] گهَڙِي[27] هِتِ گهارِئو[28]،
مَعذُورِ[29] مَ مَارِئو[30]، سِکِي[31] جَنهِن سَگُ[32] کِئو.

## ٦

مُون کي جَنِي مَارِئو، آن[33] کِي گَڏِئا[34] سِي،
تَنِ[35] ۾ طاقَتَ[36] نَاهِ کَا[37]، اَدا اُنين[38] ري[39]،
سُورُ[40] سَلِتَمِ[41] تِي[42]، جيلاهِہ[43] گالِهہ[44] گَري[45] تِي.

## ۷

مُون کي جَنِي مَارِئو، سُجَاتَمِ[46] سيئِي،

---

١. اسهڻ، وڃڻ. ٢. برداشت ڪريان. ٣. محبوب، پنهونءَ (هوت، بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو). ۴. منهنجي. ۵. وَسَ ۾، اختيارَ ۾. هٿَ ۾. ٦. اي الله، اي ڌڻي تعاليٰ. ٧. آريءَ جي اولادَ يعني پنهونءَ ۽ ان جي ڀائرن (بلوچ قومِ جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو). ٨. ٻانهي، نوڪرياڻي، ٻندي. ٩. ملائين يعني گڏين يا پهچائين. (محبوب کي). ١٠. گسَ تي، راهہ يا رستي تي. ١١. محبوبُ. ١٢. اي پنوهار، اي رڍون يا ٻڪريون چارينڌڙ، اي ٻڪرار يا ريڍار (اهو ٻڪرار آهي جيڪو جبل ۾ سسئيءَ کي مليو هو). ١٣. معلوم ڪريان. ١۴. توکان. ١۵. ڏونگر يا جبل جا رهاڪو (پرينءَ ڏانهن اشارو). ١٦. مونکي. ١٧. ٻڌاءِ. ١٨. ڳهر، ننڊ. ١٩. منڌ سان، عورت يا زال يعني سسئيءَ سان. ٢٠. اهڙي، هيڏي، وڏي. ٢١. حالت، جاڙ، جٺ. ٢٢. ڪئي. ٢٣. قبول ڪريو، پسند ڪريو، روا يا مناسب ڄاڻو. ٢۴. ٽڪو، ترسو. ٢۵. ٺٽي ضلعي ۾ گهاري جي ڳوٺ کان اٽڪل ٻہ ميل پري هڪ قديم شهر جتي سسئي رهندي هئي. ٢٦. تہ پڻ. ٢٧. ساعتَ، پَلُ، ٿورو وقت. ٢٨. گذاريو، ٽڪو، رهو. ٢٩. معذور کي، جڏيءَ يا بيمار کي. ٣٠. ستايو، ڏکُ پهچايو، تڪليف ڏيو. ٣١. حرص ڪري، حريص ٿي، هيج يا شوق ڪري. ٣٢. ناتو، دوستي. ٣٣. اوهان کي. ٣۴. ڇا. ٣۵. جسم، بدن. ٣٦. سگهہ، زور. ٣٧. اي ادا، اي ڀائو. ٣٨. انهن. ٣٩. کان سواءِ. ۴٠. ڏکُ. ۴١. مون سليو، مون بيان ڪيو. ۴٢. تنهن صورت ۾. ۴٣. جنهن صورت ۾. ۴۴. معاملو. ۴۵. نہ سهڻ يا برداشت ڪرڻ جهڙي. ۴٦. مون سڃاتا، مون سهي ڪيا.

پُنهونءَ[1] پيڪان[2] پَچَنڊِيا[3]، ٻِلَنِ[4] تَانَ[5] ٻيئي،
ويڄَنئُون[6] وِيئي[7]، ٿِي وَهيٺي[8] سَڄَٽِين[9].

## ٨

مُونکي جَني مَارِئو[10]، سُڃَاتَمِ[11] پَاڻَان[12]،
لُوهُو[13] لِڱَنِ[14] نَاهِ ڪِي، سَنڌَ[15] مِڙيئي[16] سَاڻَا[17]،
دَارُونءَ[18] جَا دَاڻَا[19]، ڏِنَمِ[20] هُوتَ[21] هَٿَنِ سِين.

## ٩

پَرتَوو[22] پُنهونءَ جو، جُهَڙَ[23] جِيئَن[24] جَهالا[25] ڏِي،
آئُون تَنهِن آرِيءَ[26] ڪِي، وَنِئو رَاهَ[27] رُئَان گهَٽُو.

## ١٠

پَرتَوو پُنهونءَ جو ڪِيِّ[28] ڇانئِين[29] ڪِي اُسَ[30]،
قَرِيبَاٽِي[31] ڪُسَ[32]، آهي ڪَرِبَ[33] ڪَرِڙِي[34].

## ١١

پَرتَوو پُنهونءَ جو، سَهَائِي[35] سِيَاهُ[36]،
مُنهَن ڏِيئي[37] مُون[38] آيو[39]، رَنگا[40] رَنگِي رَاهُ[41]،

---

١. سسئيءَ جي محبوب جو نالو، ٢. تيرَ، ڪانَ، ٻاڻ، ٣. اڄلايا، هنيا، وَسَايا (مون تي)، ۴. اکين جي تارن، ۵. مان، ٦. ويڄن يا طبيبن (جي وَس) ڪان، ٧. زور ٿي يا چڙهي وئي، ٨. وس ۾، اختيار ۾، ٩. سڄڻن جي، دوستن جي، ١٠. ستايو، ڏک پهچايو، تڪليف ڏني، ١١. مون سڃاتا، مون سهي ڪيا، ١٢. پاڻ، خود، ١٣. رت، خون، ١۴. لڱن ۾، عضون ۾، بدن ۾، ١۵. بدن ۾ اندر هڏن جا جوڙ يا ڳنڍ يا ميلاپ، عضوا، ١٦. سڀيئي، ١٧. نِستا، ڪمزور، ١٨. دوا، ٻڪيءَ، ڦڪيءَ، سُتيءَ، ١٩. ڪڻا، ٿورو انداز، ٢٠. مونکي ڏنا، ٢١. محبوب، پنهونءَ (هوت، بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي، پنهون ان قبيلي مان هو)، ٢٢. روشني، تجلو، پاڻيءَ يا آرسيءَ ۾ ڪنهن شيءِ جي نظر ايندڙ تصوير، شڪل، مورت، چلڪو، ديدارُ، ٢٣. آسمان جو ڪڪرن سان ڇانئجڻ واري حالت، ڪڪر، ميگهه، ٢۴. وانگر، ٢۵. چمڪاٽ، ٢٦. پنهون (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو، پنهون ان قبيلي مان هو)، ٢٧. رستو، واٽ، ٢٨. ڪڏهين، ٢٩. پاڇو، سايو، ٿڌو، ٣٠. ڏُپَ، سج جي موجودگي، گرم، ٣١. قريبن جي، محبوبن جي، ٣٢. ڪوسَ، ڪُهڻ، جيو هڄا، قتل، ٣٣. مصيبت، ايذا، قهر، ٣۴. ڪٺن، سخت، سٿاڻي، ٣۵. (ڪنهن وقت) روشن يا چٽو، ٣٦. (ڪنهن وقت)، ڪارو يعني اونداهو ۽ تاريڪ، ٣٧. منهن ڏيئي= ظاهر يا پڌرو ٿي، ٣٨. مون ڪي، ٣٩. مليو، حاصل ٿيو، ۴٠. گهڻن رنگن يعني قسمن وارو، ۴١. رستو، گسُ.

پِـهـرِيـن ڏِيـنـدا پَـاهُه[1]، پـوءِ رڱِـيـنـدا رَنـگَ[2] ۾.

## ١٢

پَـرِتَـوو[2] پُـنُـهُـونءَ[3] جـو، رڳِـيـائـي[4] رَاحَـتَ[5]،
پَـانـيان[6] ڏِيـنـهُـن پَـوَارَئُـون[7]، سَـاجَـنَ[8] لأءِ[9] صِـحَـتَ[10]،
مِـنِـي[11] مُـصِـيـبَـتَ[12]، آهـي آرِيءَ[13] جَـامَ[14] جِـي.

## وائي

آئـي لِـکـئـي[15] لَـنءُ[16] لائـي[17]، آئُـون کَـا جـوڙُ[18] جَـتَـنِ[19] جـو،
ٻَـڙِي[20] جـيـڏيـون[21]، آئُـون کَـا کُـڙُمُ[22] کـيـچِـيـنِ[23] جـو،
کُـهِـي[24] کَـمِـيـٽِـي[25] هَـلِـئَـا، کَـهِـلَ[26] نَـه کـئـائُـون کَـائـي[27]،
آئُـون سُـتِـي[28] هُـو[29] هَـلِـئَـا، ڏيـرَ کَـري وِئَـا ڏَاڍَائـي[30]،
پِـيـنَـرُ[31] هِـنَ پَـنـيـورَ[32] ۾، کـونـهـي سُـورَن[33] پَـائـي[34]،
پَـسِـي[35] پـنـهـنـجـا کَـمَـڙَا[36]، لاَلَـڻَ[37] آئُـون لَـجَـائـي[38]،
پـورِهِـيَـتِ[39] پُـنُـهُـونءَ جَـامَ جِـي، کـيـچِـيَـنِ[40] کَـمِ نَـه آئـي،
اُتـي عـبـدالـلـطـيـف رح چـئـي، هـوتَ[41] کَـرِيـو هَـمـراهِـي[42].

---

١. گدامڙي ۾ پين مصالحن کي ملائي تيار کيل تيزاب جنهن ۾ ڪٽي يا رنگريز ڪوري ڪپڙي کي رنگ ڏيڻ کان اڳي ٻوڙيندا آهن، ان لاءِ تہ ڪپڙي جو ميلُ وغيره صاف ٿئي، ٢. روشني، تجلو، پاڻيءَ يا آرسيءَ ۾ نظر ايندڙ ڪنهن شيءِ جي تصوير، شڪل يا مورت، چلڪو، ديدارُ، ٣. سسئيءَ جي محبوب جو نالو، ۴. بلڪل، صفا، ۵. آرامُ، فرحت، ٦. سمجهان، ٧. خوفائتو، خطرناڪ، ڏکيو، ٨. سڄڻ، پرينءَ، ٩. خاطر، واسطي، ١٠. چڱيلائي، ١١. پياري، وڻندڙ، ١٢. آزار، تڪليف، ١٣. پنهونءَ (بلوچ قومَ جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ١۴. سردار (سنڌ جي سمن بادشاهن جو لقب)، ١۵. قسمت، تقدير، نصيب، ١٦. محبت، نينهن، ١٧. لڳائي، ١٨. مَٽ، شريڪ، هڪ جهڙي، برابر، ١٩. اوٺين، ٢٠. اڙي، آئي، ٢١. سرتيون، ٢٢. آکهہ، خاندان، عزيزياٽي، مائٽياڻي، ٢٣. ڪيچ جي رهاڪن (ڪيچ رياست مڪران جو هڪ شهر آهي جنهنجو پنهون رهاڪو هو)، ٢۴. قتل ڪري، ماري، فنا ڪري، ٢۵. بدڪار، ڪم ذات، نيچ (سسئي)، ٢٦. قياس، رحم، سڀاجهہ، ٢٧. ڪابہ، ٢٨. سُتل هيس، ننڊ ۾ هيس، ٢٩. مڙس (پنهونءَ) جا ڀائر، ٣٠. زبردستي، ظلم، ٣١. اي پينر، اي اديون، ٣٢. ٺٽي ضلعي ۾ گهاري جي ڳوٺ کان اٽڪل ٻہ ميل پري شهر جتي سسئي رهندي هئي، ٣٣. سورن يا ڏکن جو، ٣۴. ڀائيوار، همراز، ٣۵. ڏسي، ٣٦. عمل، ڪرت، ٣٧. اي لالڻ، اي محبوب، ٣٨. شرمسار ٿي، ٣٩. ٻانهي، گولي، ۴٠. ڪيچين ڪي، ۴١. اي هوت، اي محبوب، ۴٢. مدد، واهر.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيمِ

# سُرُ حُسيني

## داستان پهريون

### ١ *

لَڙُ[1] مَ لاَڙَائُو[2] تِئو، هَلِي[3] ڪَرِ[4] هِمَتَ[5]،
سِجُ سَامُهُون مُنهَن ۾، # ڪَهَ[6] ۾ ڪِجِ مَ ڪَتَ[7]،
سُپِيرِيَان[8] جي سَٽَ[9]، ڳَاڙهي سِجِ[10] ڳَالِهِ[11] مِڙَين[12].

### ٢

لَڙُ مَ لاَڙَائُو تِئو، گُهتُون گوُهِيُون[13] چِڏِ،
لَڏو لاَهِ[14] مَ لَڏِ[15]، تَہ ڳَاڙهي سِجِ ڳَالِهِ مِڙَين.

### ٣

لَڙُ مَ لاَڙَائُو تِئو، لاَهِ مَ لَڏو لَڏِ،
سَاٿَ[16] پِرِيَان[17] جي سَڏِ[18]، تَہ مُنڌَ[19] مِيڙَائُو[20] تئو[21] تِئي.

### ٤

لَڙُ مَ لاَڙَائُو تِئو، وَرَ[22] چُونڊِيندي[23] وَجُ،

* هيءُ بيت ۽ ڪانئس پوءِ ايندڙ ۴ بيت شاهہ ڪريم بلڙيءَ واري جي بيت "تان ڪي ڳوري ڇل جان لاڙائو سج ٿئو. هاڙهي ڏاري هُل وجي ڪيچين جو ٿيو" جي تتبع تي چيل آهن. ١. سست ٿيءُ، پوئتي موٽُ، گوٺ ناٿ ڪر، نٽَ نٽاءِ ڪر. ٢. (سج) لهڻ ڪي ويجهو يا لهڻ وارو. ٣. پنڌ ڪري، ۴. ڏيکار. ۵. فلڪ. ڦڙتائي، مردانگي، چستي # سج مُنهن جي برابر يعني لهڻ يا غروب ٿيڻ وارو آهي. ٦. پنڌ، مسافريءَ. ٧. سوچ، ويچار، ڪس ڪسان، سُستي، دير. ٨. پرينءَ، محبوب. ٩. سٿ ۾، ڪچهريءَ يا جماعت ۾. ١٠. ڳاڙهي سج= سج جي موجود هوندي، شفق جي مهل، نما شام جي وقت، سج لهڻ کان اڳ. ١١. ڳالهہ ڪي، مقصد ڪي، دل جي مراد ڪي. ١٢. ملين. ١٣. گهتون گوهيون= گوٺ ناٿ، سُستي. ١۴. سامانَ يا ٿيڙ ٿاڙي (مسافريءَ جو). (لڏو لاهڻ= ترسڻ، رهي پوڻ). ١۵. پنڌ جاري رکُ. ١٦. ساٿ ڪي، جماعت ڪي. ١٧. محبوب. ١٨. پُڪار، آواز ڏي. ١٩. اي منڌ، اي عورت (سسئي). ٢٠. ميلاپ، گڏجاڻي. ٢١. تنهنجو. ٢٢. رستا، واٽون. ٻي معنيٰ ٿيندي ڳهَنج (سٿڻ جا). ٢٣. ڳجيندي (سٿڻ جا وَر)، جاچيندي يا ڳوليندي (رستا يا واٽون.)

آهي اِيَ[١] اُهَجُ[٢]، هَازهي[٣] هَلَندِيُنِ جو.

٥

لَڙُ[۴] مَر لاَڙائُو[۵] تِئو، مَوڙِي[٦] مَرُ مَرَ پِيرُ،
آرِيءَ[٧] لَئيءِ[٨] اُلِيرُ[٩]، ڏِيئِي مَرِجِ ڏُونگرِن[١٠].

٦

مُڙِئو[١١] سِجُ مَتَان، پوجَاڙِي[١٢] پَيدَا تِئِي[١٣]،
سِجُ مَتَائِي[١۴] سَاءُ[١۵]، اُلَهَڻَ[١٦] کي اوڏو[١٧] تِئو.

٧

اُلَهِي[١٨] سِجَ اوَيرَ[١٩] کِئِي[٢٠]، ڏِنَائِين[٢١] ڏُونگرُ،
سَسُئِيءَ کي سَيد چَئِي، سُورنِ[٢٢] جو سَمرُ[٢٣]،
کُنَلِ رکِئو[٢۴] کَرُ[٢۵]، وِبچَارِيءَ[٢٦] وَٽکَارَ[٢٧] تِئِي[٢٨][٢٩].

٨

اُلَهِي سِجَ اَوبرَ، مَر کَرِ مَعذُورنِ[٣٠] تِي،
پَسِي[٣١] مَرَانَ[٣٢] پيرَ[٣٣]، ڏُونگرِ[٣۴] بَاروچَنِ[٣۵] جَا.

---

١. اهو. ٢. اُهجاڻ، سجاڻپ. ٣. هاڙهي جبل ڏانهن (لس ٻيلي جي اولهہ طرف واقع جبلن جي قطار کي هاڙهو چوندا آهن). ۴. سست ٿيءُ، ٻوڙتي موٽَ، گوٽ نات ڪر، نٽَ نتاءَ ڪر. ۵. (سج) لهڻ وارو يا لهڻ کي ويجهو. ٦. ٻوڙتي هٿائي. گهَٽائي (پيرُ موڙي= ڪجهہ وقت ترسي، دير ڪري، رفتار گهٽائي). ٧. پنهونءَ (بلوچ قومَ جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو. سسئيءَ جو محبوبُ پنهون هوت قبيلي مان هو). ٨. لاءِ، واسطي، ڪاڻ. ٩. سَٽَ، لوهَہ، چالَ. ١٠. ڏونگرن ۾، جبلن ۾. ١١. لهڻ يا غروب ٿيڻ وارو ٿئو. ١٢. وچين، سج لهڻ کان ڪجهہ اڳ وارو وقت، ٽيهري، ٻنپهرن ۽ سانجهيءَ، جي وچ وارو وقت. ١٣. ظاهر. ١۴. بدلائي. ١۵. رنگَ. ١٦. لهڻَ، غروبَ ٿيڻ. ١٧. ويجهو، قريب. ١٨. لهي. ١٩. دير. ٢٠. ڪئي. ٢١. (سَسُئي) ڏٺو (ڏونگر ڏنائين= جبل ۾ داخل ٿي يا پهچي وئي). ٢٢. ڏکن، دردن. ٢٣. سامان. ٢۴. برباد ٿيل، مصيبت جي ماريل. ٢۵. ڪِئو. ٢٦. رُخ، مُنهَن. ٢٧. نماڻيءَ، بي وَسِ. ٢٨. کير ٿر جبل جي قطَار سان لڳو لڳ اتر اڀرندي طرف هڪ ننڍو ڳوٺ. لس ٻيلي ۾ هڪ جبل جو نالو. ٢٩. ڏانهن. ٣٠. عذر وارين، جڏين، بيمارِ عورتن. ٣٠. ڏسي (پوءِ). ٣١. دَم ڏيان، فوت ٿئان. ٣٢. پيرن جا نشان. ٣٣. ڏونگر ۾. ٣۴. ٻروچن يا بلوچن يعني سسئيءَ جي محبوب پنهونءَ ۽ ان جي ڀائرن.

٩

وِئو ٻَاروچو[١] نِڪري، هَاٺي ڪَريَان ڪِيئَن،
سِجَ اُلَٿي[٢] سِيئَن[٣]، سَٿُون[٤] ڏِينديَس سُجَ[٥] ۾.

١٠

سِجَ[٦] اُلَٿي سَسُئِي، رَتَ[٧] وَرَنو[٨] روءِ[٩]،
نَہ پَهِي[١٠] نَہ پَانڌي ڪو، جِنهِن ڪَرَ[١١] پُڇي[١٢] لوءِ[١٣]،
مُوڙهِي[١٤] وَجي[١٥] تِئوءِ[١٦]، مُوٽَڻَ[١٧] جِي ڪَانَہ ڪَري.

١١

وِينِي[١٨] مُون[١٩] وِئو، لَڙِي[٢٠] سِجُ لَڪَنِ[٢١] تَان،
آئُون ڏورِينِدي[٢٢] ڪِيترو، پَهَٽَنِ[٢٣] پِيرُ[٢٤] پِئو،
سُورَنِ[٢٥] سَاڻُ[٢٦] سِهو، اَچِي تِيمِ[٢٧] جِيڏيُون[٢٨].

١٢

سَسُئِي سِجُ وِئو، ڏِجِ وَرَاڪو[٢٩] وِيڙهه[٣٠] ۾،
آرِيَاڻِيءَ[٣١] پُنهونءَ جو، ڏُونگرِ[٣٢] ڏسُ[٣٣] پِئو[٣٤]،
آرِسُ[٣٥] جَنِ ڪِئو، اُنَ نَہ ٻِيلي[٣٦] اُنِ جَا.

١. ٻروچ يا بلوچ يعني سسئيءَ جو محبوب پنهون، ٢. لهڻ، غروبٽيڻ، ٣. تائين، ٤. لوهون، ڇالون، اَلير، ٥. رڻ پٽ، بيابان، ٦. سج الٿي= سج لٿي، سج لهڻ مهل، ٧. رَتَ جي، خون جي، ٨. رنگ جهڙو (رت ورنو= رت جي رنگ جهڙو ڳاٽي، ڳاڙهو ڳاٽي)، ٩. روئي، (ڳوڙها) وهائي، ١٠. پانڌي، پانڌيئڙو، واٽهڙو، مسافر، ١١. ڪان، ١٢. معلوم ڪري، ١٣. ڳوٺَ (پنهونءَ جو)، ١٤. موڙهل حالت ۾، حيرانيءَ يا پريشانيءَ جي حالت ۾، وائڙي يا موڳي ٿيو، ١٥. هلي يا پنڌ ڪري پئي، ١٦. تنهن هوندي بہ، ١٧. واپس ٿيڻ، ١٨. وهڻ يا ترسڻ جي حالت ۾، وهڻ يا ترسڻ جي سبب، ١٩. منهنجي، مونکي، ٢٠. لهي، غروب ٿي، ٢١. جبلن، ٢٢. ڳوليندي، ووڙيندي، ٢٣. پهٽن ۾، پٿرن ۾، جبلن ۾، ٢٤. (پنهونءَ جي) پيرَ جو نشان، ٢٥. ڏکن، دردن، ٢٦. سَبند، لاڳاپو، ناتو، ٢٧. منهنجو ٿيو، مونکي ٿيو، ٢٨. اي جيڏيون، اي سرتيون، ٢٩. ڦيرو، گهمرو، وَرَ، چَڪَرَ، ٣٠. جهنگ، وڻن جي جهڳٽي، ٣١. آريءَ (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو قلب اري هو، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ٣٢. ڏونگر ۾، جبل ۾، ٣٣. پَتو، خبر، ٣٤. مليو، ٣٥. سُستي، غفلت، ٣٦. ساٿي، همراهہ.

### ١٣

ذِجِ وَرَاڪو[١] ويڙهہ[٢] ۾، سَسُئِي وَڏي سُورِ[٣]،
آرَسُ[٤] جَنِ[٥] اَسُورِ[٦]، اُنَ نَہ بيلي[٧] اُنِ جا.

### ١٤

ذِجِ وَرَاڪو ويڙهہ ۾، سَسُئِي وَڏي[٨] سَتِ[٩]،
جَنِي[١٠] مُوڙهي[١١] مَتِ[١٢]، اُنَ نَہ بيلي اُنِ جا.

### ١٥

سَرَتيُون[١٣] سُڃي[١٤] سُڃَ[١٥]، مَتان[١٦] ڪا مُون سين هَلي،
پَاٽِي نَاهي پَندُ گهٽُو[١٧]، اڳِئان رائو[١٨] رڳي[١٩] رُڃَ[٢٠]،
مَتان مَري اُڃَ[٢١]، ڪا ڏي[٢٢] پاراتو[٢٣] پِرين[٢٤] کي.

### ١٦

وِئو سِجُ وَٽَنِ تان، رَاسِين[٢٥] ڏيئي[٢٦] رَنگُ،
مُون[٢٧] جَنهِن سان سَنگُ[٢٨]، سو ڪوهيارو[٢٩] ڪيچِ[٣٠] وِئو.

### ١٧

وِئو سِجُ وَٽَنِ تان، راسِين[٣١] رَتائِين[٣٢]،

---

١. ڦيرو، گهمتاري، چڪرُ، ورُ. ٢. جهنگ، وڻن جي جهڳٽي. ٣. وڏي سُور= وڏي سج. ساجُهر. سويل. سج لهڻ کان گهڻو اڳي (سُورُ= سورج، سجُ). ٤. سُستي، غفلَت. ٥. جن کي. ٦. اَسُرَ جي مهل، فجر جي وقت. ٧. همراهہ، ساٿي. ٨. گهڻي، جهجهي. ٩. سَتَ سان، زور سان، طاقت سان، سچائيءَ يا صدق سان، سچيءَ دل سان. ١٠. جن جي ١١. منجهي وئي، بطال ٿي وئي. ١٢. عقل، بُڌي. ١٣. اي سرتيون، اي جيڏيون. ١٤. ٻُڏجي. ١٥. رڻ پٽ، بيابان. ١٦. مبادا. ١٧. مفاصلو، سفر. ١٨. ريتي، جبل جي واري، جبل. ١٩. صرف. ٢٠. سرابُ، مرگهہ ترشنا. رڻ ۾ گرميءَ ۽ تپش جي ڪري پاڻيءَ جو ڪوڙو ڏيک. ٢١. مبتلا ٿي. ٢٢. اُج ۾، پياسَ ۾. ٢٣. بددعا، پِٽ. ٢٤. محبوبَ. ٢٥. راسين کي، جبل جي چوٽين کي. ٢٦. رنگ ڏيئي= رنگدار بنائي، سهڻو بنائي. ٢٧. منهنجو. ٢٨. واسطو، لاڳاپو، رشتو، نالو. ٢٩. ڪوهہ يعني جبل جو رهاڪو، سسئيءَ جو محبوب پنهون. ٣٠. ڪيچ ڏانهن. (ڪيچ رياست مڪران جو هڪ شهر آهي جتي پنهون رهندو هو). ٣١. راسين کي. ٣٢. ڳاڙهو ڪيائين.

مُون کي مَارِيائين[1]، آيَلِ[2] اُونداهِي[3] کَري.

**١٨**

تانَ[4] تان کَرَهَلُ[5] کاهِہ[6]، جانَ[7] جان آهي سوجهرو[8]،
مَتَان[9] ٿِئي اونداهِہ، پِير[10] نَہ لَهين[11] پِرِينءَ[12] جو.

**١٩**

جَان جيئين[13] تَان جَلُ[14]، کَانهي جَاءِ[15] جَلَڻَ[16] ري[17]،
ٿَڌيءَ[18] تَتِيءَ[19] هَلُ[20]، کَانهي وِيلَ[21] وِهَڻَ جي.

**٢٠**

جيئَن جيئَن پَڇي[22] راتِ، تيئَن تيئَن تاڪي[23] پَندَ ۾،
پوريءَ[24] ٻِي نَہ تَاتِ[25]، جيڪا سا جَتَنِ[26] جي.

**٢١**

جيئَن جيئَن تَپي[27] ڏينهُن، تيئَن تيئَن تاڪي پَندَ ۾،
کو اڳانجهو[28] نِينهُن[29]، ٻَانهِيءَ[30] ٻَاروچَنِ[31] سين.

**٢٢**

نَڪو تَتو[32] ڏينهُن، نَڪو ليکو[33] ٿِئو،

---

١. تباهہ ڪيائين، برباد ڪيائين، ٢. اي آيل اي امڙ، ٣. تاريڪي، ڪاري رات، اونداهِ، ٤. تان تان= تيستائين، ٥. اٺُ، ٦. هَڪَلِ، هلاءِ، ٧. جان جان= جيستائين، ٨. روشني (سج جي)، ڏينهن، ٩. مبادا، ١٠. پير جو نشان، ١١. لهين، ڏسين، ١٢. محبوب، ١٣. زندهہ يا جيئري آهين، ١۴. (عشق جي باهہ ۾) پچندي يا ڪامندي رَهُہ يا سڙندي رهہ، ١٥. واهَہ، چارو، گسَ، ١٦. پچڻ، سڙڻ، ١٦. ڪان سواءِ، ١٨. ڏينهن ٺرڻ وقت، ڏينهن ٺڌي تيڻ مهل، ١٩. ڏينهن گرم ٿيڻ وقت، تپت جي وقت، منجهند جي مهل، ٢٠. پنڌ ڪر، ٢١. وقت، مهل، ٢٢. ٺري، ٺڌي ٿئي، وهامي، ٢٣. ڪاهي، هلي، ٢۴. وسوڙل، سادهہ لوح، ڪم عقل، ٢٥. پچار، يادگيري، ٢٦. اوٺين، يعني سسئي جي محبوب پنهونءَ ۽ ان جي ڀائرن، ٢٧. گرم ٿئي، ٢٨. آڳاٽو،اصل کان، ازل کان، ٢٩. محبت، عشق، ٣٠. نوڪرياڻيءَ، گوليءَ يعني سسئيءَ، ٣١. ٻروچن يا بلوچن يعني پنهونءَ، ٣٢. گرم ٿئو، ٣٣. حساب، ڪتاب (سٽ ڪتڻ جي اجوري جو).

تَهان[1] اوري[2] نينهن[3]، چِنو[4] آتڻ[5] وارين.

## ٢٣

آتڻ اورانگهي[6] وِئا، پاري[7] چَڏي پٽوءِ[8]،
آرِچا اُنَ تي، هيءَ تان جَڏي جوءِ،
کِي هَلي کِي هَٽ کَٽي[9]، کِي رِڙهي کِي روءِ،
اوهين چَڏي وَجو چَپرين، ڏُکي کِهڙي ڏوهہ[10]،
کو پُري[11] پِرينءَ[12] چُوءِ[13]، تہ مُني[14] مَاتم[15] آيو[16].

## ٢٤

آتڻ اورانگهي وِئا، اگَڻ[17] مُون[18] افسوسُ[19]،
ديوانيءَ[20] سين دوسُ[21]، سَاٿي[22] آهي سُڃ[23] ۾.

## ٢٥

آتڻ اورانگهي وِئا، اَئُون تِي مَران[24] ماءُ[25]،
پٽون[26] تِيندِيَس پيرَ[27] تي[28]، هَي هَي[29] کَري هاءِ،
جِيئَڻُ[30] مُون[31] نہ جُڳاءِ[32]، پِرين تان پاسو ڪيو.

١. تنهن کان. ٢. اڪيئي، پهريائين. ٣. محبت، عشق. ۴. ٽوڙيو، ختم ڪئو. ۵. آتڻ= زالن جو گڏ ويهي چرغي يا ارٽ تي سٽ ڪتڻ جي جاءِ. هنر. گهرُ. گهر جو اگڻ يا پڌر يا احاطو. (آتڻ وارين= آتڻ وارين يعني آتڻ ۾ ڪم ڪندڙ عورتن)، ٦. اتڻ اورانگهي وئا = گهر جي اگڻ يا پڌر مان نڪري هلئا وئا. گهر جي اگڻ يا پڌر کان پاسو ڏيئي هليا وئا. ٧. ٻانهي، گولي. ٨. پٽتي، پويان. ٩. هٿ ڪٽي= سڌ ڪري. ١٠. ڏوهہ جي سبب، قصورجي ڪري. ١١. پٺ ڪري، اڪتي وڌي. ١٢. پرينءَ ڪي، محبوب يعني پنهونءَ ڪي. ١٣. چوي، ٻڌائي. ١۴. مُنيءَ ڪي، مصيبت جي ماريل ڪي. ١۵. مصيبت، آفت، روڄ راڙو، رنج، ملال. ١٦. نصيب ٿئو. ١٧. اگڻ ۾، گهرَ ۾. ١٨. منهنجي. ١٩. رنج، ملال. ٢٠. چريءَ مستانيءَ. ٢١. دوست، يار يعني پنهون. ٢٢. همراهہ، مددگار، حامي. ٢٣. رڻ پٽ، بيابان. ٢۴. برباد يا تباهہ ٿيان. ٢۵. اي ماءُ، اي امان. ٢٦. ذرا ذرا، چيهون. ٢٧. پير جي نشان. ٢٨. مٿان. ٢٩. هي هي= هاءِ گهوڙا، افسوس. ٣٠. زندهہ يا جيئرو رهڻ. ٣١. مون کي. ٣٢. جڳائي، واجب آهي.

## ٢٦

آتَڻُ اوراَنگهي وِئَا، ڪَري ڪَميٽي ڪِيئَن،
هَاٽي گهُرِجي هيئَن، جِيئَن ڏِجي بَاهِه پَنيورَ ڪي.

## ٢٧

آتَڻُ اوراَنگهي وِئَا، پُنِيءَ توڏِن[١] تَاڻِ[٢]،
وِبهُه مَ مُنڌَ پَنيورَ ۾، هُنِ[٣] پُجَندي[٤] هَاڻِ،
رَائي[٥] ۾ رهَاڻِ[٦]، هَلُ[٧] تَه تِئي هوتَ سين.

### وائي

جُي[٨] هُوندَ ڏِنَائُون[٩] وو جيڏِيُون، حَالُ[١٠] منهنجو هِهَڙو جهَڙو[١١]،
سو جي سُومِ[١٢] ڪَنَنِ سين، پَهُه[١٣] جو ڪَئَائُون،
بَانهُون بِيلَ[١٤] نَه لاَهِيَان[١٥]، پُنهَلِ[١٦] ڪي[١٧] آئُون،
چَڙهِي نَه سَگهَان چوٽِيين[١٨]، مَارَڳُ[١٩] مَٿاهُون[٢٠]،
هُو جي پَهَڻَ[٢١] پَبَ[٢٢] جَا، مَٽِيَا[٢٣] مُڪَائُون[٢٤]،
مُون مُنِيءَ[٢٥] تي مَندِئَا[٢٦] گُوندَرَ[٢٧] گِلاَئُون[٢٨]،
هِينئَڙو[٢٩] ڏِنَدَڻَ[٣٠] پَاڙَ[٣١] جِيئَن، چِڪِيءَ[٣٢] چِنَائُون[٣٣]،

---

١. توڏن جي، اٺن جي، ٢. ڪاهہ، پنڌ ڪر، ٣. سسئيءَ جي محبوب پنهونءَ ۽ ان جي ٻائرن ڏانهن اشارو، ۴. وڃڻ بعد، ۵. ريتيءَ، جبل جي واريءَ، جبلَ، ٦. ميلاپ، ملاقات، گڏجاڻي، ڪچهري، ٧. پنڌ ڪر، ٨. جيڪڏهين، ٩. شايد، ١٠. حالت، روئداد، ١١. ههڙو جهڙو= ڪمزور، هيڻو، ڏکيو، اٻالو، ١٢. مون سڻو، مون ٻڌو، ١٣. صلاح، مصلحت، ١۴. ٻيل ڪان، ٻاڪر ڪان، ١۵. پري ڪريان (ٻانهون ٻيل نہ لاهيان= ٻاڪَر ختم ڪريان)، ١٦. پنهونءَ، ١٧. ڪان، ١٨. چوٽين يعني بلندين تي (جبلن جي)، ١٩. رستو، واٽ، ٢٠. اوچو، بلند، ٢١. پٿرَ، ڪکرا، ٢٢. هالار جبلن جي ڏاکڻي قطار ڪي، پبِ جبل چوندا آهن، ٢٣. موتي، ٢۴. موڪليائون، ٢۵. مصيبت جي ماريل، بدنصيب، ٢٦. ڪڙا ڏٺا، اُيا ڏٺا، ٢٧. غمَ، ڏکَ، ٢٨. واحد گلا= بدنامي، ملامت، ٢٩. دل، ٣٠. ڏندن صاف ڪرڻ لاءِ وڻ جي ٽاري يا سڪل ڪاٺي يا ڪٻڙ جي وڻ جي پاڙ، ٣١. وانگر، ٣٢. سَٽَ ڏيئي، ٣٣. توڙيائون، ڪڍيائون، ڀڳائون.

هِينئَڙو[١] ڏَاڙُهُونءَ[٢] گُلَ[٣] جِيئَن[٤]، ربهي[٥] رَتَائُون[٦]،

ڏُکِيءَ[٧] سَندي[٨] ڏِيجَ[٩] ۾، ڏُونگَرُ[١٠] ڏِنَائُون،

هُونِ سَلاَمَتَ[١١] سُپِرِين[١٢]، تَان گهورِي[١٣] مَرُ[١٤] آئُون،

وِندي ڪِيُون وَٽِن سين، سَسُئِيءَ سُکَائُون[١٥]،

پُنهُون وَنِي پَاڻَ سين، موٽِيس جي آئون،

ڏِينديس شَاخَ سَيَکنهِن، وَٽِ وَٽِ وَاچَائُون[١٦].

---

١. دل، ٢. ڏاڙهونءَ جي، انار جي، ميوي جو هڪ قسم، ٣. ڦلَ، ۴. وانگر، ۵. ڳنڍيءِ ملائي، ٦. ڳاڙهو ڪيائون، ٧. ڏکن جي ستايل، دردمند، ٨. جي، ٩. جهيز، ڏاجو، عورت کي شاديءَ جي وقت مائٽن کان مليل سامان، ١٠. جبلُ، ١١. صحيح سالم، چڱا ڀلا، تندرست، هر بلا يا تڪليف کان بچيل، ١٢. محبوبَ، ١٣. صدقي يا قربان ٿي، ١۴. ڀلي، بيشڪ، ١۵. باسون، نَذرَ، منتون، ١٦. واڌايون، مبارڪون، ڪيرون.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُرُ حُسيني

## داستان پهريون

### ١

كِي[1] ذَرَ[2] تَتِي[3] مَاءُ[4] كَا[5] جَرَ[6] سَنڌِي[7] سَڄَڻِين[8]،
هَلِي[9] ءِ واجَهاءِ[10]، پِنهِي جيرَنِ[11] وِچ ۾،

### ٢

مَتِئَان[12] مَتِي[13] مَچُ[14]، پَرِئُمِ[15] پَاروچَنِ[16] جو،
مُون كي طَعنا تِي[17] ڏِئو[18]، جي[19] نَہ پَروڙِئو[20] سَچُ[21]،
اَمَڙِ[22] اوري اَچُ[23]، تہ سِٽَ[24] سُٽَائِيِن[25] سُورَ[26] جِي.

### ٣

مَتِي[27] مَنجَهان مِينهُن[28] پَسُو[29]، جِئَن[30] پَاٽِي وَهي،
مُون پَانيو[31] نَينهُن[32]، جِيئُون[33] جِيرِي[34] سَنڌِيُون[35].

### ٤

جي[36] مُون[37] مَنجَهان[38] رُوحَ[39]، وَجِي سَاجَنُ[40] وِسَرِي[41]،

---

١. ڪجهہ، ٢. ذرتي، زمين، ٣. گرم ٿي، ۴. اي ماءِ، اي امڙ، ۵. ڪي ڪجهہ، ٦. (عشق جي باهہ جو) تؤ، سيڪ، لهس، گرمي، ٧. جي، ٨. سڄڻن، محبوبن، ٩. پند ڪري، ١٠. واجهائي (بيهي) تَڪي، نهاري، ١١. جيرن جي، باهين جي، ١٢. مٿي ڪان، سِر ڪان، ١٣. مٿاهون، اوچو، بالا، اڳرو (مٿئان مٿي= تمام وڌو)، ١۴. باهہ، آڳ، ١۵. مون ۾ ٻريو، مون ۾ ڏڳيو يا ڏڪيو، ١٦. پروچن، بلوچن، سسئيءَ جي محبوب پنهونءَ، ١٧. ميهڻا، ٽنڪا، ١٨. ٽنهنڪري، ١٩. ڇاڪاڻ، جنهن صورت ۾، ٢٠. سمجهو، ڄاڻو، پرکيو، ٢١. حقيقت، اصل ڳالهہ، ٢٢. اي امڙ، اي جيجل، ٢٣. ويجهو، نزديڪ، ٢۴. احوال، ماجرا، ٢۵. توکي سٽايان يا ٻڌايان، ٢٦. درد، ڏکَ ٢٧. سِرَ، کوپريءَ، کيپراٽيءَ، مُنهَن، پيشانيءَ، ٢٨. (ڳوڙهن يا لڙڪن جي) برسات، پگهر، ٢٩. ڏسو، ٣٠. جهڙيءَ طرح، ٣١. سمجهيو، ٣٢. محبت، عشق، ٣٣. لاٽون، شعلا، ٣۴. باهہ (عشق جي)، ٣۵. جُون، ٣٦. جيڪڏهين، ٣٧. مون ڪان، ٣٨. مان، ٣٩. دل، اندر، ۴٠. سڄڻ، محبوب، ۴١. ٻلجي وڃي، لهي وڃي، مِٽجي يا ميسارجي وڃي.

تَہ مَرُ[1] لَڳي لُوهَہ[2]، تَرَ[3] ٻَاٻِيهو[4] تي مَرَان.

### ٥

لَڳِي مُون کي لُوهَہ، وِرهَہ[5] لاٽُون[6] لايُون[7]،
رَازُ[8] جَنهِن سين رُوحَ[9]، سو ڪوهِيَارو[10] ڪيچ[11] وِئو.

### ٦

تِمَن[12] نيڻَ[13] رَتُ وَهي، چُنَا[14] ڪَا ڪِئو،
مُون کي ڏُءُ[15] ڏِئو، اَئِين[16] تَا وَڃو اونِيَا[17].

### ٧

اَمَڙِ[18] ڪَڻُ[19] وِچَان، چَرَخو[20] چِيهَاڙِيُون[21] ڪَري،
مَچڻُ[22] هوتُ[23] هِنيَان[24]، مُون پِيرِبنديءَ[25] وِسري[26].

### ٨

اَمَڙِ وَڃِي آڻِ، چَرَخو[27] آتَڻَ[28] وِچَ مَان،
ڪِتُمِ[29] جَنهِن ڪَاڻِ[30]، سو ڪوهِيَارو ڪيچ وِئو.

### ٩

پَهِي[31] ڪَامَ[32] پِڄَاءِ[33]، اَمَڙِ مُنهِنجي آسَري[34]،

---

١. پلي، بي شڪ، ٢. گرم هوا، لڪ، ٣. تُرَ جو، رڻ پٽ جو، تُرا يا رڻ پٽ ۾ رهندڙ، ۴. چاتڪ پکي جيڪو رڻ پٽن ۾ رهي مينهن جي ڦڙن تي گذران ڪندو آهي ۽ گرمي سهي نہ سگهندو آهي، ۵. برهَہ، وڇوڙي، جدائيءَ، محبتَ، نينهَن، ٦. باهہ جا شعلا يا چڻيون، ٧. لڳايون، ٨. پيارُ، محبتَ، ٩. روح جو، دل جو، ١٠. ڪوهہ يعني جبل جو رهاڪو، (سسئيءَ جو) محبوب پنهون، ١١. ڪيچ ڏانهن (ڪيچ رياست مڪران جو هڪ شهر آهي جتي پنهون رهندو هو)، ١٢. ڳوڙها يا لڙڪ ڦڙو ڦڙو ڪري ڪيرائين يا ٽپڪائين، زاروزار روئن، ١٣. اکيون، ١۴. ڦڙا، قطرا، ١۵. (هلڪو) ٻارڻ يا سيڪُ جيڪو ڪاڏي ڪي رجهي يا پچي وڃڻ کان پوءِ سجهڻ لاءِ ڏبو آهي، ١٦. اوهين، ١٧. اي اوڻيا، اي ائن وارا، اي جَتا، اي پنهونءَ جا پائرو، ١٨. اي امڙ، اي جيجل، ١٩. پري ڪر، ٢٠. سُٽ ڪتڻ جو ڪاٺ جو اوزار، ارٽ، اَيٽ، ٢١. ذرا ذرا، پور پور، ٽڪر ٽڪر، ٢٢. متان، مبادا، ٢٣. محبوبُ، پنهون (هوت، بلوچ قومَ جو هڪ قبيلو آهي، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ٢۴. هِينين مان، دل مان، ٢۵. پيربنديءَ کان، سٽ ڪتندڙ کان، ٢٦. دل تان لهي، ياد نَہ پوي، ٢٧. ڪٺي آڄ، ٢٨. سٽ ڪتڻ جي جاءِ، ٢٩. ڪتيم يعني مون ڪتيو، ٣٠. لاءِ، واسطي، ٣١. ڪپهہ جو پُڙو يا مُڇو، ٣٢. ڪابہ نہ، ٣٣. صاف ڪراءِ، ٣۴. آسري تي، ڀروسي تي.

ڏيئي لَتَ[1] چَرَخي[2]، پُوڻيُون[3] پاڻيءَ[4] پاءِ[5]،
ڪِتُمِ[6] جَنهِن لاءِ، سو ڪوهيارو[7] ڪيچِ[8] وئو.

### ١٠

پَهِي[9] ڪَامَ[10] پِجَاءِ[11]، اَمَڙِ[12] مُنهِنجي آسَري[13]،
ڏيئي گُرِڻُ[14] ڪَتاءِ، مُون ڪي نِيِنهَن[15] نِهوڙِئو[16].

### ١١

ڪَتَڻُ[17] بَنِ[18] ڪَپاهُہ، ڪوءِ آتَڻُ[19] بَنِ جيڏيُون[20]،
سَاجَنُ[21] مُنهِنجو ساهُہ[22]، هَاجي[23] ۾ هَٽي[24] وئو.

### ١٢

آتَڻِ[25] چُونِمِ[26] ڪَتُ[27]، تاڻيان[28] تَندُ[29] نَہ نڪري،
پاڻان[30] روئي[31] رَتُ، چَرَخو[32] مُون چِڪ[33] ڪِئو.

### ١٣

چَرخو[36] چَندَنَ[34] عَاجَ[35] جو، روئي ڪِئَڙمِ رَتُ،
آيِلِ[37] ڪَڻُ[38] اَرتُ، ڪُنيُون[39] ڪِينَ ڪَتَنديُون.

---

١.ٽنڪ، چنگهہ، پير (لت ڏيئي= لت يا پير جي زور سان پيچي ٽڪر ڪري)، ٢. چرخي کي، ارٽ کي، سٽ ڪتڻ لاءِ ٺهيل ڪاٺ جي اوزار کي، ٣. ڪپهہ جون صاف ٽيل پهيون يعني پڙا يا مُچا، ٤. پاڻيءِ ۾، ٥. وجهہ، اُجلي ڇڏ، ڦٽيون ڪر، ٦. مون ڪَتيو (سٽ تيار ڪيو)، ٧. ڪوهہ يعني جبل جو رهاڪو، (سسئيءَ جو) محبوب پنهون، ٨. ڪيچ ڏانهن (ڪيچ رياست مڪران جو هڪ شهر آهي، پنهون ان شهر جو رهندڙ هو)، ٩. ڪپهہ جو پڙو يا مُچو، ١٠. ڪابہ نہ، ١١. صاف ڪراءِ، ١٢. اي امڙ، اي جيجل، ١٣. آسري تي، پروسي تي، ١٤. ناڻو، مزوري، ١٥. عشق، ١٦. ختم ڪئو، ناسَ ڪئو، تباهہ ڪئو، ١٧. سُٽَ يعني ڪپهہ جي ڌاڳي ٺاهڻ جو ڪم، ١٨. ٻنَ ۾، ڪوهہ يا اوڙاهہ ۾، ڪوءِ، ١٩. سٽ ڪتڻ جي جاءِ، ٢٠. سرتيون، ساهيڙيون، ٢١. سڄڻ، محبوب، ٢٢. دم، جيءُ، جان، حياتي، ٢٣. مصيبت، تڪليف، ٢٤. وجهي، ڦاسائي، ٢٥. آتڻ ۾ يعني سٽ ڪتڻ واريءَ جاءِ ۾، (ويڙل زالون)، ٢٦. مونکي چوَن، ٢٧. ڪپهہ مان سٽ تيار ڪر يا ٺاهہ، ٢٨. ڇڪيان، ٢٩. ڌاڳو، ٣٠. ويتر، اٿلندو، ٣١. رت روئي= تمامُ گهڻو روئي، ٣٢. ڪپهہ مان سٽ تيار ڪرڻ لاءِ ٺاهيل ڪاٺ جو اوزار، ارٽ، ايٽ، ٣٣. آلو (اکين جي لڙڪن سان)، آلودو، تَرِ، ٣٤. چندن هڪ وڻ آهي جنهن جي ڪاٺي خوشبودار ٿيندي آهي، ٣٥. عاج هاٿيءَ جي ڏندن واري هڏي مان ٺهندو آهي (چندن عاج جو = چندن ۽ عاج مان ٺهيل چرخو.) ٣٦. رت جهڙو ڳاڙهو (اکين مان رت جي لڙڪن وهائڻ سان)، ٣٧. اي ايل، اي امڙ، ٣٨. پري يا پاسي ڪر، ٣٩. (عشق جون) ڪُٺلَ يا ماريل زالون.

### ١٤

اَمَڙِ[1] جي[2] ڏِنوءِ[3] مُون جِيئَن هوتُ[4] اَکيُن سين،
چَرَخُو[5] چِيهَاڙِيُون[6] کَري، پيري[7] هُوندَ[8] پَڳوءِ[9]،
آتَڻِ[10] رَتُ رُنوءِ[11]، تَندُ[12] نَہ کَتِيئِي هِکَڙِي.

### ١٥

نَئُون[13] نِينهُن[14] لَڳوسِ[15]، ڳَري ۾[16] ڳَالهِيُون[17] کَري،
اورِبَندي[18] اَرَٽَ سين، پُنهُون يَادِ پِيوسِ[19]،
پَهُو پَٽِ[20] کِرِيوسِ[21]، هُو هَٽُ اوڏاهِين رَهيو#.

### ١٦

کَتَان نَہ پُوڻِي[22]، تَاڻِيَان[23] تَندُ[24] نَہ نِکَري،
وِچِي[25] پِيئَنِ[26] وِچَ ۾[27]، کَاکِيُون[28] کَالُهوڻِي[29]،
مُون سين چِنُوڻِي[30]، جيڏِي[31] جَتَ[32] کَري وِئا.

### ١٧

کوءِ[33] هَاڙهو[34] بَنِ[35] هوتُ[36]، کوءِ پُنهُون بَنِ پِرِيَتُو[37]،
مَادَرِ[38] مُون مَوتُ[39]، پَسَڻَان[40] پِرَايو[41].

---

١. اي امڙ. اي آيل. اي جيجل امان. ٢. جيڪڏهين. ٣. تو ڏنو. ۴. محبوب. پنهون (هوت. بلوچ قوم جوهڪ قبيلو آهي. سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو). ٥. ارٽ. ايٽ. سُٽ ڪتڻ لاءِ ڪاٺ مان ٺهيل اوزار. ٦. ذرا ذرا. پور پور. ٽڪر ٽڪر. ٧. ڦيرائي. اچلي. ٨. شايد. ٩. تو پڳو. تو ٽوڙيو. ١٠. آتڻ ۾. سٽ ڪتڻ واريءَ جاءِ ۾. ١١. رت رنوءِ= تو رت رُنو يعني تمام گهڻو رُنو. ١٢. (سٽ جو) ڌاڳو يا سڳو. ١٣. تازو. ١۴. عشق. ١٥. هِن کي لڳو. ١٦. وِچُهلي. جهڃي. ارمان ڪري. لڙڪ وهائي. ١٧. (محبوب جي) ڳڻن جو ذڪر. ١٨. ارٽ ۾ ڪپهہ جو پهو يا پُڙو وجهندي (ڪتڻ جي اپياس ڪندي.) ١٩. هن (سسئيءَ) کي پيو. ٢٠. پٽ يعني زمين تي. ٢١. هن کان ڪري پيو # جنهن هٽ مان ڪپهہ جو پهو. ارٽ ۾ وجهندي ڪري پيو اهو هٽ پهي ڪرڻ مهل جتي هو اتي جو اتي رڪجي بيهي رهيو. ٢٢. ڪپهہ جو صاف ٽيل پهو. ٢٣. چڪيان. ٢۴. ڌاڳو. سڳو. ٢٥. روڪ. رنڊڪ. جهل. پَنگ. نفاق. ٢٦. هنن. (پنهونءَ جي ڀائرن) کي پئي. ٢٧. رستي. ٢٨. اي ڪاڪيون. اي سرتيون. ٢٩. ڪالهہ يا گذريل ڏينهن کان. ٣٠. جدائي. ٣١. تمام وڏي. ٣٢. اوٺي (پنهونءَ جا ڀائر). ٣٣. ڪڏ ۾ (پوي). نہ گهرجي. ٣۴. لس ٻيلي جي اولهہ ۾ جبل جو نالو. ٣٥. ٻَن ۾. ٻِنَ ۾. ڪڏ ۾. ڪوءِ. ٣٦. محبوب. پنهون. ٣٧. محبت. عشق. ٣٨. اي مادر. اي امڙ. ٣٩. اجل. مرڻو. مصيبت. تڪليف. ۴٠. پسڻ جي سبب. (محبوب جي ڏسڻ يا ديدار جي سبب. ۴١. حاصل ڪيو.

## ١٨

کُوءِ[١] ٻولِي ٻَنِ[٢] ٻَروچُ[٣]، گُهوري[٤] ذاتِ[٥] جَتَنِ[٦] جي،

مُون کي چَئِي لوچ[٧]، پيهي[٨] وِتَڙا چَپَرِبَن[٩].

## ١٩

آتَڻِ[١٠] ۾ پَرِياڻُ[١١]، هو سَيني جي ڏيِين[١٢]،

مُون سَياڳِيءَ[١٣] ساڻُ، کير چُلَندي[١٤] چَپَرِين.

## ٢٠

گهُوماتِيُون[١٥] گهُمَنِ[١٦]، اَندَرَ[١٧] سَندَنِ[١٨] اَنراَ[١٩]،

آتَڻِ[٢٠] کِينَ کَتَنِ[٢١]، سَجَڻُ[٢٢] آهِينِ[٢٣] سارِئو[٢٤].

### وائي

شادِيءَ[٢٥] جو سِينگارُ[٢٦]، آيَلِ[٢٧] مَرَڪُ[٢٨] مُنهنجو[٢٩] مُون پِرِينَ[٣٠]،

آهي ڳُهُه[٣١] ڳِچِيءَ ۾، ڏي هالُورا[٣٢] هارُ[٣٣]،

آهي اُگهاڙَن[٣٤] کي، جانِبَ[٣٥] جو جِنسارُ[٣٦]،

آهِين[٣٧] کاڄُ[٣٨] بُکَيِنَ[٣٩] جو، تان تُون طَعامُ تيارُ،

اَعليٰ[٤٠] اَڇو[٤١] عِيدَ[٤٢] ۾، دوسان[٤٣] جو ديدارُ[٤٤].

---

١. کڏ ۾ (پوي)، ٻن ۾، ٻن ۾، کوھ ۾ (پوي)، ٢. ڳالهاءِ، ڳالهائڻ، گفتگو. ٣. بلوچ، پنهون (سسئيءَ جو محبوب). ۴. نہ گهرجي، نہ کپي. ۵. آکھ، کڙم، قبيلو، قوم. ٦. اوٺين، پنهونءَ ءِ ان جي ڀائرن. ٧. ڳول، تلاش ڪر. ٨. گهڙي، غائب ٿي. ٩. چيرن ۾، جبلن ۾. ١٠. سٽ ڪتڻ واريءَ جاءِ. ١١. ڏس، انجام يا عهدَ (ڪڏجڻ جي). ١٢. جيڏين جو، سرتين جو. ١٣. بختاور، خوش قسمت (هتي مراد ٿيندي نڀاڳي يا بدبخت). ١۴. سڻون ڏيندي، ڊوڙندي. ١۵. اداس ٿيو، نراس ٿيو. ١٦. هلن، ڦرن. ١٧. دليون. ١٨. انهن جا. ١٩. ڏکي، ناخوش. ٢٠. آتڻ ۾، سٽ ڪتڻ واريءَ جاءِ ۾. ٢١. سَٽَ ٺاهين يا تيار ڪن. ٢٢. محبوبَ. ٢٣. انهن آهي. ٢۴. ياد ڪئو، سنڀالئو. ٢۵. خوشيءَ، جشنَ، مجلس. ٢٦. زيب زينت، سُونهن، مورُ (شاديءَ جو سينگار= نهايت سهڻو، گهوٽ). ٢٧. اي آيل، اي امڙ. ٢٨. وڏائي، فخر، شان، عزت. ٢٩. منهنجو. ٣٠. محبوب. ٣١. ڳهڻو، زيورُ. ٣٢. چمڪاٽ، جهلڪا. ٣٣. (ڳچيءَ ۾ پائڻ لاءِ)، سون يا موتين جي مالها يا ڳاني. ٣۴. عريان يا ننگن، بنان ڪپڙن وارن. ٣۵. جانيءَ، محبوبَ. ٣٦. سجاوٽ، پوشاڪ، ڍڪُ. ٣٧. تون آهين. ٣٨. کاڌو، طعام، خوراڪ، غذا. ٣٩. کاڌي جي گهرجائڻ، کاڌي جي اشتها رکندڙن. ۴٠. اُتم، عمدو، تمام مٿاهون. ۴١. پاڪ، نرمل، چڱو. ۴٢. خوشيءَ، راحتَ. ۴٣. دوستن جو. ۴۴. درشن، گڏجاڻي، ملاقاتِ.

حُسنَ[1] هوتَ[2] پُنهونءَ جي كَكورِئو[3] كوهِيارُ[4]،
سُجَ[5] كِئَائِين سُرهِي[6]، وَاسِئَائِين[7] وَٹِكَارُ[8]،
چَپَرِ[9] چِتُون[10] مُكِيُون[11]، عَطُرُ[12] تِئو آوَارُ[13]،
گهورِئَان[14] گهَرُ[15] گهَتِيءَ[16] تَان، اَچي جِئَان[17] آذَارُ[18]،
كوڙين[19] تِئَا كيتِرا[20] نَالي[21] تَان نِثَارُ[22]،
سَدَا[23] صَلابَتَ[24] جِي، گولِي[25] گِرفتَارُ[26].

١. سُونهن، جوت. ٢. محبوبَ، پنهونءَ (هوت بلوچ قوم جي هڪ قبيلي جو نالو آهي، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو). ٣. ڳاڙهو ڪئو، لالُ يا سرخ ڪئو، روشن ڪئو، سَهائو ڪئو. ۴. ڪوهہ يعني جبل وارو علائقو، ڪيچ. ۵. رڻ پٽ، بيابان. ٦. خوشبودار، ٧. سرهو يا خوشبودار ڪيائين. ٨. ڪير ٿر جبل جي قطار سان لڳو لڳ اتر ايرندي طرف هڪ ننڍو ڳوٺ ۽ پڻ لس ٻيلي ۾ هڪ جبل، وٽراهہ، وڻن جو جهڳٽو، جهنگ. ٩. جبلَ. ١٠. هٻڪارَ، سُرهاٽيون، خوشبويون. ١١. موڪليون. ١٢. سڳند، خوشبوءِ. ١٣. ڦهليل، پکڙيل. ١۴. قربان يا صدقو ڪريان. ١۵. رهڻ واري جاءِ، رهائش گاهہ. گهرٻار، آل اولاد، مال ملڪيت. ١٦. ڳليءَ، گليءَ، ڪُوچي، واٽَ، رستي. ١٧. جتان. ١٨. پرجهلو يعني پرين يا محبوب. ١٩. ڪروڙين. ٢٠. ڪَئين، تمام گهڻا. ٢١. نانءَ، نام. ٢٢. قربان. ٢٣. سدائين، هميشہ. ٣۴. شان شوڪت، حشمت، دٻدٻي. ٢۵. ٻانهي، نوڪرياڻي. ٢٦. قيدياڻي، گرويدهہ، عاشق، مفتون، شيدائي.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُرُ حُسيني

## داستان ٽِئو

**١**

لَجَايَا[1] مُنهَان[2]، سَاجُهرِ[3] تي سَيڻَ[4] وِئَا،
پيَن[5] پَنيُوران[6]، سُڌِ[7] مُنهِنجيءَ ذَاتِ[8] جي.

**٢**

ڪو[9] گهُمَندي[10] گهور[11]، آيُمِ[12] بَاروچَنِ[13] جو،
ڇَڏِيندِيَس[14] پَنيُور، هِنيُون[15] هِتِ نَه وِندُري[16].

**٣**

ڇَڏِئو جَن پَنيُور، چَپَر[17] تَن کي چَاڙِڪي[18]،
هَمَ[19] غَمَ لَٿَنِ[20] هور، وَڃِي ڪيچِ[21] قَرارِئَا[22].

**۴**

پَنيُوران بَاهَرِ تي، مُون جي[23] ڪِئَا سَڏَ[24]،
بَاروچَاڻيءَ[25] لَڏَ[26]، لَڪَ[27] سَوبِرا لَنگهِئَا[28].

---

١. لڄي ٿي، شرمسار ٿي، ٢. مون کان، منهنجي ڪري، منهنجي سبب، ٣. سوير، جلد، سويلا، جهٽ پٽ، ۴. سڄڻ، محبوب، پرين، ۵. انهن (پرين) کي پئي، ٦. پنيور (شهر) مان (پنيور جو شهر جتي سسئي رهندي هئي، ڻتيصلعي ۾ گهاري جي ڳوٺ کان اٽڪل ٻن ميلن جي مفاصلي تي واقع آهي)، ٧. خبر، پتو، ٨. قوم، آڪهه، خاندان، ڪٽنب، ٩. هڪڙو، ١٠. رلندي، هلندي، ڦرندي، ١١. ريچڪ، پور، يادگيري، ١٢. مونکي آيو، ١٣. ٻروچن، بلوچن يعني (سسئيءَ جي محبوب) پنهونءَ ۽ ان جي ڀائرن، ١۴. ترڪ ڪنديس، ١۵. دل، مَنَ، ١٦. پريي، راضي ٿئي، ١٧. جبل (ٽائين مفاصلو)، ١٨. چئن (چار) آڱرين جو ماپو يا مفاصلو، ١٩. غمَ، ڏکَ، هورَ، فڪرَ، خوف، خطرا، سُورَ، درد، ٢٠. ختم ٿين، ٢١. ڪيچ ۾ (ڪيچ رياست مڪران جو هڪ شهر آهي جتي سسئيءَ جو محبوب پنهون رهندو هو)، ٢٢. آرامي ٿئا، آسائش پذير ٿئا، ٢٣. جيڪي (گهڻا)، ٢۴. واڪا، آوازَ، پُڪارون، ٢۵. ٻروچن جي، بلوچن جي يعني پنهونءَ ۽ ان جي ڀائرن جي، ٢٦. لڏي، سات، قافلي، مَڏيءَ، ٢٧. جبلَ، ٢٨. پار ڪئا.

**۵**

پَنِيوَرَان[1] ٻَاهَرِ ٿِي، اَمَڙِ[2] مُون[3] اُمَاڻِ[4]،
اَسَان[5] تَو[6] رِهَاڻِ[7]، مُوتِي[8] کَا مَسَ[9] ٿِئي.

**٦**

پَنِيوَرَ جَنِ[10] سُکَنِ[11]، مُون کِي سَاٿَان[12] کَارِئُو[13]،
هَاڻي سَاڻُ ڏُکَنِ[14]، تَان[15] کِي ڏُونگَرُ[16] ڏُورِئَان[17].

**٧**

پَنِيوَرَان اُجَاڙَ[18]، سَرَتِيُون[19] سَکَرُ[20] پَانِيَان[21]،
مُون سين تَنِهين[22] پَاڙَ[23]، ڏُکَان[24] هَڏِ[25] نَه اورِئُو[26].

**٨**

اُجَاڙَان[27] پَنِيوَرُ، سَرَتِيُون سَکَرُ پَانِيَان،
آرِيَاڻِي[28] اَتُورُ[29]، ڏِنُم جِتِ اِکِيُنِ سين.

**٩**

پَنَرُ[30] پَنِيوَرَان، پَجُو[31] تَان[32] اُبَهُو[33]،
اَگِي[34] هِنَ مَاگَان[35]، سَرَتِيُنِ[36] سُورَ[37] پِرَايَا[38].

---

١. پنيور کان (پنيور جو شهر جتي سسئي رهندي هئي ٺٽي ضلعي ۾ گهاري جي ڳوٺ کان اٽڪل ٻن ميلن جي مفاصلي تي آهي)، ٢. اي امڙ، اي امان، ٣. مونکي، ۴. روانو ڪر، ۵. اسان جي يعني منهجي، ٦. تو سان، تنهجي، ٧. ملاقات، ڪچهري، گڏجاڻي، ٨. وري، ٻئي ڀيري، ٩. مشڪل، ١٠. جي، ١١. راحتَن، آسودگين، آسائشن، ١٢. (پنهونءَ ۽ ان جي ڀائرن جي) ساٿ کان، قافلي کان، ١٣. ڀِٽي رهايو، جدا ڪئو، ١۴. تڪليفن، سُورَن، ١۵. تان ڪي= زندگيءَ ڀر، حياتيءَ تائين، ١٦. جبل، ١٧. جهاڳيان، ووڙيان، ١٨. ويراني، سُڃَ، ١٩. اي سرتيون، اي جيڏيون، ٢٠. بهتر، وڌيڪ چڱو، سُٺو، ٢١. سمجهان، ڄاڻان، ٢٢. پنيور ڏانهن اشارو، ٢٣. خود، ٢۴. ڏکن يا سورن متعلق، ڏکن جي باري ۾، ٢۵. اصل هرگز، صفا، بنهه، ٢٦. حال احوال ڪئو، خبرچار ڏني ورتي، ٢٧. اُجاڙ کان، سڃ کان، ٢٨. آري، پنهون (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردارجو لقب آري هو، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ٢٩. جنهن جي عزت ۽ مان جي تورَ تڪَ يا اندازو نہ ڪري سگهجي، لاثاني، ٣٠. اي ڀينرو، اي اديون، ٣١. نڪري وڃو، علحديون ٿي وڃو، ٣٢. تہ، ٣٣. اَمَن ۾ رَهو، ڇوٽڪارو يا عزت حاصل ڪريو، ٣۴. گذريل زماني ۾، ماضيءَ ۾، ٣۵. ماڳ مان، جاءِ مان، هنڌ تان، ٣٦. جيڏين (طالبن)، ٣٧. ڏکَ، درد، تڪليفون، ٣٨. حاصل ڪيا.

## ١٠

كُلهِين[1] ڦاٽو[2] ڪَنجِرو[3]، مَنٿو[4] اُگهَاڙو[5]،
مُنهِنجو ڪُڄَاڙو[6]، پينَرُ[7] هِنَ پَنيورَ[8] ۾.

## ١١

پينَرُ هِنَ پَنيورَ ۾، دوزَخَ[9] جو دُونهُون[10]،
سَوارو[11] سُونهُون[12]، پُڇِي[13] پُورِج[14] سَسُئِي.

## ١٢

پينَرُ هِنَ پَنيورَ ۾، گهَايَلِ[15] ٿِي[16] گهارِيَان[17]،
سَڄَڻَ[18] جي سَانگ[19] وِئَا، سيئِي ٿِي سَارِيَان[20]،
سي ڪِيئَن[21] وِسَارِيَان[22]، جي وَٿَان[23] مُون واتَ ٿِئَا[24].

## ١٣

گهُورِئو[25] هِيءُ پَنيورُ، مُون[26] سَگُ[27] بَارُوچَن[28] سين،
آهي آرِيچَنِ[29] جو، ديوانِئِيءَ[30] ڪي دُورُ[31]،
سَندو[32] هوتَنِ[33] هُورُ، مَرڪُ[34] ٿِئو مَعذُورِ[35] ڪي.

---

١. كَلهن تي، بدن تي، ٢. ڦاٽل، ليڙون ٿيل، ڇنل، ٣. (سينو ۽ اڌ پيٽ ڍڪيندڙ) زناني چولي جو هڪ قسم، ڳچ، انگيو، ۴. سِرَ، ٥. ننگو، پوتيءَ کان سواءِ، ٦. ڇا، ڪهڙو ڪم يا غرض، ٧. اي پينرو، اي اديون، ٨. ٺٽي ضلعي ۾ گهاري جي ڳوٺ کان اٽڪل ہہ ميل پري هڪ قديم شهر جتي سسئي رهندي هُئي (هتي معنيٰ دُنيا)، ٩. جهنمَ، نَرڳَ، ١٠. باهہ، گرمي (دوزخ جو دونهون= ڏکن جي مصيبت)، ١١. ساجهر، ترت، سوير پرو، ١٢. واقفڪار، رهنما، رهبر، اڳواڻ، ١٣. معلوم ڪري، ١۴. هلج، ١٥. ڏکويل، ڦٽيل، عشق يا جدائيءَ جي ستايل، ١٦. ٿيو، پئي، ١٧. گذاريان، هلان، ١٨. محبوبَ، ١٩. سانگ تي، سفر تي، پرڏيهہ ڏي، ٢٠. ياد ڪريان، ٢١. ڇو، ڪهڙيءَ طرح، ٢٢. دل تان لاهيان، ڀُلايان، ٢٣. ڪان، ٢۴. وات ٿئا= اُسَهيا، هلئا وئا، ٢٥. ڪوءِ، ڀَنَ ۾ پئو، ڪڏ يا ڪوهہ ۾ پئو، بيڪار، اجايو، ٢٦. منهنجو، ٢٧. واسطو، ناتو، ٢٨. ٻروچن يا بلوچن، سسئيءَ جي محبوب پنهونءَ ۽ ان جي ڀائرن، ٢٩. آريءَ جي اولاد (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو، پنهون ان قبيلي مان هو)، ٣٠. مستانيءَ، چريءَ (سسئي)، ٣١. ياد، وردَ، هر هر سوچڻ، دردَ، سورَ، غمَ، هورَ، فڪر، ٣٢. جو، ٣٣. محبوبن، پنهونءَ ۽ ان جي ڀائرن، ٣۴. سُونهائيندڙ، جُڳائيندڙ، وڻندڙ، فخر، ٣٥. جڏي، بيمار، لاچار، عذر واريءَ.

### ١٤

وَرُ[1] لَکَنِ[2] جي لُوڏَ[3]، گهورِيَا[4] سُکَ[5] پَنيورَ[6] جَا،

جَي[7] تُون اَمَڙِ[8] آچِيين[9]، سي مُون[10] کَمِ نَہ[11] اَچَنِ کوڏَ[12]،

هِنيين[13] مُنهنجي هوڏَ[14]، بَڌي[15] بَاروچَنِ[16] سين.

### ١٥

بُرو[17] هو پَنيورُ، آرِيَاڻِيءَ[18] اُجَارِئو[19]،

لاَتو[20] سَبِ[21] کَنهن لوکَ[22] تان، هَاڙهِي[23] ڏَڻِيءَ[24] هورُ[25]،

چوريون[26] چِرڻُ[27] سِکِيون، پُنهون مُنهنجو پورُ،

آيو سو اَتورُ[28]، جَنهن ڏُکِيُون[29] ڏِکَ[30] وِهَارِيُون.

### ١٦

پُلِئو[31] سَبِ پَنيورُ، جو پُنِيءَ[32] هوتَ[33] نَہ هَلِئو،

شَهرَ سُڃَاتو کِينَکِي، آرِيَاڻِي اَتورُ،

مَارِئو تَنِي مورُ[34]، جَنِي، ديکِئو[35] دلِ سين.

### ١٧

جَنِي ديکِئو دلِ سين، پُنِيءَ سي پيِيُون،

---

١. بهتر، ٢. جبلن، ٣. تڪليف، مشڪلات، ڌڪا ٿاٻا، ۴. ڪوهِ پيا، ٻَنِ پٽا، ڪوهہ يا ڪڏ ۾ پٽا. ۵. آرام، عيش، عشرتون، راحتون. ٦. ٺٽي ضلعي ۾ گهاري جي ڳوٺ کان اتڪل ٻہ ميل پري قديم شهر جتي سسئي رهندي هئي (هتي معنيٰ ٿيندي هيءَ دنيا)، ٧. جيڪي، ٨. ماءُ، امان، ٩. سَچيين، عطا ڪرين، بخشش ڪرين، ١٠. مونکي، ١١. ڪم نہ اچن= فائدو نہ ڏيندا، ڪارآمد نہ ٿيندا، ١٢. خوشيون، پيار پريون ڳالهيون، ١٣. دل، ١۴. ضدَ يا شدت (محبت جو)، شرط، ١۵. ڪٺي، لڳائي، ١٦. ٻروچن يا بلوچن، سسئيءَ جي محبوب پنهونءَ ۽ ان جي ڀائرن، ١٧. خرابُ، ١٨. آريءَ، پنهونءَ (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو قلب آريهو، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ١٩. اڄو اُجرو ڪئو اوجل ڪئو، برائيءَ کان پاڪ صاف ڪئو، ٢٠. ختم ڪئو، ٢١. سڀ ڪنهن= سموري، ٢٢. انسان ذآت، خلق، ملڪَ، ڏيهہ، ٢٣. هاڙهي جي (لس ٻيلي جي اولهہ طرف واريءَ جبلن جي قطار کي هاڙهو چوندا آهن)، ٢۴. مالڪَ (هاڙهي ڏڻيءَ= پنهونءَ)، ٢۵. غمَ، ارمان، ڏکَ، خوفَ، خطرو، فڪر، ٢٦. ڇوڪريون، نينگريون، نوجوان عورتون، ٢٧. ڪپڙي تي ڀرت ڀرڻ لاءِ ڪاٺ جي هڪ ٽڪر سان جنهن تي خاڪا يا نقش اُڪريل هوندا آهن)، . چٽ گل انگڻ، اهڙي ڪاٺ جي ٽڪر کي ٻور چوندا آهن (ڇرڻ سکيون= سنورڻ لڳيون، تهذيب يافتہ ٿيون)، ٢٨. لاثاني جنهن جي عزت يا شان جي تور تڪ يا اندازو نہ ڪري سگهجي، ٢٩. ڏکن جون ستايل، ٣٠. ڏکَ تي، شاديءَ ۾ گهوٽ ڪنوار کي ساٿ سنوڻ ڪرڻ لاءِ وهڻ واسطي سينگاريل بستري واري کٽَ تي، (ڏک وهاريون = سهاڳڻيون ڪيون) ٣١. گمراهہ ٿئو، ٣٢. پٺيان، ٣٣. هوت جي، پنهونءَ جي، ٣۴. مانگر مڇ يعني نفس، ٣۵. ڏٺو.

تَه پُڻِ ٿِي وِبيُون، جي پُنُهُونءَ پَاڻُ لِڪَايو.

## وائي

لَڳو[1] مَنجهه لَڪَنِ[2] آيَلِ[3] آيل تَازو[4] پيرُ[5] پُنُهُونءَ جو،
نَڪي واءُ[6] وِڄَايو[7]، جهورِئو[8] تان نَه جَهڪُنِ[9]،
بورائُو[10] بَرَنِ[11] جو، ربڙهي[12] مَنجهه رڄُنِ[13]،
ڪِهَه[14] ڪَٿُورِئَان[15] اڳري[16]، هَاٺِي[17] جا هوتَنِ[18].

---

١. ڏسڻ ۾ آيو، ظاهر ٿئو، ٢. جبلن، ٣. اي آيل، اي جيجل امان، ۴. هاڻوڪو، تورو عرصي يا دير کان وجود ۾ آيل، ۵. پير جو نشان، ٦. هوا، ٧. مِٽايو، ميساريو، ٨. ڦِنايو، ڏِڪئو، ڊانو،٩. تيز هوائن، ١٠. سونهون، رهنما، ١١. رڻ پٽن، بيابانن، ١٢. ڳِهَلي، هلائي، ١٣. رڻ پٽن، ١۴. مٽي، دز، ١۵. ڪٿوريءَ کان، مشڪ کان، ١٦. وڌيڪ (مُلهه واري)، بهتر، ١٧. لڳل (ٻَت ڪي)، مِسَ تيل، ١٨. هوتن کي، محبوبن کي، پنهونءَ کي (هوت، بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو).

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُرُ حُسيني

## داستان چوٿون

### ۱

لِيڙَن[1] لَنگهِي[2] لَسَ[3]، مانباڻِئان[4] مَتي[5] ٿِيا،
وَنِي وَرُ[6] وَاتَ[7] ٿِيا، پُنهُون[8] جَامُ[9] پَهَسَ[10]،
هُئا وَڏِي وَسَ[11]، ٻَاروچا[12] ٻَنيپُورَ[13] ۾.

### ۲

وَڏِي وَسَ هُئا، ٻَاروچا ٻَنيپُورَ ۾،
وَڃِي ڏُورِ[14] پِئا، سانگَنِ[15] لَڳِي سُپِرِين[16].

### ۳

سَانِدِ[17] پَنهنجِي سَاهُه[18]، نہ تہ ٻَانهِين[19] ٿِي ٻُراَ[20] ڪَرِيان،
وَاڱِيُون[21] جي وَرَنِ سين، تَنِ سَرَتِينِ[22] سيجَ[23] سُهَاءِ[24]،
تيلاهِين طَعنا[25] ڏِيين[26]، جي[27] مُون[28] جِيئَن مُنِيئَن[29] نہ مَاءِ[30]،
آرِيءَ[31] جي آڪَاهِ[32]، رُلاَيَسِ[33] روهَنِ[34] ۾.

---

١. اُڻن. ٢. پار ڪئي، مٿي. ٣. لس ٻيلي جو شهر (لس عربي اکر "لص" جو بگاڙ آهي جنهن جي معنيٰ آهي چور ۽ ٻيلي جي معنيٰ آهي شهر. لس ٻيلو= چورن جو شهر ڇاڪاڻ تہ ٻيلي جا ماڻهو ڪنهن وقت چوريءَ جو ڌنڌو ڪندا هئا). ۴. مانباڻ ڪان (مانباڻ هڪ ٽڪِن جو نالو آهي جيڪا لس ٻيلي جي ڏاکڻي طرف آهي). ۵. ٻري. ٦. مڙس، ڀتار. ٧. واتَ ٿئا= اُسهيا، هلئا وئا. ٨. سسئيءَ جي محبوب جو نالو. ٩. سردارُ (سنڌ جي سمن بادشاهن جو لقبُ ڄامُ هو). ١٠. زور سان، زبردستيءَ سان. ١١. وَسُنئَن، وَسندي، جيوت، ماڻهن جي موجودگي. ١٢. ٻروچ يا بلوچ، سسئيءَ جو پنهون ۽ ان جا ڀائر. ١٣. ٺٽي ضلعي ۾ گهاري جي ڳوٺ کان اٽڪل ۾ ميل پري قديم شهر جتي سسئي رهندي هئي. ١۴. پري. ١۵. سانگن ڪي، ڪنهن يا ڌنڌن يا ڪاروبارن ڪي. ١٦. پرين، محبوبَ. ١٧. قابو ڪر، پاڻ وٽ رکُ. ١٨. ساري بدن جا ڳهه يا زيورَ، ملڪيت. ١٩. ڇُوڙ، عَاج، چانديءَ يا سونَ جون ترتيبوار چوڙيون جيڪي زالون ٻانهن ۾ پائيندي يون آهن. ٢٠. ذرا ذرا، پرزا پرزا. ٢١. ٻڌل (ميلاپ ۾)، گڏ رهندڙ. ٢٢. سرتين ڪي، جيڏين ڪي. ٢٣. شاديءَ ۾ گهوٽ ڪنوار لاءِ سينگاريل بستري سان کٽ. ٢۴. سونهي، جُڳائي. ٢۵. تنهن صورت ۾. ٢٦. ميهڻا. ٢٧. مون کي ڏين ٿي. ٢٨. ڇاڪاڻ تہ، جو تہ. ٢٩. تو منيئن، تون مصيبت ۾ ڦاٿيئن. ٣٠. اي ماءِ، اي امڙ، اي جيجل. ٣١. پنهونءَ (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو ۽ پنهون ان قبيلي مان هو). ٣٢. خاندان، ڪڙم، قوم. ٣٣. مون کي رلايو يا دربدر ڪئو. ۴٣. لڪن، جبلن.

**۴**

مَاءُ[1] وهَاڻُو[2] وَارِ[3]، کَڻُ[4] پَٽِراڻِي[5] پَانهِنجِي،
جيکي ڏُنئِي ڏيجَ[6] ۾، سو سَيُوئِي سَارِ[7]،
وَجَان ٿِي وَٽِڪَارِ[8]، ڏِنُمِ[9] پِيرُ[10] پُنُهونءَ[11] جو.

**5**

چِپُون[12] چَپَرَ[13] ڪَٽَ، پَهَڻَ[14] پَٽِراٽِيُون[15] پَايَان،
جِتي رَهَان رَاتَڙِي، مِرُون[16] مُون[17] مَٽَائِتَ[18]،
سَيڻَنِ[19] جِيءَ سَهَتَ[20]، ڏُونگرُ[21] مُون[22] ڏُئلِي[23] ٿِئو.

**٦**

پيليَاٽِي[24] بَرُوچَ[25]، ڏِني سِڪَ[26] سَسُئيءَ کي،
لُوڪَ[27] وِچَان[28] ئِي لُوچَ[29]، پَهچَائي[30] پُنُهونءَ کي.

**٧**

مُنهِنجو پَاڙِيچِيَنِ[31]، ڪَچو[32] ڪونه ڍِڪِئو[33]،
پَاسي چَڙِهي[34] پُنُهونءَ جي[35]، ذَاتَ[36] سَلَتِي[37] جَنِ،
تيلاَهَه[38] بَاروچَنِ[39]، نِذَرَ[40] چَڏِي نِندَ ۾.

---

١. اي ماءُ، اي امڙ. ٢. سمهڻ مهل ڪنڌ هيٺان رکڻ لاءِ تکيو يا سِراڻو. ٣. موٽائي يا ورائي وٺ، واپس ڪٽي وڃ. ۴. پري يا پاسي ڪري. ٥. پٽرٽي، بستري ۾ هيٺان وڇائڻ وارو گاديلو يا رضائي. (وهاڻو ۽ پٽراٽي ڪنوار کي مائٽن کان ڏيج ۾ ملندو آهي) ٦. ڏاج، جهيز. ٧. سنيالي ڪڻ، ساري وٺ. ٨. وٽڪار ڏي (وٽڪار، ڪيرٿر جبلن جي قطار سان لڳو لڳ اتر ايرندي طرف هڪ ننڍو ڳوٺ آهي ۽ ان نالي سان لس ٻيلي ۾ نَئِن ۽ هڪ جبل پڻ آهي). ٩. مون ڏنو. ١٠. پير جو نشان. ١١. سسئيءَ جي محبوب جو نالو. ١٢. جبل جا وڏا وڏا پٿر. ١٣. وڏيون ڪَتون يا پلنگ (جن جو مٿيون پاگو ڇت وانگر ڍڪيل هجي). ڳهوت ڪنوار لاءِ سنيِ سينگاريل بستري واريون ڪتون. ١۴. پٿر. ١٥. سمجهان، ڇاڻان. ١٦. جهنگل جا جانور. ١٧. منهنجا. ١٨. رشتيدار، مٽ، عزيز. ١٩. سڄڻن، محبوبن. ٢٠. سهت سبب، سڪ يا اُڪير سبب. ٢١. جبل. ٢٢. مونکي. ٢٣. پالڪي، هندورو، محلات. ٢۴. همراهه، مددگار. ٢٥. بلوچ (پنهونءَ). ٢٦. محبت، پيار. ٢٧. لوڪ جي، ماڻهن جي. ٢٨. وچ مان. ٢٩. ڳولا، تلاش. ٣٠. رسائي. ٣١. پاڙي ۾ يا پاسي ۾ رهندڙ عورتن. ٣٢. عيبَ. ٣٣. لڪايو، مخفي رکئو. ٣۴. پَر ۾. ٣٥. وجي. ٣٦. بُڻ بنياد، حسب نسب، نُکَ، پيڙهي. ٣٧. ٻَڌائي. ٣٨. تنهنکري. ٣٩. ٻروچن، بلوچن، پنهونءَ ۽ ان جي پاڻرن. ۴٠. بي واهي، بي سهاري، نڌڻڪي.

## ٨

پَاڙيچِيءَ[1] روئِي، چَاڪَ[2] مُنهِنجَا چُورِئا[3]،
پَگهَرُ[4] وِجَهنديَس پِرِينءَ[5] جو، ڌَڪَنِ[6] ۾ ڌوئِي[7]،
سَاجَنِ[8] سَيِوئِي[9]، سَاهُه[10] اَوَهَان تَان صَدَقي[11].

## ٩

پَاڙِيَ[12] نَاهِه پَروڙَ[13]، تَه ڪَا رَاتِ رَنجَائِي[14] گُذِرِي[15]،
بَانيَڻِ[16] بَروچَنِ[17] جي، گهَائِي[18] وِڌِي گهُورَ[19]،
هِڪَ سَسُئِي بِئَا سُورَ[20]، وِئَا پِتِيندَا[21] پَاڻَ ۾.

## ١٠

هُيَسِ جي[22] آئُون، بَانِهِي[23] بَاروچَنِ[24] جي،
هُوندَ[25] نَه چَڏِيَائُون، ڏُکِيءَ[26] کي ڏُکَنِ ۾.

## ١١

آئُون جي هُيَسِ هَڌُ[27]، اَديُون[28] آرِيچَنِ[29] جو،
سَاتَ[30] لَڏِيندي[31] سَڌُ، مَان نَه ڪُوهِيَارَا[32] ڪَرِينِ مُون[33].

---

١. پاڙي ۾ يعني پر واري گهر ۾ رهندڙ عورت، ٢. زخم، ڦٽ، ٣. اُٿلايا، وري خراب ڪئا، ۴. پسينو، گرميءَ جي ڪري جسم مان نڪتل رطوبت يعني پاڻي، ۵. محبوب، ٦. زخمن، ڦٽن، ٧. صاف ڪري (ڌڪن ڪي)، ٨. اي ساجن، اي سڄڻ، اي محبوب، ٩. سمورو، ١٠. دم، جيءُ، جانِ، ١١. قربان، ١٢. پاڙي ۾، آسپاس وارن گهرن ۾، محلي ۾، ١٣. خبر، سُڌِ، ١۴. رنجائي ۾، رنج ۾، ڏکَ ۾، ١۵. وهاڻي، ختم ٿي، ١٦. برهمڻِ زال، ٻانيڻ جي گهر ۾ پيدا ٿيل زال، ١٧. بلوچن، پنهونءَ ۽ ان جي ڀائرن، ١٨. ڦٽي، زخمي ڪري، ١٩. نگاهہ، نظر، ٢٠. ڏکَ، تڪليفون، ٢١. روئندا، افسوس يا ارمان ڪندا، ماتم ڪندا، ٢٢. جيڪڏهين، ٢٣. نوڪرياڻي، گولي، ٢۴. ٻروچن، ٢۵. شايد، ٢٦. ڏک جي ستايل، ٢٧. مائٽياڻي، عزيز، ٢٨. اي اديون، اي ڀينر، ٢٩. آريءَ جي اولاد (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ٣٠. سات جي، قافلي جي، ٣١. لڏڻ وقت، رواني ٿيڻ وقت، ٣٢. ڪوهہ يعني جبل جا رهاڪو (پنهون ۽ ان جا ڀائر)، ٣٣. مونکي.

## ١٢

ھُيَسِ جي سِيَاءُ[1]، تَہ ڪِئَمِ[2] ڏُکَ[3] ڏيرَنِ[4] تي،
اَدَبَ[5] وِچَانِ[6] اُنِ سين، ڳَالِھ نَہ ڪِئَمِ ڪَا،
ذَاتِ[7] مُنھِنجي مَاءُ[8]، ڪچُو[9] تِي ڪيچِيَنِ[10] کي.

## ١٣

جي ڏُونگر[11] مُون مَنجِھ[12] ڏُکَ[13]، سي پَڌَرِ[14] پُونِ[15] مَ پِرِينءَ[16] ري[17]،
وِھُڻُ[18] مُون[19] وِھُ[20] ٿِئو، ڪيرَ سَانديِنَدي[21] سُکَ[22]،
ھُيمَ[23] ھوتَنِ[24] سين چُکَ[25]، سَچو سَگُ نَہ سَارِئَان[26].

## ١٤

ٻيُون سَبِ سَڳيٽِيُون[27] سَرَتيُون[28]، مُون[29] چُکَ[30] سين چَاءُ[31]،
اَنْدَرِ[32] آھي ڳَالِھڙي[33]، ڪوھيَاري[34] جي ڪَا[35]،
لَڳَمِ[36] ذَرو وَاءَ[37]، سَچو سَگُ[38] نَہ سَارِيَان.

## ١٥

نَڪِي ٿِئَان سَگُ مِ، نَڪِي سَڳيٽِي[39]،
آھِيَان ڪَميٽِي[40]، ذاتِ[41] ٻَاروچِيءَ[42] نَہ جُڙَان[43].

---

١. مائٽياڻي، عزيز، ٢. مون ڪئا، ٣. شڪايتون، ڏوراپا، ۴. مڙس جي پائرن يعني پنهونءَ جي پائرن، ۵. لحاظ، حياءَ، ٦. سبب، جي ڪري، ٧. نک، آکهہ، خاندان، ڪڙم، قوم، ٨. اي ماءُ، اي امڙ، ٩. بدنامي، داغ، ٽڪو، ١٠. ڪيچ جي رهاڪن يعني پنهونءَ ۽ ان جي پائرن (ڪيچ رياست مڪران ۾ هڪ شهر آهي جتي سسئيءَ جو محبوب پنهون رهندو هو)، ١١. اي ڏونگر، اي جبل، ١٢. ڪي، ١٣. سور، تڪليفون، ١۴. ظاهر، ١۵. ٿين، ١٦. محبوب، ١٧. ڪان سواءِ، ١٨. آرام ڪرڻ، ١٩. مونکي، ٢٠. وِڪ، زهر، ناپسند، اڻ وڻندڙ، تڪليف ڏيندڙ، ٢١. سنڀاليندي، گڏ رکندي، ٢٢. واحد سُکُ= آرامُ، راحت، فرحت، آسائش، ٢٣. مونکي هئي، ٢۴. محبوبن يعني پنهونءَ (هوت بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي، سسئيءَ جو محبوبُ پنهون ان قبيلي مان هو)، ٢۵. ٿوري مائٽي، ٿورو رشتو يا ناتو يا سگ، ٢٦. سنڀاليان، حق ڄاڻان يا سمجهان، ٢٧. سڱن يا لاڳاپن واريون، واسطي واريون، ٢٨. جيڏيون، ٢٩. منهنجو ٣٠. چک سين= ذري بابر، ٿوريءَ لڄ برابر، ٣١. محبت، چاهہ، پيار، ٣٢. اندر ۾، دل ۾، ٣٣. ڳالھ، پچار، ياد، ٣۴. ڪوهہ يعني جبل جي رهاڪوءَ، ٣۵. ٿوري، ذري برابر، ٣٦. مونکي لڳو، ٣٧. (محبت جي) واءَ جو يا هوا جو، ٣٨. عزازت، مائٽيءَ، ٣٩. سگ جي لائق، ۴٠. بدڪار، نيچ، ڪمذات، ۴١. ذات جي، قوم يا آکهہ جي، ۴٢. ٻاروچي جي، ٻروچ يا بلوچ يعني پنهونءَ جي، ۴٣. جوڙ يا برابر ٿيان.

**١٦**

مُون[1] سَڳُ[2] هُئَڙو[3] جَنِ سين، سي وَڃِي ٿِئَا ڪيچِ[4] قَرَارِ[5]،

رُئَان زَاروزَار[6]، هَاڻي تَنِ پِريَنِ[7] کي.

**١٧**

آنْ[8] جي[9] ڏِنَا هُونِ[10]، اَللهَ ڪَارڻِ[11] ڳَالِهہ[12] ڪَريو،

نيڻَ مُنهِنجا رُونِ، رَاتو[13] ڏِينهَان[14] اُنِ کي.

**١٨**

حُسَيني حُسَينَ عہ لَئي[15]، بِيبِي[16]ءَ پَاڻَ[17] چَئي[18]،

تِهَانپُوءِ[19] پَئي، خَبَر[20] بِيءَ خَلقَ[21] کي.

**١٩**

حُسَينيءَ جي هَاڪَ[22]، مَادَر[23] مَارِي[24] آهِيَان،

ڏِيهَان[25] ڏورَڻُ[26] ڏُکَ[27] سين، رَاتِيَان[28] چِٽَڪَنِ[29] چَاڪَ[30]،

ڊِڃَان[31] پِرِ[32] فِرَاقَ[33]، جِمَ[34] پُوئيمِ[35] پِريَنءَ سين.

**٢٠**

جيڪي فِرَاقَان[36]، سُو[37] وِصَالاَنَ نَہ ٿِئي،

---

١. منهنجو، ٢. واسطو، ناتو، رشتو، ٣. هو، ۴. ڪيچ ۾ (ڪيچ رياست مڪران جو هڪ شهر آهي جتي سسئيءَ جو محبوب پنهون رهندو هو)، ۵. آرامي، آسودا، ٦. زارو زار= تمام گهڻو، ٧. محبوبن، ٨. اوهان، ٩. جيڪڏهين، ١٠. هجن، ١١. الله ڪارڻ= خدا جي واسطي (قسم جو نمونو)، ١٢. ڳالهہ ڪريو= ٻڌايو، ١٣. اکيون، ١۴. راتو ڏينهان= رات توڙي ڏينهن، اٺئي پهر، هر وقت، ١۵. حسيني سُرُ يعني خدا جي پيغمبر حضرت محمد مصطفيٰ صلعم جي ڏهٽي حضرت امام حسين عہ جي غم ۾ چيل شِعرُ، ١٦. واسطي، ١٧. خدا جي پيغمبر حضرت محمد مصطفيٰ صلعم جي ڌيءُ حضرت فاطمة الزهرا عہ، ١٨. خود، ١٩. تنهن کان، ٢٠. سڌ، چاڻ، ٢١. مخلوقات، ماڻهن. ٢٢. واڪاڻ، مشهوري آوازَ، ورلاپ، آلاپَ، ٢٣. اي مادر، اي امڙ، ٢۴. برباد ڪئي، تباهہ ڪئي، فنا ڪئي، ٢۵. ڏينهن جو، ٢٦. (محبوب کي) ڳولڻ (۾ مشغول)، ٢٧. (عشق جي) سور يا درد، ٢٨. رات جو، ٢٩. سورُ ڪَنِ، تڪليف ڏين، ٣٠. (محبوب جي جدائيءَ جا) ڦٽ يا زَخَم، ٣١. خوف يا ڊپ ڪريان، ٣٢. ڪان، ٣٣. (محبوب جي) وڇوڙي، جدائيءَ، ٣۴. متان، ٣۵. مونکي پوي، ٣٦. فراق مان، ٣٧. وصال مان، ميلاپ يا گڏجاڻيءَ مان.

اَچِي اوطَاقَان[1]، مُون کي پِرِينءَ[2] پَاسِي[3] کِئو.

## ٢١

وِصَالاَنَ[4] وِڇُ[5] پِئو، ڦِرِي[6] آءُ فِرَاقَ[7]،
جي تي چِڪَئَمِ[8] چَاڪَ[9]، پِرِينءَ گَڏِجِي[10] پُورِئَا[11].

وائي

ڏِينديَسِ مَاهُ[12] مِرُنِ[13] کي، آئُون ذَرَا[14] جِيءُ[15] ڪَري، اي هُوتَا[16]،
ڏِيئِي ٻَاهِ پَنِيُورَ کي، آئُون آيسِ تو ڳَرِي[17]،
آرِيَاڻيءَ پُنُهُونءَ رِي، هَڏَ[18] نَہ سَاهَ[19] سَرِي[20]،
جَنِدِي[21] پَايو جَانِ[22] ۾، ڏُکَرِي[23] ڏُکَ[24] ڏَرِي[25]،
آءُ اوراهُون سُپِرِين وَڃُ مَ پِيءَ[26] پَرِي،
مُون ڏِنِي[27] مُون[28] وِسَهُو[29]، وِرچِي[30] تَان نَہ وَرِي[31]،
ڏُکيءَ[32] جِي[33] ڏِيکَارِيِين[34]، ذَارَان[35] مُنهن[36] مَرِي[37]،
پِيَالِي[38] پِرِينِ جِي، مُوهِيَسِ[39] مَيِتَ[40] ڪَرِي[41]،
آرِيءَ جِي عَشقَ جِي، مُون کي اَندرِ آڳِ ٻَرِي،
تُوکي تُوءِ نَہ ڇَڏِيَان، جِي وَڃَان پُون[42] تَرِي[43].

---

١. اوطاق مان يا گهر مان (وصال جي). ٢. محبوبَ. ٣. پري. ۴. وصال مان، ميلاپ مان. ۵. وڇوٽي، وٽي، دُوري، جدائي، وڇوڙو. ٦. موٽي، واپس. ٧. اي فراق، اي جدائي. ٨. منهنجا چڪئا، منهنجا اٽلئا يا وري خراب ٿئا. ٩. زخم يا ڦٽ (فراق جا). ١٠. ملي. ١١. ٺيڪ يا درست ڪئا. ١٢. (جسم جو) گوشت. ١٣. جهنگ جي جانورن. ١۴. ڳترا، ٻيرا، ڳيا، ٽڪر، ٽڪر. ١۵. جسم، بدن، جان، سرير. ١٦. اي هوت، اي پنهون (هوت، بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو). ١٧. وٽ. ١٨. اصل، بنهہ مرڪز. ١٩. ساهہ جو، دل جو. ٢٠. گذارو ٿئي. ٢١. ڪاٺ کي گول ۽ لسي ڪرڻ جو هڪ واڍڪو اوزار، سارين کي ڏرڻ يا ڇڙڻ لاءِ ٺڪر جي نهيل اکري. ٢٢. جسم، بدن. ٢٣. ڏکايل، ڏکن جي ستايل. ٢۴. سورَ، تڪليفون. ٢۵. سهي، برداشت ڪري. ٢٦. محبوبَ. ٢٧. (سسئيءَ کي) ڏنو. ٢٨. مون تي. ٢٩. اعتبار ڪريو. ٣٠. ڪڪ ٿي، بيزار ٿي. ٣١. موٽي، واپس ٿئي. ٣٢. ڏکيءَ کي، ڏکن جي ستايل کي. ٣٣. جيڪڏهين. ٣۴. ديدار ڪرائين (پنهنجي صورت جو). ٣۵. ٻنان، کان سواءِ. ٣٦. صورت. ٣٧. دَم يا ساهہ ڏي. ٣٨. (عشق جي شراب سان ڀريل) ڪٽوري، جام، وٽي. ٣٩. مونکي موهيو، مونکي مست يا چريو ڪيو. ۴٠. ميٺاجَ، مِٺاڻَ. ۴١. نج، خالص. ۴٢. ٻونءِ جي، زمين جي. ۴٣. تر ۾، اندر (قبر ۾).

ذَرُّ[١] وِجَهنديَس[٢] ذُوڙَ[٣] ۾، مَتو[۴] ذَارَ[۵] ذَري[٦]،
هَلَڻُ[٧] سُٺي[٨] هوتَ[٩] جو، ڏُکي[١٠] پَسُ[١١] ذَري[١٢]،
پِرِيَن[١٣] ڪَڄِ[١۴] پَانهِنجُون، اکيُون[١۵] بَاجهہ[١٦] پَري[١٧].

## وائي ٢

ڪوهِيَارِي[١٨] جي ڪَا[١٩] مَارِبنديَمِ[٢٠] مَاءَ[٢١]، جَا[٢٢] مَنَ[٢٣] اَندَرِ[٢۴] ڳَالهَڙِي[٢۵]،
چڙهَان* ڏَاڍِين[٢٦] ڏُونگرِين[٢٧]، سُپيرِيَان[٢٨] جي سَاءِ[٢٩]،
هوتَ هَلَڻِ[٣٠] آئُون وِهَان، تَان ڪَا ايءَ جُڳَاءِ[٣١]،
نِهَارِيندِيَس[٣٢] نِڪَٽي[٣٣]، هَاڙهو[٣۴] هوتَنِ لاءِ،
پَانڌِيئڙا[٣۵] پير[٣٦] پَري، پِرِيَان[٣٧] ڪي[٣٨] پَهچَاءِ[٣٩]،
مَولِيٰ[۴٠] مُون کي ميڙبين[۴١]، سَنڌِيءَ[۴٢] جَانبَ[۴٣] جَاءِ[۴۴]،
سَسُئِيءَ جي سِڙِيءَ[۴۵] کي، اوڏاهين[۴٦] اُنَاءِ[۴٧]،
پيرَانديءَ[۴٨] پُنهُونءَ جي، مُنهِنجو[۴٩] لوڙهہ لَتَاءِ[۵٠].

---

١. سِر يا مٽي کان سواءِ بدن، ڍِڍر، ٢. ڦٽو ڪنديس، دفن ڪنديس، ٣. مٽيءَ، خاڪ ۾. ۴. سِرُ، ڪنڌُ. ۵. جُدا. ٦. لاهي، ڪاٽي، وڍي، ٧. وَڃڻ، ٨. ٻڌي، ٩. محبوبَ، پنهونءَ (هوت، بلوچ قومَ جو هڪ قبيلو آهي سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو). ١٠. ڏکن جي ستايل، ١١. ڏِسُ، ١٢. رڙي، دانهون ڪري، ١٣. اي پرين، اي محبوب، ١۴. (منهنجي طرف) مٿي ڪج، ١۵. نيڻَ، ١٦. ٻاجهہ سان، مهر سان. ١٧. ٻَر ڪري، تمنار ڪري، ١٨. ڪوهہ يعني جبل جي رهاڪو، پنهونءَ، ١٩. ٿوري، ذري برابر، ٢٠. مونکي ماريندي، برباد ڪندي يا تباهہ ڪندي، ٢١. اي ماءُ، اي امڙ، ٢٢. جيڪا، ٢٣. دل، ٢۴. ۾، ٢۵. تات، ياد، پڇار، *گنج ۾ "چڙهي" لکيل آهي، ٢٦. ڏاڍن، اڙانگن، اوکن، ڏکين، سَنَاٽَن، ٢٧. ڏونگرن تي، جبلن تي، ٢٨. پرين، محبوبن، ٢٩. لاءِ، ڪاڻِ، ڪارڻِ، ٣٠. وڃن، ٣١. جُڳائي، ٺهي، مناسب ٿئي، ٣٢. جاچيندِيس، ووڙيندس، ٣٣. ضرور، ٣۴. جبل جو نالو، هاڙهو جبل لس ٻيلي جي اولهہ ۾ واقع آهي، ٣۵. اي پانڌيئڙا، اي پانڌي، اي واٽهڙو، اي مسافر، ٣٦. پير پري= مهرباني يا ٿورو ڪري، ٣٧. پرينءَ، محبوبَ، ٣٨. وٽ، ٣٩. رسَاءِ، ۴٠. اي مولِيٰ، اي مالڪَ، اي ڌڻي، ۴١. ملائِبين، ۴٢. جِيءَ، واريءَ، ۴٣. جانيءَ، محبوبَ، ۴۴. جاءِ تي، ماڳ تي، آستان تي، ۴۵. جنازي، ميت، لاشَ، ۴٦. ان طرف يعني جانب جي جاءِ ڏانهن، ۴٧. ڪٽي هل، ۴٨. پيرن جي طرف، ۴٩. جنازو، ميتُ، لاشُ، ۵٠. دفن ڪراءِ، پُوراءِ.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُرُ حُسيني

## داستان پنجون

①

وِئو جَاڳائِي[1] جَتُ[2]، وِبري[3] ڪَنهِن[4] وِلاَتَ[5] جو،
سَندو[6] سُورَنِ[7] خَطُ[8]، ڏُنُمِ[9] هوتَ[10] هَتَنِ[11] سِين.

②

سِرِ[12] جِي تَان[13] سورَ، سَامَائِي[14] تان سُڪَ[15] وِئا[16]،
اِهي بَئِي پُورَ[17]، مُون نِمَاڻِيءَ[18] نِصِيبُ[19] ٿِئا.

٣

هُو جي سُورَ سُجَنِ[20]، مُون پِينگهي[21] ۾ پِرَايا[22]،
سَانڍِيَاسِ[23] سُڪَنِ، سُورَنِ ڪَارڻِ سَرتيُون.

۴

سُورَنِ سَانڍِيَاسِ، ڏُکَنِ نِپَايَاسِ،
سُکَنِ جي سَيدُ چَئِي، پُکي[24] نَہ پِيَاسِ[25].

---

١. ننڊ مان اُٿاري، ٢. اوٺي، يعني پنهون، ٣. دشمن، ويروٺندڙ، مخالف، ۴. کهڙيءَ، ۵. پراهين ملڪ، ڏيساور، ٻاهرين يا ڌارئين مُلڪ، ٦. جو، ٧. ڏکن، ٨. چِٺي، رُقعو، نامون، ٩. مونکي ڏنو، ١٠. محبوب پنهونءَ (هوت بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ("ڏنم هوت" جي ٻي معنيٰ ٿيندي "مون ڏنو هوت کي")، ١١. هٿن سين= روبرو، ١٢. پيدا ٿي، جائي، ١٣. تن، ١۴. بالغ ٿي، ١۵. راحتون، آسائشون، ١٦. ختم ٿيا، ١٧. وارداتون، فڪر، واقعا، ڳالهيون، ١٨. نماڻي کي، عاجز يا مسڪين کي، ١٩. حاصل، ٢٠. ٻڌجن، سجهن، ٢١. جُهولي، هندوري، لڏٽي، ٢٢. حاصل ڪيا، (هو جي سور سڄن مون پينگهي ۾ پرايا= ماٺهن کي وڏيءَ عمر ۾ پيش ايندڙ سور مون ننڍيءَ عمر يا اوستا ۾ يعني ڄمڻ وقت پرايا)، ٢٣. مونکي سانڍيو، منهنجي حفاظت ڪئي، پرورش يا پالنا ڪئي، ٢۴. ٻکي ۾، ڀاڱي ۾، حصي ۾، ٢٨. آئون پيئس (سکن جي پکي نہ پياس= سک نصيب ۾ نہ هئا).

جيڪُسِ آئُونْ هُيَاسِ، گُرِي گُوندَرَ وَلِ جِي.

⑤

ڏُکَ رُنَّان سُورَ، آيَلِ بَاروچَنِ جَا،
اُڏَمِئو آڏيءَ رَاتِ جو، پُون پَلَتِئو پُورَ،
هِڪَ آئُونُ مَعذُورِ، بِئو هَتَّانَ مُون هُوتَ وِئو.

⑥

سُورَ مَ وَجِيَجَا، سَجَڻُ جِيئَن سَانگِ وِئو،
پِرِينءَ پُجَائَا، آئُون اَوَهَانَ سِين اوريَان.

٧

سُورَ مَ مَتِجِ سَاءُ، آئُون نِوَڪِڙِي آهِيَان،
وَجُ مَ وِيلَ کَنِهِن، وِرهَ مُون وَتَّان،
تُون پَڻِ تَنِ ڏِهِين جَا، جَنِ ڏِهِين تَئَان هِيڪَاندِي هُوتَ سين.

٨

سُپِيرِيَان جي سُورَ جي، کَنهِنکي ڏُکِي ڏُکَ،
ڏُکِيءَ وَتَّان ڏُکَ، وَجَنِ نَه وِيرَ کَهِين.

١. شايد. ٢. آئون هئي، هيس. ٣. ٻل، ٽڪر، حصو، پاڳو. ۴. ڳوندر جي، ڏک جي. ۵. ول ان ٻوٽي کي چئبو آهي جيڪو برعکس وڻ جي ڪڙو تي ٻيهي نہ سگهي مگر زمين تي پکڙندو ۽ وڌندو رهي يا ڪنهن ٻِت پاوڻ يا ڪاٺيءَ جي آڌار تي ڪڙو ٿي وڌندو رهي. (درياءَ جي ڪناري تي ايرنڊ هڪ قسم جي ول جيڪا هميشہ خطري ۾ هوندي آهي ۽ پاڻيءَ جي وهڪري سبب ٽُٽي ٽڪر ٿيندي آهي ان کي ڳوندر جي ول چوندا آهن). سُور، تڪليفون. ٧. (شڪايت جي نموني) بيان ڪريان. ٨. اي ايل، اي جيجل امان. ٩. ٻروچن، بلوچن (پنهونءَ ۽ ان جي ڀائرن). ١٠. اوچتو اُٿِين يا پيدا ٿئو يا پڙڪا ڏيو يا جوش ڪايو. ١١. پلٽئو پون= زوردار يا سخت حملو ڪن. مٿان وريو وڃن يا اُٿلئو پون. ١٢. فڪر، ڳڻتيون. ١٣. عذر واري، جڏي، بيمار (عشق جي). ١۴. هت مان، قبضي مان، وٽان. ١۵. منهنجي. ١٦. محبوب، پنهون (هوت بلوچ قوم جو هڪ قبيلو اهي، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو). ١٧. اي سُورَئو. ١٨. اوهين وڃجو. ١٩. محبوب، يارُ. ٢٠. جهڙي طرح. ٢١. سانگ تي، سفر تي. ٢٢. محبوب، دلبر. ٢٣. ڪانِ پوءِ يا بعد. ٢۴. حال احوال ڪريان. ٢۵. اي سُورَ. ٢٦. بدلائج، ڦيرائج. ٢٧. سواد، مزو، لحاظ. ٢٨. نِويڪلي، اڪيلي، تنها. ٢٩. وير، مهل، وقت. ٣٠. اي ورهہ، اي برهہ، اي فراق. ٣١. وچ. ٣٢. ڳڏ. ٣٣. پرينءَ، محبوب. ٣۴. ٿورو، ذرو. ٣۵. ڏک جو، ڏکَ جو. ٣٦. ڏک جي ستايل (سسئيءَ).

۹

سُوراَئِتِي[۱] سَڏ[۲]، ڪَري سَڏ[۳] سُورَنِ ڪي،
سُورَنِ پَڳَسِ[۴] هَڏَ[۵]، سي پَڻِ سيڪي[۶] سُورَ سين.

۱۰

سُورَ[۷] مَ ڏي ڏُوڻَ[۸]، آئُون اڳيئي ڪانهري[۹]،
ڦَٽَ[۱۰] اڳيئي ڦٽيا، تُون لَپُون[۱۱] آڇِ[۱۲] مَ لُوڻَ[۱۳]،
جا پَرِ[۱۴] پَروڻَ[۱۵]، سا پَرِ مُنهِنجي جِندڙي[۱۶].

۱۱

چَاڪَ[۱۷] اُپِرئا[۱۸]، ڪُومَاٽا[۱۹] ڪَڙِبُون[۲۰] ڪري،
لَڳي ڏَڪَ[۲۱] لَڪَنِ[۲۲] سين، چُري[۲۳] چاڪَ پِئا،
ڏيرَنِ[۲۴] پِئا[۲۵] ڏنا، ڏنڀَ[۲۶] ڏُڪَندي[۲۷] سَامُهَان[۲۸].

۱۲

تَنِ سُورَنِ ڪي شَابَاسِ[۲۹]، جَني مُونسين گهارِئو[۳۰]،
هُئا هَمَارِي[۳۱] پَاسِ[۳۲]، پِيلي[۳۳] ٿِئَڙَمِ[۳۴] چِپَرِين[۳۵].

---

۱. سورائتيءَ ڪي، سُورن واريءَ ڪي، سورن يا ڏکن جي ستايل ڪي، ۲. آواز يا اطلاع (موت جا)، ۳. واڪا، رڙيون، دانهون، ۴. ان جا پڳا، ٽڪر ٽڪر ڪيا، ۵. (بدن جا) هڏا، عضوا، سنڌ، ٦. ٽاڪوڙي، ٽاٽوري، ۷. اي سور، ۸. ڌوڏو، لوڏو، ڏڪو، ۹. ڏڪيل، گهايل، ڦٽيل يا ڏڪايل. ۱۰. زخم، گهاءُ، ۱۱. واحد لَپَ، هٿ جي تريءَ جيترو ڪنهن شيءِ جو مقدار، هٿ جي وچ واري کَبَ ۾ سمائجي سگهن جيترو ڪنهن شيءِ جو مقدار، مُٺ. ۱۲. ھڻ. ۱۳. لوڻ جون، نمڪ جون، ۱۴. هلت يا حالت. ۱۵. اٽي وغيره ڇاڻڻ لاءِ ڇاڻي، گيچڻ. ۱٦. جند، جان، جسم، دل، ۱۷. ڦٽ، زخم، ۱۸. پرجڻ لڳا، ايرجڻ لڳا، ۱۹. سُڪَا، خشڪ ٿِيا، رت ۽ پُونءِ وهڻ بند ٿي ويئي، ۲۰. واحد ڪڙي، ڦٽ جي ڇٽڻ وقت ان جي مٿان رت پُونءِ جو سڪل پردو، ۲۱. چاڪَ، زخم، ڦٽ، گهاءُ، ۲۲. جبلن سين، ۲۳. وري اٿلي پيا، رسجي پيا، ۲۴. مڙس (پنهونءَ) جي ڀائرن، ۲۵. ويتر، وڌيڪ، ۲٦. گرم ٽيل يا تتل لوهہ سان جسم تي لڳايل داغ يا نشان يا ڇاپ، ۲۷. ڏکندي جي، سور جي، ۲۸. مٿان، ۲۹. آفرين، ۳۰. گڏ گذاريو، ۳۱. منهنجي، ۳۲. پاسي ۾، ڀر ۾، ۳۳. همراهہ، ساٿي، ۳۴. مون سين ٿيا، ۳۵. ڇپر ۾، جبل ۾.

## ١٣

سُورَنِ[1] لَڌو[2] سَجُهه[3]، پَاڻهِين[4] پيهي[5] آيا،
ڪَنهِن ڪي ڏِيان مَنجُهه[6]، مَرُ[7] تَا[8] چِٽڪَنِ[9] چِتَ[10] ۾.

## ١٤

سُورَنِ سَانگهارو[11]، ڏُکيءَ[12] ڏِنو ڪونَه ڪو،
آيَلِ[13] اوِيارو[14]، ٻَاڙَ[15] وڏو ٻوڙَ[16] وَهي[17].

## ١٥

سَانگهارو سُورَنِ، ڪَڏِهين تَان ڪونَه ڏِنو،
ٻَائِڙَ[18] ٻوڙَ وَهَنِ، ڪَالُهُوٽِئا[19] اَجُ گهَٽُون[20].

## ١٦

لُچَڻُ[21] نَه لاهِين[22]، گُوندَرَ[23] هِنَ غَرِيبَ[24] تَان،
پَرِ[25] ۾ پَچَائِين[26]، جِيجَان[27] جوشَ[28] جَتَنِ[29] جَا.

## ١٧

سُورَ نَه سَاگَّاهِين[30]، ڏِينِ اُڌَمَا[31] اوچِتا،
مُون ڪي مُون[32] پِرِينِ[33] جَا، اَمَيَا[34] آهِين،

---

١. ڏکن، تڪليفن. ٢. حاصل ڪئو، هٿ ڪئو. ٣. وجهہ، موقعو. ۴. خودبخود. ۵. پيهي آيا= اوچتو مٿان اچي ڪڙڪيا، اچانڪ پر ڪهٽ يا ظاهر ٿيا. ٦. انٿ، دلي راز. ٧. پل. ٨. پيا. ٩. ڏکن، جاڳن، اُبرن. ١٠. دل. ١١. گهٽتائي، لاٿ، فرصت، ويساهين. ١٢. ڏکيءَ کي، ڏکن جي ستايل يا ماريل کي. ١٣. اي آيل، اي امڙ. ١۴. ماضيءَ ۾ پيئڻ جي پاڻيءَ حاصل ڪرڻ لاءِ زمين ۾ کوٽيل کوهہ تي يا پوک کي پاڻي مهيا ڪرڻ لاءِ اهڙي کوهہ کان علاوه پاڻيءَ جي سطح کان مٿاهين زمين لاءِ کوهہ کان کي قدر نديءَ کڏ تي (جنهن کي پڙوهو يا واڻءِ چئبو هو) ڪاٺ جي پرزن مان نهيل چرخ چاڙهبو هو، وڏي چرخ کي نارَ ۽ نندي کي هرلو چئبو هو، انهن پرزن مان هڪ پرزي يعني لٺ جي کوهہ يا پڙوهي واري ٿلهي چيزي ۾ کتل اپين ڪانين مان هر هڪ ڪاني کي "اِيارُو" چئبو آهي. ١۵. هيڪاندو، گهڻو. ١٦. (پاڻيءَ جي چاڙهہ سبب) پڏل. ١٧. هلي، (پاڻيءَ ۾) ڦري. ١٨. واحد ٻائڙُ، نار يا هرلي جي لٺ ۾ لڳل اوپارن ۾ ڦرهيون ۽ ڦرهين ۾ ونگون وڏل هونديون آهن، انهن سيني پرزن کي "ٻائڙ" چئبو آهي. ١٩. ڪالهہ کان، گذريل ڏينهن کان. ٢٠. زيادهہ. ٢١. ڦتڪو، بي آرامي. ٢٢. ختم ڪن. ٢٣. غمَ، سور، ڏکَ. ٢۴. مسڪين، نماڻيءَ. ٢۵. ڳجهہ ڳوهہ ۾، مخفي نموني. ٢٦. جلائين، ساڙين. ٢٧. اي جيجل، اي امڙ. ٢٨. واحد جوش= گرمي، تاءُ، تَوءُ، جذبو. ٢٩. اونين يعني پنهونءَ ۽ ان جي ڀائرن. ٣٠. ساڃاءِ يا ادب ڪن، لحاظ ڪن. ٣١. پڙڪا. ٣٢. منهنجي. ٣٣. محبوبن. ٣۴. اڻ ميا، تمام گهڻا.

لَڄُون جي لاهِينِ، سيئي تيئَمِ سَامُهَان.

## ١٨

مِڙِي سُورَنِ وَارِيُون، ڪَرِئو سُور پَچَارِ،
مُٺِ مُٺِ سُورَنِ سَيَ ڪَنهِن، ڪَانهي سُورَان ڏَارِ،
ڪَرَمِ لِڪِئَا ڪَاپَارِ، سي مُورَان مُوٽَنِ ڪِينَڪِي.

## ١٩

مُٺِ مُٺِ سُورَنِ سَيَ ڪَنهِن، مُون وَٽ وَٿَاٿَانِ،
پَرِيُون ڪِئو پُٺَانِ، وِئَا وِهَائُو نِڪِري.

## ٢٠

وِئَا وَرَائِي جيڏيُون، مُون ڏُکِيءَ ڪي ڏُکَ،
وِينِي سَارِئَان سُکَ، هيڪَانديءَ هُئَامِ جي.

## ٢١

سُورَ پِہ پَتو پَتِ، هِي چِٽِڪِئو ڪِي پِئو،
پِرِيتَڙي پِرِينِ جي، مَاءُ مُنجهَايَمِ مَتِ،
پِينِرُ پَلِيءَ پَتِ لَڳُمِ بَاڻُ بَروچ جو.

١. واحد لَڄ= حياءُ، شرم. ٢. ختم ڪن، وڃائين. ٣. مونکي ٿئا. ۴. اڏو، اڪيان، ناموافق. ۵. ڪـڏجي، ڪڏئي. ٦. ڏکن. ٧. سور جي، ٨. ڳالهہ، ذڪر. ٩. مُٺِ مُٺِ= ٿورا ٿورا، ڪجهہ ڪجهہ يعني هٿ جي مُٺ ۾ سمائجڻ جيترا (آگرين پوريل يا پڪوڙيل هٿ کي مُٺ چئبو آهي). ١٠. سورن جي. ١١. سڀ ڪنهن وٽ، هر ماڻهوءَ وٽ. ١٢. سورن کان. ١٣. سواءِ. ١۴. ڪَرَمَ ۾، نصيب ۾. ١۵. لکيلَ آهن، لکجي ويا. ١٦. ڪاپارَ ۾ يا نراڙ ۾ يعني طالع يا نصيب ۾. ١٧. مور، اصل، بنهہ. ١٨. مُڙن، واپس ٿين. ١٩. انهن جا وٿاڻ يا آستان يعني وٿاڻ پريا پيا آهن. ٢٠. واحد پِري= مٽي تي ڪٽي سگهڻ جيترو ڪپڙي وغيره ۾ ويڙهيل يا ٻڌل بارَ يا سامان. ٢١. انهن يعني سورن کي ڪٽئو پيئي رُلان ۽ قران. ٢٢. خريدار. ٢٣. وڪوڙي. ٢۴. اي جيڏيون، اي سرتيون. ٢۵. ڏکن يعني سورن جي ستايل. ٢٦. سنڀاليان، ياد ڪريان. ٢٧. خوشيون، فرحتون، راحتون. ٢٨. (محبوب سان) هيڪاند جي وقت يعني ميلاپ يا وصالجي وقت. ٢٩ مون کي هئا. ٣٠. پتو پت= قسمن قسمن جا، گهڻن نمونن جا. ٣١. اُپريو، پيدا ٿئو. ٣٢. ڪجهہ. ٣٣. عجيب قسم يا نموني جو، نرالو. ٣۴. پريم، محبت. ٣۵. محبوبن. ٦. اي ماءُ، اي امڙ. ٣٧. منهنجي منجهائي يا گم ڪئي يا وڃائي. ٣٨. عقل، هوش. ٣٩. اي پينرُ، اي اديون. ۴٠. چڱيءَ طرح. ۴١. طرح. ۴٢. مون کي لڳو. ۴٣. تيرُ، ڪانُ. ۴۴. بلوچ يعني پنهونءَ.

## ٢٢

لَڳُمِ[1] ٻَانُ[2] ٻَروچَ[3] جو، ڪَرَهَا[4] تئَا[5] قَزاقَ،
اَهُڪِي[6] جَا اُنَ ڪي، سَامَيَنِ[7] پَوي مَ مَاڪَ[8]،
اڪِيُنِ[9] خوراڪَ[10] پَسَڻُ[11] پَرڏيهن[12] جو.

## ٢٣

لَڳُمِ ٻَانُ ٻَروچَ جو، وَسَان تَي وِيَاسِ[13]،
پُرزا[14] پَٻَ[15] وَرَنِ[16] ۾، پِٿُون[17] تَي پِيَاسِ[18]،
توڙِي[19] مَاءَ[20] مُيَاسِ[21]، تَہ پُڻِ ڪَادو[22] ڪيچَ[23] ڏي.

## ٢٤

لَڳُمِ ٻَانُ ٻَروچَ جو، اَمَڙِ[24] جَهَلِ[25] مَ مُون[26]،
روئِي رڱيندِيَسِ[27] رَتَ[28] سين، ڪيچَان[29] اوري[30] پُون[31]،
مَادَرِ[32] مَتان مُون[33]، ڪَانگَ[34] لَونڊا[35] ڪيچَ جَا.

## ٢٥

ڏُکَ[36] لَڳو[37] ڏُونگَرُ[38] ٻَرئو[39]، پِينَرُ[40] ڪَاٽِي[41] پُون،
مَنَان[42] لاَٿو[43] مُون، سَندو[44] جِيئَڻَ[45] آسَرو[46].

---

١. مونکي لڳو، ٢. تير، ڪان، ٣. بلوچ يعني پنهونءَ، ۴. اٺَ، ۵. چورَ، ڦورو، ڌاڙيل، رهزن، ٦. ڏکي، تڪليف ڏيندڙ، ٧. مين کي، اٺن کي، ٨. ماٽَ، اوسَ، شبنم، ٩. اکين جي، نيڻن جي، ١٠. طعام، کاڄ، کاڌو، غذا، ١١. ڏسڻ، ديدارُ، ١٢. پرڏيهہ جي رهاڪن، پرديسين پنهون ۽ ان جي ياٺرن، ١٣. وَسَان تي وياس= بي اختيار ٿيس، بي وس ٿيس، بي پهچ ٿيس، ١۴. ذرا ذرا ١۵. پٻ جي، (هالار جبلن جي ڏاڪڻي قطار کي پٻ جبل چوندا آهن)، ١٦. رستن، پيچرن، ١٧. ذرا ذرا، ١٨. آئون پيس، آئون ٿيس، ١٩. جيتوڻيڪ، ٢٠. اي ماءِ، اي امڙ، ٢١. آئون مري يعني فنا يا برباد ٿي وينس، ٢٢. چڪ، ڪشش، سِڪَ، ٢٣. ڪيچ رياست مڪران جو هڪ شهر آهتي جتي سسئيءَ جو محبوب پنهون رهندو هو، ٢۴. اي امڙ، اي جيجل، ١۵. پَل، روڪ، ٢٦. مونکي، ٢٧. رنگ چاڙهيندِيس، رنگين ڪنديس، ٢٨. رت جي مثل اکين جي لڙڪن، ٢٩. ڪيچ ڪان، ٣٠. هِن طرف پاسي، ٣١. زمين، ڌرتي، ٣٢. اي مادر، اي امڙ، ٣٣. منهنجي، ٣۴. ڪانءِ، زاغ، ڪاري، رنگ سان هڪ قسم جا پکي، ٣۵. ٻوليون اُڏامندا، ٣٦. سورُ، دردُ، ٣٧. پيدا ٿئو يا اُپريو، ٣٨. جبل، ٣٩. سڙي ويو، ۴٠. اي پينرُ، اي اديون، ۴١. سڙي وئي، جلي وئي، ۴٢. مَن مان، دل مان، ۴٣. ختم ڪئو، ۴۴. جو، ۴۵. زندهہ يا جيئري رهڻ، ۴٦. اميد، آسَ

## ٢٦

ڏُکوِيُون[1] ڏيهَان[2]، جيڪَس[3] لَڏيُ[4] وِييُون،
هَاڻي ڪَنِ[5] مُلاَ[6]، پُڇَان[7] پِرِيَنِ[8] خَبَرُون[9].

## ٢٧

ڏُکوِيِنِ[10] اُهڃَاڻُ[11]، ڪُلهِين[12] ڦَاٿو[13] ڪَنجرو[14]،
وَڃَنِ گُونڊَرَ[15] گَڏِيُون[16]، لوڪَ[17] نَہ آڇِين[18] پَاڻُ[19]،
سُورَنِ تَنِي سَاڻُ، نَنڍَاڪُون[20] نِينِهُن[21] ڪِئو.

## ٢٨

ڏُکوِيُون ڏُسڪَنِ[22]، ڪَانَہ ڏُسڪي ڏُکَ رِيُ[23]،
جَنِ وَتَان[24] هوُتَ[25] وَڃَنِ، سُڌِ سَپِيڪَا اُنِ ڪِي.

## ٢٩

نَڪَا ڏُکوئِي، نَڪَا پَسَان[26] ڏُکَ سِين،
جَنهِن سِين روئِي، لاَهِيَان[27] سُورَ سَرتِيُون[28].

## ٣٠

نَڪَا ڏُکَ[29] پَڇَارَ[30]، آهَہ[31] نَہ سُڄي[32] سُورَ جِي،

---

١. ڏکن يا سورن جون ستايل، ٢. ڏيهہ مان، ديس مان، ملڪ مان، ٣. شايد، ۴. لڏي وييون= هجرت ڪري ويون، نڪري ويون، مري ويون، ۵. ڪنهن، ڪهڙين، ٦. ڪان، ٧. معلوم ڪريان، وٺان، ٨. پرين جون، محبوبن جون، ٩. سُڌيون، حال احوال، ١٠. ڏکوين جو، ١١. سڃاڻپ، ١٢. ڪلهن تي، مُونڍن تي، بدن تي، ١٣. ڦاٿل، ليڙون ٿيل، ڇنل، ١۴. (سينو ۽ اڌ پيٽ ڍڪيندڙ) زناني چولي جو قسم، گَجَ، انگيو، ١۵. گوندرَ سان، غم سان، ڏک سان، ١٦. شامل، جوڙ ٺئو، ١٧. لوڪَ کي، عام ماڻهن کي، ١٨. پيش ڪن، ڏين، ١٩. مَنجهہ، انت، ٢٠. ننڍپڻ کان، ٻالپڻي کان، ٻالجتيءَ کان، ٢١. محبت، پيارَ، ٢٢. سڏڪا ڀرين، جهلي جهلي روئن، رُئڻ کان اڳي ڀوءِ تکا تکا ۽ ايا ساهہ کڻن، ٢٣. کان سواءِ، ٢۴. کان، ٢۵. محبوبَ (سسئيءَ جو محبوبُ پنهون بلوچ قوم جي هوت قبيلي مان هو)، ٢٦. ڏسان، ٢٧. ختم ڪريان، ٢٨. اي سرتيون، اي جيڏيون، ٢٩. ڏک جي، ٣٠. تنوار، ذڪر، ڳالهہ، ٣١. دانهن، ٣٢. ٻڌجي.

ڪَانِهي تَنِ[١] تَنوارَ[٢]، نِينهَن[٣] نِماڻِيُون[٤] جي ڪِيُون.

٣١

سَرَتِيُون[٥] سُورِيتِيَنِ[٦] جي، ڪوهُہ[٧] تِيُون پَٽَرِ[٨] پُونِ[٩]،
ڳَهَاءُ[١٠] نَہ لَڳُنِ[١١] ڳَهَتَ[١٢] جو، رِبَاءَ[١٣] مَان تِيُون رُونِ،
چِيتَارِئو[١٤] نَہ چُونِ، پَارَ[١٥] مُنهِنجي پِرِينءَ[١٦] جا.

(٣٢)

اَڄَ ڏُکوِيُون[١٧] ڏُکِيُنِ جي، ڪوهُہ تِيُون پَٽَرِ پُونِ،
نَاهي اَرتُو[١٨] اَکِيين[١٩]، لُوڪَ[٢٠] ڙِپَارُون رُونِ،
جي ڀِنَڻَ[٢١] ڀِيڙِيُون[٢٢] هُونِ، پَارَ[٢٣] تَنِي جا پَڌرا[٢٤].

٣٢

ڏُکِيُون جَان[٢٥] نَہ مَڙَنِ[٢٦]، تَان[٢٧] تَان ڀِنَڻُ نَہ ٿِئي،
ڀِيُون هُونهِين[٢٨] هَٽَ هَٽَنِ[٢٩]، رِبَاءَ مَان رَءِ پَئِي[٣٠].

٣٣

نَڪِي رُئَڻَ وَارِيُون، نَڪِي اوسَارِيُنِ[٣١]،
مُونهِين[٣٢] ڪي مَارِينِ، مُونهِين سَندا[٣٣] ڏُکَڙا[٣٤].

---

١. تن (ڏکوين) جي، ٢. آواز، پڇار، ياد، ذڪر، ٣. عشق، محبت، ٤. عاجز، لاچار، بي وس، ٥. جيڏيون، ٦. سورن يا ڏکن جي ستايلن، ڏکين، ڏکويلن، ٧. ڇا لاءِ، ڇو، ڪهڙي سبب، ٨. ٻٽر تي، اڱڻ جي، گهر ۾، (مري ويل ماڻهوءَ جي عذر خواهيءَ يا فاتح خوانيءَ لاءِ وڇايل) فرش يا تڏي تي، ١. اڇن، ١٠. زخم، ڏڪُ، چوٽ، ١١. انهن کي لڳو، ١٢. دل، اندرَ، ١٣. ظاهر داريءَ، ظاهري نماءَ يا ڏيکاءَ، ڪوڙ پڇاڻيءَ، ١٤. چت سان، دل سان، ١٥. اوسارا، ١٦. محبوب جا، ١٧. ٻنان ڏکن واريون، سُڪيون، ١٨. رت جا لڙڪ، ڳوڙها، ١٩. اکين ۾، ٢٠. لوڪ يعني عام ماڻهن کي ڏيکارڻ لاءِ، ٢١. ڀنڻ ۾، ڀتڪي ۾، ڀتڻ ۾، روج راڙي ۾، ٢٢. شامل، گڏ، ٢٣. نشان، اهڃاڻ، اوسارا، ٢٤. ظاهر، ٢٥. جيستائين، ٢٦. گڏجن، گڏ ٿين، ٢٧. تيستائين، ٢٨. بي سود، اجايو، ٢٩. هٽ هٽن= ڀتين، ڀتڪو ڪن، ٣٠. رَءِ ٻئي= رونشي سان، رونشي مان، تماشي ڪاڻ، ٣١. اوسارا ا ٻار ڪدي روئن، ٣٢. مون، ٣٣. مونهين سندا= منهنجا، ٣٤. ڏکَ، سورَ.

## ٣٤

مُنهَان[1] مَهِند[2] تِئا، سُورَنِ[3] ٻَڌو سَندِرو[4]،
ڏورِ[5] تَ ڏوريُون اُنِ کي، وِندُرِ[6] جي وِئا،
سيڻَ[7] مُنهِنجَا سَرتيُون[8]، قَضَا[9] هي[10] ڪِئا،
اَڙِبَس[11] آريَاڻيءَ[12] سين، ڪوهُ[13] جَاڻَان[14] ڪِئَان،
ڪَنديَس ڪِينَ ٻِئَا، هوتَ[15] مَتَائي[16] اڳِيَان[17].

## ٣٥

هوتُ نَ مَتيَان ماءَ[18]، ٻِئو مَالُ[19] مِڙوئِي[20] مَتيَان،
جَنهِين[21] جيءَ سَاجَاءِ[22]، رِڙهَان[23] تِي رَندَنِ[24] ۾.

## ٣٦

هوتُ نَ چُنيءَ[25] پوتُ[26]، ڦَاڙي[27] جو ڦِتو[28] ڪَريَان،
هَاڙهِي[29] جو ٻَلوچُ[30]، ڏَاڍي[31] ڪَنهِن ڏُکِ[32] مِڙي[33].

## وائي

پُنهُون[34] پَريشَانُ[35]، هَي هَي[36] حَالُ[37] مُنهِنجو،
مُون کي ٻُڪَ[38] ٻوتَنِ[39] جي، نَڪِي يَايَان[40] نَانُ[41]،

---

١. منهنجي، ٢. اڳ ۾، اڳئان (اڳواٽي يا رهبري ڪرڻ لاءِ)، ٣. ڏکن، ۴. چيلهہ يا ڪمر سان ٻڌڻ لاءِ ڪپڙو (ٻڌو سندرو= پنهونءَ کي ڳولڻ ۾ همٿائڻ لاءِ تيار ٿئا)، ۵. ڳول، ٦. وندر ڏانهن (وندر لس ٻيلي ۾هڪ جبل، هڪ ڳوٺ ۽ هڪ نئن آهي)، ٧. سڄڻ، محبوب، ٨. اي سرتيون، اي جيڏيون، ٩. قسمت، خدا جي حڪم، ١٠. اهڙا، ١١. آئون اڙي، آئون ڦاٿي، ١٢. آريءَ، پنهون (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ١٣. ڪوھ جاڻان= مونکي ڄاڻ يا خبر نہ آهي، ١۴. ڪئان، ڪيئن، ١۵. محبوب، ١٦. بدلائي، ١٧. پهريان، ١٨. اي ماءَ، اي امڙ، ١٩. اسباب، ملڪيت، ٢٠. سمورو، ٢١. هوت ڏانهن اشارو، ٢٢. ساڃاءِ جي ڪري، واقفيت جي ڪري، دوستيءَ ڪري، ٢٣. هلان، پنڌ ڪريان، ٢۴. (جبلن جي) گسن، رستن، ٢۵. چُنيءَ جو، پوتيءَجو، گنديءَ جو، ٢٦. پلوءَ، پلاند، ٢٧. چني، وڍي، ٢٨. ڦتو ڪريان= اُچلي ڇڏيان، ٢٩. هاڙهي جبل، (هاڙهو لس ٻيلي جي اولهہ ۾ هڪ جبل آهي)، ٣٠. ٻروچ يعني پنهون، ٣١. اٿائي، سَٽائي، گهڻي، ٣٢. ڏک سان، تڪليف سان، ٣٣. ملي، گڏجي، ٣۴. اي پنهون، ٣۵. ابتر، خراب، ٣٦. هي هي= افسوس، هاءِ گهوڙا، ٣٧. حالت، گتِ، نمونو، ٣٨. سِڪَ، اُڪندَ، اشتها، گهرج، ٣٩. اُنن، ۴٠. پسند ڪريان، مونکي وڻي يا گهرجي، ۴١. ماني، کاڌو، طعام.

شَهرُ[۱] صَحرَا[۲] پَانيَان[۳]، مُون[۴] ليکي[۵] مَيدَانُ[۶]،
وِجهج[۷] پِکَ[۸] پِينَارَ[۹] تي، پِريَمِ[۱۰] کَائي پَانُ[۱۱]،
پِتِيَان[۱۲] مُنهُن[۱۳] پَسڻَ[۱۴] لِئي، هِتي تِي حَيرَانُ[۱۵]،
ديوَانِيءَ[۱۶] کي دِلِ[۱۷] ۾، سُورَنِ[۱۸] جو سَامَانُ[۱۹]،
رُئَان تِي رِجُن[۲۰] ۾، آرِيءَ[۲۱] لِئي[۲۲] عُربَانُ[۲۳]،
آهي آرِيءَ جَامَ[۲۴] جو، مُون کي کَارِي[۲۵] کَانُ[۲۶]،
کَڏهِين تِيندو کيچَ[۲۷] ۾، مُنِيءَ[۲۸] جو مَکَانُ[۲۹]،
آهِين عَبداللطيف رح کي، اگِئَان تُون اگوَاڻُ[۳۰].

---

۱. شهر کي، ماڻهن جي آباديءَ کي، وسنئن کي، ۲. رڻ، بيابان، ويراني، سُڃ، ۳. سمجهان، ۴. منهنجي، ۵. ليکي ۾، سمجهه ۾، ٦. رڻ پٽ، ۷. هٿج، ۸. واتَ جو لعابَ، (وجهج پک= محبت جو ميناج ڏج)، ۹. پنٿيءَ، کداگرِ (سسئيءَ)، ۱۰. اي منهنجا پرين يا محبوبَ، ۱۱. هک وَلِ جو پن جنهنکي چُنوءِ کاٿو هٿي کائبو آهي، ۱۲. سَتيان، کٿيان، ۱۳. نراڙ، پيشاني، مٿو (منهن پٽيان= روج راڙو کريان)، ۱۴. ڏسڻ، ديدار، ۱۵. پريشان، بي حال، ١٦. چريءَ، مستانيءَ، ۱۷. مَنَ، ۱۸. ڏکن، تکليفن، ۱۹. توشو، سَمَرَ، ۲۰. رڻ پٽن، بيابانن، ۲۱. پنهونءَ (بلوچ قومجي هوت قبيلي جي سردارجو لقب آري هو، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ۲۲. واسطي، کاڻ، ۲۳. اگهاڙي، ننگي، ظاهر ظهور، نروارَ، برملا، وڏي آواز سان، ۲۴. سردار (سنڌ سمن بادشاهن جو لقب)، ۲۵. سخت گهائيندڙ، موتمار، قهري، ٢٦. باڻ، تيرَ، ۲۷. کيچ رياست مکران ۾ هک شهر آهي جتي پنهون رهندو هو)، ۲۸. مُنلَ، مصيبت جي ماريل (سسئيءَ)، ۲۹. آستان، رهائش، ۳۰. رهبر، مهندار، سونهون.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُرُ حُسيني

## داستان ڇهون

(١)

ڏورِيان[1] ڏورِيان مَ لَهَان[2]، شَالَ[3] مَ مِلاَن[4] هوتَ[5]،
مَنَ[6] اَندَرِ[7] جا لوچَ[8]، مَچُڻ[9] سا ماتِني[10] تِئي.

(٢)

ڏورِيان ڏورِيان مَ لَهَان، سَاتِني[11] ڪَالهُوڪا[12]،
لاَهي[13] لاَڏُوڪا[14]، سَفَرِ[15] ڪَنهِن[16] سَانگِ[17] وِيا.

٣

آئُون ڏورِيِين[18] شَالَ مَ لَهِين[19]، هَڏَ[20] مَ مِلين[21] هوتَ،
لُنءَ لُنءَ[22] مَنجهَان لوچَ[23]، تَنَ[24] تُنهِنجي نَ لَهي[25].

(۴)

آئُون ڏورِيِين شَالَ مَ لَهِين، تَنَ[26] مَ مِلين تُون،
لُنءَ لُنءَ مَنجهَان مُون[27]، لوچَ تُنهِنجي نَ لَهي.

---

١. ڏوريان ڏوريان= ڏوريو پئي ڏوريان، ڳوليو پئي ڳوليان، هميشہ ڳوليندي رهان، ٢. حاصل ڪريان، هٿ ڪريان، ڏسان، لِهان، ٣. خدا ڪري، ۴. گڏجان، ۵. هوت کي، محبوب کي يعني پنهونءَ کي (سسئيءَ جو محبوب پنهون بلوچ قومَ جي هوت قبيلي مان هو)، ٦. دل، ٧. ۾، ٨. تڙپ، بي قراري، ٩. متان، ١٠. ڪهت، ڪَر، ١١. همراهہ، مددگار، دوست، ١٢. ڪالهوڪا، ڪالهہ وارا، گذريل ڏينهن وارا، پراڻا، ١٣. ڇڏي، ترڪ ڪري، ١۴. ڏڏا، تيزَ تاڙي، ١۵. سفر تي، مسافريءَ تي، پرديس ڏي، ١٦. ڪهڙي، ١٧. سبب، ١٨. آئون توکي ڏوريان يعني ڳوليندي وتان، ١٩. توکي لهان يعني هٿ ڪريان يا لِهان يا ڏسان، ٢٠. اصل، بنهہ، مور، ٢١. مونکي ملين، مون کي گڏجين، ٢٢. لنءَ لنءَ= وار وارَ، رڳ رڳ، ٢٣. تلاش، ڳولا، ڇڪَ، تڙپَ، ٢۴. تَن مان، دل مان، ٢۵. ختم ٿئي، ٢٦. تن کي، دل کي، ٢٧. مونکي.

## ٥

آئُـون ڏوريِـين[1] شَـالَ[2] مَ لَـهِـين[3] سَـاجَـنَ[4] مَـڃِ[5] سُـوَالُ[6]،
سِـڪَ[7] تُـنـهِـنـجِـيءَ[8] سُـپِـريـن ٿِـيـي جَـانِ[9] زَوَالُ[10]،
وِهَـاڻِـيءَ[11] وِصَـالُ[12]، اُٿِـيـيَـان آرَامِـي[13] ڪَـري.

## ٦

آئُـون ڏوريِـين شَـالَ مَ لَـهِـين، پِـرِيـن[14] هُـئِـين[15] پَـري[16]،
هَـڏِ[17] نَـہ سَـاهَ[18] سَـري[19]، تَـنَ[20] تَـسَـلِـي[21] نَـہ ٿِـيـي.

## ⑦

اوري[22] هَـڏِ[23] مَ آءُ، پَـري وَڃُ پُـنُـهُـون[24]،
نـہ سَـاجَـنَ تُـنـهِـنـجـو سَـاءُ[25]، وَجـي مُـون نَـہ وِسَـرِي[26].

## ٨

ڪِـئَـا وِيـچَـارِيءَ[27] وَسَ[28]، ڪَـارِڻِ[29] ڪُـوهِـيَـاري[30] گَـهَـٽَـا،
گَـهَـٽُـو پُـڇِـيَـائِـين[31] ڏوٿِـيِـين[32]، سَـنـدا[33] ڏِيَـرَنِ[34] ڏَسَ[35]،
لَـمُـون[36] ڏوري لَـسَ[37]، سُـتِـي[38] سَـنـگـهَـرَ[39] پَـٽِـيِـين[40][41].

---

١. آئون توکي ڏوريان يعني توکي ڳوليندي رهان. ٢. خدا ڪري. ٣. آئون توکي لهان يعني توکي هٿ ڪريان (گنج ۾ "آئون ڏوريان شال مَ لهان" لکيل آهي). ۴. اي ساڄن، اي سڄڻ، اي دوست. ۵. قبول ڪر. ٦. منٿ، عرض. ٧. محبت، پيار. ٨. تنهنجيءَ جي ڪري يا سبب. ٩. جسم، بدن، دل. ١٠. فنا نابود. ١١. پوئينءَ رات جو، فجر مهل، صبوح جي وقت، قيامت جي ڏينهن. ١٢. ميلاپ يا گڏجاڻي (ڪري). ١٣. آرامي ٿي يا راحت حاصل ڪري (اٿيان). ١۴. اي پرين، اي محبوب. ١۵. هجين. ١٦. ڏور، دور. ١٧. اصل، بنهہ، هرگز. ١٨. ساهَ کي، دل کي. ١٩. جان کي. ٢٠. گذارو ٿئي. ٢٠. تن کي، دل کي. ٢١. قرار، آٿت، خاطري. ٢٢. ويجهو، قريب. ٢٣. اَچ. ٢۴. سسئيءَجي محبوب جو نالو. ٢۵. سواد، خيالُ. ٢٦. دل تان لهي. ٢٧. بي وسي، لاچار، هيڻيءَ نماڻيءَ. ٢٨. حيلا، ڪوششون. ٢٩. واسطي، لاءِ. ٣٠. ڪوهہ يعني جبلجي رهاڪوءَ(پنهونءَ). ٣١. معلوم ڪيائين. ٣٢. ڏوٿين کان، جهنگلي وٿن ۽ ٻوٽن مان حاصل ٿيل اناج يعني ڏٿ تي گذارو ڪندڙن ياپيٽ پاليندڙن کان. ٣٣. جا. ٣۴. مڙس (پنهونءَ) جي ڀائرن. ٣۵. پتا، خبرون، سُڏيون، پارَ. ٣٦. لس ٻيلي ۾ هڪ جبل جو نالو. ٣٨. ڳولي، ووڙي. ٣٨. لس جو، لس ٻيلي جو. ٣٩. مري، قبر ۾ داخل ٿي. ۴٠. سنگهرجي (سنگهر جو مڪان پنيورڪان اٽڪل ٦۴ ميلن جي مفاصلي تي جبل جي گول قطار ۽ دائري اندر هڪ وڏو ميدان آهي جنهن ۾ جبلن جون قطارون زنجير وانگر ڪڙو ڪڙي سان آهن). سسئيءَ ۽ پنهونءَ جون قبرون هن ميدان ۾ آهن. ۴١. پٽن ۾، ميدانن ۾.

## ٩

ذوٽيا[١] ڪو اونين[٢] جو، مون کي اُهجُ[٣] ڏئو،
سچُ[۴] ڪِي[۵] سات[٦] نئو[٧] پُنهون[٨] منهنجو پاڻ سين.

## ١٠

ذوٽين چيُس[٩] ڏور[١٠]، ڪيچ[١١] اڳاهون پنڌ[١٢] تيئو،
پاٺان[١٣] چڙهي پُور[١۴]، وکَ[١۵] وڌائين وتري[١٦].

## ١١

تان[١٧] ڪا ور[١٨] ڪجا[١٩]، ڪميڻيءَ[٢٠] تي ڪيچيا[٢١]،
آئُون اوهان جي آهيان، ٻانهي[٢٢] ٻاروچا[٢٣]،
دلاسي[٢۴] دوسا[٢۵]، متان مونکي ڇڏين[٢٦].

## ١٢

تان ڪا ڪجا ور، ڪميڻيءَ تي ڪيچيا،
آئُون اوهان جي آهيان، ٻندي[٢٧] ٻي سمر[٢٨]،
ڪو ڪوهيارا[٢٩] ڪر[٣٠]، دلاسو دلگير[٣١] کي.

---

١. اي ذوٽيو (جهنگلي وڻن ۽ ٻوٽن مان پيدا ٿيندڙ ان تي گذر ڪندڙن کي ذوٽي چوندا آهن)، ٢. اڻن وارن، جتن يعني پنهونءَ ۽ ان جي پائرن، ٣. ڏس، پتو، نشان، ۴. واقعي، ۵. ڇا، ٦. قافلي، ٧. ونئي ويو، ٨. سسئيءَ جي محبوب جو نالو، ٩. جواب ڏنس، ١٠. پري، آڳاهون، اڳيرو، ڏکهو، ١١. رياست مڪران جو هڪ شهر جتي سسئيءَ جو محبوب پنهون رهندو هو، ١٢. مفاصلو، ١٣. پاڻمرادو، ١۴. پورَ ۾، خيال ۾ (چڙهي پور= خيال ۾ اچي يا محو ٿي)، ١۵. قدمُ، هلڻ يا پنڌ ڪرڻ وقت ٻنهي پيرن جي وچ وارو مفاصلو، ١٦. تڪڙي، تکي، تيز، ١٧. تہ، ١٨. مهرباني، حمايت، مدد، ١٩. ڪجو، ٢٠. بدڪار، نيچ، ڪم ذات، ٢١. اي ڪيچي، اي ڪيچ جي رهڻ وارئو، ٢٢. گولي، نوڪرياڻي، ٢٣. اي ٻروچئو، اي پنهون، ٢۴. دلاسي ڪان، ڏڍَ يا آسري يا آٿت ڪان، ٢۵. اي دوس، اي دوست يعني پنهون، ٢٦. ڇني ٻري ڪرين، ٢٧. غلام، ٻانهي، ٢٨. ٻي سمر= ٻنان توشي، سُڃي، ٢٩. اي ڪوهيارا، اي ڪوهہ جي رهڻ وارا، اي جبل جي رهڻ وارا يعني پنهون، ٣٠. ڏي، ٣١. غمگين.

١٣

آيَلِ ٻَاروچَنِ تي، جيڪَر ڪَرِيَان ڳالهه،
چُوندا لاَتيئي لاَڳِ، مُنڌَ ڪِي ڪيچ ڌَڻِيَنِ سين.

١٤

جيڪا ڪَندِي سَڱُ، آيَلِ ٻاروچَنِ سين،
اَنگهُنِ چَاڙِهي اَنگُ، رُوندِي سَا رَتَ ڦُڙا.

١٥

جيڪَا ڪَندِي نِينهُن، ٻَاروچَاڻِيءَ ذَاتِ سين،
سِڪَڻُ سَارو ڏِينهُن، چَڙَهَڻُ چَاڙِهيڪَنِ تي.

١٦

جيڪَا ڪَندِي مَنجُهه، مُون جيئَن ٻَاروچَنِ سين،
مَتَان ڳِلَنِ هَنجُ، ڪِينَ لاَهِيندِي ڪڏهين.

١٧

مُون جيئَن مُلاَقَاتَ، جي هُيَانؤَ هُوتَ پُنهُونءَ سين،
ٻَانهُنِ وِجهِي وَاتَ، رِبهُون ڪِيَانؤَ رِجَنِ ۾.

---

١. اي آيل، اي امڙ. ٢. ٻروچن، بلوچن يعني پنهونءَ جي ڀائرن. ٣. جيڪڏهين. ٤. شڪايت. ٥. چوندا. ٦. تولاتي، تو ختم ڪئي، ۴. واسطو، ناتو، لاڳاپو. ٨. اي منڌ، اي زال (سسئي). ٩. ڇا. ١٠. ڪيچ جي (ڪيچ رياست مڪران ۾ هڪ شهر آهي جنهن ۾ سسئيءَ جو محبوب پنهون رهندو هو). ١١. مالڪن. ١٢. جيڪڏهين ڪا. ١٣. دوستي، ناتو. ١۴. انگهن تي، وڻ يا سڪل ڪاٺ جي ٻاهر نڪتل ڪتين يا وريل نوڪن تي (جن ۾ ڪٺل يا ذبح ٿيل جانورن کي ٽنگي انهن جون کلون لاهيون آهن يا عضوا ڪپيا آهن). ١٥. جسم، بدن. ١٦. اکين مان وهائيندي. ١٧. رت جا، خون جا. ١٨. لڙڪ، ڳوڙها. ١٩. عشق، محبت، پيار. ٢٠. ٻروچن يا بلوچن جي (پنهونءَ ۽ ان جي ڀائرن جي). ٢١. آکهہ، خاندان. ٢٢. واجهائڻ، انتظارڪرڻ، تڪڻ. ٢٣. جبلن جي چوٽين، يعني چاڙهين. ٢۴. اوريندي، ٻڌائيندي. ٢٥. راز، ڀيد، انت، ڳجهہ، اندر جو حال. ٢٦. تان. ٢٧. رخسارن، ڳٽن. ٢٨. اکين جو پاڻي، لڙڪ، ڳوڙها. ٢٩. ختم ڪندي، بند ڪندي. ٣٠. واقفيت، ميلاپ، ڏيٺ، ديدار، رهاڻ. ٣١. جيڪڏهين. ٣٢. اوهان جي هئي. ٣٣. محبوب (پنهونءَ) (سسئيءَجو محبوب پنهون بلوچ قوم جي هوت قبيلي مان هو). ٣۴. ٻانهن ۾، ٻازن ۾. ٣٥. هٿي. ٣٦. چَڪَ. ٣٧. دانهون، رڙيون. ٣٨. اوهان ڪيون. ٣٩. رڻ پٽن.

## ١٨

ڏِنَان[1] جِيَ[2] بَروچُ[3]، مُون جيئَن[4] هوتُ[5] اکيُن سين،
مُون کي چَئِي لوچُ[6]، پَاڻُ[7] چُلِي[8] پيتِيُون[9] چَپَرِين[10].

## ١٩

ڏِنو جَنِ هيڪَار[11]، آرِيَاڻِي اکِيُن سَان،
وِئو تَنِ[12] نَہ[13] وِسَرِي[14]، ٻَاروچو[15] ٻِيهَار[16]،
تَنِي سَندَا[17] پَار[18]، پِتَڻَ[19] ۾ پَڌرَا[20].

## ٢٠

جيڏِيُون[21] ڏِسو[22] ڪيچُ[23]، جو[24] ڏيهُ[25] بَاروچَن جو،
پُنهُونءَ وِڌَمِ[26] پيچُ[27]، نِسوروئِي[28] نينهَن[29] جو.

## ٢١

پُنهُونءَ جي پَابوهَ[30]، آن[31] جي[32] ڏِني جيڏِيُون،
سَنجهي ۾ صُبوح[33]، هُوندَ[34] نَہ وِيَانئُ[35] وِسَرِي[36].

## ٢٢

ٻَاروچو ٻِيءَ روءِ[37]، جيڪُسِ[38] ڏِنو جيڏِيِن[39]،

---

١. اوهان ڏٺو. ٢. جيڪڏهين. ٣. بلوچ يعني سسئيءَ جو محبوب پنهون. ۴. وانگر. ۵. محبوب. پنهون (پنهون بلوچ قوم جي قبيلي مان هو). ٦. ڳولا يا تلاش ڪر. ٧. خود. ٨. ڊوڙي. ٩. گهڙي وڃو ها. ١٠. ڇپرن ۾. جبلن ۾. ١١. هڪ دفعو يا ڀيرو. ١٢. آري. پنهون (هوت قبيلي جي جنهن قبيلي مان هو. سردارجو لقب آري هو). ١٣. تن کي. ١۴. ڀلجي. دل تان لهي. ١۵. ٻروچ يا بلوچ يعني پنهون. ١٦. ٻي دفعي يا ڀيري. ١٧. جا. ١٨. نشان يا اهڃاڻ (سڃاڻپ لاءِ). ١٩. ماتم ڪرڻ. روئڻ. ٢٠. عيان. ظاهر. ٢١. اي جيڏيون. اي سرتيون. ٢٢. پسو. ٢٣. رياست مڪران جو هڪ شهر. جنهن ۾ سسئيءَ جو محبوب پنهون رهندو هو. ٢۴. جيڪو. ٢۵. وطن. ديس. ملڪ. ٢٦. مونکي وڌو. ٢٧. وَڪڙُ. وَرُ. ٢٨. خالص. نج. ٢٩. عشق. محبتَ. پيارَ. ٣٠. مُرڪ. مشڪَڻُ. ڪِلَ (ڇپن ۾). ٣١. اوهان. ٣٢. جيڪڏهين. ٣٣. سنجهي جو توڙي صبوح جو. ڪنهن بہ وقت. ٣۴. شايد. ٣۵. اوهان کي وئو. ٣٦. دل تان لهي. ٣٧. طرح. نموني. ٣٨. جيڪڏهين. جيڪر. ٣٩. جيڏين. سرتين.

سَنجهي ۽ صُبوحِ،[1] هُوندَ[2] نَہ وِئَڙو وِسَري.[3]

## ٢٣

بَاروچو[4] بِيءَ پَٽِ،[5] جيڪُسِ[6] ڏِنو جيڏِيِنِ،[7]
مُون جيئَن[8] مُوڙهِيَنِ[9] مَتِ،[10] پَسَنديئِي[11] پُنُهونءَ کي.

## ٢۴

جي[12] تو ڳالهائِي،[13] مَاءُ[14] بَاروچا[15] پُڇِئا[16]،
اُنهِين[17] جِي وائِي،[18] هُوندَ نَہ وِبِيَئِي[19] وِسَري.

## ٢٥

بَاروچا بِئا گهَڻا، مُنهِنجو اَتَلُ[20] آرِياڻِي،[21]
چُوندي[22] رکِيُمِ[23] چِتَ[24] ۾، سَاجَنُ[25] سُڃَاڻِي،[26]
ٿَڪيءَ[27] کي ٿَرَنِ[28] ۾، پَهچَائي[29] پَاڻِي،[30]
جَا وِندرِ[31] وِڪَاڻِي،[32] تَنهِن جو مُوٽَڻُ[33] کو مَسِ[34] ٿِئي.

## ٢٦

بَاروچا بِئا گهَڻا، پُنُهون سَرُ[35] سَيِنِ،[36]
چَانگي[37] تي چَڙهِي[38] ڪَري، ڪَندو وِڙُ[39] وِلهِيُنِ،[40]

---

١. سنجهي ۽ صبوح=ڪنهن بہ وقت، ٢. جيڪر، شايد، ٣. ڀلجي، دل تان لهي، ۴. ٻروچ يا بلوچ يعني پنهون سسئيءَجو محبوب، ٥. طرح، نمونو، ٦. جيڪر، ٧. جيڏين، سرتين، ٨. وانگر، ٩. بطال ٿين، خطا ٿين، گمر ٿين، ١٠. هوش، عقل، ١١. ڏسنديئي، ڏسڻ شرط، ١٢. جيڪڏهين، ١٣. گفتگو ڪري، ڪچهري يا رهاڻ ڪري، ١۴. اي ماءُ، اي امڙ، ١٥. ٻروچ يعني پنهون ۽ ان جا ڀائر، ١٦. پرکئا، آزمايا، سڃاتا، ١٧. انهن (ٻروچن)، ١٨. ڳالهہ، بات، يادگيري، ١٩. توکي وِيئي، ٢٠. سوڌو، سچار، اڻ گسُ، ضرور، اينڌڙ، ٢١. آري، پنهون (بلوچ قومر جي هوت قبيلي، جنهن مان پنهون هو ان جي سردار جو لقب آري هو)، ٢٢. پسند ڪري، ڏٺي، چُٽي، انتخاب ڪري، ٢٣. مون رکئو، ٢۴. دل، ٢٥. سڄڻ، محبوبُ، ٢٦. پرکي، آزمائي، قدر شناسي ڪري، ٢٧. عاجزَ، مانديءَ، ضعيف، ٢٨. برن، رڻ پٽن، ٢٩. رَسائي، ٣٠. جَرُ، آبُ، (پهچائي پاڻي= مدد ڪري)، ٣١. وندرَ ۾ (لس ٻيلي ۾ وندر نالي هڪ جبل، ڳو ۾ نئن آهي)، ٣٢. وڪرو ٿي وئي، قربان ٿي، مري ختمر ٿي وئي، ٣٣. واپس ٿيڻ، ٣۴. مشڪل، ٣٥. سردار، ٣٦. سيني (ٻروچن) جو، ٣٧. اٺ، ٣٨. چڙهي ڪري= سوار ٿي، ٣٩. مهرباني، احسان، ۴٠. ولهين تي، سُڃين تي، ڪنگالن تي.

مَتِي[١] مَعذُورِن[٢]، هوتُ[٣] ڏَرِبندو[٤] هَتَڙا[٥].

### ٢٧

مَانَ[٦] نَہ بَاروچَا[٧] هُونِ، ڏِنَمِ[٨] اُنَ اَکِيُنِ سِين،
جَنِي ڏَارَان[٩] پُونِ[١٠]، مُوربَسَرَ[١١] اکِيُنِ ۾.

### ٢٨

کَنهِن جِنهِن[١٩] نِينهَن[١٨] لَڏَاهُ[١٧]، جِيئَن[١٤] مُون[١٥] وَاجَهائِينديءَ[١٦] نَہ[١٣] وَرِئَاهُ[١٢]،
جيکِي مُئي[٢٠] کَنڏاهُ[٢١]، سو جَانِبَ[٢٢] کَرِئو جِيئَري[٢٣].

### ٢٩

مَچُڻُ[٢٤] تِين مَلُورَ[٢٥]، کِينَ اَگَاهِين[٢٦]، آهِين،
ڏَسِڻَ[٢٧] کَري ڏُورِ[٢٨]، حَدَ[٢٩] پِنهِي جِي هيکِڙي.

### وائي

مُنهنجي حُجَتَ[٣٠] نَاهي وَاٽَ[٣١]، جِيجَان[٣٢] تَنِ جَتَنِ سين،
تَازو[٣٣] پيرُ[٣٤] پُنهُونءَ جو، لُڙئو[٣٥] مَنجِهہ لُڙَاٽَ[٣٦]،
مَارِئو کِيمَ مُنيءَ کي، کيچِي کَاهي کَنوَاٽَ[٣٧]،
نِهَارِبندِيَس[٣٨] نِکَٽي[٣٩]، ڳُوڙهَنِ[٤٠] پَرِئو ڳَاٽَ[٤١]،
ڏِنَمَ ڏُکوبُنِ جَا، چَپَرَ ۾ چُونَچَاٽَ[٤٢].

---

١. تي. ٢. عذروارين، جڏين، بيمار زالن. ٣. محبوب، پنهون (هوت، بلوچ قوم جوهڪ قبيلو آهي، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو). ٤. رکندو. ٥. هَٿَ (هتڙا ڌريندو= مهرباني ڪندو، سهارو ڏيندو). ٦. مان نہ= شال، خدا ڪري. ٧. ٻروچ يا بلوچ يعني پنهون ۽ ان جا پائر. ٨. مون ڏٺا. ٩. ڪان سواءِ. ١٠. پوَن. ١١. چاليون، ٿلا، موتيو پاٿي. ١٢. اهڙي. ١٣. نينهن ڪي، عشق ڪي. ١٤. هٿ ۾ اچي ويا آهيو. قبضي ۾ اچي ويا آهيو. ١٥. جو. ١٦. منهنجي. ١٧. انتظار ڪندي، سڪندي. ١٨. نٽا. ١٩. ورو، موٽو. ٢٠. مئي ڪان پوءِ، مرڻ ڪانپوءِ. ٢١. اوهين ڪندا. ٢٢. جاني، دلبر، دوست. ٢٣. حياتيءَ ۾، زندگيءَ ۾. ٢٤. متان. ٢٥. ملول، غمگين. ٢٦. پري، ڏور. ٢٧. پسڻ. ٢٨. لاءِ، واسطي، ڪاڻ. ٢٩. آخري جاءِ يعني مرڻ ڪانپوءِ واري جاءِ. ٣٠. حجت جي، حُج جي، گستاخي يا حقداريءَ جي. ٣١. رستو. ٣٢. اي جيجان، اي جيجل، اي امڙ. ٣٣. هاڻوڪو. ٣٤. پير جو نشان. ٣٥. ڳم ٿي وئو. ٣٦. غُبارَ، لَٽَ. ٣٧. اَٽَ. ٣٨. ڳوليندي‌يس. ٣٩. ضرور، ڪهڻو. ٤٠. ڳوڙهن سان، لڙڪن سان. ٤١. ڳَلَ، رخسارَ. ٤٢. سوسراٽ، دانهون.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُرُ حُسِيني

## داستان انون

**①**

ووءِ[1] ووءِ ڪَنڊِي وَتُ[2]، مَ[3] ڇُڻ ووءِ وِسارِيِن[4]،
رَنڊَنِ[5] مَٿي[6] رَتُ[7]، هَارِ[8] تَہ مِلِين[9] هوتَ[10] ڪي.

**٢**

ووءِ ووءِ ڪَنڊِي وَتُ، مَ ڇُڻ ووءِ وِسارِيِن،
پَاٽِي[11] هَارِ مَ پَڌِرو[12]، رُوُ[13] مَنجَهائِين[14] رَتُ،
صَبُرُ[15] وَڏو سَتُ[16]، سِگهَا[17] مَيِڙِي[18] سُپِرِين[19].

**٣**

ووءِ ووءِ پِڻ وِيئِي[20]، رَنُنِ[21] ڪَارَڻِ[22] جَا[23] هُئِي[24]،
پُنهُونءَ ڪي پَيئِي، رُونِدي ڪيرَ رَتَ ڦُڙا. *

**٤**

ووءِ[25] ووءِ وِڏُوٺَا[26]، ووءِ ووءِ وَڄَنِ نِڳَئَا[27]،

---

١. ووءِ ووءِ= واويلا، عشق جي درد جو ذڪر، ٢. هَلُ، ڦِرُ، ٣. متان، ۴. ڀلجي وڃين، دل تان، لاهي ڇڏين، ٥. (جبل جي) رستن، گسنِ، ٦. تي، ٧. رَتَ يا خون جا لڙڪ، ٨. وَهاءِ، ٩. ڳڌڄين، ١٠. محبوب، پنهون (سسئيءَ جو محبوب پنهون بلوچ قوم جي هوت قبيلي مان هو)، ١١. اکين جا لڙڪ يا ڳوڙها، ١٢. ظاهري طرح، کليو کلايو، ١٣. روءُ، ١۴. اندر ۾، دل ۾، ١٥. ماٺ، ١٦. طاقت، سگهہ، ١٧. ترت، ستت، جلد، ١٨. ملائي، ١٩. پرين، محبوبَ، ٢٠. بند ٿي (مون لاءِ)، ٢١. مڙس مري ويل زالن، ڏهاڳڻين، ٢٢. لاءِ، واسطي، ٢٣. جيڪا، ٢۴. رواج ۾ هئي * رنن زالن لاءِ جيڪو روئڻ جو رواج آهي سو پڻ منهنجي لاءِ بند ٿي ويو آهي (گهڻي غم سبب روئڻ بند ٿيو آهي)، هاڻي باقي ٻي ڪير پنهونءَ لاءِ رت پئي رئندي، ٢٥. هاءِ هاءِ، افسوس، ٢٦. ڏمرٺا، ڪاوڙيا، ناراض ٿيا، ٢٧. (پنهونءَ ڪي ڪٺيو) نڪتا وڃن.

چَـذِئـو جـِي[1] ڪُـهـِي[2]، تَـہ هـيـڪَـارِي[3] هـورُ[4] لَـهـيْ[5].

۵

مَـارِئـو جـي مَـعـذُورِ[6]، تَـہ هَـٿَـائِين[7] هـورُ لَـهـي،
سَـاجَـنَ[8] آهِـنجـي[9] سُـوزِ[10]، ڪِـينَ[11] جِـيَـان ٿِـي ڪـيـچِـيَـا[12].

(۶)

مَـرِي ٿِـيـنـدِيَـس مُـڃَ[13]، جَـتَـنِ[14] ڪَـارڻِ[15] جِـيـڏيُـون[16]،
ڪَـرِي ڪـوهِـيَـارو[17] سُـڄَ[18]، وِئـو چُـلائَـي[19] چِـپَـرِيـنَ[20].

۷

مَـرُ مَـتَـا[21] ڏِيـئِـي، پُـنـهُـون ڪَـارڻِ پَـبَ[22] ۾،
تَـہ سَـرتِـيُـون سَـپِـيـئِـي، وَاکَـاڻِـيـنـدِي[23] وِيـنِـيُـون.

(۸)

مَـرَان تَـان[24] قُـربَـانُ[25]، سَـاهَـہ[26] پِـريَـان[27] تَـان صَـدقـو،
سَـنـدو[28] مَـحَـبَـتَ[29] مَـانُ[30]، وِبِـهِـي ڪِـيـئَـن وِڃَـايَـان[31].

۹

مَـرِي جـي وِيـڙِي، تَـہ ڪِـهَـڙو ٿـورو[32] سَـڄَـڻين[33]،

---

۱. جيڪڏهين، ۲. قتل ڪري، ماري، ۳. صفا، بنهہ، ۴. فڪر، ڳڻتي، خوف، ڊپ، ۵. ختم ٿئي، ۶. معذور ڪي، جذيءَ ڪي، (عشق جي) بيمار ڪي، ۷. مرڳوئي، ياڻ وڏيڪ، ماڳهين، صفا، بنهہ، ۸. اي ساڄَنَ، اي سڄڻ، اي محبوب، ۹. اوهانجي، ۱۰. سور جي ڪري، سورَ جي سبب، درد جي ڪري، ۱۱. زندهہ يا حيات رهان، ۱۲. اي ڪيچي يا ڪيچ جي رهڻ وارَئو (ڪيچ رياست مڪران جو شهر آهي جتي سسئيءَ جو محبوب پنهون رهندو هو)، ۱۳. پائمال، ناس (سَرَ جي ڪانن جي ڪٽيل ڪلن کي مَڃ چوندا آهن)، ۱۴. اوئين (پنهون ۽ ان جي ڀائرن)، ۱۵. واسطي، ۱۶. اي جيڏيون، اي سرتيون، ۱۷. ڪوهہ يعني جبل جي رهڻ وارو (پنهون)، ۱۸. ويراني، ڀينگ، ۱۹. ڀتڪائي، ۲۰. ڇپرن ۾، جبلن ۾، ۲۱. متا ڏيئي = ڪشالا ڪري، سورَ سهي، سِرُ ڏيئي، قربان ٿي، ۲۲. هالار جبلن جي ڏاکڻي قطار جو نالو ڀب آهي، ۲۳. تنهنجي واکاڻ يعني تعريف يا ساراهہ ڪن، ۲۴. تہ، ۲۵. قربان ٿيس، صدقي ٿيس، گهورجي ويس، ۲۶. پساهہ، جان، ۲۷. پرينءَ يا محبوب، ۲۸. جو، ۲۹. پيارَ، ۳۰. شانَ، عزت، ۳۱. ضايع ڪريان، ۳۲. احسان، ۳۳. سڄڻ ڪي.

تو جيهي[1] تيزي[2]، دَرِ[3] ٻاروچي[4] ڪيتريُون[5].

(١٠)

مَرُ[6] مَرَان مُون[7] ڪَمُ[8]، اَڪَمي[9] ڪَامَ مَري،
دوستَ[10] پُڄَاڻَان[11] دَمُ[12]، رَهي[13] سَا رَنَ[14] تِئي.

١١

مُيسِ مَرُ[15] مَرَان، سُيَسِ[16] وڃِ[17] سَرتِيِن[18]،
اَديُون[19] آريچَنِ[20] جي، سُورَنِ[21] مَنجهه سَڙَان[22]،
پورهِيَتِ[23] ٿِي پَرَان[24] پَاسي[25] پُنهُونءَ ڄَامَ[26] جي.

١٢

اَڳي پوءِ مَرَان، مَرُ مَرَان مَارڳَ[27] ۾،
مَٿي[28] پوءِ[29] پِريَان[30]، خُونُ[31] مُنهِنجو جيڏِيُون[32].

(١٣)

جُهونگارِيندي[33] جَهنگنِ[34] ۾، جيّ[35] تِي مَرَان آنءُ[36]،
تَہ پوءِ سِرِ[37] پِريَان، خُونُ مُنهِنجو جيڏِيُون.

---

١. جهڙي، ٢. خراب، بدڪار، ٣. در تي، دروازي تي، چانئٹ تي، ۴. ٻاروچي جي، ٻروچ يا بلوچ (پنهونءَ جي)، ۵. تمام گهڻيون، ٦. پل تہ، بيشڪ، ٧. مون کي، ٨. غرض، ڪاڻ، مطلب، ٩. بي ڪمي، بنان ڪم واري، ١٠. يار، سڄڻ، ١١. ڪان پوءِ، ڪان بعد، ١٢. گهڙي، پلڪ، پل، ساعت، ١٣. جيئري يا زندهہ رهي، ١۴. زال جنهنجو مڙس مري ويو هجي، ڏهاڳڻ، ١۵. آئون مري ويس، فوت ٿيس، ١٦. پڌرُ ۾ آيس، مشهور ٿيس، ١٧. ۾، ١٨. سرتين، جيڏين، ١٩. اي اديون، اي ڀينر، ٢٠. آريءَ جي اولاد (هوت قبيلي جنهن مان سسئيءَ جو محبوب پنهون هو ان جي سردار جو قلب آري هو)، ٢١. دردن، غمن، ٢٢. جلان، پچان، ٢٣. نوڪرياڻي، ٻانهي، گولي، ٢۴. پلجان، نپجان، ٢۵. پاسي ۾، ٻر ۾، ٻاڙي ۾، ٢٦. سردار (سنڌ جي سمن بادشاهن جو لقب)، ٢٧. رستي يا پيچري (محبت جي)، ٢٨. مٿي تي، سر تي، ٢٩. پوندو، ٣٠. پريان جي، پرين جي، محبوب جي، ٣١. قتل، موت (قتل جي ذريعي)، ٣٢. اي جيڏيون، ٣٣. آهستي يا جهيڻي آواز ۾ روئندي يا پارَ ڪيندي، ٣۴. رڻ پٽن، ٣۵. جيڪڏهين، ٣٦. آئون، ٣٧. سر تي.

**(١٤)**

جُهونگارِيندي[1] جَهنگَنِ[2] ۾، جي[3] ڪُتَنمِ[4] ڏِينهن،
تَه ڪَرَ[5] مُنهِجي نِينَهَن[6]، اَپَرِ[7] لائُون[8] لَڏِيُون.

**١٥**

لَڳَندي[9] لَڪَنِ[10] سين، آئُون جي مَران ايئن،
مَاءُ[11] مُنهِنجي نِينهَن، تَه ڪَرَ لائُون لَڏِيُون.

**١٦**

مَري وِينديَس ماءُ، لَڪَ لَنگهندي لَڪيُون[12]،
وَجِي ڪيچ[13] قَرارَئا[14]، جَتَ[15] پَنهنجيءَ جَاءِ[16]،
رُوئَڻ رَتَ[17] جُڳاءِ[18]، تَنِ هوتَنِ[19] جي هيڪاند[20] لَيءِ[21].

**(١٧)**

رُئَان رَتُ نَه نِڪري، پَاڻِي[22] نَه پَاڙِين[23]،
سَا پَرِ[24] هوتَ نَه سِکئا، جَنهِن پَرِ[25] جِيارِين[26]،
مُون کي ٿا مَارِين، جِيجَان[27] جوشَ[28] جَتَنِ جَا.

---

١. آهستي يا جهيڻي آواز ۾ رئندي يا پلاءُ ڪيندي، ٢. رڻ پٽن، ٣. جيڪڏهين، ۴. منهنجا ڪُتن يا ڳهڻ ٿين يا پورا ٿين (ڪتنم ڏينهن= آئون مري ويس)، ۵. شايد، جيڪر، ٦. محبت، پيار، ٧. بي حد، تمام گهڻيون، بيشمار، ٨. واحد لائَن= شاديءَ جي وقت گهوٽ ڪنوار جا مٿا نمائي آهستي آهستي پاڻ ۾ ٽڪرائڻ واري رسم (لائون لڏيون= شادي ڪئي يعني ڪاميابي يا مقصد حاصل ڪيو)، ٩. ٽڪرجندي، ١٠. جبلن، ١١. اي ماءَ، اي امڙ، ١٢. نديا نديا جبل، جبلن جا سوڙها ۽ مشڪل لنگهہ يا پيچرا، ١٣. ڪيچ ۾ (ڪيچ رياست مڪران جو هڪ شهر آهي جتي سسئيءَ جو محبوب پنهون رهندو هو)، ١۴. آرامي يا آسائشي ٿئا، ١۵. اولي (پنهون ۽ ان جا يائر)، ١٦. جاءِ ۾، ماڳ ۾، گهر ۾، ١٧. رت ڳاڙيل لڙڪ يا ڳوڙها، ١٨. جڳائي، مناسب آهي، واجب يا لازم آهي، ١٩. محبوبن (پنهونءَ) (سسئيءَ جو محبوب پنهون بلوچ قوم جي هوت قبيلي مان هو)، ٢٠. وصل، ميلاپ، ٢١. واسطي، ڪاڻ، ٢٢. آبُ، جَرُ، ٢٣. (رت جي) برابر سمجهن، قبول ڪن، ٢۴. ريت، طريقو، ٢۵. پر سان، طريقي سان، ٢٦. جيئرو يا زنده رهڻ ڏين، ٢٧. اي جيجان، اي جيجل امان، ٢٨. پُورَ، جذبا، اُدمَا.

## ١٨

نِمَاڻيءَ[١] جي نِجُهري[٢] رُوئَڻُ ۾ رَاڙو[٣]،
ڪُنَلِ[٤] سَندي[٥] قَلبَ[٦] ۾، قُربَ[٧] جو ڪَاڙهو[٨]،
هوتَنِ[٩] لَيءِ[١٠] هَاڙهو[١١]، رِجَائِينديَسِ[١٢] رَتَ سين.

## ١٩

روئِي ڪَنديِنءَ ڪوهَه[١٣]، هَاڻي ڪو هوتُ وَري[١٤]،
جيڏو[١٥] جَتَ[١٦] ڪَري وِئَا، سَاٿُسِ[١٧] سَيڻَ[١٨] سِتوهُه[١٩]،
ڏوهِي[٢٠] اَتئَان[٢١] ڏوهُه[٢٢]، مَتَان ڪَا مُون سين ڪَري.

## ٢٠

جوڀَنُ[٢٣] جَانبَ[٢٤] لاءِ، نيئي وِجُهه نِڪُوجَ[٢٥] ۾،
روئِي رُوپُ[٢٦] وِجَاءِ[٢٧]، پَسَڻَ[٢٨] ڪَارَڻِ پِريَنءَ[٢٩] جي.

## ٢١

رُوُ[٣٠] وِسَائِي[٣١] رَاندِ[٣٢]، پَهَه[٣٣] پَرُوڙِجِ[٣٤] سَاٿَ[٣٥] جَا،
هوتَنِ سين هيڪَاندِ[٣٦]، هُيَئِي[٣٧] ٻَنِي ڏِينهڙَا.

---

١. مسڪين، عاجز، لاچار. ٢. نجهري ۾، جهوپڙي ۾، گهر ۾. ٣. روج، ماتم. ٤. (عشق جي) قتل ڪيل يا وڍيل يا ماريل، قتيل. ٥. جي. ٦. دل. ٧. پيارَ، محبت. ٨. تابش، تپش، گرمي، باھ. ٩. محبوبن (پنهونءَ) (سسئيءَ جو محبوب پنهون بلوچ قومَ جي هوت قبيلي مان هو). ١٠. ڪاڻ، واسطي. ١١. لس ٻيلي جي اولهہ طرف هڪ جبل جو نالو. ١٢. ڀُسائيندي، آلو ڪنديس. ١٣. چا. ١٤. موٽي. ١٥. تمام وڏو. ١٦. اوٺي (پنهونءَ جا ڀائر). ١٧. ان (سسئيءَ) سان. ١٨. سڄڻ (پنهون ۽ ان جا ڀائر). ١٩. ظلم. ٢٠. قسم، سُنهُ. ٢١. اوهان ڪي آهي. ٢٢. دغا، فريب، ٺڳي. ٢٣. جواني. ٢٤. جانيءَ، محبوب. ٢٥. نڪونجهہ، اوڙاھ. ٢٦. صورت، سونهن، سوڀيا. ٢٧. ناس يا چٽ ڪر. ٢٨. ڏسڻ، ديدار. ٢٩. محبوب. ٣٠. لڙڪ يا ڳوڙها ڳاڙ. ٣١. اُجهائي، ختم ڪري. ٣٢. رونشو، تماشو، ڪل خوشي. ٣٣. خيال، ارادا. ٣٤. معلوم ڪج. ٣٥. قافلي (پنهون جي ڀائرن جي اٺن جي). ٣٦. وصل، ميلاپُ. ٣٧. تنهنجي هئي.

## ٢٢

رُئَان تَان[1] رَانِد[2]، کِلاَن تَان کَامي[3] هِنيُون[4]،
جَهْلِئَان[5] جِهيِٽُو[6] نَہ ٿِئي، جو جَرُ[7] نيٽِين[8] پَاند[9]،
اَکَڙِيُون وِيسَانِد[10]، پِرِينءَ[11] گَڏِجي[12] کَنديُون.

## ٢٣

وَسِي[13] وِسَاٽِيُون[14]، رَتُو[15] رُوئِي پِرِينءَ کي،
پِيِيُون کَٽَنِ پَبَ[16] ڏي، نَظَرَ[17] نِمَاٽِيُون[18]،
سي[19] کِيئَن[20] بيلِيَاٽِيُون[21]، جَنِ وِيندو هوتَ[22] نَہ وَارِئو[23].

## ٢٤

وَسِي وَسِي مِينهُن، جِيئَن لَٽِي[24] وِيَس کِيهَ[25]،
تُوءِ[26] پِرِيَان[27] جي ڏيهَ[28]، پِيئِي پُڇِي[29] خَبَرُون[30].

## ٢٥

کَاٽِي[31] کِيرَنِ[32] هيٺِ[33]، وِينِي رُوءِ[34] رَتَ[35] ڦُڙَا[36]،
کَا مُون[37] ٿِيندي ڏيٺِ[38]، بِيهَرَ[39] بَارُوچَنِ[40] سين.

---

١. تہ. ٢. رؤنشو، تماشو، ٣. جلي، سڙي، ۴. دل، ٥. روڪئان، ٦. مائو، جهڪو، گهٽ، ٧. پاٽي (لڙڪ، ڳوڙها)، ٨. نيٺن، اکين، ٩. ۾، ١٠. آرام، ويساهي، ساهي، ١١. پرينءَ کي، محبوب کي، ١٢. ملي، ١٣. (مينهن وانگر) پاٽي وهائي، روئي، ١۴. ساٽيون ٿيون. بي حال ٿيون، مانديون يا ٿڪجي پيون، بس ٿي ويون ١٥. ڳاڙهو (پاڻي)، رت ڳاڙهائان لڙڪ يا ڳوڙها، ١٦. هالار جبلن جي ڏاڪڻي قطار کي پب جبل چوندا آهن. ١٧. نگاهہ، ١٨. ويچاريون، مسڪين، عاجزياڻيون، ١٩. اکين ڏانهن اشارو جن ننڊ ڪري سسئيءَ جو محبوب پنهون وڃايو، ٢٠. ڪهڙي طرح يا نموني، ٢١. ساٿياڻيون، مددگار، سڄڻ، ٢٢. محبوب (پنهون) سسئي، ٢٣. موٽايو، واپس ڪئو، روڪئو، ٢۴. ڍڪي، پوري، ٢٥. مٽي، دز، خاڪ، ٢٦. تنهن هوندي بہ، ٢٧. پرينءَ، ٢٨. ڏيهہ جون، وطن يا ملڪ جون، ٢٩. معلوم ڪري، ٣٠. حال احوال، ٣١. جليل يا سڙيل (عشق جي باهہ جي)، ٣٢. ڪونيٽ جي وٽن (ڪير يعني ڪونيٽ جو وڻ ٿر ۽ جبل جي علائقي ۾ ٿيندو آهي)، ٣٣. تحت، ٣۴. روئي، ٣٥. رت يعني خون جا. رت ڳاڏوئين يعني رت مليل پاڻيءَ جا، ٣٦. قطرا، ڳوڙها، لڙڪ، ٣٧. منهنجي، ٣٨. ملاقات، مَکا ميلو، ٣٩. ٻي دفعي يا ٻيهري، ۴٠. ٻروچن يا بلوچن يعني پنهونءَ ۽ ان جي ڀائرن.

## ٢٦

ڪَاٺِيءَ[1] مَرَ ڪَانيو[2]، مُنِيءَ[3] مَڱُرُ[4] مَرَ ڏِيو،
هيڪَرَ[5] جَهايو[6]، ڏيئي ٻُرَ[7] لُهارَ جيئَن.

## ٢٧

ڪَاٺِيُون لُونِيُون[8] اَڪِيُون، ڪُنِيُون[9] ڪِينَ ڪُڇَنِ[10]،
مُنِيُون مَاٺِ[11] نَہ ڪَنِ، هَيُون[12] رَهَنِ[13] نَہ هوتَ[14] ري[15].

## ٢٨

اَڪِيُنِ ڪِينَ[16] ڪِئو، رَتُ[17] نَہ رُنَائُون،
اُيِّي[18] ڏِنَائُون، ڦوڙَائِبَا[19] سُپِرِين[20].

## وائي

لاَئي[21] جَڙَ[22] جَنَنِ[23] سين، آئُون جَا چَڙهِي نِينهَن[24] نظَاري[25]،
آئُون جَا ڪُنِيسِ[26] ڪَاڻِ[27] ڪوهِيَاري[28]،
مَچُ[29] مُنهِنجي مَنَ[30] تي، وِئو ٻَاروچو[31] ٻَاري[32]،
اِيندَا اَتَمِ[33] آسَرو[34]، وَاڳَ[35] وِلِهيءَ[36] تي واري[37]،
اُتي عبداللطيف رح چَئي، مُون چَاتو[38] عَشقُ اِزَاري[39].

---

١. ڪاٺيءَ ڪي، جليل يا سڙيل ڪي. ٢. جلايو، ساڙيو. ٣. مٺيءَ ڪي، ڏکن ۾ دردن جي ماريل ڪي، ڪم بخت ڪي. ۴. باهہ، آڳ. ۵. هڪ دفعو يا ڀيرو. ٦. (منهنجي اندر جي باهہ کي)، وسايو، گلَ ڪريو، ٺڏو ڪريو. ٧. پاڻيءَ جا ڇنڊا جيڪي لهار گرم ٽيل لوهہ جي اوزار يا هٿيار کي تکي ۾ مضبوط ڪرڻ جي ارادي سان هڻندا آهن. ٨. نرڄيون، رليل ڏکا ڪاڏل. ٩. وڇوڙي جون ڪٺل يا ماريل. ١٠. ڳالهائين، سڌ خبر ڏين. ١١. صبر، چُپ. ١٢. نياڳيون، بدبخت. ١٣. صبر يا ماٺ ڪن. ١۴. محبوب (پنهونءَ) (سسئيءَ جو محبوب پنهون بلوچ قوم جي هوت قبيلي مان هو). ١۵. ڪان سواءِ. ١٦. ڪجهہ نہ. ١٧. رت جا ڳوڙها، رت ڳاڙهان لڙڪَ. ١٨. ٻيئي. ١٩. جدا ٿيندا. ٢٠. پرين، محبوبَ. ٢١. لڳائي، هٿي. ٢٢. (محبت جي) ميخ، ڪلي. ٢٣. اوٺين (پنهونءَ ۽ ان جي ڀائرن). ٢۴. نينهن جي، محبت جي. ٢۵. نظاري تي، نظر تي (چڙهي نينهن نظاري= محبت جي ور چڙهي يا محبت ۾ ڦاٿي). ٢٦. قتل ڪيس، فنا يا ناس ڪيس. ٢٧. محتاجيءَ، احتياج. ٢٨. ڪوهياري جي يعني ڪوهہ يا جبل جي رهاڪوءَ جي (پنهونءَ جي). ٢٩. باهہ جو آڙاهہ. ٣٠. دل. ٣١. ٻروچ يا بلوچ (پنهون). ٣٢. ڏکائي، ٻڙڪائي. ٣٣. مونکي آهي. ٣۴. آسَ، اميد. ٣۵. اٺ کي هلائڻ لاءِ نڪ ۾ وڌل نوڙي، مَهارَ. ٣٦. سُڃيءَ، مسڪين، ڪنگال، لاوارث. ٣٧. ورائي، ڦيرائي، موٽائي. ٣٨. ڪنيو. ٣٩. اجاري تي، نيڪي تي.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُرُ حُسيني

## داستان سنون

### ١

اَجَا[1] تِي جِيئِين[2]، سَجَڻُ[3] سَارِئُو[4] نَہ مَرِين،
وَتِيُون[5] وِهَہ[6] گَاذِئُون[7]، چُوري[8] چُو نَہ پِيين،
لَڳُئِيءِ کونَہ هِنيين[9]، کو ڳُڻُ[10] ٻَاروچَنِ[11] جو.

### ٢

نَکِي تِي جِيَان، نَکِي مُئِي آهِيَان،
سَاجَنَ[12] سَاهُہ[13] ڏِيَان، توکِي سَارِئُو سُپِرِين.

### ٣

جي تُون کَالَهہ[14] مُئِي، تَہ کَالَهہ ئِي گَڏِي[15] پِرِينءَ کِي،
کَڏِهِين کَانَہ سُئِي[16]، تَہ کَا سَگهِي[17] گَڏِي سَجَڻين[18].

### ۴

مَاڳَهِين[19] جي[20] مُئِي، هُوندَ[21] نَہ پِيئِي مَامِري[22]،

---

١. من وقت تائين. ٢. زندهہ يا جيئري آهين. ٣. محبوب. ۴. ياد ڪريو. ۵. پياليون. ڪٽوريون. جامَ. ساغَرَ. ٦. زهرَ يا وِڪَ سان. ٧. گڏيل. مليل. ٨. اي چوري. اي يتيم. اي ندوري. اي نياڳي. ٩. هنيين سان. دل سان. ١٠. ٿورو يا احسان. ڀلائي. ١١. ٻروچن يا بلوچن يعني پنهونءَ ۽ ان جي ڀائرن. ١٢. اي ساڃن. اي سڄڻ. اي سپرين. اي پرين. ١٣. پساهہ. دم. (ساهہ ڏيان= مران). ١۴. گذريل ڏينهن. اج کان هڪ ڏينهن اڳي. ١۵. ملي. ١٦. ٻُڌڻ ۾ آئي. ١٧. چڱي ڀلي. تندرست. ١٨. سڄڻن کي. ١٩. صفا. بلڪل. ٢٠. جيڪڏهين. ٢١. شايد. ٢٢. مامري ۾. آزارَ ۾. مصيبت ۾.

مون سانگياٽيءَ[١] جا سُپرين[٢]، سَچُ[٣] ڪِ[٤] سَنيُوڙا[٥]،
لاٿُمِ[٦] نه توڙان[٧]، ماءُ[٨] اوسيڙو[٩] اُنِ جو.

٥

گهوڙا[١٠] گهٽيءَ پُون[١١]، ووءِ ووءِ[١٢] وڃن نڳئا[١٣]،
مادرِ[١٤] متان مُون[١٥]، ڪانگ[١٦] لوندا[١٧] ڪڏهين.

٦

مات[١٨] ماريندي[١٩] پرينءَ جي، متان رُوئين رتُ[٢٠]،
ڇوري[٢١] ڇڏِ[٢٢] مَ ستُ[٢٣]، همت[٢٤] هوتُ[٢٥] وڃايو[٢٦].

٧

واڪئو[٢٧] واڪئو وڪَ[٢٨]، پابُوهيو[٢٩] پير[٣٠] ڪٽي[٣١]،
سي نه چڙهنديون[٣٢] ڏڪَ[٣٣]، موڙي[٣٤] پير متن[٣٥] جي.

٨

وڃهه وڏندي[٣٦] وڪَ، مچڻُ[٣٧] لڪ[٣٨] لڪائيين[٣٩]،
ڏکُ[٤٠] تني کي ڏکَ، حُبَ[٤١] جني کي هوت جي.

---

١. چوري چنيءَ، پرديسياٽيءَ، مسافرياٽيءَ، ٢. پرين، محبوب، ٣. واقعي، ٤. چا، ٥. سنبريا، تيار ٿيا، ٦. مون لاٿو، ٧. توڙ ڪان، اصل ڪان، هرگز، ٨. اي ماءُ، اي امڙ، ٩. انتظار، ١٠. گهوڙا ڙي، هاءِ افسوس، واويلا، ظلم ٿي ويو، ١١. زمين، ڌرتي (گهٽيءَ پون= تمام ڏوراهين پنڌ تي يا مفاصلي تي)، ١٢. هاءِ هاءِ، افسوس، ١٣. نڪريو، هلئا، ١٤. اي مادر، اي امڙ، ١٥. منهنجي (لاش يا قبر)، ١٦. ڪانءُ، زاغ. ڪاري رنگ جا پکي، ١٧. اڏامندا، لاٿيون ڪندا، ١٨. صبر، ١٩. فنا ڪندي، ٢٠. روئين رت= رت جا ڳوڙها، اکين مان وهائين، ٢١. اي ڇوري، اي ڇوڪري، اي الڙ زال، ٢٢. ترڪ ڪر، ٢٣. ستيا، سيلُ، پاڪدامني، لڄَ، حياءُ، ٢٤. دليريءَ، سورهيائيءَ، بي باڪيءَ، بي پرواهيءَ، ڇڙواڳيءَ، ٢٥. محبوب، پنهون (سسئيءَ جو محبوب پنهون بلوچ قوم جي هوت قبيلي مان هو)، ٢٦. گنوايو، رنجايو، ٢٧. تيز يا تکو ڪري، ٢٨. وک کي، قدم کي (هلڻ مهل ٻين پيرن جي وچ واي مفاصلي کي وک چئبو آهي)، ٢٩. مُرڪئو، خوش ٿئو، شوق ڪريو، ٣٠. (پنهونءَ جي) پير جو نشان، ٣١. آهڙي، ڳولي، ٣٢. رسنديون، پهچنديون، ٣٣. ڏکَ تي، ڪٽ يا سيج تي (جيڪا شاديءَ جي رسمن ادا ڪرڻ لاءِ گهوٽ کي موڙ ٻڌي وهارڻ لاءِ سينگاري ويندي آهي)، ٣٤. هٿائي، جهلي جهلي، ٣٥. هلن، ٣٦. تکي، تکڙي، تيز، ٣٧. متان، ٣٨. ٿوري يا ذري برابر، ٣٩. دل هاريئين، ڪيپائيين، گهبرائبين، ٤٠. سور، تڪليف، ٤١. محبت.

**٩**

اَجُ نَہ گُورا[١] گَڏَ[٢]، وِلھِيءَ[٣] جي وَٿاڻَ[٤] تي،
چَا[٥] ڪي ڪَرِيِنِ[٦] سَڏَ[٧]، پِرِيِنْ[٨] پَراهَان[٩] وِئا.

**١٠**

سَڏَنِ پُنِيءَ[١٠] سَڏَڙا، وَاڪو وِجُھہ وَٽين[١١]،
تُنھِنجي پَندِ[١٢] گَھٽين، مَنَ[١٣] ڪوھِيارو[١٤] ڪُوڪَ[١٥] سُٽي[١٦].

**١١**

سَڏَنِ پُنِيءَ سَڏَڙا، وَاڪو هَڏَ[١٧] مَ لاھہ[١٨]،
مَان[١٩] نَہ تُنھِنجي ڪَا، سَگَھرَ[٢٠] ۾ سَارَ[٢١] ٿِئي.

**١٢**

مُون سَڏِينديءَ[٢٢] سَڏَڙا، سَاٿِيَ[٢٣] سَڏَ[٢٤] نَہ ڏِين،
وِلھِيءَ جي وَٿاڻَ تي[٢٥]، توڏَ نَہ تَنوارِين[٢٦]،
هِيڏا[٢٧] هاجَا[٢٨] ٿِين، بُري[٢٩] هِنَ پَنِيورَ[٣٠] ۾.

**١٣**

سَاٿِي نَہ پَسَان[٣١] سي، جي هُئَمِ[٣٢] هِنيين[٣٣] ٿُوٽِيون[٣٤]،

---

١. اُنن جا ٻچا يا ڦر پر هتي معنيٰ ٿيندي اُٺ، ٢. ڀيڙا، همراھہ، موجود، حاضر، ٣. سُڃيءَ، ڀينگيءَ، ڪنگال، مسڪين، لاوارث، ٤. چوپائي مال جي بيهارڻ جي جاءِ، ٿاڻَ، واڙي، ٥. ڇو، ڇا جي لاءِ، ڪهاڙي لاءِ، اجايا، ٦. تون ڪرين، ٧. واڪا، پڪارون، ٨. محبوب، سڄڻ، ٩. پري، ڏور، ١٠. پنيان يا پويان (هڪ ٻئي جي)، ١١. وٽن ۾ (واڪو وجھہ وٽين= ايتري وڏي آواز سان سڏ ڪر جو وٽن ۾ پڙاڏو يا هوبهو ٿي وڃي)، ١٢. پند گھٽين= ڏورانهين پند تي، پراهين مفاصلي تي، تمام پري، ١٣. شال، ١٤. ڪوھہ يعني جبل جو رهاڪو (پنهون سسئيءَ جو محبوب)، ١٥. واڪو، سڏ، آواز، دانهن، رڙ، ١٦. ٻڌي، ١٧. هرگز، بنهہ، ١٨. بند ڪر، ١٩. مان نہ= شال، ٢٠. راهَہ، رستي، ساٿ، ٢١. يادگيري، ٢٢. سڏيندي‌ءَ سڏڙا= سڏنِ ڪندڙ کي، ٢٣. ساٿ يعني قافلي وارا ماڻهو، ٢٤. جواب، وراڻيون، ٢٥. توڏا، اُٺ، ٢٦. دانهون ڪن، گجن، ڪڙڪن، ٢٧. وڏا، ٢٨. قهر، ويل، ظلم، ٢٩. بڇڙي، ٣٠. ٺٽي ضلعي ۾ گھاري جي ڳوٺ کان اٽڪل ٻہ ميل پري هڪ ڳوٺ آهي جتي سسئي رهندي هئي، ٣١. ڏسان، ٣٢. مونکي هئا، ٣٣. هنيين جون، دل جون، ٣٤. ٽنبا، ٽيڪون، آڌارَ، پرجهلا.

هَاڻي ڪَنِي[١] جي، وَڃِئو اڱَڻِ[٢] اُپِيَان[٣].

### ١٤

سَاٿِيَنِ[٤] سِيڻءَ[٥] نَہ جَاڳِيڻءَ[٦]، پوءِ ڪُڄَاڙِئَا[٧] روءِ[٨]،

اِيءَ[٩] پَرِ[١٠] ڪُپَرِهوءِ[١١]، جِيئَن[١٢] هُوءِ سَانگِي[١٣] تُون سُمَهِين.

### ١٥

سَاٿِي[٣٧] تُوءِ[١٤] هَلَڻِ[١٥]، پَٿَرُ[١٦] جي[١٧] وَارَ[١٨] ڪَرِيَان،

جيڪُسِ[١٩] بَارُوچَنِ[٢٠]، ڏِنو عَيبُ[٢١] اَڪِيُنِ سِين.

### ١٦

آنِ ڪي سَاٿِي ڏِنَ[٢٣]، جي مُون وِيڙهِہ[٢٤] وِڄَايَا[٢٥]،

رُئَانِ رَتُ[٢٦] مَڄُڻَ[٢٧]، هَاڻي تَنِ هوتَنِ[٢٨] ڪي.

### ١٧

اوڻِيَنِ[٢٩] اُمَارو[٣٠]، مُون[٣١] جَهلِينْدي[٣٢] نَہ رَهِئَا[٣٣]،

سَاٿِيَنِ سَوَارو[٣٤]، ڪِئو ڪيچ[٣٥] اَڪِيُنِ ۾.

### ١٨

وَارو[٣٦] وَڃَن ٿَا، سِيڻَ[٢٢] تُنهِنجَا سَسُئِي،

---

١. ڪني جي= ڪنهن جي، ٢. اڱڻ تي، صحن ۾، ايوان ۾، پڌر ۾، گهر ۾، ٣. بيهان، رَهان، ٤. ساٿ (پنهونءَ جي ڀائرن جي اٺن جي)، قافلي وارن، ٥. سان، ٦. بيدار يا سجاڳ ٿيڻَ، ٧. ڇا جي لاءِ يا واسطي، ٨. تون روئين ٿي، ٩. اها، ١٠. ريت، روش، هلت، ١١. خراب يا اڻنگي ريت، ١٢. جو، ڇاڪاڻ تہ، ١٣. سفر تي ويا يا ويندا، ١٤. تہ ٻہ، تنهن هوندي ٻہ، ١٥. وڃن، ١٦. پٿرائي، وڇائو، بسترو، ١٧. جيڪڏهين، ١٨. (مٿي جي)، وارن کي، ١٩. شايد، ٢٠. بروچن يا بلوچن (پنهونءَ انجي ڀائرن)، ٢١. بُرائي، بڇڙائي، خرابي، ڪَسائي، وڏ، ويڪ، اوڻائي، نقص، ٢٢. اوهان، ٢٣. ڏنا، ٢٤. ويڙهہ ۾، جهنگ ۾، ٢٥. گنوايا، ٢٦. رت جا ڳوڙها يا لڙڪَ، ٢٧. ڳاڙهو، لالُ (مڄٺ ٻيارڪي وڪر جو هڪ قسم آهي جنهن مان ڳاڙهو رنگ نهندو آهي)، ٢٨. محبوبن (سسئيءَ جو محبوب پنهون بلوچ قوم جي هوت قبيلي مان هو)، ٢٩. اوڻين يعني جتن جي (پنهونءَ ان جي ڀائرن)، ٣٠. (وڃڻ جو) سانباهو، سنبت، تياري، ٣١. منهنجي، ٣٢. روڪيندي، ٣٣. ترسئا، ٽِڪئا، ٣٤. ساجهر، سوير، ٣٥. رياست مڪران جو شهر جتي پنهون رهندو هو (ڪئو ڪيچ اڪين ۾= ڪيچ ڏانهن رخ رکئو يعني وڃڻ لاءِ تيار ٿئا، ٣٦. هاءِ افسوس، ٣٧. سڄڻ، دوست.

هِهَڙَا[١] ٻَارُوچَا[٢]، ڪِينَ[٣] لَهَندِينءَ[٤] ڪي ٻِئا.

## ١٩

وَارِي[٥] وَرَائِي، تو پَنهِنجَا[٦] نَہ ڪِئا،
پُورِي[٧] رَنجَائِي[٨]، هُوندَ[٩] نَہ پِئِيَن[١٠] هِيتِرِي[١١].

## ٢٠

اَللهَ[١٢] وارِي آڻِ[١٣]، ٻَارُوچَا پَنِيُورَ[١٤] ۾،
جَنِي جي رِهَاڻِ[١٥]، گَهَڻُو اُڪُندِي[١٦] آهِيَان.

## ٢١

آيَا آسَ[١٧] تِئِشامِ[١٨]، ٻَارُوچَا پَنِيُورَ ۾،
پَسِي[١٩] پَهَرَ[٢٠] پُنهُونءَ جي، نُنهَن[٢١] سِين[٢٢] نيڻَ[٢٣] نِريَامِ[٢٤]،
گُونْدَرَ[٢٥] وِسَرِيَامِ[٢٦] سُکَن[٢٧] شَاخُون[٢٨] مُکِيُون[٢٩].

## ٢٢

آيَل[٣٠] ٻَارُوچَا، وَرِي[٣١] وَطَنِ[٣٢] آيَا،
سَائِينءَ[٣٣] صَاب[٣٤] وِڌَا[٣٥]، اوجَاڳا[٣٦] اکِيُن جا.

---

١. اهڙا، انهن جهڙا، ٢. ٻروچ يا بلوچ (پنهون ۽ ان جا ڀائر)، ٣. بنهہ، اصل نہ، هرگز نہ، ۴. ڏسندينءَ، حاصل ڪندينءَ، ۵. ورائي، ڦيرائي، موٽائي، واپس ڪري، ٦. عزيز، ڏوست، مٽ، مائٽ (پنهنجا ڪئا= دوست يا عزيز بنايا)، ٧. اي پوري، اي موڳي، اي موڙهل، ٨. رنجائي ۾، ڏک ۾، تڪليف ۾، ٩. شايد، جيڪر، ١٠. تون پئين يا پَوين ها، ١١. ايڏي وڏي، ١٢. اي اللهَ، ١٣. موٽائي، واپس، ١۴. ٺٽي ضلعي ۾ گهاري جي ڳوٺ کان اٽڪل ہ ميل پري شهر جتي سسئي رهندي هئي، ١۵. رهاڻ ڪي، ڪچهريءَ ڪي، ميلاپ يا وصل ڪي، ١٦. سڪايل، واجهہ وجهندڙ، ١٧. ڏڍَ، آسرو، آڌارَ، ١٨. مونکي ٿي، ١٩. ڏسي، ٢٠. ماڻهو، مٽ، عزيز، ٢١. هٿن ۽ پيرن جي آڱرين ۽ آڱوٺن جي چوٽين مٿان سخت ڪَلَ، ناخنَ، ٢٢. تائين (نُنهَن سِينءَ= مڪمل طور يا پوريءَ طرح، تمام گهڻو)، ٢٣. اکيون، ٢۴. منهنجا ٺريا يعني ٺڏا ٿئا (نيڻ ٺريام= آئون خوش ٿيس)، ٢۵. غمَ، فڪرَ، ٢٦. مونکي وسريا، منهنجي دل تان لهي ويا، ٢٧. واحد سُکَ= آرامُ راحت، آسائش، ٢٨. نشانيون، آثار، ٢٩. موڪليون (شاخون موڪليون= منهن ڪيئو، شروعات ڪئي)، ٣٠. اي آيل، اي امان، ٣١ موٽي، ٣٢. وطن ۾ يا ملڪ ۾ يعني پنيور ۾، ٣٣. ڌڻيءَ، خدا، ٣۴. قبول، پسند، سجايا، ٣۵. ڪئا، ٣٦. جاڳ، سُجاڳي، شب بيداريون.

## ٢٣

اَچِئو مَرُ اَچَنِ، بَاروچَا پَنيورَ ۾،
پُنيءَ لَڳي جَنِ، ڪَميٺي ماٺُهُو ٿِي.

## ٢۴

هَيْ ٿو وَجي هوتُ، آئُون ڪِيْ اڳيَري ٿِئَان،
مَتَان چوءِ بَلوچُ، ڪَميٺيءَ مَان ڪِينَ ٿِئو.

## ٢٥

ڪَميٺيَنِ هَتَان، تِينِ مُوراهين مَديُون،
تُون ڪَرِ پَاڻَ وَڙَاءِ، موتُ سَبَاجَهَا سُپِرينِ.

## ٢٦

پِلِيْ ڪَرَ ٿِئومِ، هيءُ سَڱُ بَاروچَنِ سين،
وَجي ڪيچُ ڏِنومِ، پُنيءَ لَڳي جَنِ جي.

## ٢٧

ڪيچِ مَ خَبَرَ هوءِ، هِنَ مُنهِنجيءَ ذَاتِ جي،
مَتَان پُنهُونءَ پوءِ، لَجَ پَنهِنجيءَ لوءِ ۾.

---

١. پل، بيشڪ، ٢. پروچ، بلوچَ (سسئيءَ جي محبوب پنهونءَ جا پائر)، ٣. ٺٽي ضلعي ۾ گهاري جي ڳوٺ کان اٽڪل ٻہ ميل پري هڪ شهر جتي سسئي رهندي هئي، ۴. پُٺِ، پُٺا، پشت، ماڻهوءَ جي بدن جو پويون پاسو ۽ جانور جي بدن جو مٿيون پاسو (پٺيءَ لڳي= ڪَڍَ پئي، پيڇو ڪري، حڪم يا تابعداريءَ ۾ رهي)، ٥. جن جي، ٦. نيچ، ڪم ذات، بدڪار، ٧. ماڻهو ٿي= سڌري وڃي، عزت يا مان واري ٿي، ٨. افسوس، ٩. محبوب، پنهون (سسئيءَ جو محبوب پنهون بلوچ قوم جي هوت قبيلي مان هو)، ١٠. ڪجهہ، ٿورو، ١١. اڳتي، ويجهو، ١٢. چوي، ١٣. ڪجهہ بہ نہ، ١۴. کان، ١٥. رڳو، صرف، ١٦. بُرايون، ڏوهہ، قصور، ١٧. مهربانيون، لائقيون، ١٨. واپس ٿيءُ، ١٩. ڀاڄهارا، مهرابن، ٢٠. پرين، محبوب، ٢١. پلي ڪر= پلي ڪري ٿئو، بهتر ٿئو يا سنو ٿئو جو، ٢٢. منهنجو ٿئو، ٢٣. ناتو، واسطو، رشتو، ٢۴. رياست مڪران جو هڪ شهر جنهن ۾ سسئيءَ جو محبوب پنهون رهندو هو، ٢٥. مون ڏنو، ٢٦. ڪيچ جي ماڻهن کي، ٢٧. سُڌ، ڄاڻ، ٢٨. (شل) ٿئي يا پوي، ٢٩. ٻنُ، بنياد، پيڙهيءَ، آڪهہ، ٣٠. پنهونءَ کي، ٣١. ٿئي، ٣٢. شرمساري، ٣٣. ڳوٺ.

**(٢٨)**

ڪَڏهِين ڪَڏهِين[1] جيڏيُون[2]، ڪو پَهُه[3] اَچِئو پوءِ[4]،
سو پَڻِ سَاڙو[5] هوءِ، هِيءُ[6] جو سَاهُه[7] سَرِيرَ[8] ۾.

**(٢٩)**

سَسُئِيءَ کي سَاڙو، لِکِئو آهي لوحَ[9] ۾،
هوتَ[10] لَنگهِئو[11] هَاڙهو[12]، هِنَ[13] هَنجُون[14] هَارَڻُ[15] آيُون[16].

**٣٠**

اَجَا[17] رَاتِ رَتومِ[18]، ڪوڏِ[19] ڪوهِيَارِي[20] ڪَنجَرو[21]،
پينَرِ[22] پَجَايومِ[23]، سُيَاڻِي[24] سُورَنِ[25] سين.

**٣١**

سَرَتِيَنِ سَهِجَ[26] مَنجهَان[27]، تي ڪوڏِ وِرَاهِيَا[28] ڪَپِڙَا[29]،
تَنِ ڏِهِين مُنهِنجِيءَ مَاءَ[30]، تي پَهَڻَ[31] آڇِيَا[32] پَبَ[33] جَا.

**(٣٢)**

ڏَنَمِ[34] ڏونگَرِيَا[35]، هُيَسِ گهوري[36] جَنِ جي،
مُون لوڏَان[37] ئي لَڪِئَا[38]، اهَڙَا بَاروچَا[39]،

---

١. ڪنهن ڪنهن وقت، ٢. اي جيڏيون، اي سرتيون، ٣. خيال، ريجڪ، پُور، ۴ پوي، ۵. جلَ، پچَ، ڪامَ، باهه. ٦. تئي، ٧. پساهه، دم، ٨. جان، بدن، ٩. عرش تي رکيل ڦرهيءَ يا تختيءَ (جنهن ۾ هر هڪ ماڻهوءَ جو نصيب يا قسمت لکيل هوندي آهي)، ١٠. محبوب، پنهونءَ (سسئي جو محبوب پنهون بلوچ قوم جي هوت قبيلي مان هو)، ١١. پار ڪئو، اُڪرئو، ١٢. لس ٻيلي جي اولهه طرف هڪ جبل، ١٣. هن (سسئيءَ) کي، ١۴. لڙڪ يا ڳوڙها (اکين جا)، ١۵. وهائڻ، روئڻ، ١٦. پيئون، ١٧. تازو، اِجهو، ١٨. مون رتو يعني رنگ ڏيئي ڳاڙهو ڪئو، ١٩. ڪوڏ ۾، شوق ۾، سِڪَ ۾، ٢٠. ڪوهياري جي، ڪوهه يعني جبل جي رهاڪوءَ جي، ٢١. سينو ۽ اڌ پيٽ ڍڪيندڙ زنانو چولو، گج، ٢٢. اي پينر، اي اديون، ٢٣. مون، پچايو، مون پُسايو يا آلو ڪئو، ٢۴. صبوح سان سوير، ٢۵. ڏکن يا عذابن (جي سبب روئي)، ٢٦. خوشيءَ، ٢٧. وچان، سبب، ٢٨. تقسيم ڪئا، هڪ ٻئي کي پهرايا، ٢٩. جوڙا، وڳا، پوشاڪ، ٣٠. امڙ، ٣١. پٽر (پٽرن يعني جبل جو پنڌ يا مسافري)، ٣٢. ڏنا (ڏيج ۾)، ٣٣. هالار جبلن جي ڏاڪٽي قطار جو نالو، ٣۴. مون ڏنا، ٣۵. ڏونگر يعني جبل جا رهاڪو، ٣٦. ڳولائو، گهرجائو، ٣٧. لوڏ مان، هلڻ جي چال يا رفتار مان، هلڻيءَ مان، ٣٨. پروڙئا، سڃاتا، ٣٩. ٻروچ، بلوچ (پنهون ۽ ان جا ڀائر).

جيڪُسِ ڪوهِيَاراَ، مُون ڪَرَ لاَهُو آيا.

## ٣٣

مَرُ مَعذُورِ هُئَان، اَلاَ چَڱي مَ تِئان،
رِڙهَان ۽ رُئَان، پُنِي‌ءَ سَڳَرَ سَاٿَ جي.

## ٣٤

پَٽِي‌ءَ نَہ پيرونِ، اوڏِي‌ءَ چَڪَ نَہ چَمِئَا،
پويُون هِي پِيرونِ، نِينهُن نباهي هَلِئا.

### وائي

وَجِي وَجِي وِڻَڙِي تِتي، جِتِ پيرُ ڏِنائين پِريں‌ءَ جو،
پيرُ سُڄَاتَائين پِريں‌ءَ جو، مَنجهَان نِينهَن نِرتي،
هُو وَهِيَا وِٽَڪَارَ ڏِي، هِنَ پوري‌ءَ پَانِيَا هِتي،
جَنهِن چِيڙِي وِڏِيَسِ چِپَرِيَن، سو ڪوهِيَارو ڪِتي،
مَرِي رَهَندِيَسِ مَاڳَهِين، نَہ تَہ هَادي اچِ هِتي،
آمَان لِيمَان قُلَ قَارُوهَا، ڳَاڳَا رَاڳَا جِتي،
مُون کي چِڏي هَلِئَا، کَا پِيَن مَتي پِتي.

١. شايد، ٢. ڪوهہ يعني جبل جا رهاڪو (پنهون ۽ ان جا ڀائر)، ٣. منهنجا، ٤. خبر، سڌ، ٥. لهندڙ، ونندڙ، ٦. جڏي، بيمار، ٧. ٿيان، ٨. اي الله، ٩. تندرست، سگهي، ١٠. پنڌ ڪريان، هلان، ١١. پويان، ١٢. وِڳر، ڏَڻ، ولر، ١٣. (انُن جي) قافلي، ١٤. پٽي‌ءَ تي، پَٽَ يا ميدان تي، زمين تي، ١٥. انهن جي پير جو نشان، ١٦. ويجهي‌ءَ، ١٧. چَڪَ ۾، پسگردائي‌ءَ ۾، وسُنئَن ۾، ١٨. ترسئا، ٽڪئا، ١٩. آخري، پڇاڙي‌ءَ وارو، ٢٠. انهن جو پيرو يا دفعو، ٢١. پيارَ، محبت، ٢٢. جيهہ تائين پڄائي يا رسائي، پاري، ٢٣. ويئي، ٢٤. پيرَجو نشان، ٢٥. لڌائين، ٢٦. محبوب، پنهون‌ءَ، ٢٧. نينهن جي، ٢٨. نرت سان، جوت سان، روشني‌ءَ سان، ديد سان، ٢٩. وئا، ٣٠. لس ٻيلي ۾ هڪ جبل ۽ پڻ لس ٻيلي جي اتر اڀرندي طرف ڪيرٿر جبلن سان لڳ هڪ ڳوٺ، ٣١. موڳي‌ءَ موڙهل، وسوڙل، بي عقل، ٣٢. سمجهيا، ٣٣. چوري، جوش ڏياري، چڪي، ٣٤. چپرن ۾، جبلن ۾، ٣٥. صفا، بنهہ، بنهہ، ٺپ، ٣٦. اي هادي، اي رهبر، ٣٧. انبَ، ٣٨. ليار جهڙو جابلو ميوو، ٣٩. جابلو ميوي جو هڪ قسم، ٤٠. تي، ٤١. بدن جي معدي ۾ جيري جي پرسان سائي رنگ جي پاٿيٺ واري هڪ ڳوٿري‌ءَ (پِين مَتي پتي= دل تي اثر ٿين، غيرت يا ڪاوڙ اچي وين).

بِسمِ اللہِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُرُ حُسيني

## داستان نَائون

### ١

کَاتِيءَ[1] تَان نَہ کَهِين[2]، مَنُ[3] وِجُهلَڻَ[4] وَڍِئو[5]،
مَارِيَسِ[6] سُورَ[7] تَهِين، جو نَہ جِيَارِيِ[8] جيڏِيُونَ.

### ٢

کَاتِيءَ تَان نَہ کُنو[9]، مَنُ وِجهلَڻَ وَڍِئو،
جَنِي مَان[10] مُنو[11]، سي جَتَ[12] نَہ پَسَان جُوءِ[13] ۾.

### ٣

جِيءُ[14] مُنهِنجو جَنِ، اَنگڙِيَارو[15] وَڍِئو،
پُجَاڻَان[16] پِرِيَنِ[17]، سِبَان[18] سَجو[19] نَہ ٿِئي.

### ٤

ڏَاڍِي[20] لُڪَ[21] لَکَنِ[22] جِي، پَٽَنِ[23] پوءِ پَچَاءُ[24]،
چَپَرِ[25] کوسو[26] وَاءُ[27]، هَرِيَا[28] تو[29] نيڻَ[30] ٿِئَا.

---

١. حلال جانورن کهڻ يا ذبح ڪرڻ لاءِ رُک يا لوھ مان ٺهيل هڪ تکي اوزارَ، وڏيءَ ڇُريءَ، ٢. ڪنهن، ٣. دل، ۴. جهوريءَ، ڳڻتيءَ، فکر . ۵. ڪپيو، ٦. مونکي ماريو يا هلاڪ ڪئو، منهنجو ساھ ڪڍئو، ٧. درد، ٨. جيئرو يا زندھ رهڻ ڏي، ٩. قتل ڪئو، ذبح ڪئو. ١٠. مان کي، مون کي، ١. مصيبت ۾ يا جهوريءَ ۾ وڌو، آزار ۾ وڌو، ١٢. اوئي يعني سسئيءَ جو محبوب پنهون ۽ ان جا ڀائر، ١٣. مُلڪ، ڏيھ، آسپاس واري علائقي، ١۴. جان، جسم، منَ، ١۵. انگ انگ ڪري، عضوو عضوو ڪري، آڏو ابتو، ١٦. کان پوءِ، کان بعد، ١٧. محبوبن، ١٨. ڳنڍيان (سئيءَ سان)، ٽانڪيان، ٽوپو ڏيان، ١٩. صحيح ثابت، سالم، ٢٠. سخت، تڪليف ڏيندڙ، ٢١. گرم هوا، ٢٢. جبلن، ٢٣. پٽن ۾، ميدانن ۾، ٢۴. پوي، ٢۵. اوسَ، گرمي، تپت، اوسو، ٢٦. چپر ۾، جبل ۾، ٢٧. گرم، ٢٨. هوا، ٢٩. (لڙکن يا ڳوڙهن وهڻ ڪري)، آلا، ڀنل، تر، پُسيل، ٣٠. تنهنجا، ٣١. اکيون.

## ٥

اَجُ نمَاڻا[١] نيڻَ[٢]، ٻاجهارا[٣] ٻَروچ[٤] ري[٥]،
وِرهُه[٦] وَتيِنديَسِ[٧] ڪَنِ[٨] سين، نَه مُون[٩] سَڄَڻَ[١٠] نَه سيڻَ،
وَرِتَا[١١] ٿيئڙَمِ[١٢] وِٻڻَ[١٣]، پُنهُونءَ جا پَرديسَ[١٤] ۾.

## ٦

پُنهُونءَ پيرزَبُون[١٥]، گهَرِ[١٦] گُهَمندي[١٧] جي ڏنيُون[١٨]،
سي مَان[١٩] سيرزَبُون[٢٠]، نِتُ[٢١] نِهَارڻَ[٢٢] آيُون.

## ٧

تو جو ڏِنو پيرُ[٢٣]، سُڃاتُئي[٢٤] نَه سيڻَنِ جو،
ٻِئو پُڇَندِينءَ[٢٥] ڪيرُ[٢٦]، سوئي تو[٢٧] سُونهُون[٢٨] ٿِئو.

## ٨

اُٿي پَهُه[٢٩] پَروڙِ[٣٠]، سَاجُهرِ[٣١] سُپيرينِ[٣٢] جو،
ڏُونگرَ[٣٣] ڏِٽي ڏورِ[٣٤]، جِمَ[٣٥] وَڃَنئي[٣٦] نِڪري[٣٧].

## ٩

تَان[٣٨] وَانءُ[٣٩] لَڳي پيرِ[٤٠]، اوڏا[٤١] جَان[٤٢] لامُنِ[٤٣] ۾،

١. مايوس، ناميد، ويڳاڻا، غمگين. ٢. اکيون. ٣. ٻاجهہ يا رحم جي لائق. ٤. بلوچ يعني سسئيءَ جي محبوب پنهونءَ ٥. کان سواءِ. ٦. وڇوڙي يا فراق جو حال احوال. ٧. اوريندين، بيان ڪنديس. ٨. ڪنهن ٩. مون وٽ. ١٠. دوست، يار، سيڻ. ١١. ونڊرائيندڙ، رَيائيندڙ، مشغول رکندڙ. ١٢. مونکي ٿئا. ١٣. سخن، ٻولَ، قول، ڳالهيون. ١٤. پرڏيهہ، ڌاريُن ملڪ. ١٥. (آهستي آهستي ڪنيل) پيرَ، قدمَ. ١٦. گهر ۾. ١٧. ڦرندي يا ٿهلندي يا ويندي. ١٨. گهمايون. ١٩. مونکي. ٢٠. سيرَ، هنڌ، نشان، پيچرا، واٽون. ٢١. هر روز، وري وري. ٢٢. نهارڻ آيون= ڏسڻيون ٿيون پيون. ٢٣. پير جو نشان. ٢٤. تو سڃاتو، تو سهي ڪيو. ٢٥. جاچيندينءَ، ڳوليندينءَ، معلوم ڪندينءَ. ٢٦. ڪهڙو (ماڻهو). ٢٧. تنهنجو. ٢٨. رهنما، رهبر، واٽ ڏيکاريندڙ. ٢٩. پهو، پيچرو، رستو. ٣٠. سڃاڻ، ڏس، جاچ، ڳول. ٣١. سوير. ٣٢. پرين، محبوبن. ٣٣. ڏونگر جا، جبل جا. ٣٤. مالڪ. ٣٥. پري، ڏوراهان. ٣٦. متان. ٣٧. توکان وڃن. ٣٨. تيستائين. ٣٩. وڃُ. ٤٠. پيرَ سان، پيرجي نشان سان. ٤١. ويجها، قريب. ٤٢. جيستائين. ٤٣. (جبلن جي) دامن يا ڪسنِ يا پرپاسن.

جُ[1] پيٺا[2] ۾ ويڙهہ[3]، گهٽا هٽنديءَ هٿڙا#.

۱۰

لَڪَرِيازيون[4] آگريون، ٻاروچاٽو[5] پير،
اَچي پَسو جيڏيون، تازو پُنهونءَ پير،
ويچاريءَ سين وير[6]، جتن جيڏو[7] ئي ڪيو.

۱۱

لِڪيون[8] آن[9] لڳا، ڪِ[10] پَلَوَ[11] پانڌيَن[12] جا،
تُهان[13] گهٽيرو[14] ماءِ[15]، رُوندا اُوءِ رَتُ وئا.

۱۲

لِڪيون آن[16] پَرِ[17] لِڪَ[18]، ڪِ ڪوهيارا ورمئا[19]،
جني سنديءَ[20] سِڪَ[21]، رُنم[22] رات رَتَ[23] ڦُڙا[24]،

۱۳

لَڪَ[25] تُنهنجون ڳالهيون[26]، مون سين اونين اڳَ[27] ڪيون،
پَسي پشيمانيون[28]، هاڙهو[29] هيڪليون[30]،
واٽُون[31] ويهہ ٿيون، ڪوهہ[32] جاڻان ڪيهيءَ[33] وئا.

---

۱. جيڪڏهين، ۲. گهڙي وئا، داخل ٿئا، ۳. جهنگ ۾، #گهڻو ارمان يا افسوس ڪندينءَ، ۴. لڪِرياڙيون آگريون= لڪن يا جبلن جي رهاڪو ماڻهن جي پيرن جي آگرين جهڙيون آگريون، ۵. ٻاروچاٽو پير=ٻاروچن يعني ٻروچن يا بلوچن (جي پير) جهڙو ڊول يا نمونو، ٦. دشمني، ظلم، ۷. تمام وڏو، ۸. اي لڪيون، اي ننيڙيون ٽڪريون يا اي لڪن جا سوڙها لنگهہ يا پيچرا، ۹. آن کي، اوهان کي، ۱۰. ڇا، ۱۱. (جسم يا بدن جا) پاسا، بدن تي پيل ڪپڙن جا پاسا، ۱۲. واٽهڙن، پنڌ ڪندڙن (پنهونءَ ۽ ان جي ڀائرن)، ۱۳. تو کان، ۱۴. گهڻو، زيادهہ، ۱۵. اي ماءَ، اي جيجل، ١٦. آن جي، اوهان جي، ۱۷. پرسان، ۱۸. ذري برابر، ٿورو وقت، گهڙي پلڪ، ذرو ساعت، ۱۹. ترسيا، ٽڪيا، ۲۰.. جيءَ، ۲۱. سڪ ۾، محبت ۾، ۲۲. مون رنو، ۲۳. رت جا، ۲۴. قطرا، ڳوڙها، لڙڪ، ۲۵. اي لڪ، اي جبل، ۲٦. حڪايتون، حال احوال، ۲۷. پهريائين، ۲۸. پڇتاءُ ڪندڙ ٿيون، حيران يا وائڙيون ٿيون، ۲۹. هاڙهو جبل جيڪو لس ٻيلي جي اولهہ طرف آهي، ۳۰. اڪيليون، ٻنان ڪنهن سونهين يا هربر، ۳۱. رستا، گس، ۳۲. تمام گهڻيون، ۳۳. ڪوهہ ڄاڻان= خبر نہ آهي تہ، ۳۴. ڪهڙيءَ (واٽ) سان.

## ١۴

ڪوھ[1] جاڻان ڪوھ[2] ٿِئو، ڪيڏانهن[3] ٿِي وَڃان،
هَٿَ ڪَرائُون[4] اَڳِريُون، مُوڙِئو[5] سَڀِ پَڃان[6]،
پِيَنِ[7] گهَرِ[8] گِجانِ[9]، مُون هارِيءَ[10] هوتُ[11] وِڃايو[12].

## ١٥

بَڌو ڪِنهِن بَنڌاڻِ[13]، هِينئَڙو[14] هوتاڻِيَنِ[15] سين،
ڪا جا[16] پِيَسِ[17] ڪاڻِ[18]، نِبيرِيانسِ[19] نَ نِبِري.

## ١٦

هُوءَ جا گهوري[20] گهوٽَ[21] جي، تَنهِن ڪي چَرِي[22] چُونِ،
اُگهاڙيُون[23] آتڻَ[24] ۾، هوتَ پُڄاڻان[25] هُونِ[26]،
پَرا[27] تَنِي[28] پُونِ[29]، ڏِنو جَنِ اکيُنِ سين.

## ١٧

چانڪِ[30] آيُسِ آڳاهِين[31]، اُتهِين[32] اُپِيءَ[33] آهِيان،
پِرتِ[34] پَراهِين[35]، هاٽِي مَران[36] مَ جِيان.

---

١. ڪوھ جاڻان= خبر نہ ٿي پوي تہ، ٢. ڇا، ٣. ڪهڙي پاسي يا طرف، ۴. واحد ڪرائي= نونڻ ءِ هٿ جي وچ وارو ٻانهن جو حصو، ٥. مروٽيو، ورايو، ڀيٽو ڪئو، ٦. ٽوڙيان، ٽڪر ڪريان، ٧. ٻين جي، ٨. گهر ۾، گهرن ۾، ٩. گهنڊ گهڙيال، دهل دماما، ناچ ٽپا، خوشي، ١٠. هار ڪاڌل، ٻوريءَ، موڳيءَ، ١١. محبوب، پنهون (سسئيءَ جو محبوب پنهون بلوچ قوم جي هوت قبيلي مان هو)، ١٢. گنوايو، ١٣. بنڌاڻ سان، ٻنڌڻ سان، نوڙيءَ يا رسي ۾، انجام سان، ١۴. دل، ١٥. هوت قبيلي جي ماڻهن يعني پنهونءَ سين، ١٦. اهڙي، ١٧. هن (هينئڙي) کي پيئي، ١٨. محتاجي، گتي، غرض، ضرورت، گهرج، ١٩. آئون هن کي نبيريان يعني جدا ڪريان يا ڇنان (هوتن کان)، ٢٠. ڳولائو، طالبو، ٢١. محبوب (پنهونءَ)، ٢٢. مستاني، ديواني، ٢٣. بي پردي يا عيب ظاهر ٿيل عورتون، ٢۴. سٽ ڪتڻ جي جاءِ، گهر يا گهر جي اڱڻ، ٢٥. ڪانپوءِ، ڪان بعد، ٢٦. ٿين، ٢٧. سڏيون، خبرون، ٢٨. تني ڪان، ٢٩. پون، ٣٠. چوان تہ، سمجهان ٿي، ٣١. اڳيري، اڳتي، ٣٢. اتي ئي يعني ساڳيءَ پهرين جاءِ تي، ٣٣. بيٺي، ٣۴. محبت، پيار، ٣٥. دور، مشڪل حاصل ٿيندڙ، ٣٦. فنا ٿيندس.

## ١٨

ڪو جو[1] لَڳُسِ ڪَانُ[2]، آرِيءَ[3] جي عَشقَ[4] جو،
نِڪرِي ٿِي نِيشَانُ[5]، ڇَڏي[6] سَانگو[7] سَاهَہ[8] جو.

## ١٩

ڪو جو وَنُسِ[9] مينهُن[10]، آرِيءَ جي اُڪِيرَ[11] جو،
رَاتِيَان[12] روئي رَتَ[13] ڦُڙَا[14] سُکِ[15] نَہ سَارو[16] ڏِينهُن،
ٻَاروچَاڻُو[17] نِينهُن، مُنِيءَ[18] مَانُو[19] نَہ ٿِئي.

## ٢٠

ڪو جو آهِيسِ[20] ڪوڏُ[21]، ٻَاروچَاڻي سَڱَ[22] جو،
جي هُو چُونِسِ[23] ٻوڏُ[24]، تَہ جِيءُ[25] سُٺَائي[26] جَڳَ[27] ۾.

## (٢١)

وَرُ[28] ٻَاروچَاڻي ٻوڏُ، گهوري[29] جِيءُ ٻِيَنِ جي،
آهيمِ[30] جَنهِن جو ڪوڏُ، سو مَان[31] نَہ آربَاڻي[32] اَچي وَرِي[33].

## (٢٢)

لَکين[34] لوڙائُو[35]، سَهسين[36] آهِين سُڄَ[37] ۾،

١. اهڙو، ٢. تير، ٻاڻ، ٣. پنهونءَ (بلوچ قوم جيهوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ٤. محبت، نينهن، ٥. نيشان ٿي = ظاهر يا پڌري ٿي، نروارُ ٿي، ٦. ترڪ ڪري، ٧. آسرو، پرواهہ، خيال، ٨. جان، حياتيءَ، ٩. هن (سسئيءَ) تي وٺو يا وسيو، ١٠. برسات، بارش، ١١. سڪَ، پيارَ، محبت، ١٢. راتين جو، ١٣. رت جا، ١٤. قطرا، ڳوڙها، لڙڪ (روئي رت ڦڙا= تمام ڪهٽو يا زاروزار روئي)، ١٥. سڪَ ۾، آرام ۾، راحت ۾، ١٦. سڄو، ١٧. ٻاروچن جو، ٻروچڪو، ٻروچن يا بلوچن جو (پنهونءَ جو)، ١٨. منيءَ ڪي، دردن جي ماريل کي، ١٩. جهڪو، جهيڻو، گهٽ، ٢٠. هن کي آهي، ٢١. شوق، سِڪَ، عشق، ٢٢. ناتي، رشتي، مائٽيءَ، ٢٣. هن کي چَوَنِ، ٢٤. حقارت يا بيزاريءَ جي سبب جوابي لفظ، ڦوٽُ، روٽُ، ٢٥. سڏ جي جواب ۾ ڪم ايندڙ ادب وارو لفظ، ٢٦. ٻڌائي، ٢٧. جهان، جهان يا دنيا جي ماڻهن، ٢٨. بهتر، ڀلي، چڱي، ٢٩. ڪڏ يا ڪوهہ ۾پوي، ٻَن پوي، ٣٠. مونکي اهي، ٣١. مان نہ= شل، ٣٢. آري، ٣٣. موٽي، ٣٤. لکن جي تعداد ۾، تمام گهڻا، ٣٦. ڌاڙيل، ڦورو، رهزن، ٣٦. سون جي تعداد ۾، ٣٧. رڻ پٽ، بيابان.

بَــــرَ[1] ۾ بُـــورائُـــو[2]، ڪَـــنُ[3] پِـــيَـــادِي[4] پَـــانَ سَـــين.

**٢٣**

وَالِـيْ[5] وَجِـيِ[6] پَـسَـان[7] شَـالَ[8]، هِـيــڪَـرَ[9] هوتَ پُـنهُـونءَ[10] ڪـي،
جَـنـهِـنَ[11] ڪَـارِڻِ[12] جَـالَ[13]، هَـاريَـان[14] ٿِـي هَـنجُـنِ[15] ڪـي.

**٢٤**

وَجَـڻُ[16] تـــو[17] وَارِي[18]، پُـرِڻُ[19] پُـنـهُـونءَ[20] پُـٺ ۾[21]،
ڪَـرَهَـہ[22] ڪُـوهِـيَـارِي[23]، سُـنـتِـي[24] تـو[25] سَـبِ وِئَـا.

**٢٥**

هَـارِي[26] هِـنـيـون مَ[27] لـوڏِ، سُـڪـين[28] پُـونـديـنءَ[29] سَـسُـئِـي[30]،
ڪـوهِـيَـارو تـو ڪـوڏِ[31]، اَچـي ڪَـرَهَـہ قَـطَـارئُـو[32].

**٢٦**

ڪـوهِـيَـارو ٿِـي ڪَـاتُ[33]، مُـيـون مَـارَڻَ[34] آيـو،
هـوءِ مَـرُ[35] هـوتُ[36] حَـيَـاتُ[37]، آئُـون مُـيَـائِـي[38] تَـہ خُـوبُ[39] ٿِـي.

**٢٧**

ڪـوهِـيَـارو ڪَـارِيْ[40]، پَـنـڌَ[41] اَڙَانـگـا[42] پَـبَ[43] جَـا،

---

١. رڻ پٽ، بيابان، سُڃَ. ٢. اڳواڻ، سونهون، رستو يا راهہ ڏيکاريندر. ٣. ڳڌ وٺي هَلُ. ٤. اي پيادي، اي پيرين پنڌ هلندڙ. (سسئي). ٥. اي والي، اي ڌڻي، اي مالڪ. ٦. هلي، پنڌ ڪري. ٧. ڏسان. ٨. خدا ڪري. ٩. هڪ ڀيرو يا دفعو. ١٠. محبوب، پنهونءَ (سسئيءَ جو محبوب پنهون بلوچ قوم جي هوت قبيلي مان هو). ١١. جنهن جي. ١٢. لاءِ، واسطي. ١٣. تمام گهڻو. ١٤. وهايان. ١٥. (اکين جي) ڳوڙهن يا لڙڪن. ١٦. پنڌ ڪرڻ يا هلڻ. ١٧. تنهنجي. ١٨. واري ۾، نصيب يا قسمت ۾. ١٩. وڃڻ، هلڻ، پنڌ ڪرڻ. ٢٠. پنهونءَ جي. ٢١. پٺ ۾= پُٺيان، پويان. ٢٢. اٺَ. ٢٣. ڪوهياري جا. ڪوهہ يعني جبل جي رهاڪوءَ جا (پنهونءَ جا). ٢٤. سمهندي، سمهڻ واريءَ حالت، ننڊ ڪندي. ٢٥. تنهنجي. ٢٦. اي هاري، اي هارَ ڪاڌَلَ، اي موڳي يا بي عقل. ٢٧. دل. ٢٨. لاهہ. هار (هنيون مَ لوڏ= بي همت نہ ٿيءُ، همت نہ هار). ٢٩. سکن ۾، راحتن ۾. ٣٠. پونديءَ. ٣١. ڪوڏ ۾، سِڪَ يا شوق ۾. ٣٢. ڪاهيو (قطار ۾). ٣٣. گوشت وڍڻ لاءِ رڪ يا لوهہ جي هڪ وڏي ڪاتي يا ڇُري. ٣٤. عشق جي درد جون ماريل يا فنا ڪيل. ٣٥. مجي. ٣٦. پِل. ٣٧. زندهہ، جيئرو. ٣٨. مُيَس، مري وييس. ٣٩. چڱي، سٺي، بهتر. ٤٠. ڪرائي. ٤١. سفرَ. ٤٢. ڏکيا، اوکا، اهنجا، تکليف ڏيندڙ. ٤٣. پبُ جبل جيڪو هالار جبل جي ڏکڻ ۾ آهي.

سي ڏيهه[1] ڏيکاري[2]، جي اڳ[3] نه ڏٺا ڪڏهين.

(٢٨)

ڪُنِيَس[4] ڪوهِياران[5]، هاڻِ[6] نه جِيان[7] جيڏيون[8]،
جي وِرُونهڻ[9] وارا[10]، سي وَڃن جَت[11] جَڏي[12] ڪِئو.

٢٩

ڪُنِيَس ڪوهياري، ڪِينَ جِيان ٿِي جيڏيون،
مادَرِ[13] وِڌِيَس[14] مَچ[15] ۾، ٻاروچي[16] ٻاري[17]،
مُيُون[18] جو ماري[19]، سو مان[20] گُوندَرُ[21] گَڏِئو[22].

٣٠

ڪوهِيارو ڪيٺان[23]، ڪيڻ[24] وَڃي ڪاڏي وَڃان،
مُون پانيو[25] سيٺان[26]، ڇَپَرِ[27] ڪَنديس پَنڌڙا[28].

٣١

صَدا[29] وِڌيَمِ[30] سُور[31] جي، اڳيان ڪوهِياري[32]،
جو نَجَسُ[33] نِڪاري[34]، سو پُنهُون وِڌمِ[35] پاندَ[36] ۾.

---

١. مُلڪَ. ٢. پَسائي. ٣. پهرين (هن وقت کان). ۴. مونکي ڪُٺو يا قتل ڪئو. مونکي مارئو يا فنا يا برباد ڪئو. ٥. ڪوهيارن، ڪوهه يا جبل جي رهاڪن (پنهونءَ). ٦. هن کانپوءِ. ٧. جيئري يا زنده رهنديس. ٨. اي جيڏيون، اي سرتيون. ٩. ريجهه رهاڻ. ١٠. ڪندڙ. ١١. اوٺي (پنهون ۽ ان جا پائر). ١٢. معذور، لاچار، بيمار. ١٣. اي مادر، اي امڙ. ١۴. مونکي وڌو، مونکي اڇليو. ١٥. باهه، آڳ. ١٦. ٻروچ، بلوچ (پنهون). ١٧. ساڙي، جَلائي. ١٨. عشق جي درد جون ماريلون. ١٩. فنا يا برباد ڪري. ٢٠. مان کي، مون کي. ٢١. غمَ. ٢٢. مِلئو (نصيب ۾)، سامهون آيو. ٢٣. انهن سان (گڏ). ٢۴. ڪيڏانهن، ڪاڏي، ڪهڙي طرف. ٢٥. سمجهيو، خيال ڪئو. ٢٦. ساٿن، انهن سان. ٢٧. ڇپر ۾، جبل ۾. ٢٨. مسافريون. ٢٩. سوال، عرض. ٣٠. مون وڌي، مون ڪئي. ٣١. سور يا درد ڏيڻ. ٣٢. ڪوهياري جي. ٣٣. نجاست، ميرائي، گدلائي، ناپاڪائي، پليتي، سَئُنَ. ٣۴. صاف يا اوجل ڪري. ٣٥. مون وڌو، مون ورتو. ٣٦. پلئه، دامن، جهوليءَ.

## ۳۲

چَپَرَ[1] چِنَا[2] پيرَ[3]، هَلِيَ[4] هَلِي مَاءِ[5]،
ڪوهِيَارِي[6] جِي ڪَا[7]، ڳِنهو[8] پُٺَان[9] ڳالَهڙِي[10].

## ۳۳

چَپَرَ پيرَ چِنَامِ[11]، آئُون ڪِنهَن[12] پَرِ[13] هَلان ڪيچَ[14] ڏي،
ڏيرَنِ[15] ڏُکَ[16] ڏِنَامِ[17]، ڪِينَ ڏُکويَسِ[18] ڏونگَرين[19].

## ۳۴

چُلَنديَسِ[20] سَبِ چَپَرُ، پُنِيءَ[21] پيرِ[22] پُنهُونءَ جي،
سيڻَنِ[23] لاءِ[24] سَفَرُ[25]، وَٽيمِ[26] ويلَ[27] سَبَ ڪَنهن.

## ۳۵

چَپَرَ چُلِي[28] جي[29]، مَرِيَن[30] مُنڌَ[31] مَارَڳَ[32] مِ،
قَدَرُ[33] ڪيچِيَنِ[34] ڪي، پَئي تُنهنجي پَنڌَ جو.

## ۳٦

سُتيءَ[35] سي نَه سِيَاءَ[36]، جي ڪوهِيَارا ڪيچَ جا،
اَنگهَنِ[37] چَڙهِئو آءُ، جَان[38] نَالو ڳيڙءِ[39] نينهَن[40] جو.

---

۱. چپر ۾. جبل ۾. ۲. (مون) ڦٽيا يا زخمي ڪيا. ۳. قدم. ۴. هلي هلي= پنڌ ڪري. ۵. اي ما . اي امڙ. ٦. ڪوهه يعني جبل جي رهاڪوءَ (پنهونءَ). ۷. هڪڙي. ۸. ڪٿئو. ۹. ڳهمان، ڦران، هلان. ۱۰. پچار، تات، ياد. ۱۱. مون چنا. ۱۲. ڪهڙيءَ. ۱۳. ريت، طرح. ۱۴. رياست مڪران جو هڪ شهر جنهن ۾ سسئيءَ جو محبوب پنهون رهندو هو. ۱۵. مڙس (پنهونءَ) جي ڀائرن. ۱٦. تڪليفون. ۱۷. مونکي ڏنا. ۱۸. مونکي ڏک ڏنو. ۱۹. جبلن. ۲۰. جهاڳينديس يا لتاڙينديس (ڊوڙون يا ستون ڏيئي). ۲۱. پٺيان. ۲۲. پير جي نشان جي. ۲۳. دوستن، سڄڻن. ۲۴. واسطي، ڪاڻ. ۲۵. مسافري، پنڌ. ۲٦. مون وٽئو، مون اختيار ڪئو. ۲۷. مهل، دير، وقت. ۲۸. ڊوڙون پائي، ستون ڏيئي. ۲۹. جيڪڏهين. ۳۰. دم يا ساهه ڏيئين، فوتَ ٿيئن. ۳۱. اي منڌ. اي زال يا عورت (سسئي). ۳۲. وات، رستي. ۳۳. پروڙ، ڄاڻ، احساسَ، اندازو. ۳۴. ڪيچ جي رهاڪن (پنهونءَ ۽ ان جي ڀائرن). ۳۵. سُتيءَ يا سُتَلَ جا. ننڊ ڪندڙ جا. ۳٦. مائٽ، عزيز، سڱيٽا. ۳۷. انگهن تي. وڻ يا سڪل ڪاٺ جي نوڪدار يا وريل ڪنين تي (جن ۾ ڪٺل جانورن کي ٽنگي کل لاهبي آهي ۽ جسم جا ٽڪر ۽ گوشت وڍبو آهي). ۳۸. جيڪڏهين. ۳۹. تو ڳيڙو، تو ڳڏو، تو ورتو (نالو ڳيڙءِ= چراند يا حرڪت ڪيئي). ۴۰. عشق.

## ٣٧

مَـتَـانْ جِـيءُ جَـتَـنِ، گـھـورِئـو گـھـوري سَـسُـئـي،

پَـاڙِيْ جِـي پُـنْـھُـونءَ جَـا، ڪَـارُوْن ڪَـري ڪـي تَـنِ،

ڪـيـچِ مَـتَـان ڪَـا ڪَـنِ، بـيْ شُـڪـرِي پَـنـيـورَ جـي.

وائي

وَسَـان تـيْ وِيـيَـاسِ، آيَـلِ آيَـلِ لَـگُـمِ بَـاڻُ بَـروچَ جـو،

آھـي آرِيءَ آسَـري، نَـڪـو پِـيءُ نَـہ مَـاسِ،

پُـرِزَا پَـبَ وَرَنِ ۾، پِـٿُـون ٿِـي پِـيَـاسِ،

تَـہ پَـڻِ ڪَـادِو ڪـيـچَ ڏي، تـوڙنـي مَـاءَ مُـيَـاسِ،

آيَـمِ اَنـڌي لـوڪَ سِيـن، مُـنـي آئُـون مُـنـيَـاسِ،

پِـئُـمِ وِڇُ وِصَـالَ ۾، سَـنـجـھـيْ آئُـون سُـتِـيَـاسِ،

پـيـيـمِ پُـنْـھُـونءَ جَـامَ سِين، ڪُـنِـيءَ آئُـون ڪُـنِـيَـاسِ،

اَلاَ اُنِ مَ وِسَـرَانِ، ڏِنـي جَـنِ جـيَـاسِ،

پَـاڻُ وِجَـايُـمِ پـيـرَ تـي، چُـتِـي آئُـون چُـتِـيَـاسِ،

پِـيـيَـسِ وَرِ وِصَـالَ جـي، جَـانـڪـيـتَـان جِـيَـاسِ.

---

١. تان، ٢. جند، جان، جسم، ٣. اوٺين (سسئيءَ جي محبوب پنھون ۽ ان جي ڀائرن)، ٤. قربان يا صدقو ڪرئو، ٥. نوڪر، ٻانها، ٦. منٿون، ٧. ڪيچ ۾ (ڪيچ رياست مڪران جو ھڪ شھر آھي جتي پنھون رھندو ھو)، ٨. شڪايت، ناشڪري، ٩. ٺٽي ضلعي ۾ گھاري جي ڳوٺ کان اٽڪل ٻہ ميل پري ھڪ شھر جتي سسئي رھندي ھئي)، ١٠. وس کان، قبضي کان، اختيار کان، ١١. انھيءَ ڪري، ١٢. آئون وٺي يا نڪتي، ١٣. اي آيل، اي امڙ، ١٤. مون کي لڳو، ١٥. تير، ڪان، ١٦. ھن جي ماءُ، ١٧. ذرا، ڦٿون، ١٨. رستن، پيچرن، ١٩. آئون پيس، ٢٠. چڪ، ڪشش، ٢١. جيتوڻيڪ، اگرچ، ٢٢. آئون مري يا فوت ٿي وڃان، ٢٣. مونکي گذارڻو يا نباھڻو پئو، ٢٤. جاھل، گمراھہ، ٻليل، ناشناس، ٢٥. ماٺھن، ٢٦. نياڳي، ندوري، بدقسمت، ٢٧. آئون مصيبت ۾ ڦاسي ويس، ٢٨. مونکي پئو، ٢٩. وڇوڙو، جدائي، ٣٠. ميلاپ، گڏجاڻيءَ، ٣١. سنجھي جي مھلِ، سج لھڻ مھل، ٣٢. آئون سمھي رھيس، ٣٣. مون کي واسطو پئو، ٣٤. آجي يعني آزاد ٿيس.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيمِ

# سُر حُسيني

## داستان ڏهون

(١)

رُڳو[١] رَنجائو[٢]، سُپريَان[٣] جي ڳالهَڙي[٤]،
ڏُونگر[٥] ڏولائو[٦]، ڏِينَدا مُون[٧] ڏير[٨] وِتا.

(٢)

ڏُونگر[٩] تَان[١٠] پيلي[١١]، ڏِجي بَنِ[١٢] پيلين ري[١٣]،
سَاڪيئن[١٤] وِهي[١٥] ويسري[١٦]، سُورن[١٧] سَهيلي[١٨]،
چوٽي[١٩] چَنبيلي[٢٠]، جيئن تيئن[٢١] جهاڳي[٢٢] اُڪتي[٢٣].

٣

پيلين ڏَاران[٢٤] بَنِ، ڏجي ڏُونگر جيڏيُون[٢٥]،
وِڏيس[٢٦] وَراڪن[٢٧] ۾، ڪيرائي ڪَهُن[٢٨]،
تيس مَنجهان تَنِ[٢٩]، پيئون پُڇائين[٣٠] جي.

---

١. نسورو، نلو، فقط، صفا، ٢. رنجَ، ڏکَ، ٣. پرينءَ، محبوب، ٤. پچار، تات، ڳالهہ ٻولهہ، ٥. ڏونگر ۾، جبل ۾، ٦. تڪليف، اهنج، ڏکَ، ٧. مونکي، ٨. مڙس (پنهونءَ) جا ڀائرَ، ٩. ڏونگر هجي، ١٠. تہ، ١١. ساٿي، همراهَ، رفيق، ١٢. ٻنَ ۾، کوهہ يا کڏ ۾، ١٣. کان سواءِ، ١٤. ڇو، ڪهڙي طرح، ڪهڙي سبب، ١٥. رهي، ترسي، ١٦. غافِل، سستَ، ١٧. سورن جي، ١٨. سنگتياڻي، رفيق، ١٩. جبل جي چوٽي، جبل جو مٿيون سطحَ، ٢٠. ٻانهي، گولي (سسئي)، ٢١. جيئن تيئن= ڪنهن بہ طرح يا نموني، ڇڪي تاڻي، مس مس، ٢٢. لتاڙي، پار ڪري، ٢٣. نڪتي، اُڪري وئي، ٢٤. ڪان سواءِ، ٢٥. اي جيڏيون،اي سرَتيون، ٢٦. مونکي وڌو يا ڦاسايو، ٢٧. جبل جي ور وڪڙ يا پيچدار رستن، ٢٨. ڪشالن، ڏولائن، ڏاڪڙن، وڏن يعني طويل پنڌن، ٢٩. آئون ٿي، ٣٠. ڳولين (محبوب کي).

### ۴

ڏُونگرُ ڏَنَا[1] نُوڻِ[2]، مُون پَارڪُو[3] پُڇِئَا[4]،
هيڪَلِيُون[5] هَلَنِ[6] جي، تَاڪُنِ[7] سَنڌِي[8] تُوڻِ[9]،
اِيءَ[10] اَڙَانگِي[11] پُوڻِ[12]، سُونهَنِ[13] رِءَ نَه سُتِرِي[14].

### ۵

چَپَرَ[15] جَا سِينگَارَ[16]، وَارِجِ[17] وَاڳَ[18] فَقِيرَ[19] تي،
ڏُونگَرُ تُهَان[20] ڏَارَ[21]، مُون سين جَبَلُ تو جَاڙُون[22] ڪَري.

### ٦

چَپَرَ جَا سُونهَان، وَارِجِ وَاڳَ فَقِيرَ تي،
دَردَ[23] جَا ڏُونهَان[24]، مُون[25] مَارِيندَا[26] مُوٽُ[27] تُون.

### ۷

اَديُون[28] آرِيچَنِ[29] ڏي، چَپَرِ[30] وِيندِيَسِ[31] چُو نَه[32]،
مَحرَمُ[33] مُنهِنجي حَالَ جو[34]، بِنَان[35] ڪيچِيَنِ[36] ڪُو نَه[37]،
جيڏِيُون[38] ڙِي جيڏُونِ[39]، سُورُ پِرَايُمِ[40] سَنگَ[41] مَان.

---

١. جبلُ. ٢. ڏَنا نوڻ= مٿي هيٺ، مٿاهون هيٺاهون. ٣. ڄاڻو، ڏاها، سُونهان. ۴. ڳوليا. ۵. اڪيليون. ٦. پنڌ يا سفر ڪن. ۷. تڪيندڙن، حريصن. شڪار جي تاڙ ۾ ويٺل ماڻهن يا جانورن. ٨. جي. ٩. ڪاڏو، ڪاڄ، ڦوٽَ. ١٠. هيءَ. ١١. ڏکي، مشڪل، اڻائي. ١٢. زمين، مسافري. ١٣. ڪان سواءِ. ١۴. آسانُ، سولي. ١۵. جبل. ١٦. سُونهَن، زيبَ، زينتَ (پنهون). ١۷. ڦيرائج، ورائج، موٽائج. ١٨. (اٺ جي) مهار، اٺ کي هلائڻ لاءِ نڪ ۾ پيل نوڙي يا رسي. ١٩. فقيرياڻيءَ، غريب، مسڪين، محتاج. ٢٠. توڪان. ٢١. سواءِ. ٢٢. ڏاڍايون. ظلم. تعدي. ٢٣. سورَ. ڏک. تڪليفون. ٢۴. واحد دونهون= باهہ مان نڪتل ڪاري هوا، دُود. بُخارُ پر هتي باهہ جي معنيٰ ڏيندي. ٢۵. مونکي. ٢٦. فنا يا تباهہ ڪندا. ٢۷. واپس اچ. ٢٨. اي اديون، اي ڀينر. ٢٩. آريءَ جي اولاد يعني پنهون ۽ ان جي ڀائرن (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو. سسئيءَ جو محبوب پنهون هوت قبيلي مان هو). ٣٠. چپر ۾. ٣١. آئون ويندي. ٣٢. ڇو نہ= ضرور. ٣٣. رازدار، واقف. ٣۴. حالت. گت. ڪيفيت. ماجرا. ٣۵. سواءِ. ٣٦. ڪيچ جي رهاڪن يعني پنهون ۽ انجي ڀائرن (ڪيچ رياست مڪران جو هڪ شهر آهي=. پنهون ان شهر جو رهاڪو هو). ٣۷. ڪوبہ هڪڙو. ٣٨. اي جيڏيون. اي سرتيون. ٣٩. تمام وڏو. ۴٠. مون پرايو يا حاصل ڪئو. ۴١. ناتي يا سنگت.

### ٨

کِينَ[1] سَهَان[2] تِي سُپِرين[3]، چِپَر[4] جُون چِولُون[5]،
مَتَان مُون کي چِڏِين[6]، آرِيَاڻي[7] اولُون[8]،
ٻَانڀِڻِ[9] سين ٻولُون[10]، پِرِين[11] پَارِجِ[12] پَاڻهِنجُون.

### ٩

وِهين[13] ۾ ويلاَ[14] کَرِين، پُڇين[15] تِي پَانڌِي[16]،
هَارِي[17] هيڪَانڌِي[18]، کَنهِن پَرِ[19] تِينڌِينءَ[20] هوتَ[21] سين.

### ١٠

وِهين ۾ ويلاَ کَرِين، سَڏِين[22] سَانگَاتُو[23]،
آرِي آپَاتُو[24]، تو سين سُونهي[25] نَه سَسُئِي.

### ١١

وِهين ۾ ويلاَ کَرِين، اِيءَ نَه اُکَنڊَ[26] آهِه،
سي لاڳَاپَا[27] ئِي لاَهِه[28]، اوربَان[29] اُپِيَارِين[30] جي.

### ١٢

لاڳَاپَا لاَهِه، لَحظِي[31] ۾ لطيف رح چَئِي،

---

١. تَم، ٢. برداشت ڪريان، ٣. اي سپرين، اي پرين، اي محبوب، ٤. جبلَ، ٥. ستون، لوڏا اٿلون پٿلون. ٦. پري ڪرين، ٧. اي آري، اي پنهون (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ٨. اولي ڪان، اَجهي يا پناهه ڪان، ڍڪ يا پردي ڪان، ٩. ٻانڀڻ يعني برهمڻ زال (سسئيءَ)، ١٠. ٻولَ، انجامَ، قولَ. ١١. اي پرين، اي محبوب، ١٢. پورا ڪج، ١٣.هڪ جاءِ يا هنڌ تي ويٺي آهين،، ١٤. ويلا ڪرين= دير ڪرين، اجايو وقت وڃائين، ١٥. دريافت ڪرين، ١٦. پنڌ ڪندڙ، واٽهڙو، مسافر، ١٧. اي هارَ ڪاڏل، موڳي، بي عقل يا اياڻي، ١٨. ١٩. گڏ، ١٨. ... ٢٠. ريت، نموني، ٢١. محبوب، پنهونءَ، ٢٢. ڪوئين، طلبين، پڪارين، ٢٣. واٽهڙو، سنگتي، رفيق، ٢٤. ڏاريون، ٻيءَ ڏاڏي جي ماٽيءَ ڪان ٻاهر، ٻيءَ نَکَ مان، ٢٥. ٺهي، برابريءَ ۾ اچي، ٢٦. سِڪَ، محبت، ٢٧. ناتا، واسطا، تعلق، ٢٨. ختم ڪر، ٢٩. منزل مقصود ڪان اوري، ٣٠. بيهارين، روڪين، ٣١. گهڙيءَ پلڪَ، ساعت کِنَ.

تهان پوءِ پُڇاءِ، پِريان سندو پيچرو.

۱۳

لَڳينءَ لاڳاپي، پوري مُنڌَ پنيورَ جي،
پرين وِڃايئي تي، ڏُکي ڏوريين ڏونگرين.

۱۴

لُونيَس لاڳاپنِ، نَنڌَ نهوڙيَس جيڏيُون،
سَجڻ ڏونگرَ چوٽيين، آڏا سيلهه سُجَنِ،
سي ڪيئن پِرين پسن، جَنِي نيرُ ننگَ جو.

۱۵

لُونيَس لاڳاپنِ، نَنگَ نهوڙيَس جيڏيُون،
ڪُوڙنِ آسانگنِ، پنڌان ڪاريَس پِرينءَ جي.

۱۶

لُڪَنِ ۾ لَڪَنِ، جَرَ جَراتي سَسُئي،
ڪارڻ ڪوهيارنِ، مَرُ تي چڙهي چوٽيين.

---

۱. تنهن کان، ۲. معلوم ڪر، ڳول، ۴.هيرينءَ، محبوب، ۴. جو، ۵. ڳس، واٽ، رستو، ٦. لاڳاپي تي، آسري تي، ڀروسي تي، ۷. اي ڀوري، اي بي عقل، ۸. عورت، زال (سسئيءَ)، ۹. ڀنڀور جي ماڻهن (ڀنڀور جو شهر جنهن ۾ سسئي رهندي هئي، ٺٽي ضلعي ۾ گهاري جي ڳوٺ کان اٽڪل ۾ ميل پري آهي)، ۱۰. محبوبَ، ۱۱. تو گنوايو، تو وڃايو، ۱۲. انهيءَ ڪري، انهيءَ سبب، ۱۳. اي ڏکي، اي ڏک جي ماريل، اي سور جي ستايل، ۱۴. ڳولين، ووڙيين، ۱۵. ڏونگرن ۾، جبلن ۾، ۱٦. مونکي لوڻو ڪيو، مونکي بدحال يا برباد ڪئو، ۱۷. ناتن، واسطن، تعلقن، ۱۸. سمهڻ واريءَ حالت، ۱۹. مونکي نهوڙيو، چٽ يا برباد يا تباهه ڪئو (مونکي)، ۲۰. اي جيڏيون، اي سرتيون، ۲۱. يارَ، دوست، پرين، ۲۲. ڏونگر جي، ۲۳. چوٽين تي، مٿاهين سطح تي، ۲۴. اڳيان، سامهون، ۲۵. سوريون يعني ڀالن ۽ نيزن جي مثال اڀيون ۽ اوچيون ٽڪريون، اٿاهان جبلَ، ڪرڙا ياڙانگا پهاڙ، ۲٦. ٻڌجن، ۲۷. ڪهڙيءَ طرح، ۲۸. ڏسن، ۲۹. جني ڪي، ۳۰. زنجير، بَندَ، ۳۱. ناموس، حياءُ، شرم، غيرت، عزازت، مٺي مائٽيءَ، ۳۲. ڪوڙن، بي بنياد، دولاب آميز، ۳۳. آسرن، اميدن، ۳۴. پنڌ کان، وڃڻ کان، ۳۵. مونکي ڪاريو، مونکي ڪوڙي ڪئو يا سيڙايو، ۳٦. ڪوسين يا گرم هوائن، ۳۷. جبلن، ۳۸. (عشق جي باهه جيءَ جيءَ، تؤَ، سيڪَ، ۳۹. جَلائي، ساڙي، ۴۰. واسطي، لاءِ، ۴۱. ڪوهه يعني جبل جي رهاڪن (پنهونءَ ۽ ان جي ڀائرن)، ۴۲. ڀَلِ، ۴۳. جبلن جي چوٽين تي، جبلن تي.

## ١٧

چَانڪِ[1] چَڙهَندِيَس چوٽِيِن[2]، پَاٽَان[3] لُونِيَسِ[4] لَڪَ[5]،
سُپِيرِيَان[6] جَا سُڪَ[7]، ڪوهُہ[8] جَاٽَان ڪَنِ[9] تَئا.

## ١٨

آئُون تِي چَڙهَان چوٽِيِن، وَرَڻُ[10] هُوءِ[11] نَہ هوءِ،
پَاڙِيچِي[12] پَرِتوءِ[13]، نِمَاڻِيءَ[14] جو نِجهرو[15].

## ١٩

قَدُ بَذِي[16] تُون ڪِيِنَ، پَهچَندِيءَ[17] پُنهُونءَ[18] سين[19]،
جي سِينُو سَاهِين سَسُئِي، تِين تَهوَارُون[20] تِينَ[21]،
مُنِي[22] تِيءُ مِسڪِينَ[23]، حُجَتَ[24] هُوتُ[25] وِجَايو[26].

## ٢٠

چِڏِيمِ[27] حُجَ هَلَڻَ[28] جِي، چَاڙِهِيڪَنِ[29] چَڙِهِي،
آڙِيڪَنِ[30] اَڙِي[31]، پِيِيمِ[32] هوتَ پُنهُونءَ سين.

## ٢١

چَڏِيمِ حُجَ هَلَڻَ جِي، چَکِئَمِ[33] چَاڙِهِيڪَا،

---

١. مون پانيو تہ، مون سمجهيو تہ، منهنجي ليکي تہ. ٢. (جبل جي) چوٽين تي يا مٿانهين سطحن تي، جبلن تي. ٣. ويتر، اٽلندو. ٤. مونکي لوڻو ڪئو، مونکي بدحال يا برباد ڪئو يا جلايو. ٥. جبل. ٦. پرينءَ، محبوبَ. ٧. سهنجَ، سولايون. ٨. ڪوهہ جاٽان= مونکي جاڻ يا خبر نہ آهي. ٩. ڪَنِ سان، ڪنهن سان. ١٠. موٽڻ، واپس ٿيڻ. ١١. ٿئي. ١٢. اي پاڙي واري، اي محلي ۾ رهندڙ. ١٣. توکي پرتو، توکي سپرد ڪريان ٿي يا تنهنجي حوالي ڪريان ٿي. ١٤. غريب، مسڪين، عاجز. ١٥. گهرَ. ١٦. قد بذي= سينو ساهي، سرڪشي ڪري، ضد ڪري، حجت هلائي. ١٧. اصل نہ، بنهہ نہ. ١٨. ملندينءَ، برابر يا هڪ جهڙي ٿيندينءَ. ١٩. سسئيءَ جي محبوب جو نالو. ٢٠. تهارون، ڇيهون ڇيهون، پرزا پرزا. ٢١. ڇو نہ، ضرور. ٢٢. اي مني، اي مٺل، اي مصيبت جي ماريل. ٢٣. نماڻي، غريب، ضد کان خالي. ٢٤. دعويداريءَ، حُجَ، حقداريءَ، گستاخيءَ. ٢٥. محبوب، پنهون (سسئيءَ جو محبوب پنهون بلوچ قوم جي هوت قبيلي مان هو). ٢٦. گنوايو. ٢٧. مون ڇڏي، مون ترڪ ڪئي. ٢٨. پنڌ. ٢٩. چاڙهيڪن تي، جبل جي چاڙهين تي يا چوٽين تي. ٣٠. آڙيڪن ۾ (محبت جي) پيچن ۾. ٣١. ڦاسي. ٣٢. مونکي پيو (واسطو). ٣٣. مون چکئا يا آزمايا.

اَديُون[١] آڙِيڪا[٢] هِينئَڙي[٣] پِئا هوتَ[٤] سين.

٢٢

چَڏيَمِ[٥] حُجَ[٦] هَلَڻَ[٧] جي، چاڙهيڪا[٨] چَڪئامِ[٩]،
آرِياڻيءَ[١٠] جي آسَري[١١]، ڏُونگرِ[١٢] ڏِينهَن[١٣] لَڳامِ[١٤]،
پُڇِجِ[١٥] پِرِين[١٦] سَندامِ[١٧]، وِرتِيَسِ[١٨] وِکَ[١٩] نَہ اُپِڙي[٢٠].

٢٣

وِرتِيَسِ وِکَ نَہ اُپِڙي، اَجُ آرِياڻي آءُ،
چُڪِيءَ[٢١] تو سين چاهُہ[٢٢]، پاسي[٢٣] پَرِ[٢٤] پيئي رِڙهي[٢٥].

(٢٤)

جيڏِيُون[٢٦] جي[٢٧] مَان[٢٨] وِسَهو[٢٩]، تَہ ڪِينَ[٣٠] سُبيلي[٣١] سُکُ[٣٢]،
بَرُ[٣٣] بُورائُو[٣٤] تَنِ جو، ڏُونگرِ جَني[٣٥] ڏُکُ[٣٦]،
آرِيءَ جو اَهُکُ[٣٧]، رَهنُما[٣٨] راهَ[٣٩] تِئو.

٢٥

بَرِي[٤٠] تَہ بيلي گهَٽا، سَاٿي پُڇي سُکُ،
رَفاقَت[٤١] رِجُنِ[٤٢] ۾، ڏُونگرِ ڪَري ڏُکُ.

---

١. اي اديون، اي ڀينر، ٢. (محبت جا) پيچ، ٣. هينئڙي کي، دل کي، ٤. محبوب، پنهون (سسئيءَ جو محبوب پنهون بلوچ قوم جي هوت قبيلي مان هو)، ٥. مون ڇڏي يا ترڪ ڪئي، ٦. دعويداري، حقداري، ڀروسو، ٧. پنڌ، ٨. جبلن جون چاڙهيون، ٩. مون چکئا يا آزمايا، ١٠. آريءَ، پنهونءَ (هوت قبيلي جي سردار جو لقب آريِ هو، پنهون هوت قبيلي جو هو)، ١١. آسري تي، ڀروسي تي، ١٢. ڏونگر ۾، جبل ۾، ١٣. گهڻو وقت، ١٤. مونکي لڳا، ١٥. خبر يا سارَ لهج، ١٦. اي پرين يا محبوبَ، ١٧. منهنجا، ١٨. آئون ورچي پئي آهيان يا ٿڪجي پئي آهيان، ١٩. قدمُ (هلڻ يا پنڌ ڪرڻ وقت پنهي پيرن جي وچ وارو مفاصلو)، ٢٠. ڪجي، پڄي، اڳتي هلي يا وڌي، ٢١. ڇُڪيءَ جو، ٿڪل جو، ٢٢. قربُ، پيارُ، ٢٣. بدن جي پاڳي يا پهلوءَ، ٢٤. سان، ذريعي، ٢٥. سري، هلي، ٢٦. اي جڏيون، اي سرتيون، ٢٧. جيڪڏهين، ٢٨. مون تي، ٢٩. اعتبار ڪريو، ٣٠. هرگز نہ، بنهہ نہ، ٣١. سنو بيلي يامددگارُ، ساٿي، همراهُ، ٣٢. آرامُ، راحت، ٣٣. رڻ پٽَ، سُڃَ، بيابانُ، ٣٤. سونهون، رهبر، اڳواڻ، مددگارُ، ٣٥. جني کي، ٣٦. تڪليف، دشواري، ٣٧. اهنج، ڏُکُ، غم، ٣٨. سونهون، رهبر، ٣٩. راهہ جو، رستي جو، ٤٠. (عشق جي) باهہ، مصيبت، ٤١. همراهي، مدد، دوستي، ياري، ٤٢. رڻ پٽن، بيابانن.

آرِيءَ[1] جو اَهُڃُ[2]، رَهنُمَا[3] راهَہ[4] تِئو.

## ٢٦

بَرِي[5] تَہ بَارِ[6]، ڦُوڪِ[7] تَہ لَڳِي[8] اَنبَرِين[9]،
هِتِي[10] جي هُوئَڙَ[11] جُون، وَٿُون[12] سَبِ وِسَارِ[13]،
سَمُورِي سَرڪَارِ[14]، نِيئِي[15] رِڪِجِ نَانهِہ[16] ۾.

## ٢٧

ڪُٽِيءَ[17] لَيءِ[18] ڪَاٽِي[19]، رِڪِيئِي[20] پِرتِ[21] پُنهُونءَ سِين،
سُهِئو[22] سُکِئو جِندَڙو[23]، وَڏءِ[24] جِيرِي[25] ۾ چَاٽِي[26]،
هَاجُو[27] هوتَاٽِي[28]، تو[29] صُبَاحَ[30] ڪَندا سَسُئِي.

## ٢٨

هَي[31] هَي حَادِثو[32]، هوتَ[33] هَلَندي[34] جو ڪِئو،
ايڏو[35] ڪَرتُ[36] قُلُوبَ[37] ۾، ڪَڏِهِين ڪونَہ پِئو،
مَرَڻُ[38] مَاڳِ[39] ٿِئو، نِڏَڪَ[40] سَاهَہ[41] نَہ نِڪِري.

## ٢٩

هَي[42] هَي جي نَہ هُئِي، تَہ جِيڪَرَ[43] جِيءُ[44] جَلي وِئو،

---

١. پنهونءَ (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو قلب آري هو، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ٢. اهنج، ڏک، غم، ٣. سونهون، رهبر، اڳواڻ، راهہ ڏيکاريندڙ، ٤. راهہ جو، رستي جو، ٥. (جيڪڏهين عشق جي باهہ)، ٻري آهي يعني، ڏکي آهي، ٦. (وڏيک) روشن ڪر يا ٻرڪاءِ، ٧. (وات سان) ڦوڪَ ڏيندس يا هوا لڳائيندس، ٨. رسي، ٻهجي، ٩. انبرَ تائين، آسمان تائين، ١٠. دنيا ڏانهن اشارو، ١١. هستيءَ، ١٢. شيون، اسبابَ، ١٣. دل تان لاهي ڇڏ، ٻلائي ڇڏ، ١٤. دنيائي ڪاروبار، ١٥. ڪٿي، وٺي، ١٦. نفيءَ، نيستيءَ، ١٧. ڪٽيءَ جي، موت جي، ١٨. واسطي، ١٩. ڪاٽ، ٢٠. اي ڪاٽي، اي سڙيل يا جليلَ، ٢١. تو رکي، تو لڳائي، ٢٢. محبت، پيار، ٢٢. سُکئو، آسودو، آرامي، خوش، ٢٣. سرير، جان، ٢٤. تو وڏو، ٢٥. باهہ، ٢٦. هروبرو، ڏسي وائسي، چاٽي ٻجهي، ٢٧. زيان، ظلم، نقصان، ڏاڍَ، ويلَ، ٢٨. هوت جو اولاد (پنهون ۽ ان جا ڀائر)، ٢٩. توسان، ٣٠. سڀاڻي، ٻي ايندڙ ڏينهن تي، ٣١. هاءِ هاءِ، افسوس، ٣٢. واقعو، سانحو، رنج يا ڏک پهچائيندڙ واردات، ٣٣. محبوب (پنهونءَ)، ٣٤. هلڻ يا وڃڻ وقت، ٣٥. ايترو وڏو، ٣٦. وڏي ڪارائي، ڪاٺ چيرڻ جو اوزارَ، ٣٧. قلب جو جمع پر معنيٰ واحد ۾ ٿيندي، يعني دل، هردي، ٣٨. موتَ، ٣٩. (پنهنجي) ماڳ تي يا جاءِ تي يعني معمولي ٤٠. نڏڪ جو، نڏڪيءَ، ٻي واهيءَ جو، ٤١. ٻساهَ، دمَ (ساهَ نہ نڪري= موت ۽ حياتيءَ جي وچ ۾)، ٤٢. ياروا جي ڳالهہ، موجود، روح راڙو، ٤٣. هوند، ٤٤. جان، جسم.

پَئي كَرتُ[1] كَانَ[2] ۾، كَڏي[3] رُڪُ[4] رَئي[5]،
سَندِي[6] دَردَ[7] دَئي[8]، هَي هَيْ[9] هي هِيناهِين[10] كي.

(٣٠)

هَي هَي جِيْ[11] نَہ هُئِي، تَہ جَرَ[12] جَراتِئو[13] جِندڙو[14]،
دَانهُون[15] كَري دَردَ جُون، مَاڳَهِين[16] هُوند[17] مُئِي[18]،
سَندِي دَردَ دَئِي، هَي هَي سَان هِيٺِي[19] ٿِي.

٣١

سَسُئِيءَ جِي سَڙِيءَ[20] سِين، كيچ[21] ڌَٽِي[22] كَانڌِي[23]،
لَڪَن[24] تَان لَطِيف چَئي، آرِياڻِيءَ[25] آندِي[26]،
پَسڻَ[27] كَارڻِ[28] پِرِينءَ[29] جِي، مُنڌَ[30] هُئِي مَاندِي[31]،
پُنهُونءَ[32] پِيرَاندِي[33]، نِمَاڻِيءَ[34] نَصِيبُ[35] ٿِي.

٣٢

هُوتَ[36] نَہ پَهچَان[37] هُوڏَ[38]، آئُون پِيادِي[39] پَنڌُ[40] گَهڻُو،
لَكَن تَان لَطِيف چَئي، تِكَا[41] وَجَن تُوڏَ[42]،
اوڏِي[43] كَري اوڏَ[44]، پَهچَائِج[45] پُنهُونءَ كي.

١. وڏي كارائي، كاٺ چيرڻ جو اوزار، ٢. سائي توڙي سُكل نباتات يعني وڻن ٽڻن جي جسم يا مادي، ٣. ٻاهر كري، ۴. رُڪ يا فولادَ مان ٺهيل كرتُ، ٥. ٻورو، چُورو، ٦. جي، ٧. سُورَ، ٨. دبَ، دٻاءُ، سختي، ٩. روج راڙي، ١٠. جهكي، جهيڻي، گهٽ، ١١. جيكڏهين، ١٢. باهہ (عشق جي)، ١٣. ساڙيو، جلايو، ١۴. جان، جسم، سرير، ١٥. رڙيون، آهون، ١٦. صفا، بنهہ، ١٧. جيكر، ١٨. فنا ٿي، فوت ٿي، ١٩. جهكي، گهٽ، ٢٠. جنازي، لاش، ٢١. كيچ جو (كيچ رياست مكران ۾ هڪ شهر آهي جتي سسئيءَ جو محبوب پنهون رهندو هو)، ٢٢. مالڪ، ٢٣. جنازي كي كلهو ڏيندڙ، جنازي سان گڏ هلندڙ (قبرستان ڏي)، ٢۴. جبلن، ٢٥. آريءَ، پنهونءَ (بلوچ قومَ جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ٢٦. ويجهي يا نزديڪ كئي، ٢٧. ڏسڻ، ٢٨. واسطي، ٢٩. محبوب، ٣٠. عورت، زال (سسئي)، ٣١. آتي، بيتاب، بي قرارُ، ٣٢. پنهونءَ جي، ٣٣. قبر ۾ دفن ٿيل جنازي جي پيرن جي طرفوارو پاسو، ٣۴. نمائيءَ، مسكين يا عاجز كي، ٣٥. حاصل، ٣٦. هوت كي (پنهونءَ كي)، ٣٧. رسان، ٣٨. هوڏ سان، ضد سان، سيني ساهڻ سان، ٣٩. پيرين پنڌ كندڙ، ۴٠. مفاصلو، سفر، ۴١. تكڙآ، تيز، ۴٢. توڏا، اٺَ، ۴٣. ويجهي، نزديڪ، ۴۴. اوڏ كان، ويجهائيءَ يا نزديكيءَ كان (اوڏي كري اوڏ= ويجهي كان ويجهي، تمام نزديڪ)، ۴٥. رَسائج.

## ۳۳

لَتُو[۱] كَمُ[۲] كيچِيَنِ[۳] جو، چَڙي هَلِئا[۴] مُون[۵]،
وِنُڌُرَ[٦] جي وَاتُنِ[۷] تي، وِيني ڪُوتِيَمِ[۸] پُون[۹]،
اَللهَ[۱۰] آهِيين تُون، هوتَنِ[۱۱] تان[۱۲] هِيڏِي[۱۳] ڪِي.

## ۳۴

سَڏَ[۱۴] مَ ڪَرِ سَڏَنِ[۱۵] ري[۱٦]، هَلَڻَ[۱۷] رِءَ[۱۸] مَ هَلُ[۱۹]،
جَلَڻَ[۲۰] رِءَ مَ جَلُ[۲۱]، رُوئَڻَ[۲۲] رِءَ مَ تان رُوئِين.

### وائي

جَان[۲۳] تُون وَڃِين ڪيچِ[۲۴] ڪَهِي[۲۵] اي اَدا،
ڏِجِ پَارَانيو[۲٦] پِريَنءَ[۲۷] ڪي،
مُون مُٺيءَ[۲۸] مَتان[۲۹] ڪيتِرا، وِتَرَا ڪانگَ[۳۰] لَنئي[۳۱]،
آئُون ڦوڙائي[۳۲] مَاري[۳۳]، مُنهِنجا وَاقُفَ[۳۴] وِتَرا وَهِيَ[۳۵]،
هيڏِي[۳٦] شَهرَ پَنيُّورَ[۳۷] ۾، سَارِئان[۳۸] ڪونَ سَحِيَ[۳۹]،
ڏُکُ[۴۰] مُنهِنجي ڏِيلَ[۴۱] ۾، سَگهان تان نَ سَهِي[۴۲].

---

۱. پورو ٿئو، سِڌِ ٿئو. ۲. غرضَ، مطلبُ. ۳. ڪيچ جي رهاڪن يعني پنهون ۽ ان جا ڀائر (ڪيچ رياست مڪران ۾ هڪ شهر آهي جتي سسئيءَ جو محبوب رهندو هو). ۴. وٺا. ۵. مون ڪي. ٦. لس ٻيلي ۾ هڪ جبل، هڪ نئَن ۽ هڪ ڳوٺ جو نالو. ۷. گسن، رستن. ۸. مون ڪوتي (ڪوتڻ= مٺي ڪيڻ). ۹. زمين. (پون ڪوتڻ= ناميد ٿيڻ) ۱۰. اي الله. ۱۱. محبوبن، پنهونءَ (سسئيءَ جو محبوب پنهون بلوچ قوم جي هوت قبيلي مان هو). ۱۲. تہ. ۱۳. ايڏي وڏي جاڙ يا جُٺ. ۱۴. واحد سڏ= جوابُ، ورندي. ۱۵. (محبوب جي) ڪوٺ، دعوت، طلبَ، پُڪارَ. ۱٦. کان سواءِ. ۱۷. نيڪ نيت سان هلڻ يا پنڌ ڪرڻ. ۱۸. کان سواءِ. ۱۹. پنڌ ڪر. ۲۰. (عشق جي سچيءَ)، باهہ. ۲۱. سڙ، پچ، ڪامُ. ۲۲. حقيقي رئڻ. ۲۳. جيڪڏهين، جيئن ٿي. ۲۴. ڪيچ ڏي. ۲۵. پنڌ ڪري. ۲٦. نياپو، پيغام. ۲۷. محبوب. ۲۸. مُئلَ يا دردن يا سورن جي ستايل (جي لاش). ۲۹. تان. ۳۰. ڪانءَ، زاغَ. ۳۱. آڏامي، ٻولي ڪري. ۳۲. جدائيءَ، فراق. ۳۳. فنا يا برباد ڪئي. ۳۴. سُڃاڻو، محبوبَ. ۳۵.نڪري. ۳٦. ايڏي وڏي. ۳۷. ٺٽي ضلعي ۾ گهاري جي ڳوٺ کان اٽڪل ٻہ ميل پري هڪ شهر جتي سسئي رهندي هئي. ۳۸. سمجهان. ۳۹. سچو (دوست يا سڄڻ). ۴۰. درد (عشق جو). ۴۱. بدن، سرير. ۴۲. برداشت ڪري.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُرُ حُسيني

## داستان يارهون

### ١

اُٿيو[1] ۽ اُٿياڪُ[2]، ڪالهوڪو[3] ڪاڏي[4] گَيو[5]،
وِئو جاڳائي[6] جيڏيُون[7]، بِرهُه[8] هو بيءِ[9] باڪُ،
چُرقُر[10] ڪاري[11] چاڪُ[12]، سُورُ[13] سُمَهاري[14] ڪِينَ ڪِي.

### ٢

سَنڌيُون[15] سُورَ ڪَرِينِ[16]، هَڏُ[17] پَڻِ ڏُکي[18] هوتَ[19] ڪي[20]،
پِريَنِ[21] جي[22] پاڻَ[23] ڏِنا، سي سُٽي[24] سُکُ[25] نَه ڏِينِ،
جي ماٽُهنِ کي مارِينِ، اُئُون تَنِ سُورَنِ کي سَڏَ ڪَريان.

### ٣

ڳهوڙَنِ[26] هَنئي[27] سَيَڪا، اُئُون ڪَنواٽَنِ[28] ڪُنئي[29]،
مَٿي[30] بَرَ[31] بُنئي[32]، پُنهُون جامَ[33] پَسيجِ[34] تُون.

---

١. (اڳيئي) اُٿيل يا جاڳيل (عشق يادرد)، ٢. نئون سِرجندڙ يا ايرندڙ (عشق يا درد)، ٣. ڪالهه ڪان، ڪالهه ڪان وٺي، گذريل ڏينهن ڪان وٺي، ۴. ڪيڏانهن، ۵. وئو، ٦. اُٿاري، سک يا آرام ڦٽائي، ٧. اي جيڏيون، اي سرتيون، ٨. عشق، نينهن، ٩. بي پرواهه، ١٠. چرقر= لوچ پوچ، ڦٽڪو، بيقراري، ١١. ڪَرائي، مچائي يا لڳائي، ١٢. ڦٽ (عشق جو)، ١٣. درد (عشق جو)، ايذاءُ، ١۴. سمهڻ ڏي، آرام ڪرڻ ڏي، ١۵. سنڌ يا اهي جايون يا هنڌ جتي بدن جا عضوا پاڻ ۾ ملن پر هتي معنيٰ ٿيندي عضوا، لِڱَ، ١٦. ڪن، ١٧. بدن ۾ پٿر جهڙو سخت مادو جنهن تي ماس يا کل چڙهيل هوندي آهي، پر هتي معنيٰ ٿيندي بدن يا جسم، دِهي، ١٨. سورُ ڪري يا ايذائي، ١٩. محبوب، پنهونءَ (سسئيءَ جو محبوب پنهون بلوچ قوم جيهوت قبيلي مان هو)، ٢٠. لاءِ، ٢١. محبوبن، پنهونءَ، ٢٢. جيڪي سور يا تڪليفون، ٢٣. خود، ٢۴. سمهڻ يا ننڊ واريءَ حالت ۾، ٢۵. آرام ڪرڻ، ٢٦. گهوڙن تي چڙهي آيل ڌاڙيلن يا ڦورن (پراڻي زماني ۾ ڦورو گهوڙن تي چڙهي ڦر ڪندا هئا يا ٻيءَ چوٽيءَ موجب علاؤالدين جي لشڪر گهوڙن تي چڙهي سنڌ ۾ ظلم ڪئو)، ٢٧. سَتائي، ڦاسائي (مصيبت ۾)، ٢٨. اُنن (جي جوان ٻچن يعني گورن)، جي، ٢٩. ڪٺل، مصيبت ۾ ڦاسايل، ٣٠. ۾، ٣١. سڃ، رڻ پٽ، ٣٢. قبر (سسئيءَ جي)، ٣٣. سردار (سنڌ جي سمن بادشاهن جو لقب)، ٣۴. ڏسج.

۴

گهوڙَنِ[1] هَنئِي[2] سَيَڪَا، اُنَنِ هَنئِي آنءُ[3]،
جَا نِينهَن[4] ڳِنهَندِي[5] نَانءُ[6]، سَا مُون جِيئَن[7] پُوندِي مَامِري[8].

۵

اوجَهڙِ[9] وَتَان آنءُ[10]، پِيُون سَبِ سَڳَرِ[11] سَاٿَ[12] جي،
جَا نِينهَن ڳِنهَندِي نَانءُ، سَا مُون جِيئَن پُوندِي مَامِري.

٦

جيڪي[13] ڪَرِيَان ايئَن، جِيئَن ڪَمِيٽِي[14] ڪَانَ ڪَري،
سَندو[15] نَالو نِينهَن، ڪِڏهِين وَنِي ڪَانَ ڪَا.

۷

نِينهَن مَ نَالو ڳِنُ[16]، پِرِيَتِي[17] پِيَرَ[18] بِئَا،
سُورَنِ[19] سَان مَ چِنُ[20]، وِرهُ[21] وِهَائِجِ[22] وِتَرو[23].

۸

وِرهُ جَنِ[24] وَتَانُ[25]، سُورُ[26] سَلاَمِي[27] تَنِ جو،
جَنِ[28] لَڳو تَنِ لَڪِئو[29]، بَاروچَاٽُو[30] بَانُ[31].

١. گهوڙن تي چڙهي آيل ڌاڙيلن يا فورن (پراڻي زماني ۾ ڦورو گهوڙن تي چڙهي ڦر ڪندا هئا يا پيءُ چوڻيءَ موجب علاؤالدين بادشاهه جي لشڪر گهوڙن تي چڙهي سنڌ ۾ ظلم ڪيو)، ٢. (مصيبت ۾) ڦاسائي، سَتائي، ٣. آئون، ۴. نينهن جو، عشق جو، ۵. وٺندي، اَڇاريندي، ٦. نالو (نينهن ڳنهندي نانءُ= نينهن سان واسطو رکندي)، ٧. وانگر، ٨. مامري ۾، آزار ۾، تڪليف ۾، ٩. خراب يا منجهائيندڙ رستي، جهنگ واري رستي، ١٠. تي، ١١.سڳرتي، رستي تي، ١٢. (پنهونءَ جي اٺن جي) قافلي، ١٣. جيڪس، جيڪڏهين، ١۴. بدڪار، ڪم ذات، ١۵. جو، ١٦. وٺ، ١٧. پريتي جا، نينهن جا، ١٨. رستا، واٽون، ١٩. ڏکن، ٢٠. قطع تعلقات ڪر، ناتو ختم ڪر، ٢١. برهه، عشق، وڇوڙو، فراق، ٢٢. حاصل ڪج، خريد ڪج، ٢٣. وڌيڪ، زيادهه، گهڻو، ٢۴. جن جو، ٢۵. آستان، مڪان، رهڻ جي جاءِ، ٢٦. درد، ڏکَ، ٢٧. سلام ڪندڙ، جُهارَ يا پرنام ڪندڙ، نمسڪار ڪندڙ، حاضري ڏيندڙ، فرمانبرداري ڪندڙ، ٢٨. جن کي، ٢٩. محسوس ڪيو، ٣٠. ٻاروچن جو، پروچن يا بلوچن جو (پنهونءَ جو)، ٣١. تير، ڪان.

جيذِيُون[1] هِيءُ زِيَانُ[2]، مُون سين نِسورو[3] نِندُ[4] ڪِئو.

٩

ڪَنِيْ[5] ڪَنِي مَاٺُهين[6]، گُوندَرُ[7] وڏِي وَٺُ[8]،
بَدِي گُوڏِ[9] گَرَٺُ[10]، سَاتو[11] ڪجي سُورَ[12] جو.

١٠

سَؤُ[13] سُڪَنِ[14] سَاتِي[15] ڏِيَان، سِرُ پَڻِ[16] ڏِيَان سَٽِ[17]،
جِي[18] مَان[19] مِڙي[20] مَٽِ[21]، تَہ وِرهُہ[22] وِهَايَان[23] وِتِرو[24].

١١

سَؤُ سُڪَن ڏِيئِي، وِرهُہ وِهَايُمِ[25] هِڪِڙو،
پَهتِ[26] مُون[27] پيئِي، سَرَتِيُون اِنَهِيءَ سُورَ سين.

١٢

سَؤُ سُڪَنِ ڏِيئِي، وِرهُہ وِهَايُمِ هِڪِڙو،
مُون ڪي جَنهِن نيئِي[28]، دَرُ[29] سُونهَايو[30] دوسَ[31] جو.

١٣

ڏُکَ سُڪَنِ جِي سُونهَن[32]، گهورِيَا[33] سُکَ ڏُکَنِ ري،

١. اي جيڏيون، اي سرتيون، ٢. هاڃو، ظلم، تباهي، بربادي، ٣. سمورو، سربستو، خالص، ۴.سمهڻ، نوم، ۵. ڪِن ڪِن، ٦. ماٺهن لاءِ، ٧. غم، درد، ٨. شيءِ، تول، ٩. گوڏ ۾، ڇيلهہ يعني ڪمر ڪان هيٺ بدن جي حصي کي ٻڌڻ لاءِ ڪپڙي ۾، ١٠. ناٺو، ١١. سودو، واپارُ، متاستا، ١٢. درد، ڏک، ١٣. سوَنِ جي انداز ۾، تمام گهڻو انداز، ١۴. سڪن جو، راحت جو، ١۵. ساٿي ۾، متاستا ۾، سَٽَ ۾، عيوض ۾، ١٦. مٿو، جانِ، جند، ١٧. سٽ ۾، عيوض ۾، ١٨. جيڪڏهين، ١٩. منهنجو، ٢٠. حاصل ٿئي، نهي اچي، راس ٿئي، ٢١. مَٽَ سَٽَ، سودو، ٢٢. برهہ، عشق، وڇوڙو، فراق، ٢٣. خريد ڪريان، ٢۴. گهڻو، زيادهہ، ٢۵. مون وهايو، مون خريد ڪئو، ٢٦. مناسبت، موافقت، ٢٧. مونکي، ٢٨. ڪٽي، وٺي، ٢٩. دروازو، آسمان، مڪان، ٣٠. ڏيکاريو، ٣١. دوست، يار، سڄڻ، ٣٢. سهڻائي، نزاڪت، زيب و زينت، ٣٣. ٻَن ۾ پٽا، ڪڏ ۾ پٽا.

جَنِي جِيءَ وِرُونهَن[1]، سَجَڻ[2] آيو مَان[3] گَري[4].

١٤

ڏيکارِبُسِ[5] ڏُکَنِ[6]، گُونَدَرَ[7] گُسُ[8] پِريَنِ[9] جو،
سُونهَائي[10] سُورَنِ، ڪِي[11] هيڪَاندي[12] هوتَ[13] سين.

١٥

سُکَنِ[14] مَتِي[15] سُورَ، ڪَا مَتَائِيندي[16] جيڏِيُون[17]،
پيَانءَ[18] جي[19] پَروڙَ[20]، ڪُوڙِين[21] ڪَتَرُ[22] نَہ ڏِيو.

١٦

ڪَا[23] مَتُ[24] مَتَائي، سُورَ مَان سَان سَرَتِيُون،
ڏِيڏَا[25] ڏِيَان نَہ ڏِينِ، ڏوٽَا[26] ڏِيَان پَائي،
لاَلَڻَ[27] تو[28] لاَئي[29]، پُٽِي[30] ڏُونگَرَ[31] ڏوريَان[32].

١٧

سُورَ وِرَاهِيَان[33] سَرَتِيُون، جي وِرَاهِيَا وَجَن[34]،
پِيُون ڪوهہ[35] پُجَهنِ[36]، جَنِي سَندَا[37] تَنِي[38] سَامُهَان[39].

---

١. ورونهن لاءِ، اورڻ لاءِ، ڪُرهڻ لاءِ، ٢. محبوبَ، يارَ، دوست، ٣. مون، ۴. وٽِ، ۵. هن (سسئيءَ) کي ڏيکارئو، ٦. سورن، ٧. غمَ، ٨. رستو، ٩. محبوب، ١٠. رهبري ڪري، ١١. ڪئي، ١٢. گڏ، واصل، ١٣. محبوبَ، پنهونءَ (سسئيءَ جو محبوب پنهون بلوچ قوم جي هوت قبيلي مان هو)، ١۴. راحتن، ١۵. مٿان، تي، ١٦. بدلائيندي، ١٧. اي جيڏيون، اي سرتيون، ١٨. توهان کي پيُي، ١٩. جيڪڏهين، ٢٠. چاڻ، سُڌ، ٢١. ڪروڙن تي (سکن ڏانهن اشارو)، ٢٢. (سور جو) ذرو، ٢٣. ڪا هڪڙي بہ نہ، ٢۴. برابر، هڪ جيترا، هم انداز، اَتَرَ کان سواءِ، ٢۵. ڏيڍ وٽا، اڌ عدد وڌيڪ يا اُتر، ٢٦. ٻيڻا، عدد جيترو وڌيڪ، ٢٧. اي لالڻ، اي محبوب، ٢٨. تنهنجي، ٢٩. واسطي، ڪاڻ، ٣٠. پيئي، ٣١. جبل، ٣٢. ووڙيان، جهاڳيان، ٣٣. تقسيم ڪريان، ورڇيان، (حصا ڪري) ٻين مائٽهن کي ڏيان، ٣۴. جي وراهيا وڃن= جيڪڏهين وراهڻ يا تقسيم ڪرڻ جو رواج هجي، ٣۵. ڇو، ٣٦. پروڙين، محسوس ڪن يا خيال ڪن (سورن جو)، ٣٧. جا، ٣٨. تني کي، ٣٩. پوڳنا يا برداشت ڪرڻا آهن.

## ١٨

سَجَڻُ[1] ڏِنو جَنِ، تَنِ ڳِچِيءَ[2] سِرِ[3] ڳَهُہ[4] ٿِئو،
پِيُون ڪُوهُہ[5] پُجَهنِ، قَدُرُ[6] ڪيچَ[7] ڌَڻِيَنِ[8] جو[9].

## ١٩

سَجَڻُ ڏِنو جَنِ، مُوٽَڻُ[10] تَنِي[11] مِيهَڻُو[12]،
اِيءُ مَرَڪُ[13] مَعذُورَنِ[14]، جِيئَن مَرَنِ[15] پِريَانَ[16] جي پِيرَ[17] تي.

## ٢٠

جِيئَن[18] جِيئَن جَهليَ[19] جَڳُ[20]، تِيئَن[21] تِيئَن مُون[22] تَاڪِيدُ[23] ٿِئي،
ڳَهِلو[24] ٿو ڳَالِهِيُون[25] ڪَري، وِرسِئو[26] پُٽِي[27] وَڳُ[28]،
لوڪُ لتَازِي[29] نِندَ[30] ۾ پُنِيءَ[31] لاَلَڻَ[32] لَڳُ[33]،
آرِيَاڻِي[34] اورَڳُ، پَنيُورَانَ[35] ٻَاهَرِ[36] ٿِي.

## ٢١

نَڪَا تَاتَ[37] نَہ تُوتِ[38] ڪَا، نَڪَا طَلَبَ[39] تَنوَارَ[40]،
ڪَانِهِي پِرتِ[41] پَچَارَ، لَنءُ[42] وِيچَاري لَڏِئو[43].

---

١. محبوب، دوست، ٢. ڳلي، ٣. جو، ٤. زيور، هارُ. ٥. ڇو ڪهڙيءَ طرح، ٦. ڇاڻن، پروڙين، پرکين، ٦. مانُ، رتبو، طاقت، ٨. ڪيچ جي (ڪيچ رياست مڪران جو هڪ شهر آهي جتي سسئيءَ جو محبوب پنهون رهندو هو)، ٩. مالڪن، ١٠. واپس ٿيڻ، ١١. تني لاءِ، تني کي، ١٢. طعنو، ١٣. فخر، آڌو ڌاڻي، عزت، ١٤. معذورن جو، عشق جي ستايلن يا بيمارن جو، ١٥. دم ڏين، فوت ٿين، فنا ٿين، ١٦. محبوب، ١٧. پير جي نشان (پير تي= پير جو نشان ڳوليندي يا نهاريندي)، ١٨. جيئن جيئن= جيترو وڌيڪ، ١٩. روڪي، پلي، ٢٠. جڳ جا يعني لوڪ يا دنيا جا ماڻهو، ٢١. تيئن تيئن= اوترو وڌيڪ، ٢٢. مون کي، ٢٣. تانگهہ، ڇڪَ، هوڏَ، ضدُ، ٢٤. بي عقل (جڳُ)، ٢٩. بي سود يا اجائي گفتگو، ٢٦. گمراهہ ٿئو، ٢٧. هلي، ڦري، ٢٨. ٽولو، ولَڙُ، دنيا جا ماڻهو، لوڪ، ٢٩. اورانگهي يعني ڇڏي، ٣٠. سمهڻ جي حالت، ڳهر، غفلت، ٣١. پويان، پٺيان، ٣٢. لالڻ جي، محبوب جي، ٣٣. هل، ٣٤. آري، پنهون (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري، پنهون هوت قبيلي مان هو)، ٣٥. ڳول، نهار، ٣٦. پنيورڪان (پنيور جو شهر جتي سسئي رهندي هئي ٺٽي ضلعي ۾ گهاي جي ڳوٺ ڪان اتڪل ٻہ ميل ڪن پري آهي)، ٣٧. (محبوب جي) يادگيري، ذڪر، پڇار، طلب، ڳولا، ٣٨. تات جو ڏوڙي اڪرجهڙيءَ طرح ڏاهہ ڏوهہ، ٣٩. طلب جي، ٤٠. پڇار، يادگيري، ذڪر، ٤١. پرت جي، محبت يا پيار جي، ٤٢. محبت، پيارَ، ٤٣. هجرت ڪري وئي، ڪنهن ٻي طرف هلي وئي.

## ٢٢

ڪينهي طالِبَ[1] تاتِ[2] جا، آهي تات تَيارُ[3]،
ڏوربان[4] پِئو[5] ڏُڪارُ[6]، گهو[7]ربندڙَ ڪٽي[8] وِئا.

## ٢٣

جيڪي طالبَ تاتِ جا، تات بہ تني وٽ،
هَذِهين[9] ڪانهي هَٽ[10]، گهورِ[11] تہ گهرائِين[12] لَهين[13].

## ٢٤

ڇڪَ[14] تِئي تِتُر[15] لَنئي[16]، مَتان[17] وَسي مِينهُن[18]،
صُباحَ[19] سارو ڏينهن، اُنَ مَ لَهو[20] اونِيا[21].

## ٢٥

هَلو ۽ مَلهو[22]، ڏُکُ[23][24] مَ پَسو[25] ڏوتئا[26]،
سُونهُون[27] جو ساٿَن[28] جو، سو مُون[29] هوتُ[30] سَلو[31]،
آن[32] پَٽِ تِيي پِلو[33]، آئُون پَٽِ گڏجان[34] پِرِينءَ[35] ڪي.

## ٢٦

آئُون پِہ گڏجان هوتَ کي، آن پَٽِ پِلائِي،

١. گهورا، ڳولا ڪندڙ. ٢. (محبوب جي) يادگيريءَ، پچار، ذڪر. ٣. حاضر، موجود. ۴. ڳوليان. ۵. پئجي ويو، ٿي وئو. ٦. (طالبن جو) قحط، کوٽ، قلت، غير موجودگي. ٧. ڳولائو، ڳوليندڙ. ٨. (تات) وني. ٩. هرگز. ١٠. هٽ تي، دڪان تي. ١١. ڳول. ١٢. گهر مان، رهڻ واريءَ جاءِ مان، پنهنجي اندر مان. ١٣. حاصل ڪرين. ١۴. ڪشش، تانگهہ، اڪير، سڪ. ١۵. پکيءَ جو هڪ قسم جيڪو قد بت ۾ ڳيري جيڏو يا ڪجهہ وڏو ٿيندو آهي ۽ ڏسڻ ۾ سهڻو لڳندو آهي ۽ ماڻهوءَ جي کِپي پاسي کان ان جي ٻولڻ يا آواز ڪرڻ کي بدسوڻ سمجهيو ويندو آهي. ١٦. ٻولي يا آواز ڪري. ١٧. ويتر ٻئو. ١٨. برسات، بارش. ١٩. صبوح کان وٺي. ٢٠. ڏسو (اوهان کي ملن يا هٿ اچن). ٢١. اي اوٺيا، اي اٺن وارا، اي جَتو (پنهونءَ جا ڀائرو). ٢٣. پنڌ ڪرئو. ٢٣. هلو اکر جو ڏوڙي اکر. ٢۴. تڪليف. ٢۵. ڏسو. ٢٦. اي ڏوٺئو (ڏوٺي= ڏٺ يعني جهنگ جي وٺن ۽ ٻوٽن مان حاصل ٿيندڙ ان ۽ ڦلن تي گذران ڪندڙ). ٢٧. اڳواڻ، رهبر، واقف. ٢٨. قافلن. ٢٩. مون ڪي. ٣٠. محبوب، پنهون (سسئيءَ جو محبوب پنهون بلوچ قوم جي هوت قبيلي مان هو). ٣١. سَليو، ٻڌايو. ٣٢. آن جو، اوهان جو. ٣٣. پلائي، چڱائي. ٣۴. ملان. ٣۵. محبوب.

جَلَڻ[1] جَلائِي[2]، آهِيَان آرِيچَنِ[3] جي.

## ٢٧

هَئَان[4] ٿي هَلَنديَاسِ، سَرَتيُون[5] سَاٿِيهَہ[6] سَامُهِين[7]،
سُون[8] كَڙولاَ[9] سَنگهَرُون[10]، ڏُونگَرَ[11] کي ڏِينديَاسِ،
آيَلِ[12] ٻَاروچَنِ[13] سِين[14]، كَيسَرِيَا[15] كَنديَاسِ،
مِليَسِ تَہ مِليَاسِ، نَہ تَہ گهوريَسِ[16] ٻَاروچَلَ[17] تَان.

### وائي

كَارُون[18] وَسَ كِئَامِ[19]، ڙي هَي هَيَ[20] وو لَڏي[21] ڏُورِ[22] وِئَامِ[23]،
مُنهِنجو هوتُ[24] نَہ موٽئو[25]،
ٻَنڌَڻَ[26] ٻَاروچَنِ جَا، پِينگهي[27] مَنجهہ پِييَامِ[28]،
كَئِين[29] قَاصِدَ[30] كيچ[31] ڏي، مُحبَنِ[32] لاءِ مُكَامِ[33]،
سَدَا سُپيرِيَنِ[34] جَا، سَانَدِڻُ[35] سُورَ[36] پِيَامِ،
هوتَ هَلَندي جي كِئَا، نَہ سي سَڏَ[37] سُئَامِ[38]،
اُني عَبدالطيف[رح] چئي، آرِيَاڻي[39] اِيندَامِ[40].

---

١. (عشق جي) باهہ، تپش، گرميءَ، ساڙ، كامُ. ٢. ساڙي، كاٽئي. ٣. آريءَ جي اولاد (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو). ٤. هتان (پنيور كان). ٥. اي سرتيون، اي جيڏيون. ٦. (محبوب پنهونءَ جي) وطن، ديس. ٧. ڏي، ڏانهن. ٨. سون جا، سونا، طلائي (سون هڪ قسم جو زري رنگ جو قيمتي ڌاتو آهي جنهن مان زيور وغيره ٺهندا آهن.) ٩. ٻانهن جا زيور، كنگڻ. ١٠. زنجيرون. ١١. جبل (ڏونگر کي ڏيندياس= ڏونگر جي متان گهوري ڇڏيندس). ١٢. اي آيل، اي امڙ. ١٣. ٻروچن يا بلوچن (پنهونءَ ۽ ان جي ڀائرن). ١٤. لاءِ، واسطي. ١٥. كيسر يعني زعفران جو رنگ ڏنل كپڙا، گيڙو كپڙا، جوڳين جهڙو ويس يا پوشاڪ. ١٦. قربان يا صدقي ٿيس. ١٧. ٻروچ، بلوچ (پنهونءَ). ١٨. دانهون، عاجزيون، منٿون، حيلا، وس، كوششون. ١٩. مون كيا. ٢٠. هي هي= هاءِ افسوس. ٢١. هجرت كري، نقل مكاني كري. ٢٢. پري. ٢٣. مون كان ويا. ٢٤. محبوب، پنهون. ٢٥. واپس ٿيو. ٢٦. پيوندَ، پيچ، ڳانڍاپا، تنجڻ، ٻنڌڻ ان كپڙي کي چئبو آهي جنهن سان ننڍڙي ٻار کي ڄمڻ كان وٺي كجهہ مهينن لاءِ ويڙهي ٻڌبو آهي تہ ان جا عضوا وغيره سڌا رهن). ٢٧. هندوري (ٻالكپڻ ۾). ٢٨. مونکي پيا. ٢٩. كيترا، گهڻا. ٣٠. پيغام يا نياپا پهچائيندڙ. ٣١. رياست مكران ۾ هڪ شهر جتي پنهون رهندو هو. ٣٢. پرين، دوستن (پنهونءَ). ٣٣. مون مكا يعني موكليا. ٣٤. پرين، محبوبن. ٣٥. قابو يا محفوظ كرڻ (دل ۾). ٣٦. دردَ، تكليفون. ٣٧. واكا. ٣٨. مون ٻڌا يا ٻُڌا. ٣٩. آري، پنهون. ٤٠. مون وٽ ايندو.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُرُ حُسيني

## داستان ٻارهون

(١)

سُئِيئِي[1] ڪَا تَنوارَ[2]، ڪِي[3] هُونهين[4] تِي هَٿَ ڪَٿين[5]،
سَئين[6] رولِيُون[7] سَسُئِي[8]، هوتاڻِ[9] هَزارَ[10]،
ٻاروچاڻا[11] ٻارَ[12]، توڙان[13] تَرَسُ[14] نَه سِڪِئا.

(٢)

هَٿَ ڪَٿان تان ڏُورِ[15]، سَڏَ[16] نَه[17] اوڏا[18] سُپِرين[19]،
ڪيچِين[20] ڪَرَهَه[21] پَلاڻِئا[22]، اونِ اُنَ[23] اَسُورِ[24]،
مُئِيسِ[25] نَه آئُون مَعذُورِ[26]، هَلَڻُ[27] سُڻِي[28] هوتَ[29] جو.

(٣)

مُئِيين نَه تُون مَعذُورِ، هَلَڻُ سُڻِي هوتَ جو،
سَاجَنُ[30] ڪِهَڙِي سُورِ[31]، توکي وِئڙو وِسَري.

---

١. تو سُئِي يا ٻڌي، ٢. (محبوب پنهونءَ جو) سڏُ، آواز، ٣. يا، ۴. اجايو، خواهہ مخواهہ، ۵. هٿ ڪٿين= تون (جواب ۾) سڏ ڏين، ٦. سَوَن جي انداز ۾، تمام گهڻيون، ٧. دربدر ڪيون، حيران يا پريشان ڪيون، ٨. اي سسئي، ٩. هوت قبيلي وارن، هوت جي اولاد (سسئيءَ جي محبوب پنهونءَ ۽ ان جي ڀائرن)، ١٠. هزارن جي تعداد ۾، ١١. ٻاروچن جا، ٻروچن يا بلوچن جا (پنهونءَ جي خاندان جا)، ١٢. اولاد، ١٣. توڙ ڪان، مُنڍ ڪان، اصل ڪان، ١۴. ڪهل، قياس، ١۵. تہ، ١٦. ٻري (وڃن)، ١٧. سڏ يا واڪي جي باوجود، ١٨. اوڏا يعني ويجها يا اوري ٿين، ١٩. پرين، محبوبَ (پنهون)، ٢٠. ڪيچ جي رهاڪن (ڪيچ رياست مڪران جو هڪ شهر آهي جتي پنهون رهندو هو)، ٢١. ڪرها، اُٺ، ٢٢. پلاڻ وغيره وجهي وڃڻ لاءِ تيار ڪيا، ٢٣. انن وارن، جتن (پنهون جي ڀائرن)، ٢۴. اسر جي مهل، فجر جي وقت، ٢۵. آئون مئي، آئون فوت ٿي، فنا ٿي، ٢٦. جڏي، عذر واري، بيمارِ، ٢٧. وڃڻ (جي خبر)، ٢٨. ٻڌي، ٢٩. محبوب، پنهون، ٣٠. سڄڻ، دوست، محبوب، ٣١. سورَ يا تڪليف سبب.

۴

وِئَا سَڀِ وِرِگَهَ[1]، ڪو ڪو وَڻَا چو[2] وِيڙهه[3] ۾،
سَنڌِي[4] مَيَان[5] سِڪَ[6]، گَڏِيي[7] گوران[8] نَه لَهي[9].

۵

سُتِيَس[10] تَان[11] سَاٿُ[12] وِئو، اُٿِيَس تَان اُنَ نَاهه،
وِهَاڻِيءَ[13] ٿِي ووڙِبَان[14]، ڪِيچِي[15] وِئَڙا ڪَانهَنُ[16]،
جي مُنِيءَ[17] جَا مَنَ[18] مَاهَه[19]، سي اَڄُ نَه اوطَاقُنِ[20] ۾.

(٦)

سُتِيَس تَان سَاٿَ وِئو، اُٿِيَس تَان اُنَ نَاهه،
تَنِ[21] ڪِبو ڪَانهَن، جَنِ[22] گَڏِيي گُونُدَرُ[23] نَه لَهي[24].

(٧)

جي گُهَرَانَ[25] سي نَانهه[26]، اَڻَ گُهُرِيَا[27] لوءِ[28] گَهَڻَا،
مَنَهَنِ[29] پَرِيو[30] مَاڻُهِيِن[31]، مُون[32] مَنَ[33] مُوافِقُ نَاهه[34]،
تَنِ ڪِبو ڪَانهَن، جَنِ گَڏِيي گُونُدَرُ نَه لَهي.

---

١. وڏا، وڻ، درخت، ٢. ننڍو وڻ يا ٻوٽو، ٣. جهنگ، ۴. جي ۵. مين،، اُن، ٦. (گڏجڻ يا ملڻ جي) سڌ، خواهش، شوق، ڪشش، ڇڪ. ٧. گڏجڻ سان، ملڻ سان، ٨. گورن کي، اُن جي ننڍن ڦرن يا ٻچن کي، ٩. پوري ٿئي، مڪمل ٿئي، ١٠. آئون ستي، مون ننڊ ڪئي، ١١. تہ، ١٢. قافلو (پنهون جي ڀائرن جي اٺن جو)، ١٣. پرهہ ڦٽيءَ جي وقت، پربات يا فجر جو، ١۴. ڳوليان، نهاريان، ١۵. ڪيچ جا رهاڪو (پنهونءَ ۽ ان جا ڀائر)، ١٦. ڪيڏانهن، ڪهڙي طرف ڏانهن، ١٧. مُنلَ، مصيبت جي ماريل، ١٨. من جا، دل جا، ١٩ چَندَ (من ماهہ= محبوبَ)، ٢٠. مڪانن، آستانن، گهرن، اگڻن، ٢١. تن کي، ٢٢. جن جي، ٢٣. غمَ، ڏکَ، ٢۴. ختم ٿئي، ٢۵. طلبيان، چاهينا، پسند ڪريان، ٢٦. نہ آهن، ٢٧. ناپسند، نہ وڻڻ جهڙا، ٢٨. لوءِ ۾، ملڪ ۾، وطن ۾، ٢٩. ڪکن ۽ ڪانن جي ٺهيل جاءِ، گهرَ، ٣٠. پريل، ٣١. ماڻهن سان، ٣٢. منهنجو، ٣٣. خوش، راضي، ٣۴. نہ آهي، ڪونهي.

**٨**

جي مَنَ مَاهِہ سي نَاهِہ، جي نَاهِہ سي ڏِسَنِ گهَٽَا،
تَنِي ڪِبو ڪَانهَن، جِنِ گَڏي گُونڊَرُ نَہ لهَي.

**٩**

جي مَنَ مَاهِہ سي نَاهِہ، جي نَاهِہ سي ڏِسَنِ گهَٽَا،
مُوڙهو مَنجِهہ وڳَا، هِينئَڙو نَولي ڊِورَ جِيئَن.

**١٠**

مُوڙهو ڳِنهي نَہ مَتِ، پَليَان پَليو نَہ رَهي،
ڪَا جَا تِيَسِ يَتِ، جِيئَن اَڄُ اوتَائُو سَڄَڻِين.

**١١**

ڏُکَائِيندي ڏُونهَڙَا، مُنڌَ سَيِٽَاني وَڄُ،
پَرِيَاڻُونِ مَ پَڄُ، سَاٿُ چَڙهَندو لَڪِبين.

**١٢**

چِڄُ مَ قَطَارَانِ، سَاٿُ چَڙهَندو لَڪِبين،
مَچِڻُ تِبين پُئَان، وَڳَ وَائُونِي نَہ لَهين.

١. دل، ٢. ۾، ٣. نہ آهن، ۴. ڏسجن، ۵. تني کي، ٦. ڪيڏانهن، ٧. جن جي، ٨. گڏجڻ يا ملڻ سان، ٩. غم، ڏک، ١٠. ختم ٿئي، ١١. واڙو يا موڳو ٿيو، ششدر ٿئو، ١٢. وڳَ، ولڙَ، ڏڻ، ١٣. دل، من، ١۴. (ڏڻَ ۾) نئون يا تازو آيلَ، اوپري، ١۵. گهرو چوپايو مالَ (سگَن وارو)، ١٦. وانگر، ١٧. وني، ١٨. صلاحَ، ١٩. جهليان، روڪيان، ٢٠. اهڙي، ٢١. هن (هينئڙي) جي ٿي، ٢٢. رَوَش، هلت، عادت، ٢٣. سڪايل، آسائو، ٢۴. سڄڻن کي، محبوبن کي، ٢۵. ٻاريندي، جلائيندي، ٢٦. دونهان، باهہ مان نڪرندڙ ڪاري رنگ جا بخار (هتي معنيٰ ٿيندي عشق جون ٻاهيون)، ٢٧. اي منڌ، اي زال (سسئي)، ٢٨. ساڻن، انهن سان، ٢٩. هَلُ، پنڌ ڪر، ٣٠. انجام، واعدو، محبت (جو ناتو)، ٣١. ڇِن، ختم ڪر، ٣٢. قافلو (سسئيءَ جي محبوب پنهونءَ جي ڀائرن جي انن جو)، ٣٣. لڪن تي، جبلن تي، ٣۴. جدا ٿيءُ، ٣۵. (انن جي) قطار يا قافلي کان، ٣٦. متان، ٣٧. پوئتي، پٺيان، ٣٨. وڳَ کي، انن جي قطار يا قافلي کي، ٣٩. ڳولي، نهاري، ۴٠. ملين، گڏجين.

## ١٣

جِتَئَان[1] وَارِيَ[2] وَڳَ[3]، اونِي[4] تِتَئَا چُلَنگِيِن[5]،
مَتِي[6] تنهِن مَارَڳَ[7]، پَئِي[8] پُرزَا[9] نَہ تِيِن.

## ١۴

ڪَارُون[10] جِيئَن ڪِجَنِ، تِيئَن تو آيَلِ[11] نَہ ڪِئَا،
مُوتِي مَسَ[12] اچَنِ، ٻَاروچَا[13] ٻَنيِورَ[14] ۾[15].

## ١٥

ڪَارُون جِيئَن ڪِجَنِ، تِيئَن تو آيَلِ نَہ ڪِئَا،
مُوتِئو ڪيچِ[16] وَجَنِ، ڏِيرَ[17] پَنهِنجي ڏِيهَہ[18] تي.

## ١٦

ڪَارُون سي ڪُوڙَا[19]، جي تو ڪِئَا اُنِ سين،
سَاتِي[20] سَنيُوڙَا[21]، ڏِيرَ پنهِنجي ڏِيہ[22] وِئَا.

## ١٧

يَادِ ڪَرِيَان[23] جَنِ کي، نَڪِي وِسَارِيَان[24]،
سَرَتِيُون[25] نَہ سَارِئَان، ڳُجهو[26] ڪَري اُنِ کي.

١. جتان، ٢. ورائي، موٽائي، ٣. وڳ کي، اٺن جي ولَر يا قطار کي، ۴. جت (سسئيءَ جي محبوب پنهون جا ڀائر)، ٥. چلنگيون، ننديون ٽوليون، ٽڙيل پکڙيل، ٦. تي، ٧. رستي، وات، ٨. گهڙي، هَلي، ٩. ذرا ذرا، فنا، برباد، ١٠. پڪارون، منٿون، سڏ، حيلا، وس، ڪوشسون، ١١. اي آيل، اي امڙ، ١٢. واپس، وري، ١٣. مشڪل، ١۴. ٻروچ، بلوچ (پنهون ءِ ان جا ڀائر)، ١٥. ٺٽي ضلعي ۾ گهاري جي ڳوٺ کان اٽڪل ہ ميل پري هڪ شهر جتي سسئي رهندي هئي، ١٦. ڪيچ ڏانهن (ڪيچ رياست مڪران جو هڪ شهر آهي جتي پنهون رهندو هو)، ١٧. مڙس (پنهونءَ) جا ڀائر، ١٨. ديس، ملڪ، وطن، ١٩. ڪوڙا، بي بنياد، ٢٠. ساٿ وارا، قافلي وارا (پنهون ءِ ان جا ڀائر)، ٢١. تيار، سنبريل، ٢٢. ڏيهہ ڏي، ٢٣. ياد ڪريان= سنڀاليان، واجهايان، ٢۴. ڀلجان، دل تان لاهيان، ٢٥. اي سرتيون، اي جيڏيون، ٢٦. مخفي، لڪ ڇپ ۾.

## ١٨

يَادِ[1] ڪَري جَنِ ڪي، آئُون وِسَارِي[2] وِبِنِي،
مُون سين ڪِئَائُون ڏيِنِي[3]، اکِين[4] ڏيئِي هَتَڙَا[5].

## ١٩

اَچِئو[6] اَچِئو چُونِ[7]، وِهُہ[8] وِئَا[9] تَہ گهورِئَا[10]،
سَرَتِينِ[11] سَانگُ[12] سُڪَنِ[13] سين، مُون جِيئَن[14] رَتُ[15] نَہ رُون،
اُوءِ[16] مَرُ[17] وِبِنِيُون هُونِ[18]، مُون[19] سَاگَاتُو[20] سُورَ[21] تِئَا.

## ٢٠

وِئَا تَہ جَاڻَانِ[22]، آئُون نَہ چَوَندي گهورِئَا،
ڳَالِهيُون[23] ڳُڻَ[24] سَندَانِ[25]، مُوڙي[26] ٻَڌَا[27] مَان[28] ڳَري[29].

## ٢١

وِئَا تَہ جَاڻَانِ، آئُون نَہ چَوَندي گهورِئَا،
پَاراتو[30] ڪِيئَانِ[31]، مُون[32] سُڻَندي[33] مَرَ ڏيِو.

## ٢٢

اُونءَ[34] تَان[35] اونِيَنِ[36] نَہ ڪِئو، آرِيءَ[37] اُتُنِ[38] جِيئَن،

---

١. ياد ڪري= دل ۾ ساري يا سنيالي، ٢. دل تان لاهي، پلجي، ٣. ملاقات، ۴. (منهنجي مرڻ وقت) اکين تي، ۵. هٿ، ٦. (سرتيون مونکي) بار بار گڏجئو، ٧. چوَن، ٨. ويهي رَهُہ، ترسي پوَ، ٩. (پنهون ۽ ان جا پائر جيڪڏهين) هلئا وئا، ١٠. نيڪ ٿئا، بجاءِ ٿئا، ١١. سرتين جو، جيڏين جو، ١٢. واسطو، ١٣. آرامَ، راحت، ١۴. وانگر، ١۵. رت جا لڙڪ يا ڳوڙها (رت نہ رون= سور يا ڏک برداشت نہ ڪن)، ١٦. سرتين ڏانهن اشارو، ١٧. پل، ١٨. هجن، ١٩. مون سين، منهنجا، ٢٠. رفيق، گڏ هلندڙ، ساٿي، ٢١. ڏک، تڪليفون، ٢٢. مون کي انهن (جي وڃڻ)جي ڄاڻ يا خبر آهي، ٢٣. گفتا، سخنَ، رهاڻيون، ٢۴. ڀلايون، مهربانيون، احسان، ٢۵. انهن جا، ٢٦. ورائي، ڦيرائي، ٢٧. سوڳها يا قابو ڪئا، ٢٨. مون، ٢٨. ڳري سان، ڳلي يا ڳچيءَ سان، ٣٠. پٽ، بددعا، ٣١. انهن کي، ٣٢. منهنجي، ٣٣. ٻڌندي، ٣۴. انهيءَ نموني يا طرح، ٣۵. تہ، ٣٦. جتن (سسئيءَ جي محبوب پنهون جي پائرن)، ٣٧. پنهونءَ (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو، پنهون هوت قبيلي مان هو)، ٣٨. انهن کي اُتو، انهن کي چيو.

کيچ[1] پَهچَندي[2] کِيئَن[3]، اِهڙَن اَباجَهن[4] سِين.

٢٣

اُونءَ[5] تَان[6] اونيَنِ[7] نَہ کِئو، جِيئَن اُتُنِ[8] آريءَ[9] جَامَ[10]،
ٻَڙَکِي[11] ٻَاهَر نِڳِي[12]، گَاڏَر[13] مَنجَهان گَامَ[14]،
سِسِي[15] ڏِيئِي سَامَ[16]، سُتِي[17] سَنگهَرِ[18] پَٽِيين[19].

٢٤

هَلي هَاڙهِي[20] سَامُهين[21]، پُڻِ وِهَاٽِيَسِ[22] رَاتِ،
پِريَان[23] جَا پِريَاتِ[24]، اُپِي[25] پُڇِي پَهِيَڙَا[26].

٢٥

آيَس[27] کَي[28] اوڏِي[29]، وَٽَا[30] وَائِي[31] نَہ کَريو،
سَا مُنَڌَ[32] جِيئَندي[33] کِيتِرو، لَکَنِ[34] جَا لوڏِي[35]،
کوهِيَاري[36] کوڏِي[37]، چُلِي[38] پِيئِي[39] چِپَرِين[40].

٢٦

وَڏِيءَ سَتِ سُورَنِ جِي، ڏَاڍو[41] ڏورِيَائين[42]،
تَتِيءَ[43] تَايَائين[44]، جُهولو[45] مُنَڌَ[46] جُهَڙُ[47] تِئو.

١. کيچ ۾ يا ڏانهن (کيچ رياست مکران جو شهر آهي جتي سسئيءَ جو محبوب پنهون رهندو هو)، ٢. رسندي، پڄندي، ٣. ڪهڙيءَ طرح، ٤. بي قياس يا بي درد (انسانن)، ٥. انهيءَ نموني يا طرح، ٦. تہ، ٧. جتن (پنهونءَ جي ڀائرن)، ٨. ڇَپَن، ٩. پنهونءَ (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو، پنهون هوت قبيلي مان هو)، ١٠. سردار (سنڌ جي سمن بادشاهن جو لقب)، ١١. ڀڙڪو ڏيئي، (جوش مان)، اچانک ڏيئي يا ڇال ماري، ١٢. نڪتي، ١٣. ڏوٻياٽي، ڪتياٽي، ١٤. ڳوٺ (ڀنڀور)، ١٥. سرُ، جان، ١٦. قرباني، صدقو، ١٧. سمهي رهي (هميشہ لاءِ)، قبر ۾ داخل ٿي، مري ويئي، ١٨. سنگهر جي (سنگهر جو مکان ڀنڀور کان اٽڪل ٦٤ ميلن جي مفاصلي تي لس ٻيلي جي علائقي ۾ جبلن جي گول قطار ۽ دائري اندر هڪ وڏو ميدان آهي جنهن ۾ جبلن جون قطارون سنگهر يعني زنجير وانگر ڪڙو ڪڙي سان واقع آهن. سسئيءَ ۽ پنهونءَ جون قبرون هن ميدان ۾ آهن)، ١٩. پٽن ۾، ميدانن ۾، ٢٠. هاڙهي جبل (جيڪو لسر ٻيلي جي اولهہ ۾ آهي)، ٢١. ڏانهن، ٢٢. هن کي وهاٽي يعني گذري يا لنگهي وئي، ٢٣. پرينءَ، محبوبَ، ٢٤. پرڀات جي وقت، فجر يا اَسُر جي مهل، ٢٥. بيٺي، ٢٦. قاصدَ. ٢٧. آئون آئي، ٢٨. ڪجهہ، ٢٩. ويجهي، قريب، نزديڪ، ٣٠. اي وٽو يا درختو، ٣١. وائي ڪريو= ڳالهايو، ٣٢. زال، عورت، ٣٣. جيئري يا زندهہ رهندي، ٣٤. جبلن، ٣٥. تباهہ يا فنا ڪئي، ٣٦. ڪوهياري جي، ڪوهہ يا جبل جي رهاڪوءَ (پنهونءَ) جي، ٣٧. سڪايل، ٣٨. ٽپو ڏيئي، ٣٩. ڪهڙي، ٤٠. ڇپرن ۾، جبل ۾، ٤١. ڏونگر، جبل، ٤٢. ووڙيائين، ڳوليائين، ٤٣. تتيءَ جي مهل، گرميءَ جي مهل، ٻنپهرن جي وقت، ٤٤. (ٻنڌ) تيز ڪيائين، ٤٥. ڪوسو واءُ، گرمي، ٤٦. منڌ کي، ٤٧. جهڙ وانگر ٿڌو.

**(٢٧)**

جهلو[١] مُنذَ[٢] جُهڙُ[٣] تِئو، تَتِيءَ[٤] تَايَائِين[٥]،
رَائِي[٦] رُنائِين، اَپارِي[٧] کي اوِنيِين[٨].

**(٢٨)**

تُوٽي[٩] تَتو[١٠] تُوءِ[١١]، مُنذَ ورِچي[١٢] نه وِهي[١٣]،
رَائِي رَتو[١٤] روءِ[١٥]، اَپاري اوِنيَنِ لاءِ.

**(٢٩)**

اوِنيَنِ اُمَاٽي[١٦]، وِندُرَ[١٧] جي وَاتَ[١٨] کِي[١٩]،
لاَهِيو لاَهِيو ڏي، سَاجَ[٢٠] سَيِيئي اُنِ کي.

**٣٠**

اوِنيَنِ[٢١] جَهلي[٢٢] اَڏَ[٢٣]، دَانهُون[٢٤] وَاکَا مُون کئا،
سُٽِي[٢٥] مُنهِنجَا سَڏَ، پَاٽَان[٢٦] پَرَاهَان[٢٧] وِئا.

**٣١**

اَجُ نه مَنُ[٢٨] قَرَارُ[٢٩]، ڏِنُمِ[٣٠] سَونچو[٣١] سَاتَ[٣٢] ۾،
نَهي[٣٣] وِبنَا بَارُ[٣٤]، مَتي[٣٥] سَاٽيهَ[٣٦] سُپرِين[٣٧].

---

١. کوسو واءُ، گرمي، ٢. منذ کي، عورت يا زال (سسئيءَ) کي، ٣. جُهڙ يعني ککر (جهڙو ڏڏو)، ۴. تتيءَ جي مهل، گرميءَ جي مهل، ٻنپهرن جي وقت، ۵. (ٻنذ کي) تيز کيائين، ٦. رائي ۾ يعني جبل جي واريءَ يا ريتيءَ ۾، جبل ۾، ٧. تمامُ گهڻو، ٨. اونئين يعني جتن پنهون ۽ ان جي ٻائرن، ٩. جيتوڻيک، اگرچ، ١٠. گرم ٿئو (ڏينهن)، ١١. تنهن هوندي، ١٢. ٿکجي، کک ٿئي، ١٣. ترسي، رُکجي، ١۴. ڳاڙهو (ٻاڻي) يعني رت جا لڙک يا ڳوڙها، ١۵. روئي، ١٦. تياري يا سنبت کري، ١٧. لس ٻيلي ۾ هک جبل، هک نئن ۽ هک ڳوٺ جو نالو، ١٨. رستو، ١٩. ورتو، ٢٠. سامانَ، ٽپڙَ، مال اسبابُ، زيور، ڳهہ، ٢١. اونئين جي، ٢٢. وني، ٢٣. اَڏَ، جَهلَ، جهلو، آڏارُ، ٽيکَ، ٢۴. رڙيون، واکا، سڏ، ٢۵. ٻُڌي، ٢٦. ويتر، اٿلندو، ٢٧. پري، ڏور، ٢٨. دل، هنيون، قلب، ٢٩. آرامَ ۾، خوش، راضي، ٣٠. مون ڏنو، ٣١. سانباهيءَ جو هُلُ، سفر جي تياري، ٣٢. قافلي ۾ (پنهونءَ جي ٻائرن جي ائن جي)، ٣٣. ٻُڌي، ٣۴. سامانُ، ٣۵. ڏي، ڏانهن، ٣٦. وطن، ڏيهہ، ملک، ٣٧. پرين، محبوبَ.

## ٣٢

هوتَ[1] هَلَنْدي[2] جي ڪيُون، مُون سين ڳالهڙيُون[3]،
هاڙهي[4] وِنْدُرَ[5] وِچَ ۾، سَمَرُ[6] سي تيَڙيُون[7]،
ڪُوءِ[8] سي راتَڙيُون، جي پِرِينءَ[9] پُڇَاڻا[10] پيئيُون.

## ٣٣

هوتَنِ[11] ڪانَ هُئي، پاڻهين[12] پيئَمِ[13] پُنهُون سين،
بانهي[14] باروچَنِ[15] جي، سَڳَرَ[16] مَنجهہ سُئي[17]،
سا مُوتي[18] ڪيئَن مُئِي[19]، جَنهِنجو هِنيُون[20] هوتَ هَٽِي[21] وِئا.

## ٣٤

پيئي ڪَٽي پَساهَ[22]، ڏُڪي[23] ڏِيئي[24] وَٽَ جِيئَن،
اَجُ ڪِي[25] سَنجهہ صَباحَ[26]، ڪي چُونڊا تہ مُنڌَ[27] مُئِي.

## ٣٥

هَٿَ بَڌي بيئي، پيرين[28] پانڌيئَنِ[29] ڪي پَوي[30]،
سَگهي نہ ڏيئي، سُڏڪَنِ[31] ڪان سَنيهڙو[32].

---

١. محبوب، پنهونءَ (سسئيءَ جو محبوب پنهون بلوچ قوم جي هوت قبيلي مان هو)، ٢. هلڻ يا وڃڻ وقت، ٣. ڳالهيون، سخن، ٻول، ٤. هاڙهي جبل (هاڙهو لس ٻيلي جي اولهہ ۾ هڪ جبل آهي)، ٥. وندر جي (وندر لس ٻيلي ۾ هڪ جبل، هڪ نئن ۽ هڪ ڳوٺ آهي)، ٦. توشو، زاد راهہ، سفر جو سامان، ٧. ٿيون، ٨. ڪوهہ ۾، ڪڏ ۾، ٻنَ ۾، ٻنَ ۾، ٩. محبوب (پنهونءَ)، ١٠. ڪان بعد، ڪانپوءِ، ١١. هوتن ڪي يا محبوب پنهونءَ ڪي (محبت)، ١٢. ازخود، پاڻمرادو، ١٣. مونکي پيئي (محبت)، ١٤. گولي، نوڪرياڻي، ١٥. ٻروچن يا بلوچن (پنهونءَ ۽ ان جي ڀائرن)، ١٦. رستي، واٽ، ١٧. ٻڌي، مشهور ٿي، ١٨. واپس ٿئي، پوئتي وري، ١٩. مئل، فنا يا برباد ٿيل، ٢٠. دل، منُ، ٢١. ڪٽي يا وٺي، چورائي، ڦري، ٢٢. ساهُ، دم (ڪٽي پساهہ= تڪي، ڇڙي، حياتيءَ جا ڏينهن ڪٽي)، ٢٣. ڏک جي ستايل، دردن جي ماريل، ٢٤. ڏيئي جي، چراغ جي (ٺڪر جي ٺهيل ڇمني جنهن ۾ تيل ۽ ڪپهہ جي اٽ وٽيل وَٽ يعني ٻتي (نوڙي) وجهي روشنيءَ لاءِ ٻاربو آهي ان کي ڏيئو چئبو آهي)، ڏيئي جي وَٽ جي عَمر ٿوري آهي ڇو جو اها جلد ٻري ختم ٿي ويندي آهي، ٢٥. يا، ٢٦. سنجهہ صباح= سپاڻي سويل، ٢٧. زال، عورت (سسئي)، ٢٨. پيرن تي، ٢٩. واٽهڙن، مسافرن، ٣٠. ڪري، ٣١. ڏسڪن، روئڻ، ٣٢. پيغام.

(٣٦)

ڪُهي[١] نَہ ڪوڙي[٢]، پاسو[٣] پَبَ[٤] وَرَنِ[٥] ۾،
چوري[٦] نَہ چوڙي[٧]، سَندو[٨] سورنِ[٩] سَندرو[١٠].

(٣٧)

مُندَ[١١] مائِتِياڻي[١٢] اُنَ[١٣] جي، هِتي تان نَہ هُئي،
اُنَ سَگَ[١٤] مُقابِلِ[١٥] سَسُئي، سَندُنِ[١٦] ٿي سُئي[١٧]،
ٻيگاڻا[١٨] بَلوچَ[١٩] هُئا، ڇَڏيائُون ڪيرنِ[٢٠] پاسِ[٢١] ڪُهي،
جي[٢٢] وِبَسِ[٢٣] ماءُ مُهي[٢٤]، تہ پَٽِ ڪاڏو[٢٥] ڪيچَ[٢٦] ڏي.

وائي ١

مُونکي لَڪَ[٢٧] ۾ لوڏو[٢٨] ڏي، آئُون جا پَبَ پَهوڙي[٢٩] آهيان.
آرِياڻيءَ[٣٠] پُنهونءَ جي، نينهن[٣١] نِهوڙي[٣٢] ني[٣٣]،
مُون جهيڙيءَ[٣٤] مَعذورِ[٣٥] سين، شالَ[٣٦] نَہ ڪَندا ڇيهُہ[٣٧]،
ٻَگو[٣٨] هِنيون[٣٩] سَجو[٤٠] ڪَندا، رُپي[٤١] ڏيئي ريهُہ[٤٢].

وائي (٢)

هوتَ[٤٣] هازِهيءَ[٤٤] جا بَلوچَ، ڙي بَلوچَ[٤٥]، موٽي[٤٦] آءُ پَنيورَ[٤٧] ۾،

---

١. ٿَڪل، ماندي، عاجز. ٢. ڏري، رڪي. ٣. بدن جو حصو، بدن، جسم (پاسو ڪوڙي= سمهي، آرام ڪري). ٤. پٻ جي (هالار جبل جي ڏاکڻيءَ قطار کي پٻ جبل چوندا آهن). ٥. رستن، پيچرن. ٦. چوڪري يا نينگري، جنهن جا ماءُ پيءُ مري ويا هجن، يتيم. ٧. ڪولي، لاهي ڇڏي. ٨. جو. ٩. ڏکن، دردن. ١٠. (بدن جي مضبوطيءَ لاءِ) چيلهہ يعني ڪمر کي وٽي ٻڌل ڪپڙو. ١١. عورت، زال (سسئي). ١٢. عزيزياڻي، رشتيدار. ١٣. پنهون ۽ ان جي ڀائرن. ١٤. عزازت، رشتي. ١٥. جي ڪري، جي سبب. ١٦. انهن جي. ١٧. ٻڌي وڻن، مشهور ٿي وئي. ١٨. ڌاريان، غير. ١٩. سسئيءَ جي محبوب پنهونءَ جا ڀائر (جيڪي بلوچ قوم جا هئا). ٢٠. هڪ قسمجي جابلو وڻ. ٢١. پاسي ۾، وٽ. ٢٢. جيڪڏهين، اگرچ. ٢٣. ان (سسئيءَ) کي وٺا. ٢٤. مصيبت ۾ وجهي. ٢٥. ڇڪ، تاڻ، سڪ، اُڪنڊ. ٢٦. بلوچستان جي پرڳڻي ۾ رياست مڪران جو هڪ شهر جنهن ۾ پنهون رهندو هو. ٢٧. اي لڪ، اي جبل. ٢٨. ڌوڏو، ڏکو. ٢٩. ٿڪائي، ماندي ڪئي. ٣٠. آريءَ، پنهونءَ (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب. ٣١. محبت، عشق. ٣٢. تباهہ يا برباد ڪئي. ٣٣. نيئي، کڻي. ٣٤. جهڙيءَ. ٣٥. عذر واريءَ، بيمار، جڏيءَ. ٣٦. خدا گهريو آهي. ٣٧. ڇڄاٽي، جدائي. ٣٨. ڀڳل، ٽٽل، ٽڪر يا پرزا ٿيل. ٣٩. دل، قلب. ٤٠. سالم. ٤١. رپي جو، چانديءَ جو. ٤٢. ڳنڍ، ٽوپو، ٽانڪو. ٤٣. اي هوت، اي محبوب پنهون. ٤٤. هاڙهي جبل (جيڪو لس ٻيلي ۾ واقع آهي). ٤٥. اي بلوچ، اي پنهون. ٤٦. وري، واپس. ٤٧. ٺٽي ضلعي ۾ هڪ شهر جنهن ۾ سسئي رهندي هئي.

سِڪي[1] جَنهن سَڳُ[2] ڪِئو، لِڪي[3] وِچان[4] لوڪَ[5]،
مَاٺُهو ڏِينِمِ[6] مِيهَڻا[7]، ڪَچو[8] چُونِمِ[9] لوڪَ،
نِيو[10] نِمَاڻي[11] پَاڻَ سين، هِتي ڇَڏِيو مَ هوتَ[12].

وائي ③

اَجهو[13] ڪِئو آرِي[14]، هِيءَ وِيچَارِي[15]، وَئِي ڪَاهِيندي[16] ڪيچَ[17] ڏي،
آئُون پِيَادِي[18] پَنڌُ[19] ڳَهَڻُو، وَاٽُنِ[20] تي وَارِي[21]،
پُنهُون پِيَادِيَنِ جَا، بَارَ[22] ڪَٽي بَارِي[23]،
اُتي عبداللطيفؒ چئي، تُنهِنجي آهي تَارِي[24].

وائي ④

مِلَندي[25] سِيئَن[26] مَرَندي[27] سِيئَن، مُونکي آهي،
آيَلِ[28] سُورُ[29] سَندُونِ[30]،
آئُون پِيَادِي پَنڌُ ڳَهَڻُو، ڪيچِي[31] وَيَا[32] ڪَرَهَلَ ڪَاهِي[33]،
عَشقُ[34] آرِيءَ جَامَ[35] جو، ڪَامَ[36] وَنِئو[37] تو ڪَاهي،
اَدِيُون عَبداللطيفؒ چئي، پِيرَ[38] پَٽَرِ[39] ڪَا پَائي[40].

---

١. شوق يا هيج ڪري، سڌ ڪري، ٢. ناتو، لاڳاپو، دوستي، ٣. چوريءَ، ڳجهيءَ يا مخفيءَ طرح، ۴. ڪان، ٥. ماڻهن، ٦. مونکي ڏِين، ٧. طعنا، ٨. مَٺو يا خراب سخن، بدشد، ميهڻو، ٩. مونکي چون، ١٠. وٺي وڃو، ١١. مسڪين، غريب، عاجز، ١٢. اي هوت، اي محبوب پنهون (سسئيءَ جو محبوب پنهون بلوچ قوم جي هوت قبيلي مان هو)، ١٣. آڏار، ڍڪَ، پردو، بچاءُ، ١۴. پنهون (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو)، ١٥. غريب، مسڪين، لاچار، ١٦. پنڌ ڪندي، ١٧. رياست مڪران جو هڪ شهر جنهن پنهون رهاڪو هو)، ١٨. پيرين پنڌ، بنان سواريءَ جي، ١٩. سفر، مفاصلو، ٢٠. رستن، ٢١. ريتي، رائو، ٢٢. بوج، بوجو، وزن، ٢٣. بار ڪٽندڙ، ٢۴. آڌار، آسرو، ڀروسو، وسيلو، ٢٥. ملڻ، گڏجڻ، ٢٦. تائين، ٢٧. مرڻ، موت، ٢٨. اي آيل، اي امڙ، ٢٩. ڏک، غم، درد، ٣٠. انهن جو، ٣١. ڪيچ جا رهاڪو (پنهون ۽ ان جا ڀائر)، ٣٢. اٺ، ٣٣. هڪالي، ٣۴. محبت، نينهن، ٣٥. سردار (سنڌ جي سمن بادشاهن جو لقب)، ٣٦. لڪڻ، لٺ، ڏنڊو، ٣٧. جهلئو، ٣٨. قدمَ، پڳَ، ٣٩. پٽ ۾، جبل ۾، ۴٠. وجهي.

### وائي ⑤

مُون نَہ پَرُوڙِئُو[1] مَاءُ[2] تَان[3] ڪَا هِيڏِي[4] هوتَ[5] ڪَنداَ،
ٻَاروچَا[6] ڪوهِيَارا[7]،
اَنگهُڻِ[8] چَاڙهي اَنگَڙاَ[9]، ڪَهي[10] ڪيچ[11] وِئَا،
سُڌِ[12] نَہ اُنِ ڪي سُورَ[13] جي، سِڪَڻَ[14] آيو سَاءُ[15]،
مورِبَسَرَ[16] اَڪِيَنِ ۾، تيلاَهِين[17] پِئَا،
آئُون تِي ڏُونگَرَ[18] ڏورِيَان[19]، وِئَڙُمِ[20] هُوتُ[21] هَتَان[22].

### وائي ⑥

مُنهنجَا پيرَ[23] پُنهُون[24]، يَارَ[25] پُنهُون، سيرُون[26] ٿئَڙَا چيَرين[27]،
آرِيَاڻيءَ[28] پُنهُونءَ جو، ڏُونگَرَ ڏَسُ[29] ڏِنو،
ٻَانڀَڻِ[30] ڪي ٻَروچَ ري، ٿِئَڙو[31] شَهرُ[32] سُڃو[33]،
اُنِ لاءِ عبداللطيفؒ چئي، مُون رَاتو ڏِينهن رُنو.

### وائي ⑦

ڪيچِي ڪَنداَ ڪوهُہ[34]، مُونَ[35] مُئي[36] ڪان پوءِ[37]، اَچِي مَاءُ[38] پَنهِورَ ۾،
هَاڻِ نَہ جِيَان[39] جِيڏِيُون[40]، جِيئَڻَ[41] جَاڙَ[42] ٿِئو،

---

١. ڄاتو، سمجهيو، پانيو، ٢. اي ماءُ، اي امڙ، ٣. تہ، ۴. ايڏي وڏي جاڙ يا ايڏو وڏو ظلم، ٥. محبوبَ، هوت جو اولاد يعني پنهون ۽ ان جا پائر، ٦. ٻروچ يا بلوچ (پنهون ۽ ان جا پائر)، ٧. ڪوهہ يعني جبل جا رهاڪو (سسئيءَ جو محبوب پنهون ۽ ان جا پائر)، ٨. انگهن تي، ڪنهن وڻ يا سڪل ڪاٺ جي نوڪدار ۽ وريل ڪُنڍين تي (جن ۾ ڪاسائي جانور ڪي کهي کل لاهڻ ۽ گوشت وڍڻ واسطي ٽنگيندا آهن)، ٩. بدن جا عضوا، بدن يا جسم، ١٠. هلئا، نڪري، ١١. ڪيچ ڏانهن (ڪيچ رياست مڪران ۾ هڪ شهر آهي)، ١٢. خبر، ١٣. درد (عشق جي)، ١۴. سڪڻ جو، سِڪَ جو، پيارَ جو، ١٥. سواد، مزو، ١٦. چاليون، موتين جهڙا اڇا اُڀا ڦلا (جنڪي موتئي ٻاٽيءَ جي بيماري چئبو آهي)، ١٧. تنهن ڪري، ١٨. جبل، ١٩. ووڙيان، ٢٠. مون کان وئو، ٢١. محبوب (سسئيءَ جو محبوب پنهون جيڪو هوت جي اولاد مان هو)، ٢٢. هٿ مان، قبضي مان، ٢٣. قدمَ، پڳَ، ٢۴. اي پنهون، ٢٥. اي يارَ، اي دوست، ٢٦. زخمي، ٢٧. چيرن ۾، جبلن ۾، ٢٨. آريءَ (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو، پنهون ان قبيلي مان هو)، ٢٩. پتو، خبر، سڌ، ٣٠. برهمڻ زال (سسئي)، ٣١. کان سواءِ، ٣٢. ڀنڀور جو شهر جنهن ۾ سسئي رهندي هئي، ٣٣. ويران، ٣۴. ڇا، ٣٥. منهنجي، ٣٦. مرڻَ، موت، ٣٧. بعد، ٣٨. اي ماءُ، اي امڙ، ٣٩. جيئري يا زندهہ رهنديس، ۴٠. اي جيڏيون، اي سرتيون، ۴١. جيئڙو رهڻ، ۴٢. اجايو، بي سود.

پَبُ[1] پَارسَ[2] هوتَ[3] پُنهُونءَ، سَپيئي سونُ ڪِئو،
سُرهَو[4] سَاٿُ[5] سَيد[6] جو، وَاسيُ[7] وِندُر[8] وِئو،
پُٽي[9] ڏُونگرَ[10] ڏوريَان[11]، اِي قَضَا[12] ڪَمُ ڪِئو،
آهي عبداللطيفؒ جو، سَڌَرَ[13] سَاٿُ سِهو[14].

وائي ⑧

مُون رَتُ[15] رُنُو تي رائي[16]، مُون رَتُ وَهَايو تي رائي،
ڪَٽيو[17] پير[18] پُنهُونءَ جو،
جيڪُسِ[19] مُئيءَ[20] جَا جيڏُيون[21]، وِتَا لاڳَاپَا[22] لاَهي[23]،
آئُون سُتيِ[24] هُو هَلِيئَا، وِتَا ڪَرَهَل[25] ڪَاهي[26]،
اُتي عبداللطيفؒ چئي، آري[27] وَسِيلو[28] آهي.

وائي ⑨

هَاڙهي[29] ويندَا هوتَ مُئيءَ جَا، آيَلِ[30] جيجَلِ[31] آن ڪي ڏِنا،
بَرَ[32] ۾ بِرَهَمڻ[33] ڪي، چَپِرِ[34] تَان نَہ چَڏِيندَا،
مُوتي[35] هِن مَعذُورِ[36] تي، وَاڳُون[37] وَارِيندَا[38].

وائي ⑩

هَاڙهي[39] هوتَ[40] مُيَاسِ[41]، دوستَ[42] مُيَاسِ، لَڳِي يَارَ لِڪَن[43] ۾،

---

١. پب جو جبل جيڪو لس ٻيلي ۾ هالار جبل جي ڏکڻ ۾ آهي. ٢. پٿر جيڪو لوھہ کي لڳي سونو ڪري ڇڏيندو آهي. ٣. محبوب، پنهونءَ (سسئيءَ جو محبوب پنهون بلوچ قوم جي هوت قبيلي مان هو). ٤. خوشبودار، سٺو، موچارو. ٥. قافلو، جماعت. ٦. سردار يعني پيغمبر حضرت محمد صلعم. ٧. سُرهو يا خوشبودار ڪري. ٨. وندر کي لس ٻيلي ۾ هڪ جبل. هڪ نئن ۽ هڪ ڳوٺ جو نالو وندر آهي. ٩. پيئي. ١٠. جبلَ. ١١. ووڙيان، جهاڳيان. ١٢. خدا جي امر يا حڪم. ١٣. طاقت ورَ، سگهاري. ١٤. لاڳاپو، واسطو، دوستي. ١٥. رت جا لڙڪ يا ڳوڙها. ١٦. رائي ۾، جبل جي ريتيءَ ۾، جبل ۾. ١٧. نهاريو، ڏسيو. ١٨. پير جو نشان. ١٩. شايد. ٢٠. مئلَ، فنا يا برباد ٿيل. ٢١. اي جيڏيون، سرتيون. ٢٢. واسطا، ناتا. ٢٣. ختم ڪري. ٢٤. ستل يا ننڊ ۾ هيس. ٢٥. اٺ. ٢٦. هڪالي. ٢٧. پنهون (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو). ٢٨. آڌار، ٻرجهلو، شافع. ٢٩. هاڙهي ڏانهن (هاڙهو لس ٻيلي ۾ هڪ جبل آهي). ٣٠. اي آيل، اي امڙ، اي جيجل. ٣١. اوهان. ٣٢. رڻ پٽ، سڃ، بيابان. ٣٣. سسئيءَ جيڪا برهمڻ نائونءَ جي ڌيءُ هئي. ٣٤. ڇپر ۾، جبل ۾. ٣٥. وري. ٣٦. جڏيءَ، بيمار، عذر واريءَ. ٣٧. مهارون، اٺن کي هلائڻ لاءِ انهن جي نڪن ۾ وڌل نوڙيون. ٣٨. وَرائيندا يعني اٺن کي واپس آڻيندا. ٣٩. هاڙهي جبل ۾. ٤٠. اي هوت، اي محبوب پنهون. ٤١. مري ويس (آئون). ٤٢. اي دوست، اي يارَ. ٤٣. جبلن.

عَشقَ[1] اُٿارِيَسِ[2] جيذِيُون[3]، پَڌَرِ[4] ٿي پِياسِ،
سَتُرُ[5] سِڪَ[6] وِڃايو[7]، هِنڙي تان[8] نه هُيَاسِ[9].

## وائي ١١

روئِي لاٿو[10] مُون، جان جان[11] ڏُکُ[12] نه هو ڏُونگَرِين[13]،
وِئو ٻاروچو[14] نِڪري، اللهَ[15] آهِين تُون،
ڪَهَان[16] تان ڪيچان[17] پَرِي[18]، وِهَان تان وَتِ مُون،
عَبَثُ[19] آريءَ[20] ڄامَ[21] ڪي، ٻُلِي[22] ڏورِيَمِ[23] پُون[24]،
سَڀِ رَنگِينديَسِ[25] رَتَ[26] سِين، ڪيچان اوري[27] پُون،
لَڳُمِ[28] ٻاڻُ[29] ٻروچَ جو، اَمَڙِ[30] جَهلِ[31] مَ[32] مُون،
ڪانگَ[33] لَمَندا[34] ڪَڏهين، مادَرِ[35] مَتَان[36] مُون[37]،
هِتي هُتي لطيف چئي، سَدا آهِين تُون.

## وائي ١٢

اَللهَ[38] واري[39] آڻِ، ٻاروچا پَنيورَ[40] ۾،
نِهارِينديَسَ[41] نِڪَتِي[42]، ڪوهيَاري[43] جي ڪاڻِ[44]،
ڪَنديَس ڪوهيَارَل[45] سين، رائِي[46] مَنجهه رِهاڻِ[47].

---

١. نينهن، محبت، ٢. مونکي اٿاريو، مونکي جاڳايو، منهنجو سک يا آرام ڦٽايو مونکي پڙڪايو، ٣. اي جيڏيون، اي سرتيون، ۴. پڌري، ظاهر، وائکي، ۵. ڍڪ، پردو، لڄ، حيا، شرم، ٦. محبت، پيار، ٧. ضايع ڪئو، برباد ڪئو، ٨. اصل، ٩. آئون هئي، ١٠. ختم ڪئو، ١١. جان جان= جيستائين، ١٢. تڪليف، ١٣. ڏونگرن ۾، جبلن ۾، ١۴. ٻروچ يا بلوچ يعني سسئيءَ جو محبوب پنهون، ١۵. اي الله، ١٦. هلان، پنڌ ڪريان، ١٧. ڪيچ ڪان (ڪيچ رياست مڪران جو هڪ شهر آهي جتي پنهون رهندو هو)، ١٨. ڏور، ١٩. اجايو، بي سود، ٢٠. پنهونءَ (بلوچ قوم جي هوت قبيلي جي سردار جو لقب آري هو، پنهون هوت قبيلي مان هو)، ٢١. سردار (سنڌ جي سمن بادشاهن جو لقب)، ٢٢. ڀلجي، غلطيءَ ڪان، ٢٣. مون ڏوري، مون ووڙي يا جهاڳي، ٢۴. زمين، ملڪ، ٢۵. رنگدار ڪنديس، ٢٦. خون، لهوءَ، ٢٧. اورتي، ٢٨. مون کي لڳو، ٢٩. تير، ڪان، ٣٠. اي امڙ، اي جيجل، ٣١. روڪ، ڀل، ٣٢. مونکي، ٣٣. ڪانءَ يا زاغ (جي ڪاري رنگ جا پکي آهن)، ٣۴. آڏامندا، ٣۵. اي مادر، اي امڙ، ٣٦. (قبر) تان، ٣٧. منهنجي، ٣٨. اي الله، ٣٩. ورائي، موٽائي، ۴٠. ٺٽي ضلعي ۾ کهاري جي ڳوٺ کان اٽڪل ٻه ميل پري هڪ ڳوٺ جنهن ۾ سسئي رهندي هئي، ۴١. واجهائينديس، ۴٢. کهٽو، ۴٣. ڪوهه يعني جبل جي رهاڪوءَ (پنهون)، ۴۴. واسطي، لاءِ، ۴۵. ڪوهياري، ۴٦. (جبل جي) ريتيءَ، جبل، ۴٧. ڪچهري، ملاقات.

رڻُ[1] جَهاڳِيندِيَس[2] رات جو، ساٿِيِ[3] ڪَٽِنديَس سانُ[4]،
اَدِيُون عبداللطيف چئي، سَڄڻُ[5] ڳهُرِجي[6] سانُ.

## وائي ١٣

ڪَلَ[7] نہ پئيَمِ[8] ڪا تہ ڪو هوتُ[9] وَني ويندا، اَدا[10] ڏيرا[11]،
ڪُهِي[12] ڪَمِيٽِي[13] هَلِئَا، پَانيَڻِ[14] ڪري پيرا[15]،
پَسان[16] شَالَ[17] اکِيُنِ سين، دوستَ سَندا[18] ديرا[19]،
ساجُهرِ[20] سيٽَنِ[21] لَڏئو[22]، پوءِ[23] ٿي پُڇي[24] پيرا[25]،
ٻَرَڪَنِ[26] ٿا ٻانيَڻِ جا، جِگرَ[27] ۽ جيرا،
ڏانيُئي[28] نہ ڏاگهنِ کي، وَنگيُئي[29] نہ تنهن ويرا[30]،
ڪانئيندِيَس[31] ڪيرَنِ[32] مِ، جَانبَ[33] لاءِ جيرا.

---

١. ٻرُ، بيابان، ٢. لنگهينديس، اُڪرنديس، ٣. همراهہ، ٻيلي، رفيق، سنگتي، ۴. پاڻ سان، ۵. دوست، محبوب، ٦. ڪپي، ٧. خبر، سڌ، ٨. مونکي پئي، ٩. محبوب، پنهون (هوت بلوچ قوم جو هڪ قبيلو آهي، سسئيءَ جو محبوب پنهون ان قبيلي مان هو)، ١٠. اي ادا، اي ڀائو، ١١. ڏير، مڙس (پنهونءَ) جا ڀائر، ١٢. قتل ڪري، ماري، فنا يا برباد ڪري، ١٣. بدڪار، ڪم ذات، ١۴. برهمڻ زال، ٻانڀڻ ڪي ڌيءَ (سسئي)، ١۵. ڳيا، ڳتِرا، ١٦. ڏسان، ١٧. خدا گهريو آهي، ١٨. جا، ١٩. جايون، آستان، ٢٠. سوير، ٢١. سڄڻن، محبوبن، ٢٢. هجرت ڪئي، نقل مڪاني ڪئي، ٢٣. بعد ۾، دير سان، ٢۴. جاچي، نهاري، ٢۵. پيرن جا نشان، ٢٦. جوش ڪائين، جَلن، سڙن، ايامن، ٢٧. واحد جگرَ= ڪليجو، جيرو، دلِ، ٢٨. تو ڏانيو، تو ڏاوڻن يعني رسن يا نوڙين سان ٻَڌو (سوگهو ڪري)، ٢٩. تو ونگيو، تو ٻڌو ٣٠. ويل، مهل، ٣١. آئون ڪائيندي،، آئون ساڙيندي يعني جلائيندي، ٣٢. واحد ڪير= وڻ جو هڪ قسم، ڪُونيٽ، ٣٣. جانيءَ، محبوبَ.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُر سورٺِ

## داستان پهريون

### ١

اَللهَ جِي آسَ[1] ڪَري، هَلِئو[2] هِتَائِين[3]،
چَارَڻَ[4] پَڌَا چَنگَ[5] ڪي، جُهوڙَا[6] ۽ جَهائِين[7]،
ڏُئلِي[8] راءَ[9] ڏِيَاچَ[10] جِي، ڏُوران[11] ڏِٺَائِين،
وِينَتِيُون[12] واحِدَ[13] کي، تَنهن وِيرَ[14] ڪِئَائِين،
سَبَاجَهَا[15] سَائِين[16]، راءُ رِيجَهائِين[17] راڳَ سِين.

### ٢

پَرَ ڏيهَان[18] پَنڌُ ڪَري، هَلِي آيو هُون[19]،
تُون اُوچو[20] عَرشَنِ[21] تي، آئُون پورو[22] مَٿي[23] پُون[24]،
ڪِيئَن[25] تُسَندين[26] تُون، سِرَ[27] سُوالِي[28] آهِيَان.

### ٣

پَرَديسَان پَنڌُ ڪَري، هَلِي آيو هِتِ[29]،

---

١. آسرو، ٢. روانو ٿيو، ٣. هِن هنڌ يا جاءِ کان يا هتائين (راجا انيراءِ جي ملڪ مان)، ۴. ڳائڻي يا راڳ ڳائيندڙ (فقير)، مڱڻهار (چارڻ هڪ ذات آهي جنهن جي ماڻهن جو ڪم هوندو هو تہ راجائن ۽ بادشاهن جي درٻارين ۾ سندن ساراهہ جا قصيدا ۽ راڳ ڳائين)، ۵. سازُ (چنگَ هڪ قسم جو ساز آهي)، هن سُرَ ۾ چنگ ڪي سازن جي ٻين نالن سان جهڙوڪ سرندو، ٽنبو، تنبورو، ڪنجهو، وڏاڻ، ڪماچ، ڪينرو وغيره ۾ بيان ڪيو ويو آهي)، ٦. سٽ يا پٽ مان ٺهيل جهاٻا، ٽونٽر، ڏورا يا ڦندڻ، ٧. گهنگريا، ڇيريون، ٨. محلات، ٩. راجا، ١٠. راجا جو نالو جنهن جو ٻيجل نالي چارڻ راجا انيراءَ جي چوڻ تي سرُ وٺڻ آيو هو. ١١. ڏور کان، پري کان، ١٢. مناجاتون، عرض، التجائون، سوال، ١٣. هڪڙي يعني الله پاڪ، ١۴. ويلَ، وقت، مهل، ١۵. اي سڀاجها، اي ڀاڄهارا، اي ڀاڄهہ وارا (خدا)، ١٦. مالڪ، ڌڻي، ١٧. راضي ڪرين، ١٨. پرڏيهہ کان، ڏوراهين يا پراهين ملڪ يا ديس کان، ١٩. آئون، مان، ٢٠. مٿي، مٿاهون، بلند، ٢١. آسمانن يعني محلاتن، ٢٢. نادان، اڻ ڄاڻ، ٢٣. تي، ٢۴. زمين، ٢۵. ڪهڙيءَ طرح، ڪهڙي نموني، ٢٦. راضي ٿيندين، ٢٧. سر جو، مٿي جو، سسيءَ جو، ٢٨. سوال ڪندڙ، عرض ڪندڙ، گهرجائو، گدا، ٢٩. هِن جاءِ يا هنڌ تي (راجا راءِ ڏياچ جي محلات وٽ).

جَاجِڪُ[١] اُڀو[٢] جِتِ، سِرَ جُون صَدَائُون[٣] هَڻي.

٤

پَرَديسَان[٤] پَنڌُ ڪَري، هَلِي آيو هِتيءُ[٥]،
مَالُ نَہ مَڱي مَڱڻو، جَاجِڪُ مَڱي جِيءُ[٦]،
وَڍِ[٧] وَهلو[٨] ٿِيءُ، سَاعَتَ[٩] صَبرُ نَہ سَهَان[١٠].

٥

پَرَديسَان پَنڌُ ڪَري، آيُس موچَارِيءَ[١١] مَاهَہ[١٢]،
جِي[١٣] وِهَاڻِيءَ[١٤] وِيَرمَ[١٥] ڪَرِين، مُون[١٦] هِينئَرئِي[١٧] هَلاءِ[١٨]،
سُونهَارا[١٩] سورَٺِ وَرَ[٢٠]، ڳَالِهہ[٢١] هِنيَين سين لاءِ[٢٢]،
سو مَڱڻهَارُ مَلهَاءِ[٢٣]، جو وِچَان ويرِين[٢٤] آيو.

٦

پَرَديسَان پَنڌُ ڪَري، سُٺي[٢٥] آيُس شَانُ[٢٦]،
مَڱَانَ ڪِهَڙِيءَ مَتِ[٢٧] سين، آئُون نِسُورو[٢٨] نَادَانُ[٢٩]،
سو ڪو[٣٠] ڏِيَارِيهُون[٣١] ڏَانُ[٣٢] جو طَمَعَ[٣٣] کي تَرَڪُ[٣٤] ڪَري.

---

١. مڱڻهارُ، مڱتو يا پينو يعني پيجل، ٢. بيٺو، ٣. سينُون، سُوالَ، ٤. پرديس کان، پرڏيهہ کان، ڏوراهين يا پراهين ڏيهہ يا ملڪ کان، ٥. پيجل ڏانهن اشارو، ٦. جان، سِرُ، ٧. ڪاٽِ يا جدا ڪر (ڪاٽيءَ يا ڇُريءَ سان)، ٨. جلد، سگهو، تڪڙو، ٩. پَلُ، پَلڪُ، گهڙي، ١٠. برداشت ڪريان، ١١. سڳوريءَ، ڀلاريءَ، نيڪَ، ١٢. ماهَہ ۾، مهلَ يا ويل يا موسم ۾، ١٣. جيڪڏهين، ١٤. وهاڻيءَ تائين، پرهہ ڦٽيءَ يا پرڀات تائين، صبوح ٿيڻ تائين، ١٥. دير، ١٦. مونکي، ١٧. هاڻي، هن وقت، ١٨. موڪل ڏي، رخصت ڏي، جوابُ ڏي يا انڪار ڪر، ١٩. سونهن وارا، سهڻا، ڀلارا، موچارا، ٢٠. مڙس، ڀتارَ، ٢١. دل، ٢٢. هنداءِ، ڏيان يا ويچار ۾ آڻ، ٢٣. مرڪاءِ، نوازِ، خوش ڪر، سرخروڪر، ٢٤. دشمن (راجا انيراءِ ڏانهن اشارو)، ٢٥. ڀَڏي، ٢٦. (راجا ڏياچ جو) مرتبو، عظمت، ساراهہ، تعريف، ٢٧. هوشَ، سمجهہ، ٻُڌيءَ، ٢٨. صفا، بنهہ، ٢٩. بي وقوف، بي سمجهہ، بي عقل، اڻ ڄاڻ، ٣٠. اهڙو، ٣١. مونکي ڏج يا ڏيارج يا عطا ڪج، ٣٢. دان، خيرات، انعام، ٣٣. تمنا، لالچ، ٣٤. دفع، ختم.

**٧**

تو[1] دَرِ[2] آيو راجِيَا[3]، جَاجِڪُ وَنِي جِيءُ،
ڪَنا[4] نارُ[5] حَامَيَه[6]، هاڻِ[7] بَچائِج[8] هيءُ[9]،
وَالِي[10] ڏِيارِين[11] وِيءُ[12]، جِتِ آهِ جَنَاتُ[13] عَدنِ[14].

**٨**

تو دَرِ آيو راجِيَا، هِهَڙو وَنِي حَالُ،
اونائِج[15] عَلِيلَ[16] جو، سَباجَها[17] سُؤالُ[18]،
اگڻَ[19] مَتِي[20] آنهِنجي[21]، ڪَهي[22] ڪِي[23] قَوالُ[24]،
پَلاَ[25] ڪَري پَالُ[26]، اَئِين[27] اَمُنُ[28] ڏِيو[29] اُنَ ڪي.

**٩**

تو دَرِ آيو راجِيَا، پِئَا دَرَ ڪَري[30] دُورِ،
سَائِلُ[31] تو سَين[32] هَٿي، هَرُ دَمُ[33] آن[34] حُضُورِ[35]،
پِئو نَه مَگي مُورِ، اَمُنُ ڏِيو اُنَ ڪي.

**١٠**

تو دَرِ آيو راجِيَا، پِئَا دَرَ ڏِيئِي[36] بَنِ،

---

١. تنهنجي، ٢. دَرَ تي، (گهر جي) چانئٺ يا ڦاٽڪ تي، ٣. اي راجيا، اي راجا (ڏياچ)، ۴. ڪان، ۵. باهہ، ٦. گرم، جلائيندڙ، ساڙيندڙ (نارُحاميه = دوزخ جي جلائيندڙ باهہ، راجا انيرا جي عذاب ڏانهن اشارو)، ٧. هن وقت، هينئر ڇڏائج، حفاظت ۾ رکج، ٩. ٻيجل ڏانهن اشارو، ١٠. اي والي، اي مولا، اي مالڪَ، ١١. مونکي ڏيارج، عطا ڪج، ١٢. زمين جو اهو ٽڪر يا ايراضي جيڪا چوپائي مال جي چاري لاءِ مخصوص ڪيل هجي يا اهو ميدان جنهن ۾ غير ماڻهوءَ جو اچڻ بند هجي، سبزو، ١٣. واحد جنت = باغ، ١۴. عدن جا، هميشہ رهڻ واري بهشت جا، ١۵. (ڏيان سان) ٻڌج، اگهائج، قبول ڪج، ١٦. بيمار، ضعيف، نٻل، ١٧. اي سڀاجها، اي ڀاڄهارا، اي رحمدل، ١٨. عرض، منٿ، ١٩. (گهرجي) احاطي يا پڌر، حضور، ٢٠. تي، ۾، ٢١. اوهانجي، ٢٢. چئي، عرض ڪري، بيان ڪري، ٢٣. جيڪو ڪجهہ، ٢۴. قوالي ڳائيندڙ، راڳائي (ٻيجل ڏانهن اشارو)، ٢۵. اي ڀلا، اي چڱا، اي ڀلارا، اي سڳورا، اي سهڻا، ٢٦. مهرباني، احسان، ٢٧. اوهين (راجا ڏياچ ڏانهن اشارو)، ٢٨. پناهہ، بچاءُ، سلامتي، ٢٩. عطا ڪريو، بخشش ڪريو، ٣٠. ڪري دور = ڇڏي، نظرانداز ڪري، ٣١. سوالي، عرضدار (ٻيجل)، ٣٢. صدا، سوال، عرض، ٣٣. لڳاتار، ٻنان ناغي، ٣۴. آن جي، اوهان جي، ٣۵. حضور ۾، دربار ۾، ٣٦. ڏيئي ٻن = ترڪ ڪري، ڇڏي.

ڪَهَانِ[1] جو ڪُمَاچَ[2] سِين، سو سُڻُ[3] سَبَاجهيِ[4] ڪَنِ[5]،

جَا مَگَ[6] مُنهِنجي مَنِ[7]، سَا توکي مَعلُومُ[8] سَيِڪَا.

## ١١

بِئَا[9] دَرَ ڏيئِي بَنِ[10] ڪِي، آيُس تُنهِنجي دَرِ[11]،

سُونهَارَا[12] سورَٺِ[13] وَرَ[14]، ڪَا مُنهِنجيِ[15] ڪَرِ،

پَلاَ[16] پيري[17] پَرِ[18]، پَالهو[19] پَانڌُ[20] پِينَارَ[21] جو.

## ١٢

آءُ[22] مَتَاهُون[23] مَگَتَا[24]، چَڙهِي مِ چَوڏولَ[25]،

توکي گهوٽَ[26] گُهرَايو، رَاجَا مَنجهه رَتولَ[27]،

بِيجَلَ[28] تو سِين بولَ[29]، وِهَاڻيءَ[30] وَڏِنَ[31] جي.

## ١٣

ڪِي[32] جو بِيجَلَ بولِئو[33]، پِنِيءَ[34] وِيهي پَانَ[35]،

رَاجَا[37] رَتولَنِ مِ، سِيبَاڻو[36] سُلطَانَ،

آءُ مَتَاهُون مَگَتَا، مُقَابِلِ[38] مَيدَانَ[39]،

گهورِيَا[40] لَکَ[41] لطيف چئي، تُنهِنجي قَدَمَ[42] تَان قُربَانُ.

---

١. ڇوان، عرض ڪريان، ٢. وڄائڻ جي هڪ ساز جو نالو، ٣. ٻُڌ، ۴. ٻاجهہ واري، ٻاجهہ ٻرِيئي، ڏيرج وان، ۵. ڪَن سان، ٦. گهُر، سوال، عرض، ٧. من ۾، دل ۾، ٨. روشن، علم ۾ يا ڄاڻ ۾، ٩. دروازا يعني گهر يا مڪان، ١٠. ڏيئي ٻن ڪي = ڪڏ ۾ وجهي، ترڪ ڪري، ڇڏي، ڦٽا ڪري، ١١. دَرَ تي، ١٢. سونهن وارا، سهڻا، ٻلارا، سڳورا، ١٣. سورٺ جا (راجا ڏياچ جي زال جو نالو سورٺ هو)، ١۴. مڙس، ڀتار، ١۵. منهنجي مدد يا واهر يا ٻلو، ١٦. اي ٻلا، اي ٻلارا، اي سڳورا، ١٧. ڦري، مهرباني ڪري، ڦيرو يا ڦيرو ڏيئي، ١٨. ٻرِ ڪر، ١٩. خالي، ٢٠. جهولي، ٢١. پينوءَ، مڱڻهار (ٻيجل)، ٢٢. اچ، ٢٣. متي (ماڙيءَ تي يا محلات ۾)، ٢۴. مڱڻهار (ٻيجل)، ٢۵. ڏولي، پالڪي، محفو (جنهن کي چار ماڻهو ڪلهن تي کڻن)، ٢٦. نئون پرڻيل جوان هتي مراد راجا ڏياچ آهي، ٢٧. محلات، ٢٨. اي ٻيجل (چارڻ فقير يا مڱڻهار جو نالو جيڪو راجا ڏياچ کان سرُ گهرڻ آيو هو)، ٢٩. انجامُ، واعدو، ٣٠. وهاڻيءَ جي وقت، پرڀات يا فجر جي مهل، ٣١. (سِرَ) کپڻ يا ڪاٽڻَ، ٣٢. ڪُجهہ، ٣٣. (راڳُ) آلاپيو يا ڳايو، ٣۴. پنيءَ جي وقت، اَسُرَ يا فجر جي ويل، ٣۵. مڱڻهار (ٻيجل)، ٣٦. وڻيو، پسند پئو، ٣٧. سلطان کي، بادشاهہ کي، راجا (ڏياچ) کي، ٣٨. سامهون، روبرو، ٣٩. ميدان ۾، (راجا ڏياچ جي محلات ڏانهن اشارو)، ۴٠. قربان ٿئا، صدقو ٿئا، ۴١. سوين هزار يعني تمام گهڻو ناڻو، ۴٢. وِکَ، پنڌ ڪرڻ وقت ٻن قدمن يا پيرن جي وچ وارن مفاصلي.

مَتو[1] هِيءُ مِهمانَ[2]، هَلِي چَؤُ تَہ هُتِ[3] ڏِيَان.

## ١٤

رءَ[4] مَصْلِحَتَ[5] مَگڻا[6]، هِتِ قَصر[7] کِينَ اَچَنِ،
نُورَ[8] تَجَلِّي[9] نُورَ[10] سِين، نَمِئو[11] نَينِ[12] پَسَنِ[13]،
خيمي[14] ۾ کَنگهارَ[15] جي، چَاندُوڻا[16] چَمَکَنِ[17]،
لَذائين[18] لطيف چئي، سَندا[19] ڏانَ[20] ڏسَنِ[21]،
تيلاهہ[22] مُلکَ[23] ڏَٺيَنِ[24]، مَجِئو[25] مَگڻهارَ کي.

## ١٥

نِرتي[26] تَندُ[27] نِيازَ[28] سين، بِيجَل[29] بُرائي[30]،
رَاجا رَتولَن[31] ۾، وَرَنائي[32] وائي[33]،
کوتَايائين[34] کوٽَ[35] ۾، بَارَتُ[36] بَاجَهائي[37]،
رَاجا رَاڳائي، هَردوئي[38] هيکُ[39] ٿِئا.

## ١٦

نِرتي تَندُ نِيازَ سين، بُرائي بِيجَلَ،
رَاجا رَتولَن ۾، اونَائي اَمُلَ[40]،

١. سرَ، سسي، ٢. "اي مهمان، اي مزمان (بيجل ڏانهن اشارو)، ٣. بيجل جي وطن ڏانهن اشارو، ۴. سواءِ، ٥. ڀلائيءَ يا چڱائيءَ يا فائديمند ڳالهہ، ٦. مگڻهارَ، پينو، مگڻا، ٧. قصر ۾ محلات ۾، ٨. نورَ جي يعني خدا جي، ٩. نورَ يعني روشنيءَ جو جلوو يا چمڪو، ١٠. (مرشد جي) نورَ يعني روشنيءَ، ١١. (ادب ڪان يا وچان) جُهڪئو، ١٢. (طالبَ جُون) اکيون، ١٣. ڏسن، ١۴. تنبُوءَ (محلات)، ١٥. ڪڇ ملڪ جي هڪ راجا جو نالو ڪنگهار هو، هن جي سخاوت ۽ بهادريءَ سبب هر بهادر ۽ سخي ماڻهوءَ کي ڪنگهار جي لقب سان سڏيو ويندو آهي. هتي هيءُ لقب راجا ڏياچ ڏانهن منسوب آهي، ١٦. چنڊ جا ڪرڻا يا شعاع، شمعدان، ١٧. چلڪن، تجلا ڪن، ٻرن، ١٨. هن لذا، هُن ڪي مليا، ١٩. جا، ٢٠. دان، انعامَ، ٢١. ملڪن، ڏينهن، سيني طرفن يا پاسن، ٢٢. تنهنڪري، ٢٣. ملڪ جي، ٢۴. مالڪن يعني وڏن وڏن بادشاهن، ٢٥. قبول ڪئو، منظور ڪئو، عزت ڪئي، لحاظ رکئو، پيش پئا، ٢٦. نرت سان، ڏيان سان، پختائيءَ سان، چٽي، ٢٧. (ساز جي) تارَ، ٢٨. نهٺائيءَ، عاجزيءَ، ٢٩. بيجل ان چارڻ فقير يا مگڻهار جو نالو آهي جيڪو راجا ڏياچ ڪان سر وٺڻ آيو هو، ٣٠. وڄائي، ٣١. محلاتن، ٣٢. ٻُڌي، سُڻي، اونائي، قبول ڪئي، پسند ڪئي، ٣٣. سخن، ڳالهہ، ڪلام، ٣٢. گهرايائين، ٣٥. قلعي، محلات، ٣٦. ڳائڻو، گويو، قوال، عطائيَ (بيجل)، ٣٧. ٻاجهہ ڪري، ڪهل ڪري، ٣٨. ٻئي، ٣٩. هيڪ ٿئا= خلاصي نموني يا مخفي طرح ملي هڪ ٿي ويا يعني ٻنهي ۾ ڪو ويڇو يا فرق نہ رهيو. ۴٠. جنهن جو ملهہ يا بها ڪٿي نہ سگهجي. هتي "امل" مان مراد راجا راءِ ڏياچ آهي.

رَازُ[1] ڪِئَائِين رَاءَ[2] سِين، ڪَنهن مُوچَارِيءَ[3] مَهَلَ[4]،
اَنَا اَحمَدُ بِلاَ مِيمِ• چَئِي، سَيِنَ[5] هَنِئِي[6] سَائِلَ[7]،
ڪَنهن[8] ڪَنهن پيئِي ڪَلَ[9]، تَہ هَردوئِي[10] هيڪُ ٿِئَا[11].

## ١٧

ڪَنِي[12] ڪَنِي مَاڻهين[13]، پيئِي ڪَلَ ڪَائِي[14]،
رَسِئَا[15] جي رَمَزَ[16] ڪي، تَن پَارِسِي[17] پَائِي[18]،
اَلانسَانُ سِرِي وَاَنَا سِرُہ، *وَرَتِي[19] اِيءَ وَائِي[20]،
رَاجَا رَاڳَائِي، هَردوئِي هيڪُ ٿِئَا.

## ١٨

رَاجَا رَنگَ[21] مَحَلَ[22] ۾، جَاجَڪُ[23] سِرَ[24] زَمِينَ،
هَنيَائِين[25] هَتَنِ سِين، سَا سُئِي[26] بَالاَ[27] بِينَ[28]،
جِت اَجَنِ نَہ اُزدَا[29] بيگيُون، اُت ڪُونَايُو[30] اَمِينَ[31]،
تَازِي[32] ڏِيُوس تَڪِڙَا[33]، جَوَهَرَ[34] پَائِي[35] زِينَ[36]،
بِئو مَگِّي[37] ڪِينَ[38]، ذَارَان[39] سِرَ[40] سَيَدُ رح چَئِي.

١. ڳجهي يا مخفي ڳالهہ، اسرار، ٢. راجا، ٣. شبَ، نيڪ، سڀوريءَ، ڀلاريءَ، ۴. مهل ۾، گهڙيءَ ۾، ويل يا ساعت ۾، ● اٿون احمد "م" آهيان "م" کان سواءِ يعني آئون احد آهيان (حديث قدسي)، ۵. صدا، (پينوءَ فقير جو) سوال يا پڪار، ٦. ڪئي، ٧. سواليءَ يا پينو فقير، مڱڻهار (ٻيجل)، ٨. ڪنهن ڪنهن = ڪنهن ڪنهن کي، تمام ٿورن (ماڻهن) کي، ٩. خبر، سُڌ، ١٠. ٻئي يعني راجا ڏياچ ۽ ٻيجل (طالب ۽ مطلوب)، ١١. هيڪ ٿيا = ملي هڪ ٿي ويا يعني ٻنهي جي وچم کو فرق نہ رهيو، ١٢. ڪني ڪني = ڪِن ڪِن، تمام ٿورن، ١٣. ماڻهن کي، ١۴. ڪا، تمام ٿوري، ١۵. پهتا، آگاهہ ٿيا، واقف ٿيا، ١٦. لڪل ڳالهہ، ڳجهہ، راز، ١٧. پارسي يا فارسي ٻولي يعني ڏکيو يا مشڪل معاملو، ١٨. پروڙي، سمجهي، حلَ ڪئي، *انسان منهنجو (مون خدا جو) ڳجهہ يا راز آهي ۽ آئون (خدا) ان يعني انسان جو ڳجهہ آهيان (حديث قدسي)، ١٩. هلي پئي، گشت پئي ڪري، هر ڪنهن جي زبان تي آهي، ٢٠. ڳالهہ، ٢١. رنگين، سينگاريل، چتساليءَ واري، ٢٢. محلات (رنگ محل = عشرت گاهہ، اها جاءِ جنهن ۾ بادشاهہ ۽ راجائون عيش عشرت ڪن)، ٢٣. مڱڻهار، مگتو يا پينو يعني ٻيجل، ٢۴. تي، ٢۵. چوريائين، ڇيڙيائين، ٢٦. ٻڌڻ ۾ آئي، ٢٧. مٿي (محلات ۾)، ٢٨. بينسري، ساز جو هڪ قسم، ٢٩. مرداني لباس واريون زالون، ٣٠. گهرايو، ٣١. ايماندار يا امانتدار يعني راءِ ڏياچ، ٣٢. عربي گهوڙا، ٣٣. هڪدم، جلدي، ٣۴. جواهر، هيرا، موتي، ٣۵. وجهي، رکي، ٣٦. زين تي (زين گهوڙي جي سنجن مان هڪ سنج جو نالو آهي جنهن کي هنو بہ چئبو آهي)، ٣٧. گهري، ٣٨. ڪجهہ بہ نہ، ٣٩. سواءِ، ۴٠. مٿي، سسئيءَ.

# وائي

اَلوِداعُ[١] هَيٖ[٢] اَلوِداعُ، جَانِئا[٣] ڪِيئَڙُئِي[٤] جُدا[٥]،
هِيٖ جو آيو مَگڻَو[٦]، مَتَارا[٧] مَاري[٨]،
دوسَ[٩] دوسَنِئُون[١٠] دُورِ ڪَري[١١]، ٿو ڏَيَا[١٢] ڏيڪَاري،
هَڻُ[١٣] تُون تَندُ[١٤] طَرِيقَ[١٥] جِي، وَاجَٽَ[١٦] سَپِ[١٧] وَاري،
سورَٿِ[١٨] سَرَتِنِ[١٩] وِچَ ۾، اُيَڙِي[٢٠] اوسَاري[٢١].

١. موڪلاڻي، خدا حافظ، آخري سلام، ٢. افسوس، ٣. جانيءَ ڪان، دوست ڪان، محبوب ڪان، ٤. تو ڪيو، ٥. ڌار، ٦. پينو فقير، مڱڻهار (ٻيجل)، عزرائيل، ٧. پهلوان، (عشق جي) شراب جا پياڪ، (خدا جا) طالب، ٨. ساهُ ڪڍي، ٩. دوستَ، سڄڻَ، محبوبَ، ١٠. دوستن ڪان، ١١. جُدا، پري، ١٢. طاقت، حشمت، رعب، دٻدٻو، ١٣. وَڄاءِ، ڇيڙ، ١٤. ڪنهن ساز جي تارَ، ١٥. طريقت (صوفين جي مسلڪ ۾ طريقت ٻي درجي جو سلوڪ آهي)، ١٦. سازَ، ١٧. ڦٽا ڪري، ترڪ ڪري، اڇلي، ١٨. راجا ڏياچ جي زال جو نالو، ١٩. هڪ جيڏين، سهيلين، ٢٠. بيٺي، ٢١. روئي، پار ڪيي.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُرُ سورَٺِ

## داستان پهريون

### ١

پانَ[1] پهرينءَ راتِ ۾، ڳَڙهَه[2] پاسي[3] ڳايو،
پئو غُلغُلو[4] ڳرنارَ ۾، اي عَطائي[5] آيو،
سالِڪَ[6] سازَ[7] سُرودَ سين، ڪِي[8] جو ڪمايو[9]،
بيجَلَ بولايو[10]، آهي سِرَ[11] سُوالي[12] مَڱڻو.

### ٢

بيجَلَ ڪي بيءَ راتِ ۾، سَڏايو[13] سُلطانَ[14]،
تہ اڳي ڪونہ آيو، ڪو پَير[15] تنهجي پانَ[16]،
جانئان[17] جيءُ[18] جُدا[19] ڪئو، طَرحَ[20] تُنبي[21] جي تانَ[22]،
مُون وَٽ مالَ[23] مَتاعَ جي، ڪَمي[24] آهي ڪانہ،
رُوحَ[25] رِچندا[26] مَڱڻا[27]، تہ[28] دَسِ[29] ڏيان دانَ[30]،
مِيان[31] مِهربانَ[32]، چوري[33] تَندُ[34] چئيجِ[35] ڪِي[36].

---

١. مڱڻي، مڱڻهار، ميراثيءَ، فقيرَ (جيڪو ڳائي ۽ پني) بيجل. ٢. ڳڙهہ جي، ڪوٽ جي، قلعي جي (هتي ان ڳڙهہ ڏانهن اشارو آهي جيڪو راجا ڏياچ جي گاديءَ واري شهر ڳرنار رياست جهوناڳڙهہ ۾ آهي). ٣. پاسي ۾، پر ۾. ٤. هُل، گوڙ. ٥. بخشش گهرندڙ، پينو فقير، راڳائي، سوالي. ٦. درويش، سيلاني فقير. ٧. سرودَ، راڳ يا ناچ ۾ وڄائڻ جي اوزار. ٨. جو ڪجهہ. ٩. محنت ڪئي، ڪرتب ڏيکاريو. ١٠. ٻڌايو. ١١. (ڏياچ جي) سر جو، مٿي جو، سسيءَ جو. ١٢. عرضدار، گهرندڙ. ١٣. گهرايو. ١٤. بادشاهہ، راجا (ڏياچ). ١٥. مثل، مثال. ١٦. اي پانَ، اي مڱڻا، اي مڱڻهارَ. ١٧. جانَ ڪان، بدن يا جسم ڪان. ١٨. ساهہ، روحَ. ١٩. ڌار. ٢٠. طرز، نموني، ڍول، بناوت. ٢١. (وڄائڻ جي) ساز. ٢٢. آوازَ، آلاپَ. ٢٣. ڌنَ، دولت، متاعَ، اسباب، ملڪيت. ٢٤. ڪوٽ. ٢٥. روحَ ڪي، دل ڪي. ٢٦. وڻندڙ، سُهَائيندڙ. ٢٧. اي مڱڻا، اي مڱڻهار. ٢٨. توکي. ٢٩. دست، ۾، هٿ ۾" ٣٠. انعامَ، خيراتون، نذرانا. ٣١. اي ميان يعني بيجل (ميان لفظ دراصل ڪنهن وڏي ۽ عزت اوري ماڻهوءَ لاءِ ڪتب آڻبو آهي). ٣٢. مهر ڪندڙ، احسان ڪندڙ، ٻاجهہ ڪندڙ، ٻاجهارا. ٣٣. ڇيڙي، وڄائي. ٣٤. (وڄائڻ جي ساز جي) تارَ. ٣٥. ٻڌائج، ڳائج. ٣٦. ٿورو ڪجهہ.

## ٣

راجا ڪي ٽيئين رات ۾، ٻڌايو ٻيجل،
سهسين هئا سنسار ۾، ٻيا پڻ داتا دل،
آيس من اُڇل، تيلاهين تو ڪري.

## ۴

چارڻ چوٿين رات ۾، آءُ نچ آهين جيءُ،
تنهنجو قدم پدم نہ پاڙيان، اچي ٿيءُ جميع،
دان دلوچا دل وٽيا، وني راضي ٿيءُ،
هينئر اٿئي هيءُ، صبح سوايو ڏيان.

## ۵

پلٿئو پنجين رات ۾، رپو سون سبيل،
پلنگ پتراٽيون پالڪيون، نو لک ناٽي نيل، ●
داتا ونان نہ دان ۾، ونءُ ڦيرائي فيل،
آڪئم جو اصيل، سو سر ڏي نہ سرهو ٿيين.

---

١. (راءِ ڏياچ). ٢. ٻيجل ان چارڻ فقير جو نالو آهي جيڪو گرنار جي راجا ڏياچ کان راجا انيراءَ جي چوڻ تي سِرُ وٺڻ آيو هو. ٣. سوين هزارين، تمام گهڻا. ۴. دنيا، جهان. ۵. ڏاتار، سخي. ٦. بي شمار، تمام گهڻا. ٧. مَن جي، دل جي. ٨. اُڇل سان، سڪ سان، اڪنڊ سان. ٩. تنهنڪري. ١٠. تنهنجي. ١١. لاءِ، واسطي. ١٢. اَڄ. ١٣. سدا، ڀلي، بيشڪ. جيءُ. ١۴. آئين (آءُ نچ، آهين جيءُ=ڀلي ڪري آئين، جيءُ ڪري آئين، خوش آمديد). ١۵. وِڪَ (پنڌ ڪرڻ وقت ٻن پيرن جي مفاصلي کي قدمُ يا وک چئبو آهي). ١٦. پَدم سان. (ناٽي جي) لک ڪرين سان. ١٧. برابر يا مَٽَ ڪريان. هڪ جيترو سمجهان. ١٨. خوش، راضي. ١٩. انعام، خيراتون، نذرانا. ٢٠. هرا، جهجها، گهڻا. ٢١. دل کي، من کي. ٢٢. وٺندڙ، سهائيندڙ. ٢٣. هاڻي، هن وقت. ٢۴. صبوح جو، سڀاڻي. ٢۵. زيادهہ، وڌيڪ. ٢٦. پلتجي پئو، تمام گهڻي انداز ۾ موجود يا حاضر ڪيو ويو. ٢٧. چاندي (سفيد رنگ جو قيمتي ڌاتو جنهن مان زيور ۽ ناڻي جا سڪا ٺهندا آهن). ٢٨. زردي رنگ جو قيمتي ڌاتو جنهن مان زيور ٺهندا آهن. ٣٠. تمام گهڻو، آل جَال. ٣٠. وڏيون ڇپر ڪٽون. ٣١. رضايون، گاديلا. ٣٢. هاٿين جي پٺن تي ماڻهن جي وهارڻ لاءِ ٻڌڻ واريون ڏوليون (هتي معنيٰ ٿيندي هاٿي) ● لکن ۽ نيلن جي انداز ۾ ناڻو يعني پئسا (نيل ۾ هڪ سؤ ڪرب آهن). ٣٣. اي داتا، اي سخي (راجا ڏياچ). ٣۴. موٽائي، واپس ڪري. ٣۵. هاٿي. ٣٦. ڇيم، گهريم. ٣٧. اي اصيل، اي ننگپال سخي، اي مانوارا (ڏياچ راجا). ٣٨. سسي. ٣٩. چڱو، موچارو.

## ٦

چَهِيِنءَ رَاتِ چَڪَايو، سَالڪَ سُوري سَازُ،
ڳَايَائِين ڳُڙهَه ڳَرنَارَ ۾، ڪَري آڳَهَه سين آوازُ،
صَلاَحَ جو سَيَدُ چَئي، اَتُون رَاجَا توسين رَازُ،
سُپِيَاٽِي سَرفِرَازُ، مِيَان ڪَندو مَگَٽِين.

## ٧

سِرُ مَڱَي سِرُ گُهُري، سِرَ رِي ٿِيي نَه صَلاَحَ،
غَرِيبَنُون نَه گُذَري، مَاري مِيرَ مَلاَحَ،
نَايو نَوَابَنِ جو، سُوڙهو ڪَدِي سَاهُه،
خَالِقُ سَنجَهه صَبَاحَ، ڪونَه ڇَڏِيندو ڪِٿَهين.

## ٨

مُوتِي مَگَڻهَارَ، شَالَ مَ اَچِين ڪَڏهين،
اَنَئي پَهرَ عَلِيلَ کي، ڪُندو مَنجهه ڪَپَارَ،
جِنهِن تو سَپَ جَمَارَ، هَنيَا ڇَتَ پَٽَنِ سين.

---

١. وَڃايو. ٢. درويش، سيلاني فقير (بيجل)، ٣. چيڙي، هلائي، ٤. راڳ ۽ ناچ ۾ وڄائڻ لاءِ ڪمايندڙ اوزار. ٥. ڪوٽ، قلعي، ٦. رياست جهوناڳڙهه ۾ هڪ شهر جو نالو جنهن ۾ راجا ڏياچ راڄ ڪندو هو. ٧. سرندي، سرندي وڄائڻ جي گزيءَ يا ڪماچي. ٨. آلاپَ. ٩. صلح، پرچاءَ. ١٠. مون کي آهي، ١١. ڳجهي ڳالهه. ١٢. ٻئي ڏينهن تي صبوح جو. ١٣. خوش، سرخرو. ١٤. سردار (راجا ڏياچ)، ١٥. مگٽي کي، مگڻهارَ کي (بيجل کي)، ١٦. مٿو، سسي. ١٧. گهُري، ١٨. کان سواءِ، ١٩. غريبن کان، نادارن يا ڪنگالن کان، ٢٠. پاسو ڪري، ٽري يا گسي ٿو، ٢١. امير، سردار، ٢٢. سهڻا، ٢٣. نمايو، ليٽايو، ٢٤. حاڪمن، سردار، اميرن، ٢٥. حملو يا هلان ڪري، وٺ پڪڙ ڪري، ٢٦. دَمُ، پساهه، جان، ٢٧. خلقيندڙ، پيدا ڪندڙ يعني خدا، ٢٨. سَنجهه صباح = ڪڏهين بہ، ڪنهن بہ وقت. ٢٩. وري، واپس، ٣٠. اي مگڻهار، اي مگتا (بيجل)، ٣١. خدا ڪري تہ، ٣٢. اٺئي پهر = رات توڙي ڏينهن جو، هر وقت، سدائين، ٣٣. بيمار، هيڻي، ضعيف، نٻلہ، ٣٤. لوهه جي وريل ۽ ڇهنبدار سيخ، ٣٥. مٿي، سِرَ (ڪندو منجهه ڪپار = اونو، خوف)، ٣٦. جيئن تہ، جو تہ، ٣٧. سڀ ڄمار = سڄي عمر، سدائين، هميشہ، ٣٨. سَنيا، ڪيرايا، ٣٩. تاجَ يا ڪلنگيون (پهريل ماٿهو يعني بادشاهه ۽ راجائون)، ٤٠. زمين.

**٩**

پَاسِنگُ[1] جَنهِن پيشِ[2] ڪِئو، تَنهِن ڏنو ڪِينَ ڏِيَاچَ،●
مَتو[3] نيئِي[4] مَاچَ[5]، وَجِي[6] ڏُورِ[7] ڏُکُ تِئو.

**١٠**

ڏِنُو ڪِينَ ڏِيَاچَ، تو سَائِلُ سِڪَائي،
مُنهَن تي مُوتَائي، مَتو هَنيُسِ مَگَٽِي.

**(١١)**

ڏِنُوجو ڏِيَاچَ، سو سُورَٺِ[8] سُرَهو[9] نَہ ڪِئو،
ڪَنبِي[10] وِنَا ڪِيرَتِيَا[11]، ڪُومَاٽَا[12] ڪَمَاچَ[13]،
جَا وِنِدُرَ[14] وَائِي[15] وَاچَ[16]، مُوهِيو[17] تَنهِن مَگَٽَهَارَ ڪي.

**١٢**

مَحَلين[18] آيو مَگَٽُو، سَازُ[19] ڪَٽِي سُرِندو[20]،
سِرَ جِي صَدَا[21] سِرَ ۾، گهُورَ[22] هَٽِي[23] گهُرَندو[24]،
مَتي رِءَ مَلُوڪَ[25] جي، چَارَڻُ[26] نَہ چُرَندو[27]،
جُهونَاگَڙهَہ[28] جُهرَندو[29]، پُوندِي جَهَانءِ[30] جَهرُوڪَ[31] ۾.

---

١. نذرانو يا پيٽا (راجا ڏياچ جو سر). ٢. پيش ڪئو = حاضر ڪئو. ڏنو ● تنهن ڏياچ چئي ڪجهہ نہ ڏنو. ٣. سِرَ. سِسِي. ٤. ڪٽي، وٺي. ٥. ماچ کي، فقير کي، مگڻهار کي، ڳائڻي کي. ٦. پري. ٧. ارمان. ٨. راجا ڏياچ جي زال جو نالو. ٩. سٺو، موچارو، مانائتو. ١٠. ڏکي، لرزجي. ١١. ڪيرت ڪندڙ، راڳائي. ١٢. ملول، غمگين. ١٣. ڪماچ وڄائيندڙ (ڪماچ هڪ ساز جو قسم آهي). ١٤. وندر ۾ (وندر هڪ جبل جو نالو آهي)، تڪليف ۾. ١٥. ٻولي، پچار. ١٦. واچ جي، سڪ جي. ١٧. مست ڪئو، گرويدہ ڪئو، مائل ڪئو. ١٨. محلن ۾، محلاتن ۾. ١٩. راڳ يا ناچ ۾ وڄائڻ لاءِ اوزار. ٢٠. ساز جو هڪ قسم . ٢١. مٿي، سِسِيءَ . ٢٢. سوال، گهر. ٢٣. تيز نظر. ٢٤. وجهي (گهور هٽي = تمام گهري نظر وجهي يا انتظار واريءَ حالت سان نهاري). ٢٥. بادشاهہ، راجا (ڏياچ). ٢٦. ڳائڻو يا راڳيندڙ فقير، مگڻهار (چارڻ هڪ ذات آهي جنهن جي ماڻهن جو ڪم آهي تہ راجائن ۽ بادشاهن جي درٻارين ۾ انهن جي ساراهہ ۾ قصيدا ڳائين). ٢٧. ٻري ٽيندو، ويندو. ٢٨. هندستان ۾ هڪ مشهور شهر ۽ رياست جو نالو هتي اشارو، جهوناڳڙهہ جي ماڻهن ڏانهن آهي. ٢٩. ڏک يا ارمان ڪندو، رُئندو. ٣٠. روح راڙو. ٣١. محلات.

## ١٣

مَحلين[1] آيو مَڱَڻُو[2]، سَازُ[3] وَنِي سِرِي[4]،
سِٿِي[5] تَنهِن سُلطَان[6] کَان، اَچِي گھوٽَ[7] گھُرِي،
تَنهِن هَنئِي[8] تَندُ طَبِيلَ[9] ۾، پِئَا ڪوٽَ[10] ڪِرَي[11]،
هَنڌَينِ[12] مَاڳِين هُوءِ[13] تِي، تُنهِنجِي بِيَجَلِئَا[14] ڏانهَن[15] بُرِي[16]،
جُهونَاڳَڙهَ جُهرِي پِيئِي جَهانءِ جَهروڪَ ۾.

## ١۴

جِيءُ[17] مَڱَڻهَارَ[18]، مَ[19] هوءِ[20]، جِيئَن[21] تو مَٿِي[22] سِرَ[23] سَٽو[24] ڪِئو،
جو مُون[25] مُورَ[26] نَ سَپِجِي[27]، تَان جِي[28] سو گھُرِيوءِ[29]،
تَ جُڳَان[30] جُڳَ ڏِنوءِ[31]، هُوندَ[32] ڏُونگھو[33] ڏاتَارَنِ[34] کِي.

## ١٥

مَٿو مَٿَانئِي[35] گھورِيَان[36]، مَٿو تو[37] مَٿَان،
سو مُون[38] تِيِي نَ هَٿَان[39]، جِنهِن[40] تُون لائِقُ[41] مَڱَڻَا.

## ١٦

مَٿو مَٿَانئِي گھورِيَان، مَٿو تو مَٿَان،

---

١. محلن ۾، محلاتن ۾، ٢. ڀٽو يا ڀينو فقير، مڱڻهار (ٻيجل)، ٣. راڳ ۽ ناچ ۾ وڄائڻ لاءِ اوزار، ۴. عجيب، ۵. مٿو، سِرُ، ٦. بادشاهہ، راجا (ڏياچ) ٧. نئين پرڻيل جوان هتي اشارو ٻيجل ڏانهن آهي، ٨. ڇيڙي، چوري، ٩. تنبوري (جي ساز)، ١٠.ڪوٽن ۾ رهندڙ ماڻهو، ١١. بي هوش ٿي، ١٢. هنڌين ماڳين = هر هنڌ، ١٣. هل هنگامون، چوٻول، ١۴.اي ٻيجل، ١۵. (راڳ جي) آلاپَ، واڪاڻ، ١٦. ٻڌڻ ۾ آئي، ١٧. جيءُ يعني شاباس هجيئي، شل سدائين جيئرو يا حيات هجين، ١٨. اي مڱڻهارَ (ٻيجل)، ١٩. نہ، ٢٠. ايئن يا اهڙيءَ طرح هجي ها، ٢١. جهڙيءَ طرح، ٢٢. مٿان، بدلي ۾، عيوض ۾، ٢٣.(منهنجي) سر جي، ٢۴. سودو، ٢۵. مون وٽ، ٢٦. اصل، بنهہ، ٢٧. پيدا ٿئي ها يا موجود هجي ها، ٢٨. تان جي = جيڪڏهين، ٢٩. گهرين ها، ٣٠. جڳان جڳ = جڳن جا جڳ، هميشہ، ٣١. تون ڏين ها، ٣٢. شايد، ٣٣. طعنو، ميهڻو، ٣۴. سخين، ٣۵. تنهنجي مٿان، ٣٦. قربان يا صدقو ڪريان، ٣٧. تنهنجي، ٣٨. منهنجي، ٣٩. هٿ ڪان، پاڻ ڪان يا خود ڪان، ۴٠. جنهن جي، ۴١. قابل.

هَذو هِيءُ هَٽِ ڪَري، جَاجِڪَ وَهِلو جَا،
تُون سِين اَنِيراءَ، وَاچَا ۾ وِلِهو ٿِيِين.

١٧

مَتو مُورِ نَہ پَاڙِيَان، تُنهِنجِيءَ تَندُ تَنوَارَ،
سِرَ ۾ سَڃَڻُ نَاهِ ڪِي، مُوٽُ مَ مَڱَڻهَارَ،
ڪِينهِي مَنجِهہ ڪَپَارَ، لَڄِندو ٿو لَاهِيَان.

١٨

سَؤُ سِرَنِ پَائِي، جَان تَندُ بَرابَرِ تورِيَان،
اُتَلَ اوڏاهِين ٿِئِي، جِيڏَاهَن بِيجَلُ بُرائِي،
سُڪُنُ هَڏِ آهِي، هِنَ سِرَ ۾ سَڃَڻُ نَاهِ ڪِي.

١٩

بِيجَلِيَا بُڌاءِ مُون، ڪَهُڙَ جَا ڳالهہ ڳَري،
پِينِين جِيئَن گَرنَارَ ۾، تَندُنِ تَانُ ڪَري،
ڪِ تو پَندُ پَري، ڪِ مَڱَ جهَلِيندِين مَڱَڻَا.

---

١. سڪٿو يعني صرف مٿو يا کوپري، ٢. هَٽَ ۾، ٣. وٺي، ڪٽي، جهلي، ۴. جاجڪ، اي مڱڻهار، اي مڱتا فقيرَ (بيجل)، ۵. جلد، سگهو، تڪڙو، ٦. وَج، ٧. راجا انيراءَ (جنهن بيجل کي راجا ڏياچ جي سِرَ وٺي اچڻ لاءِ چيو هو)، ٨. انجام، واعدي، ٩. قاصر، ڪوڙو، ١٠. سِرُ، سِسِي، ١١. اصل، بنهہ، ١٢. برابر يا مٿ پانيان يا ڪريان، ١٣. تند جي، (ساز جي)، تارَ جي، ١۴. تنوارَ سان، آوازَ يا آلاپ سان، ١۵. آڇڻ يا پيش ڪرڻ يا ڏيڻ (جي لائق)، ١٦. ڪا شيءِ، ١٧. واپس وَج، ١٨. ڪا شيءِ ناهي، ١٩. مٿي، سر، ٢٠. شرمسار ٿيندو، ٢١. وڍيان، ڪاٽيان، ٢٢. سِرَن جو، ٢٣. (ساهميءَ ۾) وجهي، ٢۴. جيڪڏهين، ٢۵. تند جي، ٢٦. مقابلي ۾، ٢٧. اٿلَ يا لاڙو (ساهميءَ جي پڙ جو)، ٢٨. ان پاسي يا طرف، ٢٩. وڃائي، ٣٠. سخن، انجام، واعدو، ٣٠. (منهجي) ذمي، ٣٢. اي بيجل، ٣۴. مون کي، ٣٣. چَوَ، ٻڌاءِ، سُڻاءِ، ٣۵. جيڪا، ٣٦. (تو) وٽ، ٣٧. گهڙيين، داخل ٿيين، آئين، ٣٨. جنهن حالت يا صورت ۾، ٣٩. هندستان ۾ رياست جهوناڳڙهہ ۾ هڪ شهر جنهن ۾ راجا ڏياچ جي گادي هئي، ۴٠. تندن سان، ۴١. آوازَ، آلاپَ، ۴٢. ڇا، ۴٣. تنهنجو، ۴۴. منزلَ، واٽَ، گس، رستو، مفاصلو، ۴۵. پرانهون، ڏور، دور، ۴٦. يا (ترسي)، ۴٧. خيرات، ڏان، ڀيک، ۴٨. ونڊين.

## ۲۰

مَگَ نَہ جَهلِيا مُورَهِين، نَہ مُون پَنڌُ پَري،
ڳِنهِي[1] آيُس ڳالهِڙِي، ڳُجهي تو ڳَري[2]،
سَا سَمُجهج سورَٺ[3] وَرَ[4]، وِندُس ڪِينَ وَري[5]،
پَرِيَان[6] پير پَري[7]، تَو[8] لَئِي[9] آيو آهِيَان.

## ۲۱

مَگَ[10] نَہ تُسِي[11] مَگڻُو[12]، نَڪِي مِلڪَ[13] نَہ مَال،
ڏانِئُون[14] ڏُور[15] تِبِي[16]، ڪَا[17] جَا ڳِنِس[18] ڳالهہ،
آهي اِن خِيَالِ[19]، تَہ ڏِينِي[20] تِيمِ[21] ڏاتار[22] سين.

## ۲۲

ڳُجهہ[23] پانهِنجي ڳُجهہ[24] کي، رِندَ[25] رَسائي[26] لاءِ[27]،
اَجَلُ[28] اُيو[29] آهِہ، پُٺِيءَ[30] تو[31] پَلاٽِئو[32].

## ۲۳

چَارَڻَ[33] بولِ ڪِي پِئو[34]، گهُرِئِي سو گهورِيان[35]،
گهَر[36] سورَٺَ[37] نَہ پَڙِي، جَان[38] تَندُ[39] بَرابَر[40] تورِيان[41]،

---

۱. ڪٽي، ونـي. ۲. وٺ. ۳. سورٺ جا (راجا ڏياچ جي زال جو نالو سورٺ هو). ۳. مڙس، ٻتار. ۵. ورائي، موٽي. ٦. پري کان. ڏوراهينءَ جاءِ يا هنڌ کان. ۷. پير پري = پنڌ ڪري. ۸. تنهنجي. ۹. واسطي. ۱۰. مگ سان، خيرات يا بکيا سان. ۱۱. راضي ٿئي. ۱۲. مگتو يا پينو فقير، مگٽهار (ٻيجل). ۱۳. ملڪيت سان، مال سان، ڌن دولت سان، خزاني سان. ۱۴. ڏانن يا دانن کان، انعامن کان. ۱۵. پري، وڏيڪ (اهم). ۱٦. آهي. ۱۷. ڪاجا = جيڪا. ۱۸. هن وٽ. ۱۹. خيال ۾، سوچ يا ويچار ۾. ۲۰. ملاقات. ۲۱. منهنجي ٿئي. ۲۲. سخيءَ مرد (راجا ڏياچ). ۲۳. خدائي ڳجهہ يا رازُ (جو تو ۾ سمايل آهي). ۲۴. ڳجهي هستيءَ يعني خدا تعاليٰ. ۲۵. اي رند، اي مست فقير. ۲٦. پهچائي. ۲۷. ملاءِ، گڏ. ۲۸. موت. ۲۹. ٻيٺو. ۳۰. پويان. ۳۱. تنهنجي. ۳۲. تيار ٿيو، سنبرئو. ۳۳. اي چارڻ (چارڻ هڪ قوم يا ذات آهي جنهن جا ماڻهو اميرن ۽ حاڪمن جي درٻارين ۾ سندن ساراهہ ۾ قصيدا ڳائيندا آهن. ٻيجل جنهن کي راجا انيراءَ راجا ڏياچ جي سرَ وٺي اچڻ لاءِ چيو هو ان قوم مان هو). ۳۴. چئج، گهرج. ۳۵. قربان يا صدقو ڪريان. ۳٦. گهرَ وارو مڙسُ، ٻتار. ۳۷. سورٺ جو (سورٺ راجا ڏياچ جي زال هئي). ۳۸. برابر يا مٿُ ٿئي. ۳۹. جيڪڏهين. ۴۰. (تنهنجي ساز جي) تند يعني تار جي. ۴۱. مقابلي ۾.

ڳُجهي آهِمِ ڳالهڙي، آءُ اوري تہ اوريان،
ڪِ ڪُلهَنئُون ڪوريان، ڪِي جاجِڪَ جُسي سين ڏِيان.

۲۴

چارڻَ چنگُ ٻنگُ لهي، وَجايو وڏاڻُ،
سِرَ جو هَڏِ آسانُ، پَرَ مڱڻهارُ مَتي وَهي.

۲۵

سِرَ جي هُئَائين هَلِئو، چارڻُ چِتائي،
سو موڙَا جهلي نہ مالَ جا، تو ماڻِڪَ موٽائي،
تو دَرِ آيُسِ تي، جِيئَن تُون ناهِہ نہ سِڪِئو.

## وائي

ڏينِي سين ڏاتار، يارَ، ڪِي موچاري مڱڻي،
اَچِي چارڻَ نہ چوريين، ڪا جا تندُ تنوارَ،
سا سِيبَاتِي راجِيي، سَبَاجهي سَتارَ،
نياڳِن نوازَ تي، تِلِن ٿا تاٿارَ،
آيو حاتِمُ هٿَ ۾، لَنگهي جِيئَن پتارُ.

---

۱. مخفي، ۲. مونکي آهي، ۳. ٻڌايان، سلَيان، سُڻايان، ۴. ڇا، ۵. ڪلهن ڪان، ٦. (سرُ) وڍيان، ڪپيان، جُدا ڪريان، ۷. يا، ۸. اي جاجڪ. اي مڱڻهار، اي پينو فقير، اي مڱڻا، ۹. بدن، ڌڙ، ۱۰. سميت، ۱۱. ٻيجلَ (جيڪو ذات جو چارڻ هو جنهن ذات يا قوم جا ماڻهو اميرن ۽ راجائن جي اڳيان سندن ساراهَ جا قصيدا ۽ گيت ڳائيندا آهن)، ۱۲. ساز جو قسم، ۱۳. وَڄهہ، موقعو، ۱۴. وڻي، ۱۵. ساز جو قسم هتي معنيٰ تيندي چنگ، ۱٦. مٿي يا سسيءَ (جو سودو)، ۱۷. بنهہ، صفا، اصل، ۱۸. سولو، ۱۹. زيادهہ، وڌيڪ، ۲۰. وَڃي يعني ڳهرَ ڪري، ۲۱. هُتَائين يا هُنَ هنڌان يعني رَاجا انيراءَ جي ملڪ ڪان، ۲۲. چت يعني ڌيان ۾ رکي (ڳالهہ)، ۲۳. موڙيون، هڙون، ۲۴. تنهنجي، ۲۵. تنهن صورت ۾، ۲٦. انڪار، ناڪارَ، ۲۷. ملاقات، ۲۸. سخيءَ (راجا ڏياچ)، ۲۹. ڪئي، ۳۰. سَئي، دل جان سان، ۳۱. پسند آئي، وڻي، ۳۲. راڄيي ڪي، راجا ڪي، ۳۳. ٻاجهاري، مهربان، ۳۴. نياڳن تي، بدنصيبن تي، ۳۵. مهرباني، نوازش، ۳٦. (خوشيءَ ۾) گهمن ڦرن، هلن، ۳۷. لچا، لفنگا، بدچالَ، ۳۸. قبضي، چَٽي آڪيي، ۳۹. لنگهي ڪي، پينوَ فقير ڪي، ۴۰. جهڙيءَ طرح، ۴۱. پَالڻهارَ.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُرُ سورٺِ

## داستان پَهريون

**١**

سَرديءَ[١] سَالِمُ[٢] نَہ رَهَان[٣]، گرمِيءَ[٤] تِئَان گُدَازُ[٥]،
اَمُنُ[٦] ڏيجِ اَمَانُ تُون، سَائِلُ[٧] هَٿِي[٨] سَازُ[٩]،
رَبَابِيءَ[١٠] کي رَازُ[١١]، کو خَالِقَ[١٢] ڏيجِ خَلِيلَ[١٣] جو[١٤].

**٢**

سَرديءَ سَالِمُ نَہ رَهَان، کوسِي[١٥] سَهَان[١٦] کَانَہ،
اَمُنُ ڏيجِ اَمَانُ تُون، ڏورِ[١٧] کَري پِئَا ڏانَ[١٨]،
پَانڊَپَ[١٩] کَائِي پَانُ[٢٠]، وِجِهجِ پِکَ[٢١] پِينَارَ[٢٢] تي.

**٣**

مَرُ[٢٣] تَہ آئين مَگَڻَا[٢٤]، مَامَ[٢٥] پَرُوڙِي[٢٦] مُون،
جيکَا ڳَاهَہ[٢٧] ڳَالَهَائِيين، سَا سَمجهيسُون[٢٨]،
تَنهِن تي تُسَجِ[٢٩] تُون، جيکي پَئِي[٣٠] پَٽَ[٣١] ۾.

---

١. سرديءَ ۾، سرديءَ جي موسم ۾، سياري ۾. ٢. سک آرام ۾. ٣. سلامت، توانو، تندرست. ٣. تِئان. ۴. گرميءَ ۾، گرميءَ جي موسم ۾، اونهاري ۾. ۵. ڳريل يا پگهريل يعني بي حال. ٦. (راجا انيراءَ جي عذاب کان) پناهہ، اجهو، سلامتي، امان. ٧. سوالي يا مڱڻو يعني ٻيجل. ٨. وڄائي. ٩. راڳ ۽ ناچ ۾ وڄائڻ لاءِ اوزار. ١٠. رباب وڄائيندڙ (ربابَ هڪ چئن تندن وارو ساز آهي). ١١. پيار. ١٢. اي خالق، اي خلقيندڙ يا پيدا ڪندڙ يعني خدا. ١٣. گهري يا گهاٽي دوست. ١۴. جهڙو. ١۵. گرمي، تڪليف. ١٦. برداشت ڪريان. ١٧. پري. ١٨. انعامَ. ڏان (ٻئادان = امن امان جي دان کان سواءِ ٻئا دان). ١٩. اي پانڊپ، اي سردار (راءِ ڏياچ). ٢٠. پَان جي ول جو پن جنهن ۾ ڪٿو ۽ چُنو وجهي ماڻهو کائيندا آهن. ٢١. ڳاڙهي ڦيٽي يا وات جو لعاب جيڪو پانَ کائڻ وارا ماڻهو ٻاهر ٿڪي ڪڍندا آهن. (وجهج پِڪ = نوازش ڪج). ٢٢. پينو فقير، مڱڻهار (ٻيجل). ٢٣. ڀلي. ٢۴. مڱڻهار، مگتا. ٢۵. ڳجهي ڳالهہ، رازَ. ٢٦. سمجهي، معلوم ڪئي. ٢٧. ڳالهہ. ٢٨. اسان سمجهي. ٢٩. راضي يا خوش ٿج. ٣٠. پوي. ٣١. ڪشتي، ڪشڪول، پنڻ واري پيالي.

٤

پَائِي پَٽِ ڪَٽَان، تَان مُون مُور نہ مَڱِئو،
تَازِي تَنبِيلَنِ ۾، گهوڙَا گهَرِ گهَٽَا،
هَا تِيءَ ڪَارَڻِ هيڪَڙِي، آئُون ڪَا تَنڊُ هَٽَان،
جَا مَتِّي تو مَٽَا، تَنهِن آئُون سِرَ جو آيُسِ سِيڪِڙُو.

٥

چَارَڻُ چَنگُ ڪُلهِي ڪَري، رَمِي آيو رَاتِ،
صَدَا جِي سَيِّدُ چئي، وَائِي ڪَئِائِين وَاتِ،
وَجِي يَانَ پُٽڪِئو، جِتي جَاجِڪَ نہ جَاتِ،
ڏِيهُ ڏِنو ڏَاتِ، مِيين مَڱَڻهَارَ ڪي.

٦

چَارَڻَ چَنگُ ڪُلهِي ڪَري، پِيرَ پُرِي پَاتَا،
صَدَا جِي سَيِّدُ چئي، وَائِي ڪَئِائِين وَاتَا،
تَنهِن تِي رَاءُ رَاضِي ٿِئو، دِلِ وَڏِيءَ دَاتَا،
مَرَڪِي مَرُ مَاتَا، رُوڙِي رَاءَ ڏِيَاچَ جي.

---

١. وجهي، ٢. پٽ ۾، ڪشتي يا ڪشڪول ۾، ٣. آن جا داتا، ۴. اصل، بنهہ، ۵. پنيو، ٦. تازي (تمام پلا) گهوڙا، ٧. طنبيلن، ڪُڙهين، ٿاڻن، ٨. (منهنجي) گهر ۾، ٩. واسطي، لاءِ، ١٠. راڳ يا ناچ ۾ وڄائڻ جي اوزار جي تار، ١١. وڄايان، ١٢. مٿان، ١٣. تنهنجي، ١۴. مَڻ يا موتي يعني سِرُ، ١۵. سوالي سِڪايل، گهرجائو، ١٦. ڀيڄلَ (جيڪو قومَ جو چارڻ هو جنهن قوم جا ماڻهو راجائن ۽ اميرن جي اڳيان سندن ساراهہ ۾ قصيدا ڳائيندا آهن)، ١٧. وڄائڻ جو ساز، ١٨. ڪلهي تي، منڍي تي، ١٩. رکي، ٢٠. هلي ڪري، پنڌ ڪري، ٢١. گذريل يا ڪالهہ رات، ٢٢. سوال، ٢٣. ٻولي، رَٽَ، ڌن، ٢۴. جاري رکيائين، ٢۵. وات ۾، ٢٦. پينوءَ فقير، مڱتي، مڱڻهارَ، ٢٧. پڻ پڻ ڪئي، آهستي يا جهيڻو ڳالهايو، ٢٨. پينو فقير، گداگر، ڳائڻا، ميراثي، ٢٩. اصل، بنهہ، مور، ٣٠. جهان، مُلڪ، ٣١. عطا ڪئو (گنج ۾ ڏنائين لکيل آهي)، ٣٢. ذات ۾، بخشش ۾، ٣٣. سردار، مالڪ، ڌڻيءَ، ٣۴. پنڌ ڪري، ٣۵. پيرياتا = (جهوناڳڙهہ شهر جي گرنار ڪوٽ ۾) قدم رکيائين، داخل ٿئو، ٣٦. وات ڪان، ٣٧. راجا (ڏياچ)، ٣٨. خوش، ٣٩. دل وڏيءَ وارو، سخي، داتا، ۴٠. فخر يا ناز ڪري، ۴١. پلي، ۴٢. ماءُ، ۴٣. نيڪ زال، اشراف عورت.

## ٧

چَارڻَ تُنهِنجي چَنگَ جو، عَجَبُ[1] آهِ[2] ايءُ،
جِيئَن هَٽين[3] اُپو[4] هَتَنُ[5] سين، جِيئَرو[6] رِکئو جيءُ[7]،
رَاتِ[8] مُنهِنجو رِبحُ[9]، کَاتِئو تو کُمَاچَ[10] سين.

## ٨

چَارڻَ تُنهِنجي چَنگَ ۾، توحِيدَ[11] جي تَنوَارَ[12]،
وَحده[13] لاَ[14] شَرِيڪَ[15] لهُ[16]، اهِيئي آچَارَ[17]،
مُون کي تَهين[18] يَارَ[19]، فِکرَ[20] قُرِيشَانِئو[21].

## ٩

جَاجِڪُ جُهونَا ڳَڙهَہ ۾، کو عَطَائِي[22] آيو،
کَڍِي تَنهِن کِينرو[23]، وِبهِي وَڄَايو،
شَهرُ سَجو ئي سُرودَ[24] سين، تَندن[25] تَپَايو[26]،
دَايُون[27] دَرمَانديُون[28] ٿِيُون، بَائِنِ[29] بَاڎَايو[30]،
چَارڻُ تَنهِن چَايو[31]، جو مَارِي[32] آيو مَڳُٽو.

١. حيرت، ٢. مونکي آهي، ٣. وڄائين، ٤. بيٺو، ٥. هٿن سين = خود پنهنجي هٿن سين، ٦. زندهہ، سلامت، ٧. (پنهنجي) جان، جند، ٨. گذريل يا ڪالهہ رات، ٩. روح، هنيون، دل جان، ١٠. وڄائڻ جو هڪ ساز، ١١. خدا تعاليٰ جي وحدانيت يا هيڪڙائيءَ، ١٢. آواز، آلاپ، ١٣. هو هڪڙو ئي (خدا) آهي، ١٤. نہ، ١٥. مَٽُ، ٽاني، برابر، ١٦. هن جو، ١٧. فيصلا، قاعدا، ١٨. اُن ١٩. يارَ يا دوست جي يعني خدا جي، ٢٠. ويچارَ، خيال، ٢١. قُريشان يعني پريشان ڪئو آهي، ٢٢. بخشش ونندڙ، ڳائڻو، پينو، ٢٣. وڄائڻ جي هڪ ساز جو نالو، ٢٤. سرود، جي آواز، (سرود هڪ ساز جو هڪ قسم آهي)، ٢٥. (ساز جي) تارن، ٢٦. ڪجايو، ڪڪ ڪئو، پريشان ڪئو، ٢٧. ٻانهيون، نوڪريائيون، ٢٨. عاجز، حيران، پريشان، ٢٩. گهر ڌڄائين، سانئڻ، رائين، ٣٠. ڌانهون ٻارڙيون ڪيون، ٻاڪارئو، روڄ راڙو ڪئو، ٣١. چوايو، سڏايو، ذات پڌائي، ٣٢. مارينڌڙ، شڪاري، صياد، قاتل، موت جو فرشتو، عزرائيل.

## ١٠

جَاجِڪُ[١] جُهونَا گَڙهَہ[٢] ۾، پَسُ[٣] پَانُ[٤] آيو پَاڻُ[٥]،
ڪَدِي ڪَامِلَ[٦] ڪِينِرو[٧]، وَجَايو وَڏاڻُ[٨]،
رَاڻِيُون[٩] رُون رَتَ[١٠] ڦُڙَا[١١]، هِيءُ چوري[١٢] سَازُ[١٣] سُجَاڻُ[١٤]،
ڪِهَڙو پَهُ[١٥] پَريَاڻُ، ڪَندو جَاجِڪُ جُهونَا گَڙهہ سين.

## ١١

جَاجِڪُ جُهونَا گَڙهَہ ۾، پَسُ پَانُ آيو پِيهِي[١٦]،
ڪَدِي ڪَامِلَ ڪِينِرو، وَجَايو وِيهِي،
رَاڻِيُون رُون رَتَ ڦُڙَا، هِيءُ تَندُ[١٧] هَٽي تيهِي[١٨]،
نَہ جَاڻَان[١٩] ڪِيهِي[٢٠]، ڪندو جَاجِڪُ جُهونَا گَڙهہ سين.

## ١٢

جَاجِڪَ[٢١] تو[٢٢] جُهَارُ[٢٣]، ڏَهَہ پِيرَا[٢٤] ڏِيَاجُ[٢٥] ڏي،
جَنهِن ۾ مَالُ[٢٦] نَہ مَرِيءَ[٢٧] جينرو، تَنهِن[٢٨] تُون طَمَعدَارُ[٢٩]،
جَي[٣٠] اَچِي ڪَمِ[٣١] ڪَپَارُ[٣٢]، تَہ وِيهَہ پِيرَا[٣٣] وَڏِي ڏِيَان[٣٤].

---

١. ڳائڻو، ڀينو، مگتو، مگڻهارُ (ڀيجلُ)، ٢. هندستان ۾، هڪ مشهور شهر ۽ رياست جو نالو، ٣. ڏس، ٤. فقير (جو ڳائي ۽ ٻني)، ٥. خود، ٦. ڀلاري، نيڪَ، ڪاريگر، هوشيار، قابل، ٧. وڄائڻ جي هڪ ساز جو نالو، ٨. وڄائڻ جي ساز جو قسم، ٩. بادشاهہ يا راجا جون عورتون، ١٠. رت جا، ١١. ڳوڙها، (رون رت ڦڙا = زاروزار يا تمام گهڻو رون)، ١٢. وڄائي، ١٣. راڳ ۽ ناچ ۾ وڄائڻ جو هڪ اوزارُ، ١٤. هوشيار، قابل، ١٥. حالَ، حالت، پرياڻ، ١٦. گهڙي، ١٧. (ساز جي)، تارَ، ١٨. تيزَ، تِکي، ١٩. مون کي ڄاڻُ يا خبرَ آهي، ٢٠. ڪهڙي (پَر، حالت)، ٢١. اي جاجڪَ، ٢٢. توکي، ٢٣. جَسُ، سلامُ (جيڪو جوڳي فقير پنهنجي مرشد کي جُهڪي ڪندا آهن)، نمسڪارُ، ٢٤. ڏهہ ڀيرا = ڏهہ دفعا يعني بار بار يا وري وري، ٢٥. جهوناڳڙهہ جي رياست جي راجا جو نالو، ٢٦. ماليات، مِلڪَ، مُلهہ، ٢٧. ڪاري مرچ جي داڻي، ٢٨. تنهن ۾، ٢٩. طمع يا خواهش رکندڙ، ٣٠. جيڪڏهين، ٣١. ڪَمَ ۾، ڪتبَ ۾، ٣٢. مٿو، سِرُ، مٿي جو هڏو، کپراٽي، ٣٣. ويهہ ڀيرا = وري وري، ٣٤. کپي، ڪاٽي.

## ١٣

مَتِّي اُتي مُنهنجي، جتي ڪوڙين هُون ڪَپار،
تہ واريو واريو وَڏِيان سِيءَ ڪي سَؤُ وار،
تہ پڻ تَنَدُ تَنوارَ، تُنهنجي مَتَاهين مَڱَڻا.

## ١٤

مَتِّي اُتي مُنهنجي، جي هُئا سِرَن سَؤُ هَزارَ،
تہ تُنهنجيءَ ساڻُ تَنوارَ، هَرَ هَرَ وَڍِيمِ هيڪڙو.

## ١٥

پَسي پاٽُ پُرَ ٿِئو، سَندو جَادَمَ جُودُ،
مَڱَ وِهاڻيءَ مَڱَڻا، مَٿو هِينئَرَ مَوجُودُ،
بَلڪِ آهي بُودُ، ناقِصي نابُودَ ۾.

## ١٦

ٻيلي ٻَئي پارَ، جَان مُون نيٽين گهَٽو نِهارِئا،
چورِي رِڪَئَمِ چِتَ ۾، ڏِسِن جا ڏاتَارَ،
نَان هِيءُ سِرُ توهان ڏارَ، ٻِيجي ڪَنهن نہ ٻولئو.

١. ڪنڌ، سِسيءَ، ٢. تي، ٣. جيڪڏهين، ۴. ڪروڙين، تمام گهڻا، ٥. هجن، ٦. ڪيپرائيون، ٧. وري وري، هر هر، ٨. ڪپيان، ڪاٽيان، ٩. سَؤُ ڀيرا يا دفعا، ١٠. ٻہ، ١١. (ساز جي) تند جي يا تار جي، ١٢. آلاپَ، آواز، ١٣. اعليٰ، افضل، ١۴. اي مڱڻا، اي ڀينو فقير (ٻيجل)، ١٥. پرپور (خوش يا راضي)، ١٦. جو، ١٧. جادم (جکرو) سَمَن بادشاهن جي نسل مان هڪ سخي حاڪم جو نالو هو ان ڪري هر سخيءَ کي جادم جي نالي سان ياد ڪيو ويندو آهي. هتي اشارو راجا ڏياچ ڏانهن آهي، ١٨. سخا، فياضيءَ، بخشش، ١٩. (سر ڪان سواءِ ٻيو) دانُ يا خيرات، ٢٠. وهاڻيءَ جو، فجر يا اَسرَ جي مهل، ٢١. (حاضر آهي)، ٢٢. پر، مگر، ٢٣. هستي، ٢۴. خسيس، ٢٥. نيستيءَ، فنا، ٢٦. ٻيلي جا (ٻيلو ڪڇ جي رڻ ۾ ڪڇ واريءَ ڪنار جي قريب هڪ مشهور ٻيٽ ۽ شهر آهي جتي ڄام سبڙ نالي هڪ سخي حاڪم راڄ ڪندو هو)، ٢٧. طرف، ٢٨. جيئن ئي، ٢٩. نيٽن سان، اکين سان، ٣٠. ڏٺا، جاچيا،٣١. ساري، اندازو لڳائي، ٣٢. مون رکئا، مون، هنڌايا، ٣٣. دل، ٣۴. طرفن، ملڪن، ٣٥. سخي، ٣٦. تہ (خبر پئي يا ڏٺم)، ٣٧. توهان ڏار = توڪان سواءِ، ٣٨. ٻي، ٣٩. آڇيو.

## ١٧

کَا جَا[1] تَنَدُ[2] کُمَاچَ[3] جِي، سُتيَ[4] سُئائِين،
مُوتِي[5] مَگَڻهارَ[6] کي، پَر[7] ۾، پُڇِيائين[8]،
کِي[9] تُون مَگَڻو[10] مَالَ[11] جو، کِي سِري[12] گهُربن سَائِين[13]،
کَنڌَ[14] ڏي کِئائين، اشارو[15] آگرسين.

## وائي

تو[16] تَان[17] سَانگُ[18] نه کو، مَاري[19] ميرُ[20] وڏوءِ[21]،
هيڏو[22] قَهرُ[23] کِئوءِ[24]، مَولي[25] جَا مگڻا[26]،
هَاديءَ[27] جَا مَگڻا، توکي تَرسُ[28] نه کو،
آيُون[29] جو آسَ کَري، مَرُ[30] پَاندِ[31] تَنهنجي پوءِ[32]،
ڏُنئِي نَامَ[33] اللهَ جي، سو سِرُ[34] سُگنڊو[35] هوءِ[36]،
جِمَ[37] موتائيبين[38] مَگڻو، اُپِي[39] راڻي[40] خَاتُون[41] چوءِ[42].

---

١. اهڙي (عجيب)، ٢. وڄائڻ جي ساز جي تارُ پر هتي معنيٰ ٺيندي آلاپ، تانَ، آوازُ. ٣. وڄائڻ جي ساز جو هڪ قسم، ۴. ننڊ ۾. ۵. گهمرو ڏيئي، ڦيرو ڪائي، مُڙي، ٦. مگڻي،پينوءَ فقير (ٻيجل)، ٧. پر ۾ = نموني سان، لڪ ۾. ڳجهيءَ طرح، ٨. حال احوال ورتائين، ڇيائين، ٩. ڇا، ١٠. پينو، سوالي، ١١. ڌنَ، دولت، ١٢. سِرَ، سِسِي، مٿو، ١٣. اي سائين، اي درويس، اي فقير، ١۴. مٿي، سِرَ. ١۵. ميڄ، ڌهنائي، ١٦. توکي، ١٧. تہ، ١٨. لحاظ، صرفو، پرواھ، ڪاڻ، ١٩. قتل ڪري، ڪهي، خون ڪري، ٢٠. امير (راجا ڏياچ)، ٢١. تو وڏو، ٢٢. تمام وڏو، ٢٣. ظلم، ٢۴. تو ڪيو، ٢۵. مولا، خدا تعاليٰ، ٢٦. مگڻهار، پينو فقير، ٢٧. رهبر، هدايت ڪندڙ، خدا، ٢٨. قياس، رحم، ٢٩. تُون آئين، ٣٠. ڀلي، بيشڪ، ٣١. پاندَ ۾، جهوليءَ ۾، ٣٢. پوي، ٣٣. نامَ ۾، نالي ۾، صدقي ۾، ٣۴. مٿو، ٣۵. سُرهو، ٣٦. شل هجي يا ٿئي، ٣٧. متان، ٣٨. واپس ڪرين، ٣٩. بيني، ۴٠. بادشاھ يا راجا جي گهر واري يعني زال، ۴١. شريف عورت، بيبي، راڻي، ۴٢. چوي.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُر سورٺِ

## داستان چوٿون

### ١

تُنبيرو[١] نَہ تُون، ذَاتِ[٢] جو رَاٺُو[٣] آهِين،
ڪَالَهُون ڪَرَ[٤] ڪَهِيو[٥] وَڃين، ڳَڙَهَہ[٦] پَاسي[٧] ڳَاهُون[٨]،
اِيءَ مَامَرَ[٩] پَرُوڙِي[١٠] مُون، تَہ مَارِي[١١] آهِين مَگڻا[١٢].

### ٢

ڏِسَنديئي ڏِيَاڄَ ڪي، مَرَڪِئو[١٣] مَگڻهارُ،
اَڄُ مُنهِنجو اِگهِئو[١٤]، وِڃَا[١٥] جو وَاپَارُ[١٦]،
ڪَاتِبو[١٧] ڪَپَارُ[١٨]، مَٿو مُندَائِتو[١٩] ٿِئو.

### ٣

مَاڙِيءَ[٢٠] هيٺَان مَلُوڪَ[٢١] جي، ڪِيّ[٢٢] چَنگِيلِيءَ[٢٣] چِيهَہ[٢٤]،
اونَائِي[٢٥] عَلِيلَ[٢٦] جِي، مَٿي[٢٧] رَاجَا رِيهَہ،
جي[٢٨] سِرَ هُونِم[٢٩] وِيهَہ، تَہ تَندُ[٣٠] مُقَابِلِ[٣١] تو ڏِيَان.

---

١. تنبير يعني تنبورو وڄائيندڙ (تنبير يا تنبورو هڪ قسم جو ساز آهي)، ٢. اصل، صفا، بنهہ، ٣. زوراورَ، جفاڪار، ستمر گر (موت جو فرشتو عزرائيل)، ٤. ڪالهون ڪر = ڪالهہ ڪان يعني گذريل ڏينهنڪان وٺي، ٥. ٻڌايو، سڻايو، ٦. (راجا ڏياڄ جي گاديءَ واري شهر گرنار جي)، ڪوٽ، قلعي، ٧. وٽ، جي پر ۾، ٨. ڳالهيون، ٩. رازُ، ڳجهي ڳالهہ، ١٠. سمجهي، ١١. ماريندڙ، ساهہ ڪڍندڙ، عزرائيل، ١٢. اي مگڻا، اي مگتا يا پينو فقير، اي مگڻهار (ٻيجل)، ١٣. خوش ٿئو، ١٤. قبول پيو، ڪامياب ٿئو، ١٥. ڏاهپ، هنرَ، سياڻپ، ١٦. سودو، ١٧. وڍبو، ڪپيو ويندو، ١٨. مٿو يا سر (راجا ڏياڄ جو)، ١٩. وقتائتو، مهلائتو، عين ضرورت واري وقت تي مليو، ٢٠. محلات جي مٿين طبقي، ٢١. راجا، بادشاهہ، ٢٢. ڪئي، ٢٣. چنگ وڄائيندڙ (چنگَ وڄائڻ جي ساز جو هڪ قسم آهي)، مگڻهارَ، ٢٤. ڪوڪَ، ريهہ، دانهن، ٢٥. ٻڌي، ٢٦. هيٺي، نبل، بيمار، ٢٧. محلات جي مٿين طبقي ۾، ٢٨. جيڪڏهين، ٢٩. مون ڪي يا مون وٽ هجن، ٣٠. (ساز جي) تند يا تارَ جي هڪ آواز يا تانَ جي، ٣١. عيوض، بدلي، ٣٢. توکي.

**(٤)**

مَــازِيءَ هيــنَـــان مَـلُـوڪَ جي، چَـــارَڻَ چـوريـو چَـنـگُ،
مِــرُون پِـئَـــا اُت مَـــامِـــري، رِئـذَا پَـسِـي رنـگُ،
بِـيــجَـلُ لَـذو بَـنـگُ، رَاجَـــا تـي رَاضِـي ٿِـئـو.

**٥**

ڪَـنـجـهـي ڪِـيـرَت ڪِـيـنـرو، وَاجـو ولاَتـي،
هَـنـئـي تَـنـدُ حُـضُـورَ ۾، تَـنـهـن پَـانَـوَ پـيـرَاتـي،
ڏِسَـنـدي ڏِيَـاچَ ڪـي، ظَـاهِـرُ ٿِـئـو ذَاتـي،
ڪَـذِي تَـنـهـن ڪَـاتـي، وِڌو ڪَـرتَ ڪَـپَـارَ ۾.

**(٦)**

ڪَـنـجـهـي ڪِـيـرَت ڪِـيـنـرو، ولاَتـي وَاجـو،
هَـنـيَـائـين هـتَـنِ سـين، لاَيَـائـين لاَجـو،
ڪَـري سُـرُ سَـاجـو، وِذَئـين ڪَـرتُ ڪَـپَـارَ ۾.

**٧**

ڪَـنـجـهـي ڪِـيـرَت ڪِـيـنـرو، جَـاجِـڪُ سَـنـدو نَـہ جُـوءِ،

---

١. محلات جي مٿين طبقي، ٢. راجا، بادشاھہ (راءِ ڏياچ)، ٣. بيجل (جيڪو ذات جو چارڻ هو)، ٤. وڄايو، ٥. وڄائڻ جي ساز جو هڪ قسم، ٦. جانورَ ٧. مامري ۾، مونجهاري ۾، ٨. راضي ٿئا، خوش ٿئا، ٩. ڏسي، ١٠. رونشو، تماشو، ١١. بيجل ڪي، ١٢. مليو، ١٣. وجهہ، موقعو، ١٤. راءِ (ڏياچ)، ١٥. چاڪاڻ تہ، ١٦. مهربان، ١٧. ساز جو هڪ قسم، ١٨. سُرود، ساز جو هڪ قسم، ١٩. ساز جو هڪ قسم. ٢٠. ساز جو هڪ قسم. ٢١. ولات جو (ٺهيل)، ڏوراهين ڏيهہ يا ملڪ جو (ٺهيل)، عمدو، سٺي بناوت وارو، ٢٤. وڄائي. ٢٣. ساز جي تارَ ٢٤. (راجا ڏياچ جي) خذمت ۾، دربار ۾، ٢٥. دانا، مڙس، ٢٦. سلسليوار، ٢٧. ڏسڻ شرط، تند ٻڌڻ شرط، ٢٨. پڌرو، ٢٩. ذاتي نور، خدائي نور، ٣٠. حلال جانورن جي ڪهڻ لاءِ لوهہ جو تکو اوزار، ڇُري، وڏو چاقو، ٣١. ڪاٺ جي ٻُندن کي چيرڻ لاءِ لوهہ جو اوزار يعني ڪارائي، ٣٢. مٿي، سِرَ، سسيءَ، ٣٣. (سازُ) وڄايائين، ٣٤. لاڳيائين، ٣٥. مجرو، تماشو، ٣٦. راڳٽي، ڳانو ٣٧. سچو، ختم، ٣٨. هُنَ وڌو، ٣٩. مڱتو، پينو فقير، مڱڻهار، ٤٠. جو، ٤١. ديس، ملڪ.

صَدائُون[١] سُلطانَ[٢] کي، سُٺائي[٣] صُبُوحِ[٤]،
هِنيُون[٥] وِجهي مَنجھ هُوءِ[٦]، وِڍائِين[٧] کَرَتُ کَپارِ[٨] ۾.

٨

کَنجِهي[٩] کِيرَت[١٠] کِينرو[١١]، سَازُ کِئَائِين سَرِ[١٢]،
وِيھي کِئي[١٣] وَڏاڻَ[١٤] سين، پَانَ[١٥] پَنھِنجي پَرِ[١٦]،
بِيجَلَ کَري بَرِ بَرِ[١٧]، وِڌو کَرَتُ کَپَارَ ۾.

٩

مَيِّين[١٨] ۾ مَگڻي[١٩]، کَا جَا ڳَالھ ڳُجھي[٢٠]،
سَا بَائِنِ[٢١] دائِنِ[٢٢] بَانھِنِ، سوجھي[٢٣] تَان نَہ سُجھي[٢٤]،
پِئَا وِبَرَ[٢٥] وِمَاسَ[٢٦] ۾، عَاقِلَ وِئَا اُجھي[٢٧]،
کوڙين جي کَريمَ ري، وِيئي مَت[٢٨] مُنجھي،
هِکَ بِيجَلِئي[٢٩] بُجھي[٣٠]، بِي خَبَرَ آهہ کَنگھَارَ[٣١] کي.

١٠

ڏاتَرَ[٣٢] ۾ مَگڻي، کونَہ[٣٣] وَسِيلو[٣٤] وِچِ[٣٥]،
سَائي[٣٦] تَالَ[٣٧] تَندُنِ جِي، سَائي چَارَڻَ[٣٨] چِتِ[٣٩]،

---

١. عرض، وينتيون، ٢. بادشاھ، راجا (ڏياچ)، ٣. ٻڌائي، ۴. صبوح جو، فجر جو، ٥. دل، ٦. افسوس، ارمان، جفا، ٧. ڪاٺ جي بنڊن کي چيرڻ لاءِ لوھ جي ڪارائي، ٨. مٿي، سِرَ، ٩، ١٠، ۽ ١١. وڄائڻ جو هڪ ساز، ١٢. تيار، ١٣. ڪئي، ١۴. ساز جو قسم، ١٥. ڀينو فقير (ٻيجل)، ١٦. رسم، ريت، ١٧. هاءِ هاءِ، افسوس، ظلم، ١٨. سردار، راجا ڏياچ، ١٩. ڀينوَ فقير (ٻيجل)، ٢٠. مخفي، ٢١. راڻين، راجا جي عورتن، ٢٢. ٻانهين، نوڪرياڻين، ٢٣. (گهڻو) سوچي يا غور ڪري، ٢۴. سمجهي، ٢٥. داناءِ، هوشيار، قابل، عاقل، ٢٦. فڪر، ويچار، ٢٧. منجهي، ڀلجي، ٢٨. عقل، هوش، ٢٩. ٻيجل، ٣٠. سمجهي، ٣١. ڪڇ ملڪ جي هڪ راجا جو نالو ڪنگهار هو جيڪو وڏو سخي هو ان ڪري هر سخيءَ کي ڪنگهار جي لقب سان ياد ڪيو ويندو آهي. هتي مراد راجا ڏياچ آهي، ٣٢. ڏاتار، سخي (راجا ڏياچ)، ٣٣. ڪونهي، ٣۴. ذريعو، پردو، حجاب، ٻي هستي، ٣٥. وچ ۾، درميان ۾، ٣٦. ساڳي، اهائي، ٣٧. آلاپ، ٣٨. چارڻ جي، ٻيجل جي، ٣٩. چت ۾، دل ۾.

جي[1] هُتي[2] جي هِتِ[3]، تَہ ڳالهہ مَڙيائي[4] هيڪڙي.

١١

سَهسين[5] هُئا سارنگيا[6]، مانجهي[7] مَڱڻهارَ[8]،
تَن ڳڙهان[9] اوري[10] ٿي ڳايو، سَهسين[11] ڪري سينگارَ[12]،
تُنبيري[13] جي تَندُ[14] جي، پهرين[15] هُئي پچارَ[16]،
آءُ[17] مَٿا[18] هُونَ مَڱَڻا[19]، لَنگهي دَرُ[20] دُوارَ[21]،
توکي گهوٽَ[22] گهرايو[23]، خِلوَتَ[24] لئي[25] ڪنگهارَ[26]،
اَلسَّلامُ عَلَيڪَ اَيُّهَاالنَّبِيُّ وَرَحمَةُ اللهِ، ●ڪلّي[27] ڪئائون ڪيڪارَ[28]،
تهان پوءِ[29] ڏاتارَ[30]، ڏنو مُلڪُ[31] مڱڻهارَ کي.

١٢

ڪوڙين[32] ڪيرتيا[33] هُئا، پَتو[34] پَتين[35] پانَ،
جَن ٿي ڳڙهان باهر ڳايو، ظاهرُ ساڻُ[36] زَبانَ،
هيءُ مَنجهہ پينو[37] مَڱڻو[38]، اَپر[39] سين احسانَ[40]،
اَلتَّحِيَّاتُ لِلّٰهِ وَالصَّلَوَاتُ وَالطَّيِّبَاتُ *چَئي[41] ساراهيائين سُبحانَ[42]،
جهڙو پلو[43] پانُ، تهڙا ڏانَ[44] ڏياچ جا.

---

١. توڙي. ٢. راجا ڏياچ جي محلات ۾. ٣. زمين تي ٻيجل جي وات ۾. ۴. سموري. ۵. سوين هزارين. ٦. سارنگي وڄائيندڙ (سارنگي هڪ ساز جو نالو آهي). ٧. وير، سورهيہ، همت وارا. ٨. مڱتا، پينو فقير. ٩. ڳڙهہ کان، (راجا ڏياچ جي) ڪوٽ يا قلعي کان. ١٠. ٻاهر. ١١. طرحين طرحين، قسمين قسمين. ١٢. ويس وڳا، ناهہ نوهہ. ١٣. تنبيرو يا طنبورو وڄائيندڙ (ٻيجل) (تنبيرو هڪ ساز جو نالو آهي). ١۴. ساز جي تار. ١۵. شروع کان، اصل کان. ١٦. (راجا ڏياچ جي محل ۾) خبر، تعريف. ١٧. اچ. ١٨. مٿي (محلات ۾. ١٩. اي مڱڻهار (ٻيجل). ٢٠. دروازو. ٢١. ڏوارَ جو، ڏيڍيءَ جو، جاءِ يا مڪان جو. ٢٢. نئين پرڻيل جوان يعني راجا ڏياچ. ٢٣. سڏايو. ٢۴. اڪيلائيءَ يا نويڪلائيءَ (۾ رهاڻ ڪرڻ). ٢۵. واسطي. ٢٦. ڪڇ جي هڪ راجا جو نالو ڪنگهارُ هو جو وڏو سخي هو هتي مراد راجا ڏياچ آهي ● سَلامُ هجي تو تي اي نبي (سڳورا صلعم) ۽ الله جي رحمت. ٢٧. مُرڪي، مُشڪي، خوش ٿي. ٢٨. مرحبا، آدرڀاءُ. ٢٩. تهان پوءِ= تنهن کان بعد. ٣٠. سخيءَ (راجا ڏياچ). ٣١. ڏيهہ (جهانَ جي بادشاهي). ٣٢. ڪروڙين، بي شمار. ٣٣. ڪيرت يعني راڳ ڳائيندڙ يا ساز وڄائيندڙ. ٣۴. قسمن قسمن جا. ٣۵. پينو فقير، مڱڻهار. ٣٦. ڳليو ڳلايو. ٣٧. اندر. ٣٨. ڳهڙيو، ويو، داخل ٿئو. ٣٩. بي حد، تمام گهڻي. ۴٠. مهربانيءَ. *سڀ زباني عبادتون خدا لاءِ آهين ۽ بدني ۽ مالي (عبادتون پڻ). ۴١. واکاڻيائين. ۴٢. الله پاڪَ. ۴٣. سڱو، موچارو. ۴۴. دان، انعام، بخششون.

(۱۳)

دَربَانِي[1] دَرُ[2] کُولِ[3]، آئُون پَرَديسِي[4] مَگَڻُو[5]،
بِئَا گهُرَندَا دولِ[6]، آئُون سُوَالِي[7] سِرَ[8] جو.

(۱۴)

مَحَلَ[9] مَندَرَ[10] مَاڙِيُون[11]، اَمُلَ[12] جِتِ بَرَنِ[13]،
رَڙِيو[14] رَاءِ[15] ڏِيَاچَ کي، کوڙِيِن[16] کُرنِشُون[17] کَنِ،
تُون سَردَارُ[18] سَپِنِ[19]، اَسِين تَابِينِي[20] تُنهِنجي.

(۱۵)

رَتُ سِرکِي[21] نِگَئُو[22]، ڏِيئِي سُورَٺِ[23] مَهندَان[24] سَٽَ[25]،
ڏَڙُ[26] ڏُبِي[27] پِئو پَٽ تي[28]، مَٿو مَٿَان[29] کَٽَ[30]،
آيو سو اُلَٽَ[31]، رَاڻِيُون[32] جَنهِن رُئَاڙِيُون.

(۱۶)

کَتِي[33] سِرُ کَتَارَ[34] سِين، نَهرَايَائِين[35] مِ نَارَ[36]،
سُورَٺِ چَئِي سَرَتِيِن[37]، مُنِيَس[38] مَگَٽَهَارَ،
کِئو قَهرُ[39] قَهَارَ[40]، جَنهن رَاڻِيُون سَبِ رُئَاڙِيُون.

---

۱. اي دربان، اي چوڪيدار. ۲. دروازو. ۳. پٽ. ۴. پرديس کان آيل، مسافر. ۵. مڱڻو، مڱڻهار، پينو فقير. ٦. دولت، مال متاع. ۷. عرضدارُ، طالِبُو، گهرجائو. ۸. متي. ۹. محلاتون. ۱۰. (هندن جا) عبادت گاهه، مڙهيون. ۱۱. گهرن جي مٿان واريون اڏاوتون. ۱۲. ماڻڪ، موتي، جواهر. ۱۳. چمڪن. ۱۴. رويو، دانهون ڪيو. ۱۵. راجا. ۱٦. ڪروڙين، بي شمار. ۱۷. سلامَ، تعظيمون. ۱۸. مهندار، اڳواڻ. ۱۹. سڀن جو. ۲۰. تابيني ۾، فرمانبرداريءَ يا تابعداريءَ ۾. ۲۱. وَهي. ۲۲. نڪتو. ۲۳. سورٺ جي (راجا ڏياچ جي زال جو نالو سورٺ هو). ۲۴. اڳيان. ۲۵. زور، اُڇلَ. ۲٦. بدن جو ڪِچيءَ کان هيٺيون حصو، ڍڍرَ. ۲۷. ڏڪو يا ڦهڪو ڪري. ۲۸. زمين. ۲۹. تي. ۳۰. پلنگ، منجي، کٽولي. ۳۱. ڦري گهري. ۳۲. راجا جون عورتون. ۳۳. ڪپي، وڍي. ۳۴. (وڍيءَ) ڪاتيءَ. ۳۵. رکيائين. ۳٦. وِلهه، پِڊر، ميدان. ۳۷. سرتين کي، جيڏين کي. ۳۸. مون کي مُنو، مونکي مصيبت ۾ وڌو، مون سان ظلم ڪئو. ۳۹ ظلم. ۴۰. قهر ڪندڙ، قهريءَ، ظالِمَ.

(١٧)

کَتي سِرُ کَتارَ سين، نَهرايائين ۾ نارَ،
ڪوڙين[١] ڪيرتيا[٢] آيا، حاڪمَ[٣] حُڪمدارَ،
سوين[٤] سُوالي[٥] آيا، بابُو[٦]، بيکدارَ[٧]،
سَڀِ ڏگمگئا[٨] ڏاتارَ[٩]، سُٽي[١٠] ڏانُ[١١] ڏِياچَ[١٢] جو.

## وائي

مَتو ۾ ڪيڪارَ[١٣]، يارَ[١٤] ڏانَ ڏيندوسانءِ بِئا مَگٽا[١٥]،
مَتو مُور[١٦] نه پاڙيان[١٧]، تُنهنجيءَ تَندُ[١٨] تنوارَ[١٩]،
سِرَ ۾ سَچڻ[٢٠] ناهه ڪِي[٢١]، موٽُ[٢٢] مَ مَگٽهارَ،
لَڄيندو[٢٣] تو لاهيان[٢٤]، ڪينهي منجهه ڪپارَ[٢٥]،
جاجڪَ[٢٦] جُهوناڳڙهه[٢٧] ۾، هَلُ[٢٨] تَه ٿيون يارَ[٢٩]،
مَچڻ[٣٠] موٽي ڪَرين، ڳِلا[٣١] جي گُفتارَ[٣٢].

---

١. ڪروڙين. بي شمار. ٢. ڪيرت يا راڳ ڳائيندڙ. ساز وڄائيندڙ. ٣. حڪمران. حڪم هلائيندڙ. راجا. بادشاهه. حڪمدار. ٤. سون جي تعداد ۾. تمام گهڻو. ٥. سوال ڪندڙ. پينو فقير. ٦. رمتا فقير. جوڳي فقير. ٧. ڀيک يا خيرات پنڻ وارا. ٨. ڏهلجي يا ڏڪي ويا. ٩. سخي. ١٠. ڀُڏي. ١١. دانُ. خيرات. بخشش. ١٢. رياست جهوناڳڙهه جي هڪ راجا جو نالو. ١٣. خوش خيروعافيت. آڏرياءِ. ١٤. اي يارَ. اي دوست. ١٥. اي مڱڻا. اي مڱتا (ٻيجل). ١٦. اصل. بنهه. ١٧. برابر يا مٽ سمجهان. ١٨. تندُ جي. (ساز جي) تارَ جي. ١٩. تنوارَ سين. آلاپ سين. ٢٠. آڇڻ يا ڏيڻ (جي لائق). ٢١. ڪا شيءِ. ٢٢. واپس وڃ. ٢٣. شرمسار ٿيندو. ٢٤. (سر) وڍيان. ٢٥. مٿي. سِرَ. ٢٦. اي جاجڪ. اي پينو فقير. اي مڱڻهار (ٻيجل). ٢٧. هندستان ۾ رياست جهوناڳڙهه جو مشهور شهر. ٢٨. هلي اچ. ٢٩. دوست (ٿيون يار = پاڻ ۾ ٺاهه يا راضي نامون ڪريون يعني توکي سر وڍي ڏيان). ٣٠. متان. ٣١. شڪايت. ننڊا. ٣٢. گفتگو. ڳالهه.

بسم الله الرحمٰن الرحيم

# سُر سورَٺِ

## داستان پنجون

### ١

تانُ[١] نہ آهي تندُ[٢] جو، رُون رُونُ[٣] ڪري رازُ[٤]،
هٿندلَ[٥] سندا[٦] هٿڙا[٧]، سيڪو چئي سازُ،●
سٽَ[٨] ڏيئي شهبازُ[٩]، تيءَ تہ ٿوڪُ[١٠] پرائين[١١].

### ٢

تندُ تماريءَ[١٢] تانُ، جو ڪهيو[١٣] سو قبول[١٤] ٿئو،
سرُ[١٥] تہ آهي سٽ[١٦] ۾، پئو ڪو مڱج[١٧] ڏانُ[١٨]،
ايءُ[١٩] خاڪ[٢٠] متي ڪا[٢١] بانُ[٢٢]، ڪاتئان[٢٣] پوءِ[٢٤] ڪجهہ[٢٥] نہين.

### ٣

تيئي پرچئا[٢٦] پاڻ ۾، تندُ ڪتارو[٢٧] ءِ ڪنڌُ،
تنهن جهوئي ناهہ ڪي، جيئن تو چارڻ[٢٨] ڪئو پنڌُ[٢٩]،
ايءُ شڪرُ[٣٠] الحمدُ[٣١]، جيئن متو گهريئي مڱڻا.

---

١. آواز، آلاپ، ٢. (ساز جي) تار، ٣. رون رون = "رون رون" جو آواز، ۴. (الاهي) ڳجهہ، ۵. هٿندڙ، وڄائيندڙ، ٦. جا، ٧. هٿ ● جيتوڻيڪ سيڪو پيو چوي تہ اهو آواز ساز جي تند جو آهي. پر حقيقت ۾ اهو ساز وڄائيندڙ جي هٿن جو ڪمال آهي. ٨. سٽ ڏيئي = اُچلَ ڏيئي، سيکهہ ڪري، ٩. پکيءَ جو هڪ قسم، وڏوباز، شاهين، جوان مرد، سخي، ڏاتار، ١٠. قيمتي يا املهہ شيءِ، ١١. حاصل ڪرين، ١٢. تنهنجيءَ، ١٣. ٻڌايو، سڻايو، ١۴. منظور، پسند، ١۵. مٿو، سِسِي، ڪنڌ، ١٦. عيوض، بدلي، ١٧. گهرج، ١٨. ڏان، انعام، ١٩. مٿي ڏانهن اشارو، ٢٠. ڇائِيءَ، مٽيءَ، ٢١. جو، ٢٢. بوتو، بناوت، ٢٣. ڪاتڻ ڪان، وڍڻ ڪان، ٢۴. بعد، ٢۵. ڪجهہ نہين = ڪا شيءِ نہ هوندي، ٢٦. متفق يا راضي ٿيا، ٢٧. (وڏي) ڪاتي، خنجر، ٢٨. اي چارڻ، اي ٻيجل (ٻيجل ذات جو چارڻ هو)، ٢٩. مسافري، ٣٠. خدا جو شڪر ٿو ڪريان يا احسان ٿو مڃيان، ٣١. سڀ ساراهہ، الله جي آهي.

(٤)

گُلُ[1] چِنُو[2] گِرنارَ جو، ڏَيِکَئو[3] ڏُئارُ[4]،
ڪوڙِين[5] سَندو[6] ڪارَڻي[7]، اَڙِين[8] جو آذارُ،
وَسِيلو وِلهَنِ[9] جو، سَپِنِي جو سَردارُ[10]،
اِهَڙو راءِ[11] ڪَنگهارُ[12]، وِئو جهوري[13] جُهوناڳڙهه[14] کي.

(٥)

گُلُ چِنُو گِرنارَ جو، ڏَيِکي وِئا ڏُئارَ،
بايُون[15] دايُون[16] بانهيُون[17]، پِٽئو[18] ڪَٽَن[19] پارَ،
پَئي رَهِئا پَٽَ[20] ۾[21]، سُورَنِ[22] جا سِينگارَ[23]،
راڻِيُون[24] ۾ راڙو[25] ٿِئو، پَٽَنِ[26] پِيئي پَچارَ[27]،
جِهَڙو راءِ ڪَنگهارَ، ڪِينَ ٿِيندو ڪَڏهِين.

٦

گُلُ چِنُو گِرنارِ جو، پَٽَنِ ٿِيُون پِٽِينِ،
سَهَسين[28] سُورَنِ جِهَڙيُون، اُپِيُون[29] اوسارِينِ[30]،

---

٢. گرنار (شهر) جي باغ جو گل يعني راجا ڏياچ، ٢. چڇي ويو يعني قوت ٿي ويو، ڪسچي يعني قتل ٿي وئو، ٣. لرزجي وئو، ڌهي پئو، ڪري پئو، ۴. مڪان، محلات، ۵. ڪوڙِين يعني ڪروڙن، ٦. جو، ٧. وسيلو، پرجهلو، آذار، شفاعت ڪندڙ، ٨. بي وسيلن، مسڪين، ضرورتمندن، ٩. سچن، ڪنگالن، ١٠. مهندارَ، اڳواڻ" ١١. راجا، ١٢. ڪڇ جي هڪ راجا جو نالو جو وڏو سخي هو، هتي مراد راجا ڏياچ آهي، ١٣. ڏکَ ڏيئي، روئاڙي، ١۴. جهوناڳڙهه = هندستان ۾ هڪ مشهور رياست جو نالو، ١۵. رَاڻيون، گهر ڌڃاڻيون، سانڍيون، ١٦. ٻانهيون، گوليون، ١٧. رويو، ١٨. چَوَن، ١٩. اوسارا، ٢٠. زمين، ٢١. تي، ٢٢. راجا ڏياچ جي زال جو نالو، ٢٣. ويس وڳا، هارَ جنسارَ، ٢۴. راجا جي عورتن، ٢۵. روڄ، ماتم، ٢٦. پٽن ۾، ميدانن ۾، ملڪن ۾، هنڌين ماڳ، ٢٧. وائي، چوبول، ٢٨. سَوين، هزارين، ٢٩. بيٺيون، پيبون، ٣٠. اوسارا چون، پار ڪدين، رون.

چوٽو[1] چارڻ[2] هَٿَ ۾، سِرُ[3] سِينگارئو ڏينِ،
ناريُون[4] نازُ[5] ڪَرِينِ، تَہ راجا راتِ[6] رَمِ[7] ڳيو.

⑦

راجا راتِ رَمِ ڳيو، جُهوناڳڙهہ[8] جهوري[9]،
ڏنُو سِرُ ڏياچ، ڪُلَهَنِ[10] تان ڪوري[11]،
وَٺُ مَٿو تُون مَگَٽا[12] تَندُن[13] سان توري[14]،
جو گهُربُئي[15] سو جُڙبُئي[16]، هَاڻِ مَ پَئُ[17] هوري[18]،
پُجان[19] نَہ آئون ٿوري[20]، جِيئَن[21] پيرَ[22] پرتان[23] تو پايا[24].

٨

ساري[25] راتِ صاحِبَ[26] ڪي، ڳڙهہ[27] پَرُ[28] ڳايائين[29]،
اُنَسُ[30] ماڪَ مينهَن[31] جِيئَن[32]، هَٿَ[33] نَہ چُتائين[34]،
تي[35] لائقُ[36] لَذائين[37]، جي هو[38] ميراثي[39] مَگَٽو.

٩

جي ميراثي مَگَٽا، آئُون پَڻُ[40] مَنجَهان تَنِ،
ڪِي[41] ڪَهُہ[42] مُنهِنجي ڪَنِ[43]، اُرُثَ[44] مَنجَهان اُنِ جي[45].

---

١. مٿي جي وارن جو مُچو، چوٽي، مٿي جا وارَ، مٿو ، سِرُ. ٢. چارڻ جي، ٻيجل جي (ٻيجل ذات جو چارڻ هو). ٣. آراستو ڪريو، سَنورائو. ۴. (راجا ڏياچ جي محلات جون) عورتون، زالون. ۵. ناز ڪرين = مَرڪن = فخر ڪن. ٦. ڪالهہ رات، گذريل رات. ٧. هلي رَهيو، گذاري وئو، مري وئو. ٨. جهونا ڳڙهہ ڪي، هندستان ۾، جهوناڳڙهہ هڪ مشهور رياست ۽ شهر جو نالو). ٩. رُئاڙي، ڏک ۾ وجهي. ١٠. مُندرَن. ١١. ڪپي، وڍي. ١٢. اي مگٽا، اي ٻيجلَ. ١٣. ساز جي تارن. ١۴. مَاپي، وزن ڪري. ١۵. تو گهريو يا طلبيو. ١٦. توکي جڙيو يا مليو. ١٧. ٿيءُ. ١٨. آهستي (پنڌ ۾). ١٩. برابر يا مٽ ٿيان. ٢٠. ٿوري جي، احسان جي. ٢١. جنهن صورت ۾. ٢٢. قدمَ. ٢٣. پرت مان، پيارَ يا محبت مان. ٢۴. پريا، پاتا يا وڌا (منهنجي گهر ۾). ٢۵. سڄي. ٢٦. راجا. ٢٧. ڳڙهہ جي، ڪوٽ يا قلعي جي. ٢٨. پر ۾، پاسي ۾. ٢٩. ساراهيائين، راڳ ڳايائين. ٣٠. هن تي اُنا، هن تي وسيا يا ڪهوريا ويا. ٣١. برسات. ٣٢. وانگر. ٣٣. هٿ ۾. ٣۴. ڪنيائين. ٣۵. تنهن ڪري. ٣٦. عزت يا مان (پورهئي مطابق). ٣٧. حاصل ڪيائين، هن کي مليو. ٣٨. چاڪاڻ، جنهن صورت ۾. ٣٩. بنيادي ڳائڻو يا راڳائي. ۴٠. ٻـ. ۴١. ڪجهہ. ۴٢. چَوَ، راڳ ڳاءِ. ۴٣. ڪن ۾. ۴۴. ورثي، ترڪي، موروثي ذات. ۴۵. ميراثي مگٽن.

## ١٠

جو تو ڏِينُ[١] ڏِيَاچَ[٢] پَانيو[٣]، اِيءُ سِرُ سَيَڪو ڏي،
ڪِي ناهہ[٤] جِهَڙو نيٌ[٥]، جو سَنَدَ[٦] تِئي سُوالِيِنِ[٧].

## ١١

ڏِنئوءِ[٨] تَان[٩] ڏَانُ[١٠]، رَاڪِيئِي[١١] تَان رَڪَ[١٢] تِئي،
تَوَذَلَ[١٣] تُنبُو[١٤] ڪِينرو[١٥]، تَنَدُنِ[١٦] اهوئِي[١٧] تَانُ[١٨]،
سو ڪو ڏِيَارِيهُون[١٩] ڏَانُ[٢٠]، جو طَمَعَ[٢١] ڪي تَرَڪُ[٢٢] ڪَري.

## ١٢

جو تَرَڪُ طَمَعَ ڪي ڪَري، سو ڪِي مُون[٢٣] سُٺَاءِ[٢٤]،
جيڪِي چُئين[٢٥] جِيءَ[٢٦] مَان[٢٧]، سو ڳُورَ[٢٨] مَنجَهانِ ڳَالَهاءِ،
مَڱڻهَارُ[٢٩] مَلَهَاءِ[٣٠]، جو وِچَان[٣١] وِيرَين[٣٢] آيو.

## ١٣

جو وِچَانِ وِيرَينِ آيو، سو مَڱڻهَارُ مَ مُوٽَاءِ[٣٣]،
جَا جِيءَ اَندَرِ[٣٤] مُون[٣٥] ڳَالَهِڙي، سَا پَاندِ[٣٦] پَلِئي[٣٧] مُون پَاءِ[٣٨]،
جو گُهَران[٣٩] سو گهوري ڏي[٤٠]، مَڱڻهَارُ مَلَهَاءِ.

---

١. دانُ، بخشش، ٢. اي ڏياچ (جهوناڳڙهہ جي راجا جو نالو ڏياچ هو)، ٣. سمجهيو، خيال ڪيو، ٤. ناهہ جهڙو = نہ جهڙو يعني لاثاني يا جنهن جهڙو ڪو ڏيئي نہ سگهي، ٥. ڪٿي ڏي، ٦. پروانو، حجت، ٽيڪ، آڌارَ، اختيارنامون، ٧. سوالين واسطي، پينو فقيرن واسطي، ٨. تو ڏنو، ٩. تہ، ١٠. دان، خيرات، بخشش، ١١. رکيئي، تو رکيو، تو پاڻ وٽ سانديو، ١٢. مٽي، خاڪ، ١٣، ١٤ ۽ ١٥. سازن جا نالا، ١٦. (توذل، تنبي ۽ ڪينري جي) تندن جو، ١٧. ساڳيو، هڪڙوئي، ١٨. آواز، ١٩. مونکي ڏيارج يا ڏج، ٢٠. دانُ، انعام، خيرات، ٢١. لالچ، ٣٢. پاسي، پري، قطع، ٢٣. مون کي، ٢۴. ٻُڌاءِ، ٢٥. چَوين، ٢٦. اندرَ، دل، ٢٧. ۾، ٢٨. مُنهن، واتَ، ٢٩. مڱڻو فقير، مڱڻو(ٻيجل)، ٣٠. سرخرو ڪر، مَرڪاءِ، ٣١. وٽان، منجهان، ٢. دشمن، ٣٣. واپس ڪر، ٣۴. ۾، ٣٥. منهنجي، ٣٦. پاند ۾، پَلئہ ۾، جهوليءَ ۾، ٣٧. مونکي، ٣٨. وجهہ، ٣٩. مڱان، طلبيان، ۴٠. جانِ تان ڪهمائي، خوش ٿي.

اَتَمِ[1] آسَ[2] اِهَا، تَہ وَجِي ڏيگاريَان ڏيهَ[3] ۾.

۱۴

ڏيَڻُ[4] گهَٽُو[5] ڏُهِلو[6]، سِسِي[7] ڏيَڻُ سُکُ[8]،

سو تَان[9] ڏِيَاچَ[10] ڏُکُ[11]، جو تَعَلَقُ[12] رکي تَندُ[13] سين.

۱۵

جو تَعَلَقُ رکي تَندُ سين، سو کِي پَلَئِي[14] پَاءِ[15]،

مُون کي مَ مُوتَاءِ، آئُون آگَاهُون[16] آيو.

(۱٦)

جو تَعَلَقُ رکي تَندُ سين، سو مُون پَلَئِي پَاءِ،

سڻُ[17] تُون، کَريَان ڳَالهَڙي، آيُس آگاهِيڻءَ[18] جَاءِ[19]،

هِيءُ هِينئَڙئي[20] هَلاَءِ[21]، وَڍِ[22] تَہ وِيرَمَ[23] نَہ ٿِئي.

۱۷

وَڍِ سِرُ ٿِيءُ سَرَهو، مَ کِي آءُ مَ ڳَاءُ،●

جَاجِکَ[24] تو مَتَّان[25]، مُلکُ[26] مِڙوئي[27] گهوريَان[28].

---

۱. مون کي آهي، ۲. تمنا، خواهش، ۳. ديس يا مُلڪ (راجا انيراءَ جي)، ۴. خيرات ڏيڻ (جنهن ۾ ڪابہ نفعي يا ناموس جي لالچ نہ هجي)، ۵. بي حد، ٦. ڏکيو، مشڪل، ۷. (لالچ ۾) سر ڏيڻ، ۸. سولو، آسان، ۹. تہ، ۱۰. اي ڏياچ (جهوناڳڙهہ رياست جي راجا جو نالو ڏياچ هو)، ۱۱. ڏکيو، مشڪل، ۱۲. واسطو، لاڳاپو، ۱۳. (منهنجي ساز جي) تند يعني تارَ (جيڪا ڏياچ جو سر صرف خيرات ۾ گهري ٿي)، ۱۴. پلئہ ۾، جهوليءَ ۾، ۱۵. وِجهہ، ۱٦. پري کان، ۱۷. ٻُڌ، ۱۸. پراهينءَ، ڏوزاهينءَ، ۱۹. جاءِ کان، هنڌ کان، ملڪ کان، ۲۰. هاڻي ئي، هن وقت ئي، ۲۱. روانو ڪر (سِرُ ڏيئي)، ۲۲. ڪاٽ، ۲۳. دير ● سِرُ وڍي خوش ٿيءُ ۽ هِتِ هر هر اچڻ ۽ ڳائڻ کان ڇُٽي پَوءُ، ۲۴. اي جاجڪ، اي پينو فقير، مڱڻهار (ٻيجل)، ۲۵. تان، ۲٦. جِهان، ۲۷. سمورو، ۲۸. قربان يا صدقو ڪريان.

## ١٨

سُورَٺِ[1] مُئِي[2] سُکُ[3] تِئو، خِيمَا[4] کَنيَا کَنگهَارَ[5]،
نَکو رَاڳُ نَہ رُوپُ کو، نَکَا تَندُ تَنوَارَ،●
مَتو[6] مَگّٽهَارَ[7]، ڏِنو سِرُ ڏاتَارَ[8] کي.#

## ١٩

سورَٺِ مُئِي سُکُ تِئو، خِيمَا هَنيَا[9] کَنگهَارَ،
تِئو رَاڳُ رُوپُ سو، لَڳِي تَندُ تَنوَارَ،*
ڍِٽ[10] پَٽِ[11] پيئِي پَچَارَ[12]، تَہ رَاجَا رَاتِ[13] رَاضِي[14] تِئو.

## ٢٠

رَاجَا رَاتِ رَاضِي تِئو، تَنهن ڏِنَا وَڏَا ڏَانَ[15]،
تَڏهِين مُوتي[16] کَارِئَا[17] مَگّٽي، طَرَحَ[18] تُنبي[19] کي تَانَ[20]،
تَہ کَارَڻِ[21] رَبَ[22] رَحمٰنَ[23]، سِرو[24] وَڍِي[25] سُلطَانَ[26] ڏِي.

## وائي

کَينُون[27] يَائي[28] آکَان[29] بولکي[30]، گهَايَل[31] کيتيَ[32] مَين[33] سُول[34] سَجَٽڏي[35].

١. راجا ڏياچ جي زال جو نالو، ٢. مري وئي (راجا ڏياچ جي سر وڍڻ کان پوءِ اُن جي ڏڙ سان کڏ پاڻ کي ٻاھہ ۾ سازيائين يعني چکيا تي چڙهي)، ٣. ماٺ، سانت، ۴. خيما کنيا = تنبو پٽيا يعني هن دنيا مان گذاري وئو، ۵. ڪڇ ملڪ جي هڪ راجا جو نالو کنگهار هو جو وڏو سخي هو هتي اشارو راجا ڏياچ ڏانهن آهي ● جهوناڳڙهہ ۾ هاڻ نکو ڳائڻ وڄائڻ يعني خوشيءَ جي محفل آهي ۽ نکا ڪا (ٻيجل جي ساز جي) تند جي آلاپ يا آواز آهي، ٦. (خود پنهنجو)، سِرُ، ٧. مگّٽي، پينوءَ فقير (ٻيجل)، ٨. سخيءَ (راجا ڏياچ) # ٻيجل ٻہ پاڻ کي سورٺ سان کڏ ٻاھہ ۾ سازي ماري ڇڏيو. ٩. خيما هنيا = تنبو کوڙيا (عالم ارواح ۾ يا روحاني دنيا ۾ مکان حاصل کئو)، *هاڻي ڏياچ جو روح عالم ارواح ۾ ملائکنِ ۽ مقبول ٻانهن جي تسبيح جو آواز پئو ٻڌي، ١٠. ڍٽ ۾ (ڍٽ ٿر علائقي جي هڪ حصي جو نالو آهي)، ريکستان ۾، برپٽ ۾، ١١. پَٽَ ۾، ميداني علائقي ۾ (ڍٽ پٽ = هر هنڌ تي، هر جاءِ تي)، ١٢. وائي، چوٻول، ١٣. ڪالهہ رات، گذريل رات، ١۴. خوش، ١۵. دان، خيراتون، ١٦. وري، ١٧. ڪرايا، ١٨. طرحين طرحين، قسمين قسمين، ١٩. ساز جو هڪ قسم، ٢٠. آوازَ، آلاپون، ٢١. واسطي، صدقي، ٢٢. پالڻهار، ٢٣. رحمٰن جي مهربان جي رحم ڪندڙ يا ٻاجهاري جي، ٢۴. ڪنڌ، ٢۵. ڪپي، ڪاٽي، ٢٦. اي سلطانِ، اي راجا، ٢٧. ڪنهنکي، ٢٨. اي يائي، اي ياءُ، اي ادا، ٢٩. ٻُڌايان، ٣٠. ڳالهہ ڪريِ، ٣١. زخمي، ٣٣. ڪئي، ٣٣. آئون، ٣۴. سورَ، درد، ٣۵. سڄڻ جي، محبوب جي.

چَنڊُ[1] چَڙهِئَا[2] ڪُلُ[3] عَالَمَ[4] وِيکَئَا[5]، رَانجُهو[6] لَڌَڙُمِ[7] ڳُولِڪيِ[8]،
مَيِن[9] رَانجَهنڊِي[10] رَانجَهنُ مَيڏَا[11]، ڪيڙَا[12] گهَتَڙُمِ[13] گهولِڪيِ[14]،

## وائي

ڪِينُون[15] آڪَان[16] ڪَونُ[17] بَتَاوِي[18] هِي وَاٿَهَڙُو[19] لُوڪُ[20] ڙَي[21] مَاءُ[22]،
اَپنِي[23] صَاحِبِ[24] ڏِي[25] بَاتِ[26] ڙَي،
چَارَڻُ[27] آيَا[28] ڪَاتِ[29] لِي[30] جَايَا[31] ڪوءِ[32] جَاجِڪَاٽِي[33] ذَاتِ[34] ڙَي مَاءُ.

---

۱. قمر، ماهتاب، ۲. اُڀرئو، ۳. سڄي، ۴. جهانَ (جي ماڻهن)، ۵. ڏٺو، ٦. پنجاب جي هڪ مشهور عشقيہ قصي جو مُک اداڪار جو نالو جنهن هير نالي هڪ عورت سان عشق ٿي ڪيو، محبوب، پيارو، ۷. مون لڌو يا ڏٺو، ۸. ڳولي، تلاش ڪري، ۹. آئون، ۱۰. رَانجهن يعني محبوب جي، ۱۱. منهنجو، ۱۲. ڪيڙي قومَ جا ماڻهو، هِير جا مائٽ، ۱۳. مون گهتيا، مون ڇڏيا، ۱۴. گهوري، قربان يا صدقو ڪري، ۱۵. ڪنهن ڪي، ۱٦. چوان، ۱۷. ڪير، ۱۸. ٻڌائي، ۱۹. مسافرَ، ۲۰. ماڻهو، ۲۱. اڙي، ۲۲. آمان، امڙ، ۲۳. پنهنجي، ۲۴. دوست، سائيءَ، سڄڻ، ۲۵. جي، ۲٦. ڳالهہ، ۲۷. ٻيجل (جيڪو ذات جو چارڻ هو)، ۲۸. آيو، ۲۹. ڪاٿي، ۳۰. ڪٿي، ۳۱. ويو، ۳۲. ڪڏ ۾ پوي، ٻَنِ پئي، ۳۳. جاجڪن جي، پينو فقيرن يا چارڻن جي، ۳۴. قومَ.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُرُ بَرئو* سِنڌِي

## داستان پھريون

### ١

چَا[١] کي وَجِئو چو، ٻيلِيَ[٢] رَهين ٻِئَنِ جو،
وَنُ[٣] کَنجَکَ[٤] ڪرِيمَ[٥] جي، جَڳَ[٦] ۾ آهي جو،
سَهِکو[٧] هُوندو سو، جَنهِن جو عَشقُ اللهَ سِين.

### ٢

اَجُ پَڻ اکَڙِيَنِ، پَنهنجَا سَجَڻَ سَارِئَا[٨]،
ڳَلَنِ[٩] تَان ڳوڙهَنِ[١٠] جُون، بُونڊُون[١١] بَس نَہ ڪَنِ[١٢]،
سَنڌِي سِکَ[١٣] پِرِيَنِ[١٤]، لُوکَ[١٥] ڏِٺي[١٦] نَہ[١٧] لَهي[١٨].

### ٣

پَلِي[١٩] ڪِيئِي[٢٠] پَلاَ[٢١] پِرِينِ، هِيئَنِ نَہ مُنَاسِبُ[٢٢] هوءِ[٢٣]،
لاَئِي[٢٤] چِتُ[٢٥] چَرِئو[٢٦] ڪَرِي، پَاڻُ[٢٧] ڪَدِي وِئِين[٢٨] پوءِ[٢٩]،
توٽِي[٣٠] حُبَ[٣١] نَہ هوءِ، هوتَ نَہ ڪِجَن هيڏِيُون[٣٢][٣٣].

* "برئو يا بروو" لفظ اصل عربي "بِرُ" لفظ آهي جنهن جي معنيٰ آهي نيڪ ماڻهو جو الله، ان جي پيغمبر صلعم، ماءُ پيءُ، رشتيدارن ۽ ٻارن لاءِ حياتي ارپن ڪري. ٻيءَ روايت موجب برئو هڪ شخص جو نالو آهي جيڪو "رپ" نالي هڪ حسين عورت تي عاشق هو جيڪا "ڪلياڻ" سردار جي ڌيءُ هئي. برئو ۽ رپ ميرپورخاص ضلعي جي ڊگڙي تعلقي ۾ جدا جدا علائقن جا رهاڪو هئا. بروئي جي معنيٰ برهہ ۽ وڇوڙو بہ آهي. ١. چو، ٢. نوڪر، خدمتگار، همراهہ. ٣. جهل، پَڪڙِ. ۴. گهوڙي جي رڪيبن جو پٽو يعني دوالَ يا گهوڙو گڏ وٺي ڊوڙڻ لاءِ لغام جو پٽو. ۵. ڪريم (جي گهوڙي)، ڪريم جي معنيٰ ڪرم يا احسان ڪندڙ يعني الله تعاليٰ. ٦. جهان، دنيا، ملڪ. ٧. سکيو، آسودو. ٨. ياد ڪئا، سنڀاليا. ٩. ڳِٽَن، مِٽن، رخسارن. ١٠. لڙڪن (روئڻ وقت اکين مان وهندڙ پاڻيءَ جي). ١١. ڦڙا، قطرا. ١٢. بس نہ ڪن= بند نہ ٿين، ختم نہ ٿين. ١٣. جي. ١۴. پيارَ، اُڪندَ، ڪاڏو، چِڪ. ١۵. محبوبن. ١٦. لوڪ جي، ماڻهن جي. ١٧. ڏسڻ سان. ١٨. ختم ٿئي. ١٩. چڱي، چڱائي ڀلائي، مهرباني. ٢٠. توڪئي (پلي ڪيئي جي اصطلاحي معني تو پلي نہ ڪئي). ٢١. ٻاجهارا، نيڪ، چڱا. ٢٢. واجب. ٢٣. توکي هو. ٢۴. (نينهن يعني محبت) لڳائي. ٢۵. دل، من. ٢٦. مست، ديوانو. ٢٧. پاڻ کي، خود کي. ٢٨. ڪڍي وئين= پري ڪري. ٢٩. بعد ۾. ٣٠. جيتوٽيڪ. ٣١. سڪ، محبت. ٣٢. محبوبَ، دلبر. ٣٣. وڏيون ڏاڍيون.

## ۴

يَلِي ڪِيَئِي يَلاَ پِرِيَن، مُون نَہ جَاتُو ايئَن،
هِيُون هِيرَائِي هَٿَ ڪَري، هَلِيو وِبنديِن هِيئَن،
سَا سِڪَ سَلاَن ڪِيئَن، جَنهِن اَندَرِ آهِيرَا ڪِئا.

## ۵

هِيرَائِي هَٿِ ڪِئو، هِينئَڙو حَبِيبَنِ،
پِڌي ڪَچِيءَ تَندُ ۾، سَلاَڙئو سيڻَن،
جِ وِڌَا پيچَ پِرِيَنِ، تَہ هِينئَڙو هَٿِيَڪو ٿِئو.

## ۶

ڪي اوڏَائِي ڏُورِ، ڪي ڏُورِ پِہ اوڏَا سُپِرِين،
ڪي سَنبِرجَنِ نَہ ڪَڏهِينِ، ڪي وِسَرَنِ نَہ مُور،
جِيئَن مِينهِن ڪُنڍِيءَ پُورَ، تِيئَن دوستَ وَرَاڪو دل سين.

## ۷

جِيئَن ڪَڙو مَنجهہ ڪَڙي، سو لُهَارَ لَپِيٽِئو،
مُنهِنجو جِيءُ جَڙي، سُپِيرِيَان سوگهو ڪِئو.

---

١. پلائي، مهرباني، چڱي، ٢. تو ڪئي، (پلي ڪيئي جي اصطلاحي معنيٰ تو پلي نہ ڪئي)، ٣. اي پلا، اي نيڪ، اي مهربان، ۴. محبوب، پيارا، ۵. پروڙيو، سمجهيو، ٦. دل، مَنَ، ٧. عادتي ڪري، هيراڪ يا ٻانڌائي ڪري، ٨. هٿ ۾، قبضي ۾، قابوءَ ۾ ● گنج ۾ "توکي ڏيان ڪيئن" لکيل آهي، ٩. محبت، پيار، ١٠. سليان، سٺايان، ٻڌايان، ١١. ڪهڙيءَ طرح، ١٢. اندرَ ۾، دِل ۾، ١٣. آڪيرا، گهرَ، آستانا، ١۴. دل، مَنَ، ١۵. محبوبن، سيڻن، ١٦. جڪڙي، ويڙهي، سلاڙي، ١٧. اڻ پوري وَٽيل، ١٨. سٽ جي ڌاڳي، ١٩. جڏهين، ٢٠. پاتا، ٢١. وراڪا، وڪڙ، ٢٢. سوگهو، قابو، ٢٣. ويجها ٻہ، ٢۴. پري، ٢۵. پرين، محبوبَ، ٢٦. ياد اچن، دل تي چڙهن، ٢٧. دل تان لهن، ياد نہ اَچن، ٢٨. هرگز، بنهہ، اصل، ٢٩. جهڙيءَ طرح، ٣٠. چوپائي مال جو هڪ قسم، ٣١. ڪُنڍيءَ جا، گول وريل ۽ چوڙيدار سڱن واريءَ مينهن جا، ٣٢. گول سِنگَ، ٣٣. تهڙيءَ طرح، ٣۴. دوست جو، يارَ جو، ٣۵. لوهہ جي زنجير جو هڪ گول ڇلو، ٣٦. لوهہ جو ڪم ڪندڙ، آهنگر، ٣٧. ويڙهيو، قابو ڪئو، ٣٨. دِلِ، ٣٩. مڙهي، جڪڙي، ڳنڍي، ملائي، ريهي، ٽانڪي، ۴٠. سپرين، پرين.

### ٨

مَاٺُهُو گُهُرَنِ[١] مَالُ[٢]، آئون سَڀِ ڏِينهَن[٣] گهُرَان سُپرِين[٤]،
دُنيا[٥] تَنهن دوسْتَ[٦] تَان، فِدَا[٧] كَرِيَان فِيْ[٨] الحَالُ،
كِئو نَامَ[٩] نِهَالُ[١٠]، مُونكي مَحبُوبَنِ جي.

### ٩

صُورَتَ[١١] گهَٽو سُهڻا[١٢]، ٿَاٽَا[١٣] سَندَن[١٤] ٿُوهَر[١٥]،
رِيلو[١٦] ڏِيئي[١٧] رُوحُ[١٨]، جو كَائي سو كَامِي[١٩] مَري[٢٠].

### ١٠

صُورَتَ سَندِيَن[٢١] سَالَ[٢٢]، پَاڻَ[٢٣] مُصَاحِبَ[٢٤] سُپرِين،
مَولِيٰ[٢٥] ڏِنَّن[٢٦] مُنهَن ۾، نُوري[٢٧] نيڻَ[٢٨] نِهَالَ[٢٩]،
سَندي[٣٠] خَوابَ[٣١] خِيَالَ[٣٢]، مُون[٣٣] مَن[٣٤] مَتوالو[٣٥] كِئو.

### ١١

پَرَ وَسِ[٣٦] تِئَمِ[٣٧] پَرِيَاڻَ[٣٨]، پِرِين وَسِ نَه پَانهنجي،
لَگو كِينَ لَطِيفُ چئي چَپُرُ[٣٩] چَاتِيءَ[٤٠] سَاڻُ،
پِرِين ڏيكاري پَاڻُ، خُوش[٤١] كَري وِئَا خَوابَ ۾.

---

١. طلبين، چاهين، ٢. دنيائي خزانو، ڌن دولت، ٣. سڀ ڏينهن = سڄي ڄمار، سدائين، ۴. پرين، محبوب، ۵. دنيا جو خزانو، ٦. يار، سڄڻ، ٧. قربان، صدقو، ٨. هكدم، ٩. نالي، ١٠. خوش، ١١. صورت ۾، شكل ۾، ١٢. حسين، ناهوكا، موچارا، ١٣. ماٺا، ناز نخرا، طور طريقا، ١۴. انهن جا، ١۵. ٿوهر جهڙا (كڙا يا كوڙا)، ٿوهر هڪ جهنگلي ول جو ڦر آهي جو ذائقي ۾ سخت كڙو آهي، ١٦. لاڙو، كشش، ١٧. كرائي، ڏياري، ١٨. روح كي، دل كي، ١٩. جلي، سڙي، ٢٠. ساهه ڏي، ٢١. انهن جي، ٢٢. چڱي، موچاري، سهڻي، ٢٣. خود، ٢۴. (مخلص يا همدرد) سائي، ٢۵. مولا، مالڪ، خدا، ٢٦. انهن كي ڏنا، ٢٧. نوراني، ٢٨. اكيون، ٢٩. دل خوش كندڙ، ٣٠. جي، ٣١. سپني يا ننڊ ۾ ڏٺل صورت، ٣٢. وهم، ويچار، ٣٣. منهنجو، ٣۴. دل، ٣۵. مستانو، ديوانو، چريو، ٣٦. پرائي يا ٻي جي وس ۾ يا اختيار ۾، ٻي جي هٿ ۾ يا قبضي ۾، ٣٧. منهنجا ٿيا، ٣٨. پيارا محبوب، ٣٩. جبل، ڏونگر، ۴٠. سيني، اُرهه، ۴١. راضي.

## ١٢

ڏَڙَتي[1] دُونَہ[2] جِيئَن[3]، سِرُ[4] پَرُ[5] سُپيرِيَن[6] ڏِي،
لَڳو وانءُ[7] لَطيفُ چئي، تَن[8] پِريان جي تِيئَن[9]،
تَہ حاصُلُ ٿِئي[10] اِيئَن[11]، قُربُنو[12] قَريبَ[13] جو.

## ١٣

لَڳِيءَ[14] جو لَطيفُ چئي، قالُ[15] نَہ ڪو قيلُ[16]،
لِکِئي[17] نايُون[18] ڪوڙيُون[19]، نيٺين[20] وَهي[21] نيرُ[22]،
هِينئَڙا[23] ٿِيءُ سُڌيرُ[24]، ڪالهہ[25] قَريبَنِ لَڏِئو[26].

## ١٤

ڪالهہ قَريبَنِ لَڏِئو، تان[27] تُون ٿِيءُ تَيارُ[28]،
ڪُلُ نَفسٍ ذائقة المَوت، * سَچو[29] اِي قَرارُ[30]،
پِرِين[31] تُنهنجو پارُ[32]، مون نِماڻيءَ[33] نَصيبُ[34] ٿِئي.

## ١٥

مون نِماڻيءَ نَصيبُ ٿِئي، پِرِينءَ[35] پيشاني[36]،
سي ڪيئَن وَڃَنمِ[37] وِسري[38]، جي جِيءَ[39] اَندر[40] جاني[41].

١. جسم، بدن. ٢. لباس. ٣. جهڙي طرح. ۴. سرجي، مٿي جي. ۵. اوڏائي، نزديڪي، ويجهائي. ٦. پرين، محبوبن. ٧. وڃ. ٨. تن سان، بدن سان، بُتَ سان. ٩. تهڙيءَ طرح. ١٠. حاصل ٿئي= هٿ اچي، پرائجي. ١١. ان طرح. ١٢. پيوستگي، الحاق، ميلاپ، وحدت. ١٣. محبوبَ. ١۴. نينهَن، محبت. ١۵. بحث. ١٦. ردڪد، تيڪاتيڪي. ١٧. تقدير. ١٨. ٻالن يا تيرَن جُون چُنهنبون، ٻاڙون يا جڙون. ١٩. ڪپائيون، ٻُختيون ڪيون. ٢٠. نيڻن مان، اکين مان. ٢١. جاري آهي، ڳري، وسي. ٢٢. پاڻي. ٢٣. اي هينئڙا، اي دل. ٢۴. هوشيار. ٢۵. گذريل يا اڳئين ڏينهن. ٢٦. رحلت ڪئي، انتقال ڪئو، دم يا ساهُ ڏنو، وفات ڪئي. ٢٧. آخر. ٢٨. تياري ڪر يا سنبت ڪر (هلڻ يا لڏڻ جي) * هر جان يا ساهوارو (هڪ نہ هڪ ڏينهن) موت جو مزو چکندو (قرآن جي سورت آل عمران جي ١٨۴ آيت، الانبياءَ جي ٣۵ آيت ۽ عنڪبوت جي ۵٧ آيت). ٢٩. صحيح يا پڪو. ٣٠. واعدو. ٣١. اي پرين. ٣٢. طرف، پاسو، ٻاڙو، حمايت. ٣٣. نماڻيءَ کي، مسڪين کي، اڏين يا ٻي واهيءَ کي. ٣۴. حاصل ٿئي، ڀاڳ ۾ اچي. ٣۵. پرينءَ جي. ٣٦. شڪل يا صورت يعني ديدار. ٣٧. مونکي وڃن. ٣٨. دل تان لهي. ٣٩. دل. ۴٠. ۾. ۴١. جانب، محبوب.

تَنِي جِي بانِهي[1]، ڪِهَڙي حُجَ[2] هَلايان.

١٦

فَاني[3] مِيان[4] فاني، دُنيا[5] دَمُ[6] نه هِڪڙو،
لَتي[7] لوڙهه[8] ڪَڙَن[9] سين، جوڙيندا[10] جاني[11]،
ڪوڏر ۾[12] ڪاني[13]، آهي سِر[14] سَبي ڪَنهن[15].

١٧

بَروئي[16] جي باني[17]، ڪَنهن ڪان سِکيين[18] سُپرين،
آئي ڏيندءِ هَٿ ۾، مَسُ[19] قَلَمُ[20] ڪاني،
حَرفُ[21] پُڇِندءِ هيڪڙو، ظاهرُ[22] زَباني[23]،
تني اڳِئان[24][25] جاني[26]، ڪِهڙي ڪَريندين[27] ڳالهڙي.

١٨

پَر[28] پَنجُهوءَ[29] ويهي، ڪِهڙي ڪَندين ڳالهڙي،
ڍَڪي[30] هَلندءِ ڏُوڙ[31] ۾، ڪَنڌ[32] ڪَلَرُ[33] ڏيئي،
جاجي[34] ماجي[35] موتيا[36]، وَرُ وَنيءَ[37] ڏيئي،
خَبَر[38] نه پيئي، ته ڏيجُ[39] ڏنائون ڪيترو.

---

١. نوڪرياڻي، گولي، ٢. حج هلايان = حجت ڪريان، عذر يا اعتراض يا بحث مباحثو ڪريان. ٣. فنا ٿيندڙ، بي بقا، ناپائيدار، ناسونتُ. ۴. اي ميان، اي صاحب، اي ساٿي. ۵. جهان. ٦. ساعت، گهڙي، پَل، پلڪ. ٧. ڍڪي، پوري، دفن ڪري. ٨. لاش، جنازو، قبرَ. ٩. مٽيءَ جي پترنِ. ١٠. (قبر) تيار ڪندا يا ٺاهيندا. ١١. اي جاني، اي جانب، اي محبوب پيارا. ١٢. زمين کوٽڻ جو اوزارُ. ١٣. ٻاجهريءَ، جوئر يا سَرَ جو ڪانو جنهن سان مڙدي جي ماٿ وٽي ان جي ڍيگهه جيتري قبر کوٽيندا آهن. ١۴. سِرَ تي، مٿي تي. ١۵. سڀڪنهن جي، هر ماڻهوءَ جي. ١٦. بروئي راڳ. ١٧. ٻولي يا آلاپ يا ٻاڻي. ١٨. تو سکي، تو حاصل ڪَئي، تو پرائي. ١٩. اکرن لکڻ لاءِ تيار ڪيل رنگدار پاڻيٺ، سياهي، روشنائي. ٢٠. ليکڻ، ڪلکَ، ڪاني. ٢١. لفظ، جملو، ٽڪو، ڪلمون. ٢٢. ڳليو ڳالايو. ٢٣. برزبان، واتي ويٺي. ٢۴. تني جي. ٢۵. روبرو، سامهون. ٢٦. اي جاني. ٢٧. ڪندين. ٢٨. پر ۾، پاسي ۾. ٢٩. پنجهوءَ جي، زمين مان کوٽيل مٽيءَ جي ڍڙهتي معنيٰ ٿيندي قبر جي. ٣٠. پوري، دفن ڪري. ٣١. مٽيءَ. ٣٢. ڪنڌ جي هيٺان، مٿي جي هيٺان. ٣٣. قبر جي مٽي. ٣۴. گهوٽ جي طرفان شاديءَ ۾ آيل دعوتي. ٣۵. ڪنواريتن جي طرفان شاديءَ آيل دعوتي (جاجي ماجي= جنازي کي ڪلهو ڏيندڙ ماڻهو، ڪانڌي). ٣٦. گهوٽ يا مڙس يعني ميت. ٣٧. ونيءَ کي يا ڪنوار کي يعني قبر کي. ٣٨. سَڌ، ڪَلِ. ٣٩. ڏاج، جهيز. گهوٽ ۽ ڪنوار کي والدين طرفان شاديءَ ۾ مليل سامان.

## ١٩

سَاجَنُ سِينگَارِي، ڪِئَائُون مُهَاڙ مُقَامَ ڏي،
ڪَٽِي ڪَتْولو هَلِئَا، لوڪَان نِظَارِي،
لاَٿَائُون لطِيف چئي، قَبَرَ ڪِنَارِي،
سَنئُون سُمَهَارِي، نيئِي ڏَرِبَنْدَا ڏُوڙ ۾.

## ٢٠

ڪَڏهِين مَڙهُه مُقَامَ ۾، ڪَڏهِين ڳَاڙهُو ڳهُوٽُ،
سَنْدو وَارِيءَ ڪُوٽُ، اَڏئُو اَڏِينْدين ڪيتِرو.

## ٢١

مُئَا مَنجهه مُقَامَ، سِڪَنِ ٿَا سَلاَمَ کي،
اَنگَ نَه اوڊِين ڪَپِڙو، طَلَبَ نَه رکَنِ طَعَامَ،
اَللهَ آڻِ قِيَامَ، تَه ڏِسُون مُنهُن مَحبُوبَ جو.

## وائي

هُوتُ نيڻَان جو دلبَندُ، پَلو جَانِي،
هيڏَنهَن هوڏَانهَن سُپِرين، ڪَاڏي وَرَايَان ڪَنڌُ.

١. ساجَنَ، دلبر، محبوب. ٢. (غسل ۽ ڪفن سان) آراستو ڪري يا سنواري. ٣. منهن (مهاڙ ڪئائون=روانا ٿئا، هلئا). ۴. قبرستان. ٥. ميت يا جنازي واري کٽ. ٦. لوڪ يا ماڻهن جي. ٧. نظرن يا اکين اڳيان يعني ڏسندي. ٨. قبر جي. ٩. ڪناري تي، ڪَپَ تي، پاسي ۾. ١٠. سڌو. ١١. ليٽائي. ١٢. ڪٽي. ١٣. رڪندا. ١۴. مٽيءَ يعني قبر. ١٥. مڙدو. لاش. ميت. ١٦. سهڻو. ١٧. نئون پرڻيل يا شادي ڪيل جوان. غازي. ڪافرن جو قاتل. ١٨. جو. ١٩. ريتيءَ، مٽيءَ. ٢٠. قلعو. جاءِ. ٢١. اڏئو اڏيندين= ٺاهيو ٺاهيندين. ٢٢. مئل ماڻهو. مُڙدا. ٢٣. واجهائين. ٢۴. (محبوب جي) ديدارَ. ٢٥. انگ تي. بدن تي. ٢٦. پَائين. ڍَڪين. ٢٧. چاهت. اشتها. ٢٨. طعام جي. ڪاڏي جي. ٢٨. اي الله. ٣٠. قيامت. محشر جو ڏينهن. ٣١. پسون. ٣٢. محبوب. ٣٣. نيڻن جو. اکين جو. ٣۴. پيارو. ٣٥. سٺو. سهڻو. ٣٦. جانب. دوست. ٣٧. هيڏانهن هوڏانهن = هِتي هُتي. چوطرف. ٣٨. پرين. محبوبُ. ٣٩. ڪيڏاهن. ڪهڙي طرف. ۴٠. ڦيرايان. ۴١. مٿو. مُنهن (ورايان ڪنڌ = نظر ڪريان).

چَڙهي ڏاڍِيُن[1] ڏُونگَرِين[2]، راهَہ[3] پُڇايان رَنڊُ،
سَيَدُ[4] سَپِنئان[5] سُهِڻو، سائِينءَ[6] جو سوڳَنڊُ[7].

## وائي

ڪَهَڙي آنديَن[8] سانگَ[9]، ٻاروچا[10] ڀنڀورَ[11] ۾،
اونِيَن اُنَ پَلاڻِئا، تاڻي[12] ٻَڌائُون تانگَ[13]،
جِيءَ[14] جَڙ[15] هُيِم[16] جَنِ سين، سي پِرِين ٿِئا پاسانگَ[17]،
مَتان ڪا مُون سان هَلي، نينهُن مِڙوئي نانگُ،
عاشِقَ سُتي اُٿِئا، بِرهَہ[18] واري ٻانگَ[19]،
اَڌَ مُئي[20] ڪَئي آهِيان، ڪَي[21] جو ڪَهِيو[22] ڪانگَ[23]،
اَدِيُون عَبدُاللطِيفَ چئي، ٽُڪا[24] هَنيَڙم[25] تانگهہ[26].

---

۱. ڏاڍن، ڏکين. ۲. ڏونگرن تي، جبلن تي. ۳. رستو، واٽ، رند. ۴. سردار يعني حضرت محمد مصطفيٰ صلعم. ۵. سپن کان. ٦. مالڪ، ڌڻيءَ، خدا. ۷. قسم. ۸. توکي آندو. ۹. ڪم، ضرورت، سبب. ۱۰. اي ٻاروچا، اي پنهون (سسئيءَ جو محبوب ٻروچ قوم مان هو). ۱۱. ٺٽي ضلعي ۾ گهاري جي ڳوٺ اڪل ۾ ميل پري هڪ پراڻو شهر آهي جتي سسئي رهندي هئي. ۱۲. ڇڪي، ڪشي. ۱۳. تنگ، اٺن تي پاڪڙن کي مضبوط ٻڌڻ لاءِ سَٽ يا ڏاس جا پٽا. ۱۴. جيءَ جي، دل جي. ۱۵. محبت جي). ميخ يا ڪلي. ۱٦. مونکي هئي (لڳل). ۱۷. پاسيرا، پري. ۱۸. وڇوڙي، فراق، نينهن. ۱۹. اذان، سڏ (نماز جي لاءِ). ۲۰. اڌ مئي = ڏڪل، ماندي، نيم جان، نيم مردو، هلاڪ. ۲۱. جيڪو ڪجهہ. ۲۲. ٻڌايو (دوست جو پيغام). ۲۳. ڪاري رنگ جي پکيءَ جو هڪ قسم جنهن کي عاشق ۽ معشوق دوست جو پيغام آڻيندڙ ۽ نيندڙ تصور ڪندا آهن. ڪانءُ، زاغ. ۲۴. (ٻنان چنهنب ۽ گول چوٽيءَ وارا) تيرَ. ڪانَ. ۲۵. مونکي هنيا. ۲٦. سِڪَ، اُڪنڊ، محبت.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُرُ بَرئو سِنڌي

## داستان پئو

### ١

جَانِبَ[١] تُون جيڏو[٢]، آهين شَانَ[٣] شَعُورَ[٤] سين،
مُون تي ڪَرِ مُنهِنجَا پِرين، تُوهُ[٥] تُسِّي[٦] تيڏو[٧]،
اِيءُ ڪَامِلَ[٨] ڪَرُ ڪيڏو[٩] جِيئَن نَوازِينِمِ[١٠] نِگاهَ[١١] سين.

### ٢

جَانِبَ اِيئَن نَه جُڳَاءِ[١٢]، جِيئَن مَارِئو مُوتِئو نَه پُڇين[١٣]،
رَتِّي[١٤] رَتَ نَه سِنجِري[١٥]، سِڪَ تُنهِنجي سَاءِ[١٦]،
اَسَان تُوهِين لاَءِ[١٧]، تي پُرِ[١٨] مِ پُوجَائُون[١٩] ڪِيُون.

### ٣

جَانِي مُنهِنجي جِنيءَ[٢٠] مِ، جِنيِّ[٢١] تُو[٢٢] طَمَعُ[٢٣] پُوءِ[٢٤]،
وَتُ ڪَاتِي وَڍِ اَنگُڙَا[٢٥]، اَدَبُ[٢٦] ڪَرِ مَ ڪُو،
يَايَان[٢٧] يَالُ[٢٨] سَندوءِ[٢٩]، جي تُون سَاجَنَ[٣٠] سِنئُون[٣١] نِهَارِبين[٣٢].

---

١. اي جانب، اي جاني، اي دلبر، ٢. جيترو، ٣. عزت، مان، ۴. فهم، فضيلت، عقل، ۵. مهرباني، احسان، ٦. راضي يا خوش ٿي، ٧. تيترو، ٨. اي ڪامل اي بزرگ، اي برگزيدا، اي نيڪ، اي ڀلارا، ٩. ڪيڏو نہ وڏو، تمام وڏو، ١٠. مونکي نوازين، مونکي سرفراز يا نهال ڪرين، مون تي احسان يا نوازش ڪرين، ١١. نظر، ديدار، درشن، ١٢. مناسب، روا، ١٣. خبر يا سُڌ لهين، ١۴. ذرو، ڦڙو، ١۵. پيدا ٿئي، نڪري، ١٦. سبب، ١٧. تنهنجي، ١٨. ڳجهہ ڳوهہ، مخفي طرح، ١٩. دعائون، ٢٠. جان، بدن، جسم، ٢١. جيڪڏهين، ٢٢. توکي، ٢٣. طلب، ضرورت، ٢۴. هجي، ٢۵. عضوا، ٢٦. لحاظ، صرفو، ٢٧. سمجهان، مڃيان، ٢٨. مهرباني، نوازش، احسان، ٢٩. تنهنجو، ٣٠. سڄڻ، محبوب، ٣١. (مون ڏانهن) سِڌو منهن ڪري، ٣٢. نظر ڪرين يا ديدار ڪرائين.

**۴**

ڪونڌي[1] ڪُٺائُون،[2] اِنَ پَرِ[3] اَڪَثِرَين[4] سين،
مَاسُ[5] وِرَاهي[6] هَلِئا، ڪَرِنگهَرُ[7] چَڏيَائُون،
وَتَوَاصَوابِالحَق وَتَوَاصَوابِالصَبر *اِيئن اُتَائُون،[8]
ڪِلي[9] گهَايَائُون،[10] مُرڪِي مَارِئو سَجَڻين.

**۵**

ڪِئان[11] سِڪَين[12] سُپِرِين،ڪَاسَائِيءَ[13] ڪِي[14] ڪَارِ،[15]
تِکِي ڪَاتِي هَٿ ڪَرِ، مُنِيءَ[16] سين مَ مَارِ،[17]
چُوري[18] چَاڪَ[19] نِهَارِ،[20] سُورَنِ[21] سَانگهيڙَا[22] ڪِئا.

**٦**

سُورَنِ سَانگهيڙَا ڪِئا، مَتِيءَ[23] مُون مَعذُورِ،[24]
آئُون هِتِ وِٻنِي وِنجُهلاَن،[25] مَرَان[26] نِتُ[27] مَهجُورِ،[28]
جي دوسِتَ مُنهِنجَا ڏُورِ، سي وَالِي[29] وَهِلاَ[30] آڻين.

**٧**

جيهَا تَان نَہ تيهَا،[31] نيڻَ پِريَان جَا نَائُڪُون،[32]

١. سڌي، ڳهرائي، ٢. ذبح ڪِئائون، قتل ڪئائون، ٣. طرح، نموني، ۴. نيٽن، چشمن، ۵. گوشت، ٦. تقسيم ڪري، ٧. هڏن جو پڃرو، هڏا * هڪ ٻئي کي سچ جي وصيت ڪيائون ۽ هڪ ٻئي کي صبر جي وصيت ڪئائون (قرآن شريف جي سورت والعصر جي آيت ٣)، ٨. چيائون، ٩. مُرڪي، مشڪي، ١٠. زخمي ڪئائون، ڦٽيائون، ١١. ڪٺان، ١٢. ٻرايئي يعني تو ٻرائي، ١٣. ڪوس ڪندڙ، ڪهندڙ، قصاب، ١۴. واري، جي، ١۵. عادت، روش، ١٦. مڏيءَ يا لسيءَ (ڪاتيءَ) ١٧. ڪُهه، وِڍ، ١٨. اٿلائي، ١٩. (منهنجا) ڦٽ يا زخم، ٢٠. ڏسُ، ٢١. ڏکن، دردن، ٢٢. تنگ، سوراخُ، سَلَ، ٢٣. مٿي ۾، سِرَ ۾، بدن ۾، ٢۴. معذور جي، عذر واريءَ جي، بيمار جي، هيڻيءَ جي ضعيف جي، ٢۵. ڳڻتين ۾ ڳران، ٢٦. تڪليفون سهان، ٢٧. هر وقت، ٢٨. ڏکايل، دردوند، ٢٩. اي والي، اي مالڪ، اي خدا، ٣٠. تڪڙا، جلد، ٣١. جيها تان نہ تيها= لاثاني، بي مثال، ٣٢. تيرن جو چنهنبون، تير، ڪان.

ڪوڙين[1] ڪُنا[2] ڪيترا، المَاس[3] جهڙا[4]،
پَسي پَرِ[5] اها، عَجَبُ[6] ٿيو اَجَلَ[7] کي.

۸

پُوُنر[8] اکيون پالا[9]، نيزا نيڻ پرين جا،
يارُ ميڙين[10] يا الا[11]، جنهن سان ساهُه[12] سُڌيرُ[13] ٿئي.

۹

نيڻ سقيلا[14] سُپرين[15]، پُوُنر پرون[16] پالا،
چڪئم[17] چاڪ[18] پرين[19] جا، اندر[20] ۾ آلا[21]،
يارُ ميڙين يا الا، جنهن جيءَ صُحبتَ[22] ڪاڻ[23] سِڪي[24] هنيون[25].

۱۰

جڏهين پئي ياد[26]، صُحبتُ سُپرين جي،
فريادون فرياد[27]، ناگهه[28] وڃن نڪئو[29].

۱۱

نازَ[30] منجهان نڪري[31]، پرين ڪري ٿو پنڌُ[32]،
پُون پٽ[33] "بسم[34] الله[35]" چيو[36]، راهه چُمي[37] ٿي رند.

---

۱. ڪروڙين، بي شمار، ۲. قتل ٿيا، خون ٿيا، مارئا وئا، ۳. هيري (هيرو هڪ قيمتي پٿر آهي جيڪو شيشي جهڙيءَ سخت شيءِ کي وڍيو ڇڏي)، ۴. جهڙا (سهڻا جوان)، ۵. ريت، ٦. حيرت، تپرس، ۷. موت، ۸. پؤنرن جهڙيون ڪاريون (پؤنر ڪاري رنگ جو هڪ اڏامندڙ جيت آهي)، ۹. تير، ڪانَ، نيزا، ۱۰. ملائين، ۱۱. اي الله، ۱۲. دل، من، ۱۳. سامت ۾، فرحت يا آرام ۾، ۱۴. چمڪندڙ نديون تلوارون، ۱۵. سپرينءَ جا، پرينءَ جا، ۱٦. اکين جي مٿان ڪمان وانگر وارَن جو ليڪو، ۱۷. منهنجا چڪڻا يا اٿليا يا وري خراب ٿيا، ۱۸. ڦٽ، زخم، ڏڪ، ۱۹. پرين جا پيدا ڪيل، ۲۰. دل، ۲۱. تازا، ۲۲. رهاڻ، ڪچهريءَ، مجلس، ۲۳. واسطي، ۲۴. واجهائي، ۲۵. دل، ۲٦. ياد پئي= دل تي هُري، ذهن ۾ اچي، ڌيان يا خيال ۾ اچي، ۲۷. فريادون فرياد= فرياد مٿان فرياد، دانهن مٿان دانهون، رڙين مٿان رڙيون، ۲۸. اوچتو، اچانڪ، ۲۹. نڪريو، ۳۰. ناز منجهان = ناز نخري سان، لاڏ ڪوڏ سان، چاڳلائيءَ سان، ۳۱. ٻاهر اچي، ۳۲. هلڻ جو عمل يا ڪم، ۳۳. زمين، ۳۴. ٻ، ۳۵. آذر ياءَ جو جملو يعني پلي ڪري آئين، مرحبا (بسم الله= الله جي نالي سان)، ۳٦. راهَه کي، رند کي، رستي کي، واٽ کي (جتان پرين هلي ٿو)، ۲۷. مِٺي ڏي، بوسو ڏي.

أيِيَنِ[1] گهَٽُو[2] اَدَبَ[3] ۾، وَنئو حُورُون[4] هَنڌُ[5]،
سَائِينءَ[6] جو سوگَنڌُ[7]، سَاجَنُ[8] سَيِنئَان[9] سُهِٽُو[10].

۱۲

سَاجَنَ[11] سِپَاهِيُ[12]، آئُون اَوَهَانجو آهِيَان،
اَچَان وِيلَ[13] سَيَڪَنهِن، وَجَان وَاجَهائِي[14]،
لاَلَڻَ[15] تو[16] لاَئِي[17] ڪِيڪَارِئُمِ[18] ڪَرَنِ[19] ڪي.

۱۳

ڪَڏهِين تَان ڪونہ تِئُومِ[20]، آثَارو[21] عَشقَ[22] جو،
مَحبُوبَنِ مِنَٿُون ڪَرِي، سِڪَڻُ سيڪَارِئُومِ،
تِهَان[23] پوءِ[24] تِئُومِ[25]، پَاڻهِين[26] پَسَڻُ[27] پِرِينءَ جو.

(۱۴)

ڪُڇَڻِ[28] ڪِينَ مُهَان[29]، اوتُون ڏِينِ[30] اَکِيُنِ[31] سين،
اُنِهِيءَ[32] وَاٽَ[33] وِئَا[34]، پَاتُوندَرَ[35] مَاٽِڪَ[36] پِرِين.

۱۵

پَاتُوندَرَ مَاٽِڪَ پِرِين، عَطرَ[37] سين اَمُلَ[38]،

---

۱. ٻِيهَن، ۲. زيادهہ، ۳. نئڙت، نياز، عاجزي، ۴. بهشت جون سهڻيون عورتون، ۵. (پرينءَ جي پنڌ ڪرڻ جي) جاءِ، جڳهہ. ٦. مالڪ، ڌڻيءَ، خدا، ۷. قسم، ۸. سڄڻ، محبوب، ۹. سين ڪان، ۱۰. حسين، موچارو، ملوڪ، ۱۱. اي ساجن، ۱۲. خادم، نوڪر، ۱۳. مهل، وقت، ۱۴. واجهائيندو، پويان نهاريندو (دلگيريءَ يا غمگينيءَ جي حالت ۾)، ۱۵. اي لالڻ، اي پرين، اي محبوب، ۱٦. تنهنجي، ۱۷. لاءِ، واسطي، ڪري، ۱۸. خوش مرحبا چيم، ڀليڪار چيم، ۱۹. دشمن، رقيبن، دل جي ڪوڙن يا ڪوڙن ماڻهن، ۲۰. مونکي ٿئو، ۲۱. اثر، ۲۲. محبت، ۲۳. تنهن ڪان، ۲۴. بعد، ۲۵. مونکي ٿئو، ۲٦. ازخود، خود بہ خود، ۲۷. ديدارُ، ۲۸. ڳالهائين، ۲۹. منهن سان، وات، سان، ۳۰. اشارا، ميچون، ۳۱. نيڻن، چشمن، ۳۲. اهڙيءَ، ۳۳. واٽ سان، گس سان، رستي سان، طريقي يا طور سان، ۳۴ه ڇڏي وئا وفات يا وصال ڪري وئا، ۳۵. وراهيندڙ، ونڊيندڙ، سخي، ۳٦. ماٽڪن جا، موتين جا، هيرن جواهرن جا، ۳۷. خوشبودار، گلن جي عرق يا تيل، خوشبوءِ، ۳۸. بي بها، بي حد قيمتي.

مُنهِن گهُنڊِي تَنِ ڳَلَ، پوري لوڪَ نه لَکِئا.

۱۶

پاتُوندَرَ ماڻڪَ پِرِيَن، عَطُرَ سين آهِينِ،
گهُنڊَڙِي نَه لاهِين، سَجَڻ پَنِيِيِ وارَ جِيئَن.

۱۷

گهُنڊَڙِي نه لاهِيو، پاتِيَو جا پِرِيتِ سين،
کو ڏِينهُن تَڳايُو، رُسَڻَ سَندِيءَ رِيتِ سين.

۱۸

آيا پِرِين گهُرَنِ، اوتارا اکِيُن ۾،
ويڙهو ڏِيانِ وِکِرو، وَنِيُنِ مَنجهه وَهَنِ،
اَئُون ڏِينِدي کي تَنِ، مَتي تارَنِ تَکِئا.

۱۹

تارَنِ ۾ کَرِ تَکِيو، وَنِنِ ۾ ٿي وِيهُه،
پِرِين اکِيُنِ ۾ پيهُه، تَه اَئُون آڇاڙو ٿِيان.

---

۱. مَنهن ۾. ۲. گهَنج، شوخي. ۳. تَنَ ۾، دل ۾. ۴. نرمائي، حليمائي. ۵. موڳي، بي عقل. ٦. عوام، عامَ ماڻهن. ۷. پروڙئا، سهي ڪئا. ۸. ونديندڙ، ورهائيندڙ، سخي. ۹. ماڻڪ موتين يا هيرن جواهرن جا. ۱۰. محبوبَ، سجڻَ. ۱۱. خوشبودار گلن جي عرق يا تيل، خوشبوءِ. ۱۲. گهَنڊي. ۱۳. ختم ڪن. ۱۴. پيچدارَ، گهُنڊيدارَ. ۱۵. زلف، ڪاڪلَ. ۱٦. وانگرَ. ۱۷. اوهان پاتي، اوهان وڌي. ۱۸. محبت، پيارَ. ۱۹. جيئرو رکو، زنده رکو. ۲۰. ڪاوڙ، رنجَ، غصي. ۲۱. جيءَ. ۲۲. پَر، نموني. ۲۳. اچي وئا. ۲۴. طلبين، چاهين. ۲۵. اوطاقون، آستان، جايون. ۲٦. نيڻ، چشمن. ۲۷. گهَرَ، جاءِ. ۲۸. آئون انهن کي ڏيان. ۲۹. موڪرو، وسيع. ۳۰. (اکين جي) ماڻڪين، پُتلِيَن، تارَن. ۳۱. رَهن. ۳۲. ۾. ۳۳. جايون. ۳۴. گهِڙ، داخل ٿيءُ. ۳۵. اوچڻ، ڍَڪَ، پوش.

## ٢٠

اڪيئن[1] ۾ تي ويهه، ته آئون ورائي[2] ڏکيان[3]،
توکي نه ڏسي ڏيهه[4]، آئون نه پسان[5] ڪي[6] ٻئو.

## ٢١

ذَرَ[7] جيڏو[8] ڏَڙون[9]، پاسنگ[10] مور[11] نه پڄن[12]،
عادت[13] عنبر[14] جيئن[15]، ساڌن[16] لوڪ[17] سندون[18]،
جيڏو ٻر[19] ڏبون[20]، تيڏو[21] سهدل[22] سپرين[23].

## ٢٢

اڱڻ[24] آيا نه سهان، ويني گهر گهران،*
منهن[25] مقابل[26] سپرين، پسئو تي پچان[27]،
وار[28] نه سهان وچ ۾، اجا[29] در ميان[30]،
ڳرا[31] منجهه ڳٽان[32]، پرين وجهان پيٽ ۾.

## ٢٣

راتيان[33] ڏينهان روح[34] ۾، تي لوچان[35] لالڻ لاءِ[36]،
سڪ[37] پريان جي سيد[38] رح چئي، اندر[39] مون[40] نه ماءِ[41]،

١. نيڻن، چشمن. ٢. واري. ٣. بند ڪريان، پوريان. ۴. ڏيهه يعني ملڪ يا جهان جا ماڻهو. ۵. ڏسان. ٦. ڪجهه. ٧. ذرتيءَ، زمين، پرٿويءَ. ٨. جيترو. ٩. انهن جو ڏڙو يعني بارُ، يا وزن. ١٠. پاسنگ ۾. ساهميءَ يا تارازيءَ جي ٻڙن ۾. ١١. اصل، بنهه. ١٢. پڄندا، مَائيندا، ماپي سگهندا، سمائجي سگهندا. ١٣. خصلت، خاصيت، سياءُ، مزاج. ١۴. خوشبودار هڪ پسار جي شيءِ، زعفران. ١۵. جهڙي. ١٦. سامان، مال اسباب. ١٧. جهان، دنيا. ١٨. انهن جو. ١٩. تڪليف، ڏک، تَوُ، گرمائش. ٢٠. انهن کي ڏبو. ٢١. تيترو، اوترو. ٢٢. برداشت ڪندڙ. ٢٣. پرين، محبوب. ٢۴. (منهنجي) اڱڻ يعني گهر ۾ (محبوب تڪليف وٺي منهنجي اڱڻ تي اچن اهو آئون سهي يعني برداشت نٿي ڪري سگهان) *سندن گهر ۾ ويٺي آئون انهن کي ٻيئي گهران يعني چاهيان يا سڪان. ٢۵. منهن جي. ٢٦. آڏو، آمهون سامهون. ٢٧. انهن لاءِ پچان يعني ڪامان، جلان يا پڄران. ٢٨. وار جيتري وٿي يا مفاصلو. ٢٩. اندر ۾. ٣٠. انهن کي مايان يعني سمايان يا لڪايان. ٣١. ڳورا، وزندار، وزنائتا، بهتر، اتم. ٣٢. انهن جي ڳٽن ۾، ڳلاين ۾، ارڪانن ۾، عادتن ۾، لڇڻن ۾. ٣٣. راتيان ڏينهان = رات توڙي ڏينهن جو، هر وقت، هميشه. ٣۴. دل، من. ٣۵. پريشان ٿيان، بي قرار ٿئان، ماندي رهان. ٣٦. محبوب. ٣٧. پيار، محبت. ٣٨. پرين. ٣٩. اندر ۾، دل ۾. ۴٠. منهنجي يا مونکي. ۴١. ماپي، سمائجي.

ڪَڏهِين قَـاتِلاَن[1] ڪَوڙَا[2] پِرِين[3]، ڪَڏهِين مِـٺَـا[4] مَـاڪيءَ[5] سَـاءِ[6]،
ڪَڏهِين مُـڙَن[7] مـيڻَ[8] جِيئَن، ڪَڏهِين لـوهَـ[9] پـہ نَـاهِي جَـاءِ[10]،
ڪَڏهِين ڪَٽِنَ[11] عَيِنَ[12] اِحسَانَ[13] جَا، ڪَڏهِين ڪَهلَ نـہ پَوِين[14] ڪَا،
ڪَڏهِين پِرِين پَٽَـائِين[15] ڪُنئَرا[16]، ڪَڏهِين ڏَاڍِا[17] ڏُونگَرَ[18] ڪَان،
عَجَب[19] جِهَـڙِي آهِ، صُحبَت[20] سُـپِرِيَن جِي.

## ۲۴

ڪَڏهِين تَـاڪِيُون[21] ڏِين[22]، ڪَڏهِين ڪُلِنِ[23] دَرَ دوسـتَنِ[24] جَـا،
ڪَڏهِين اَچَـان اَچَڻُ نَـہ لَـهَـان[25]، ڪَڏهِين ڪونَئُو[26] نِين[27]،
ڪَڏهِين سِـڪَـهُـون[28] سَـڏَ ڪِي، ڪَڏهِين ڳُجَـهَانـدَرَ[29] ڳَرهِين[30]،
اِهَـڙَائِي آهِين، صَاحِبَ[31] مُنهِنجَا سُپِرِين.

## ۲۵

تُون صَاحِبزَادو[32] سُپِرِين[33]، آئُون نِسُورو[34] نَوڪَرُ[35]،
بي حَد[36] ڪَرِيَان بَندگِيُون[37]، هَٿَ بَڌِي[38] حَاضُرُ[39]،
جَنِ[40] ڇَڏِينـدُس ڪِينَڪِي، دوستَ تُنهِنجو دَرُ[41]،
مُون تَان مِهرَ[42] نَظَرُ[43]، پِرِين[44] لاهِ مَ[45] پَانهِنجو.

---

۱. قاتل (زهر يا وهہ ڪان)، ۲. ڪڙا، تلخ، ۳. محبوب، سپرين، سڄڻ، ۴. مٺاس وارا، شيرين، لبيب، ۵. شهد، ٦. جهڙا، ۷. ورن، ڏنگا يا چِبا ٿين، ۸. ماڪيءَ جي مکين جي گڏ ڪيل سٽيي مادي، موم، ۹. هڪ قسم جي ڌاتوءَ (جو تمام سخت هوندو آهي)، رُڪَ، ۱۰. مجال، پچت، مقابلي جي طاقت، ۱۱. مٿي ڪري نهارين، ۱۲. اکيون، نيڻ، ۱۳. مهربانيءَ، ڪهل، قياس، رحم، ۱۴. انهن کي پئي، ۱۵. پٽ (جي ڪپڙي)کان، ريشم کان، ۱٦. نرم، ۱۷. سخت، ۱۸. جبل، پٿر، پهڻ، ۱۹. حيرت، ۲۰. رهاڻ، ڪچهري، ۲۱. درن يا دروازن کي بند ڪرڻ واريون ڪاٺ جون پٽيون (جيڪي درن کي بند ڪرڻ لاءِ لوهہ جي ڪڙن بدران استعمال ٿينديون آهن)، تاڙيون، ۲۲. (درن کي) لڳائين، ۲۴. پتجن، ۲۴. محبوبن، ۲۵. حاصل ٿئي، نصيب ٿئي، ۲٦. سڏ ڪريو، ۲۷. ونيو وڃن، ۲۸. آئون سڪان، آئون واجهايان يا اسڙڪان، ۲۹. ڳجهيءَ يا مخفي طرح، اڪيلائيءَ ۾، ۳۰. گفتگو ڪن، ۳۱. يار، دوست، مالڪ، سردار، ۳۲. سردار يا امير جو اولاد ۳۳. اي سپرين، ۳۴. فقط، خاص، ۳۵. گولو، ٻانهون، ۳٦. حد کان وڌيڪ، تمام گهڻيون، ۳۷. خدمتون، آزيون نيازيون، ڪرنشون، ۳۸. هٿ ٻڌي= عاجزي يا نهٺائي ڪري، ۳۹. اڳيان يا روبرو، ۴۰. خوشيءَ سان، وسئون، وس کان، ۴۱. (گهر جو) دروازو، چائنٺ (دروازي جي چونڪ واري هيٺين ڪاٺي)، ۴۲. مهر جو، مهربانيءَ جو، رحم جو، ۴۳. نگاهہ، ۴۴. اي پرين، ۴۵. هٿاءِ، پري ڪر.

(۲۶)

اَکيُنِ جا آگَمَ، مُون تان لاهِه مَ سُپِرين،
کَري مَلارَ مِينهَن جِيئَن، وَسِي لاهِه وَهَمَ،
تو ڏِني مُون غَمَ، ڏِينهَن جا ڏُورِ ٿِئا.

۲۷

شُکُرُ ڳَڏِيا سُون سُپِرين، جَانِي جِيئَرِي يَارَ،
وِيني جَنِي وَتِ مِ، کوڙِين ٿِئا قَرارَ،
ڏِٺي کَرِ مَ ڏارَ، پَاڙو تَنِ پِريَنِ سين.

۲۸

اُٿِي وَڃُ اَندوهَه، دوستَنِ دلاسو کِئو،
مَولَي سَڀِ مَعَافِي کِئا، ڏُکَ، ڏَمَرَ ءِ ڏوهَه،
جا پَرِ لُهَارَئين لوهَه، سا پَرِ سُورَنِ سَان ٿِي.

۲۹

اَڄُ پَڻِ اَنگَئَمِ اَنگَ، هَٿَان حَبِيبَنِ جي،
سَاجَنِ رِءَ سَرتِيُون، رُوحَ نَه رَڃَنِ رَنگَ،

۱. جُهڙَ، ککرَ، ملارون (مهربانيون)، ۲. هٿاء، پري کر، ۳. اي سپرين، اي پرين، اي محبوب، ۴. برسات، ۵. برسي، ٦. گمان، شڪ، فکر، غم، ڳڻتيون، ۷. تنهنجي، ۸. ڏسڻ سان، ۹. منهنجا، ۱۰. تمام گهڻي وقت يا عرصي، ۱۱. دور، ختم، ۱۲. (خدا جي) مهرباني، احسان، ٿورو، ۱۳. اي سپرين، اي جاني، اي محبوب، اي يار، اي دوست، ۱۴. حياتيءَ ۾، زندگيءَ ۾، ۱۵. جني جي، ۱٦. پر، پاسي، پاڙي، ۱۷. ڪروڙن جي انداز ۾، بي شمار، تمام گهڻا، ۱۸. آرامي، سکي، آسودا، ۱۹. اي ڏٺي، اي مالڪ، اي خدا، ۲۰. جدا، ۲۱. هلئو، ڀڄي، ۲۲. اي اندوهه، اي ڏک، اي غم، اي فڪر، ۲۳. يارن، محبوبن، ۲۴. دلاسو ڪئو = دلاسو ڏنو، تسلي يا آٿت ڏنو، ۲۵. مولا، مالڪ، خدا، ۲٦. معاف، بخش، عفو، درگذر، ۲۷. تڪليفون، ۲۸. ڪاوڙيون، غصا، رنج، ۲۹. خطائون، غلطيون، گناهه، ۳۰. ريت، هلت (باهه ۾ جلائڻ جي)، ۳۱. لهارن جي، لوهه جي ڪاريگرن جي، آهنگرن جي، ۳۲. لوهه سان (لوهه هڪ قسم جو ڌاتو آهي جنهن کي لهار باهه ۾ جلائي هٿيار يا اوزار ٺاهيندا آهن)، ۳۳. ڏکن، تڪليفن، ۳۴. ٻه، ۳۵. منهنجا انگيا يعني ليڪيا ويا (مالڪيءَ جي نپي سان)، ۳٦. (بدن جا)عضوا، ۳۷. هٿن سان، ۳۸. محبوبن، ۳۹. سڄڻ، دوست، ۴۰. کان سواءِ، ۴۱. روح کي، دل کي، ۴۲. وڻن، پسند اچن، ۴۳. نظارا، منظر.

جَانِي[1] آيو جُوءِ[2] ۾، مَنجَهان[3] نِينهَن[4] نِسَنگَ[5]،
جَا پَرِ[6] سَاتِي[7] سَنگَ[8]، سَا پَرِ سُورَنِ[9] سَان ٿِي.

۳۰

اَجُ پَٽِ جُڙَئَمِ[10] جُوڙَ[11]، جِيئَن[12] دوسِتُ[13] پِيهِي[14] دَرِ[15] آيو،
سُکَنِ[16] وَنِي ڏُکَنِ کي، مَحڪَم[17] ڏِنِي مُوڙَ[18]،
جَا پَرِ کوٽَن[19] کوڙَ[20]، سَا پَرِ سُورَنِ سَان ٿِي.

۳۱

طَالِعُ[21] اَجُ وَرِئو[22]، جِيئَن دوسِتُ پِيهِي دَرِ آيو،
چِڪِئَا[23] چَاڪَ چِڱَا[24] تِئَا[25]، جَنِ تي ڪَالَهه[26] ڪُرِئو[27]،
آٿِي اَڻَ تُرِئو[28]، دوسِتَنِ[29] دَارُون[30] لايو[31].

۳۲

اَڪيُون پِريَمِ تُنهِنجُون، ڪَاتِيءَ جِهَڙِيءَ ڪَارِ[32]،
ڪُوڙِي[33] ڪَٽُ[34] مَ سُپِرِين، چَاڪَ وِجَهنِ تِيُون چَارِ[35]،
سَاجَنَ سَنئُون نِهَارِ، تَه وَجَنِ سُورَ[36] سَنڌو ڪِئو[37].

---

١. جانب، دلبر، محبوب. ٢. ملڪ، ڏيهه. ٣. مان. ۴. عشق. ۵. بي ڊپي، بي خوف، بي پرواهه. ٦. ريت، هلت. ٧. ساٿي جي، سونٿي جي، ڏنڊي جي، سارين جي سنگن جون موڙيون ٻڌي زمين تي سٽي اَنَ ڪڍڻ جي عمل جي. ٨. سنگ سان (سنگ = ان ٻوڪ جي ڪاني جو مٿيون چوٽيءَ وارو حصو جنهن ۾ ان هوندو آهي). ٦. ڏکن، تڪليفن، غمن، فڪرن. ١٠. مونکي جڙي، مونکي حاصل ٿي. ١١. مراد، مطلب. ١٢. جيئن ته، ڇاڪاڻ تہ. جنهن صورت ۾. ١٣. يار، دلبر، سجڻ. ١۴. گهڙي، داخل ٿي. ١۵. اندر، گهر ۾. ١٦. راحتن، خوشين. ١٧. سخت، پختي، ڏاڍي. ١٨. مهت، مروڙ، چپ. ١٩. کوٽن جي (کوٽن ان ڪاٺ جي ٽڪر (ڏونگريءَ مثل) کي چوندا آهن جنهن سان ڪتي يعني نيروٽي ڪيري کي رڱڻ کان پوءِ گهنجن ۽ سَرَن ڪڍڻ جي ارادي سان ڏڪ هڻي جمائيندا آهن (استريءَ جو عمل) يا موچي چمڙي کي ڪٽي نرم ۽ سنهو ڪندا آهن). ٢٠. کوڙ سان (ڪٽين جو کوٽَن سان ڏڪ هڻي استري ڪيل ڪپڙو). ٢١. نصيب، ڀاڳ. ٢٢. کُلئو. ٢٣. چڪيل، اٿليل، وري خراب ٿيل، رسيل، رت ۽ پُونءِ وهائيندڙ. ٢۴. زخم، ڦٽ. ٢۵. ڇٽي وئا. ٢٦. گذريل يا اڳوڻي ڏينهن. ٢٧. سور ڪئو، پوسرايو. ٢٨. اڻ ترئو= جيڪو توري نہ سگهجي يا جنهن جو وزن نہ ڪري سگهجي، تمام گهڻو. ٢٩. محبوبن. ٣٠. دوا، ملم، مرهم. ٣١. مکئو، لڳايو. ٣٢. نموني، مثال. ٣٣. ڪپائي، ڇپائي، هٿي. ٣۴. هٿاءِ، پري ڪر. ٣۵. گهڻا. ٣٦. ڏک، غم، تڪليفون. ٣٧. موڪلائي، الوداع.

## ۳۳

اَکِيُون پِريَمِ[1] تُنهِنجُون، ڪَجَلَ[2] رءَ[3] ڪَارِيُون[4]،
مَولي[5] ڏِنئِي[6] مُنهَن ۾، سُونهَن[7] سُونهَارِيُون[8]،
ڪَٽين[9] جي[10] ڪَارِيُون[11]، تَہ پِہ سَجِيندِي[12] سُورُ[13] لَهي[14].

## ۳۴

اَکِيُون پِريَمِ تُنهِنجُون، رُپي[15] جِي رَئي[16]،
اَسِين جَاڳِيَا سُون[17] جَن لَئي[18]، سُتَا[19] سي پَئي،
اَکِين آبُ[20] وَهي[21]، پَتَرُ[22] سَپِ پُسَايو[23].

## ۳۵

اَکِيُون پِريَمِ تُنهِنجُون، ڳَهلِيُون[24] ۽ ڳهوڙا[25]،
لاَهِين نَہ لوڙا[26]، جي تو حَاجَ[27] هيرِيُون[28].

## ۳۶

اَکِيُون پِريَمِ تُنهِنجُون، اَلبيلِيُون[29] ۽ آلي[30]،
موهِيو[31] مَنُ[32] مَجَازَ[33] سين، نيڻَن[34] جي نَالي[35]،
سَگهَان نَہ جَالي[36]، تو رءَ سَاعَت[37] سُپِرِين[38].

---

۱. اي منهنجا پرين، اي منهنجا محبوب، اي منهنجا سپرين. ۲. ڏيئي جي ڏونهن جي ڪارڻ يعني ڪاري دز ڪي تيل يا ٻي ڪنهن سٿ ۾ ملائي ناهيل سرمي. ۳. کان سواءِ. ۴. سياهہ. ۵. مولا، مالڪ، خدا. ٦. توکي ڏنيون. ۷. سهڻيون لڳن. ۸. سهڻيون، خوبصورت. ۹. (نهارڻ لاءِ) مٿي ڪرين. ۱۰. جيڪڏهين. ۱۱. شوخ، شورُ يا گهڻ پيل. ۱۲. ميچ يا اشاري ڏيندي. ۱۳. تڪليف، غم، درد، دک. ۱۴. ختم ٿئي. ۱۵. چاندي (هڪ قسم جو اڇي رنگ جو ڌاتو جنهن مان زيور ٺهندا آهن). ۱٦. چمڪ، چمڪاٽ، تجلو. ۱۷. بيدار ٿيا سون يا رهياسون. اَسُکا ٿيا سون. ۱۸. واسطي. ۱۹. سمهي يعني ننڊ ۾ پئي رهيا. ۲۰. پاڻي، لڙڪ، ڳوڙها، آنسو. ۲۱. وهائي، ڳاڙي، هاري. ۲۲. وڇائو، هنڌ، بسترو. ۲۳. آلو ڪيو، پچايو. ۲۴. ڏاڙيلن يا ڦورن جا ٽولا ۾ هتي معنيٰ ٿيندي ڏاڙيل يا ڦورو. ۲۵. ڦورن يا ڏاڙيلن جا گهوڙا. ۲٦. حملا، گهيرا، ڪاهون، جهيڙا. ۲۷. حملي يا ڪاهہ جي حاج يعني ڪم جون. ۲۸. هيراڪ يا عادي ڪيون. ۲۹. بي پرواهہ، لاغرض، هٺيليون. ۳۰. هشيار. ۳۱. مست ڪيو، چريو يا متوالو ڪيو. ۳۲. دل، هنيون. ۳۳. محبت، پيار. ۳۴. اکين. ۳۵. سڏ، اشاري. ۳٦. گهاري، گذاري، جٺاءُ ڪري، جيئرو يا زندهہ رهي. ۳۷. گهڙي، پلڪ، پل. ۳۸. اي سپرين.

## وائي

مَولٰو[1] ڪَندو مَاڙَ[2]، مُنهِنجي اللهُ ڪَندو،
هَادِي[3] ڏِيئي هَٿڙا، مَنجَهان چِڪَڻِ[4] چَاڙهہ[5]،
هُو جو ويري[6] وَاٽَ[7] جو، سو سَائِين[8] نيئي[9] سَاڙ[10]،
ڪِشتي[11] ڪَميڻَن[12] جي، اَللهَ لَڳِ[13] اُڪَار،
ڪَلِمُون[14] چَيئي ڪَرِيمَ[15] جو، سَڀِ لَنگهَندا[16] پَار[17].

## وائي ٢

هَاڻِ ايندو هَاڻِ ايندو، مُنهِنجو سَڄَڻُ[18] سَائِين،
نِمَاڻيءَ[19] جو نجهرو[20]، پَاسي[21] پَاڻَ[22] اَڏيندو[23]،
مَتَان[24] لَڪَنِ[25] سَاٿَڙو[26]، صَحِي[27] سَلاَمَتَ نيندو[28]،
آڱرُ[29] لاَئي[30] اَنڌيُون[31]، نيئي[32] وَسَينءَ[33] ۾ وِجَهندو،
مَهِندِ[34] تِيندو مُصْطَفيٰ[35]، پُنِيءَ[36] لوڪُ[37] لَنگهيندو.

---

١. مولا. مالڪ. خدا. ٢. مدد. ٣. اي هادي، اي هدايت ڪندڙ، اي رهبر، اي خدا. ۴. درياءَ جي پيٽ ۾ زمين جو اهو سخت هنڌ جنهن سان ٻاٽيءَ جو وهڪرو ٽڪرائجي ٻاٽيءَ کي چڪر ڏياريندو آهي، مصيبت. ۵. اُڪار، پار ڪر، آزاد ڪر، جند ڇڏاءِ. ٦. دشمن (شيطان). ٧. (خدائي) رستي، راهہ. ٨. اي سائين، اي مالڪ، اي خدا. ٩. ٻري ڪٿي، ٻري وٺي ڪري. ١٠. جلاءِ، باهہ ۾ ٻار. ١١. ٻيڙي. ١٢. بدڪارن، گنهگارن. ١٣. واسطي، ڪارڻ. ١۴. ڪلمون طيب "لا اِلہ الاالله مُحَمَّدً رَسُولُ الله". ١۵. ڪرم ڪندڙ، سخيءَ، واجب الاحترام (حضرت محمد مصطفيٰ صلعم جن). ١٦. لنگهي يعني اُڪري ويندا. ١٧. پار ڏانهن، ٻيءَ ڪنڌيءَ يا ڪناري ڏانهن. ١٨. دوست، يار، محبوب. ١٩. مسڪين، غريب، لاچار، بي واهيءَ. ٢٠. جهوپڙو، آستان، مڪان، گهر. ٢١. پاسي ۾، پر ۾. ٢٢. پنهنجي. ٢٣. جوڙيندو، ٺاهيندو. ٢۴. تان. ٢۵. جبلن، ٽڪرن. ٢٦. ساٿ، قافلو. ٢٧. سالم، سلامت، بنان ڪنهن جوکم جي. ٢٨. اُڪاري پار ڪندو. ٢٩. آڱر ڪان. ٣٠. وٺي. ٣١. نابين عورتون. ٣٢. وٺي وڃي. ٣٣. وسنديءَ، ماڻهن جي موجودگيءَ واري جاءِ. ٣۴. اڳٿان. ٣۵. ڏئل يا پسند ڪيل يعني حضرت محمد مصطفيٰ صلعم جن. ٣٦. ٻنيان. ٣٧. عوام، عام ماڻهو، خلق.

بسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُرُ بَرئو سِنڌي

## داستان ٻِيو

### ١

عَشُقَ[1] اِهَڙي ذاتِ[2]، جو مَانجهي[3] مُنجَهائي[4] مَيَنِ[5] کي،
ڏِينهَان[6] ڏورڻ[7] ڏُونگَرين[8]، رُئَڻُ[9] سَڄِيَائي[10] رَاتِ،
اُٿي[11] ويني تَاتِ[12]، مِيَان[13] مَحبُوبَنِ[14] جي.

### ٢

جَنهن جو ڏَٽيَانَ[15] ڏَارَ[16]، ٻيلي[17] نَاهه پَنيُورَ[18] ۾،
ڪَمِيٽِيءَ[19] جِي ڪَانَ ڪِي، سَاٿَ[20] لَڏِيندي[21] سَارَ[22]،
عَالَمَ[23] جَا سَردَارَ[24]، وَارِجِ[25] وَاڳَ[26] فَقِيرِ[27] تي.

### ٣

ڏَارَ[28] نَہ يَڪدِلِ[29] يَارُ[30] ٿِيي، مَتَ[31] ڏِني مِہ[32] مَنَ[33]،
ڪِ[34] ٿِئو[35] تَسَلو[36] تَنَ[37]، پَروڙءِ[38] پَراوَنِ[39] مَان.

---

١. محبت، نينهن، ٢. هستي، وجود، خلقت، جنس، ٣. پهلوانَ يا بهادرَ (عشق)، ۴. حيران يا پريشان ڪري، ٥. سڪهہ وارن، طاقت وارن، ٦. ڏينهن جو، ٧. نهارڻ، ڳولڻ، پٽڪڻ، ٨. ڏونگرن ۾، جبلن ۾، ٩. گريو ڪرڻ، روج ڪرڻ، لڙڪ وهائڻ، هنجو هارڻ، ١٠. ساري يا سموري، ١١. اٿي ويٺي= آٿندي وهندي، هر وقت، ١٢. يادگيري، ذڪر، پچار، ١٣. اي ميان، اي صاحب، اي سائي، ١۴. سڄڻن. پيارن، معشوقن، ١٥. ڏٽيءَ ڪان، ١٦. مالڪ يعني خدا ڪان، ١٧. سواءِ، ١٨. همراهہ، مددگار، ١٨. ٺٽي ضلعي ۾ گهاري جي ڳوٺ ڪان اٽڪل ٻہ ميل پري هڪ قديم شهر جنهن ۾ سسئي رهندڙ هئي هتي هن دنيا ڏانهن اشارو آهي، ١٩. بدڪار، ڪمذات، ٢٠. قافلي (سسئيءَ جي محبوب پنهون جي ڀائرن ءِ ٻئن)، ٢١. لڏڻ وقت يعني وڃڻ جي تياريءَ ڪرڻ مهل، ٢٢. يادگيري، ٢٣. جهان، دنيا، ٢۴. والي، مالڪ مهندار، ٢٥. موٽائج، موڙج، ٢٦. (اٺ جي) مهار يعني اها رسي يا نوڙ: جيڪا اٺ کي هڪلڻ يا هلائڻ لاءِ نڪ ۾ ٻڌبي آهي، ٢٧. مسڪين يا محتاج (عورت)، ٢٨. جدا، ٢٩. هڪ صلاحو، هڪ زبانو، سچيءَ دل وارو، ٣٠. دوست، سڄڻ، ٣١. ڏسَ، صلاح، نصيحت ٣٢. وڏي، بزرگ، ٣٣. پياري، دلبر، پريتم، ٣۴. چا، ٣٥. توکي ٿئو، ٣٦. خاطري، پڪ، تسلي، ٣٧. تن ڪان، پنهنجي پاڻ ڪان، ٣٨. تو پروڙيو، تو سمجهيو يا ڄاتو، توکي خبر پئي، ٣٩. ڌارين، غيرن.

٤

يارُ[1] سَڏائي[2] سَيَکو، جاني[3] زَباني[4]،
آهي آسَاني[5] ڪَمَ[6] پَئي ڪَلَ[7] پوي.

٥

لاَفُون[8] لَڪَ[9] هَٽَنِ، سَهِجِ[10] پَئي سيٽَنِ[11] جي،
ڏسان ڪيرِ ڏيَنِ، جوڙي[12] جيءُ[13] پِريَنِ[14] تان.

٦

آدمِيَنِ[15] اخلاصُ[16]، مَتَائي[17] مانِو[18] ڪئو،
ڪَڏهين ڪائي ڪونَہ ڪو، سَندو[19] ماڻهوءَ ماسُ[20]،
دلبَرَ[21] هَنَ دُنيا ۾، وَجي رَهندو واسُ[22]،
پئو سَيِ لوڪُ[23] لِباسُ[24]، ڪو هِڪدلِ[25] هُوندو هِڪڙو.

٧

دلِ جو دِلبَرُ هيڪڙو، گهڻا تان نَہ ڪِجَنِ،
دلِ ڏجي ڪي هيڪِڙي، پِئا سَهسين[26] مَرُ[27] سِڪَنِ[28]،
اُوءِ چَلُولاَ[29] چَئِجَنِ، جي دَرَ دَرَ[30] لائين[31] دوستي.

---

١. دوست، ٢. چوائي، ڪوٺائي، ٣. جانب، جگري، دل وارو، ٤. زبان سان، ٥. (ائين چوائڻ) آسان، سولو، ٦. ضرورت، حاجت، غرض، ٧. خبر، سُڌِ، ٨. ٻٽاڪون، ڊاڙون، لباڙون، ٩. لڪين، تمام گهڻا، ١٠. سهنج ۾، شوق ۾، خوشيءَ ۾، ١١. دوستن، سڄڻن، ١٢. ٺاهي، سينگاري، ١٣. جند، جان، ساهہ، ١٤. محبوبن، سڄڻن، ١٥. ماڻهن، ١٦. سچي محبت، دوستي، سچائي، ١٧. ڦيرائي، بدلائي، ١٨. جهڪو، گهٽ، ١٩. جو، ٢٠. گوشت، ساهہ، رَتُ، ٢١. اي دلبر، اي يار، اي دوست، ٢٢. (نيڪيءَ جي) خوشبوءِ يا سرهاڻ، ٢٣. جهان يا دنيا يعني جهان جا ماڻهو، ٢٤. لباسي، ڏيکاءُ وارو، اندر جو ڪوٽو، ڪوڙو، ٢٥. دل جو سچو، يڪ سخنو يا پڪ زبانو، ٢٦. سوين، هزارين، ٢٧. ڀلي، ٢٨. اُسڙڪن، انتظار ڪن، ٢٩. هلڪيءَ دل وارا، هلڪڙا، بي وفا، ترڙا، ٣٠. درد در = هر هنڌ، هر ڪنهن سان، ٣١. رکن.

## ۸

جُنگَ[1] نِهَاري[2] جَوهَرِي[3]، دَانَا[4] دوسِتَ[5] کِجَنِ،
هِهَڙِيءَ[6] هُهَڙِيءَ لَهرِ[7] نَہ لُڏَنَا[8]، ڌَرتِيءَ[9] جِيئَن نَہ ڌُبَنِ[10]،
اُونهي[11] کُنَ عَمِيقَ[12] جِيئَن، تَانگهَہ[13] نَہ اَچي تَنِ[14]،
سَجَڻَ[15] سُوني[16] هَارَ[17] جِيئَن[18]، وَرهِين[19] نَہ وِلَٿَنِ[20]،
پَکَا[21] پِرِين کِجَنِ، کَچَنِ مَان کِي نَہ ٿِيي.

## ۹

دِلبَرُ[22] دُنيَا[23] دَارُ، بِنهي[24] اَکَرُ[25] هيکڙو،
هُنَ کي حَاکِمَاٽي[26] هَٿَ ۾، هِنَ صُورَتَ[27] جو سِينگَارُ[28]،
اِيءُ عَشقَ[29] جو آچَارُ[30]، جِيئَن دَانَا دِيوَانَا[31] کَري.

## ۱۰

آءُ[32] عَجِيبَ[33] اَگِي[34]، سُڻُ[35] حَقِيقَت[36] حَالَ[37] جي،
چَؤُ[38] کَا بَات بَيَانُ[39] کَري، تَان مُون[40] تَن[41][42] تَگِي[43]،
تُنهِنجِي لاَلَڻَ[44] لَطِيفُ[45] چئي، جَنهِن سَان لَڙهَہ[46] لَگِي،
سو تَان مَنجِهہ سَگِي[47]، پُوتو[48] آهہ پِرِيت[49] جي.

---

١. تمامَ وڏا، ٢. ڏسي، ڪولي، ٣. هيرن جواهرن جا واپاري، ۴. هوشيار، ڇاٽو، عاقل، ۵. يار، ٦. هِهڙيءَ هُهڙيءَ = جهڙيءَ تهڙيءَ، هلڪيءَ سلڪيءَ، ٧. لهر سبب، ڇوليءَ سان، ٨. لڏڻ جهڙا، ٩. زمين، ڀون، پرٿيءَ، ١٠. نہ ڏبن = نٽا ٽڙن يا هيڏي هوڏي ٿين، نٽا ڦرن، ١١. عميق، گهري، ١٢. درياهہ يا سمنڊ ۾ پاڻيءَ جو اونهو هنڌ يا کوهہ جتي پاڻي چڪر کائي، ١٣. تراڪڙائي، گهٽتائي، ڪمي، ١۴. تن کي، ١۵. دوست، محبوب پرين، ١٦. سون جي (سون هڪ زردي رنگ جو قيمتي ڌاتو آهي)، ١٧. ڳچيءَ جي زيورَ جو قسم، مالها، ١٨. وانگر، ١٩. ورهن يا سالن ۾، گهڻي وقت ڪان پوءِ، ٢٠. ڦِٽن، رنگ ڦيرائين، (قيمت ۾) گهٽ ٿين، ٢١. پختا، طبيعت يا مزاج جا مضبوط، ٢٢. دلدار، دوست، محبوب، ٢٣. دنيا وارو، امير، پئسي وارو، ڌن پتي، ٢۴. ٻنهي جو، ٢۵. حسابَ، ڪردار، عادت، ٢٦. حڪومت، ٢٧. حسن، سونهن، ٢٨. مالڪ، ٢٩. نينهن، محبت، ٣٠. فيصلو، نبيرو، ٣١. چريا، متوالا، بي عقل، ٣٢. اچ، ٣٣. اي عجيب، اي محبوب، ٣۴. اوري، ويجهو، ٣۵. ٻڌ، ٣٦. ڪهاڻي، ماجرا، ٣٧. (منهنجي) حالت، ٣٨. ٻڌاءِ، ٣٩. ڳالهہ (محبت جي)، ۴٠. تہ، ۴١. منهنجو، ۴٢. من، دل، ۴٣. زندهہ يا جيئرو رهي، ۴۴. اي لالڻ، اي محبوب، ۴۵. لاڙو، محبت، ۴٦. ٿئي، ۴٧. ڏاڪي (سٽ جي)، ۴٨. مڙهيل، ٻڌل، ۴٩. پيار، محبت.

## ۱۱

ڪوڙي[۱] ڪَڻُ[۲] مَ سُپِرِين[۳]، ڪَنيَئِي[۴] تان[۵] ڪوڙِ،
اَهلَ[٦] اکَڙِيَنِ[۷] جي، نيئي نِبَاهِجِ[۸] توڙِ[۹]،
مُون مِ عَيبَنِ[۱۰] ڪوڙِ[۱۱]، تُون پاڻُ[۱۲] سُڄَاڻِجِ[۱۳] سُپِرِين.

## ۱۲

مُنهنجِن مَدائِن[۱۴] جي، ڪَلَ[۱۵] پِريَان[۱٦] پيئِي،
ڪَڏهِين ڪوسَا[۱۷] نَ ٿِئَا، ڏوراپو[۱۸] ڏِيئِي،
سَاجَنَ[۱۹] سَپيئِي[۲۰]، ڍِڪِيمِ[۲۱] ڍولَ[۲۲] ڍِلائِيُون[۲۳].

## ۱۳

مُنهنجي مَحبُوبَنِ، ڪَچِي[۲۴] ڪِئَڙِي ڪَا نَ ڪَا،
تُوٽِي[۲۵] اڳَلِي[۲٦] آهِيَان، تان[۲۷] پِي سَندَي[۲۸] تَنِ،
جَامُون[۲۹] ڏِيئِي جَنِ، مُنهنجُون ڍِليُون سَڀِ ڍَڪَايُون.

## ۱۴

ڦِٽو[۳۰] ڦوڙَائو[۳۱]، وَرِئو[۳۲] وَرَقُ[۳۳] وِصَالَ[۳۴] جو،
مُون کي ڏِنو سَڄَڻِين[۳۵]، ڏُوران[۳٦] ڏيکائو[۳۷]،

---

۱. ڪپائي، ۲. هناءِ، پري ڪر، ۳. اي سپرين، اي پرين، اي محبوبَ، ۴. (جيڪڏهين) تو ڪنيون يا هنايون آهن، ۵. تہ وري، ٦. عادت، ۷. نيڻن، چشمن، ۸. پوري ڪج، ۹. توڙ تائين، پڇاڙيءَ يا آخر تائين، ۱۰. عيبن جي، اوڻاين جي، اوگڻن جي، ڏوهن يا خطائن جي، ۱۱. ڪروڙين، ۱۲. خود، ۱۳. لائق يا مهرباني ڪج (پنهنجي شان کي ڏسي)، ۱۴. گناهن، ڏوهن، اوڻاين، ۱۵. خبر، سُڌِ، ۱٦. پرين کي، ۱۷. گرم، رنج، غصي يا ڪاوڙ ۾، ۱۷. اوڀالو، ميارَ، ۱۹. سڄڻ، محبوب، ۲۰. مَڙيئي، ۲۱. منهنجون ڍڪيون يا لڪايون يا مخفي رکيون، ۲۲. ڍولئي، سڄڻ، محبوب، ۲۳. ڍليون، اوڻايون، اوگڻ، ۲۴. گلا، شڪايت، ۲۵. جيتوڻيڪ، ۲٦. ميري، گنهگار، ۲۷. تان بي = تہ بہ، ۲۸. جي، ۲۹. ڪپڙو، لباس، پردو، ۳۰. ڇُٽو، ختم ٿيو، ۳۱. جدائي، ۳۲. موٽي آيو، اٿليو، کُليو، ۳۳. پنو، (ورئو ورق= فال نڪتي، واڌائي ملي)، ۳۴. ميلاپَ، ۳۵. سڄڻن، محبوبن، ۳٦. ڏور کان، پري کان، ۳۷. ڏيکاءُ، ديدارَ.

هِينئَڙو[۱] اَڱِ[۲] ڍِاَئو[۳]، وِيتَرِ[۴] پِريَن[۵] پَراهِئو[۶].

۱۵

ذَاتَرَ[۷] مُون[۸] ڏِيکَارِئو[۹] هُوتَنِ[۱۰] جو حُضُورُ[۱۱]،
پِريَن پَرچَڻَ[۱۲] جو ڪِئو، مُوتَائي[۱۳] مَذڪُورُ[۱۴]،
اِيءُ دوسِتَنِ[۱۵] جو دَستُورُ[۱۶]، جِيئَن چِنَان[۱۷] چِنَنِ[۱۸] ڪِينَڪِي.

۱۶

آءُ تَہ[۱۹] پَرچُون پَاڻَ ۾، رُسِي[۲۰] رَاتِ مَ رَنڍِ[۲۱]،
سَڄَڻَ اُلَٽِيُون[۲۲] چَنڊِ[۲۳]، اورِ[۲۴] تَہ نَ ٺَرَنِ[۲۵] اَکِيُون[۲۶].

۱۷

آءُ تَہ پَرچُون پَاڻَ ۾، رُسِي رَنڍِ مَ رَاتِ،
اَسِين تَائِبَ[۲۷] تُنهِنجَا، تُون زورَاوَرِ[۲۸] ذَاتِ[۲۹]،
سَڄَڻَ[۳۰] گهَڙِي سَاعَتَ[۳۱]، اورِ تَہ ٺَرَنِ اَکِيُون.

۱۸

رُٺَا[۳۲] ڪِهَڙِيءَ رِيتِ[۳۳]، پَرچَندَا پَرِ ڪَنهِين،
مَنَ ۾ ڪَرِي پِرِيتِ[۳۴]، هَلُ تَہ سَڄَڻَ[۳۵] ڪوٺِيُون[۳۶].

---

۱. هنيون، دل، من، ۲. اڳيئي، پهريائين، ۳. ڍاول، سيراب ٿيل، رڄ ٿيل، راضي، ۴. وري وڌيڪ. ۵. محبوبن. ٦.(خلعت يا وڳو) پارابو يا ڍڪايو. ۷. ذاتار يعني خُدا، ۸. مونکي، ۹. ڏسئو، ٻڌايو. ۱۰. محبوبن. ۱۱. دربار، ڪچهري، مجلس، ۱۲. ريجهڻ، رَاضي ٿيڻ، ٺاهَہ، صلح. ۱۳. ورَائي، ۱۴. ذڪر، ٻچار، ڳالهہ، ۱۵. يارن، سڄڻن، ۱٦. اصول، طريقو، عادت، ۱۷. وسَ آهر، وسَ پڄندي، ۱۸. جدائي ڪن، لاڳاپو ختم ڪن، ۱۹. اچ، ۲۰. ڪاوڙجي، رنج يا ناراض ٿي، ۲۱. وِڇير وجهہ. گساءِ، ۲۲. سُستيون، ۲۳. ڇڏ، ۲۴. دل جو حال ڏي، ڳالهہ ٻولهہ ڪر، ۲۵. ٿڌيون ٿين، ۲٦. نيڻ (ٺرن اکيون = فرحت ٿئي)، ۲۷. (تابع جي بگڙيل صورت) تابعدار، مطيع، نوڪر، خدمتگار، ۲۸. ڪَراڙو، زور ڀريو، جبرو، ۲۹. هستي، جنس، ۳۰. اي سڄڻ، ۳۱. ساعت، پل، پلڪ. ڪِنَ، ۳۲. ڪاوڙئا، وِڏوٺا، ۳۳. نموني، طرح، ٻَرِ، ۳۴. محبت، پيار، ۳۵. سڄڻن ڪي، ۳٦. سڏ ڪريون.

## ۱۹

جَانِ[۱] ڪِي رُنَا[۲] سُون، تَہ رُنِّي[۳] سَرِّي[۴] نَہ سُپِرِين[۵]،
اِجَهِي[٦] آيَا سُون[۷]، ڏِسُ نِرجَائِي[۸] نِينهَن[۹] جِي.

## ۲۰

رُنِّي نَہ سَرَندوءِ[۱۰]، هَلِّي[۱۱] پَرِجُ[۱۲] پِرِيَنِ سِين،
اوراتو[۱۳] ٿِيندوءِ[۱۴]، جَڏهِين سِينگَارِيَا[۱۵] سُپِرِين.

## ۲۱

جَنِ[۱٦] رِءَ سَرِي نَہ سَاهَہ[۱۷]، رَتِّي[۱۸] رُسُ[۱۹] مَ تَنِ سِين،
هُوءِ[۲۰] ڪَرَهِينِ ڪُڇِجِ[۲۱] ڪِي مَ ڪِي، ڪِجِ سِيد[ح] چَئِي صَلاحَ[۲۲]،
بِي وِروهَڻَ[۲۳] وَاهَ[۲۴]، ڪَا تَوڪِي آهي تَنِ رِي.

## ۲۲

ڳُورَا[۲۵] ۽ ڳُوڙهَا[۲٦]، سَجَڻَ ڏاکَ[۲۷] چُڳَن[۲۸] جِيئَن[۲۹]،
مُکَائُون[۳۰] مَحَبَّتَ جَا[۳۱]، جَهَابَا[۳۲] ۽ جُهُوڙَا،
سَچُ[۳۳] ڪِ[۳۴] نِيُوڙَا[۳۵]، سَجَڻَ[۳٦] اَچِي سَجِين[۳۷].

---

۱. جان ڪي = جيسين، ۲. ناراض يا ڪاوڙيل هئاسون، ۳. رُسڻ جي حالت ۾، ۴. گذارو ٿئي، ۵. اي سپرين، اي پرين، اي محبوب، ٦. هاڻي، سگهوئي، ۷. موٽيا سون، ۸. بي شرمائي، بي حيائي، ۹. عشق، ۱۰. تنهنجي سرندي، تنهنجو گذارو ٿيندو، ۱۱. وڃي، ۱۲. ناهہ ڪر، صلح ڪر، ۱۳. ڏک، غم، ۱۴. توکي ٿيندو، ۱۵. آراستا ٿيندا، سنواريا ويندا، (ڪفن ڏکي) ناهہ نوهہ ڪندا، ۱٦. ڪان سواءِ، ۱۷. سَاهہ ڪي، جيءَ ڪي، دل ڪي، ۱۸. ذري برابر، ۱۹. ڪاوڙج، ۲۰. وڙهن، جهيڙو ڪن، ڪاوڙ ڪن، ۲۱. سوال جواب ڪج، ۲۲. صلح، ناهہ، ۲۳. وروهڻ جي، حال اورڻ يا وندڻ جي، ۲۴. واٽ، رستو، گس، ۲۵. ڏيرج وان، گنڀير، سنجيدا، ۲٦. ڳتيل، هڪ ٻئي سان لاڳو يا ويجهو، ۲۷. ڏاک جي، انگورن جي، ۲۸. مُڇن، ۲۹. وانگر، ۳۰. موڪليائون، ۳۱. پيار، ۳۲. سَٽ يا پَٽ مان نهيل ٽونئر، ڦندڻ، جهوڙا، ۳۳. سچي پچي، واقعي، تحقيق، ۳۴. چا، ۳۵. ثابت قدم، وفادار، ۳٦. اي سجڻ، اي محبوب، ۳۷. آڇ ڪرين، پيش ڪرين، ڏين.

## ٢٣

اَچَنِ جي[1] اوطاقَ[2]، مُون سارِينديءَ[3] سُپرِين[4]،
مُون جيهي[5] مُشتاقَ[6]، ڏِسي لاهي ڏُکڙا.

## ٢٤

اَچَنِ جي هيڪارَ[7]، مُون سارِينديءَ سُپرِين،
سِرُ[8] ڪَرِيان سِرون[9]، هَنڌُ[10] وِڇايان[11] وارَ[12]،
ساٿُنِ[13] سَڀِ[14] جَمارَ[15]، گولي[16] ٿي گُذارِيان[17].

## ٢٥

هوڏَ[18] ڇَڏي هوڏي[19]، جي[20] مان[21] گهر[22] اَچين سُپرِين،
ڳالهيون ڳَرهَڻَ[23] جهَڙيون، تَنَ[24] گهُرِيون[25] توڏي[26]،
جي وِهين گڏُ[27] گوڏي[28]، تہ دُورَ[29] سُٽايان[30] دلِ جا.

## ٢٦

جِيئَن[31] سا ڪانِي[32] ڪانهَن[33]، لَهسَندي[34] لاتيُون[35] ڪري،
اَچي اُيَري[36] اوچتي[37]، دَردَ[38] پِريان[39] جي دانهَن[40]،
وِجَ[41] ڏَنين[42] تو بانهَن[43]، سُورُ[44] هنيين کي سامُهون.

---

١. جيڪڏهين، ٢. اوطاق ۾، گهر ۾، ٣. سارينديءَ جي، ياد ڪندڙ جي، ٤. سپرين، پرين، ٥. جهڙي، ٦. شائق، چاهيندر، طالب، سڪايل، عاشق، ٧. هيڪر، هڪ دفعي، ٨. مٿو، ٩. (انهن جو) سرو، وهاڻو، تڪيو، سِراڻو، ١٠. بسترو، ١١. پکيڙيان، ١٢. مٿي جا وارَ يا زلف، ١٣. انهن سان، ١٤. ساري، ١٥. عمر، حياتي، ١٦. ٻانهي، نوڪرياڻي، ١٧. رَهان، ١٨. ضد، ١٩. هُن طرف، پري، ٢٠. جيڪڏهين، ٢١. منهنجي، ٢٢. گهر ۾، ٢٣. (اڪيلائيءَ ۾) اورڻ يا بيان ڪرڻ، ٢٤. دل، ٢٥. (ڪرڻ) چاهيون، ٢٦. تو سان، ٢٧. ساڻ، ٻيڙو، ٢٨. (منهنجي) موني، زانوءَ، سٿر، ٢٩. ڏکَ، غمَ، سُورَ، ٣٠. ٻڌايان، سليان، ٣١. جهڙيءَ طرح، ٣٢. ڪانُو، تيلو، ٣٣. ڪانهن جي (ڪانهن هڪ قسم جو ڊگهن ڪانن ۽ سنهن ۽ ڊگهن پن وارو ٻوڙو آهي ان جي ڪانن مان لکڻ جا قلم ٺاهيا آهن)، ٣٤. سڙندي، ٻرندي، جلندي، سيڪ ايندي، ٣٥. آواز، ٣٦. پيدا ٿي، اُسري، نڪتي، چٽڪي، ٣٧. اچانک، ٣٨. درد جي، سُورَ جي، ٣٩. پرينءَ، محبوب، ٤٠. ڪُوڪَ، رڙ، ٤١ اي ويڄ، اي طبيبَ، ٤٢. (تتل يا گرم لوهہ سان) ڪلنڪ يا داغ ڏين، ٤٣. ٻانهن کي، ٻانہَ کي، ٤٤. دل.

## ۲۷

دَرْدَ[1] نَہ توکي دَنگيئو[2]، دَرْدَ[3] نَہ ڏَنيئي[4] دَنگَ[5]،
کارِي[6] قَرِيبَنِ[7] جا، کُتيئي[8] نيڻَ[9] خَتَنگَ[10]،
اَکَ[11] نَہ پَڙهِيَئي[12] اَنگَ، سَبَقَ اِنهِيءَ سُورَ جا.

### وائي ۱

بارُوچي[13] جي ذاتِ[14]، سَجَڻَ[15] بارُوچي جي ذاتِ،
اُنَ گُنگائي[16] هَلِئا، وائي[17] ڪِئائُون نَہ واتِ[18]،
جاني[19] جَتَ[20] وَني وِئا، تَنَ[21] تَني جي تاتِ[22]،
ڪُهي[23] ڪَميٺي[24] هَلِئا، اَديُون[25] آڏيءَ راتِ،
آئُون سُتي[26] هُو هَلِئا، رَهَ[27] ۾ پيئَنِ راتِ،
مِلاَن[28] مَحبُوبَنِ کي، وِهاٽِيءَ[29] پِريَاتِ.

### وائي ۲

مُون کي ڏِنَڙو[30] دوستَ دِلاَسو[31] پَلو[32] جيڏيُون[33]،
ڏِنَڙو يارَ دِلاَسو، جُڙِي[34] آهيان،
هيڏانهَن[35] هوڏانهَن سُپِرِين[36]، ڪيڏانهَن[37] وارايَان[38] پاسو[39].

---

۱. سُور، غمر، ۲. حيران يا پريشان ڪئو، ۳. درد کي، ۴. تو ڏني، ۵. پريشاني، ٦. موتمار، خوفناڪ، ڪهائيندڙ، قهري، ۷. ويجهن يعني دوستن يا محبوبن، ۸. توکي ڪتا، توکي لڳا، توکي چُبي وئا، ۹. اکيون، ۱۰. خَتنگن يعني تيرن يا ڀالن جي مثال، ۱۱. پهريائين، ۱۲. اکر، سبق، درس، ۱۳. بروچ، بلوچ، محبوبَ (سسئيءَ جو محبوب پنهون بلوچ قوم جو هو)، ۱۴. قوم، آکهہ، خاندان، ۱۵. اي سڄڻ، اي محبوبَ، ۱٦. ماٺ ڪرائي، ۱۷. آواز، ٻولي، ڳالهاءُ، ۱۸. وات سان، ۱۹. جانبُ، دوستُ، ۲۰. اوني يا اٺن وارا يعني پنهونءَ جا ڀائر، ۲۱. تن کي، دل کي، ۲۲. ياد، ساروڻي، ۲۳. قتل ڪري، ۲۴. بدڪار، ڪم ذات، ۲۵. اي اديون، اي ڀينر، ۲٦. سُتل يا ننڊ ۾ هُيس، ۲۷. راهہ، رستي، وات، ۲۸. گڏجان، ۲۹. وهاڻيءَ جي مهل، پرڀات يا فجر يا اَسُرَ ويل، ۳۰. ڏنو، ۳۱. آسرو، تسلي، ڏڍ، ۳۲. واهہ واهَہ، ۳۳. اي جيڏيون، اي سرتيون، ۳۴. چڱي ڀلي، تواني، تندرست، ۳۵. هيڏانهن هوڏانهن = چوڌاري، هرطرف، ۳٦. پرين، محبوبَ، ۳۷. ڪهڙي؛ طرف، ۳۸. ڦيرايان، واريان، ۳۹. بدن جو پاسو يا پهلو.

هَنڌَ[1] حَويليُون[2] حُجرا، پِڙُ[3] پِيراٽُون[4] خاصُو[5]،
سَيَدُ[6] سَينِئان سُهٽُو[8]، نُورُ نَبِيءَ جو خاصو،
جَن ڪَڏِئو تَن ڪونِئو، ٿِئَڙو لوڪ تَماشُو[15].

١. بسترا، مڪان. ٢. جايون، گهر، حجرا، ڪوٺيون. ٣. ميدانُ، اڱڻُ، مڪان، گهرُ. ٤. پير جو، مرشد جو. ٥. بهتر، موچارو، سٺو. ٦. سردار يعني حضرت محمد مصطفيٰ صلعم. ٧. سين ڪان. ٨. حسين، ملوڪ، سوڀياوان. ٩. سوجهرو، روشني، تجلي. ١٠. پيغمبر صلعم. ١١. ڏٺاريو، لوڏيو. ١٢. سڌيو، گهرايو. ١٣. ٿيو. ١٤. لوڪ کي، ماڻهن کي. ١٥. رونشو.

بِسمِ اللهِ الرَّحمٰنِ الرَّحِيم

# سُر رَاڻُو

## داستان پهريون

### ۱

شَمعُ[1] بَاربَندي شَبَ[2]، پِرهَه[3] بَاکُون[4] کوڙِبُون[5]،
موتُ مَرَان تِي مَيندَرَا[6]، رَاڻا کَارڻ[7] رَبَ،
تُنهنجيءَ تَاتِ[8] طَلَبَ[9]، کَانگَ[10] اُڏَايَمِ[11] کَاکِ[12] جَا.

### ۲

وِبني بَارئَمَ[13] بَانگَ[14] سِئِنءَ[15]، کوڙِبين[16] اَجُ قَنديلَ[17]،
هَيُ[18] هَي هَنجُون[19] هَارِيَانِ[20]، مَنجهَان سِکَ سَبِيلَ[21]،
مَتَان مُونکي چَڏِيِن، جَانِي[22] لَگِ جَلِيلَ[23]،
آهَرَ[24] تُو[25] اَصِيلَ[26]، کَانگَ اُڏَايَمِ کَاکِ جَا.

### ۳

ڏِيَا تِيلَ[27] قُلِيلَ[28] جَا، بَارئَمِ تَائِين بَانگَ،
ڍولِئُو[29] ڍَٽَ[30] رَهَائِيو[31]، کِنهن سَتَائي[32] سَانگَ[33]،

---

١. مينڻ بتي، موم بتي، هتي معنيٰ ٻيندي ڏيئو جيڪو نڪر جو نهيل هوندو آهي ۽ جنهن ۾ تيل ۽ ڪپهه جي وٽ يعني نوڙي وجهي ٻاربو آهي. ٢. شب جو، رات جو. ٣. پرڀات، فجر، اَسُر. ۴. ڪرڻا، شاخون. ۵. ڪڍيون، ظاهر ڪيون. ٦. اي ميندرا، اي راڻا (مومل جي محبوب جو نالو راڻو هو جو جيڪو راڄپوت قوم جي سوڍا ذات جي ميندرا پاڙي مان هو). ٧. واسطي، لڳ. ٨. تات جي ڪري يا سبب، يادگيريءَ يا ساروڻيءَ سبب. ٩. طلب جي ڪري يا سبب، خواهش يا ضرورت جي سبب. ١٠. ڪاري رنگ جي پکين جو هڪ قسم، ڪانءُ، زاغ. (عاشق ۽ معشوق جي وچم پيغام پهچائيندڙ). ١١. (پيغام ڏيئي) مون (توڏي) اُڏايا يا روانا ڪيا. ١٢. رياست جيسلمير ۾ هڪ نديءَ ۽ شهر جو نالو جتي راڻي جي محبوب مومل رهندي هئي. ١٣. مون ٻارئا يا روشن ڪيا. ١۴. (صبح جي نماز جي) اَذان. ١۵. تائين. ١٦. ڪروڙين، بي شمار. ١٧. شمعن يعني ڏيئن ٻارڻ لاءِ شيشي جي رنگين پيالن وارا شمعدان يا جهاڙ. ١٨. هَي هَي = هاءِ هاءِ يا هاءِ افسوس (چيو). ١٩. ڳوڙها، لڙڪ، آنسو. ٢٠. (اکين مان) وهايان يا ڳاڙيان. ٢١. گهڻيءَ. ٢٢. اي جاني، اي جانب، اي محبوبَ (راڻا). ٢٣. جلال واري يا وڏائيءَ واري يعني خدا. ٢۴. واهرَ، آسري، واسطي. ٢۵. تنهنجي. ٢٦. اي اصيل، اي شريف، اي نيڪ ذات، اي چڱي نسل ۽ خاندان وارا. ٢٧. سٺيي ٻاٽيٺ. ٢٨. قلن يا گلن جي، سَرهي يا خوشبودار. ٢٩. ڍولڻ، دلبر، محبوب (راڻو). ٣٠. ڍٽَ ۾، ڍٽ ٽر علائقي جو هڪ ڳوٺ آهي جتي مومل جو محبوب راڻو رهندو هو. ٣١. ترسايو، روڪيو. ٣٢. ضروري. ٣٣. ڪم.

چَانگي[1] چَڙهِي آءُ[2] تُون، لاَلَ[3] وَرَائي[4] لاَنگَ[5]،
ڪوڙِين[6] پَتين[7] ڪَانگَ[8]، اُڏَايَامِ[9] اَچيج تُون.

٤

رَاڻَا[10] رَاتِ[11] گهَڙِي[12]، مُون[13] گهَرِ[14] اَچي جي[15] تِين[16]،
عَيبَنِ[17] ڪَان آجِي[18] تِئَان، اَچين جي چَڙهِي[19]،
رَاڻا تو[20] لَئي[21] رَڙِي[22]، وِيئي وِهَامِي[23] رَاتَڙِي.

٥

وَتِ[24] سُورِبندي[25] وَلَها[26]، وِتَڙو[27] تيل[28] بَرِي[29]،
موتُ مُسَافِرَ سُپرِين، چَانگي تي چَڙهِي،
رَاڻي لَئي رَڙِي، وِيئي وِهَامِي رَاتَڙِي.

٦

ڪَتِيُون[30] ڪَپارِ[31] آيُون، لُڏَا[32] وِئَا لَڙِي[33]،
موتُ مُئِيءَ[34] جَا وَلَها، چَانگي تي چَڙهِي،
رَاڻي لَئي رَڙِي، وِيئي وِهَامِي رَاتَڙِي.

---

١. چانگي تي، اٺ تي، ٢. اچ، ٣. اي لال، اي سهڻا، ٤. (اُٺ تي) ڦيرائي رکي، ٥. ٻن ٽنگن جي سٿرن جي وچ وارو حصو، ٦. ڪروڙين، بي انداز، ٧. نمونن سان، ٨. ڪاري رنگ جي پکين جو هڪ قسم، ڪانءُ، زاغ (عاشق ۽ معشوق جي پيغام آڻيندڙ ۽ نيندڙ)، ٩. مون (پيغام ڏيئي) توڏي اُڏايا يا روانا ڪئا، ١٠. اي راڻا (مومل جي محبوب جو نالو راڻو هو)، ١١. رات جو، ١٢. ٿورو وقت، گهڙي ساعت، ڪِن، پلڪ، ١٣. منهنجي، ١٤. گهر ۾، ١٥. جيڪڏهين، ١٦. رَهين، ١٧. گناهن، پاپن، ١٨. ڇُٽان، نجات حاصل ڪريان، ١٩. سوار ٿي (اُٺ تي)، ٢٠. تنهنجي، ٢١. واسطي، ڪاڻ، ٢٢. دانهون ڪري، روئي، ٢٣. (مونکي) گذري، لنگهي، ٢٤. (ڏيئي يا بتيءَ کي ٻارڻ لاءِ ان ۾ پيل) ڪپهه جي رسي يا نوڙي، ٢٥. ريڙهيندي، مٿي ڪندي، ٢٦. اي ولها، اي مڙس يا پتار، ٢٧. ويو، ٢٨. ڏيئي ۾ پيل سٿيي ياٿيٺ، ٢٩. جلي، ڪپي، ختم ٿي، ٣٠. ڪَتِي، ثريا، پروين، تارن جي هڪ ميڙ جو نالو، ٣١. ڪپار تي، مٿي جي مٿان، وچ آسمان تي، ٣٢. تارن جي ميڙ جو نالو جيڪو ڪتيءَ يا ڪتين کان ڪجهه وقت اڳ ايرندو آهي، ٣٣. وچ آسمان کان اولهه طرف مڙي يا ٿورو هيٺ ٿي، ٣٤. مُئلَ، فنا ٿيل (مومل).

## ٧

ڪَتيُون ڪَپارِ آيُون، تيڙُو[1] اُيا[2] تيئي،
راڻُو[5] راتِ نَه آيو، ويلَ[3] ٿَري[4] ويئي،
ڪوءِ سا ڪاٽي[6] راتڙي، پِريان رءَ پيئي[7]،
مُون کي ڏَنءُ[8] ڏيئي، ڊولئو[9] ڏِتَ[10] قرارئو[11].

## ٨

ويني تَارا[12] تُوريَان[13]، نِهَاريَان[14] نَڪَتَ[15]،
وَڏيءَ ڪِنهن اُگهَتَ[16]، پِرين وَرائي جهَلئا.

## ٩

اُيي[17] اُيارِئامِ[18]، نَڪَتَ سَڀِ نِئي[19] وِئا،
هِڪُ مَيو[20] بِئو مَيندرو[21]، سَڄي رات سَارِئامِ[22]،
ڳُوڙها[23] ڳُلِ[24] ڳاڙئامِ[25]، جَڏهين سُورَجَ[26] شَاخُون[27] ڪَڍيُون.

## ١٠

سُورَجَ شَاخُون ڪَڍيُون، اوٺي[28] نَه آيو،
راڻي رَنجائو[29]، ڏُنو مُنهنجي ڏيلَ[30] ڪي،

---

١. ٽن تارن جي هڪ نڪٽ جو نالو جيڪو ڪتيءَ جي پٺيان ايرندو آهي. ٢. ايري مٿي آيا. ٣. (سندس اچڻ جي) مهل، وقت. ۴. گذري، لنگهي، ختم ٿي. ۵. ٻَن پوي، ڪڏ ۾ پوي. ٦. باهہ جي سڙيل (بددعا جا لفظ)، نياڳي. ٧. ڪان سواءِ. ٨. (باهہ جو) سيڪ، تؤ، (جدائيءَ جو) عذاب، ڏنجهہ، ڏک. ٩. ڍولڻ، پيارو، محبوب. ١٠. ڍٽ ۾ (ڍٽ ٿر علائقي جو هڪ حصو آهي. مومل جو محبوب راڻو ان حصي جو رهاڪو هو). ١١. آرامي ٿيو، سکئو ٿئو. ١٢. چمڪندڙ اسماني جسم، ستارا. ١٣. تَڪيان. ١۴. ڏسان، جاچيان. ١۵. تارا، تارن جا ميڙ جن جا جدا جدا نالا آهن جهڙوڪ ڪتي، ٽيڙو، لَڏا، وِڇون وغيره وغيره. ١٦. بدناميءَ، روڪ، رنڊڪ. ١٧. بيٺي بيٺي، بهي بهي. ١٨. مون اياريا، مون ايرندي يعني طلوع ٿيندي ڏٺا. ١٩. لڙي، لهي. ٢٠. اُٺ، جنهن تي راڻو چڙهي مومل وٽ ايندو هو. ٢١. راڻو (جيڪو سوڍا ذات جي مينڌري پاڙي يا شاخ مان هو). ٢٢. مون سارئا يا ياد ڪئا. ٢٣. لڙڪ، آنسو. ٢۴. ڳلَ تان يا ڳلن تان. ٢۵. مون ڳاڙيا، مون وهايا يا هاريا. ٢٦. سج. ٢٧. ڪرڻا. ٢٨. اٺ وارو يعني راڻو جيڪو مومل وٽ هميشہ اٺ تي چڙهي ايندو هو. ٢٩. رنج، ڏکَ. ٣٠. جسم، بدن.

## ١١

راَڻُو[1] ڪَا رَات وِئو، ڳُجهِي[2] ڳالِهہ ڪَري،
سُوڍِي[3] رءَ[4] سَرتِيُون[5]، هَڏِ[6] نَہ سَاهَہ[7] سَري[8]،
وَڃِي مَان نَہ[9] وَرِي[10]، آسَائِتِيءَ[11] آهِيَان.

## ١٢

سُوڍِي سُتي[12] لوءِ[13]، جَا مُون سين ڳالِهہ ڪِي،
سَا جِي پَڌَر[14] پوءِ[15]، تَہ سَرتِي[16] ڪَا نَہ سُمَهِي.

## ١٣

سُوڍِي رءَ سَرتِيُون، پِئو پِٽِيُنِ[17] ۾ پَنگُ[18]،
اُبَاتِجِي[19] اَڄُ وِئو، راَڻَا[20] تو رءِ رَنگُ[21]،
هِنيِين[22] سين هَاڄُو[23] ٿِئو، پِئو اوسِيڙي[24] اَنگُ[25]،
مُون توهِين[26] سين سَنگُ[27]، پُڇَايو پُڇَان پَهِي[28].

## ١۴

راَڻَا تُنهِنجِي رَاهَہ[29] تِي، ڏَهَاڙِي[30] ڏِيکَان[31]،
جَانِبَ[32] مُنهِنجي جِيءَ[33] ۾، مَحَبَتَ[34] جُون مِيخَان[35]،

١. مومل جي محبوب جو نالو. ٢. مخفي، لڪ ڇپ ۾، اشاري ۾. ٣. راڻي (راڻو ذات جو سوڍو راجپوت هو)، ۴. ڪان سواءِ. ۵. اي سرتيون، اي جيڏيون. ٦. اصل، بنهہ، هرگز. ٧. ساهہ ڪي، دل ڪي. ٨. گذارو ٿئي، آرام يا فرحت اچي. ٩. مان نہ = شال، خدا ڪري. ١٠. موٽي. ١١. آسروند، آسري ۾. ١٢. سمهڻ يا ننڊ ڪرڻ جي حالت ۾. ١٣. لوءِ جي يعني ڳوٺ جي (ماڻهن جي). ١۴. ظاهر. ١۵. ٿئي. ١٦. ساهيڙي، جيڏي. ١٧. (گهر جي) ديوارين يعني ڀِتِين ۾. ١٨. رخنو، ڦيٽارو، هيبت، خوف. ١٩. جهڪو ٿي، بدلجي، ڪاراٽجي. ٢٠. اي راڻا. ٢١. ورنُ يا رونق (مُنهن جي). ٢٢. دل. ٢٣. ظلم، جٺ. ٢۴. اوسيڙي ۾، فڪر يا ڳڻتيءَ ۾. ٢۵. بدن، سرير، جان. ٢٦. توئي. ٢٧. واسطو، تعلق، ناتو. ٢٨. واتهڙو يا پانڌي (پڇايو پڇان پهي= واتهڙن يا پانڌين کان هر هر يا وري وري پئي راڻي جا حال احوال وٺان). ٢٩. واٽ، گس. ٣٠. هر روز، روزانو. ٣١. ڏسان. ٣٢. اي جاني، اي جانب يا محبوب. ٣٣. جان، دل. ٣۴. پيار. ٣۵. ميخون، (لوهہ جون) ڪليون.

رَيَ[1] پَرِيُون[2] رِبْگان[3]، تو سين لالَ[4] لَپيِتيُون[5].

**۱۵**

راڻا[6] تُنهنجيءَ راهَ[7] تي، وينِي رُئان روَ[8]،
دوسَ[9] دلاسو[10] جي ڏيين، مُون کي جيڏو[11] جَو[12]،
جي سوڍِن[13] مِڙن[14] سو[15]، تَ تُنهنجو مَٽُ[16] نَ ميندرا[17].

**۱۶**

وينِي نِتُ[18] نِهاريان[19]، راڻا تُنهنجو راهُ[20]،
موٽائي[21] ماڳن[22] ۾، آڻيندوءِ[23] اَللهُ،
سودا[24] تو ڳر[25] ساهُ[26]، نَ تَ راڻا گهٽا راڄ[27] ۾.

**۱۷**

راڻي سين رِهاڻِ[28]، ڪندي هُيس ڪاڪِ[29] ۾،
موٽائي ميندرو، اَللهَ اڱڻِ[30] آڻِ،
سي هَنڌَ[31] پسِئو[32] هاڻِ[33]، وِجي هِنيُون[34] ورجِئو[35].

**۱۸**

ڪندي هُيس ڪاڪِ ۾، هَيِ[36] راڻي سين رِهاڻِ،

---

۱. سون، ۲. لڳل، ۳. تندون، تارون، ۴. اي لال، اي سهڻا، ۵. لپيٽيل يا ويڙهيل آهن، ٦. اي راڻا (مومل جي محبوب جو نالو راڻو هو)، ۷. واٽ، گس، ۸. بي حد، گهڻو، ۹. اي دوس، اي دوست، اي يار، ۱۰. آسرو، ۱۱. جيترو، ۱۲. (جَوَ جي ان جي) داڻي، ڪڻي، ۱۳. سوڍن جا (راڻو سوڍن راجپوتن جي قوم مان هو)، ۱۴. گڏجن، ڪٺا ٿين ۱۵. سون جي انداز ۾، تمام گهڻا. ۱٦. ثاني، جوڙ، همسر، ۱۷. اي ميندرا، اي ٺٺا (ميندرا سوڍن راجپوتن جي قوم جو هڪ پاڙو يا شاخ آهي، راڻو ميندرا پاڙي جو هو)، ۱۸. سدائين، هر وقت، ۱۹. ڏسان، تڪيان، ۲۰. گسُ، رستو، ۲۱. ورائي، واپس ڪري، ۲۲. (هِنَن) جاين يا مڪانن (يعني مومل جي گهر)، ۲۳. توکي آڻيندو، ۲۴. اي سوڍا، ۲۵. وٽ (توڳر = تنهنجي هٿ يا قبضي ۾)، ۲٦. دم، دل، جان، زندگي، حياتي، ۲۷. ملڪَ، علائقي، ۲۸. ڪچهري، مجلس، ۲۹. رياست جيسلمير ۾ هڪ نديءَ ۽ شهر جو نالو، مومل راڻي جي محبوب ان شهر جي رهاڪو هئي)، ۳۰. اڱڻ تي، گهر ۾، ۳۱. جايون، ماڳ، ۳۲. ڏسئو، ۳۳. هينئر، هن وقت، ۳۴. دل، ۳۵. ڦٿڪِئو، اٿلئو پٿلئو، بي آرام ٿئو، ۳٦. هاءِ افسوس.

اَچِي پَسو جيڏيُون، پِريِن وڏُوٽُو پاڻَ،
سي هَنڌَ پَسِي هاڻِ، وارِيءَ جِيئَن ورجِي هِنيُون.

**۱۹**

راڻا رهاٽِيُون، سودِا وِينِي سارِئان،
سَهسِين سِجَ اُلَتا، راتِيُون وِهاٽِيُون،
كوڙِين مُون كاٽِيُون، ڊولِئا ڊِكي آءُ تُون.

**۲۰**

راڻي رِيبارو، توڏانهن مُكو تَكڙو،
لُڊُوڻان لطِيف چئي، مانجِهي موچارو،
صُبوحِ سَوارو، كاكِ گِهڙندو كَرهو.

**۲۱**

توكي ڏَڻين ڏارِئو، كَرهَا كَرِ كَمائِي،
تُنهِنجِي سُڌِ سَرواڻ كي، آهي مَعلُومُ مِڙيائِي،
كَرِ چَانگا چَگائِي، تَہ اَچِيئي كَمِ كَشالَ ۾.

۱. ڏسو. ۲. اي جيڏيون، اي سرتيون. ۳. محبوب. ۴. رنج يا ناراض ٿئو، ڪاوڙيو. ۵. خود. ٦. جايون، ماڳ. ۷. هن وقت، هينئر. ۸. رتيءَ. ۹. وانگر. ۱۰. هارجي، وهيو وڃي. ۱۱. دل. ۱۲. اي راڻا (مومل جي محبوب جو نالو راڻو هو). ۱۳. ڪچهروين، مجلسون. ۱۴. اي سوڍا يا راڻا (راڻو سوڍا راجپوت قوم مان هو). ۱۵. ياد ڪريان. ١٦. سوين، هزارين، تمام گهڻا. ۱۷. لَٿا (سج التا = ڏينهن گذري وڃا). ۱۸. گذري ويون. ۱۹. ڪروڙين، بي شمار. ۲۰. منهنجون. ۲۱. اوٺايون، عيب. ۲۲. اي ڍولڻا، اي ڍولڻ، اي پيارا. ۲۳. لڪائي، ڇپائي، نظرانداز ڪري. ۲۴. اچ. ۲۵. قاصد. ٢٦. موڪلئو، روانو ڪئو. ۲۷. تيز، تکو، جلد. ۲۸. لُدوڻي مان. (لُدوڻو رياست جيسلمير ۾ ڪاڪ نديءَ جي ڪپ تي هڪ ڳوٺ آهي جنهن جي ڀرسان ڪاڪ جو شهر آهي جنهن ۾ مومل رهندي هئي). ۲۹. بهادر، طاقت وارو. ۳۰. سهڻو، محبوب. ۳۱. سويل، سويرو. ۳۲. مالڪن. ۳۳. پاليو. ۳۴. رياضت، جفاڪشي (آخرت جو توشو حاصل ڪرڻ لاءِ). ۳۵. خبر. ٣٦. قافلي ڏٺيءَ، سات ڏٺيءَ، جَتَ، مهندار، اڳواڻ. ۳۷. اي چانگا، اي اٺَ، اي ڪرها. ۳۸. نيڪي، ڀلائي. ۳۹. ڪم ۾ (ڪم اچيئي = فائدي واري ٿيئي). ۴۰. تڪليف جي وقت.

## ۲۲

ڪَـرَهَـا[1]، ڪَـارَڻِ[2] ڪَـاهَـہ[3]، تـوکـي ڏَٽِـيَـنِ[4] ڏَارِئـو[5]،
سَـاري[6] ڏيـجِ سَـيَـدُ چَـئـي، لُـڊُوٽـي[7] تـان لاَهَـہ[8]،
مُـقَـابِـلو[9] مُـومَـلَ سين، ٿِـيـنـدءِ[10] سَـنـجَـهـہ[11] صَـبَـاحَ،
سـوڍِي[12] جِـيءَ صَـلاَحَ[13]، ڪَـونـئُـرَ[14] چَـرَنـديـنِ[15] ڪَـاڪِ جـا.

## ۲۳

ڪَـرَهَـا ڪَـاڪِ[16] چَـري، وَنءُ[17] وَٿَـانـئُـون[18] نِـڪـري،
لُـڊُوٽَـان[19] لَـطِـيـف چَـئـي، آيـو ڪـونَـہ وَرِي[20]،
گـهَـٽَـا اِتِ گِـهـڙِي[21]، وَڳَ[22] وِسَـارِي[23] هَـلِـئَـا[24].

## ۲۴

نَـنـديو تَـان[25] ڪـوهُـہ[26]، پَـرَ وِڪُـنِ[27] آهـي وِتَـرو[28]،
وَجِـي ڪَـاڪَ[29] ڪَـنـڌِنِ[30] ۾، پَـهَـسَ[31] پَـکِـيءَ[32] جِـيـئَـن پـوءِ[33]،
اِنَ ڪُـرَ[34] سَـنـدو[35] ڪـوءِ[36]، مَـيـو[37] مَـانـو[38] نَـہ ٿِـيـي.

## ۲۵

مَـيـو مَـرِي[39] مَ مَـاءِ، وَڳُ وِبـگَـاٽُـون[40] مَ ٿِـيـي،

---

۱. اي ڪرها، اي اُٺَ. ۲. واسطي، لاءِ. ۳. ڪَهَہ، سفر، مسافريءَ. ۴. مالڪن. ۵. پاليو. ۶. سنڀالي، خيال يا ڌيان ڪري. ۷. لڊوٽي جبل (رياست جيسلمير ۾ ڪاڪ نديءَ جي ڪپ تي جبل تي هڪ ڳوٺ آهي جنهن جي ڀرسان ڪاڪ جو شهر آهي جنهن ۾ راڻي جي محبوب مومل رهندي هئي). ۸. هيٺ لهڻ جو عمل، ڦيرو. ۹. ملاقات، مُڪا ميلو. ۱۰. ٿنهنجو ٿيندو. ۱۱. سنجهہ صباح = سنجهي يعني سانجهيءَ مهل يا صبوح جي مهل. تمام جلد. ۱۲. راڻي (مومل جو محبوب راڻو سوڍا راجپوت قوم مان هو). ۱۳. صلاح سان. راضپي سان. مهربانيءَ سان. ۱۴. ڪنول ول جا گلَ جيڪي خوشبودار ٿيندا آهن. ۱۵. ڪائيندين. ۱۶. ڪاڪ (جا وڻ). ۱۷. وڃ. ۱۸. وٽن مان. ۱۹. لڊوٽي (جي ڳوٺ) مان. ۲۰. موٽي. ۲۱. داخل ٿي. ۲۲. وَلر (اُٺن جا). يار دوست. ڪڙم قبيلا. ۲۳. دل تان لاهي. ۲۴. (لڊوٽي ۾) ويهي رهيا. ۲۵. تہ. ۲۶. ڇا ٿيو. ۲۷. وکن ۾ يا قدمن ۾ يعني پنڌ ۾ (پنڌ ڪرڻ وقت ٻن قدمن يعني پيرن جي وچ واري وڇوٽيءَ کي وک چئبو آهي). ۲۸. زيادهہ. تيز. تکو. ۲۹. ڪاڪ (نديءَ جي). ۳۰. ڪنارن. ڪپن. ۳۱. زور سان. تڪڙو. جلد. يڪدم. ۳۲. وانگر. ۳۳. پوي. ۳۴. نسل. خاندان. آکہ. ۳۵. جو. ۳۶. هڪڙو بہ. ۳۷. اٺ. ۳۸. ڍرو. آهستي هلندڙ. ۳۹. اي ماءُ. اي امڙ. ۴۰. نڌڻڪو. بيگانو. غيباٺو. پريشان.

جَهِين جي اُهَاءِ[1]، چَڙهَان[2] چِتَاڻي[3] ڪَنڌِين[4].

## ٢٦

ڪيڏانهَن[5] ڪَاهِيَان[6] ڪَرَهو[7]، چوڌس[8] چِتَاڻُون[9]،
مَنجهين[10] ڪَاڪِ[11] ڪَڪوري[12]، مَنجهين لُڊاڻُون،
راڻو ئِي راڻو● نَاهہ[13] راڻي[14] رِءَ ڪِي[15] ٻِئو.

## ٢٧

ڪيڏانهَن ڪَاهِيَان ڪَرَهو، چِتَاڻُون چوڌارَ،
مَنجهين ڪَاڪ ڪَڪوري، مَنجهين بَاغَ[16] بَهَارَ[17]،
ڪَانهي ٻِي تَنوارَ[18]، تِئو مِڙوئي[19] مَيندرو[20].

## ٢٨

مَيندرو مِهمَانُ[21]، مُون[22] گَهرِ[23] اَچي جي[24] ٿِيي،
تَاڻي[25] تَنُورَنِ[26] ۾، پِيري[27] هَٿَان پَاڻُ[28]،
آڻي جهوڪِئَان[29] آڳِ[30] ۾، جيري[31] وِجَهَان جَاڻُ[32]،
پِئُڪَنِ[33] سُوڌو[34] پَاڻُ[35]، گَهرُ تَڙُ[36] گهورِيَان[37] پِرِينءَ تَان.

---

١. اُهاءَ سان، وسيلي يا ذريعي سان، ٢. پهچان، ٣. چِتاڻي جي (چِتاڻو هڪ نِئِن ۾ هڪ مڪان يا ماڳ جو نالو آهي)، ۴. ڪنڌين تي، ڪپن يا ڪنارن تي، ٥. ڪهڙي طرف، ٦. وٺي وڃان، ٧. اٺ، ٨. چوڌاري، چوطرف، ٩. سهائو يا سوجهرو (الله جو نور)، ١٠. اندر ئي اندر ۾، ١١. رياست جيسلمير ۾ ڪاڪ نالي سان هڪ ندي ۽ ان جي ڪپ تي لُڊاڻي جبل جي پرسان ساڳئي نالي سان هڪ شهر جنهن ۾ راڻي جي محبوب مومل رهندي هئي، ١٢. لالُ، ڳاڙهي (چون ٿا تہ ڪاڪ نديءَ جو پاڻي ڳاڙهو هوندو هو)، (ڪاڪ شهر جا وڻ ڪڪورجڻ يعني انگورجڻ يا گُونچن جهلڻ جي حالت ۾ آهن)، ● هر جاءِ صرف راڻو (مومل جو محبوب) موجود آهي يا صرف راڻي جي تعريف پئي هلي، ١٣. ڪونهي، ١۴. ڪان سواءِ، ١٥. ڪجهہ، ١٦. گلن ۽ ميويدار وڻن جا جُهڳٽا يا مجموعا، چمنَ، بُستانَ، ١٧. سرسبز، دل کي وڻندڙ، ١٨. وائي، پچار، ١٩. سڀ، ٢٠. راڻو (راڻو سوڍا راجپوتن جي قوم جي ميندرا پاڙي مان هو)، ٢١. گهر ۾ رهيل يا ترسيل (ٿوري عرصي لاءِ) ڌاريون ماڻهو، مزمان، ٢٢. منهنجي، ٢٣. گهر ۾، ٢۴. جيڪڏهين، ٢٥. ڪِهلي، ٢٦. ڪورن يا باهہ جي ٻَٺين، ٢٧. ڦيري، ڦيرائي، ٢٨. پاڻئڻ، تڪبر، خودي، آپو، هَٺَ، ٢٩. وجهان، داخل ڪريان، ٣٠. باهہ، مچ، چيري، ٣١. چيري ۾، ٣٢. علم، عقل، آپو، ٣٣. ٻيءَ يعني ابي جي خاندان جي ماڻهن، ٣۴. سميت، ٣٥. پاڻ کي، خود کي، ٣٦. گهر تڙ = ٻار ٻچا، آل اولاد، ٣٧. قربان ڪري.

## ۲۹

حَالُ[1] قُربَانُ[2] مَالُ[3] قُربَان، جَانِ قُربَانُ، گهورِئَان[4] لُڏاڻُو[5]،
فِدا[6] ٿِيءَ فَقِيرِ[7] سِين، رُسي[8] مَ راڻُو[9]،
مُيِنِ[10] سِين مَاڻُو[11]، مُنَاسِبُ[12] نَہ مَينڌَرا[13].

## ۳۰

لُونِيَسِ[14] لُڏاڻي، پَسَان جو پِرِيَنِ ري،
جيڏيُون جيهَائِي[15] کِي[16]، سيجَ[17] سُجِي[18] راڻي،
هَلِبو هَاڻي وِبرا[19] کَاکِ وِهُہ[20] ٿِي.

## وائي

نيئي[21] نيئي ڏيجِ اي اَدا، پَانڌِي[22] پِرِينءَ[23] سَنيهو[24]،
کَالَهَہ کُومَاڻَا[25] گُلڙا سُکَا مَٿي سيجَ،
تو لَئي هَنجُون[26] هَارِيَان[27]، هيٰ[28] جي مَنجَهان هيجَ[29]،
جِيئَن[30] آنَ[31] پيرو[32] نَہ کِئو، تيئَن[33] مَان[34] مُئِي[35] سُٽيجِ[36].

---

۱. هستي، وجود، جان، تن، بدن، ۲. صدقو، ۳. ڌن، دولت، ملکيت، متاع، ۴. صدقو يا قربان ڪريان، ۵. رياست جيسلمير ۾ ڪاڪ نديءَ جي ڀرسان هڪ جبل جي لڳ هڪ ڳوٺ جو نالو جنهن ڀرسان ڪاڪ جو شهر آهي جنهن ۾ راڻي جي محبوب مومل رهندي هئي، ٦. فدا ٿيءَ = فدا ٿيل، صدقي يا قربان ٿيل، ۷. فقيرياڻيءَ، مسڪين، غريب (مومل)، ۸. ناراض يا رنج ٿئي، ۹. مومل جي محبوب جو نالو، ۱۰. فنا ٿيلن، (عشق ۾) برباد ٿيلن، ۱۱. روسا مون يا ناراضگي، ۱۲. واجب، ۱۳. اي مينڌرا، اي راڻا (راڻو سوڍا راجپوت قوم جي مينڌرا پاڙي مان هو)، ۱۴. مونکي لوڻو ڪيو، مونکي ساڙيو يا جلايو يا لوسيو، مونکي سڃو يا ڀينگيو ڪئو، ۱۵. جيڏيائي، هيڏي جٺ يا ويڌن، ۱٦. ڪئي، ۱۷. شاديءَ جي وقت گهوٽ ڪنوار لاءِ سينگاريل کٽ يا بسترو، ڇپرکٽ، ۱۸. خالي، ۱۹. ان وير يا ويل، بروقت، ۲۰. ڪَڙي، اڻ وڻندڙ، حقارت يا نفرت جي لائق، ۲۱. کڻي، ۲۲. پاءَ، پانڌ، ۲۳. قاصد، پانڌيئڙا، واڻهڙو، ۲۴. پيغام، نياپو، ۲۵. مرجهائجي يا سُڪي ويا، ۲٦. ڳوڙها، لڙڪ، آنسون، ۲۷. ڳاڙيان، وهايان، ۲۸. هاءِ افسوس، ۲۹. پيارَ، سڪ، ۳۰. جيڪڏهين، ۳۱. اوهان، ۳۲. ڦيرو، موٽي اچڻ، ۳۳. تہ، ۳۴. مونکي، ۳۵. مُئل، ۳٦. ڀڏج.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُر راڻُو

## داستان پهريون

### ١

جِهَڙا گُلَ گُلابَ جا، تِهَڙا مَٿَنِ[١] ويسَ[٢]،
چوٽَا[٣] تيلَ[٤] چَنبيلِئا، هَاهُوءَ[٥] جي هُمَيشَ[٦]،
پَسئو[٧] سُونهَن[٨] سَيدُ(رح) چَئي، نينهَن[٩] اَچَنِ نيشَ[١٠]،
لالَڻَ[١١] جي لِبيسَ[١٢]، آتَڻِ[١٣] اکَرُ[١٤] نَہ اُجَهي[١٥].

### ٢

جِهَڙا پانَنِ[١٦] پَنَ، تِهَڙيُون شالُون[١٧] مٿَنِ سَايُون،
اگَرَ[١٨] ۽ عَنبِيرَ[١٩] سين، تازا[٢٠] کَئائُون تَنَ[٢١]،
مَڙهَئا[٢٢] گهٽُو[٢٣] مُشکَ سين، چوٽا ساڻُ چَندَنَ[٢٤]،
سُونهَنِ[٢٥] رُپِيَ[٢٦] سونَ سين، سَندا[٢٧] کامَڻِ[٢٨] کَنَ،
کئائُون لالَ لَطيفُ(رح) چَئي، وَڏا[٢٩] ويسَ وَرَنَ[٣٠][٣١]،
مَنجِهہ[٣٢] مَرکِيسَ[٣٣] مَنَ[٣٤]، تَہ سودِي[٣٥] سين سَگُ[٣٦] ٿئو.

١. انهن يعني (راڻي جي محبوب) مومل ۽ اُن جي پينرن مٿان، ٢. پوشاڪون، ٣. (مٿي جا) وارَ، ۴. تيل چنبيلئا = چنبيليءَ (جي گلن) جي تيل سان سٿيا ڪيل، ۵. آهوءَ يعني هرڻ جي دن مان ڪڍيل مشڪ، ٦. هُميش سان، سُرهاڻ سان، ٧. ڏسئو، ٨. حسن يا سوڀيا (مومل ۽ ان جي پينرن جي)، ٩. نينهن ڪي، عشق ڪي، ١٠. ڏندَ (جوانيءَ يا پَڪائيءَ جي نشاني) (جنهن بہ اُٺ ڪي سڀ ڏند يا نيش اچي ويندا آهن تڏهين چئبو آهي تہ اُٺ جو ان ٿئو آهي)، ١١. سهڻي يا دلبر (مومل)، ١٢. لبيس (ڪي ڏسي)، ويس وڳن يا هار سينگار (ڪي ڏسي)، ١٣. آتڻ ۾ يعني سٽ ڪتڻ واريءَ جاءِ ۾ يا زنانخاني يا حرم سراءِ ۾ (موجود زالن ڪي)، ١۴. حرف يا لفظ (ڳالهائڻ)، گفتو (ڪڍڻ)، ١۵. اُڪلي يا نڪري (حيرت جي ڪري)، ١٦. پانن جا (پانُ هڪ قسم جي ول، آهي جنهن جا پن چهچ ساوا ٿيندا آهن)، ١٧. اوني يا ريشمي لويون يا چادرون، ١٨. عود، خوشبودار دوا، ١٩. ڪاري ميڻ جهڙي خوشبودار شيءِ، ٢٠. تر، سٿيا، مرطوب، ٢١. بدن، ٢٢. ويڙهيل، ٿقيل، ڳتل، ڳنڍيل، ٢٣. ڪٿوريءَ، بنان سڱن واري هرڻ جي دن مان نڪتل خوشبودار مادي، ٢۴. سندل (جي تيل)، ٢۵. سهڻا يا خوبصورت لڳن، ٢٦. رُپي سون = چانديءَ ۽ سون جي زيورن، ٢٧. جا، ٢٨. سهڻيءَ يا حَسِين زال، ٢٩. ڳاڙهي، سهڻي، ٣٠. اُتم، اعلي، ٣١. ورن سين، رنگ سين، ٣٢. ۾، اندر، ٣٣. سَرَهي يا خوش ٿيس، ٣۴. دل، ٣۵. راڻي (مومل جو محبوب راڻو سوڍا راجپوت قوم مان هو)، ٣٦. ناتو، تعلق، دوستي.

## ۳

سُونَ[1] وَرَنيُون[2] سُوڍِيُون[3]، رُپي[4] رَانديُون[5] کَنِ،
اَگَرَ[6] اوطَاقُن[7] ۾، کَٿُوريُون[8] کَٿُنِ[9]،
اوتِيَائُون عَنبيرَ[10] جَا[11]، مَتي[12] تَاکَ[13] تَڙَنِ[14]،
ٻَاتَنِ[15] ٻيلهُون[16] ٻَڌِيُون، پَسِئُو سُونهَن سَڙَنِ[17]،
تِئَا لاَهُوتي لطيف چَئي، پَسَڻَ لاءِ پِرِيَنِ،
اِجهي[18] تَا اَچَنِ، کَاکِ[19] کَکُورِئَا[20] کَاپَڙِي.

## ۴

هُو جي کَاکِ کَکُورِئَا کَاپَڙِي، تَنِ لَهي نَہ لاَلِي[21]،
کَري[22] کيپَ[23] خُمَارِئَا[24]، مَي پِي[25] مَوَالِي[26]،
کَري[27] حَاصُلُ هَلِئَا، کَيفِيَت[28] کَمَالِي[29]،
وَتَنِ[30] وِصَالِي[31]، لُدُوٽِئَان[32] لُوڙِي[33] تِئَا.

## ۵

لُدُوٽِئَان لُوڙِي تِئَا، وَتَنِ مَنجهہ وِصَالَ،
اَڄُ اَرَتو[34] اَکِين[35]، کَاکِ[36] پِيتَائُون کَالهہ،

۱. سون جي، ۲. رنگ جهڙيون (سون ورنيون = تمام سهڻيون)، ۳. سوڍا راجپوت قوم جون زالون، ۴. رُپي سان، چانديءَ سان، ۵. دل وندرائين، رونشو کن (رُپي رانديون کن = انهن جي نطر ۾ چانديءَ کي ڪا قيمت يا اهميت ڪانهي)، ٦. عود، خوشبودار دوا يا پسارَ جي شيءِ، ۷. گهرن، محلاتن، ۸. مشڪ جون سُرهاڻيون يا خوشبويون، ۹. (کٿن تي وڇايل) بسترن ۾، ۱۰. هارِيائون، ليٽائِيُون، پلٽيائون. ۱۱. ڪاري ميڻ جهڙي، خوشبودار شيءِ يا پسار جو وکر، عنبر، ۱۲. (پنهنجي) مٿان يعني بدن تي، ۱۳. (گيهہ يا تيل وجهڻ لاءِ)، چمڙي جون دٻيون، پتاڙيون، ۱۴. تڙن تي، درياهہ وغيره جي ڪناري تي اهي هنڌ جتان پاڻي ڀرجي يا وهنججي، وهنجڻ جي جاين تي، ۱۵. نوجوانن (عاشقن)، حقيقت ٻاتَ يا ٻاتي وڻن جي گلن جي مکڙين يا ٻور کي چئبو آهي جنهن سان نوخيز جوانن ۽ ڳڀرن کي اصطلاح طور تشبيهہ ڏني ويندي آهي، ١٦. ٻيلهہ ٻڌڻ = ٻٽ ٻڌڻ يعني ٻہ ٻہ ٽي اچڻ يا گهڻي رش ۽ پيڙ ڪرڻ، ۱۷. جلن، ڪامن، ۱۸. جاڻ تہ، ۱۹. ڪاڪ جا (ڪاڪ رياست جيسلمير ۾ هڪ نديءَ جو نالو ۽ ان جي ڪپ تي گوٺي جي ڳوٺ لڳ هڪ شهر جو نالو آهي جنهن ۾ مومل رهندي هئي)، ۲۰. رگيل يا رتل (عشق ۾) يعني مومل جا عاشق، ۲۱. (عشق جي) ڳاڙاهڻ، ڳاڙهو رنگ، ۲۲. پڪي، سخت، چوکي، ڏاڍي، ۲۳. نشي، ۲۴. بي هوش يا مدهوش ڪئا، ۲۵. مَي پِي = مي پيئندڙ، شراب پيئندڙ، ۲٦. نشو واپرائيندڙ، نشئي، ۲۷. حاصل ڪري = پرائي، ۲۸. ڪيف، نشو، ۲۹. پورو، مکمل، ۳۰. رُلن، ڀٽکن، ۳۱. وصال جا يا مومل جي ميلاپ جا طالب، ۳۲. لدوٽي ڳوٺ کان، ۳۳. ڏکاريل، هڪاليل، ناڪام، ۳۴. ڳاڙهو رت، رت جا ڳوڙها، ۳۵. اکين ۾، ۳٦. ڪاڪ (نديءَ) جو پاڻي.

وِيئي وِيچارَنِ وِسِري، صَبَاحَ[1] جي سَنيالَ[2]،
پَرِيءَ[3] کان پاسي[4] ٿِئا، اي ماموين[5] مِثالَ[6]،
جانِبَ[7] جي جَمالَ[8]، رَگي[9] سَبِ رِيٽو[10] ڪِئا.

٦

رَچي[11] جي رِيٽو ٿِئا، ڪِينَ اُباتِجَنِ[12] اوءِ[13]،
ڪُنبُ[14] نَہ ڪاري[15] تِنهِن ڪي، جو هالاري[16] هوءِ[17]،
تورڙي[18] ڌوبِي ڌوءِ، توءِ[20] لالي[19] تِنهِين نَہ لهي.

٧

چَندَنَ سين[21] چِڪَ[22] ڪِئو، جِتِ ڌورُون[23] ڌُونِ[24]،
اَچِنِ پَئُنرَ[25] پِنِيولِئا[26]، پاٽيءَ تِهِين پُونِ،
راوَلَ[27] رَتو[28] رُونِ، ڪو وَهُہ[29] لَڳو واسُوئِين[30].

٨

چَندَنَ سين چِڪَ ڪري، جِتِ رانِيائِين[31] راٽي ڪي،
هاٽي اُنِين پيٽيين[32]، وِرهَہ[33] وَراڪا[34] ڏي،
سودو[35] سَڄ[36] ڪَري، مومَلَ ماٽي[37] هَلِئو.

---

١. صبوح. سياٽي. ٻي ڏينهن (قيامت). ٢. يادگيري. اونَ. ٣. خوبصورت يا حسين يعني مومل. ٤. پاسي يعني ٻري يا جدا رهڻ ڪري. ٥. ماموئي درويش جيڪي غيب جون خبرون ٻڌائيندا هئا. ٦. جهڙا. وانگر. برابر. ٧. جانيءَ. محبوب. ٨. سونهن. حسن. ٩. رنگ ڏيئي. پاهہ ڏيئي. ١٠. ڳاڙها. رتل. لالَ. ١١. رڱجي. ١٢. رنگ ڇڏين. ڦٽن. ١٣. اُهي. (١٧. ميرن ڪپڙن کي ٿهڪائڻ لاءِ ڪنيءَ يا ڌوٻيءَ جي ٻني. ڪورو يا ديڳ. ١٥. ڦٽائي. رنگ لاهي. ١٦. هالار شهر جي ڌوٻين يا ڪتين جو رڱيل (هالار شهر رياست ڪڇ ۾ آهي. ١٧. هجي. ١٨. جيتوڻيڪ. ١٩. ڌوئي. ٢٠. تہ بہ. ٢١. چندن يعني صندل (جي خوشبودار ٻوري). ٢٢. پاٽيءَ کي چڪار. ٢٣. (سوڍا راجپوتن جون) زالون يا عورتون. ٢٤. ڪيڙا ڌون ٿيون يا مٿو ڌون ٿيون يعني وهنجن ٿيون. ٢٥. واحد ٻوئنر = ڪاري رنگ جو اڌامندڙ جيت. ٢٦. ٻلجئو. موهجئو. مست ٿئو. ٢٧. شهزادا. راجائون. عاشق. ٢٨. ڳاڙهو (پاٽي). رت جا لڙڪ. ٢٩. عشق جو جوش يا جذبو. ٣٠. واسوئن کي. (مومل جي عشق جو) واسَ ولندڙن يا خوشبوءِ حاصل ڪندڙن کي. ٣١. موهيائين. ريجهايائين. راضي ڪيائين. ٣٢. ٻيٽين تي. جاين تي. ٣٣. فراق. وڇوڙو. غم. ٣٤. چڪر. گهمتاريون. ٣٥. راڻو (راڻو سوڍا راجپوت قوم مان هو). ٣٦. ٻينگ. ويراني. ٣٧. هٿ ڪري. قبضي ۾ ڪري. مومل سان ميلاپ ڪري.

۹

ڍاٽيءِ[۱] گهَڻا اچن، مَنُ[۲] سوڍلَ[۳] وندسئو[۴]،
ڪَا جَا لائي[۵] مَينڌَري[۶]، لالي[۷] ڪي لڳن[۸]،
راڻُو اڪَڙيُنِ[۹]، ڪَنهن[۱۰] قَولِ نَه وِسري[۱۱].

۱۰

لوڌي[۱۲] لَڪَ[۱۳] اچن، رُوءِ[۱۴] راڻي جي ناهِه ڪو،
هِڪُ اڪِيُون ٻِئَا اڳُڙا[۱۵]، پَرِ[۱۶] ۾ ٿَا پَڇن[۱۷]،
سي ڪيئن مَينڌَرا[۱۸] مَڇن[۱۹]، جي تو سوڍا[۲۰] سُوريءَ[۲۱] چاڙهيُون.

۱۱

رُوءِ راڻي جيءَ ناهِه ڪو، سوڍو سَوائي[۲۲]،
لُڊوڻئان[۲۳] لطيف رح چئي، لالي تنهن لائي،•
ڪانهي ٻي وائي[۲۴]، تئو مِڙوئي[۲۵] مَينڌَرو.

۱۲

رُوءِ راڻي جيءَ ناهِه ڪو، سوڍو سَيَڻي[۲۶] سُونهن[۲۷]،
لاٿائين لطيف رح چئي، مٿان، دلين[۲۸] ڏونهن[۲۹]،

---

۱. ڍٽ جا رهاڪو (ڍٽ ٿر علائقي جو هڪ ڀاڱو آهي، مومل جو محبوب راڻو ڍٽ جو رهندڙ هو)، ۲. دل، ۳. سوڍي يعني راڻي (راڻو سوڍا راجپوت قوم مان هو)، ۴. سوگهو يا قابو ڪئو، (محبت جي ڏاڪي ۾ ٻوئي ڇڏيو) ۵. لڳائي، مَکي، ۶. رَاڻي -مينڌرا سوڍا قوم جو هڪ پاڙو آهي)، ۷. لالاڻ يا ڳاڙهاڻ، ميندي، ۸. (منهنجي بدن جي) عضون، ۹. اڪڙين ڪان، اکين يا نيڻن ڪان، ۱۰. قول سان، شرط سان، دلاسي يا آسري (ڏيڻ سان)، ۱۱. ڀلجي، ۱۲. لوڌي، لوڌ وارا، شڪاري، امير، حاڪم، ۱۳. سوين، هزارين، لڪين تمام گهڻا، ۱۴. مهانڊي يا صورت جهڙو سونهن يا سوڀيا جهڙو، ۱۵. عضوا، ۱۶. اندر، ۱۷. سڙن، جَلن، ڪامن، ۱۸. اي مينڌرا، اي راڻا، ۱۹. بدن تي ماس چاڙهين، سگهاريون ٿين، ۲۰. اي سوڍا، اي راڻا، ۲۱. سوريءَ تي، (ڀالن ۽ نيزن سان جڙيل (ڪٽ مثل) ڪاٺ جو چونڪ جنهن تي پراڻي زماني ۾ ڏوهارين کي اُچلائي ماريندا هئا ان کي سوري چئبو هو) (سوريءَ تي چاڙهيون = عشق جي عذاب ۾ وڌيون)، ۲۲. سَوايو، سرس، وڌيڪ، ۲۳. لڊوڻي مان (لڊوڻو يا لڊاڻو رياست جيسلمير ۾ ڪاڪ نديءَ جي ڪپ تي هڪ ڳوٺ آهي جنهن جي ڀرسان ڪاڪ جو شهر آهي جنهن ۾ مومل رهندي هئي)، ● ميندي‎ءَ جي لالاڻ يا ڳاڙهاڻ فقط مِن يعني مينڌري لاتي يعني ان ئي مومل سان شادي ڪئي، ۲۴. ٻچار، ڳالهه، ۲۵. سڀ ڪجهه، ۲۶. سين جي، ۲۷. سينگار، مَرڪَ، فخر، ۲۸. قلبن، ۲۹. ڪاراڻ، ڪارٺ، زنگ، ڪَسَ.

ڪَانِهي ٻِي وِرُونهَن[١]، تِئو مِڙوئِي[٢] مَينڌَرو[٣].

١٣

روءِ[٤] راڻي جيءَ ناهِہ ڪو، سُودا[٥] ٻِئا سُجاڻَ[٦]،
نِسوريائي[٧] نينهَن[٨] جي، ڪَشئائين[٩] ڪَمانَ[١٠]،
ڇَڏي[١١] وِئا ڇوهَ[١٢] ۾، دَعوائُون[١٣] ديوانَ[١٤]،
ٻِئي[١٥] رَهِيائِي[١٦] ڪانَ، تِئو مِڙوئِي مَينڌَرو.

١٤

ڪَاڪ[١٧] ڇَڏئائُون ڪُنڊَ ۾[١٨]، پاڻان[١٩] وِئا پِئي[٢٠]،
لُوڏيَڙن[٢١] لَطيف چئي، سُودو[٢٢] ڪِئو سَهي[٢٣]،
مُومَل ماڳِ[٢٤] رَهِي[٢٥]، تِئو مِڙوئِي مَينڌَرو.

١٥

ڪَاڪ ڇَڏئائُون ڪُنڊَ ۾، پاڻان وِئا پَري،
اُنِ ڪي ناتَرِ[٢٦] ڪوهُہ[٢٧] ڪَري، جي لُڌوٽِئان[٢٨] لَنگهِئي[٢٩] وِئا.

١٦

ڪَاڪ نَہ جَهلِئا[٣٠] ڪاپَڙي[٣١]، مُوهِئا[٣٢] ڪِنهن نَہ مالَ[٣٣]،

١. يادگيري، پچار، وندر، ٢. سڀ ڪجهہ، ٣. راڻو (مومل جو محبوب راڻو سوڍا راجپوت قوم جي مينڌرا پاڙي مان هو)، ٤. روءِ جهڙو، منهن مهانڊي جهڙو، سونهن يا سوڀيا جهڙو، ٥. سوڍا راجپوت قوم جا ماڻهو، ٦. ڄاڻو، عقلمند، ڏاها، سياڻا، ٧. نج، خالص، ڪَرَي، پڪي، ٨. عشق، ٩. تاڻيائين، سجيائين، ١٠. سينگَ، ڏنش، ڄاپ، ١١. ترڪ ڪري، ١٢. تيزيءَ، جلديءَ، ١٣. حق واسطا، حجتون، ١٤. امير، سکر يا شريف ماڻهو، ١٥. ٻي ڳالهہ يا ٻيو ذڪر، ١٦. بچي، ١٧. رياست جيسلمير ۾ هڪ نديءَ جو نالو ۽ ان نديءَ جي ڪپ تي ساڳئي نالي سان هڪ شهر جنهن ۾ مومل رهندي هئي، ١٨. ڪنڊ ۾ = پاسي تي، هڪ طرف، ١٩. پاڻ، خود، ٢٠. پوئتي، واپس، پري، ٢١. لوڌين، شڪارين، اميرن، حاڪمن (راڻي جي يارن)، ٢٢. راڻو، ٢٣. سوکهو، قابو، ٢٤. ماڳ تي، جاءِ تي، (ڪاڪ جي) محلات ۾، ٢٥. (هميشہ لاءِ) رهجي وئي، اهميت وڃائي ويٺي، ٢٦. مومل جي ٻانهيءَ جو نالو، ٢٧. ڇا، ٢٨. لڌوٽي مان (لڌوٽو يا لڌاڻو رياست جيسلمير ۾ ڪاڪ نديءَ جي ڪپ تي ڪاڪ شهر جي ڀرسان جبل تي هڪ ڳوٺ آهي، ٢٩. هليا، لڏي، ٣٠. روڪيا، ٣١. جوڳي يا سنياسي فقير، تارڪ الدنيا درويش، سچا عاشق، ٣٢. هرڪايا، لالچايا، فريفتا ڪيا، ٣٣. ڏن، دولت، ملڪيت، ٻڌارث.

سُودِيُون[1] سِجَهائِيُ[2] هَلِئا، هَيُ[3] تَنِيُ[4] جي حَالَ[5]،
جي چُورِنِ[6] ڏِنا[7] چَالَ[8]، تہ لاَهُوتِي[9] لَنگهِي[10] وِئا.

## ١٧

ڪَاڪَ نہ جَهلِئا ڪَاپَڙِي، موهِئا نہ مَحلَنِ[11]،
ٻَانِهِيُنِ[12] ۽ ٻَائِنِ[13] جي، ٻَنڌَڻِ[14] ڪِينَ ٻَجهَنِ[15]،
لَڪِينَ لاَهُوتِيَنِ، اِهَڙِيُون اوري چَڏِيُون[16].

## ١٨

اِهَڙِيُون اوري چَڏِي، وِئا لاَهُوتي لَڪَ،
پَايُو[17] پَتِين[18] وِينِيُون، ڪَاڪِ[19] ڏَجَاٽِيُون[20] ڪَڪَ[21]،
پيئِي اِيءَ پَرڪَ[22]، تہ سُودِيُون سِجَهائِي هَلِئا.

## ١٩

جَانِ[23] جَان نَاهہ نَصِيبَ[24] ۾، مُومَلَ[25] مَينڌَرو[26]،
پُونڊوءِ[27] جِمَ پَانِهِين وَرِبنِ[28]، مَنجَهان پِرتِ[29] پَرو[30]،
رَاڻي لَئي مَ رو[31]، وِيهُ[32] طَعنِيُ[33] سِين وَاڳِجِيُ[34][35].

---

۱. سوڍا راجپوتن جو عورتون يعني مومل ۽ ان جون ساهيڙيون، ۲. (هلڪيءَ يا ڏيميءَ باهہ ۾)، ساڙي، جلائي، پچائي، ۳. هاءِ افسوس، ۴. سوڍين ڏانهن اشارو، ۵. حال تي، حالت تي، ٦. جيڪڏهين، ۷. چوڪرين يعني نوجوان عورتن (سوڍين)، ۸. تپا، بَل، اچانگ (چال ڏنا = ناز نخرا يا ماٺا ڪئا)، ۹. جوڳي يا سنياسي فقير، تارڪ الدنيا درويش، ڪاپڙي، ۱۰. هَلِئا، ۱۱. محلاتن، شاهاڻين جاين، ۱۲. نوڪرياڻين، گولين، ۱۳. گهر ڌڃاڻين يا مالڪياڻن، سانڻِن، راڻين، ۱۴. ٻنڌڻ ۾، (محبت جي) نوڙيءَ يا رسيءَ ۾، ۱۵. ٻڌجن، روڪجن، ۱٦. مِنَ پاسي يا مِن هنڌ (هن دنيا ۾)، ۱۷. وجهيو (مٽي ۾)، ۱۸. ماتم ڪن، روڄ راڙو ڪن، ۱۹. ڪاڪجون، ۲۰. مالڪياڻيون (مومل ۽ ان جون ڀينرون)، ۲۱. گَندِ گَهَڻ، ڪِن ڪچرو، ڌُوڙِ، ۲۲. خبر، سَدِ، ۲۳. جان جان = جيتوڻيڪ، جيئن تہ، جاڪاڻ تہ، ۲۴. قسمت، ڀاڳ، ۲۵. اي مومل، ۲٦. راڻو (مومل محبوب راڻو سوڍا راجپوت قوم جي مينڌرا پاڙي مان هو)، ۲۷. توکي پوندو، توکي معلوم ٿيندو، ۲۸. متان، ۲۹. پوئتي، ۳۰. موٽين، ۳۱. سڪ، پيار، ۳۲. پتو، سَدِ، خبر، ۳۳. روڄ راڙو ڪر، ۳۴. (راڻي جي) ميهڻي، لڪڻ ڇڏي وڃڻ جي عمل، ۳۵. سلاڙجي، ٻڌجي (ويهہ طعني سان واڳجي = طعني کي ياد ڪندي رهج)، راضي ٿي.

## ٢٠

مُومَلَ[١] نَاهہ مَينڌَرو[٢]، جَانَ[٣] جَان مَنجِهہ نَصِيبَ[٤]،
مُون کي مُون[٥] حَبِيبَ[٦]، طَعنُو[٧] ئِي تُنهِنجو.

## ٢١

طَعنُو سُٽِي[٨] تُنهِنجو، حَالُ[٩] وِجَايُمِ[١٠] حَقَ[١١]،
لَکين[١٢] لُوڍِي[١٣] آيَا، سُوڍِي[١٤] لاٿَمِ[١٥] شَکَ[١٦]،
ڏَنَمِ[١٧] کَاکِ[١٨] کَهَکَ[١٩]، سِگهو[٢٠] مُوتِج[٢١] سُپِرِين[٢٢].

## ٢٢

آئون طَعني سُوڍي[٢٣] تُنهِنجي، مُون[٢٤] طعنو ئِي تُون،
سو کِي سَرِيو سُون[٢٥]، جو سَرَتِيءَ[٢٦] کِنهن نہ سَرِئو.

## وائي

سَائِينءَ[٢٧] کَارَڻِ[٢٨] سُپِرِين، مَيو تُون[٢٩] موٽَاءِ، مُون[٣٠] واجِهيندي[٣١] وِهَاءِ[٣٢]،
سَنَمِ[٣٣] سَاهيڙِيَن جَا، طَعنَا تُوهين لاءِ،
گهَرَ[٣٤] مَهَارَا[٣٥] گهورِيَان[٣٦]، سُرَهو[٣٧] مُون[٣٨] نہ سُهَاءِ[٣٩].

---

١. مومل کي (راڻي جي محبوبہ جو نالو مومل هو)، ٢. راڻو (مومل جو محبوب راڻو سوڍا راجپوت قوم جي مينڌرا پاڙي مان هو)، ٣. جان جان = جيتوڻيڪ، جيئن تہ، ٤. قسمت يا ڀاڳ، ٥. منهنجا، ٦. محبوب، ٧. ميهڻو، لڪڻ ڇڏي وڃڻ وارو عمل، ٨. ٻڌي، معلوم ڪري، ٩. جوت، سگهہ، هستي، رنگ ڍنگ، ١٠. مون وڃايو، مون ضايع يا تباهہ ڪئو، ١١. اي (منهنجا) حق، اي پيارَ، ١٢. لکن جي تعداد ۾، ١٣. لوڏي، لوڏ وارا، شڪاري، امير، حاڪم، ١٤. راڻي، ١٥. منهنجا لاٿا يا ختم ڪئا، ١٦. وهمَ، گمانَ، ١٧. مونکي ڏنا، ١٨. رياست جيسلمير ۾ هڪ نديءَ جو نالو ۽ ان جي ڪپ تي هڪ شهر جنهن ۾ رهندي هئي، ١٩. وڏَ، چير، چهڪ، ڏکَ، عذابَ، ٢٠. جلد، ٢١. واپس ٿج، ٢٢. اي سپرين، اي پرين، ٢٣. سان، ٢٤. منهنجو، ٢٥. اسانکي (مونکي) سريو يا مليو يا حاصل ٿئو، ٢٦. سهيليءَ، جيڏيءَ، همسر، ٢٧. ڌڻيءَ، مالڪ، خدا، ٢٨. واسطي، ٢٩. أٿ، ٣٠. مونکي، ٣١. انتظار ڪندي، ٣٢. (رات) وهامي يا گذري وئي، ٣٣. مون سٺا، مون برداشت ڪئا، ٣٤. جايون، محلاتَ، ٣٥. سيج پلنگَ، هندورا، ٣٦. ٻن ڏيان، ڪڏ ۾ وجهان، قربان ڪريان، ٣٧. خوشبوءِ، سرهاڻِ، ٣٨. مونکي، ٣٩. سونهي، جڳائي.

ڪَاڪِئَانْ وَجَڻُ ڪِيِ ڏِهِين، راڻَا تُون نَہ رِهَاءِ،
سُودِا سُڪِيَاڻِي تِيَان، پِيَرَ پَرَچِي پَاءِ.

## وائي

جِيءُ جِيَارِئو جَنِ، سَجَڻَ مَانَ نَہ اَچَنِ،
مُنهِنجو پَرَ ڏِيهِي رَاڻو ڪَا وَارِي،
هِينئَڙَا تِيءُ مَ ڪَانهِلو، سَدَا سَانگَ پَوَنِ،
ڪَاڻِيُون لُونِيُون اَکِيُون، مُنِيُون مَانَ نَہ ڪَنِ،
اَدِيُون عَبداللطِيف چئي، مَرُ تَا چَاڪَ چِڪَنِ.

۱. ڪاڪ مان (ڪاڪ رياست جيسلمير ۾ هڪ نديءَ جو نالو آهي ۽ ان جي ڪپ تي ساڳئي نالي سان هڪ شهر آهي جنهن ۾ مومل رهندي هئي)، ۲ ڪنهن طرف يا پاسي ڏانهن. ۳. اي راڻا (مومل جي محبوب جو نالو راڻو هو)، ۴. توکي، ۵. مناسب يا واجب آهي، جڳائي، ٦. اي سوڍا (راڻو سوڍا راجپوت قوم مان هو)، ۷. سکي، آسودي، آرامي، ۸. قدم، ۹. راضي ٿي، ۱۰. وِجهہ (منهنجي گهر ۾)، ۱۱. جان، دل، ۱۲. زندهہ يا جيئرو ڪئو، ۱۲. محبوبَ، ۱۴. مان نہ = شل، خدا ڪري، ۱۲. پرديسي، ۱٦. موٽائي، ۱۷. اي هينئڙا، اي دل، ۱۸. سُست، موڳو، هيٺو، ۱۹. سدائين، هميشہ، پلي، ۲۰. وڇوڙا، جدايون، ۲۱. سڙيلون، جليَلون، لوئيون يا لهسيلون (باهہ جون)، ۲۲. نيڻ، ۲۳. مٿل، مصيبت جا ماريل، ۲۷. چپ، صبر، ۲۵. پلي، ۲٦. زخم، ڦٽ، ۲۷. وري خرابُ ٿين، رسجن.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُر راڻو

## داستان ٽِئو

### ١

راڻي[1] جِيءَ رِهاڻِ[2] ۾، ڪو آديسِي[3] آيو،
چوڏهِينءَ[4] ماهه[5] چَنڊ جِيئَن[6]، ڪِئو سامِيءَ سهائو[7]،
لَٿو[8] اُونداهو[9]، جوڳِيءَ سَنڌِيءَ[10] جوتِ[11] سين.

### ٢

راڻي جِيءَ رِهاڻِ مان، ڪو آيو آديسِي،
ڪَٿُورِيءَ[12] خُوشبُوءِ[13] سين، وِلاتَ[14] سَڀَ[15] واسي[16]،
سُوڌو[17] سَناسِي[18]، اُتاهِين[19] ٿِي آيو.

### ٣

ڪالهه[20] گڏِيو[21] سُون ڪاپڙي، پَهَرَ[22] سِجَ[23] ڪان پوءِ[24]،
پَسو[25] سُونهن[26] سامِيءَ جِي، رَتَ[27] وَرنو[28] روءِ[29]،
جو مُنهن[30] مُومَلَ جي پوءِ[31]، موٽَڻ[32] تِنهِن[33] مَس[34] ٿِئي.

---

١. مومل جي محبوب جو نالو، ٢. مجلس، ڪچهريءَ، ٣. جوڳي فقير، سامي فقير، ڪاپڙي، (ڪو آديسي = عجيب فقير، ۴. مهيني جي چوڏهينءَ تاريخ يعني پورنماسيءَ جي . ۵. چنڊ قمر. ٦. وانگر، ٧. روشني، سوجهرو، ٨. ختم ٿئو، ٩. اونداهي، انڌوڪار، ١٠. جي، ١١. روشنيءَ، ١٢. ڪٿوريءَ جي، مشڪ جي (بنان سڱن هرڻ جي ڌُنَ مان نڪتل خوشبودار مادي کي ڪٿوري يا مشڪ چوندا آهن)، ١٣. سرهاڻ، ١۴. ملڪ، ڏيهہ، ١۵. سموري، ١٦. واسجي وئي، سرهي يا خوشبودار ٿي، ١٧. سچار، داناءُ، عاقل، خوبصورت، سهڻو، سمجهو، پورو، مڪمل، ١٨. رمتو يعني سيلاني فقير، تارڪ الدنيا درويش، ١٩. ان هنڌ کان (محبوب وٽان)، ٢٠. گذريل ڏينهن، ٢١. اسان کي گڏيو يا مليو، ٢٢. (ڏينهن يا رات جي) چوٿين حصي، ٢٣. سجَ يعني ڏينهن جي، ٢۴. گذرڻ بعد، ٢۵. ڏسو، ٢٦. حسن، سونهن، ٢٧. رت جي، ٢٨. رنگ جهڙو (پاٽي)، ٢٩. روئي، ٣٠. منهن ۾، روبرو، ٣١. پوي، ٿئي، ٣٢. واپس ٿيڻ، ٣٣. تنهنجو، ٣۴. مشڪل.

۴

كَالَهہَ[1] گڏيوسُون[2] كَاپَڙي[3]، جِهَڙو مَاهُہ[4] مُنِيرُ[5]،
فَيضُ[6] فِرَاقُ[7] فَقِيرُ، جوڳِي جَاڳَائي[8] وِئو.

۵

كَالَهہَ گڏيوسُون كَاپَڙي، بَابُو[9] بيكَارِي[10]،
سَامِيءَ[11] سيلو[12] سِرَ[13] تي، مَالَهَا[14] موچَارِي[15]،
ڏيئي[16] ڏيكَارِي، فَقِيرُ[17] دِلِ قُتي[18] وئو.

⑥

كَالَهہَ گڏيوسُون كَاپَڙي، بَابُو پَاڻُ بَرِي[19]،
سَائِي[20] شَالَ[21] كُلَهَنِ[22] ۾، سَامِيءَ سُونَ[23] سَرِي[24]،
خَبَرَ[25] ڏيهُون[26] كَرِي، كَا[27] مُومَلَ جي مَجَازَ[28] جِي.

⑦

كَالَهہَ گڏيوسُون كَاپَڙي، بيكَارِي ۾ بَرَ[29]،
كَرِي تِنهِن خَبَرَ، كَامِلَ[30] ڏِني كَاكِ[31] جِي،

---

١. گڏريل ڏينهن، هڪ ڏينهن اڳي، ٢. اسان كي گڏيو يا مليو، ٣. جوڳي فقير، سامي فقير، سنياسي فقير، ۴. چنڊ، قمر، ۵. روشن، چمڪندڙ، ٦. (عشق جي) لهر يا موج يا پالوٽ، ٧. وڇوڙي يا برهہ جو آزارُ، ٨. پيدا كري، كڙو كري، ٩. رمتو فقير، ١٠. بيک ڏارِي، فقيراڻو لباسُ پَهريل ماڻهو، ١١. ساميءَ كي، ١٢. مٿي جي وارن جي وٽيل چڳِ كي ٻڌڻ جو رسو يا ڏوري، ١٣. مٿي، ١۴. كنٺو، كَنٺِي، سُمرڻي، كنيلو، تسبيح، ١۵. عمدي، سهڻي، ١٦. ڏيئي ڏيكاري = ديدار كرائي، گهڙيءَ كن لاءِ ملاقات كري، ١٧. مَنَ، ١٨. زخمي كري، ١٩. مٿيءَ يا دز لڳل، ٢٠. سبز رنگ جي، ٢١. اوني يا ريشمي لوئي يا چادر، ٢٢. موندين، كنڌ، ٢٣. سون جي، طلائي، ٢۴. لڙهي، مالها، ٢۵. سڌ، ڄاڻ، ٢٦. اسان كي ڏي يا ٻڌاءِ، ٢٧. پڪي، سچي، سند واري، ٢٨. مزاج، طبيعت، حُسن، ٢٩. برپٽ، بيابان، ٣٠. بزرگ، ڀلاري، سڳوري، درويش، ٣١. رياست جيسلمير ۾ هڪ نديءَ جو نالو ۽ ان جي كپ تي ساڳئي نالي جو هڪ شهر جنهن ۾ مومل رهندي هئي.

(٨)

كَالَهَہ گَذِيوسُون كَاپَڙِي، بَابُو رَنگ[1] پَيُوت[2]،

سَرِيو[3] سُون سُكُوت[4]، جوڳِيءَ سَنديءَ ذاتِ[5] كان.

٩

كَالَهَہ گَذِيوسُون كَاپَڙِي، حَيرِيَتَ[6] ۽ هُوءِ،

جَنِ ديكِئو[7] رُوبَروءِ[8]، سي وَاصُلُ[9] ٿِئا وِصَالَ[10] سِين.

(١٠)

بَابُو ڏِنوسُون بَرَ[11] ۾، جِهَڙو سِجُ[12] صُبُوحِ[13]،

رَاوَلُ[14] رَچِي[15] لَالُ[16] ٿِئو، جوڳِي مَنجَهان جُوءِ[17]،

تَنهِن سَامِيءَ سَندي سوجهري[18]، ٿِي حَيرِيَتَ ۽ هُوءِ،

جَنِ ديكِئو رُوبَروءِ، سي وَاصُلُ ٿِئا وِصَال سِين.

(١١)

كو جو كَالَهَہ گَذِيونِ، بَيكَارِي[19] بَرَ پَٽَ ۾،

تِنهِن سَامِيَڙِي سَيَدُ رح چَئي، اَپَرُ[20] عَشقُ ڏِنونِ[21]،

اُهو كِي[22] مُنهِن[23] آيونِ[24]، وِٺا كَاهِينداَ[25] كَاكَ ڏي.

---

١. رنگ ۾، روپ ۾، نموني ۾، ٢. بدن تي ڦلهيار يعني رک يا مٽي مليل، ٣. اسان کي سريو، اسان کي مليو، اسان کي حاصل ٿيو، ٤. ماٺ يا خاموشي (حيرت وچان)، ٥. پنت، جنس، آکهہ، ٦. حيرت ۾، هُوءِ ۾، پريشانيءَ ۾، ٧. ڏٺو، ٨. آمهون سامهون، مکا مک، ٩. شامل، تحليل، ١٠. وصل، ميلاپ، گڏجاڻي، ١١. رڻ پٽ، بيابان، ١٢. سورج، ١٣. صبوح جي وقت (اپرڻ مهل)، ١٤. شهزادو راجکمار، ١٥. رڱجي، ١٦. ڳاڙهو، ١٧. (مومل جي) علائقي، پرڳڻي، ماڳ، ١٨. سوجهري سبب، روشنيءَ سبب، سونهن سبب، ١٦. فقيراڻي لباس ۾ ماڻهو، ٢٠. تمام گهڻو، ٢١. انهن کي ڏنو، انهن کي عطا کيو، ٢٢. کجهہ، ٢٣. منهن ۾، سامهون، مقابلي ۾، قسمت ۾، ٢٤. انهن کي آيو، انهن کي مليو، ٢٥. واکيندا، تکڙا تکڙا هلندا.

## ۱۲

بيڪاريءَ[1] کي بَرَپَٽَ[2] ۾، چُرئو[3] ڪَيفُ[4] چَڙهيو[5]،
ڳالهيُون[6] ڪَنڌي[7] ڪاڪ جُون، ڳوڙها[8] پيَس[9] ڳڙي[10]،
ڪا جَا[11] انگهه[12] اَڙي[13]، جيئن چِتا[14] قَٽَ[15] چُڙي[16] پِئا.

## ۱۳

سِجُ[17] صَباحين[18] جَا ڪَري، ساميءَ[19] سا وَٽڪَ[20]،
سَهي[21] نه سَگهان سَاعَتَ[22] سين[23]، تَن راسِين[24] جي رَونَقَ[25]،
ڪِ[26] رَتيئي[27] لاڪَ سين[28]، ڪِ[29] ڏِنيئي[30] پانَن[31] پِڪَ[32]،
سَنڌيءَ سودِلَ سِڪَ، ڪَپَرَ[33] ڪورُون[34] جَهليُون[35].

## ۱۴

سِجُ صَباحين جَا ڪَري، ساميءَ سائي رُوءِ،
اَچي ٿي عَطُرَ جي، مَنجهان مُگهَٽَ[36] بُوءِ[37]،
سا ڏيکاريهُون[38] جُوءِ[39]، جِئان لاهُوتي لالُ ٿيِين.

## ۱۵

آءُ[40] لانگوتيا[41] لالَ، ڪِنهن پَرِ[42] ڏنئي گُجَريُون[43]،

---

۱. فقيراڻي لباس ۾ ماڻهوءَ يعني ساميءَ يا جوڳيءَ، ۲. رڻ پٽ، بيابان، ۳. آهستي آهستي وڌو، ۴. (عشق جي شراب جو) نشو يا خمار، وجداني حالت، مستي، ۵. حاوي ٿي، قابض ٿي، ٦. حال احوال، خبرون چارون، ۷. رياست جيسلمير ۾ هڪ نديءَ جو نالو ۽ انجي ڪپ تي ساڳئي نالي سان هڪ شهر جنهن ۾ مومل رهندي هئي، ۸. لڙڪ، آنسو، ۹. هن جا پيئا، ۱۰. ڪري، ۱۱. اهڙي، ۱۲. ڪنهن ڪاٺيءَ ۾ ٻاهر نڪتل نوڪدار ۽ ورڪيل ڪٽ، ۱۳. لڳي، چُبي، ۱۴. چِتل، ميٽيل، ايريل، ۱۵. زخم، گهاءَ، ۱٦. رسجي، تازا ٿي، ۱۷. سورج، شمس، ۱۸. صبوح جي وقت، ايرڻ وقت، ۱۹. ساميءَ جي، ۲۰. چمڪ، روءِ يا چهري جو رنگ، روءِ، چهرو، منهن، ۲۱ برداشت ڪري، ۲۲. ٿوري وقت، گهڙيءَ، پلڪ، ۲۳. لاءِ، ۲۴. (ساميءَ جي حسن جي) ترورن يا ڪرڻن، ۲۵. تجلو، چمڪ، ۲٦. ڇا، ۲۷. تو (پاڻ کي) رتو ڪيو آهي يا رڱيو آهي، ۲۸. ٻير وغيره جي وڻ جي ٽارين مان نڪرندڙ ڳاڙهي رنگ جو رس جيڪو ڪپڙن جي رڱڻ ۾ ڪم ايندو آهي، ۲۹. يا، ۳۰. لڳائي يا هنئي اٿيئي، ۳۱. پان جي پنن جي (پان هڪ قسم جي ول آهي جنهن جا پن ڪٿي ۽ چُني سان ملائي ماڻهو کائيندا آهن)، ۳۲. ڦيٽي يا وات جو لعاب (جو پان کائڻ ڪري ڳاڙهو ٿيندو آهي)، ۳۳. (عشق جي درياهہ جي) ڪپر جون يا ڪناري جون، ۳۴. ڇوٽيون، ڇتيان پاسا، ۳۵. ورتيون، پڪڙيون، ۳٦. ڇٽ، موڙ، ۳۷. خوشبوءِ، سرهاڻ، ۳۸. اسانکي ڏيکار، ۳۹. جاءِ، ۴۰. ٻلي آئين، ۴۱. اي لانگوٽيا، اي گوڏ ٻڌل فقير، ۴۲. سهڻا، ۴۳. گجر قوم جون ڇوڪريون (مومل ۽ ان جون ڀينرون ۽ سهيليون)

آبُ[1] اَرَتي[2] گاڏُئُون[3]، لُڙَڪَ[4] وَهَائيين[5] لاَلَ[6]،

ڏِنئيِ[7] جي جَمَالَ[8]، سي سَامِيِ[9] ڪوهُہ[10] نَہ سَلاَئيين[11].

## ١٦

ڪَرَ[12] مُوڙبِندي[13] ڪَاڪَ[14] تَڙِ[15]، مُومَلَ ڏِني مُون،

اُتَلِيُسِ[16] آهُون[17] ڪَري، پِرِي[18] مَتي[19] پُون[20]،

سَا جي ڏِسين تُون، تَہ موتين ڪينَ مَينڌَرَا.

## ١٧

آتَڻَ[21] مَتي گوجَريين[22]، اوچتو آيوس[23]،

سِرِ[24] سيلاَ[25] ڳَلِ[26] ڪَڃُئَا[27]، گهورُنِ[28] تَنِ[29] گهَايوسِ[30]،

چَهَہ مَهِينَا چوهَہ[31] مَان، پَاسي[32] پَرِ پئوس[33]،

مَنجِهہ حَيرَتَ هوسِ، ڪِهَڙي ڪَريَان ڳَالهَڙي.

## ١٨

ڳُجَرِ[34] ڪي گجمِيل[35] جُون، تَارَنِ[36] ۾ تَبَرُونِ[37]،

هَٿي حَڪِيمَنِ[38] ڪي، زورِ پِرِئو[39] زَبَرُونِ[40]،

ڪَاڪَ ڪَنڌِيءَ قَبَرُون، پَسو پَرڏيهِن جُون.

---

١. پاڻي، ٢. ارتي سان، ڳاڙهي رنگ يعني رت سان، ٣. ڳڏيل، مليل، ۴. ڳوڙها، هنجون، ۵. تون وهائين، تون هارين، ٦. ڳاڙها (رت ڳڏيل)، ٧. تو ڏٺا، ٨. خوبصورت يا سهڻا روپَ يا شڪليون، ٩. اي سامي، اي جوڳي فقير، ١٠. ڇو، ١١. ٻڌائين، ١٢. لڱ، عضوا، بدنُ، ١٣. ٻجندي يا ورائيندي يا ڦيرائيندي (سُستيءَ ڪان)، ١۴. ڪاڪ جي (ڪاڪ رياست جيسلمير ۾ هڪ ندي آهي)، ١۵. تڙ تي، گهيڙ تي، نديءَ ۾ وهنجڻ واري يا پاڻيءَ ڀرڻ واري هنڌ تي، ١٦. واپس ٿيس، ١٧. دانهون، ١٨. ڦري، ڦيرو ڏيئي، ١٩. مٿان، تي، ٢٠. ڌرتي يا زمين (بيهڻ واري هنڌ تان)، ٢١. زالن جي سٽ ڪتڻ واريءَ جاءِ، زنانخاني، حرام سراءِ، ٢٢. گوجرين جي يعني گوجر يا گجر قوم جي عورتن جي، ٢٣. آئون آيس، ٢۴. سِر تي، مٿي تي، ٢۵. (مٿي جي) وارن جي ڇڳن کي ٻڌڻ جا رسا يا ڏوريون، ٢٦. ڳل تي، ڳلي تي، ڪنڌ تي، گردن تي، ڇاتيءَ تي، ٢٧. ڪَڃ يا انگيا، ڪنجرا، هڪ قسم جا زنانا چولا جن سان صرف ڇاتي ۽ پيٽ ڍڪيل هوندو آهي ۽ ٻُنا اگهاڙا هوندا آهن، ٢٨. شوخ نظرن، ٢٩. تن جي، ٣٠. مونکي گهايو يا ڦٽيو يا زخمي ڪئو، مست ڪئو، ٣١. چوهہ مان = ٻر وقت (ڪان) يعني ڏسڻ سان ئي، ٣٢. پاسي ٻر = (بدن جي) هڪ پاسي تي، پاسيرو ليٽئو، ٣٣. آئون پيو هوس، ٣۴. مومل جيڪا ذات جي گجر هئي، ٣۵. مجاز، ظاهري سونهن يا حُسن، ٣٦. اکين جي تارن، ٣٧. کهاڙيون، ٣٨. عقلمندن، سياڻن، دانائن، ٣٩. زور ڀرئو = زوردار، زورائتيون، طاقت سان، ۴٠. ڏڪ، ضربون، چوٽون.

## ۱۹

مُومَلَ کي مَ[۱]جَازَ جَا، اکِيُنِ ۾ انگُو[۲]رَ،
هَٿي حَکِيمَنِ کي، پَنِّي[۳] مَنجَهان پُو[۴]رَ،
گهو[۵]ٽَ پِهريِن گهُو[۶]رَ، گُجَرِ گهَٽا گهائِيَا[۷].

## ۲۰

مُومَلَ کي مَجَازَ جَا، اکِيُنِ ۾ اِلمَا[۸]سَ،
نَکا عَامَ نَہ خَاصَ●، جي وِئَا سي وَڍِئَا[۹].

## ۲۱

مُومَلَ مَاري مِيـ[۱۰]ـرَ، آهيـ[۱۱]ـڙي کـ[۱۲]ـي آکـ[۱۳]ـرِي،
تِنهِن سو[۱۴]ڍِيءَ گهَٽَا سَکَا[۱۵]ئِيَا، پَڙهِيَا[۱۶] پَنتَ پِيـ[۱۷]ـرَ،
هَٽي تَنِ کي تِيـ[۱۸]ـرَ، مَٽِيـ[۱۹]ـون جَـ[۲۰]ـنِ مَتَّـ[۲۱]ـنِ ۾.

## ۲۲

مَٽِيَا جَنِ مَتَّنِ ۾، تَنِ تَاکـ[۲۲]ـي هَنيَس تيرَ،
گهَايَائُون گُجَرِ کي، مَرَکـ[۲۳]ـي اُپِـ[۲۴]ـيَا مِيرَ،
مُومَلَ گهَٽِيءَ اُکيـ[۲۵]ـرَ، پَا[۲۶]ٽَان پُڇِـ[۲۷]ـي تَنِ کي.

---

۱. شوخيءَ، ارڏائيءَ، لاپرواهي۴. ۲. انگوڙا، انبور، لوهارن جي ڪم جا هڪ قسم جا لوهي اوزار جن سان تتل لوهہ کي پڪڙي يا جهلي ڪٽبو آهي يا ڪنهن ڳنڍل شيءِ کي ڇڪي ڪڍبو آهي. ۳. لوهہ يا ڪاٺ کي وڍڻ لاءِ ڪارائيءَ ۾ ڪم آيل لوهہ جو ڦرُ. ۴. موجَ، اڏمي، زورَ. ۵. نوان پرڻيل جوان، عاشق. ۶. گهورَ سان، نظر سان. ۷. ڦٽيا، زخمي ڪيا. ۸. هيرا (هيرو هڪ قسم جو قيمتي موتي آهي جيڪو شيشي کي ڪپيو ڇڏي). ●عام ماڻهو نہ خاص ماڻهوءَ جي تميز ڪانهي. ۹. قتل ٿي يا ڪسجي ويا، تباهہ يا برباد ٿي ويا. ۱۰. امير وڏا ماڻهو. ۱۱. شڪاريءَ، جانورن يا پکين جي شڪار ڪندڙ. ۱۲. ڪان. ۱۳. وڏيڪ بي قياس يا بي لحاظ يا بي پرواهہ. ۱۴. موملَ جيڪا ذات جي سوڍي هئي. ۱۵. ڪنبايا، ڏڪايا. ۱۶. عالم، ودوان، پنت يا پنڊت، داناءَ، عقلمند. ۱۷. بزرگ، درويش. ۱۸. ڪان، ڀالا، نيزا. ۱۹. مٽيا، موتي هتي معنيٰ ٽيندي مٿين سان جڙيل ڇٽ يا تاج يا ڪلنگي. ۲۰. جن جي. ۲۱. متن ۾ = متن تي، سرن يا ڪنڌن تي. ۲۲. تڪي، ڇتائي، جاچي. ۲۳. خوش ٿي، دم هڻي، فخرڪري. ۲۴. بيٺا (ميدان، آکاڙي يا مقابلي واريءَ جاءِ تي). ۲۵. اُڪير سان، سڪ يا پيار سان. ۲۶. خود. ۲۷. ڳولي، ڍونڍي، حال احوال وٺي.

## ۲۳

گُجَرِ[1] گهَٽا گهائِيا[2]، پاڻان[3] لَڳِس گهاءُ[4]،
مَينڌَري[5] مُلاءُ[6]، لَڳِس ڪانُ[7] ڪِپارَ[8] ۾.

## ۲۴

گُجَرِ گارَوڙِين[9]، اَچي آڏي[10] اُڀِي[11]،
مَتي[12] پيئِي[13] تَنِ[14]، ٻَڌا[15] ٻاڻَ هَٽَنِ جي.*

## ۲۵

مُومَلَ ماڙِيءَ[16] جَهلَ[17]، اُڀي[18] پُڇي پَهِيَڙا[19]،[20]
ڪَني[21] ريڪُون[22] رَتِيُون[23]، ڪَني ڳاڙها ڳَلَ،
مَيسَرِيارا[24] مَلَ[25]، دانَهِ[26] گهَٽا ڌَهوڙِيا[27].

## ۲٦

اَچا پيرو[28] هيڪِڙو، پَسِبي[29] مُومَلَ،
وَني ويندِي پاڻَ سين، ڏِيندِي نَہ مُوڪَلَ[30]،
هَٽِ وِيهُنِ[31] تي وَڄايا، طَرحُنِ[32] سين طَبَلَ[33]،
جِنِ[34] هيُون ڪَلَنگيُون[35] ۾ ڪَلَ[36]، سي وِٺا[37] ڪَنڌي ڪاڪَ[38] ڏي.

---

۱. مومل، جيڪا ذات جي گجر هئي. ۲. ڦٽيا، زخمي ڪيا. ۳. پاڻ ڪي، خود ڪي. ۴. زخم، چوٽ. ۵. راڻي، جيڪو زات جو مينڌرو هو. ٦. ڪان، وٺان. ۷. تيز، ڀالو، نيزو، ٻاڻ. ۸. مٿي، ڪيراٽيءَ. ۹. گاروڙين جي. نانگ ڦاسائيندڙ جوڳي فقيرن يا حرفت باز يا هر فن مولا ماڻهن جي. ۱۰. اڳيان، سامهون. ۱۱. (سينو تاڻيو) بيهي. ۱۲. مٿان. ۱۳. ڪرڪي، غالب پئي. ۱۴. تن جي. ۱۵. ٻہ ٻہ گڏ، ٻٽا * ٻڌا ٻاڻ هٽن جي = جيڪي پاڻ کي ڪارستان يعني قابل سمجهن ٿا. ۱٦. گهر يا محلات جي مٿين طبقي پرهتي معنيٰ ٽيندي گهرَ يا محلاتَ. ۱۷. وٽ، جي پر ۾. ۱۸. بيٺي. ۱۹. حال احوال وني. ۲۰. پهيڙن کان يعني واٽهڙن يا پانين يا مسافرن کان. ۲۱. ڪن ڪي. ۳۲. نئين جوانيءَ ۾ نڪرندڙ ڏاڙهيءَ جي سنهڙن وارن جو ريهون. ۲۳. ظاهر ٿيون. (ڳاڙها ڳل = ڳيرو، بنان ڏاڙهيءَ). ۲۴. نئين ريهہ يعني ڏاڙهيءَ وارا جوان. ۲۵. بهادر، پهلوان. ۲٦. داناءَ يعني مومل. ۲۷. ڊيڄاريا، خوفزدهہ ڪيا. ڦٽيا. گهايا. ۲۸. دفعو. ۲۹. ڏسبي. ۳۰. اجازت. ۳۱. تمامُ گهڻن (ماڻهن)، ويهن جي تعداد ۾. ۳۲. نمونن، طرزن. ۳۳. دهلَ، دماما، نقارا (طبل وڄايا = خوشيون ڪيون. ناز نخرا ڪيا). ۳۴. جن ڪي. ۳۵. ڇٽ، تاج. ۳٦. مٿي، ڪاپار، ڪوپريءَ. ۳۷. ڏڪندي، ڊڄندي. ۳۸. رياست جيسلمير ۾ هڪ نديءَ جو نالو ۽ ان جي ڪپ تي ساڳئي نالي سان هڪ شهر جنهن ۾ ململ رهندي هئي.

## ۲۷

سُودَا[1] سَمَرُ[2] چَاءِ[3]، ڪَهَڻَ[4] سُجهيئي[5] ڪَاڪِ[6] جي،
تُهَان[7] چَڱيرَا[8] چَلِي[9] وِئَا، رَاڻَا[10] انهين رَاهه[11]،
يَوُ[12] پَلَنِ[13] آهِ، مُومَلَ جي مَنزِلَ[14] جو.

## ۲۸

چَڙهِيَا[15] چَاريئي[16] يَارَ[17]، سُودَا[18] شِڪَارِي[19]،
ڪَاهي[20] وِئَا ڪَاڪِ تي، جِت مُومَلَ مُوچَارِي[21]،
ٻَابُو[22] گڏئُن[23] ٻيڪَ ۾، جِنهِن ڏس[24] ڏيڪَارِي،
فِڪرَ[25] سَاڻُ قِتي[26] ڪِي، سُودِي[27] سُوپَارِي[28]،
مُوتِيَا نَہ مَارِي[29]، ڪَؤُنرَ[30] لَتَاڙي[31] ڪَاڪَ جَا.

## (۲۹)

ڪَؤُنرَ[32] پُهتَا[33] ڪَامٿيين[34]، جِت گهڙجي[35] نينهُن[36]،
چَانڪِ[37] لائيندا[38] ڏينهن،تَان[39] شِڪَارِين[40] سَالَ[41] ٿِيَا.

## وائي

مُومَلَ[42] صَحيُ[43] پَسَندا[44]، پَڙهِيَا[45] پَنتَ[46] پِيرَ[47]، رَاڻَا ۽ حَميرَ[48]،

---

۱. اي سوڍا، اي راڻا (مومل جو محبوب راڻو سوڍا راجپوت قوم مان هو)، ۲. توشو، مسافريءَ يا سفر جو سامان، راهه خرچ، ۳. ڪڻ، وڻ، ۴. پنڌ، سفر، مسافري، ۵. توکي سُجهي يا معلوم آهي، تنهنجي ڏيان ۾ آهي، ٦. رياست جيسلمير ۾ هڪ نديءَ جو نالو ۽ ان جي ڪنيءَ تي ساڳئي نالي سان هڪ شهر جنهن ۾ مومل لرهندي هئي، ۷. توکان، ۸. وڏيڪ چڱا يا ڀلا (ماڻهو)، ۹. هلي، ۱۰. اي راڻا، ۱۱. راهه سان، گس يا واٽ سان، ۱۲. خوف، ڊپ، ۱۳. ڀلن کي، نيڪن يا ڀلارن کي، ۱۴. آستاني، محلات. (مومل جي محلات ڏانهن ويندڙ) رستي، ۱۵. (وهڻن تي) سوار ٿيا، ۱٦. هڪ همير سومرو جيڪو عمر ڪوٽ جو بادشاهه هو ۽ انجا ٽي وزير ڏنئر ٻئي، سنهڙو ڏماچاڻي ۽ راڻو سوڍو، ۱۷. دوست، ۱۸. پيارا، دل گهريا، ۱۹. لوڏي، (جانورن ۽ پکين جي) شڪار جا شوقين امير يا حاڪم، ۲۰. هلي، ۲۱. سهڻي، ۲۲. رمتو فقير، جوڳي، ۲۳. (فقيراڻي) لباس يا پوشاڪ، ۲۴. دس يا طرف (مومل جي محلات جو)، ۲۵. سوچ، ويچار، سياڻپ، ۲٦. قتي ڪي = قتي ڪئي، اُجلي (جادوءَ جي طلسم وسيلي بنايل تلاءَ ۾)، ۲۷. راڻي ڏانهن اشارو)، ۲۸. هڪ وڻ جو ڦلُ، پسارڪو وکر، ۲۹. شڪاري، لوڏي، ۳۰. ڪنول گلَ (مومل ۽ ان جي ساهيڙين ڏانهن اشارو)، ۳۱. اورانگهي، ۳۲. شهزادا، ۳۳. رسيا، ۳۴. ڪامٽين ڪي، سهڻين زالن (مومل ۽ ان جي سهيلين) کي، ۳۵. پيدا ٿئي، ۳٦. عشق، ۳۷. چاتم يا پانيم تہ، مون سمجهيو تہ، ۳۸. لڳائيندا، ۳۹. پر، ۴۰. شڪارين کي، ۴۱. سال ٿيا = سال يا ورهه لڳي ويا، ۴۲. مومل کي، ۴۳. صحيح، پورو، چڱيءَ طرح، ۴۴. ڏسندا، ۴۵. عالم، ودوان، پنت، پنڊت، ۴٦. بزرگ، درويش، ۴۷. رَاجائون، ۴۸. امير، حاڪم.

راڻا جي رَجپُوتَ، مُومَلَ صَحِيُ پَسَنداَ،
مَجي رَضَا رَبَ جي، هِئان سَڀِ هَلَنداَ،
اَصلِ لِکِئو اَنگَ ۾، ٿِيندو تَان اَداَ،
کُلُ نَفسٍ ذَائِقَةُ المَوت*، سَچِي ايءَ صَداَ،
کَلِمي سَاڻُ لَذّائِينِ، هَادِيُ هِنَ هَنذَانِ،
سَهُکِي سَکَرَاتَ کَرِينِ، وَالِيُ وِيرَ وِداعَ،
اَهُکِيءَ وِيرَ اَچِيجِ تُون، اُتي اَحمَدَ صہ داَ،
مَتَان ڇَڏِينِ مَگَّڻُو، مَهِندَان مُرشِداَ.

١. راڄائون. ٢. راڄائن جا پٽ. شهزادا. ٣. مومل کي. ٤. صحيح. پورو. چڱيءَ طرح. ٥. ڏسندا. ٦. قبول ڪري. منظور ڪري. ٧. حڪم. مرضي. حڪم. امر. ٨. پالڻهار. خدا. ٩. هتان (هن دنيا مان). ١٠. اصل کان. شروع کان. آد کان. ١١. لکيل. تحرير ٿيل. قسمت. ڀاڳ. ١٢. ضرور. ١٣. پورو *هر ساهہ وارو يا جان (هڪ نہ هڪ ڏينهن) موت جو مزو چکندو (قرآن پاڪ جي سورت آل عمران جي آيت ١٨٤. سورت الانبياءِ جي آيت ٣٥ سورت عنڪبوت جي آيت ٥٧. ١٥. صحيح. سچي. کري. برحق. ١٦. سخن. بولي. [illegible]. ١٧. ڪلمي طيب يعني ڪلمي پاڪ (لَآ اِلٰہَ اِلاّ اللهُ محمدٌ رَسُولُ الله = يعني ڪونهي ڪو عبادت جو لائق مگر الله تعاليٰ محمد صلعم خدا جو رسول آهي). ١٨. هلائيِن. لاڏائو ڪرائيِن. مارين. ١٩. اي هادي يا هدايت ڪندڙ اي خدا. ٢٠. هنڌ کان يا جاءِ کان (دنيا مان). ٢١. سولي. آسان. ٢٢. ساهہ نڪرڻ يا مرڻ وقت تڪليف. ٢٣. اي والي. اي ڌڻي. اي خدا. ٢٤. مهل. وقت. ٢٥. وداع جي. موڪلائيءَ جي. (دنيا مان) هلڻ جي. ٢٦. اهڪي جي. تڪليف جي. ٢٧. اي احمد ﷺ (حضرت محمد مصطفيٰ پيغمبر صلعم جو ٻيو نالو احمد ﷺ آهي). ٢٨. مگڻهار. مگتو يا پينو فقير. ٢٩. اڳيان يعني قيامت ۾. ٣٠. اي مرشد. اي رهبر (پيغمبر صاحب).

بسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُر راڻُو

## داستان چوٿون

١.

راڻو[1] ڀانيو[2] راند[3]، وَڃئو ڪيئَن[4] وڙَ[5] رانئُين[6]،
وَرُ[7] وڏُو هئو[8] اِينهَئين[9]، جيئَن[10] پَرُ[11] پُڇتوءِ[12] پاند[13]،
هَي[14] ٻِيڪِيئِي[15] هيڪاند[16]، سودو[17] سارِينديَن[18] گهڻُو.

٢

سَنگَ[19] ڪَري سين شِينهَن[20]، ڪَنڌُ[21] مَ ڦيرِج[22] ڪيڏهِين[23]،
رَمج[24] راڻي[25] پٽ[26] ۾، نرتو[27] مَنجهان نينهَن[28]،
اُونءَ[29] مَ وَسِج[30] عام[31] تي، جيئَن مُومَل[32] وَسَن مِينهَن[33]،
سَندي[34] حَشر[35] ڏِينهَن، سودو سارِيندين گهڻُو.

٣

وَنئو وَڃ واتَ، ڪَنڌُ[36] مَ ڦيرِج ڪيڏهين،
لوڻي[37] ڦيرِ لَپاتَ[38]، لَڳنديئي[39] لطيف رح چَئي.

---

١. مومل جي محبوب جو نالو، ٢. سمجهيو، ٣. معمولي هستي، ۴.جو، ٥. غير يا ڌاريان (ماڻهو)، بي حيا يا ڪميڻا، ٦. ريجهائين، ٧. مڙس، ڀتار، ٿني، ٨. ڏمريو، ڪاوڙيو، ٩. اِن ڪري، ان سبب، ١٠. ڇاڪاڻ جو، ١١. ڌاريون يا غير ماڻهو، ١٢. تو پڇتو، تو جهليو، تو سوگهو ڪئو، ١٣. پاند ۾، پلاند ۾، دامن يا جهوليءَ ۾، ١۴. هاءِ افسوس، ١٥. تو ٻڱي يا ٽوڙي، ١٦. دوستي، ياري، وصال يا ميلاپ، ١٧. . تو (مومل جو محبوب راڻو سوڍا راجپوت قوم مان هو)، ١٨. ياد ڪندينءَ، ١٩. ناتو، دوستي، ٢٠. شينهن يا شير جهڙي بهادر يا ڏاڍور ماڻهوءَ، ٢١. منهن، ٢٢. ڦيرائج، موڙج، ورائج، ٢٣. ڪنهن ٻي طرف يا ماڻهوءَ ڏاهن، ٢۴. هلج، وڃج، ٢٥. راڻي جي، ٢٦. پٽ ۾ - پٽيان، پويان، ٢٧ نرت سان، ڌيان يا خبرداريءَ سان، ٢٨. هيج، شوق، محبت، پيار، عشق، ٢٩. اُونهين، اجايو، ٣٠. (پيار يا محبت جي) سخاوت ڪج، ٣١. هر ڪنهن يا سيڪنهن ماڻهوءَ، ٣٢. اي مومل، ٣٣. برساتون، ٣۴. جي، ٣٥. قيامت، ٣٦. رستو يا گسُ (سڌو)، ٣٧. لوڻي ڦير = لوڻو يا لونڊڙي ڦيرائيندڙ، زور مان يا زوراٽي (اک جي پاسي واري کال يا ڪڏ کي لوڻو يا لونڊڙي چئبو آهي)، ٣٨. ٺڦڙ، چماٽ، ٣٩. توکي لڳندي (ڪنڌ ڦيرائڻ جي سزا ۾).

### ٤

وَنئو وَجِج رَاهَ[١]، كَنڌُ[٢] مَ قيرِج[٣] ڪيڏهين[٤]،
اَڄُ[٥] ڪِ[٦] سَنجَهه صَبَاحَ[٧]، نيئي[٨] ڌَرِبِندءِ[٩] ڌُوڙِ[١٠] ۾.

### ٥

جَا پُون[١١] پيرِبن[١٢] مُون[١٣]، سَا پُون مَٿِي[١٤] سَڄَڻين[١٥]،
ڍِنگَ[١٦] لَتِبَا[١٧] ڌُوڙِ ۾، اُپِي[١٨] ڌَنَاسُون[١٩]،
ڏِينهَن مِڙِئِي[٢٠] ڌُون[٢١]، اُتِي لوچِ[٢٢] لطيف رح چَئي.

### ٦

لَڏئو[٢٣] لَطِيفَن[٢٤]، پَلاڻِي[٢٥] پَنڌِ پِئَا[٢٦]،
هَتَان[٢٧] حَبِيبَن[٢٨]، ڪَڏهين ڪون ڏُڪوئيو[٢٩].

### ٧

سُنَا[٣٠] سي سُونهَن[٣١]، جي هُئَا ڪوڏِيَا[٣٢] ڪَاڪ جا[٣٣]،
لُڊوئِئَان[٣٤] لطيف رح چئي، لَڏئو لوڏِيَڙَن[٣٥]،
سي مُوٽِي[٣٦] مَس[٣٧] اَچَن، جي آسَڻِ[٣٨] آرامِي[٣٩] ٿِئَا.

---

١. وات يا ڪس يا رستو (سڌو). ٢. منهن. ٣. ڦيرائج، موڙج، ورائج. ۴. ڪنهن ٻي طرف يا ماڻهوءَ ڏانهن. ۵. هلندڙ ڏينهن ۾. ٦. يا. ٧. سنجهه صباح = ڪنهن به وقت. جلد. ترت. ٨. ڪٿي. ٩. توکي ڌربندا يا رکندا يا دفن ڪندا. ١٠. مٽيءَ. خاڪ (قبر). ١١. ڌرتي. رامين. ١٢. پيرن يا قدمن هيٺان. ١٣. منهنجي يا مونکي. ١۴. مٿان. ١۵. سڄڻ يعني محبوبن جي. ١٦. وڏا ماڻهو. امير. جنگ يا پهلوان مڙس. ١٧. دفن ٿيندا يا پوربا. ١٨. بيٺي. ١٩. اسان ڏنا. ٢٠. ڪُل. جملي. ٢١. ٻه. ٢٢. ڳولا يا تلاش ڪر (محبوب جي). ٢٣. هجرت ڪئي. جدائي ڪئي. ٢۴. سهڻن. محبوبن. ٢۵. (وهٽن تي) سامان يا تيز تازي وجهي. ٢٦. پنڌ پيا = راهي ٿي يا روانا ٿي ويا. هليا ويا (منهنجي عيين کي ڏسي ته نه). فوت ٿي ويا. ٢٧. هت کان. ٢٨. حبيبن جي يا محبوبن جي. ٢٩. ايذائيو. تڪليف ۾ پيو. رنج يا ناراض ٿيو. ٣٠. سنڌ. سمهڻ جي حالت ۾. قبرن ۾ دفن ٿيل. ٣١. وٽن. پيارا لڳن. سيبائين. ٣٢. شوقين. ٣٣. رياست جيسلمير ۾ هڪ نديءَ جو نالو ء انجي ڪپ تي ساڳئي نالي سان هڪ شهر جنهن ۾ مومل (راڻي جي محبوب) رهندي هئي. ڪاڪ مان مراد قبر آهي. ٣۴. لڊوئي کان يا مان (لڊوئو يا لڊائو ڪاڪ جي پرسان هڪ ڳوٺ آهي). لڊوئي مان مراد هيءَ دنيا آهي. ٣۵. لوڏين. شڪارين. اميرن. حاڪمن (جيڪي مومل کي حاصل ڪرڻ جا شوقين هئا). ٣٦. واپس. ٣٧. مشڪل. ٣٨. آسڻ ۾. آستاني ۾ = دائمي رهائش گاهه ۾. ٣٩. آسودا. قرار (مرڻ بعد قبر ۾).

## ۸

لُڏُوڻِيَان لَطِيفُ چَئِي، ڪَتُون[1] ڪَنِيَائُون،
چَڏِي حِيلا[2] هَلِئَا، مُومَلَ مَٽِيَائُون[3]،
وَجِي ڪَاڪِ[4] ڪَنڌِنِ[5] ۾، لَڏُون[6] لاٿَائُون[7]،
پِيرو[8] پَڳَائُون[9]، آسَڻِ آرَامِي ٿِئَا.

## ۹

پِيرو يَجُ مَ ڪَاپَڙِي[10]، لاهي[11] وِيهُ مَ لاڳِ[12]،
تَان[13] مُون[14] هِينئَڙو[15] مَاڳِ[16]، جَان[17] تُون جُوڳِي[18] جُوءِ[19] ۾.

## ۱۰

جُوڳِيءَ جَاڳَائِي[20]، مَارِي[21] وِڌَا مَامِرِي[22]،
لَنءُ[23] لُڏُوڻِي[24] ڪَنڌِيِن[25]، اَمِيو[26] آهي،
وَجو جي ڪَاهِي[27]، تَہ نِڪُون[28] پَسو نِينهَن جُون.

## ۱۱

جُوڳِيءَ تي جَڙَاءُ[29]، نِسورو[30] ئِي نِينهَن جو،
پَتَنگَ جِيئَن[31] پَيدَا[32] ٿِئو، سَامِي سِجَ[33] وَڙَاءُ[34]،

---

۱. پلنگ يا کٽولا يعني ٽپڙي ٽاڙي يا سامان سڙو، (کٽون کنيائون = لڏيائون يا هجرت ڪئائون. فوت ٿي ويا)، ۲. ڏنڊا ڏاڙي، ڪم ڪاريون، عُذر، بهانا، ۳. هٿ ڪيائون، حاصل ڪئائون، ۴. ڪاڪ جي، ۵. ڪنڌن ۾ = ڪپن يا ڪنارن تي، آس پاس، ٦. سامان سڙو، گهرو سامان يا ٽپڙن جون هڙون يا پريون يا بدون، ۷. ڏارِيائون، رکيائون، اتاريائون، ۸. اچڻ وڃڻ جو دستور يا ريت، ۹. ٺوڙيائون، چنائون، ختم يا بند ڪئائون، ۱۰. اي ڪاپڙي، اي جوڳي، اي سامي، ۱۱. ختم ڪري، ۱۲. لاڳاپو، تعلق، سِڀند، ناتو، آسرو، ۱۳. تيستائين، ۱۴. منهنجو، ۱۵. هنيون، قلب، دل، ۱٦. ماڳ تي، جاءِ تي، قرارَ ۾، ۱۷. جيستائين، ۱۸. اي جوڳي، ۱۹. آس پاس، پرپاسي، دنيا ۾، جهان ۾، ۲۰. (مومل جي ماجرا کان) آگاهہ يا واقف ڪري، ۲۱. شڪاري (راڻو ۽ ان جا يارَ)، ۲۲. مامري ۾، معاملي ۾، مصيبت ۾، ۲۳. نينهن، محبت، پيار، ۲۴. لڏوني جي، ۲۵. ڪنڌين ۾ يعني اردگرد، آس پاس (ڪاڪ نديءَ جي ويجهو)، ۲٦. اڻ ميو، بي انداز، ۲۷. هلي، پنڌ ڪري، ۲۸. نهرون، ڪسيون، ناليون، تلاءَ، ۲۹. رونق، جڙت (عشق جي موتين جي)، ۳۰. رڳو، سراسر، بلڪل، ۳۱. جيت جوهڪ قسم جيڪو جتي بہ باهہ يا بتي ٻرندي ڏسي اتي اچانڪ اڏاميو اچيو ان ۾ پئي سڙيو مريو وڃي، ۳۲. ظاهر، ۳۳. سج يا سورج جي، ۳۷. ورن يا رنگ جهڙو، وڙ جهڙو، نموني جهڙو.

آيو ڪاڪِ[١] تَڙان[٢]، ڪُنوارنِ[٣] ڪَڪورئو[٤].

## ١٢

جوڳِي[٥] اِيئَن جَهَرڪِئو[٦]، جِيئَن اُونداهِيءَ[٧] ۾ آڳِ[٨]،
آديسِي عَشقَ[٩] جِي، لائِي[١٠] آيو لاڳِ[١١]،[١٢]
وِينو تِنهِن سَياڳِ[١٣]، جِيئَن ڪُوسُ[١٤] ڏِهاڙِي[١٥] ڪاڪِ تي.

## ٣

هَلو[١٦] هَلو ڪاڪِ[١٧] تَڙِ[١٨]، جِتِ گهَڙجِي[١٩] نِينهُن،
نَڪا رات نَه ڏِينهَن،* سَيَڪو[٢٠] پَسي[٢١] پِرِينءَ[٢٢] کي.

## ١٤

هَلو هَلو ڪاڪِ تَڙِ، جِتي نِينهَن[٢٣] پَچارَ[٢٤]،
ڪانِهي بِي تَنوارَ[٢٥]، سَيَڪو پَسي پِرِينءَ کي.

## ١٥

هَلو هَلو ڪاڪِ تَڙِ، جِتي نِينهَن اُچَلَ[٢٦]،
نَڪا جَهلَ[٢٧] نَه پَلَ، سَيَڪو پَسي پِرِينءَ کي.

---

١. ڪاڪ جي (ڪاڪ رياست جيسلمير ۾ هڪ نديءَ جو نالو آهي ۽ ساڳئي نالي سان ان جي ڪپ تي هڪ شهر آهي جنهن ۾ مومل رهندي هئي). ٢. تڙ ڪان، ڪنڌيءَ يا ڪناري ڪان، گهيڙَ يا گهاٽ ڪان، هنڌ ڪان (ڪنهن واهه، درياهه وغيره جي ڪ ري تي اهو هنڌ جتان پيئڻ لاءِ پاڻي ڀرجي، مال کي پاڻي پيارجي يا وهنججي، ان هنڌ کي تڙ چئبو اهي). ٣. ڪنوارين جو يعني اڻ پرڻيل زالن يا سهڻين عورتن يعني مومل ۽ ان جي ساهيڙين جي هنان ، ٤. ڪڪوريل يعني عشق جي رنگ ۾ رڱيل يا ڳاڙهو ڪيل. ٥. ڪاپڙي يا سامي، سيلاني فقير. ٦. چلڪئو، چمڪئو. ٧. تاريڪيءَ، ڪاريءَ يعني بنان چنڊ جي رات. ٨. باهه، آتش. ٩. جوڳي. ١٠. محبت، نينهن. ١١. لڳائي، هٽي، مکي. ١٢. لغار، چِتَ، مَکُ. هلڪو ليو. ١٣. سياڳَ جي سبب، آسري يا اميد جي سبب. ١٤. ڪُسَ، کهڻ يا قتل ڪرڻ جو عمل. ١٥. روزانو، هر روز، هر وقت. ١٦. هلو هلو = جلدي ڪري هلو. ١٧. ڪاڪ جي. ١٨. تڙ تي. ١٩. اُپري، پيدا ٿئي، خلقجي * ڏينهن يا رات يعني وقت جي پابندي ڪانهي، هر وقت. ٢٠. هر ڪو. ٢١. ڏسي. ٢٢. محبوب. ٢٣. نينهن جي. ٢٤. ڳالهه، ذڪر. ٢٥. آواز، ٻولي. ٢٦. پالوٺ، ليٽ. ٢٧. روڪ، رنڊڪ، پَل، منع.

## ١٦

هَلُوْ[1] هَلُو ڪَاڪِ[2] تَڙِ[3]، چَرُون[4] جِت چَڙهَن[5]،
ڳُوڙهِي[6] رَنگ[7] رَچَنِ[8]، پَانَ[9] وَارِي[10] پِڪَ[11] سِين.

## ١٧

ڪَاڪِ ڪَڙهِي[12] وَڻَ وِئَا[13]، لُونَ[14] لُدَاڻُون[15]،
تو[16] پُجَاڻَان سُپِرِيَن[17]، آتَڻُ[18] اُجَهَاڻُون[19]،
ڪِجي نَہ مَاڻُون[20]، مِيَان[21] مُحتَاجَن[22] سِين.

## ١٨

ڪَاڪِ ڪَڙهِي وَڻَ وِئَا، بَرِئَا[23] رَنگَ[24] رَتُولَ[25]،
تو پُجَاڻَان سُپِرِين، هِينئَڙِي[26] اَچَنِ هُولَ[27]،
جي مُون سِين ڪِيَئِي[28] قَولَ[29]، سي سِگهَا[30] پَارِجِ[31] سُپِرِين.

## ١٩

ڪَاڪِ ڪَڙهِي وَڻَ وِئَا، بَرِئَا مَحَلَ مَاڳَ[32]،
سُودِي[33] جي سَرَتِيُون[34]، وَڏِيَس وَهَہ[35] وِيرَاڳَ[36]،
سُورَنِ[37] لَاَيَا[38] سَاڳَ[39] سِگهو مُوتِج سُپِرِين.

---

١. هلو هلو = جلدي ڪري هلو. ٢. ڪاڪ واري يا جي (ڪاڪ رياست جيسلمير ۾ هڪ نديءَ جو نالو آهي ۽ ساڳئي نالي سان ان جي ڪپ تي هڪ شهر آهي جنهن ۾ مومل رهندي هئي). ٣. تڙ تي، هنڌ تي (ڪنهن واهہ، درياهہ وغيره جي ڪناري تي اهو هنڌ جتان ماڻهو پيئڻ لاءِ پاڻي ڀرين، مال کي پاڻي پيارين، ڪپڙا ڌوئڻ يا وهنجن ان هنڌ کي تڙ چئبو آهي). ۴. ٿامي جا وڏا ٿانءَ (ديڳ وانگر اُيا) جن ۾ ڪٽي ڪپڙا رڱيندا آهن. ٥. ٻنين يا ڄلهن تي رکيل آهن. ٦. گهاٽي يا گهري. ٧. رنگ ۾. روغن ۾. ٨. رڱجي ڳاڙها يا لال ٿين. ٩. هڪ ول جي پن، جنهن ۾ چُنو ۽ ڪٿو وجهي ماڻهو کائيندا آهن. تنبول جي پن. ١٠. جيءَ. ١١. ڦيٿيءَ يا لُعاب جيڪو پان کائيندي وات مان ڪڍبو آهي جيڪو ڳاڙهو هوندو آهي. ١٢. جلي، سڙي. ١٣. تباهہ يا ناس ٿئا. ١۴. جليو، سڙيو. ١٥. ڪاڪ جي ويجهو هڪ ڳوٺ. ١٦. تو پڄاڻان = توکانپوءِ. ١٧. اي سپرين، اي پرين، اي محبوب. ١٨. زنانخانو يا حرم سراءِ يا اها جاءِ يا گهر جنهن ۾ زالون سٽ ڪتنديون آهن. ١٩. رونق ڇڏي ويو. ٢٠. ناراضپو. انگل. روسامون. ڇانگرو. نٽ نٽاءُ. ٢١. اي ميان، اي پيتار، اي سردار. ٢٢. بي وسيلن. بي پهچن. مسڪينن. هيٺن. ٢٣. سڙيا. جليا. ٢۴. رنگين. ٢٥. محلات، رنگ محل. ٢٦. هينئڙي کي، دل کي. ٢٧. فڪر. پريشانيون. ٢٨. تو ڪئا. ٢٩. انجام. واعدا. ٣٠. جلد. ٣١. نباهج. پورا ڪج. وفا ڪج. ٣٢. جايون. ٣٣. راڻي (مومل جو محبوب راڻو سوڍا راجپوت قوم مان هو). ٣۴. اي سرتيون، اي جيڏيون. ٣٥. سڪ، محبت. ٣٦. ويراڳ ۾. غم۽ يا بي آراميءَ ۾. دنيا کان ڪناري ڪشيءَ واري حالت ۾. ٣٧. ڏکن. دردن. ٣٨. لڳايا. جوڙيا. ٣٩. ساڳا. قطارون.

## ۲۰

ڪَاڪَ ڪَڙهِي وَڻَ وِئَا، جَلِي مُنهِنجِي جَانِ[1]،
رِڪِي ڪَامَ[2] ڪِٽَڪِئُو[3]، مَارِيَسِ[4] تِنهِن گُمَانَ[5]،
هَڏِ[6] نَہ جِيَانِ[7] هَاڻِ[8]، سِگهُومُوتِجِ سُپِرِيِن.

## ۲۱

ڪَانِيَاسِ[9] ڪَرَنِ[10]، سِگهُو مُوتِجِ سُپِرِين،
ڪُنِيَسِ[11] ڪَلاَمَنِ[12]، وِجِهِئُو وِيڻَ وَجَنِ جِي.

## ۲۲

تَنِ بَاغَنِئُون[13] بَسِ[14]، جِي ڪَنڌِيءَ[15] ڪَاڪَ[16] ڪَڪُورِئَا[17]،
سُودِي رِءَ[18] سَرَتِيُون، ڪَاڪِ نَہ اَچِي ڪَسِ[19]،
رَاٽِي پَائِي[20] رَسِ[21]، تَنُ[22] بِيڙِي[23]، جِيئَن تَاٽِئُو[24].

## ۲۳

رَاٽِي سَندو رُوحَ[25] ۾[26]، پَسُ[27] جو پَڳهُ[28] پِئُومِ[29]،
بِيڙِيءَ جِيئَن بَڌِي وِئُو، سُودِو سَاهُ سَندومِ[30]،
وِهَڻُ[31] وِهُہ[32] ٿِئُومِ[33]، جَاڳِئُو[34] تِي[35] جَرُ[36] هَارِيَانِ[37].

---

۱. جسم، بدن، ساهہ، دل. ۲. لڪڻ، چهبڪ، لٺ. ۳. ڪسڪي وئو، هلئو وئو. ۴. مونکي ماريو يا برباد ڪئو. ۵. وهم، دليل، وسوسي. ٦. هرگز، بنهہ، اصل. ۷. جيئري يا زندهہ رهان. ۸. هينئر، هن وقت. ۹. مونکي ڪانيو، مونکي جلايو يا ساڙيو. ۱۰. دشمن، رقيبن. ۱۱. مون کي ڪنو يا قتل ڪئو، مونکي ماريو. ۱۲. ڳالهين، سخنن، گفتن، ويڻن، ميهڻن، طعنن. ۱۳. باغن کان، بُستانن کان. ۱۴. بان، توبهہ، بيزاري. ۱۵. ڪنڌيءَ تي، ڪناري يا ڪپَ تي. ١٦. ڪاڪ نديءَ جي. ۱۷. انگوريا، ٻوڪنا، ميوي جو پچڻ طرف رجوع يا مائل ٿيڻ واريءَ حالت ڏانهن ورنا. ۱۸. کان سواءِ. ۱۹. پسند. ۲۰. ٻڌي. ۲۱. رسو، نوڙي. ۲۲. جسم، جيءُ، بدن، دل. ۲۳. ڪشتيءَ. ۲۴. چڪئو. ۲۵. جو. ٢٦. دل، من. ۲۷. ڏس. ۲۸. درياهہ يا سمنڊ جي ڪناري تي ٻيڙيءَ ٻڌي ٻيهارڻ لاءِ رسو. ۲۹. مونکي پئو. ۳۰. مون سندو يعني منهنجو. ۳۱. آرام ڪرڻ. ۳۲. ڪڙو، ناپسند. ۳۳. مونکي ٿئو. ۳۴. اوجاڳو ڪريو، ننڊ ڦٽايو. ۳۵. تنهن ڪري. ۳٦. پاڻي. ۳۷. وَهايان (اکين مان).

اوڏو[1] ڪَاڪِ[2] مَ تِيءُ، مَتَان مَنجهَين[3] رَهين[4]،

ڏي وَرَاڪَا[5] وِچَ ۾، وِهَـ[6] گَاڏُئون[7] وِيءُ[8]،

جي يَاوِئِي[9] تہ پِيءُ، نَا تہ لَاهُئَارو[10] لُڙُ[11] وَهي.

## ۲۵

ڪَڪوري[12] ڪَاڪِ وَهي، رَاڻَا[13] يَاڻِ[14] مَ رَتُ[15]،

سُودِا[16] اِيءُ شَرْبَتُ[17]، نِسُوروئِي[18] نِينهَن[19] جو.

### وائي

تَان تُون وِيهُ سَنبَهِي[20]، سَاٿِي[21] مِيَان، پَانڌِي[22] مِيَان.

ڪَاڪِ[23] هَلِبو ڪَڏهِين،

ڪُونَائُو[24] ڪَرِيمَ[25] جو آيو پَهِي[26] پَرِئَان[27] تِي مِيَان،

حُڪمُ[28] ڏِيندءِ[29] هَتَ ۾، هَاٿِي هَلُ هِئَان[30] تِي مِيَان،

لَکِين[31] لُدوٽُون[32] مَٽِي[33]، مَتِي[34] وَاٽَ[35] وِئَا تِي[36] مِيَان،

جيڪو[37] پُڇَان[38] سو چَئِي، آيو ڪونہ اُئَان[39] تِي مِيَان.

---

۱. ويجهو، نزديڪ. ۲. ڪاڪ ڪي (ڪاڪ رياست جيسلمير ۾ هڪ نديءَ جو نالو ۽ ساڳئي نالي سان ان جي ڪپ تي هڪ شهر آهي جنهن ۾ مومل رهندي هئي). ۳. ان منجهہ، ان ۾. ۴. رهجي وڃين، روڪجي پئين. ۵. ڦيرا، گهمرا، چڪر، ورَ. ٦. وِهَـ سان، زهر سان. ۷. گڏيل، مليل. ۸. درياهَ (عشق جو). ۹. وڻيئي يعني توکي وڻي يا ڀانءِ پوي يا پسند اچي. ۱۰. لاهارو، لهوارو، لاهيءَ يا هيٺاهينءَ ڏانهن. ۱۱. درياهَ. ۱۲. ڳاڙهاڻ تي مائل. ۱۳. اي راڻا. ۱۴. ڄاڻ، سمجهہ. ۱۵. خون لَهو. ۱٦. اي سوڍا، اي راڻا (مومل جو محبوب راڻو سوڍا راجپوت قوم مان هو). ۱۷. مٺاڻ گڏيل پاڻي. ۱۸. رڳو، بلڪل، صفا. ۱۹. عشق. ۲۰. سنبري، تيار ٿي. ۲۱. اي ساٿي، اي دوست، اي يار. ۲۲. اي پانڌي، اي مسافر. ۲۳. ڪاڪ ڏي (قبر ڏي). ۲۴. ڪوئيندڙ يا سڏيندڙ (عزرائيل فرشتو). ۲۵. ڪرم ڪندڙ، ٻاجهاري، خدا تعاليٰ. ۲٦. قاصد. ۲۷. پري (پنڌ) کان، خدا وٽان. ۲۸. فرمان (خدا جو). ۲۹. توکي ڏيندو. ۳۰. هتان (هن دنيا مان). ۳۱. لکن جي تعداد ۾، تمام گهڻا. ۳۲. ڪاڪ جي پرسان هڪ ڳوٺ. ۳۳. لنگهي، پار ڪري، اُڪري. ۳۴. مٿان، تان. ۳۵. رستي، گسَ. ۳٦. اٿئي. ۳۷. جنهن کان. ۳۸. خبر وٺان، احوال وٺان. ۳۹. اُتان، ان هنڌان (هُن دنيا مان).

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُر راڻُو

## داستان پنجون

### ١

نَہ وَارِثُ[1] نَہ وَلَهو، سَڱُ[2] نَہ سِيَاڪو[3]،
تو[4] پُڄَاڻَان سُپِرِين[5]، آيُمِ[6] اولاڪو[7]،
پَانڌِيَا[8] پَارَانِيو[9]، ڏِجَا[10] ڍَاٽِيءَ[11] ڍُولَ[12] ڪي.

### ٢

ڏِجَاهُ ڍَاٽِيءَ ڍولَ ڪي، سَنيهو سَارِي[13]،
مُون ڪي ڦَٽُ[14] فِرَاقَ[15] جو، مَينڌِرَا[16] مَارِي[17]،
اَچِين نَہ[18] وَارِي[19]، ڪَرَهو[20] ڪَمِيٽِيءَ[21] تي.

### ٣

ڪَرَهو ڪَمِيٽِيءَ تي، سُوڍَا[22] وَارِ سُڄَاڻَ[23]،
ڪوهُہ[24] ڪَرِيَان ڪَاڪِ[25] ڪي، تَنِ[26] توهِين[27] ڏِي تَاڻَ[28]،
لَاهي[29] غَيرِ[30] گُمَان[31]، اَگُڙِ[32] آءُ اُڪَنڊِيِين[33].

---

١. سرپرست، خاوند، ڪانڌ، پتارَ، ولهو، مائٽ، ابو ڏاڏو، اولاد، ٢. عزازت، مائٽي، دوستي، سنگت، ٣. سياپو، سڱ، برادري = ڀائيچاري، ساهراڻي آکهہ، ۴. تو پڄاڻان = تو کان پوءِ يا بعد، ٥. اي سپرين، اي پرين، اي محبوب، ٦. مونکي آيو، ٧. رولڙو، مصيبت، تڪليف، ڏک، پريشاني، فڪر، ڳڻتي، ٨. اي پانڌي، اي قاصد، ٩. سنيهو، پيغام، نياپو، ١٠. تون ڏج، ١١. ڍٽ جي رهاڪوءَ يعني راڻي کي (ڍٽ ٿر جي علائقي جو هڪ حصو آهي)، ١٢. ڍولئي، سهڻي، محبوب، ١٣. ياد ڪري، سنڀالي، چيت ڪري، ١۴. زخم، گهاءُ، ١٥. وڇوڙي، جدائيءَ، ١٦. اي مينڌرا، اي راڻا (مومل جو محبوب راڻو سوڍا قوم جي مينڌرا پاڙي مان هو)، ١٧. ايذائي، ڏکائي، تڪليف ڏي، ١٨. ڇو نٿو، ١٩. موٽائي، ڦيرائي، ٢٠. اٺ، چانگو، ٢١. بدڪار، نيچ، ڪم ذات، ٢٢. اي سوڍا، اي راڻا، ٢٣. سياڻا، داناءَ، عاقل، ٢۴. ڇا، ٢٥. رياست جيسلمير ۾ هڪ نديءَ جو نالو ۽ ساڳئي نالي سان هڪ شهر جنهن ۾ مومل رهندي هئي، ٢٦. تن جي، دل جي، ٢٧. تو ئي، صرف تو، ٢٨. ڇڪ، ڪشش، ڪاڍو، ٢٩. ڇڏي، ختم ڪري، ٣٠. غلط، بي واجبي، غير جا، ڏارين جا، ٣١. شڪ، وهم، ٣٢. اڱڻ ۾، گهر ۾، ٣٣. اُڪنڊين جي، سڪندين جي، مشتاقن جي.

### ۴

اڳڻ[1] آءُ[2] اُڪنديين[3]، پرچي[4] پيارا[5]،
پلڪ[6] پراهون[7] نہ سهيين[8]، جيءَ[9] جا جيارا[10]،
نينهان[11] نظارا[12]، سڄ[13] تہ مان[14] سور[15] لهي[16].

### ۵

سڄ تہ مان سور لهي، اڪيون[17] پري[18] پاجه[19]،
راٺي[20] جيءَ رهاڻ[21] ڪي، ويني وجهان[22] واجه،
سودا[23] لهي[24] ساجه[25]، پس[26] توشڪون[27] تڪيا[28].

### ٦

سيئي توشڪون تڪيا، سيئي وچاٽا[29]،
پسئو[30] پر پچي[31] هنيون[32]، حبيبن[33] هاٽا[34]،
هڪ ڏونگها[35] ڏاڏاٽا[36]، ٻئو موٽئو[37] تان نہ ميندرو[38].

### ۷

ڪري موت ميندرو جي لُڊوٽيان[39] لالُ[40]،
گهر[41] مڙوئي[42] گهوربان[43]، هوند[44] پنهنجو[45] حالُ.

۱. اڳڻ ۾، گهر جي احاطي يا پڌر ۾، گهر ۾. ۲. اچ. ۳. اڪندين جي، سڪندين جي، مشتاقن جي. ۴. راضي ٿي، ڏک ڏمر ڇڏي. ۵. اي پيارا، اي محبوب. ٦. گهڙي، ساعت، پلُ. ۷. پري، ڏور. ۸. توکي سهان يا گوارا ڪريان. ۹. جان، دل. ۱۰. جيارينڌڙ. ۱۱. نينهن جا، محبت يا پيار پريا. ۱۲. نظرون، نگاهون. ۱۳. ملاءِ. ۱۴. منهنجو يا مونکي. ۱۵. ڏک، درد، غم. ۱٦. ختم ٿئي، ڇڏي وڃي. ۱۷. نيڻ. ۱۸. پر يا چڪار ڪري. ۱۹. پاجهہ سان، مهربانيءَ سان. ۲۰. مومل جي محبوب جو نالو. ۲۱. ڪچهري، ملاقات، ميلاپ. ۲۲. وجهان واجهہ = واجهايان، اسڙڪان، سڪان. ۲۳. اي سوڍا، اي راڻا (راڻو سوڍا راجپوت قوم مان هو). ۲۴. هٿ ڪري، حاصل ڪري. ۲۵. ساجهہ ڪي، سجهہ يا وجهہ يا موقعي ڪي. ۲٦. (اچي) ڏسُ. ۲۷. گاديلا، پٽراٿيون، بسترا، هنڌ، مالَ اسباب، بادشاهن جي جواهرن يا قيمتي شين رکڻ جون جايون. ۲۸. طولَ يا وڏا وهاڻا جنهن کي پٺا ڏيئي ويهبو آهي، آستان يا مڪان. ۲۹. سيئي وچاٽا = ساڳيا بسترا. ۳۰. پڌ، پٽ، ميدانَ، قتل يا ويران هنڌ يا جايون. ۳۱. جلي، ڪامي، سڙي. ۳۲. دل. ۳۳. حبيبن جا، محبوبن جا. ۳۴. استعمال ڪيل، ڪم ۾ آندل، ماٺيل، ورتايل. ۳۵. طعنا. ۳٦. ميهڻا. ۳۷. ورڻو، واپس آيو. ۳۸. راڻو (راڻو سوڍا راجپوت قوم جي ميندرا پاڙي مان هو). ۳۹. لڊوٽي ڏانهن (لڊوٽو يا لڊاڻو رياست جيسلمير ۾ ڪاڪ نديءَ جي ڪپ تي مول جي شهر ڪاڪ پرسان هڪ ڳوٺ آهي). ۴۰. ڳارهو، سهڻو، محبوب (راڻو). ۴۱. محلات (۽ ان ۾ پيل سامان). ۴۲. سمورو، سڄو. ۴۳. صدقو يا قربان ڪريان. ۴۴. جيڪر. ۴۵. هستي، وجود، جان، تن، بدن.

راڻي[1] ڏاراں[2] راڄَ[3] ۾، مُون[4] نَہ گهُرجي مَالُ[5]،
سُوڍي[6] کي سُوَالُ[7]، کَرِيَان تِي قُربَ[8] جو.

**۸**

سُوڍا[9] سُورَ[10] سَکَايُون[11]، اکيُون[12] آبُ نَہ کَنِ[13]،
راڻي جِيءَ رِهَاڻِ[14] کئي[15]، وِڏُوڙيُون[16] وَتَنِ[17]،
سي کِيئَن[18] مَينڌَرَا[19] مَچَنِ[20]، جي تو سوڍا سُورِيءَ[21] چَاڙهِيُون.

**۹**

سوڍا تُنهِنجي سُورَ، اَندَرِ[22] آڳيُون[23] لائيُون[24]،
راڻا رِهَاڻِن جَا، مَارِبنِهُون[25] مَذکُورَ[26]،
طَعنَا[27] ڏِينِهُون تُورَ[28]، آءُ[29] تَہ پِرِين[30] پَرَچُون[31] پَاڻَ ۾.

**۱۰**

رُسُ[32] مَ رُسَنڙُ[33] گهُورِئو[34]، پَرچُ، مَ وَانءُ[35] پَرِي[36]،
وِڏُمِ[37] ڦَتُ[38] فِرَاقَ[39] جو، جِهَتَ[40] جي ذَرِي[41]،
لاَلَنَ[42] جي لَطِيف چَئي، سُونهَائيِ[43] سَرِي[44]،
آيَسِ تو ٻَرِي[45]، تَہ سوڍا سُکِيَاڻي[46] ٿِيَان.

---

۱. مومل جي محبوب جو نالو، ۲. کان سواءِ، ۳. مُلک، ۴. مونکي، ۵. ڌن دولت، دنياوي اسباب، ٦. راڻي (راڻو سوڍا راجپوت قوم مان هو)، ۷. عرض، وينتي، گذارش، ۸. محبت يا پيارَ (کرڻ)، ۹. اي سوڍا، اي راڻا، ۱۰. (تنهنجي جدائيءَ جي) درد، ڏک، ۱۱. ڏکايون، کنبايون، ۱۲. نيڻ، ۱۳. آبُ نہ کن = پاڻي سُکائي خشک ٿي ويون آهن (گهڻي ڊپ ۽ خوف سببان روئڻ کري)، ۱۴. کچهريءَ، صحبت، ملاقات، ميلاپ، ۱۵. لاءِ، ۱٦. اُداس ٿيون، غمگين ٿيون، ۱۷. ڦِرن، وقت گذارين يا ڪاٽين، ۱۸. ڪهڙيءَ طرح، ۱۹. اي مينڌرا، اي راڻا (راڻو سوڍا راجپوت قوم جي مينڌرا نک يا ذات مان هو)، ۲۰. بدن تي ماس چاڙهين، سگهاريون ٿين، تازيون توانيون ٿين، ۲۱. سوريءَ تي (نيزن ۽ ڀالن سان جڙيل (ڪٽ مثل) هڪ ڪاٺ جو چونڪ جنهن تي پراڻي زماني ۾ ڏهارين کي اڇلي ماريو ويندو هو ان کي سوري چئبو هو)، ۲۲. اندر ۾، دل ۾، ۲۳. ٻاهيون، ۲۴. لڳايون، ٻاريون، ۲۵. مونکي مارين، ۲٦. يادگيريون، ڳالهيون، ذڪرَ، بيان، ۲۷. ميهڻا، ڏونگها، ڏوراپا، ۲۸. مونکي ڏين، ۲۹. هڪ جيڏيون، سرتيون، هم عمر ڄوڪريون، ۳۰. اي پرين، اي محبوبَ، ۳۱. راضي ٿيون، ٺاهه ڪريون، رضا ئامون ڪريون، ۳۲. ناراض ٿيءُ، ڪاوڙ ڪر، ۳۳. ناراضپو، ڪاوڙ، ڏک ڏمر، ۳۴. ٻن پئو، کڏ ۾ پئو، ۳۵. وڃُ، ۳٦. ڏور، دور، ۳۷. مون کي وڌو، ۳۸. چيرُ، وڍُ، زخم، ۳۹. جدائيءَ، وڇوڙي، ۴۰. نينهن، محبت، عشق، ۴۱. ٿوري مقدار، ۴۲. محبوبَ، ۴۳. واقف ڪئي، ڄاڻو ڪئي، ۴۴. شوق، محبت، ۴۵. وٽ، ۴٦. آسودي، خوشحال، نهال.

## ١١

رُسُ[1] مَ رُسَنُ[2] گهورِئو[3]، راڻا[4] چَڏِ رِياءُ[5]،
مَيتِ[6] مَدايُون[7] مُوٽُ[8] تُون، ڪَري نِرتِ[9] نِياءُ[10]،
لالَڻ[11] جو لطيف رح چئي، ڪونهي سُونهَن[12] سِياءُ[13]،
اوگُڻ ڏِڪي[14] آءُ، تَہ سُودا[15] سُکِيَاڻِي[16] ٿِيَان.

## ١٢

رُسُ مَ رُسَنُ گهورِئو، چَڏِ راڻا رِيڏائي[17]،
لَپيتِج[18] لطيف رح چئي، ڪامِلَ[19] ڪَچائي[20]،
مُنهِنجي مَيتِ مَيندَرا[21]، عاقِلَ[22] اگلائي،
ڪَرِ مَعافِي[23] مَدائي، تَہ سُودا سُکِيَاڻِي ٿِيَان.

## ١٣

رُسُ مَ رُسَنُ گهورِئو، اُنُ اوراهُون[24] آڻِ،
لَيڙي[25] ڪي لطيف رح چئي، تَنگُ[26] سَوارو[27] تاڻِ[28]،
شَرمِنديُون[29] سَيِن[30] پَرِيِن[31]، پُنيءَ[32] لائي[33] پاڻ[34]،
اَچي مُشڪُ[35] ماڻِ[36]، تَہ سُودا سُکِيَاڻِي ٿِيَان.

١. ناراض ٿيءُ، ڪاوڙ ڪر، ٢. ناراضپو، رنج، ڪاوڙ، ٣. ٻن پٽو، ڪڏ ۾ پٽو، ۴. اي راڻا (مومل جي محبوب جو نالو)، ۵. بي انصافي، ٦. ميسار، وسار، درگذر ڪر، ٧. خطائون، اوڻايون، غلطيون، ڏوهہ، قصور، عيبَ، اوڳڻ، ٨. واپس اچ، ٩. نرت سان، هوش سان، پيار سان، شوق يا هيج سان، ١٠. عدل، انصاف، حق جو فيصلو، ١١. محبوب، ١٢. سونهن ۾، حسن ۾، ١٣. ثاني، مَٽ، جوڙ، برابر، ١۴. لڪائي، ڇپائي، پردو ڏيئي، ١۵. اي سوڍا، اي راڻا (راڻو سوڍا راجپوت قوم جي ميندرا نک يا پاڙ؛ مان هو)، ١٦. آسودي، خوشحال، نهال، ١٧. ارڏائي، روسامون، انگل، ١٨. ڍڪج، ١٩. اي ڪامل، اي بزرگ، اي بي عيب يا پوتيءَ پاڪَ، ٢٠. قصور، مدائي، اَگلائي، ٢١. اي ميندرا، اي سوڍا، ٢٢. سياڻا، داناءَ، ٢٣. بخشَ، درگذر، ٢۴. ويجهو، اوري، نزديڪ، ٢۵. اُتَ، ٢٦. اٺ جي پلڻ يا پاکڙي کي مضبوط ٻڌڻ لاءِ سٽ، ڏاس يا نَهورَ جو پٽو، ٢٧. سويل ئي، ساجهر، ٢٨. ٻڌ، ٢٩. شرمسار، لڄاريون، ڪانياريون، ٣٠. سيِن، هر هڪ، سيڪنهن، ٣١. پَرين سان، ريتَ يا نمونن سان، پرڪارن سان، ٣٢. پنيان، پويان، ٣٣. لڳائي، هلائي، وٺي، ٣۴. پنهنجي، ٣۵. ڪتوري، ٻنان سڱن هرڻ جي ڏن مان نڪتل خوشبودار مادو، ٣٦. واپراءِ، ورتاءِ (مشڪ ماڻ = ڪاڪ جا واس يا خوشبويون وٺ).

## ١٤

رُسُ مَ رَسَنُ گهورئو، اُنُ اوراهُون کَرِ،
پَرِي[1] ڪاڪ[2] قُربَ[3] سين، تُنهنجي اَڇَنَ ساڻُ اَپَرِ[4]،
لله[5] لَڳِ[6] لَطِيفُ(رح) چَئي، ڪِجِ وِلِهِيءَ[7] تي وَرِ[8]،
پَرَچُ[9] پِرِينْ[10] ڪِنهن پَرِ[11]، تہ سودا سُکِيا ٿِيان.

## ١٥

رُسُ مَ رُسَنُ گهورئو، اُنُ اوراهُون چورِ[12]،
تو رِءَ[13] ڪاڪ ڪَڙِي[14] تِي، ساڻُ سِٽُرڪَندَ[15] سُورِ[16]،
اَڇِي چَندَنُ چوڙِ[17]، تہ سودا سُکِيا ٿِيان.

## ١٦

اَڄُ نَہ ڳالهائُونِ[18]، هُونِ[19] ڏهاڙِي[20] نِجُهرِي[21]،
پَسو[22] پَهُ[23] پِئُونِ[24]، آتَڻُ[25] سُڃو[26] اُنِ رِي.

## ١٧

اَڄُ نَہ پَسان سي، آتَڻِ[27] ڪَتُمِ[28] جَنِ سين،
هاٿي تَنِي کي، ڪَنڌيءَ[29] ڪاڪ[30] نِهارِئان[31].

---

١. پِرِ تي يا چڪار تي. ٢. رياست جيسلمير ۾ هڪ نديءَ جو نالو ۽ ساڳئي نالي سان ان جي ڪپ تي هڪ شهر جنهن ۾ مومل رهندي هئي. ٣. محبت، پيار. ٤. بي حد، بي انت، تمام گهڻي. ٥. الله جي، خدا جي. ٦. واسطي. ٧. مسڪين، غريب، ڪنگال، سڃيءَ، لاوارث. ٨. مهرباني، احسان. ٩. راضي ٿيءُ، روسامون ڇڏ. ١٠. اي پرين، اي محبوب. ١١. نموني، ريت. ١٢. سير، ريڙهہ، ڪَرِ. ١٣. ڪان سواءِ. ١٤. ناپسند، اڻ وڻندڙ، اڳري، بدبودار. ١٥. چندن يا صندل (هڪ خوشبودار وڪر). ١٦. ناهہ يا ٻٽاءِ (خوشبودار). ١٧. ماڻ، واپراءِ (چندن چوڙ = ڪاڪ جا واس يا خوشبويون وٺ). ١٨. انهن جو ڳالهائڻ ا آواز. ١٩. هوندا هئا. ٢٠. سدائين، هميشہ، هر روز. ٢١. نجهري ۾، گهر ۾، مڪان ۾. ٢٢. ڏسو. ٢٣. خيال، پورَ، ريجڪ (وجڻ جو). ٢٤. انهن کي پئو يا ٿئو. ٢٥. سٽ ڪتڻ جي جاءِ (گهر، زنانخانو، حرم سراءِ). ٢٦. خالي. ٢٧. آتڻ ۾. ٢٨. مون (سٽ) ڪتيو (رهاڻ ڪئي). ٢٩. ڪنڌيءَ تي، ڪناري تي، اوسي پاسي ۾. ٣٠. ڪاڪ جي. ٣١. ڳوليان.

## ۱۸

مُومَلَ وِيٺِي مَينڌَرو[1]، سَدائِين[2] سارِي[3]،
وَلِيُون[4] واسَ[5] وَرَنِيُون[6]، چانگِي[7] ڪِي چَارِي[8]،
جَڏهِين[9] تَڏهِين سُپِرِين[10]، اِيندوم[11] اوتارِي[12]،
سودِي[13] سين سارِي، ڳالِهيُون[14] ڪَنديَس ڳُجهيُون.

### وائي

ڪِي[15] جو ڪاڪ[16] تَڙَان[17]، چانگِي چَرَهو[18] چَڪِئو[19]،
ڪَرَهِي[20] ڪاٽِينُون[21] رَتِيُون[22]، نائِي[23] ناگِيلاَ[24]،
وَڳُ[25] واسِئائِين[26] پانهِنجو، سَيِوئِي[27] سُراهِيان[28]،
ڪَرَهو سَرَهو[29] ڏِيهَ[30] ۾، نَہ تِنهِن ڊَپُ نَہ ڀاءُ[31]،
پاهُ[32] پِرائِي آيو، لاَلِي[33] لُڏُٽَئان[34]،
تُون ڍاٽِي[35] تُون ڍِٽَ[36] ڌَڻِي[37]، تُون راڻُو تُون راءُ[38]،
مُومَلَ مُحتاجِيُون[39] ڪَري، عاجِزيُون اَڳِياءُ[40].

---

۱. راڻو (مومل جو محبوب راڻو سوڍا قوم جي مينڌري نک يا ذات مان هو)، ۲. هميشہ، روزانو، وري وري، هر وقت، ۳. ياد ڪري، سنڀالي، ۴. زمين تي پکڙندڙ ٻوٽا، ۵. خوشبوء، ٦. واريون، ۷. اٺَ، ۸. ڪارائي، ۹. جڏهين تڏهين = جنهن بہ وقت يا مهل، ۱۰. پرين، محبوبَ (راڻو)، ۱۱. مون وٽ ايندو، ۱۲. اوتاري ۾، گهر ۾، ۱۳. راڻي، ۱۴. مخفي، راز جون، ۱۵. ڪجهہ، ۱٦. ڪاڪ جي (رياست جيسلمير ۾ ڪاڪ هڪ نديءَ جونالو اهي ۽ ساڳئي نالي سان ان جي ڪپ تي هڪ شهر آهي جنهن ۾ مومل رهندي هئي)، ۱۷. تڙ ڪان، گهيڙ ڪان، هنڌ يا ماڳ ڪان (واهہ يا درياهہ وغيره جي ڪناري تي جنهن هنڌ يا جاءِ تان ماڻهو پيئڻ لاءِ پاڻي ڀريندا آهن، مال کي پاڻي پياريندا آهن. ڪيڙا ڌوئندا يا وهنجندا آهن ان جاءِ يا هنڌ کي تڙ چئبو آهي)، ۱۸. چارو، ڪاڏو، گاهہ، ۱۹. ڪاڏو، چنو، ۲۰. اُٺَ، ۲۱. (ڳچيءَ ۾ ٻڌل) ڳانيون، ۲۲. ڳاڙهيون يا لالَ ڪيون، ۲۳. (ڪاٺ واسطي) نمائي، جُهڪائي، ۲۴. (واحد ناگيلو) وڻ جو هڪ قسم، ۲۵ وَلر، ڌَڻُ، ۲٦. سُرهو يا خوشبودار ڪيائين، ۲۷. سمورو، سڄو، ۲۸. سُراهين سان، خوشبوين سان، ۲۹. خوش، ۳۰. ملڪ، ديس، ۳۱ ڊپ، خوف، خطرو، ۳۲. رنگ، رونق، ۳۳. لالاڻ، ڳاڙهاڻ، ۳۴. لڊوڻي ڪان ڀامان (لڊوڻو يا لڊاڻو ڪاڪ شهر جي ڀرسان هڪ ڳوٺ، آهي)، ۳۵. ڍٽ جو رهاڪو (ڍٽ، ٿر علائقي جو هڪ حصو آهي)، ۳٦. ڍٽ جو، ۳۷. مالڪ، ۳۸. راجا، راءُ، ۳۹. عاجزيون، آزيون نيزاريون، ۴۰. تنهنجي اڳيان،ُتنهنجي حضور ۾.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُر راڻُو

## داستان چَهون

①

کِينَ[1] سَاڳَاهِيُمِ[2] سُپِرِينِ[3]، جَاڙُون[4] ڪِيَمِ[5] جَالَ[6]،
سُودِا[7] مُون کي ڪَالَهَ[8]، مُوتِي مُنهَن ۾ آيُون.*

②

کِينَ سَاڳَاهِيُمِ سُپِرِينِ، جَاڙُون ڪِيَمِ جِي،
سُودِا مُون کي سِي، مُوتِي مُنهَن ۾ آيُون.

③

کِينَ سَاڳَاهِيُمِ سُپِرِينِ، جَاڙُون ڪِيَمِ جِتِ،
سِيئِي مُون کي تِتِ، مُوتِي مُنهَن ۾ آيُون.

۴

خَامُوشِي[9] خَبَرَ[10] جِي، مُومَلَ[11] تِي مَتَ[12]،
صَبرُ تِئو سُپَتِ[13]، مُنهِنجي حَقِ[14] مَينڌَرَا[15].

---

١. ڪجهہ نہ، ٢. مون ساڳاهيو، مون سمجهيو يا هوش ڪئو، ٣. اي سپرين، اي پرين، ۴. خطائون، غلطيون، ۵. مون ڪيون، ٦. گهڻيون، ٧. اي سوڍا، اي راڻا (مومل جو محبوب راڻو سوڍا راجپوت قومَ مان هو)، ٨. گذريل ڏينهن جڏهين تو مونکي ٻئي مرد سان ستل ڏٺو *پوڪَّيون پيون، لوڙڻ پَيون، (انهن جو) اثر سهڻو پيو، ٩. لڪائڻ جو عمل، صبر، ١٠. ڄاڻ يا سَڌِ تہ مومل ٻئي مرد سان ستي پئي آهي، ١١. مومل کي، ١٢. نصيحت (ڪنڌڙ)، ١٣. سپتيو، شاناڻتو، موچارو، ڪاراڻتو، ١۴. حق ۾، ٻاري ۾، واسطي، ١۵. اي مينڌرا، اي راڻا (راڻو سوڍا راجپوت قوم جي مينڌري نک يا پاڙي مان هو).

۵

سُودِا[1] صَبرُ[2] تنهِنجو، مُومَلَ[3] مَتِ[4] ٿئو،
تو جو[5] ڪالهه[6] ڪئو، تنهن مَديُون[7] مِيتي[8] ڇڏيون.

٦

سودِا صَبرُ تُنهِنجو، سَيَنِي[9] سُونهَائي[10]،
چُپ[11] سين چَلائي[12]، چِنيُون[13] جي چِٽَ[14] جُون.

٧

سودِا صَبرُ تُنهِنجو، مَرڪُ[15] لَجَايُنِ[16]،
چُپَ سين جي چَونِ[17]، اَدَبُ[18] ڪِجي اُنِ جو.

٨

سودِا صَبرُ تُنهِنجو، لَجَايُنِ مَرڪُ،
نَه ڪُچَٽَ[19] سين نَڪُ[20]، رِءَ[21] رُڪَ[22] راڻي وِڍِئو[23].

٩

سودِا صَبرُ تُنهِنجو، مُون کي نَصيحَتَ،
ريلا[24] ڪَنديَس رَتَ[25]، مَينڌرا[26] تو[27] مَهنداَن[28].

---

۱. اي سودِا، اي راڻا (مومل جو محبوب راڻو سوڍا راجپوت قوم مان هو). ۲. خاموشي يا ماٺ (ڏاڍين مرد سان سمهڻ واريءَ غلطيءَ تي). ۳. مومل کي. ۴. نصيحت. ۵. صبر ڏانهن اشارو. ٦. گذريل ڏينهن جڏهين تو مونکي ڏاڍين ماڻهوءَ سان ستل ڏٺو. ۷. برايون، خطائون، قصور، ڏوهه. ۸. ميساري، ختم ڪري. ۹. سيني (ماڻهن) کي. ۱۰. آگاهه يا خبردار ڪري. ۱۱. ماٺ، خاموشيءَ. ۱۲. هلائي، جاري ڪري. ۱۳. خط، نوشتا. ۱۴. نصيحت، هدايت. ۱۵. فخر، اعزاز. ۱٦. لڄاين لاءِ، لڄي يا شرميلين عورتن لاءِ. مياڻدار يا ڪانيارن عورتن لاءِ. ۱۷. ڳالهائين، نصيحت يا تنبيهه ڪن. ۱۸. لحاظ، عزت. ۱۹. طعني هڻڻ، ڳالهائڻ. ۲۰. ساهه کڻڻ يا سنگهڻ لاءِ بدن جو هڪ عضوو. ۲۱. ڪان سواءِ. ۲۲. (رُڪ يا لوهه جي) ڪاتي يا ڇُريءَ. ۲۳. ڪپيو (نڪ وڍيو = شرمسار يا لڄي ڪئو). ۲۴. وهڪرا، ڌارون. ۲۵. رت جا، خون جا. ۲٦. اي مينڌرا، اي راڻا (راڻو سوڍا راجپوت قوم جي مينڌرا پاڙي يا نک مان هو). ۲۷. تنهنجي. ۲۸. اڳيان، سامهون.

۱۰

سودَا صَبرُ تُنهِنجو، بيِ[۱] عَقلَنِ عَقُلُ[۲]،
آهي اُنگَ[۳] اَمُلُ[۴]، مَانِ تُنهِنجي مَينڌَرَا.

۱۱

سودَا صَبرُ تُنهِنجو، بي عَقلَ آئي بَازِ[۵]،
سَندي[٦] صَبرَ سَازَ[۷]، توبَهَہ[۸] كَارِبَسِ[۹] تَكڙي[۱۰].

۱۲

سودَا صَبرُ تُنهِنجو، سَهِس[۱۱] سيِكَاري[۱۲]،
مُومَلَ جي وَاري[۱۳]، نِجَاڻَان[۱۴] كوُهہ[۱۵] ٿِئو.

۱۳

سوَدا صَبرُ تُنهِنجو، سيكَاري سَهِسَ،
پُڇِي[۱٦] تِئَان پَهِسَ[۱۷]، مُون[۱۸] كي نَصِيبَ[۱۹] نيِئي[۲۰] جَهِلئو[۲۱].

۱۴

سودَا صَبرَ تُنهِنجي، مَاڻُهو[۲۲] كِيِ[۲۳] مُومَلَ،
كَپِرِ[۲۴] مَنجهَان كَلَ[۲۵]، پيِمِ[۲٦] پِرِين[۲۷] تُنهِنجي.

---

۱. بي عقلن يعني نادانن کي، انّ ڄاڻن کي. ۲. دانائي، سياڻپ، ڄاڻپ، نصيحت. ۳. چشم پوشي، غم کائڻ، سورَ سهڻ، ڇال. ۴. بي بها، بي حد قيمتي. ۵. پوئتي، پٺتي (باز آئي = موٽائي سڌڙ رستي تي آئي). ٦. جي. ۷. هٿيارَ، اوزارَ، وسيلي، ذريعي. ۸. ڇتاءِ، ٻان. ۹. مون کي ڪرائي. ۱۰. جلدي، تيز. ۱۱. سهسَ کي، سوَن هزارن (ماڻهن) کي. ۱۲. تربيت ڏي (ادب جي)، سبق يا نصيحت ڏي. ۱۳. ڀيري، دفعي. ۱۴. اڻون تني ڄاڻان، مونکي خبر نہ آهي. ۱۵. (ايئن) ڇو. ۱٦. پڇي. ۱۷. تنهن هنڌ کان يا جاءِ کان. ۱۸. جلدي، تڪڙو. ۱۹. تقدير، قسمت. ۲۰. کڻي. ۲۱. روڪيو. ۲۲. سچو انسان، ڀل مانس. ۲۳. ڪئي. ۲۴. خراب روش. ۲۵. خبر، سڌ. ۲٦. مونکي پيئي. ۲۷. اي پرين، اي محبوب.

### ١٥

تِئَان[1] مُومَلَ[2] مُوٽَڻُ[3] لِکِئُو[4]، سَهَسِين[5] جِئَان[6] سِکَنِ[7]،

سي هُونهِين[8] جَاڙَ جِينِ[9]، جي ڪُوري[10] ڪَاغذِ[11] آيُون.

### ١٦

اَديُون آنَڻَ واريُون* نِرلَجَا[12] نَکَ[13] تِئَا،

وِڍِيَا تَان[14] نَه وِئَا، پَاٽَان[15] مُورِئَا[16] مُنهَن[17] ۾.

### ١٧

مُوري مُنهَن[18] وَڏَا تِئَا، وَڍِيَا تَان نَه وَڃَنِ،

اَديُون اَناسَنِ[19]، اِنِ ڪُوجَهنِ[20] کِي ڪُوهُه[21] ڪَرِيَان.

### ١٨

جَنِي سَندي[22] مُنهَن ۾، نَهَايُون[23] نَکَنِ[24]،

تَنِ مَان وَڍِئو هِڪِڙو[25]، ڪَهِڙو ٿُورو[26] تَنِ[27].

### ١٩

سُودَا[28] شَرَمُ[29] جَنِ، مُوٽِي آيو مُنهَن ۾،

سي لَڄَايُون[30] لُڇَنِ[31]، پَسِئُو[32] عَيبَ[33] اَڳِيَان[34].

---

١. اُن جاءِ تان، ان هنڌ تان. ٢. مومل کي. ٣. واپس ٿيڻ (خالي هٿن سان، بنان فيض جي). ۴. نصيب يا قسمت ۾ لکيل. ۵. سوين هزارين يا بي شمار (ماڻهو). ٦. جتان، جنهن هنڌان. ٧. (نصيحت يا سبق) حاصل ڪن يا پرائين. ٨. اجايون، بي فائدي، جاڙ. ٩. جيئريون يا زندهہ رهن. ١٠. اڻ لکيل. ١١. ڪاغذ سان، پني سان (ڪوري ڪاغذ = نصيب يا ڀاڳ کان محروم يا وانجيل) *اي اديون، اي مون سان سٽ ڪتڻ واريءَ جاءِ ۾ گڏ وهندڙ ڀينرون. ١٢. نرلجا. لڄ يا حياءَ کان سواءِ، بي شرم، ضدي، نِٽر. ١٣. نَڪَ جو جمع (نَڪَ بدن جو هڪ حصو آهي جنهن سان ساهہ کڻبو آهي ۽ سنگهڻ جو ڪم ڪبو آهي). ١۴. تہ بہ. ١۵. ويتر. ١٦. (وڏيڪ شاخن يا ٽارين سان) اپريا، انگور جهليائون. ١٧. مکَ، پيشانيءَ. ١٨. منهن ۾. ١٩. اناسن کي، بنا ناس ۽ پٽي وارن يعني بي حيا نڪن کي. ٢٠. بدصورتن يا خراب شڪل وارن. ٢١. ڇا. ٢٢. جي. ٢٣. ڪوريون يا آويون جن ۾ ڪنيار ٽانءَ يا برتن پچائيندا آهن. ٢۴. نڪن جون. ٢۵. هڪ نڪُ. ٢٦. گهاٽو، ڪمي، گهٽتائي. ٢٧. تن کي. ٢٨. اي سودا، اي راٺا (مومل جو محبوب راڻو سوڍا راجپوت قوم مان هو). ٢٩. حياءَ، لڄ. ٣٠. شرمنديون (ٿئو). ٣١. ڦٿڪن، بي قرار ٿين، پشيمان ٿين. ٣٢. ڏسئو. ٣٣. خطائون، ڏوهہ. ٣۴. گذريل، گذشتا.

## ٢٠

سُوڍا[1] شَرمَايُون[2]، پَسِي[3] عَيبَ[4] اڱيَان[5]،
نَڪَ نِرجَايُون[6]، هُيُون مُنهِنجي حَقَ ۾[7].

## ٢١

جي[8] مُنهَن ۾ مَدِيُون نَہ ڏِيين*، تو ۾ پَڌِيَسِ[9] تَني[10]،
ڍولاَ[11] جي ڍَڪِيَئِي[12]، سي مَڇِڻُ[13] عَيبَ[14] اَپَتِيين[15].

## ٢٢

جي مُنهَن ۾ مَدِيُون نَہ ڏِيين، تو ۾ تَني پَڌِيَاسِ،
سُوڍا! اِنَ سُهَاڳَ[16] کي، وِيني وَاجَهائِيَاسِ[17]،
ڍولا تو ڍَڪِيَاسِ[18]، ڏيئي پَاندُ[19] پَنَاهَہ[20] جو.

## (٢٣)

ڏيئي پَاندُ پَنَاهَہ جو، ڍَڪَ[21] ڪَئي[22] ڍولي،
ڏِسي عَيبَ اَکِين سَان، بَاجَهہ[23] پَرئو نَہ ٻولي[24]،
ڪَچِيُون[25] ڪَمِيڻِيَن[26] جُون، خَاوَندُ[27] نَہ کولي[28]،
رَاڻُو نَہ رولي[29]، مَدِيُون پَسِي مَينڌَرو[30].

---

١. اي سوڍا، اي راڻا (مومل جو محبوب راڻو سوڍا راجپوت قوم مان هو)، ٢. شرم ٿين، لڄ يا حياءُ ٿين، پشيمان ٿيون، ٣. ڏسي، ۴. خطائون، ڏوهہ، قصور، غلطيون، ۵. گذريل، ٦. نڪ نرجايون = بي حيايون، بي شرمايون، ٧. حق ۾ = لاءِ، واسطي، ذمي، ٨. ڄاڪاڻ تہ، جيئن تہ *مدين يعني غلطين يا خطائن جي باري ۾ ميار يا ڏورابو نہ ٿو ڏين، ٩. تو ۾ پڌيس = تنهنجي قرب يا محبت ۾ پڌجي يا قابو ٿي وئي آهيان، ١٠. تنهن ڪري، ١١. اي ڍولا، اي محبوب، ١٢. ڍڪيا اٿيئي، لڪايا يا مخفي رکيا اٿيئي، ١٣. متان، ١۴. اوڻايون، اوگڻ، قصور، خطائون، ١۵. ظاهر يا پڌريون ڪرين، ١٦. (مڙس جي) پيار يا محبت، ڀاڳَ، خوش قسمتيءَ، ١٧. مون واجهايو، مون انتظار ڪيو، ١٨. مونکي ڍڪيو، منهنجو پردو رکيو يا عيب پوشي ڪئي، ١٩. پلاند (ڪپڙي جو) ڍڪَ، پردو، ٢٠. امانَ، بچاءَ، حفاظت، ٢١. عيب پوشي، ٢٢. ڪئي، ٢٣. ٻاجهہ پرئو = ٻاجهارو، مهربان، دياوان، ٢۴. ڳالهائي، ڇينڀ يا تنبيهہ ڪري، گلا يا ميار ڏي، ٢۵. مديون، مدايون، عيب، ٢٦. بدڪارن، نيچ يا ڪم ذات وارين، ٢٧. مالڪ، ڌڻي، ٢٨. ظاهر ڪري، ٢٩. جدا ٿئي، وڇوڙو ڏي، ٣٠. راڻو (مومل جو محبوب راڻو سوڍا راجپوت قوم مان هو).

**(٢٤)**

پَائِي[1] پَانْدُ[2] ڪِڇِيءَ[3] ۾، اَگَڻِ[4] جي اَچَنِ،
مُنهَن ۾ مَدِيُون* تَنِ ڪي، ڏِسَڻَ سَان نَه ڏِجَنِ،
اَوگُڻَ[5] عَيبَ مَتَايُون، ڍَڪَڻُ[6] تِي ڍَڪِجَنِ[7]،
تُوٽِي[8] ڪَچِيُون ڪَنِ، مَعَافِي[9] ڪِجَنِ مَيِنْدَرَا[10].

**(٢٥)**

رَاٺَا هُيَسِ رَيءُ[11]، تو سَائِيِنءَ[12] مُونَ[13] سَونُ[14] ڪِيُو،
مُنهِنجي مَدَايُنِ جو، حَالُ[15] اَتَيِئي هِيءُ،
ڍولاَ[16] ڍَڪَڻُ تِيءُ، ڪَامِلَ[17] ڪَچَايُنِ جو.

**٢٦**

ڍولي ڍَڪِي آهِيَان، هُيَسِ اُگَهَاڙِي[18]،
ڏِيئي[19] لِڪَ[20] لاَڙِي، ڪَڪَرُ[21] ڪِيَائِيَنمِ[22] ڪَاڪِ[23] جو.

**٢٧**

ڍولي[24] ڍَڪِي آهِيَان، هُيَسِ اُگَهَاڙِي اَتِ،
پَارِي[25] پَنهِنجي پَتِ[26]، ڪَڪَرُ ڪِيَائِيَنمِ ڪَاڪِ جو.

---

١. وجهي، ٢. ڪپڙو، (متي تي ڍڪڻ زناني) ڪندي يا پوتي، ٣. ڪُلي (پائي پاند ڪڇيءَ ۾ = منٿ يا آزيءَ ڪرڻ لاءِ)، ٤. اڱڻ تي يا ڏڏي تي (گهر جي) *مداين يا غلطين يا خطائن جو ذورايو يا ميار، ٥. اوڻايون، ڪچيون، عيب، مٺايون، خطائون، غلطيون، ٦. ڍڪ، پوش، پردو، ٧. لڪائجن، مخفي رکجن، ٨. جيتوڻيڪ، ٩. بخشَ، درگذر، ١٠. اي ميندرا، اي راڻا (مومل جو محبوب راڻو سوڍا راجپوت قوم جي ميندرا پاڙي مان هو)، ١١. ڪڄَ، هلڪي قسم جو ڌاتو، خاڪ، مٽي، دز، ١٢. مالڪ، ١٣. مون کي، ١٤. زردي رنگ جو اوچي قسم جو ڌاتو، ١٥. حالت، ڪيفيت، ١٦. اي ڍولا، اي محبوب، ١٧. اي ڪامل اي بزرگ، اي بي عيب، ١٨. بنان ڪپڙي جي، ننگي، عريان، ١٩. ٽورڙو، ٢٠. اڳڙيءَ يعني پراڻي ڪپڙي جو ٽڪر پردو، ٢١. ڇانو، سايو، رحمت، برڪت، ٢٢. مونکي ڪيائين، ٢٣. رياست جيسلمير ۾ هڪ نديءَ جو نالو ۽ ساڳئي نالي سان هڪ شهر جنهن ۾ مومل رهندي هئي، ٢٤. بي حد صفا، ٢٥. نباهي، پوري ڪري، توڙ پهچائي، ٢٦. ساک، انجام، ويساهه، اعتبار.

## ٢٨

ڍولي[1] ڍَڪي[2] آهيَان، هُيَس اُگهَاڙي[3] اَگَ[4]،
جُوڙي[5] وِچَان[6] جَڳَ[7]، ڪَڪَرُ[8] ڪِيَائِينمِ[9] ڪَاڪِ[10] جو.

## ٢٩

ڍولي ڍَڪي آهيَان، هُيَس اُگهَاڙي آنءُ[11]،
پَنهِنجو رکِي نَانءُ[12]، ڪَڪَرُ ڪِيَائِينمِ ڪَاڪِ جو.

## ٣٠

ڪَڪَرُ ڪِيَائِينمِ ڪَاڪِ جو، ڏِيئي لاَڙِيءَ[13] لِڪَ[14]،
هَاڻي مَتي ڏِڪَ[15]، چَرِهئو تِي چَاڳَ[16] ڪَرِيَان.

## ٣١

ڪَثَافَتَ[17] جَا ڪَاڪِ جِي، مَيْنڌَري[18] مِتئَامِ[19]،
اَوڳُڻَ[20] عَيبَ سَندَامِ[21]، سَبِ ڍولي ڍَڪي[22] ڇَڏِئَا.

## وائي

مَيْنڌَرا[23] مُون ڪي، رَاڻَا[24] جِمَ وِسَاري[25] ڇَڏِين،
مُون ڪي طَعْنَا[26] تُنهِنجَا، ڏِيهُ[27] مِڙوئي ڏي.

---

١. محبوب، سڄڻ. ٢. ڍڪي آهيان = منهنجو پردو رکيو آهي، منهنجي عيب پوشي ڪئي آهي. ٣. بدن ڪپڙي، ننگي، عريان. ٤. اڳ کان، اصل کان، شروعات کان. ٥. ٺاهي، بنائي، تيار ڪري، جوڙيندي، ڏٺي. ٦. وچ مان. ٧. جڳ جي، جهان (جي ماڻهن) جي. ٨. ڇانو، سايو، برڪت، رحمت. ٩. مونکي ڪيائين. ١٠. رياست جيسلمير ۾ هڪ نديءَ جو نالو ۽ ساڳئي نالي سان هڪ شهر جنهن ۾ مومل رهندي هئي. ١١. آئون ١٢. نالو (نالو رکڻ = نسبت رکڻ، سڱ ڳنڍڻ، شادي ڪرڻ). ١٣. لاڙيءَ جو، اڳڙي يا پراڻي ڪپڙي جو. ١٤. ٽورو ٽڪر يا پٽي ١٥. سيج، گهوٽ ڪنوار لاءِ شاديءَ جي رات سينگاريل بسترو يا کٽ. ١٦. ناز نخرا، ملڻا، انگل. ١٧. ميراڻ، غلاظت. ١٨. راڻي (مومل جو محبوب راڻو سوڍا راجپوت قوم جي مينڌرا پاڙي مان هو). ١٩. منهنجي ميٽي يا ختم ڪئي. لاٿي، دور ڪئي. ٢٠. اوڻايون، عيب، خطائون، غلطيون. ٢١. منهنجا. ٢٢. لڪائي، ڇپائي. ٢٣. اي مينڌرا، اي راڻا. ٢٤. متان. ٢٥. دل تان لاهي، ڀلائي. ٢٦. مهڻا، اولانبا. ٢٧. ملڪ يا جڳ (جا ماڻهو).

رَاڻي[1] تي[2] رِبَس[3] کِي[4]، کَرَ[5] سين کِلِئُمِ[6] جي[7].

## وائي ٢

اَچِئو[8] آتَڻَ[9] وَارِيُون، مُون کي طَعنَا[10] ڏِين تي،

ڪِيئَن ڪَريَان ڪَاڏي وَجَان، مُون کي سوڍو[11] سَجُهہ[12] نَہ ڏي،

پَتَرِ[13] وَارَ[14] وِچَايَان[15]، آئُون رِبجِهي[16] رَاڻي کي،

ڪَارَايَان[17] ڪِيرولِيُون[18]، آئُون چَارِيَان چَانگي[19] کي.

---

١. مومل جي محبوب جو نالو. ٢. تنهنکري، ٣. ساڙ، ڪاوڙ. ۴. ڪئي. ۵. دشمن، رقيب، ڏارئين، (ماڻهوءَ). ٦. مون کِلئو (راضي يا خوش ٿي). ٧. چاڪاڻ تہ، جيئن تہ. ٨. (مون وٽ) پهچيو يا رسيو. ٩. زالن جي سٽ ڪتڻ واري جاءِ (آتڻ واريون = آتڻ ۾ مون سان گڏ ڪتڻ واريون زالون). ١٠. ميهڻا، اولانبا. ١١. راڻو (راڻو سوڍا راجپوت قوم مان هو). ١٢. وَجهہ، موقعو، (ملڻ جو). وارو. ١٣. پٽ تي، هنڌ تي، وڇاڻي يا بستري تي. ١۴. مٽي جا وار. ١۵. پکيڙيان. ١٦. خوش ٿي. ١٧. چاريان. ١٨. گاهہ جو قسم جنهن مان ڪير جهڙو رس نڪري. ١٩. اُٺ.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُر رَاڻُو

## داستان ستوُن

### ١

ڍَٽ[١] ۾َ وَجِ ڍولَ[٢]، ڪَاڙِيَاري[٣] ڪَاڪِ[٤] ڪَري،
آئُون اڳُهِين[٥] آهِيَان، ٻَڌي[٦] تُنهِنجي ٻولَ[٧]،
توکي سَارِئو سُپرِين، رُئَان مَنجهه رَتولَ[٨]،
تِڪَاڻا ۽ تولَ[٩]، وِسَهُه[١٠] مُون[١١] وِهُه[١٢] تِئا[١٣].

### ٢

تُون ڍاتي[١٤] ڍَٽَ ڌَڻي[١٥]، ڍولاَ[١٦] تُنهِنجو ڍَٽُ[١٧]،
پَائِي[١٨] تُرَازَي[١٩] توريَان[٢٠]، تَه مُلڪُ[٢١] نَه تُنهِنجو مَٽُ[٢٢]،
لَاهي[٢٣] ڪَسَرَ[٢٤] ڪَٽُ[٢٥]، ڪوڙِ[٢٦] قَنَاتُون[٢٧] ڪَاڪِ ۾ِ.

### ٣

ڪوڙِ قَنَاتُون ڪَاڪِ ۾ِ، رَاڻَا[٢٨] وِيهُه رَهِي[٢٩]،
مَاڻُهُو جي مَحلاَتَ جَا، سوڍَا[٣٠] ڪِجِ سَهِي[٣١]،

١. ڍٽ ڌاڻهن (ڍٽ ٿر علائقي جو هڪ حصو آهي)، ٢. اي ڍول، اي سجڻ، اي محبوب، ٣. شرمندي، مياري، گلاري، داغدار، بدنام، ۴. رياست جيسلمير ۾ هڪ نديءَ جو نالو ۽ ساڳئي نالي سان هڪ شهر جنهن ۾ مومل رهندي هئي (ڪاڪ ۾ رهندڙ ماڻهو)، ۵. اصل کان، شروعات کان، ٦. ٻڌل، پابند، ٧. ٻول سان، ڳالهه سان، ٻوليءَ يا انجام سان، ٨. ياد ڪريو، ٩. محلات، رنگ محل، ١٠. عمارتون، جايون، گهر، ١١. سامان سڙو، مال اسباب، ١٢. اعتبار يا ويساهه ڪر، ١٣. مونکي، ١۴. زهر، ڪڙا، اڻ وڻندڙ، ناپسند، ١۵. ڍٽ جو رهندڙ، ١٦. مالڪ، ١٧. اي ڍولا، اي پرين، اي محبوب، ١٨. وجهي، ١٩. ترازي ۾، ساهميءَ يا ترازوءَ ۾، ٢٠. وزن ڪريان، پيٽ ڪريان، ٢١. ڏيهه، جهان، دنيا، ٢٢. ثاني، برابر، ٢٣. ڇڏي، ٢۴. ڪسر، سُستي، ٢۵. ٻيائي، ضد، ڪلفت، ٢٦. لڳاءِ، هَڻَ، ٢٧. تنبو، خيما، ٢٨. اي راڻا، ٢٩. قيام ڪر، ترسي يا ٽڪي پؤ (هميشه لاءِ)، ٣٠. اي سوڍا، اي راڻا (مومل جو محبوب راڻو سوڍا راجپوت قوم مان هو)، ٣١. ڪج سهي = سڃاڻج.

وِيندِيئِي ڳالِهِ[1] وَهِي[2]، وِکَر[3] پُوندين[4] وَلَهَا[5].

۴

آءُ راڻا راحَتَ[6]، ڏُوڻَ[7] ڏَرَتِيءَ[8] جا ڏَڻي[9]،
سِکَن[10] ٿِيُون سُهاڳڻِيُون[11]، سودا تُنهِنجِيءَ سَٽَ[12]،
مُون تان لاهِه[13] مَ هَٽَ، کامِلَ[14] ڏَڻي کاڪِ جا.

۵

کا جا[15] راڻي[16] مَن[17] ۾، جيئَن نِتُو دِلِ گَڏي[18]،
مَحَلَ ماڙِيُون بَنگُلا، اوڏاهِين[19] اَڏي،
مارِبَس اِنهِيءَ ماڙي[20]، جيئَن وِئو لُڏُوڻي[21] لَڏي[22]،
پينَرُ[23] پاڳَ وَڏي[24]، کَڏِهِين ايندو کاڪِ تي.

٦

راڻُو رَبُ راضِي کَري، مان[25] نَ وَرائي[26] واڳَ[27]،
چَندَنَ[28] سين چِکَ[29] کِئو، مُومَلَ لِنبي[30] ماڳَ[31]،
سودِي جي سُهاڳَ[32]، ڏِٽُ[33] مِڙِوئي ڏِکِئو[34].

١. معاملو، ٢. نکري (هتان يا وس کان)، ٣ وکر ۾، فکر يا ارمان ۾، ۴. پوندين، ۵. اي ولها، اي پيار، اي خاوند، ٦. دل جي راحت يا چين، ٧. بهترين، اعليٰ، ٨. جڳت، جهان، دنيا، پرٿويءَ، ٩. مالڪ، ١٠. سکن ٿيون= واجهائين ٿيون، اُکنديون آهن، ١١. مڙسن واريون زالون، بختاور يا ڀاڳن واريون زالون، ١٢. سَٽَ کي، ڪچهريءَ يا رهاڻ کي، ١٣. ڪڻ (هٽ لاهڻ= تعلقات يا لاڳاپو ختم ڪرڻ)، ١۴. اي ڪامل، اي بزرگ، ي برگزيدا، ي ڀلارا، اي بي عيب، ١۵. اهڙي (ڳالهہ)، ١٦. راڻي جي، ١٧. دل، ١٨. لڳائي (دل گڏي = پيار يا محبت ڪري)، ١٩. هُنَ هنڌ يا اُتي يعني پنهنجي ديس يا ملڪ ۾ ٺاهي، جوڙي، بنائي، ٢٠. معاملي، ڳالهہ، ٢٢. لڏوڻي مان (لڏوڻو) يا لڏاڻو ڪاڪ شهر جي ڀرسان هڪ ڳوٺ آهي)، ٢٣. هجرت ڪري، سامان سڙو ڪٺي، ٢۴. اي پينر، اي اديون، ٢۵. ڀاڳ وڏي = وڏي يا اعليٰ ڀاڳ يا قسمت هجڻ سبب، ٢٦. مان نہ = شال، خدا ڪري، ٢٧. ڦيرائي، ٢٨. اٺ جي مهار (ورائي واڳ = موٽي اچي)، ٢٩. صندلَ، خوشبودار وکرَ، ٣٠. تر، مرطوبَ، آلو، ٣١. راڳو ڏي، لبيو ڏي، ٣٢. ماڳ کي، جاءِ کي، محلات کي، ٣٣. سهاڳ سان، قرب يا محبت سان، مهربانيءَ سان، ٣۴. ٿر علائقي جتي هڪ حصي جو نالو، ٣۵. ڏکي چڏئو، (ڀلاين يا مهربانين سان) نوازي ڇڏيو.

### ٧

رَاڻَا تُنهِنجي ريهَ[١]، مونکي اَکَڙُبُنِ ۾،
آئُون تِنهِن گهوري[٢] ڏيهَ[٣]، جِتي تُنهِنجو تَکيو[٤].

### ٨

نَئُون[٥] نِيَاپو[٦] آيو، راڻي وَٽَان رَات،
لَذِيسُون[٧] لطيف چئي، کَنَان[٨] ڏاتَر[٩] ذَات[١٠]،
کِهَڙِي[١١] پُڇِي[١٢] ذَاتِ[١٣]، جي آيَا[١٤] سي اَگهَئَا[١٥].

### ٩

رَاڻي جيءَ رِهَاڻِ[١٦] کي[١٧]، رُوحُ[١٨] کَري رِيهُون[١٩]،
بَاغَ سَڙِي بُٺُ[٢٠] ٿِئَا، وَڻَنِ جُون وِيهُون[٢١]،
کَاکِ مَٿي کيهُون[٢٢]، پَسو پَرڏيهِيَنِ جُون.

### ١٠

رَاڻَا نَجَاڻَان[٢٣]، تَه کِئَن[٢٤] وِڏُوهِيَن[٢٥] وَلَهَا[٢٦]،
پِيئِي کِيَه[٢٧] کَٿُنِ[٢٨] تِي، ٿِئَا پَلنگَ پُرَاڻَا[٢٩]،
جَايُون[٣٠] گُلَ زَبَاتَ[٣١] وَڻَ، تو رَءَ[٣٢] کُومَاڻَا[٣٣].

---

١. جواني، سُونهن، حُسنُ. ٢. گهولائو، طالبو، سڪندڙ. ٣. ڏيهہ جي، ديس يا ملڪ جي. ٤. آستان، ماڳُ، جاءِ. ٥. عجيب. ٦. پيغام، سنيهو، اطلاع. ٧. اسان لذي، اسان کي ملي يا حاصل ٿي. ٨. وٽان. ٩. ڏاتار، ڏيندڙ، داتا، سخي، خدا. ١٠. خدائي عنايت يا عطيو، الاهي ڏاج، خدا جي طرفان مليل غير معمولي طاقت. ١١. ڪابہ نہ. ١٢. معلوم ڪري. ١٣. حسب نسب، ڪڙم قبيلو، آکهہ، خاندان. ١٤. در تي يا حضور ۾ ڪمائي يا رياضت ڪري آيا. ١٥. قبول پيا، پسند آيا. ١٦. مجلس، ڪچهريءَ، صحبت. ١٧. لاءِ. ١٨. دل. ١٩. دانهون (ريهون ڪري = بي آرام يا بيقرار ٿئي). ٢٠. ويران. ٢١. گهڻو انداز يا تعداد. ٢٢. رڙيون، دانهون. ٢٣. مونکي ڄاڻ نہ آهي، مونکي خبر نہ اهي. ٢٤. ڇو، ڪهڙيءَ طرح. ٢٥. ناراض ٿيو آهين، ڏمريو يا ڪاوڙيو آهين. ٢٦. اي ولها، اي پيتار، اي خاوند. ٢٧. مٽي، دز، ڌوڙ. ٢٨. پلنگن، چارپاين. ٢٩. زبون، ردي، بيڪار. ٣٠. جايون گل = جاءِ گلن جا ٻوٽا. ٣١. زبات يعني زباد جا، مشڪ جا. ٣٢. کان سواءِ. ٣٣. مرجهايا، سڪي ويا.

ذَرِيائِي[١] ذورا تِئا، وَرَ[٣] ري[۴] وِهاڻا[۵]،

مينڍَرا[٦] مَاڻا[٧]، تو رِءَ[٨] ڪَنڍيَس ڪَنِ سين.

(١١)

راڻا[٩] نَہ چاڻان[١٠]، ڪِيئَن[١١] وِڏُوهِيين[١٢] وَلَها[١٣]،

اَچي ڪَاڪ ڪَنڌِن[١۵] ۾، پَرَچي[١٦] ڏي پَاڻا[١٧]،

تَہ سُوڍِلَ[١٨] سِيَاڻا[١٩]، ڳُجُهَہ[٢٠] ڳَرَهِئان[٢١] ڳالهڙِيون[٢٢].

١٢

راڻي رِڻُ[٢٣] ڪِئو، جيڏِيُون[٢۴] مُنهِنجي جِيءَ[٢۵] سين،

مَنُ[٢٦] مَينڍَري وَڍِئو، ڏُٻي[٢٧] ڏَڙُ[٢٨] پِئو،

ٻُجَهان[٢٩] ٻَهَرِ[٣٠] وِئو، هِنيُون[٣١] هَنڌَ[٣٢] نَہ اَگِيين[٣٣].

١٣

جيڏِيُون مُنهِنجي جِيءَ سين، راڻي رِڻُ ڪِئو،

قَلبُ ڪَاڪ ڪَنڌِن ۾، پُرزا[٣۴] تِي پِئو،

ٻُجَهان ٻِيءَ[٣۵] وِئو، هِنيُون هَنڌَ نَہ هِڪڙي.

---

١. ذريل ٿي يا رڪيل ٿي (ٻنان استعمال جي)، ٢. ميرا، گرا، ٣. خاوند، پَتار، شوهر، ۴. ڪان سوا٣، ۵. تڪيا، سِراٽا، ڪنڌا، ٦. اي مينڌرا، اي راڻا (مومل جو محبوبَ راڻو سوڍا راجپوت قوم جي مينڌري پاڙي مان هو)، ٧. نازَ نخر، آرا انگل، جاڳَ، ٨. ڪان سواءِ، ٩. اي راڻا، ١٠. نہ چاڻان = مون کي ڄاڻ نہ آهي، مونکي خبر نہ آهي، ١١. ڇو، ١٢. ڪاوڙيو يا ناراض ٿيو آهين، ١٣. اي ولها، اي پتار، ١۴. رياست جيسلمير ۾ هڪ نديءَ جو نالو ۽ ساڳئي نالي سان هڪ شهر جنهن ۾ مومل رهندي هئي، ١۵. ڪپن، ڪنارن، پرپاسي ۾، آس پاس، ١٦. راضي ياخوش ٿي، رسڻ ڇڏي، ١٧. منزلون، ٿاٽا، وِهڪون، ١٨. اي سوڍل، اي سوڍا، اي راڻا، ١٦. داناء، سُجاڻ، عاقل، ٢٠. ڳجهہ جون، راز جون، ٢١. اوريان، ڪريان، ٢٢. ڪهاڻيون، گفتگو، ٢٣. انڌير، ظلم، ٢۴. اي جيڏيون، اي سرتيون، ٢۵. جانِ، جند، جسمَ، دلِ، مَنَ، ٢٦. ڪپيو، ٢٧. آوازَ يا ڦهڪي سان پٽ تي ڪري، ڏڪي، ٢٨. بدن، سرير، ٢٩. سمجهان يا پانيان ٿي، ٣٠. پري، دور، پرديس ۾ (راڻي جي ڳولا ۾)، ٣١. دل، قلب، ٣٢. هنڌ تي، ماڳَ تي، جاءِ تي، ٣٣. اصلوڪي، ٣۴. ٽڪر، پور پور، ذرا ذرا، ٣۵. ٻي جاءِ ڏي، پرائي يا ڏارئين ملڪ ڏي.

(۱۴)

جيڏِيُون[1] جِيئَن[2] ڪِئو، سوڍِي[3] مُنهِنجي سَاهَه[4] سين،
هِنيين[5] سين هَاجُو ڪَري، وِڏُوڙِجي[6] وِئو،
سو ڏِسڻ ڏيهُه[7] پِئو، راڻُو جِنهِن راڄَ ۾.

۱۵

سوڍِي مُنهِنجي سَاهَه سين، جيڏِيُون جِيئَن ڪِئو،
ڪَڙِي[8] مُون[9] ڪَاڪ[10] ٿِي، آنَڻُ[11] وِسَرِئو[12]،
پَسَان ڪِينَ پِئو، تِنهن رِءَ[13] اکَڙِيُنِ سين.

۱٦

سوڍِي سِرُ[14] نِئو[15]، هِتِ ڪَرنگهَرُ[16] سَڪُٽو[17]،
راڻي جِيءَ رِهَاڻِ[18] ڪِئي[19]، پَچِي[20] تَن[21] پِئو،
مَنُ مَينڌَري[22] وِئو[23]، ڏُبِي ڏَڙُ[24] پِئو،
پَسَان ڪِينَ پِئو، تِنهن رِءَ اکَڙِيُنِ سين.

۱۷

راڻَا[25] پَسَان نَه راڄَ ۾، هُئِي جَني[26] هَاڪَ[27]،

---

۱. اي جيڏيون، اي سرتيون. ۲. اهڙو ڪو انڌير يا هاجو يا ظلم. ۳. راڻي (مومل جو محبوب راڻو سوڍا راجپوت قوم مان هو). ۴. جيءُ، جان، زندگيءَ. ۵. دل، قلب، مَنُ. ٦. ڪاوڙجي، ڏمرجي. ۷. ديس، ملڪ، راڄ. ۸. اڻ وڻندڙ، ناپسند. ۹. مونکي. ۱۰. رياست جيسلمير ۾ هڪ نديءَ جو نالو ۽ ساڳئي نالي سان هڪ شهر جنهن ۾ مومل رهندي هئي. ۱۱. سُتَ ڪتڻ جي جاءِ، گهر. ۱۲. دل تان لهي وئو. ۱۳. ڪان سواءِ. ۱۴. مٿو، سسي، ڪنڌ. ۱۵. ڪسي ورتو، پاڻ سان ڪنيو. ۱٦. سسئيءَ ڪان سواءِ باقي جسم، ڌڙ. ۱۷. صرف، اڪيلو. ۱۸. مجلس، ڪچهريءَ، صحبت. ۱۹. لاءِ. ۲۰. ڪامي، جلي، سڙي. ۲۱. دل، بدن، جسم. ۲۲. راڻي (راڻي سوڍا راجپوت جي مينڌرا پاڙي مان هو). ۲۳. ڪيپيو. ۲۴. آواز يا ڦهڪي سان پٽ تي ڪري. ۲۵. راجائون، بادشاهه، حاڪم. ۲٦. جني جي. ۲۷. واڪاڻ، نالو ناموس، ڌاڪو، دبدبو.

مَحلي[1] مِيرَ مُقِيمَ جي، مَتَنِ[2] اُنّي[3] ماکَ[4]،

هُو جي پِرهَ[5] پِياکَ[6]، سي لوڏِي[7] وَجَنِ لَڏِئو[8].

## ۱۸

راڻا پَسان نَہ راجَ ۾، مَٿي[9] جَنِ[10] ماڻي[11]،

کوهَ[12] جاڻان کيڻِ[13] وِئا، ڏوراڙِنِ[14] ڏاڻي[15]،

اُتَرَ[16] لَڳِئي[17] اُنِ جا، ڇاجا[18] پَئا ڇاڻي[19]،

مُحسَنَ ۽ مُقِيمَ* ڏي، اَتُونِ[20] گهُرَ[21] گهاڻي،

کَٿُون جَنِ کَٽي، لُدوٽي لاَتِيُون.

## ۱۹

لَکين[22] لوڏِي[23] لَتِئا[24]، کَنڌِيءَ[25] کاکِ کِنارَ،

پُون[26] ۾ پَئي پَکو[27] تِئا گهوڙا ۽ سُوارَ،

جُهونا[28] پَسجَنِ کاپَڙِي[29]، کُنڊا[30] جَنِ کَپارَ[31]،

سامِي سَپَ[32] جَمارَ[33]، وِيهِي ماڳِ[34] مَرِي وِئا.

## ۲۰

هُئي جي نَہ هُئي، تَہ راڻو رَنجُ[35] رکِي وِئو،

---

۱. محلي ۾، ماڙي ۾. ۲. متن تي، (تکر يعني ٻاهہ ۾ پکل مٽيءَ جي نهيل) وڏن دلن يا ماٽن تي (جي پيئڻ جي پاڻيءَ وجهڻ لاءِ يا شراب ٺاهڻ لاءِ ڪم آندا ويندا اهن). ۳. پئي، وسي. ۴. ماڪ، گهم، شبنم (متن انّي ماڪ = شراب جا مٽ خراب ٿي وئا يا ڀڄي ڀُري وئا جيڪا ويراني جي نشاني هئي). ۵. پرهہ جو، اسر جو يا فجر جي مهل. ٦. (شراب) پيئندڙ (پرهہ پياڪ = صبوح جو سوير شراب پيئڻ يا ماني کائڻ جا هيراڪ، آسودا يا خوشحال يا عياش ماڻهو). ۷. لوڏي، لوڏ وارا، شڪار ڪندڙ (امير، حاڪم). ۸. هجرت ڪريو، وطن يا گهر گهاٽ ڇڏيو. ۹. مٿي تي، سر يا ڪنڌ تي. ۱۰. جن جي. ۱۱. مٿيا، ڇٽ، تاجُ. ۱۲. کوهہ ڄاڻان = آئون ڇا ڄاڻان، مونکي ڪا خبر يا ڄاڻ نہ آهي. ۱۳. ڪيڏانهن، ڪهڙي طرف. ۱۴. ڏوراڙن جا، محلاتن جا، عاليشان عمارتن يا بنگلن جا. ۱۵. مالڪ. ۱٦. اتر جي طرف جي واءَ. ۱۷. لڳڻ سان. ۱۸. جهوپڙا، مڪان. ۱۹. ڪري، ڍهي *سردار ماڻهن جا نالا. ۲۰. اسان کي آهي. ۲۱. چاهہ، طلب، حُبَ، سڪ. ۲۲. لکن جي تعداد ۾، بي شمار. ۲۳. لوڏي، لوڏي، شڪار ڪندڙ (امير، حاڪم). ۲۴. (زمين ۾) پوريا وئا يا دفن ٿيا. ۲۵. ڪنڌيءَ تي، آس پاس، پرپاسي ۾. ڪپ تي. ۲٦. زمين، ڌرتي. ۲۷. چورو، سفوف، مٽي. ۲۸. بوسيدا، سڙيل، ڳريل (مٽيءَ ۾). ۲۹. جوڳي يا سامي فقير. ۳۰. ڪلنگيون، ڇٽ، تاج. ۳۱. ڪپار تي، مٿي تي. ۳۲. سڄي. ۳۳. عمر، زندگي. ۳۴. ماڳ تي، هڪ جاءِ تي. ۳۵. ڏمر، ناراضپو.

مَارِيَس اِنهيءَ مَامِري، جِيئَن سَيَكَنهِن ڳالهہ سُئي،
ڪُرَڙِ سَاڻ ڪُهِي، وِئو نِهُوڙي نَندَ ۾.

(۲۱)

رَاڻي رَنج لَڪَايو، هِتَان وَجِي هُت،
مِيڙِ مُنجَان تي مَينڌَرا، پُوڻِ اَوَاهنجي پُت،
اِيءَ نہ رُسَڻ رُت، اَجَا مَحبَتَ مُورَ مَسَ ڪَئا.

۲۲

رَاڻي جي رُسَڻ جو، دِل ۾ اُتُون داغ،
مُون ڪي ڏِيئي ڏُهَاڱُ، ڍولو ڍَٽ قَرَارِئو،

۲۳

رَاڻي جي رُسَڻَ جو، دِل ۾ اَتُون داغ،
وَنِي وِئو پَاڻَ سين، سَيوئي سُهَاڳُ،
مُون ڪي ڏِيئي ڏهَاڱُ، ڪَاهي وِئو ڪَرَهو.

۲۴

رَاڻُو رُنو ڪَاڪِ سين، وِجُهلَندو وِئو،

---

۱. مونکي ماريو، مونکي تڪليف يا مصيبت ۾ وڌو، ۲. معاملي، ماجرا، واردات. ۳. ڄاڪاڻ تہ. ۴. هر ڪنهن. ۵ ڪهاڻي، قصو. ٦. ٻُڌي. ۷. رڻ ڪانسواءِ، جنگ جهيڙي ڪانسواءِ، بيجا نموني. ۸. قتل ڪري، ماري. ۹. برباد يا تباهہ ڪري، نابود ڪئو. ۱۰. سمهڻ جي حالت. ۱۱. مومل جي محبوب جو نالو. ۱۲. ڪاوڙ، ڏمر، ناراضگي. ۱۳. ظاهر ڪئو. ۱۴. ڏوهہ يا خطا معاف ڪرائڻ لاءِ چڱن مڙسن جو وفد. ۱۵. موڪليان. ۱٦. ي ميندرا، اي راڻا (مومل جو محبوب راڻو سوڍا راجپوت قوم جي ميندرا پاڙي مان هو). ۱۷. پوڻ مان يا ڄاڻ سڃاڻ مان، واقفيت واري ساٿين مان. ۱۸. اوهان جي. ۱۹. جهوني، پراڻي. ۲۰. رسڻ جي روسامي يا ڪاوڙ جي، ڏمر جي. ۲۱. مند، وقت، مهل. ۲۲. پيار، نينهن. ۲۳. انگور، گونچ. ۲۴. مشڪل سان. ۲۵. جهلڻا. ۲٦. مَن. ۲۷. اسان ڪي، (مون ڪي) آهي. ۲۸. ڏنبُ، ڦٽ، زخم. ۲۹. وڇوڙو، فوڙائو، رَنوڙ پڻ. ۳۰. محبوب (راڻو). ۳۱. ڍٽ ۾ (ڍٽ تہ علائقي جو هڪ حصو آهي جنهن ۾ راڻو رهندو هو). ۳۲. آرامي يا آسودو ٿئو. ۳۳. سمورو. ۳۴. (مڙس يا ڀتار جو) پيار يا محبت. ۳۵. وني، هڪلي. ۳٦. اُٺَ. ۳۷. ناراض ٿئو، ڪاوڙيو. ۳۸. رياست جيسلمير ۾ هڪ نديءَ جو نالو ۽ ساڳئي نالي سان هڪ شهر جنهن ۾ مومل رهندي هئي. ۳۹. رئندو، ارمان ڪندو.

مُنهنجو مَنُ[1] مينڌري[2]، پائي[3] نيرُ[4] نئو،
بُڄهان[5] کو ٻِئو[6]، سوڍي[7] سانگُ[8] چِتايو[9].

۲۵

راڻو رُنو[10] ڪاڪِ سين[11]، تِي ڪاري[12] قيامتَ[13]،
اَندر[14] آڳُون[15] لائيون[16]، سوڍي[17] جي صُحبتَ[18]،
ماريَس[19] تِنهن مَحَبتَ[20]، جا ڪامِلُ[21] ڪالهه ڪري وِئو.

۲٦

راڻو رُنو ڪاڪِ سين، ڪاري تِي قيامَ،
ڏاتِيءَ[22] ڏتُ چِتايو، ڪرهي[23] هٽي ڪامَ[24]،
ماريَس تِنهن مامَ[25]، جا ڪامِلُ ڪالهه ڪري وِئو.

۲۷

راڻو رُنو ڪاڪِ سين، تِي قيامتَ ڪاري،
جِنهن ۾ ميرُ[26] مينڌرو، سا پَرَ[27] نه مُون پاري[28]،
ڏولي[29] سا ڏاري[30]، جيئن[31] مُنهن[32] مَتاهُون[33] نه ڪَٽان[34].

---

۱. دل، ۲. راڻي (مومل جو محبوب راڻو سوڍا راجپوت قوم جي مينڌرا پاڙي مان هو)، ۳. وجهي، ٻڌي، ۴ لوهه جو زنجير، ۵. سمجهان، پايان، ٦. نئون، نرالو، ۷. راڻي، ۸. جاءِ، مڪان، ماڳ، ۹. چت ۾ يا ڌيان ۾ سوچيو، ۱۰. ڌمريو، ڪاوڙيو، ناراض ٿئو، ۱۱. رياست جيسلمير ۾ هڪ نديءَ جو نالو ۽ ساڳئي نالي سان هڪ شهر جنهن ۾ مومل رهندي هئي، ۱۲. سخت خطرناڪ، ۱۳. قيام، حشر يا محشر جو ڏينهن جڏهين مُردن يعني مئل ماڻهن کي قبر مان جيئرو ڪري اٿاري گناهن ۽ ثوابن جي حساب ڪتاب لاءِ گڏ ڪيو ويندو، ۱۴. اندر ۾، دل ۾، ۱۵. باهيون، ۱٦. لڳايون يا ٻاريون، ۱۷. راڻي، ۱۸. رهاڻ، مجلس، ڪچهريءَ، ۱۹. مونکي ماريو يا تباهه ڪئو، ۲۰. پيارَ، ۲۱. بزرگ، بي عيب، برگزيدو (راڻو)، ۲۲. ڏٺ جي رهاڪوءَ يعني راڻي (ڏٺ ٿر علائقي جو هڪ حصو آهي)، ۲۳. ڪرهي کي، اٺ کي، ۲۴. لڪڻ، چهبڪ، ۲۵. ڳجهي ڳالهه، اشاري، ۲٦. امير يا سردار، (جنهن پر ۾ راضي آهي)، ۲۷. رسم، ريت، ۲۸. بجا آندي، پوري ڪئي، ۲۹. محبوب، ۳۰. اهڙي ڪا ڳالهه، ۳۱. سوچي، رٿي، ۳۲. مک، ڪنڌ، ڳاٽ چهرو، ۳۳. مٿي، اوچو، ۳۴. ڪريان (منهن مٿاهون نه ڪٽان = شرمسار آهيان، عزت جي لائق نه رهي آهيان).

## (٢٨)

ڪو جو ڪَنَرُ[1] ڪاڪِ[2] مَان، راڻي[3] ڪي رَهِئو[4]،
ماڳِ[5] نَہ اَچي مَينڌَرو[6]، ايڏو[7] سُورُ[8] سَهيو[9]،
موتِي تنهن مَحلاتَ[10] ۾، وَري تان نَہ وِئو،
ڪوجو قَلَمُ[11] وَهيو*، سو مِتَئان[12] ڪِيئَن[13] مَينڌَراَ[14].

### وائي

ڏُورِ[15] وَڃِئو ڏِينهَن[16] لائي، ڪَا[17] مُنهنجي سوڍِي[18] سَمُجهائي[19]،
جيڏيُون[20] راڻي ڪي رَحمُ[21] پَئي،
چِنا[22] مَنهَن مَارُيُون[23] اوڏاهِين[24] اَڏائي[25]،
مِيڙ[26] منجان[27] تي مَينڌَري[28]، پاندُ[29] ڳِچيءَ[30] ۾ پائي،
ميڙ منهنجي مينڌَرو، مَانَ[31] نَہ موٽائي،
سَاهُ[32] مُنهنجو سُپِرين[33]، ڪَامَ[34] وَنئو[35] تو ڪاهي[36]،
ساڻيهَہ[37] مَتي[38] سُپِرين، وَاڳُون[39] ورائي[40]،
فَقِيرِ مِينهَن فِراقَ جَا، ويٺي وَسائي.

---

١. بدگماني، لطِ فهمي، غيرت. ٢. رياست جيسلمير ۾ هڪ نديءَ جو نالوءِ ساڳئي نالي سان هڪ شهر جنهن ۾ مومل رهندي هئي. ٣. مومل جي محبوب جو نالو. ٤. رسيو، پهتو. ٥. (اصل يا اڳيين) مقامَ يا جاءِ يا منزل تي. ٦. راڻو (راڻو سوڍا قوم جي مينڌرا ٻاڙي مان هو). ٧. ايترو وڏو. ٨. ڏک. ٩. برداشت ڪئو. ١٠. محل، عمارت. ١١. لکڻ لاءِ سرَ يا ڪانهن جو گهڙيل ڪانو. ڪلڪ. ليکڻ. لکٽي * جيڪو ڪجهہ نصيب ۾ يا قسمت ۾ لکجٽو هو اهو لکجي ويو يعني قسمت جو فيصلو ٿي ويو. ١٢. ميساريان. ڊاهيان. ١٣. ڪهڙيءَ طرح. ١٤. اي مينڌرا، اي راڻا. ١٥. پري. ١٦. ڏينهن. لائي = گهڻو وقت ٻاهر يا پري رهي گهڻي دير ڪانيوءِ اچي يا موٽي. ١٧. ڪابہ مڪڙي. ١٨. سوڍي کي، راڻي کي. ١٩. نصيحت يا هدايت ڪري. ٢٠. اي جيڏيون. اي سرتيون. ٢١. ڪهل. قياسَ. ٢٢. چير. منهن. ڪڪائان گهر. جايون ٢٣ جاين جي مٿان جايون. محلاتَ. ٢٤. هن طرف يعني پنهنجي وطن ڏڏ ۾. ٢٥. نهرائي. جوڙائي. ٢٦. ڏوهہ يا خطا معاف ڪرائڻ لاءِ اشراف ۽ چڱن ماڻهن جو وفد. ٢٧. موڪليان. ٢٨. مينڌري ڏانهن. راڻي ڏانهن. ٢٩. ڪپڙو. مٿي تي ڍڪڻ ۽ زناني گندي يا پوتي. ٣٠. ڳلي ڪنڌ (پاند ڳچيءَ ۾ پائي = منٿ ڪرڻ لاءِ). ٣١. مان نہ = شل نہ. خدا ڪري تہ نہ. ٣٢. جان. جند. دل. ٣٣. پرين. محبوب (راڻو). ٣٤. لکڻ. ٣٥. هٿئو. ٣٦. ڪڍي. ٣٧. وطن. ديس (ڪاڪ). ٣٨. ڏانهن. ٣٩. اٺ جون مهارون. ٤٠. ڦيرائي. موڙي.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحيم

# سُرُ راڻُو

## داستان اَٺُون

١

ڳَلِ[1] ڳَانَا[2] مُنهِن[3] مَاڻڪِي[4]، مَيي[5] ٻَجَهنِ[6] موڙَ[7]،
جَهَانَ[8] جَهان جَهِمَ[9] جَهڪورَ[10]، ڪَرَهَا[11] ڪَاڪِ[12] ڏَٽيَنِ[13] جي.

٢

ڪَاهِه[14] مَيَا[15] ڪَرَهَلَ، رِبَلِ[16] تَه پَسُون[17] راڻيُون[18]،
تَاڻي[19] وَجِج تِتَهِينِ[20]، جِت طَرَحَ[21] موچَارَا[22] تَرهَلَ[23]،
اَسِين مَاڻيُون[24] مُومَلَ، تُون نَايِئُو[25] نَاگِيلاَ[26] چَرِين[27].

٣

مَيي ۽ مَيندَرِي[28]، ڏِني تِيَزَمِ[29] ڏِينهَن[30]،
هَاٺي ڪَرِيَان ڪِيئَن، وِينِي ڳوڙهَا[31] ڳَاڙِيَان[32].

٤

رِءَ[33] رَاڻي رَتُ[34] روءِ[35]، ڳَلِيُون[36] نِهَاري[37] ڳوٺَ جُون،

---

١. ڳل ۾، ڳچيءَ ۾. ٢. ڪوڏين يا ڪوڙن موتين سان جڙيل آن، ڏاس يا چمڙي جا رنگين پٽا يا مهند. ٣. منهن تي، چهري تي، مٿي تي، ۴. موتي، ۵. ميي کي، اٺ کي، ٦. ٻڌن، وجهن، ٧. اُن يا سٽ جا ٽونئر، جهاٻا يا ڦندڻ. ٨. جهان جهان = جهڻ جهڻ يا رين رين جو آواز، رڙيون يا واڪا، ٩. لوڏا، ڌوڏا، ١٠. ڇا چول، ولوڙ، چڪتاڻ، گهل، ١١. اي ڪرها، اي اٺ، ١٢. ڪاڪ جي (ڪاڪ. رياست جيسلمير ۾ هڪ ندي آهي ۽ ساڳئي نالي سان هڪ شهر آهي جنهن ۾ مومل رهندي هئي)، ١٣. مالڪن،١۴. پنڌ ڪر، هلَ، ١۵. اي ميا، اي ڪرهل، اي اٺ، ١٦. (پاٿيءَ جي ريلي يا وهڪري وانگر) تکو هَل، ڊوڙ، ١٧. ڏسون، ١٨. راجائن يا بادشاهن جو عورتون (مومل ۽ انجون ڀينرون ۽ ساهيڙيون، ١٩. ڇڪي، ڪشي يا تکو هلي، ٢٠. ان جاءِ يا هنڌ تي، ٢١. طرح ۾، نموني ۾، ٢٢. سهڻا، سٺا، ٢٣. تلاءَ، چشما، ٢۴. حاصل يا هٿ ڪريون، ٢۵. نمايو، هيٺ ڪريو، ٢٦. ناگيلا وڻ، ٢٧. ڪائين، ٢٨. ميندري کي، راڻي کي (مومل جو محبوب راڻو سوڍا راجپوت قوم جي ميندري پاڙي جو هو)، ٢٩. مونکي ٽئو، ٣٠. (گهڻو) عرصو يا وقت، ٣١. (اکين مان) لڙڪ يا آنسو، ٣٢. وهايان، هاريان، ٣٣. کان سواءِ، ٣۴. خون،لهو، ٣۵. روئي، ٣٦. گهٽيون، ٣٧. ڏسئو، ڳوليو.

مَاڙِيُون[1] مَحَلَ[2] مَگَرُ[3] تِئَا، پِرَ[4] پُجَاڻَا[5] پوءِ،
سوڍَا[6] سُورُ[7] سَندوءِ[8]، چَوَنِ[9] ڪَان چَئوڻُو[10] تِئو.

۵

اگَڻِ[11] جهوڪي[12] ڪَرَهو، وِيَڙين[13] جِيئَن[14] وَارِيَ[15]،
مُون ڪي تِي مَارِيَ[16]، سوڍَا اُهَائي ڳَالهَڙِي.

٦

اگَڻِ آڻي[17] ڪَرَهو، جَهلي وِهُہ جهوڪي،
سَاهُہ مُنهِنجو سُپِرِين[18]، رَاڻَا[19] وَهِيين[20] روڪي[21]،
سِڪَان تِي توڪي، مُنهُن[22] ڏيڪَارِ[23] مَينڌَرَا[24].

۷

جِيئَن ايندِئي موتِيين مَينڌَرَا، وَڏي جَاڙَ[25] ڪئَاءِ[26]،
وڙُ[27] نَہ هُئين وَلَهَا[28]، هُوندَ جَتي[29] مُون[30] جَاڳَاءِ[31]،
سُتي[32] جِي سَاجَاءِ[33]، سوڍَا[34] سِگهِيَائي[35] تِيَئِي[36].

۸

مِيَان[37] مَينڌَرَا موٽُ[38]، بَخشُ[39] ڪَرِ بُڇَايُون[40]،

---

۱. جاين مٿان جايون، محلات، ۲. محلات، وڏيون عمارتون، ۳. ٻاهہ، اُڀ، ۴. پرينءَ، محبوب، ۵. ڪان پوءِ، ٦. اي سوڍا اي راڻا (مومل جو محبوب راڻو سوڍا راجپوت قوم جي مينڌرا ٻاڙي مان هو)، ۷. ڏک، غم، ۸. تنهنجو، ۹. ٻڌائڻ، بيان ڪرڻ، ۱۰. ڪنهن عدد جا چار ڀيرا پر هتي معنيٰ ٿيندي گهڻو، پري يا دور، ۱۱. اگڻ ۾، ٻڌرَ ۾، محلات جي احاطي ۾، ۱۲. جهڪائي، وهاري، ۱۳. تو وئين، ۱۴. جهڙيءَ طرح، ۱۵. موٽائي، ۱٦. ڏکوئي، ايذائي، ۱۷. جان، جند، پساهہ، دم، ۱۸. اي سپرين، اي پرين، ۱۹. اي راڻا، ۲۰. تون وئين، ۲۱. قابو يا سوگهو ڪري، ۲۲. واجهايان، تانگهيان، ۲۳. چهرو، صورت، ۲۴. اي مينڌرا، اي راڻا، ۲۵. جٺ، تعدي، ۲٦. تو ڪئي، ۲۷. ڌاريون، اوپرو، اجنبي، ۲۸. اي ولها، اي پيار يعني مڙس، ۲۹. ترسي، ۳۰. مونکي، ۳۱. جاڳائين يا اٿارين ها، ۳۲. ستل (ماٺهوءَ)، ۳۳. پروڙ، سُڌ، خبر، ۳۴. اي سوڍا، اي راڻا، ۳۵. جلد، يڪدم، ۳٦. توکي ٿئي ها، ۳۷. اي ميان مينڌرا، اي سردار راڻا، ۳۸. واپس اچ، ۳۹. معاف، ۴۰. ٻڇڙايون، مدايون، خطائون، بديون.

تُون گهِٽنِ[1] گهوٽُ[2]، مُون[3] وَرُ[4] تُونهِين[5] هيڪڙو[6].

⑨

مُون وَتِ مِيرُ مَينڌَرو، اَديُون اَجُ اِيندو،
سودِو اَچِي سُهاڳَ[7] جا، ڏانَ[8] وَڏا[9] ڏِيندو،
بَديُون بَخشِيندو، ڪَامِلُ[10] ڏِٺي ڪاڪِ جو.

۱۰

اَللهَ[11] سودِلُ[12] آڻِيين[13]، جانِي[14] اَتَمِ[15] جوئِي[16]،
مُورِ[17] نَہ مَتِيان[18] مَينڌَرو، مَنجَهان سِڪَ[19] سوئِي،
راٽِي سين روئِي، قِصا[20] ڪَنديَسِ ڪاڪِ جا.

۱۱

سِڪي[21] هِنيُون[22] سَڌَ[23] مَري[24]، راٽي جِيءَ رهاڻِ[25]،
موٿائي مَينڌَرو، اَللهَ اَگڻِ[26] آڻِ،
تان[27] مُون[28] پَئي نَہ ڪاڻِ[29]، صَباحَ[30] وِچِ[31] سَرتِيين[32].

۱۲

رَات[34] وهَامِي[33] ڏِينهُن ٿِئو، پَرِين آيو پاڻَ،

---

۱. گهٽن جو، ڪيترين يا انيڪ عورتن جو، ۲. ٺئون پرٺيل جوان پر هتي معنيٰ ٿيندي سردار يا آڌار يا پرجهلو، ۳. منهنجو، ۴. پتار يعني آڌار، ۵. تون ئي، ٦. اڪيلو، ۷. (مڙسن جي) پيار يا محبت، ۸. دان، عطيا، بخششون، ۹. جهجها، گهڻا، ۱۰. برگزيدو، بي عيب، نيڪ، پلارو، ۱۱. اي اللهَ، اي خدا، ۱۲. سودو، راڻو، ۱۳. واپس آڻ يا موٽاءِ، ۱۴. جانب، دوست، يارَ، ۱۵. مون کي آهي، ۱٦. جيڪو، ۱۷. اصل، بنهہ، هرگز، ۱۸. بدلايان، وساريان، ۱۹. محبت، پيار، ۲۰. ڳالهيون، حال احوال، ۲۱. أڪنڊ ڪري، واجهائي، ۲۲. دل، قلب، ۲۳. سڌ ۾، تمنا يا خواهش ۾، ۲۴. سڪ ۾، ۲۵. تڙپي، بي قرار ٿئي، ۲٦. رهاڻ لاءِ، ڪچهريءَ يا صحبت لاءِ، ۲۷. اگڻ ۾، گهر ۾، ۲۸. تہ، ۲۹. مونکي، ۳۰. شرمساري، ندامت، ۳۱. سڀاڻي، ايندڙ ڏينهن تي، ۳۲. وچم، ۳۳. سرتين جي، جيڏين جي، ۳۴. پوري ٿي، گذري وئي، ۳۴. خود.

اَچي مِيرَ مَينڌَري، ڪَامِلَ لاٿي ڪَاڻِ،
وَڻَ ٿڻَ وَلِيُن چَانِيَا، وُتَا سَبِ وَتَاڻَ،
پَرَچِي آيو پَاڻَ، ڪَاڪِ قَرَارِئو وَلَهو.

## ۱۳

تِيئَن مَان وَڏو پَاڳُ، جِيئَن رَاڻي گهَرِ رَاجِيُون،
مُومَلَ وِينِي مَاڻِئو، سُودِي جو سُهَاڳُ،
تِنهِن کي کِهَڙو ڏُهَاڳُ، سَڌَرُ جِنهِن جو سُپِرين.

## ۱۴

تو کي مَعلُومُ مُنهِنجُون، سُودِا سَپِيئِي،
آڳَانديو اَرواحَ کي، آهِين اُهِيئِي،
وِهَڪَ مُون وِيئِي، پُڇَايو پُڇَان پَهِي.

## ۱۵

سودِو تِيئَن نَہ سِڪئو، جَڳُ جِيَهين چوءِ،
رَاڻو تِيئَن نَہ روءِ، ڳوڙهو جِيئَن ڳِلِ ڳڙي.

---

۱. امير، سردار، ۲. راڻي (مومل جو محبوب راڻو سوڍا راجپوت قوم جي مينڌرا پاڙي مان هو)، ۳. بزرگ، برگزيدي، نيڪ، ڀلاري، بي عيب، ۴. ختم ڪئي، ۵. محتاجي، لوڙ، ندامت، پشيماني، ٦. وڻ ٽڻ = درخت ٻوٽا، ۷. ولين سان (ٻوٽا جيڪي اُڀا بيهي نہ سگهن مگر زمين تي پکڙندا وڃن يا ڪنهن ٻٽ يا ڪنهن وڻ يا ڪنهن ڪاٺيءَ جي آڌار تي چڙهندا وڃن انهن کي وليون چئبو آهي)، ۸. ڍڪيا، لپيٽيا، ويڙهيا، ۹. وسيا، آباد ٿيا، رونقدار ٿيا، ۱۰. مڪان، ماڳ، جايون، ۱۱. راضي ٿي، خوش ٿي، رنج روسامو ڇڏي، ۱۲. خود، ۱۳. ڪاڪ ۾ (ڪاڪ. رياست جيسلمير ۾ هڪ ندي آهي ۽ ساڳئي نالي سان انج ي ڪپتي هڪ شهر آهي جنهن ۾ مومل رهندي هئي)، ۱۴. آرامي يا آسودو يا سکي ٿئو، ۱۵. پيتار، خاوند، مڙس، پتي (راڻو)، ١٦. منهنجو، ۱۷. نصيب، ۱۸. راڻي جي، ۱۹. گهر ۾، ۲۰. ڀاڳوند يا ڀاڳ واريون زالون، راڻيون، ۲۱. حاصل ڪئو، واپرايو، ۲۲. راڻي، ۲۳. (مڙس جو) پيار يا محبت، ۲۴. ڦوڙائو، وڇوڙو، رنوڙ پڻ، ۲۵. طاقتور، سرند، ۲٦. پرين، محبوب، ۲۷. علم ۾، ڄاڻ ۾، ۲۸. اي سوڍا، اي راڻا، ۲۹. سڀ يا سموريون ڳالهيون يا حال احوال، ۳۰. آڌار، نيڪ، پرجهلو، ۳۱. روح، دل، ۳۲. وهڻ يا آرام، ۳۳. منهنجي، ۳۴. ڦٽي يا خراب ٿي، ۳۵. واٽهڙو، مسافر، قاصد، ۳٦. راڻو، ۳۷. تهڙي نموني، ۳۸. ڏورابي ڏيڻ يا ڇوڻ جو عادي، ٻنيو يا ٿيو، ۳۹. جڳ يا جهان يا عام ماڻهو، ۴۰. جنهن نموني، ۴۱. چوندو يا ڏورابو ڏيندو آهي، ۴۲. افسوس يا ارمان ڪندو آهي، ۴۳. لڙڪ، ۴۴. ڳل تان، ڳڙي تان، ۴۵. ڪري (دل جو دل ۾ منهنجي برائيءَ جو سور ٻي وڃي ٿو).

## ١٦

ويروتار[1] وصال[2] ۾، گھُورُن[3] گھايا[4] جي،
تن ڪاڪِ[5] اوريائين[6] ڇڏي، وڃي پئا پري[7]،
تن کي ناتر[8] ڪِي[9] نہ ڪري، مومل سِڪي[10] جن کي.

## ١٧

ايندا ويندا[11] اڙئا[12]، ڏيسارو[13] هئا،
گاروڙين[14] گسَ[15] ڪيا، ڪاهي[16] ڪاڪ وڃان،*
مومل کي توڙان[17]، وڃي هي وئا ويڙي[18].

## ١٨

آڪُون[19] ڊاکُون[20] سرڪند[21] شاخُون[22]، جت چوکا[23] چندن ڪوڙ[24]،
مي سيئي[25] ماٿئا[26]، جت نہ پرن[27] پونر[28]،
ڪنواريون[29] ۽ ڪونئر[30]، ڪاهہ[31] تہ پسون[32] ڪاڪ جا.

## ١٩

آيا اُڪائي[33]، آتڻ[34] پسي گوجرو[35]،
تنهن ناتر گھٺا نهوڙئا[36]، جا دَر مَتي[37] دائي[38]،

---

١. ويروتار = هميشہ، سدائين، ٢. وصل، ميلاپ، ٣. (محبوب جي) نظرن، ۴. زخمي ڪيا، ڦٽيا، آزاريا، ڏکويا، ۵. رياست جيسلمير ۾ هڪ نديءَ جو نالو ۽ ساڳئي نالي سان هڪ شهر جنهن ۾ مومل رهندي هئي، ٦. هن پاسي يا طرف، اوڏي، ويجهي، ٧. (ڪاڪ ڪان) ڏور، دور، ٨. مومل جي ٻانهيءَ جو نالو، ٩. ڪجهہ، ١٠. واجهائي، اُڪندي، ١١. ايندا ويندا = واٽهڙو، مسافر، ١٢. منجهي بيٺا، (مصيبت ۾) ڦاسي پيا، ١٣. پرديسي، اڻ واقف، ١۴. نانگ جهليندڙ جوڳي فقيرن، مستن، چالاڪن، حرفت بازن، ١۵. گس ڪيا = رستا يا واٽون ٺاهيون، اچ وڃ ڪئي (بنان روڪ رنڊڪ جي)، ١٦. هلي، لنگهي، *گاروڙين ڪاڪ کي پنهنجي تابع ڪري ڇڏيو، ١٧. بلڪل، صفا، ١٨. ويڙي ۾، غم يا ڳڻتيءَ ۾، ١٩. اڪروٽ (جا وڻ)، ٢٠. ڊاک يعني انگور (جا وڻ)، ٢١. سرڪنڊ جا، چندن يا صندل جا، ٢٢. وڻ، ٢٣. عمدا، سٺا، ٢۴. گھٽا، جهجها، ٢۵. اُٺ، ٢٦. واپرايا، ڪاڏا، لتاڙيا، ٢٧. گهمن، اُڏامن، ٢٨. ڪاري رنگ جا اڏامندڙ جيت، ٢٩. اڻ پرڻيل نوجوان ڇوڪريون، ٣٠. شهزادا، ڳڀرو جوان، ٣١. هل، ٣٢. ڏسون، ٣٣. ڪڏ ڪري، شوق ڪري، ٣۴. زالن جي سُٽَ ڪتڻ جي جاءِ، زنانخانو، گهر، ٣۵. گجر قوم جي زالن يعني مومل ۽ انجي ساهيڙين جو، ٣٦. تباهہ يا ڇٽ ڪيا، ناس يا برباد ڪيا، ٣٧. تي (بيٺل)، ٣٨. نوڪرياڻي.

اَجَا مُومَلَ مَنجِهه[1] تِي، هِيءَ جَا بَاڻَ[2] هَٽي بَائِي[3]،
سَاٿَئَا[4] سَانبَاهِيُ[5]، ڪَامِل[6] ڪِجَائو[7] ڪَاڪَ[8] جِي.

## ٢٠

رِڻُ[9] پَسِئو رَوچِا[10] ڪَرِبِين[11]، چَانگا چِگِيُ[12] نَ ايئَن،
تَاٽِيُ[13] نِينَدءِ[14] تَڪِڙو[15]، مَيَا[16] مُومَلَ[17] سِيئَن[18]،
تَڏهِين ڪَندين ڪِيئَن، جَڏهِين تَاڙِي[19] ڏِينَدءِ[20] طَاقَ[21] ڪِي.

## وائي

وِهَان ڪِيئَن ڪَري مُون[22] سِر[23] بَاهه[24] بَري،
رَاٺَا[25] تو رِءَ[26] رِڻُ[27] تِي پَايَان[28]؛
سودِو[29] سي سَارِيندِيُون[30]، لَڳو جَنِ[31] ڳَري[32]،
آءُ اوراهُون[33] سُپِرِين[34]، وَجُ مَ پِيءَ[35] پَري.

---

١. اندر، محلات ۾.ل ٢. تير، ڪان، گز، ٣. مائي، دائي، عورت، ٤. اي ساٿيو، اي دوستو، ٥. تياري، نسبت، ٦. اي ڪاملئو، اي بزرگو، اي برگزيدئو، اي بي عيبئو، ٧. اوهين ڪجو يا ڪريو، ٨. رياست جيسلمير ۾ هڪ نديءَ جو نالو ۽ ساڳئي نالي سان هڪ شهر جنهن ۾ مومل رهندي هئي، ٩. برپٽ، بيابان، ويراني، ١٠. رونشا، خوشبون، ١١. اي چانگا، اي اٺ، ١٢. چگي ڳالهه، سٺي ڳالهه، ١٣. چڪي، گهلي، ١٤. توڪي نيندا، توڪي ڪٺي يا وٺي ويندا، ١٥. تکو، جلد، ١٦. اي ميا، اي اٺ، ١٧. قبر ڏانهن اشارو، ١٨. تائين، ١٩. دروازي کي بند ڪرڻ لاءِ ڪاٺ جي پٽي جيڪا لوهه جي ڪڙي بدران دروازي کي اندران هڻبي آهي، ٢٠. توکي ڏيندا تاڙي هٽي بند ڪندا، ٢١. ڪاٺ جو تختو جيڪو مردي کي قبر ۾ سمهاري مٿان رکبو آهي، ٢٢. منهنجي، ٢٣. سر تي، مٿي تي، سرير ۾، ٢٤. آگ، ٢٥. اي راڻا (مومل جي محبوب جو نالو)، ٢٦. کان سواءِ، ٢٧. سج، پينگ، ويراني، ٢٨. سمجهان، ٢٩. راڻو (راڻو سوڍا راجپوت قوم مان هو)، ٣٠. ياد ڪنديون، سنڀاليندي يون، ٣١. جن جي، ٣٢. ڳري سان، گلي سان، ڇاتيءَ سان، ٣٣. اوري، ٣٤. اي سپرين، اي پرين، اي محبوب، ٣٥. محبوبَ.

بِسمِ اللهِ الرحمٰنِ الرحِيم

# سُر راڻُو

## داستان ناَئُون

### ١

پِرهَہ[1] جو پَيدا[2] ٿِئو، سَامِي[3] کِي[4] سِجُ[5]،
مَتِنسِ[6] رَتو[7] مولِهيو[8]، جِيئَن[9] سَا کَکَر[10] وِجُ[11]،
کَنهِين ڏاءِ[12] مرڏِجُ[13]، کَرِيُون[14] وِهِي ڏي خَبَرُون[15].

### ٢

پِرهَہ جو پَيدا ٿِئو، ڳاڙهائِيءَ[16] جو ڳجُ[17]،
سَامِي[18] چَئِج سَجُ، کِتَان اَچِين کاپَڙِي.

### ٣

آئُون اُتَاهُون[19] آيو، جِت کِنهِن جي نَاهہ مَجَالَ[20]،
مُومَلَ جي مَاڙِيءَ[21] کي، طَرَحِين[22] تَالَ[23]،
لَکِين[24] مَارَايو[25] لاَلَ[26]، مُوٽِئو اَچان مِيندرا[27].

---

١. فجر، صبوح، ٢. ظاهر، پرگهٽ، ٣. جوڳي فقير، سيلاني فقير، ۴. يا، ۵. سورجُ، ٦. هن جي مٿان يا مٿي تي، ٧. رنگ ۾ رتل، رنگين، ڳاڙهو، ٨. کلنگيدار يعني ڇٽَ واري پڳ يا پٽکو، ٩. جهڙي، ١٠. ککر ۾، بادل ۾، ١١. کنوڻ، بجلي، ١٢ ڏاءُ کان، خوف کان، ١٣. ڏپ کر، ١۴. سچيون، ١۵. سڌيون، احوالَ (گنج ۾ "وَنءُ کاهيندو کاک ڏي" نکيل آهي)، ١٦. لالاڻ، لالائيءَ، سرخيءَ، سُونهن، ١٧. ٽکرو، ١٨. اي سامي، اي کاپڙي، اي جوڳي، ١٩. اُتان، اُن هنڌ کان يا جاءِ کان، ٢٠. پڄندي، هلندي، پهچ، دسترس، وَسَ، ٢١. جاءِ (مٿان جاءِ)، محلات، ٢٢. طرحين طرحين جا، نموني نموني جا، گهڻن قسمن جا، ٢٣. حرفتون، زنانا فن ۽ هُنرَ، ٢۴. لکن جي تعداد ۾، ٢۵. کهايو، نيست يا نابود کئو، ٢٦. سهڻا جوان، ٢٧. اي ميندرا، اي راڻا (مومل جو محبوب راڻو سوڍا راجپوت قوم مان هو).

(۴)

تُون ڪُٿَان[1] اَچين ڪَاپَڙِي[2]، مُوٽِئو ڪِينَ[3] مَارِي[4]،
آئُون اُتَاهِين[5] تو اَچَان، جِتِ مُومَلَ مُوچَارِي[6]،
ڪَنڌِيءَ[7] ڪَاڪِ[8] ڪَڪُورِئَا[9]، چَنڌَنَ[10] چَوڌَارِي[11]،
سُوڌَا[12] شِڪَارِي[13]، نَاتَرِ[14] گَهٽَا نَمَائِيَا[15].

(۵)

مِيَان[16] مَينڌَرَا[17] تو جَيهَا[18] هُئَا، مُون سين پُرسَنِ[19] پنج هَزار،
هڪِيُون ڪَاٽِيُون[20] خَزَانَنِ[21] جُون، پِئَا مُوتِي[22] مَٽيَار[23]،
قِصو[24] ڪَهَندَا[25] وَجِن ڪَاڪِ جو، پِي پُرسَنِ[26] نَاهِ پَچَار[27]،
سَپِ مَارَايو[28] يَار[29]، مُوٽِئو وَڃَان مَينڌَرَا.

٦

ڪَاڪِئَا[30] قَاصِدُ[31] آيو، رَاٽي[32] پَاس رَمِي[33]،
چَڙهُ[34] مِير[35] مُحَمَّدُ مُصطَفيٰ[36]، دوستَ[37] دَمُ[38] دَمِي[39]،
نَڪو خَوفُ خَطِرو[40]، نَڪو غَمُ[41] غَمِي،
ڪونهي پِئو ڪَرَمِي[42]، جِهو[43] تو جَهَانَ[44] ۾.

---

١. ڪٿان، ڪهڙي هنڌ يا جاءِ کان، ٢. اي ڪاپڙي، اي سامي يا جوڳي فقير، ٣. ڇو، ۴. اي ماري، اي شڪاري، ۵. ان جاءِ کان، ٦. سهڻي، ملوڪ، ٧. ڪنڌيءَ تي، ڪَپَ يا ڪناري تي، ٨. ڪاڪ جي (ڪاڪ، رياست جيسلمير ۾ هڪ ندي آهيءِ ساڳئي نالي سان ان جي ڪپ تي هڪ شهر بہ آهي جنهن ۾ مومل رهندي هئي)، ٩. انگور يا، ٻورُ جهليو، گونچ ڪڍئا، ١٠. چندن جي وڻن، صندل جي وڻن، ١١. چوطرف، هر هنڌ، ١٢. داناءَ، ڏاها، سياڻا، سهڻا، خوبصورت، ١٣. شڪار ڪندڙ امير يا حاڪم، ١۴. مومل جي ٻانهيءَ جو نالو، ١۵. جهڪائيا، زير ڪئا، تباهہ يا برباد ڪئا، ١٦. اي ميان، اي رئيس، ١٧. اي مينڌرا، اي راڻا (مومل جو محبوب راڻو سوڍا راجپوت قوم جي مينڌرا پاڙي مان هو)، ١٨. جهڙا، ١٩. پُرسن جا، مردن جا، جوانن جا، ٢٠. انبار، ڍڳ، ٢١. ناڻي، دولت، مايا، ٢٢. هيرا، جواهر، ٢٣. چمڪندڙ، سهڻا، خوبصورت، ٢۴. ڳالهہ، ڪهاڻي، ٢۵. چوندا، بيان ڪندا، ٢٦. پرسن کي، مردن کي، ٢٧. ٻولي، واڻي، ذڪر، ٢٨. ڪهايو، ختم ڪرايو، ٢٩. دوست، ٣٠. ڪاڪ کان، ٣١. نياپو يا پيغام آڻيندڙ، ٣٢. وٽ، ٣٣. هلي، ٣۴. سوار ٿي، مٿي هل، ٣۵. اي مير، اي سردار يا امير، ٣٦. ڊئل، برگزيدا، پسند ٿيل، ٣٧. اي دوست، اي محبوب، ٣٨. ساعت، گهڙي، پلڪ، ٣٩. ترسي، ۴٠. خوف خطرو = ڊپ ڊاءُ، ۴١. غم، رنج، فڪر، ۴٢. ڪرم يا مهرباني ڪندڙ، ۴٣. جهڙو، ۴۴. دنيا.

۷

سَيِني سَمَن ڪاڪ جي، راڻن حَميرن،
هُئَان موٽئو ڪونَه ڪو، هئان لَڪَ وَجَن،
وِيندي وِيچارِن، عُذرُ اوڏاهين نَه ڪئو.

۸

آئون بانهي بايون بيون، تَڙَ مِڙيئي تار،
لَڪين لڊوٺي ڪنڌين، نينهن نهايون نار،
وَهتَ اتاهين وار، اڳئان گُجر تي گَزَ هٽي.

۹

جَڙَ گهوڙا پَڙَ گهوٽيا، تَڙَ جُون تڪون ڪن،
نَوَ جَٺيون ناتَريون، پانوڙيون پُڇَن،
هي گهرَ سَندائي ڪَن، ڇا نالو ڳامَ جو.

۱۰

ڳامُ مِڙوئي گوجرين، مَنجهه رانوڙيون رَهَن،
ڏهه ڏهه پيرا ڏينهن ۾، خُون ڪلندي ڪن،

---

۱. سيني جي، ۲. ڪَڏجاڻي، ملاقات، واعدو، انجام، ۳. رياست جيسلمير ۾ هڪ نديءَ جو نالو ۽ ساڳئي نالي سان هڪ شهر جنهن ۾ مومل رهندي هئي، ۴. راڻن جي، وڏن ماڻهن يا جاگيردارن جي، راجائن جي، ۵. حميرن جي، اميرن جي، سردارن جي، ٦. هُن دنيا مان، ۷. هتان يعني هن دنيا مان، ۸. لکن جي تعداد ۾، تمام گهڻا، ۹. وڃڻ وقت، ۱۰. مسڪين، بي واهن، ۱۱. بهانو، نت نتاءُ، ۱۲. اُن طرف ڏانهن، ۱۳. نوڪرياڻي، گولي، ۱۴. رئيسياڻيون، سانئڻيون، مالڪياڻيون، ۱۵. جايون، ماڳَ، واهه يا درياهه وغيره جي ڪپن تي اهي هنڌ ۽ جايون جتان ماڻهو پيئڻ جو پاڻي ڀرين، مال کي پاڻي پيارين، وهنجن يا ٻئي ڪم ڏانهن وڃن، ۱٦. سڀيئي، ۱۷. (ٻاين سان) ڀريل يا ڀرپور يا ڪچاڪچ، ۱۸. لکن جي تعداد ۾، ۱۹. لڊوٺي جي (لڊوٺو يا لڊاڻو، ڪاڪ شهر جي ڀرسان جبل تي هڪ ڳوٺ آهي،) ۲۰. ڪنڌين تي، آس پاس، ڀرپاسي ۾، ۲۱. نينهن جون، عشق جون، ۲۲. (مٽيءَ جي ٿانون يا برتنن پچائڻ جون) آويون، ڀَٺيون، ڪوريون، ۲۳. جاچ، ڏس، ۲۴. سواريءَ جا جانور جهڙوڪ اٺ، گهوڙا، ۲۵. اتان، هن هنڌ کان يا جاءِ کان، ۲٦. موٽاءِ، واپس ڪر، ۲۷. مومل، جيڪا ذات يا قوم جي گجر هئي، ۲۸. تير، ڪان، ۲۹. الڙ، نويل، ناموز، اڻوهيل، ۳۰. پهلوان، طاقتور، ۳۱. گهوٽ (نئين شادي ڪيل) جوانَ، ۳۲. ڳولائون، ۳۳. نَوَ جٺيون = گهڻيون، جهجهيون، ۳۴. نوڪرياڻيون، ۳۵. خدمتگار زالن يا نوڪرياڻين کان سوال ڪن يا معلوم ڪن، ۳٦. جا، ۳۷. ڪنهن، ۳۸. ڳوٺ، ۳۹. سڄو ئي، ۴۰. گوجرين جو، گجر قوم وارين عورتن جو، ۴۱. ان ۾، ۴۲. رانوڙن جون عورتون (رانوڙ، راجپوت قوم جي هڪ نک آهي)، ۴۳. ڏهه ڏهه = گهڻا، ۴۴. دفعا، ۴۵. قتل، ڪوسَ، ۴٦. رونشي ڪندي، کيل تماشي ڪندي.

سامُهون[1] وَجُ مَ تَنِ[2]، اڳَئان راڻا[3] تو رِڻُ[4] وَهيُ[5].

### ١١

مُومَلَ سُومَلَ سَهجَان، ڪَا مُرَادِي[6] مَنجِهنِ،
پِينگهُون[7] وَتَايو پَٽَ[8] جُون، لِيمي[9] لاَمَ لُڏنِ[10]،
چَرخَا[11] چَندَنَ[12] عَاجَ[13] جَا، ڪيوڙي[14] هيٺ ڪَتَنِ[15]،
ڌَهه[16] ڌَهه پيرا[17] ڏينهَن ۾، خُونَ[18] ڪِلَندِي[19] ڪَنِ،
سودو[20] مَٿَان تَنِ، اوچِتوئِي[21] آيو.

### ١٢

مُومَلَ سُومَلَ سَهجَان، مُرادِي مَنجِهنِ،
بيٺيُون[22] رَاجَا نَندَ[23] جُون، چَاڪَي[24] پَرِ[25] چَلَنِ[26]،
راڻُو مَٿَان تَنِ، اوچِتوئِي آيو.

### ١٣

مُومَلَ سُومَلَ سَهجَان، تيئي وِجُنَ[27] جي وَڙَاءَ[28]،
اُنِ ڪي جورا[29] زَربَفتَ[30] جَا، بِئَا سَهچَنِ[31] سونَ[32] ڪَڙَا[33]،
ڪَاجُ[34] ڪَٿُوري[35] اُنِ جو، جَوهَرَ[36] ڪَنِ جَڙَاءَ[37]،

١. روبرو، اڳئان ٢. تن جي، انهن جي، ٣. اي راڻا (مومل جو محبوب راڻو سوڍا راجپوت قوم جي ميندرا پاڙي مان هو)، ۴. قهر، ظلم، انڌير. ۵. پئو ٿئي، ٦. سومل پسهجان ۽ مرادي تيئي مومل جون ڀينرون هيون. ٧. ڪنهن مٿاهينءَ ڪاٺيءَ يا وڻ جي ڏار ۾ ٻڌل رسا يا نوڙ جن جي هيٺينءَ پڇڙيءَ ۾ ٻڌل ڪاٺيءَ جي ڏنڊي يا ڏڪر تي ويهي لڏجي، لوڏون، چينگهون. ٨. ريشم جي ڌاڳن. ٩. ليمي جي (ليمون هڪ وڻ جو قسم آهي جنهن جو ڦل ڪٽو ٿيندو آهي). ١٠. لام ۾، شاخ يا ٽاريءَ ۾. ١١. ڪپاهه مان سٽ ناهڻ جا اوزار، ارٽ. ١٢. خوشبودار هڪ وڻ جو قسم، صندل. ١٣. هاٿيءَ جي وات وارن اڳين ٻن ڊگهن ڏندن واري هڏي، ١۴. هڪ ميويدار وڏن پنن سان وڻ. ڪيلي، ١۵. (سٽ ڪتڻ لاءِ) هلائين يا وهائين، ١٦. ڏه ڏهه = گهڻا، ١٧. دفعا، ١٨. قتل، ڪوس، ١٩. رونشي ڪندي، ڪيل تماشي ڪندي، مُرڪندي، ٢٠. راڻو (راڻو سوڍا راجپوت قوم مان هو)، ٢١. اوچتو، بنان اطلاع جي، ٢٢. ڏيئرون، ٢٣. مومل جي پيءَ جو نالو. ٢۴. چوڪيءَ عمديءَ، سهڻي، ٢۵. نموني، ٢٦. هلن. ٢٧. ڪنوٺين، بجلين. ٢٨. وڙ تي، نموني يا رنگ تي، ٢٩. پوشاڪون، وڳا. ٣٠. سونيءَ زريءَ لڳل ڪپڙي، سون جي رنگ جهڙي ڪپڙي، ڪيمخاب، ٣١. سونهن، زيب ڏين، ٣٢. سون جا. ٣٣. ڪنن ۾ وجهڻ جا والا يا ٻانهن ۾ پائڻ جا ڪنگڻ، ٣۴. واهپي يا استعمال ۾ ايندڙ شيءِ، ضرورت ڪانپوءِ، ٣۵. مشڪ، خوشبودار وکر، بنان سگهن واري هرڻ جي دن مان نڪتل خوشبودر مادو، ٣٦. جوهر سان، موتين سان، ٣٧. جڙاوت، سينگار.

لُڏن[1] لُڊوٽي[2] ڪَنڌين[3]، اُن جو پَٽن[4] پوءِ[5] پَڙاءُ[6]،
جَن پيتو ڪَاڪِ[7] تَڙانَ[8]، سي لوڏِي[9] لاڪيٽا[10] ٿيا.

۱۴

تَن کي جورا[11] زَرِبَفتَ[12] جا، پَاڪيزا[13] پَهراڻَ[14]،
اُتاهين[15] عَنبير[16] جَا، اُڏاٽا[17] اوڏاڻَ[18]،
آئي ڇَڄتَ[19] ڇُڳيرَن[20] کي، ڪُوماٽا[21] ڪيڪانَ[22]،
مُومَلَ مَهمانَن[23] کي، لَکين[24] لوئي[25] لوبانَ[26]،
سي جَهرَڪِيا[27] پَسُ[28] جُوانَ، جَن ڪَاڪِئَان[29] گهيڙِيا[30] ڪَرَها.[31]

۱۵

مُومَل[32] هَٽَ[33] ڪَمانَ[34]، نِسوريائي[35] نينهَن[36] جي،
هَٽي حَڪيمَن[37] کي، ٻَنگَ[38] نهارئو[39] ٻاڻَ[40]،
جَهرَ ڪِئا پَسُ جُوانَ، جَن ڪَاڪِئان گهيڙِئا ڪرها.

۱۶

گُلستانَ[41] جهڙيون گُجَريون[42]، اَرمَ[43] اوڍِئائُون[44]،
چوٽا[45] تيلَ[46] ڦُليلَ[47] سين، وَاسِينگَ[48] وِڙهِئائُون[49]،

۱. جهولن (ڪنهن مٿاهينءَ ڪاٺيءَ يا وڻ جي ڏار ۾ ٻڌل رسي يا نوڙ جي هيٺينءَ پڇڙيءَ ۾ ٻڌل ڪاٺ جي ڏنڊي يا ڏڪر تي ويهي)، ۲. لڊوٽي جي (لڊٽو يا لڊاٽو رياست جيسلمير ۾ ڪاڪ نديءَ جي ڪپ تي ڪاڪ شهر جنهن ۾ مومل رهندي هئي، جي ڀرسان هڪ ڳوٺ آهي)، ۳. ڪنڌين تي، آس پاس، ڀرپاسي ۾، ۴. پٽن ۾، ميدانن ۾، ملڪن ۾، ۵. پوي، ٦. پڙاڏو، آواز، گونج، مشهوري، ۷. ڪاڪ جي، ۸. تڙ ڪان، گهيڙ ڪان، (واهه درياهه وغيره جي ڪپ تي اهو هنڌ جتان پيئڻ لاءِ پاڻي ڀرجي ان کي تڙ يا گهيڙ چئبو آهي)، ۹. لوڏي، لوڏ وارا، شڪاري، شڪار ڪندڙ امير يا حاڪم، ۱۰. لکن جو مٿ، سهڻا، خوبصورت، عزت وارا، ۱۱. وڳا، پوشاڪون، ۱۲. سونيءَ زريءَ لڳل ڪپڙي، سون جي رنگ جهڙي ڪپڙي، ڪيمخاب، ۱۳. پاڪ، صاف، ۱۴. چولا يعني وڳا يا پوشاڪون، ۱۵. اُتان يا ان جاءِ تان، ۱٦. عنبر، عود، هڪ خوشبودار وکر، ۱۷. اُڀريا، مٿي چڙهيا، اُڏاٽا، ۱۸. (خوشبوءِ جا) غبار يعني سرهاٽيون، ۱۹. خوشبوءِ، ۲۰. ڇڳي وارن، ڪلنگيدارن، پهلوانن، چڱن مڙسن، ۲۱. موڳا يا اُداس ٿيا، حيران يا پريشان ٿيا، ۲۲. گهوڙا، ۲۳. مزمانن، ٻاهران آيل ماڻهن، ۲۴. تمام گهڻا يا جهجها، ۲۵. لڳائي مکي، ۲٦. خوشبودار وکر، خوشبوءِ جو هڪ قسم، ۲۷. چمڪندا، خوش ٿيندا، ۲۸. ڏس، ۲۹. ڪاڪ مان، ۳۰. لنگهائيا، پار ڪيا، ۳۱. اٺ، ۳۲. مومل جي، ۳۳. هٽ ۾، ۳۴. سينگَ، ڏنشَ، ۳۵. خاص، ۳٦. عشق، ۳۷. ڏاهن، سياڻن، ڏاناڻن، ۳۸. وَجهه، موقعا، ۳۹. ونئو، ۴۰. تير، ڪان، ۴۱. گلستان جهڙيون= گلشن جهڙيون، سهڻيون، خوبصورت، ۴۲. گجر قوم جون عورتون يعني مومل ۽ ان جون پينرون، ۴۳. ريشمي يا اوني ڪپڙي جو قسم، ۴۴. ڍڪيائون يا پاتائون (بدن تي)، ۴۵. مٿي جا وار، ۴٦. سٽيي يا ٻاٽيٺ روغن، ۴۷. سُرهي، خوشبودار، ۴۸. (ڪارن نانگن جهڙا) ڪارا ۽ ڊگها مٿي جا وار، ۴۹. مڙهئائون، ڳوپيائون.

سُتي لوڪ لطيف چئي، راڻو[۱] رانيائون[۲]،
سو موتي ڪيئن[۳] پاهون[۴]، جو گُلُ[۵] گجر[٦] ڪي گڏئو.

## ١٧

آسڻ باسڻ[۷] اُن جا[۸]، سونا[۹] سيپيئي،
رتنا[۱۰] رانوڙين[۱۱] جا، پيڙن[۱۲] هٿ پيئي،
ناتر[۱۳] اُت نيئي[۱۴]، راڻو رات[۱۵] رساڻئو[۱٦].

## ١٨

آسڻ باسڻ اُن جا، سونا سپ سُرنگ[۱۷]،
ڪلابتو[۱۸] ڪپڙا[۱۹]، اوڍيائون[۲۰] سر[۲۱] انگ[۲۲]،
پئي[۲۳] ۽ پنگ[۲۴]، لٿو[۲۵] لوڏيڙن[۲٦] ڪي.

## ١٩

اچي پسو جيڏيون، جيڪي[۲۷] راڻي رات ڪئو،
لڳم[۲۸] ناڪ[۲۹] نينهن[۳۰] جي، ڏُبي[۳۱] ڏڙ پئو[۳۲]،
سوڍي[۳۳] سر[۳۴] نئو[۳۵]، نا ته مون پڻ گهٽا گهائيا[۳٦].

---

۱. مومل جي محبوب جو نالو. ۲. ريجهايائون. راضي ڪئائون. ياد ڪئائون. ڳايائون. ۳. ڪهڙي طرح، ڇو. ۴. پوئتي.واپس. ۵. معشوق، محبوب. ٦. مومل. جيڪا گجر قوم جي هئي. ۷. بينڪون، وهڻ جون جايون، گديون، پاٿاريون. ۸. ٿانو، برتن. ۹. سونهري رنگ جا، سون جي ڌاتوءَ مان ٺهيل. ۱۰. ڳاڙها، ڳاڙهي رنگ جا. سرخ. ۱۱. رانوڙ قوم جي عورتن يعني مومل ۽ انجي ڀينرن. ۱۲. ڀيڙن سان. رنگدار سٽ جي ڌورن يا سڳن سان يا ڳانن سان. ۱۳. مومل جي ٻانهيءَ جو نالو. ۱۴. وٺي وڃي. ۱۵. گذريل رات. ۱٦. پهچايو. رسايو. ۱۷. سٺي ۽ عمدي رنگ جا. ۱۸. ڪلابات يعني سون، قلعي يا چاندي مان ٺهيل سنهي ڌاڳي جهڙين تندن يا زريءَ جي تندن سان جڙيل يا پريل. ۱۹. پوشاڪون. وڳا. ۲۰. پاتائون. پهريائون. ۲۱. تي. ۲۲. بدن. ۲۳. خوف. ۲۴. خطرو. ۲۵. ختم ٿئو. دور ٿئو. ۲٦. لوڏين. لوڏ وارن. شڪار ڪندڙ اميرن يا حاڪمن. ۲۷. جيڪو ڪجهہ. ۲۸. مونکي لڳي. ۲۹. ٻرڇي، تير، ڀالو. ۳۰. عشق. ۳۱. آواز يا ڦهڪو ڪَري ڪِري. ۳۲. متي ڪان سواءِ. باقي بدن. ڍڍر. ۳۳. راڻي (مومل جو محبوب راڻو سوڍا راجپوت قوم جي ميندرا پاڙي مان هو). ۳۴. متو. سسي. ڪنڌ. ۳۵. ڪنيو. ورتو. ۳٦. زخمي ڪئا. ڦٽيا.

## ۲۰

ڪو اَچي مُون[1] چوءِ[2]، اِجهو راڻلُ[3] آيو،
تَہ پهرين پيرين تَنهن[4] پَوان، پِرينءَ[5] گڏجان[6] پوءِ[7]،
سوڍَلَ[8] سانگُ[9] سَندوءِ[10]، اللهُ اوراهُون[11] ڪري.

## ۲۱

پائي[12] آيس پاندَ[13] ۾، سوڍا[14] سَيئي[15]،
ڍولاَ[16] ڏِڪج[17] اِيَ[18]، مَچُڻ[19] عَيبُ[20] اُپتين[21].

## وائي

تُون تان[22] سَنبَهُہ[23] سَوارُو[24]، ڪاڪِ[25] ڪَهَندين[26] ڪَڏهين[27]،
وَڃي هَٽندءِ[28] اُتِهين[29]، جِت اُوندَهہ[30] اَنڌارو،
نَڪو ساٿي[31] سُڃ[32] ۾، نَڪو رُڃُن[33] ريبارو[34]،
حامي[35] ٿيندءِ[36] حَدَ[37] ۾، سَيدُ[38] سُونهارو[39].

---

۱. مونکي، ۲. چوي، ٻڌائي، ۳. راڻو (مومل جي محبوب جو نالو)، ۴. تنهن کي، ۵. پرينءَ کي، محبوب کي، ٦. ملان، ۷. بعد ۾، ۸. اي سوڍل، اي سوڍا، اي راڻا (راڻو سوڍا راجپوت قوم مان هو)، ۹. آستان، مڪان، جاءِ، ۱۰. تنهنجو، ۱۱. اوري، ويجهو، ۱۲. وجهي، ۱۳ جهوليءَ، پلاند، ۱۴. اي سوڍا، اي راڻا، ۱۵. سموريون (مدايون يا خطائون)، ۱٦. اي ڍولا، اي محبوب، ۱۷. لڪائج، مخفي ياراز ۾ رکج، ۱۸. مداين ڏانهن اشارو، ۱۹. متان، ۲۰. مدايون، ۲۱. ظاهر يا پڌرا ڪرين، ۲۲. تہ، ۲۳. تيار ٿيءُ، سنبت ڪر، ۲۴. سويل، ساجهر، ۲۵. ڪاڪ ڏانهن (رياست جيسلمير ۾ هڪ نديءَ جو نالو ۽ ساڳئي نالي سان هڪ شهر جنهن ۾ مومل رهندي هئي، هت ڪاڪ مان مراد قبر آهي)، ۲٦. هلندين، ۲۷. ڪنهن بہ وقت، ۲۸. توکي هٽندا، پوريندا، ۲۹. ان جاءِ ۾ يعني قبر ۾، ۳۰. تاريڪي، انڌارو يا انڌاري، ٻاڏ، ٻاٽ، ۳۱. همراهہ، رفيق، مددگار، ۳۲. ويرانيءَ، اجاڙ، ۳۳. رڃن ۾، رڻ پٽن ۾، سُڃن ۾، ۳۴. قاصد يعني نياپو آڻيندڙ يا خبر چار ڏيندڙ، ۳۵. مددگار، ۳٦. تنهنجو ٿيندو، ۳۷. قبر، ۳۸. سردار يعني محمد مصطفيٰ صلعم خدا جو پيغمبر، ۳۹. ڀلارو، سڀاڳو.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڙيڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙ، ياڙي، ڪاٺو، ياجوڪڙُ، ڪاوڙيل ۽ وڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر ا سان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نسُل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڻجاڻائي کي ڀاڄَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻجاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)